# شاهه جو رسالو

گهٽي کان گهٽ ٽن ڇپيل نسخن تان

مفصل لفظي معنيٰ سان

(جلد ٽيون)

مرتب:

ڀانڊو خان شيخ

شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر، ڪراچي يونيورسٽي.

# شاھ جو رسالو

## (جلد ٽِئو)

گھٽي ڪان گھٽو نج ڪلام

مفصل لفظي معنيٰ سان

مرتب:

**ڀانهون خان شيخ**

شاھ عبداللطيف ڀٽائي چيئر، ڪراچي يونيورسٽي.

| | |
|---|---|
| **ڪتاب جو نالو** | : شاھ جو رسالو (جلد ٽيو) |
| **مُرتب** | : پانهون خان شيخ |
| **ڪمپوزنگ ۽ گرافڪس** | : حبيبُ الله جاکرو |
| **ڇاپو** | : پهريون |
| **سال** | : اپريل، ٢٠٠٢ع |
| **تعداد** | : ١٠٠٠ |
| **ڇپائيندڙ** | : شاھ عبداللطيف ڀٽائي چيئر، ڪراچي يونيورسٽي. |
| **ڇپيندڙ** | : شعبو تصنيف، تاليف ۽ ترجمو، ڪراچي يونيورسٽي. |

**مُلهه** : -/300

**ISBN 969-8447-09-14**


**"Shah Jo Risalo (Vol. III)"**
First Edition : April 2002
Published by:
**Shah Abdul Latif Bhitai Chair,**
University of Karachi,
Karachi.

# انتساب

شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ

جو هيءَ رسالو سنڌ جي انهن سينپي
عالمن ۽ محققن جي نالي ڪجي ٿو جن
شاهہ صاحب جي ڪلام ۽ پيغام بابت
علمي تحقيق ڪري ان کي عام پڙهندڙن
تائين پهچائڻ لاءِ وسان ڪونہ گهٽايو

# فهرست

# مُهاڳ

شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر پاران جناب ڀانهي خان شيخ جي مرتب ڪيل شاهه جي رسالي جو ٽيون جلد اوهان جي هٿن ۾ آهي. هن رسالي جو پهريون جلد سن ٢٠٠٠ع ۾ ۽ ٻيو جلد سن ٢٠٠١ع ۾ پڌرو ڪري چڪا آهيون، اهڙيءَ ريت هيءُ منفرد ۽ مفصل معنائن وارو "شاهه جو رسالو" مڪمل صورت ۾ پڌرو ٿي چڪو.

هن رسالي جي خاص خوبي اها آهي تہ هن ۾ اعرابن ذريعي لفظن جون پڙهڻيون آسان بڻايون ويون آهن جنهن سان عام پڙهندڙن توڙي استادن ۽ شاگردن کي شاهه سائينءَ جا بيت صحيح اچارن سان پڙهڻ ۾ مدد ملندي تنهن ڪانسواءِ هر هڪ صفحي تي ايندڙ لفظن جون مفصل معنائون ساڳئي صفحي تي هيٺان ڏنيون ويون آهن تہ جيئن هر هڪ بيت جي معنيٰ ۽ مفهوم اتي جو اتي سمجهہ ۾ اچي سگهي. پهرين ڇپيل ٻنهي جلدن جي اسان جي عالمن اديبن توڙي عام پڙهندڙن تمام گهڻي آجيان ڪئي آهي، اميد تہ هي ٽيون ۽ آخري جلد پڻ ڪين پسند ايندو.

شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر هڪ اهڙو تحقيقي ادارو آهي جنهن جي مقصدن ۾ شاهه جي ڪلام ۽ پيغام کي عام ماڻهوءَ تائين پهچائڻ پڻ هڪ مقصد آهي. جيتوڻيڪ سنڌ ۾ شاهه جي رسالي جا اڳ ۾ ڪيترائي نسخا ڇپيل آهن ۽ هر هڪ نسخو پنهنجي ليکي اهم آهي ۽ گنج واري نسخي جي ڇپائيءَ ڪانپوءِ خيال هو تہ هاڻي وڌيڪ ڪنهن نسخي جي ڇپائڻ جي ضرورت ڪانہ پوندي، پر جڏهن گنج کي پڙهجي ٿو تہ ڪيترن هنڌن تي اچارن/پڙهڻين جي حوالي سان مونجهارو ٿئي ٿو. ان ڪانسواءِ لفظن جي معنائن لاءِ لغتون ڏيکڻيون پون ٿيون. ان لاءِ اهڙي هڪ رسالي جي گنجائش نڪري ٿي. اهو مڃڻو پوندو تہ محترم ممتاز مرزا (مرحوم) جي اڻٿڪ محنت ۽ پيار جي پورهيي سان جديد صورتخطيءَ ۾ اتلايل ۽ محترم حميد آخوند جي جمالياتي صلاحيت سان خوبصورتيءَ سان ڇپايل رسالو "گنج" هڪ شاهڪار فني ڪارنامو آهي.

محترم ڀانهي خان شيخ گنج واري نسخي ۾ شامل بيتن ڪانسواءِ شاهه جي راڳاين جي ورثي ۾ آيل ڪيترن بيتن کي بہ شامل ڪيو ۽ انهيءَ سموري خزاني جي اسرارن کي کولڻ لاءِ ان جون پڙهڻيون ۽ تفصيلي معنائون ڏنيون آهن جنهن جي ڪري شاهه جو ڪلام هڪ اسڪولي شاگرد کان شاهه تي تحقيق ڪندڙ اسڪالر تائين، عام پڙهندڙن کان يونيورسٽيءَ جي پروفيسر

تائين پڙهڻ ۽ سمجهڻ سولو ٿي پيو آهي. هن رسالي اچڻ کانپوءِ شايد ڪير اهو نہ چئي سگهي تہ شاهہ جي ٻولي ڏکي آهي ۽ ان کي سمجهڻ ۾ مشڪل درپيش اچي ٿي. ڪن لفظن جي اچارن يا معنائن سان اختلاف جو سبب سنڌي ٻوليءَ جي مختلف لهجن ۾ موجود معمولي فرق ٿي سگهي ٿو. پر اها ڪا ڪوتاهي ڪانہ چئبي. سنڌي ٻوليءَ جا مختلف لهجا ۽ انهن ۾ ڪجهہ مختلف لفظ ان جي شاهوڪاري ۽ وسعت جو دليل مهيا ڪن ٿا. ان ڪري انهن ۾ موجود ڪن تبديلين (variations) کي کليءَ دل سان قبول ڪرڻ گهرجي.

ڪم جي اهميت ۽ نزاڪت کي ڏسندي شاهہ لطيف چيئر ياران هن ڪم ۾ تمام گهڻي خبرداري ڪئي ويئي آهي، ايڊيٽنگ کانپوءِ پروف خود مرتب جناب ٻانهي خان شيخ ڏٺا ان کانپوءِ اهي ڪمال چامڙي ڏٺا ۽ فائينل پروف مون پاڻ پڙهيا. تنهن هوندي بہ ڪٿي ڪا ڀل چُڪ رهجي وئي هجي تہ ان جي لاءِ اڳواٽ معافي ٿي گهران ۽ اميد ٿي ڪريان تہ اسان جو هيءُ پيار وارو پورهيو ضرور ساب پوندو.

هن رسالي جي مواد کي ساڳين اچارن ۽ معنائن سوڌو ڪمپيوٽر تي هلندڙ Multimedia Software CD جي صورت ۾ پڻ تيار ڪري رهيا آهيون. جنهن ۾ ڏکين لفظن جي معنيٰ سان گڏ اُن جي پڙهٽي آواز سان گڏ اوهان جي خدمت ۾ پيش ڪري رهيا آهيون، اميد تہ اها رٿا پڻ عملي صورت اختيار ڪندي ۽ شروعاتي ڪجهہ سُرَ جلد منظر عام تي ايندا. سڀني جو سهڪار رهيو تہ اهو سمورو ڪم گهٽ ۾ گهٽ ممڪن وقت ۾ ڪري سگهنداسين.

**ڊاڪٽر فهميده حسين**
ڊائريڪٽر
شاهہ عبداللطيف ڀٽائي چيئر،
ڪراچي يونيورسٽي
٢٠ اپريل - ٢٠٠٣ع

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر كَاهوڙِي

## داستان پهريون

### ١

مُون سي ڏِنَا مَا[١]ءِ، جَنِي ڏِنو پِرِينءَ[٢] كي،
كَري نہ سَگهان كَا، تَنِي سَندِي[٣] ڳالهڙي[٤].

### ٢

مُون سي ڏِنَا مَاءِ، جَنِي ڏِنو پِرِينءَ كي،
رَهِي اَڇِي رَاتڙي، تَن جُنگن[٥] سَنديءَ جَا[٦]ءِ،
تَنِي جِي سَا[٧]جَاءِ، تُرهو[٨] تِيندي تَا[٩]رِ ۾.

### ٣

وِيُون پَبِ[١٠] پَئِي[١١]، كَيرُون[١٢] كَاهوڙِيَن[١٣] جُون،
آئُون تَن ڏوٿِيڙَن[١٤] جو، پُڇَان[١٥] كَير[١٦] پَهِي[١٧]،
رِجُن[١٨] رات رَهِي[١٩]، جَنِي ڏُونگر[٢٠] ڏورِئا[٢١].

---

١. اي ماءُ اي امان، اي امڙ، ٢. محبوب (خدا)، ٣. جي، ٤. تعريف، واكاڻ، ساراهہ، ٥. بهادرن، بزرگن، فقيرن، كامل درويشن، ٦. جاءِ تي، مكان يا آستان تي، ٧. معرفت، چاڻ، سڃاڻپ، واقفيت، صحبت، ٨. ككن، كانن ۽ كاڻين جو نوڙين ۾ رسين سان ترَ ٻڌي ناهيل هك قسم جو منجو، جو پاڻيءَ ۾ ترڻ لاءِ كم آڻبو آهي، وسيلو، ٩. اونهي پاڻيءَ، درياهَ، ١٠. پَبَ ۾ (لس ٻيلي ۾ هالار جبل جي ڏاكڻي قطار كي پب جبل چئبو آهي)، ١١. گهڙي، داخل ٿي، ١٢. جماعتون، ٽوليون، ١٣. جهنگ يا جبل ۾ ايرندڙ وڻن مان ميوا يا ڦل ۽ گاهہ مان اَنَ ڳوليندڙن يعني ڏوٿين، ڏٿ ڳوليندڙن يا ڏٿ تي گذران كندڙن (جهنگلي وڻن مان ۽ گاهن مان پيدا ٿيندڙ ڦل ۽ اَن كي ڏٿ چئبو آهي)، ١۴. ڏوٿين، ١٥. دريافت يا معلوم كريان، ١٦. كهڙو كهڙو، ١٧. قاصد، نياپو آڻيندڙ، واٽهڙو، ١٨. رجن ۾، رڻ پٽن يا بيابانن ۾، ١٩. ترسي، ٢٠. جبل، ٢١. ڳوليا يا ووڙيا (ڏٿ جي لاءِ).

## ۴

پارِئا[1] پُڇي[2] آءُ، خَبَرَ[3] ڪَاهوڙِيَن[4] جي،
ڏوٿِين ڏُونگرِئان[5]، ڪَنهِن پَرِ[6] ڏورِئو[7] ڏُٿَ ڪي.

## ۵

نَٿان[8] وَنءُ[9] ويهِي آءُ، اڱَڻِ[10] ڪَاهوڙِيَن جي،
جوشَ[11] ڏَنائُون جِيءَ[12] ڪي، لِڪائي[13] لوڪَان[14]،
ڏوٿِيَن ڪَنهِن ڏُکَان[15]، سُمَهِي سُکُ[16] نَ ماٺِئو[17].

## ٦

تُون هَنڌِ[18] ڪُجَاڙَئا[19]، سَنجهِيَ[20] سَعيو[21] نَ ڪَرِين،
سَوارا سَنڌَ[22] ڪَٽِي[23]، ڪَاهوڙِي وِئا،
آٽِيندين ڪِئَان[24]، ڏُٿُ ڏوراهين[25] ڏيهَ جو.

## ٧

ڏُٿُ گَهَٽائي ڪَنِ، هِنَ اوراهين[26] پَنڌَ[27] جو،
سَنڌَا[28] ڪَاهوڙِيَن، پَري[29] سُجَنِ پيچِرا[30].

---

١. اي پارئا، اي واندا، اي بي ڪما، اي نڪما. ٢. دريافت يا معلوم ڪري. ٣. سُڌ. ۴. جهنگ يا جبل جي وٿن مان ميوا يا ڦل ۽ گاهہ مان اَنَ ڳوليندڙن. ڏٿ ڳوليندڙن. ڏوٿين يعني ڏٿ تي گذران ڪندڙن (جهنگلي يا جابلو وٿن يا گاهن مان پيدا ٿيندڙ ميون ۽ اَن کي ڏٿ چئبو آهي). ۵. ڏونگرن مان. جبلن مان. ٦. طرح. نموني. ٧. ڳوليو. ڍونڍيو. ٨. البت. ڪجهہ قدر. ٩. وڃ. ١٠. اڱڻ ۾. گهَر ۾. مڪان ۾. ١١. تهڪو. سيڪ. اوٻارو. اوبر. تَؤ. ١٢. جان. جسم. بدن. ١٣. ڇپائي. ١۴. لوڪ کان. عام ماڻهن کان. ١۵. ڏک کان يا تڪليف يا درد سبب. ١٦. آرام. فرحت. ١٧. ڪِئو. ١٨. هرگز. بنهہ. ماڳهين. ١٩. ڇو. ڇا جي ڪري. ٢٠. سويل ئي. سج لهڻ مهل ئي. ٢١. ڪوشش. اُدم. حيلو. ٢٢. سوير. سويل. ٢٣. ڪم ڪرڻ جا اوزار. ڏٿ وجهڻ لاءِ برتن يا ٿانو. ڇٻا. ڪارا. ٢۴. ڪٿان. ڪيئن. ڪهڙيءَ ريت. ٢۵. پراهين. ٢٦. ويجهڙي. نزديڪ. ٢٧. منزل. جاءِ. پيچري. گسَ. ٢٨. جا. ٢٩. ڏور. دور. ٣٠. رستا. گس. منزلون. آستان.

**٨**

جيڪو ڏُٿُ[1] ڪَري[2]، تَہ ڏُونگرُ[3] ڏورَڻُ[4] ڏاکڙو[5]،
چِپرُ ڪِينَ ڏي، سُوڪِڙيُون[6] سُتَنِ[7] ڪي.

**٩**

ڏوتِي[8] سَا ڏورِينِ[9]، جا جُوءِ[10] سُئِي[11] نَہ بُڌِي،
پاسا[12] مَتِي[13] پاهَڻين[14]، ڪاهُوڙِي[15] ڪوڙِينِ[16]،
وِئا تِتِ ووڙِينِ[17]، جِتِ نِهايَتَ[18] ناهِ ڪا.

**١٠**

هُوءِ[19] ڏوتِي هُوءِ ڏينهَن، هُوءِ ڏُونگرَ هُوءِ لَڪيُون[20]،
ڪَنهِن جَنهِن[21] لَڏا[22] نينهَن[23]، پُٺان[24] لَهَسَنِ[25] لُڪَ[26] ۾.

**١١**

پَڪُلِئا[27] پُٽَنِ[28]، دَلَق[29] گَڏِئو ڏُوڙِ ۾،
رَاتِيَان[30] رَجَ[31] رَهَنِ[32]، ڏِينهَان[33] ڏورَڻُ ڏُونگرِينِ[34].

**١٢**

پَڪُلِئَا پُٽَنِ، دَلَق گَڏِئو ڏُوڙِ ۾،

---

١. جهنگلي ۽ جابلو وڻن جو ڦلَ ۽ گاهہ جو انَ. ٢. گڏ ڪري، ٣.جبل، ڇپر، ٤. جهاڳڻ، ڍونڊڻ. ٥. ڪشالو، مشڪل، تڪليف ڏيندڙ. ٦. سوغاتون يا تحفا (ڏٿُ) جا. ٧. غافلن، نڪمن، سست ماڻهن. ٨. ڏٿ يعني جهنگلي يا جابلو وڻن جو ڦلَ ۽ گاهہ جو اَنَ گڏ ڪندڙ. ٩. ڳولين، ڍونڍين. ١٠. جاءِ، هنڌ ملڪ. ١١. ٻُڌ. ١٢. بدن يا جسم جا حصا، پهلو. ١٣. تي، ١٤. پهڻن، پٿرن، جبلن. ١٥. ڏٿ ڳوليندڙ، ١٦. ڏرين يا رکن (سمهڻ يا آرام ڪرڻ لاءِ)، ١٧. ڳولين، ڍونڍيين (ڏٿ)، ١٨. ڇيهہ، انت، انتها. ١٩. (ڪٿي آهن) اُهي، ٢٠. جبل، ٢١. اهڙي، ٢٢. آورَ ۾ آيا، قبضي يا وَرَ ۾ آيا، ٢٣. نينهن جي، محبت جي، عشق جي، ٢٤. پيا وتن، ٢٥. جلن، سڙن، پچن، ٢٦. گرم هوا، جهولي، لوءَ. ٢٧. (مٽيءَ يا ڌوڙ ۾) ٻريل، بدن کي مٽي لڳل. ٢٨. هلن، گهمن. ڦرن، ٢٩. گودڙيون، خرقا، فقيرائو لباس، ٣٠. رات جي وقت، ٣١. رِڃ ۾، رڻ پٽ ۾، سڃ ۾، ٣٢. ترسن، ٽِڪن، ٣٣. ڏينهن جي وقت، ٣٤. ڏونگرن ۾.

ڳالِهيُون[1] ڳهلي[2] لوڪَ[3] سين، پَڌَر[4] پَئي[5] نہ ڪَنِ،
ڪا[6] مُلِ آهي تَنِ[7]، مُون[8] پِريان[9] جي ڳالهَڙي[10].

## ١٣

ڪاهوڙي[11] ڪِجَنِ[12]، پَسِئو[13] پورهِيَتَ[14] ويسَرا[15]،
سي ڏوٿِيئَڙا ڏُورِ[16] وِيَا، رجِنِ[17] جي رَهَنِ[18]،
ڪَا مُلِ آهي تَنِ، مُون پِريَان جي ڳالهَڙي.

## ١٤

ڪِجِئا ڪاهوڙي، پَسِي پورهِيَتَ ويسَرا،
ڏوٿِيئَڙا ڏوڙِي[19]، وِڪَ[20] وَرايو[21] پَنڌَ[22] جي.

## ١٥

اُتِئو اُتِئو ڪَنِ، هلو ڏوريُون[23] ڏُٿَ ڪي،
پاٺي پوتَڙِيَنِ[24] ۾، ڪُونڌَرَ[25] سِر[26] ڪُلَهَنِ[27]،
ڏورا[28] ڏُورِ سُجَنِ[29]، وِئي وِهامِي[30] راتَڙِي.

## ١٦

وِئا وِهائُو[31]، ڏوٿي ڏورا ڏُٿَ جا،

---

١. حال احوال، خبرون چارون. ٢. ناسمجهہ، بي عقل، نادان. ٣. عام ماڻهن. ۴. ظاهر، ڳلم ڳلا. ۵. تي. ٦. اهڙي. ٧. انهن وٽ. ٨. منهنجي. ٩. پرينءَ، محبوبَ. ١٠. ڪهاڻي، قصو. ١١. جهنگ يا جبل جي وڻن مان ميوا يا ڦلَ ۽ گاهَ مان اَنُ ڳوليندڙ، ڏٿ ڳوليندڙ، ڏوٿي. ١٢. خفي يا پريشان ٿين، غمگين ٿين، رنج ٿين. ١٣. ڏسئو. ١۴. پيٽ گذر لاءِ محنت ڪندڙ يعني ڪمي يا ڪاسبي، ڏوٽي. ١٩. غافل، سست. ١٦. پري، دور. ١٧. رجن ۾ يعني رڻ پٽن يا بيابانن ۾. ١٨. ترسن، جاءِ گزين ٿين. ١٩. ڏوٿي، ڀيٽي، تيز. ٢٠. قدم، پنڌ ڪرڻ مهل ٻن پيرن يا قدمن جي وچ وارو مفاصلو يا وٿي. ٢١. (تڪڙي يا تکي) ڪريو. ٢٢. هلڻ. ٢٣. ڳوليون. ٢۴. ڪلين، ساندارين، مَشڪن. ٢۵. ڪجيءَ جي وڻ جي پَن يا پيشَ جي پَن مان ٺهيل ٽوڪرا يا ڇٻا (ڏٿ وجهڻ لاءِ)، (ٻي معنيٰ) ڪاٺ، جون انگريون (ڍڪيون لئيون) جن جي هڪ ٻئي وريل هوندي آهي) جن سان وڻن جي ٽارين ڪي نمائي ميوو پٽبو آهي. ٢٦. تي. ٢٧. موندين، مٿن، ٻُڻن. ٢٨. ڏٿ ڳوليندڙ. ٢٩. ٻُڌجن. ٣٠. گذري، پوري يا ختم ٿي. ٣١. ونندڙ، حاصل ڪندڙ، خريدار، سوداگر.

پَبَ[1] جا پُچائُو[2]، مُئا[3] ڪاهُوڙِي[4] ماٺ[5] ٿِي.

١٧

رائُو[6] رِجُ[7] رَهُون[8]، جِتي نِينهان[9] نِڪَٽي[10]،
لَڳئو پيِرَ[11] لَڪَنِ[12] سين، چِڃِئو[13] ٿين ڇَهُون[14]،
تان ڪا سارَ[15] لَهُون[16]، هوتَ[17] ڪَمِيٽيءَ[18] سُپِرين.

١٨

ڏُونگَرُ[19] ڏُڪارو[20]، ڏِنُمِ[21] ري ڏوٿيين[22]،
پَهَٽَنِ[23] رُنُو پاڻَ ۾، سَڄو ڏِينهُن سارو،
ڳُجهو[24] تَنِ ڳارو[25]، ڇَپَرَ[26] هُو ڇَٽُ[27] هُئا.

١٩

ڏُڪارو ڏُونگَرُ، ڏِنُمِ ري ڏوٿيين،
پَبَ اورِئُو[28] ٿي پانهِنجو، اُنهِين سين اَندَرُ[29]،
ڇورو[30] ٿِئو ڇَپَرُ، پيرو[31] ڪاهُوڙِيَنِ پِڳُو[32].

٢٠

ڪِ[33] ڪَي[34] ڪاهُوڙِي، ڇَپَرَ ۾ سَڏُ[35] ٿِئو،

١. هڪ جبل جيڪو لس ٻيلي ۾ هالار جبل جي ڏکڻ ۾ واقع آهي. ٢. پڇا ڪندڙ، ڳولهيندڙ، گهورا، طالب. ٣. مري ويا، گذاري ويا. ۴. ذات يعني جهنگلي يا جابلو وڻن جي ميون يا ڦلن ۽ گاهن جي ان جا ڳوليندڙ. ۵. خاموشي، سناٽو، چپ چاپ. ٦. جبل جي ريتي. ٧. رڻ پٽ. ٨. جبل. ٩. گرميءَ جي موسم، گرمي. ١٠. گهٽي، بي انداز. ١١. قدم، پير. ١٢. جبلن. ١٣. ذرا ٿئو، ڦٽجئو. ١۴. ڇيهون، ذرا ذرا. ١۵. سنيال، سُڌِ، خبر. ١٦. اوهين منهنجي لهو يا معلوم ڪريو. ١٧. اي هوت، اي محبوبَ، اي پرين، اي سپرين. ١٨. ڪميٽيءَ جا، بدڪار يا ڪم ذات جا. ١٩. جبل. ٢٠. ڏکايل. ٢١. ڪان سواءِ. ٢٢. ذت ڳوليندڙن. ٢٣. پٿرن. ٢۴. مخفي، لڪل، اندران اندر. ٢۵. غم، ڳڻتي. ٢٦. ڇپر جا، جبل جا. ٢٧. تاجُ يا ڪلنگي يعني مالڪ. ٢٨. ظاهر ڪيو، بيان ڪئو. ٢٩. ڳجهه، راز. ٣٠. يتيم، بي واهو، لاوارث. ٣١. گهمرو، ملاقات، اچڻ وڃڻ. ٣٢. ختم ڪئو. ٣٣. شايد. ٣۴. ڪي ٿورا، ڪجهه. ٣۵. آواز، هڪل، ڳالهاءُ.

اڳي تي سُئِي[١]، اُنهين[٢] سَنڌِي[٣] ڳالهڙِي[٤].

٢١

ڏوري[٥] ڏوري ڏيهَه[٦]، مَاءِ[٧] ڪاهوڙِي[٨] آيا،
مَيَنِ[٩] پيرين[١٠] ڪيهَه[١١]، نَہ[١٢] ڄاڻان ڪَنهِن[١٣] نارَ[١٤] جِي.

٢٢

مُون ڪاهوڙِي لَڪِئا[١٥]، گهَرين[١٦] نَہ گهارِينِ[١٧]،
واحِدَ[١٨] لَڳِ[١٩] وِلُهنِ[٢٠] ۾، رويو جَرُ[٢١] هارِينِ[٢٢]،
گُونڌَرِ[٢٣] گُذارِينِ[٢٤]، جُہ[٢٥] ڏوتِي ڏُتُ گُڏُ تِئا#.

٢٣

مُون ڪِاهوڙِي لَڪِئا، وِيهِي[٢٦] نَہ وِيرَمَ[٢٧] ڪَنِ،
ڏِينهَن تَتِي[٢٨] ۾ ڏونگَرين[٢٩]، ڪارَڻِ قُوتَ[٣٠] ڪَهَنِ[٣١]،
جَهنگَلَ ۾ جُهِٽِڪَنِ[٣٢]، جُہ ڏوتِي ڏُتُ گُڏُ تِئا.

٢٤

مُون ڪاهوڙِي لَڪِئا، سُمَهَنِ ڪِينَ پَئِي،
سَمَرُ[٣٣] ڪِئائُون سُجَ[٣٤] جو، ڏوري ڏُتُ لَهِي[٣٥]،

---

١. ٻڌڻ ۾ آئي، ٢. انهن، ٣. جي، ۴. ڪهاڻي، قصو، واڪاڻ، ساراهہ، ۵. ڳولي ڳولي، جهاڳي جهاڳي، ٦. مُلڪ، ولايتون، ٧. اي ماءُ، اي امڙ، ٨. ڏت يعني جهنگلي يا جابلو وڻن مان ميوا يا ڦل ءِ گاهہ مان اَنُ ڳوليندڙ، ڏوٽي، ٩. مين جي، بهادرن جي، جُنگن جي، ڪامل درويشن يا بزرگن جي، ١٠. پيرن تي، قدمن تي، ١١. دز، مٽي، ١٢. مونکي ڄاڻ يا خبر نہ آهي، ١٣. ڪهڙيءَ، ١۴. واديءَ، ماتريءَ،ميدان، پوٽي، ١۵. سهي ڪئا، سڃاتا، ڏٺا، پروڙيا، ١٦. گهرن ۾، ١٧. گذارين، رهن، ١٨. هڪڙي يعني خدا، ١٩. ڪارڻ، واسطي، لاءِ، ٢٠. سخت سرديءَ ۾ ڪليل ميدان تي، ٢١. پاڻي، اکين جا لڙڪ يا ڳوڙها، ٢٢. وَهائين، ڳاڙين، ٢٣. گوندرَ ۾، غم ۾، ٢۴. حياتيءَ جا ڏينهن ڪاٽين يا گهارين، ٢۵. جڏهين ڪان، جيئن تہ #ڏوٽين کي ڏت هٿ آيو يا ڏوٽين ڏت لڌو يعني ڏوٽين جو مقصد پورو ٿئو، ٢٦. ترسي، رَڪجي، ٢٧. دير، گهَلَ، ٢٨. تتل، گرم، ٢٩. ڏونگرن ۾، جبلن ۾، ٣٠. رزق، روزي، گذران، آذقي، ٣١. هلن، ڦرن، پنڌ ڪن، ٣٢. ڪٺڪن، تنوارين، ٣٣. توشو، آذقو، توڻ، ٣۴. رڻ پٽ، بيابان (قبر ڏانهن اشارو)، ٣۵. حاصل ڪئو.

وِئَا تِتِ وَهِي[١]، جِتِ نِهَايَتَ[٢] نَاهِ ڪَا.

## ٢٥

ڪاهُوڙِيَنِ[٣] ڪَٽِي، سَاجُهِر[٤] بَڌا سَندرا[٥]،
ڏوربِندي[٦] ۾ ڏونگرين[٧]، ڪِئائُون پاڻُ[٨] پَٽِي[٩]،
ڏُکَنِ[١٠] ڏِيلُ[١١] هَٽِي[١٢]، چِيهُہ لَڌائُون[١٣] چِپَرِين[١٤].

## ٢٦

ڪَٽَنِ نَہ ڪَرڪَاڻَ[١٥]، پَنڌَ[١٦] پَراهين[١٧] هَلئا،
ڏوٿِيَڙا ڪَنهِن[١٨] ڏُٿَ ڪي[١٩]، جُنبِئا[٢٠] ڏُونهُن[٢١] جابانَ[٢٢]،
ڪاهُوڙِيَنِ[٢٣] اُهڃاڻَ[٢٤]، اَنگَ[٢٥] نَہ سَجي[٢٦] اڳِڙي[٢٧].

## ٢٧

ڪَرڪَٽا[٢٨] لاهي، سُکَ[٢٩] نَہ سُتا ڪَڏهين،
اوسِيڙو[٣٠] آهي، ڪاهُوڙِيَنِ[٣١] اِنهِيءَ پَنڌَ جو.

## ٢٨

پيرين پُراٽا ڪيٽرا[٣٢]، سُڪا[٣٣] مُنهَن[٣٤] سَندَن[٣٥]،
سا جُوءِ[٣٦] ڏوري آيا[٣٧]، سُونهان[٣٨] جِت مُنجهَن[٣٩]،

---

١. هلي، ٢. چيهہ، انت، انتها، پڇاڙي، ٣. ڏٽ يعني جهنگلي ۽ جابلو وڻن مان ميوا يا ڦل ۽ گاهن مان اَنُ ڳوليندڙن. ڏوٿين. ۴. سوير ئي، ۵. واحد سندرو = چيلهہ کي ٻڌڻ لاءِ ڪپڙو (ٻڌا سندرا = ڏٽ ميڙڻ لاءِ تيار ٿئا)، ٦. ڳوليندي، ڍونڍيندي، ڏٽ ميڙيندي، ٧. ڏونگرن، جبلن، ٨. پنهنجو جسم يا بدن، ٩. مٽي يا خاڪ يعني فنا. ١٠. ڏکن ۾، تڪليفن ۾. ١١. بدن، جسم، ١٢. وجهي، ١٣. ڏٺائون، ١۴. چپرن جو، جبلن جو، ١۵. سواريءَ جا وهٽ جهڙوڪ اٺ يا گهوڙا، ١٦. پنڌ تي، سفر تي، مسافريءَ تي، ١٧. ڏوراهين، ١٨. ڪنهن خاص، ١٩. لاءِ، ٢٠. چُريا، هلئا، ٢١. ڏانهن، ٢٢. گهٽي ڏٽ واري جاءِ، ٢٣. ڪاهوڙين جا، ٢۴. پار پتا، نشانيون، سڃاڻپ، ٢۵. انگ تي، بدن تي، ٢٦. سالم، ثابت، ٢٧. ڪپڙو، ٢٨. پيشَ، ڪَجيءَ جي پَنَ ۽ نوڙين مان ٺهيل جُتيون جيڪي جبل جا رهاڪو پائيندا آهن، ڪيٽرا، ٢٩. سک سان، آرامَ سان، بي فڪر ٿي، ٣٠. اُون، اُڌو، فڪر، ڳڻتي، ٣١. ڪاهوڙين کي، ٣٢. پيرين پراٽا ڪيٽرا = پيرن ۾ پراٽيون جتيون، ٣٣. خشڪ يا نوٽ ٿئا، آلاڻ ڇڏي وئا، ٣۴. واحد مُنهُن = ڪنهن ٿانءَ ياظرف جي اها جاءِ جتان ان ۾ ڪا شيءِ اندر وجهجي يا ٻاهر ڪڍجي، ٣۵. سندن جا، ساندارن يا مشڪن جا، ٣٦. جاءِ، ملڪ، ٣٧. ڍونڍي، جهاڳي، ڳولي، ٣٨. واقف، ڄاڻو، ٣٩. بتال ٿين.

ڳُجهان[1] ڳُجهيُون[2] ڪَنِ، تِهانَ[3] پَراهين[4] پَنڌَ[5] جُون.

**٢٩**

سُڪا[6] سَنڌَ[7] ڪَڇُنِ[8] ۾، ڪَرڪَٽا[9] پيرِين[10]،
ٿِمَندي[11] نيٽين[12]، آن[13] ڪي ڪاهوڙي[14] گَڏِئا[15].

## وائي

وَسائيندَڙي مِينهَن، *مان نَہ[16] مِلان[17] ڪي سَجَٽين[18]،
آئُون مِڙَندي[19] پِرِينءَ ڪي، راتيُون ڏوري ڏِينهَن●،
اڪِيُن آگَمَ[20] لائيا، ڪَرَ[21] مُدائتَا[22] مِينهَن،
مُون ڪي پِرِينَ[23] ميڙين[24]، روجهَڙي[25] ميڙين مِينهَن،
مَادَرِ موتِي نَہ وِهان، مُون[26] پِريان سين نيهُن[27].

---

١. لِڪ ۾، مخفيءَ طرح، ٢. تجويزون، رٿون، سِٽون، ٣. تنهن ڪان، ۴. ڏوراهين، ۵. سفر، ٦. سڪل، خشڪ، نوٽ. آلاڻ کان خالي، ٧. ساندارا، مشڪون، پخالون، ٨. بغلن، ڪلهن، ٩. پيشَ يا ڪجيءَ جي پن ۾ نوڙين مان ٺهيل جتيون، ڪيٽرا، ١٠. پيرن ۾، ١١. ڳوڙها يا لڙڪ وهائيندي، ١٢. نيٽن مان، اکين مان، ١٣. آن کي، اوهان کي، ١۴. ذت يعني جهنگلي يا جابلو وٽن مان ميوا يا ڦل ۽ گاهَ مان اَنُ ڳوليندڙ، ڏوٽي، ١۵. ملئا * مينهن يا برسات وانگر اکين مان ڳوڙها يا هنجون وهائيندي، ١٦. مان نہ = شال، خدا ڪري، ١٧. گڏجان، ١٨. محبوبن، دوستن، پرين، ١٩. ملندي، ● گڏبي راتين توڙي ڏينهن جو ڳولي، ٢٠. جُهڙَ يا ڪڪرَ يعني ڳوڙها، ٢١. ڇَن، ٢٢. مند وارا، موسم، وارا، ٢٣. پرينِ سان، ٢۴. تون ميڙيا ملاءِ، ٢۵. جابلو ڳئونءِ يا ڳانءِ، ڳئونءِ جي شڪل واري ڦاڙهي، ٢٦. منهنجو، ٢٧. عشق، پيار، محبت.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ ڪاهوڙِي

## داستان پهريون

١

پِئو جَنِ[١] پَرو[٢]، گَنجي[٣] ڏُونگَرَ[٤] گامَ[٥] جو،
چَڏي ڪيٽُ[٦] ڪَرو[٧]، لوچِي[٨] لاهُوتِي[٩] ٿِئا.

٢

پيئِي جَنِ پَرڪَ[١٠]، گَنجي ڏُونگَرَ گامَ جِي،
واري[١١] سَجي وَرَقَ[١٢]، لوچِي لاهُوتِي ٿِئا.

٣

پيئِي جَنِ پَرُوڙَ، گَنجي ڏُونگَرَ گامَ جِي،
چَڏي سي ضَرُورَ[١٣]، لوچِي لاهُوتِي ٿِئا.

٤

پيئِي جَنِ[١٤] پَٽِي[١٥]، گَنجي ڏُونگَرَ گامَ جِي،
چَڏي نِندَ[١٦] گَهَٽِي، لوچِي لاهُوتِي ٿِئا.

---

١. جن کي، ٢. سَڌِ، سماءُ، خبر، پتو، ٣. سنڌ ۾ حيدرآباد شهر جي ڀرسان هڪ جبل يا ٽڪر جو نالو، ۴. جبل، ٥. ڳوٺ، مُلڪ، ٦. ٻَني ٻارو، اهو زمين جو ٽڪر جنهن ۾ پوک ڪجي، ٧. زميندار ۽ هاريءَ جي وچ ۾ ٻنيءَ يا ورهاست ڪرڻ تائين ٻنيءَ ۾ فصل جي پيدائش رکڻ جي جاءِ يا ديرو، ٨. لوچيندڙَ، ڏَٽ يعني جهنگلي يا جابلو وڻن مان ميوا ڦلَ ۽ ڳاهن مان اَنُ ڳوليندڙ. ڏوٽي، ڪاهوڙي، ٩. لوڪ تياڳي، تارڪ الدنيا، عبادت ۾ محو يا غلطان، لاهوت لامڪان يعني عالم ذات اِلاهيءَ جي خبر رکندڙ درويش، ١٠. ڄاڻ، سُڌ، پروڙ، ١١. ورائي، اٿلائي، بند ڪري، ١٢. (ڪتاب جا) صفحا يا پنا (ورق وارڻ = دنياوي ڏنڌا ڏاڙي ترڪ ڪرڻ)، ١٣. دنياوي ڪم ڪاريون، ١۴. جن تي، ١٥. مٿي، دز، خاڪ، ١٦. سُستي، غفلت.

**٥**

جَنِي[١] پِيئِي ٻُوءِ[٢]، گَنجي[٣] ڏُونگَرَ[٤] گامَ[٥] جي،
ڏوري سائِي جُوءِ[٦]، لوچِي[٧] لاهُوتِي[٨] ٿِئا.

**٦**

جَنِي پِيئِي بَاسَ، گَنجي ڏُونگَرَ گامَ جي،
ڇَڏي سي لِبَاسَ[٩]، لوچِي لاهُوتِي ٿِئا.

**٧**

پِيئِي جَنِي سُڌِ[١٠]، گَنجي ڏُونگَرَ گامَ جي،
ڇَڏي ٻِي سَڀِ ٻُڌِ[١١]، لوچِي لاهوتِي ٿِئا.

**٨**

گَنجي ڏُونگَرَ گامَ ۾، جي پيهِي[١٢] وِئا ڏِينهَن[١٣]،
سيئي وَسائي مِينهَن[١٤]، لوچِي لاَهُوتِي ٿِئا.

**٩**

پيهِي جَنِ پَروُڙِئو[١٥]، گَنجهو ڏُونگَرُ گامُ،
سي ڪَري تَنُ[١٦] تَمامُ[١٧]، لوچِي لاهُوتِي ٿِئا.

١. جني ڪي، ٢. هَڳاءُ، ڇَٽَ، واسَ، باسَ، خوشبوءِ، ٿوري خبر، ٣. سنڌ ۾ حيدرآباد شهر جي پرسان هڪ جبل يا ٽڪر جو نالو، ۴. جبل، ۵. ڳوٺ، ملڪ، ڳوٺ، ٦. منزل، ملڪ، ڳوٺ، ٧. لوچيندڙ، ڏٽ يعني جهنگ ۽ جبل جي وڻن مان ميوا يا ڦلَ ۽ گاهن مان اَنُ ڳوليندڙ، ڏوٽي، ڪاهوڙي، ٨. لوڪ تياڳي، تارڪ الدنيا، عبادت ۾ محو يا غلطان، لاهوت لامڪان يعني عالم ذات الاهيءَ جي معرفت رکندڙ درويش، ٩. (دنياوي) ويس وڳا، پوشاڪون، ١٠. خبر، جاڻ، ١١. عقل، هوش، ڏاهپ، ١٢. گهڙي يا داخل ٿي، ١٣. ڏينهن جو صبح يا فجر جو، ١۴. برساتون، ١۵. سهي ڪئو، سڃاتو، معلوم ڪئو، ١٦. جسم، سرير، نفس، ١٧. ختم، فنا، نابود.

## ١٠

پيهي چپر[1] پَسُ[2]، گنجي ڏُونگر گامَ جو،
توکي ڏيندا ڏَسُ[3]، ڏوٿِي[4] آهين ڏيهہ[5] ۾.

## ١١

ڪهڙو اٿئي ڪامُ[6]، گنجي ڏُونگر گامَ ۾،
پَسي تنهن پاهڻ[7] کي، اچي نہ آرامُ[8]،
مَتان ڏُونگر ڏوربين، اُجهين[9] ڪُهہ[10] عوامُ[11]،
حَرا[12] ڪَرِ[13] حَرامُ[14]، ڪاءُ[15] تہ ڪاهوڙي[16] تِيين.

## ١٢

پيرُ[17] پَرُوڙي[18] پاءِ[19]، گنجي ۾ گُڻَ[20] گهڻا،
ڪاهوڙي ڪَارا[21] وئا، نَڪا اوڏي[22] ماءِ[23]،
جَني ڏِني جاءِ، تَني مُوٽَڻُ[24] ميهڻو[25].

## ١٣

ڏُونگربن[26] ڏسجن، اَگي رَبُون[27] اُن جُون،
ڏوٿيئڙا ذُٽ ڪي[28]، آراڙِ[29] اَچن.

---

١. جبل. ٢. ڏس، ٣. پتو، خبر، سُڌ، چاڻ. ۴. ڏٽ يعني جهنگ يا جبل جي وڻن مان ميوا يا ڦلَ يا ڳاهن مان اَنُ ڳوليندڙ، ڪاهوڙي. ۵. ملڪ، جُوءِ. ٦. ڪم. ٧. پهاڙ، پٿرَ، جبل. ٨. سُکُ، فرحت (اچي نہ آرام=توکي آرام نٿو اچي). ٩. رُلين، ڀٽڪين، ڀڄين، معلوم ڪرين. ١٠. ڇو. ١١. عام ماڻهو، عام خلق. ١٢. حرارَت، ڪاوڙ، غصو، غضب (گنج ۾ "هارڻا" لکيل آهي). ١٣. سمجهہ، ڀانءِ. ١۴. ناجائز، ناروا، غلط، غليظ. ١۵. ڇٽ ڪر، نابود يا ناسُ ڪر، ساڙي ختم ڪر. ١٦. ڏٽ يعني جهنگلي يا جابلو وڻن مان ميوا يا ڦلَ يا ڳاهن مان اَنُ ڳوليندڙ يا ميڙيندڙ، ڏوٿي. ١٧. قدم، وک. ١٨. سوچي سمجهي، ڌيان ڪري. ١٩. ڪڻ، وجهہ. ٢٠. ڳڻَ، ڳڻ، خوبيون، چڱايون، حرفتون. ٢١. پڪا، پختا، صحيح سلامت. ٢٢. ويجهي، نزديڪ. ٢٣. آبادي، وَسُڻَن. ٢۴. ورڻ، واپس ٿيڻ. ٢۵. طعنو، عيب. ٢٦. ڏونگرن ۾. ٢٧. واحد رئي = وهٽن، جانورن يا ماڻهن جي زمين تي هلڻ ڪري اٿاريل غبارُ يا ڌوڙ. ٢٨. لاءِ. ٢٩. آراڙ ڏي، جهنگ يا برپٽ ڏي.

خِيما[1] ڪاهوڙِيَنِ،[2] اَجُ نَہ اُنِهين[3] پيٽيِين.[4]

١٤

ڏُونگرُ[5] نَہ ڏوٽي، ڏُونگرُ سُڃو[6] ڏوٽِيَنِ ريءَ،[7]
پُڇان[8] پَرو[9] تِي، ڪِ ڏوٽِي ڏُٽ[10] اَڇِٽان.[11][12]

(١٥)

ڏُونگَرَ مِ ڏِياٽُ،[13] صُبُوحِ[14] بَرِئو سُجَ[15] مِ،
ڪاهوڙِيَنِ ڪاٽُ،[16] هَنيو گَهَرَ مِ حَقَ[17] جي.

(١٦)

ڏُونگَرِ[18] ڏِيئَتِيُون،[19] صُبُوحِ بَرِبُون سُجَ مِ،
وَسَائي[20] وَرِي[21] آيا، سَندِيُون[22] پَبَ[23] پَتِيُون،[24]
جي گُهَمِن حَقَ[25] گَهَتِيُون،[26] تَنِ ڏَسِڻُ تِئو ڏوٽِيِن.[27]

١٧

سَڪِئا[28] شِينهَن گُهُمَنِ،[29] جِتي پيرُ نَہ پَڪٽِين،[30]
تِتي ڪاهوڙِيَنِ، وَرَ[31] ڏِيئِي وَڻَ چُوندِئا.[32]

١. ڪپڙي جا ٺهيل گهر، تنبو، شاميانا. ٢. ڪاهوڙين جا. ڏٽ يعني جهنگلي يا جابلو وڻن مان ميوا يا ڦل ۽ گاهہ مان ان ڳوليندڙن يا ميڙيندڙن جا. ٣. انهن. ۴. پيٽين تي، جاين تي، ماڳن تي. ۵. جبل. ٦. ويران، خالي. ٧. سواءِ. ٨. معلوم ڪريان، دريافت ڪريان. ٩. پتو، خبر، سڌ. ١٠. تہ ڇا. ١١. ڏٽ لاءِ، ڏٽ واسطي. ١٢. اڇڻ وارا آهن. ١٣. ڏيئو، چراغ، مشعال، بتي. ١۴. صبوح جي وقت، فجر مهل. ١۵. رڻ پٽ، بيابان، جهنگ. ١٦. (چورن جو) گهر جي پٽ يا ڇت ۾ ڪيل سوراخ يا ٽنگ (هنيو = ڪجهہ ٻرايو). ١٧. خدا. ١٨. ڏونگر ۾. ١٩. ننڍا ننڍا ڏيئا. ٢٠. آباد ڪري، رهائش پذير ٿي. ٢١. موٽي، واپس. ٢٢. جون. ٢٣. لس ٻيلي ۾ هالار جبلن جي ڏاکڻي قطار واري جبل جو نالو. ٢۴. ميدان. ٢۵. حق جون، سچ جون. ٢٦. واٽون، گليون، ڳليون، رستا، گسَ. ٢٧. ڏوٽين يا ڪاهوڙين کي. ٢٨. ڊنا، خوف زدهہ ٿئا. ٢٩. هلن، ڦرن. ٣٠. پڪين جو. ٣١. ڦيرا، ڦيرا. ٣٢. وڻ چونديا = وڻن مان ڏٽ چونديو يا ميڙيو.

## ١٨

جِتِ نَہ پَکِيان[1] پيرُ، تِتي تَمَڪي[2] باهَڙِي[3]،
ٻِئو ٻارِبندو ڪيرُ، ڪاهوڙَڪِيءَ[4] ڪيرَ[5] ري[6].

## ١٩

ڪاهوڙِي ڪَرا[7]، سُوڌِي[8] خَبَرَ[9] پَڪَٽِين[10]،
سوجهي[11] جَنِ ڪِئا، مَتي اَنگهَنِ[12] آهيرا[13].

## وائي

آئُون جيهَائي[14] ذاتِ تُون[15] وو پَاڻُ سُجاڻِ[16] ميان[17] سُپِرين[18]،
بَانهِي[19] ڪونِين[20] بَاجَهہ[21] سين، تَان ڪَرِ[22] لَڌيمِ[23] ذاتِ[24]،
اوڀُون[25] آرِباٽِيءَ[26] جُون، پَرِيان سَجِيائي رات،
تَان[27] ڪِي ڏُونگَرُ[28] ڏورِيان[29]، جَان نَہ[30] وِهامي[31] رات.

---

١. پکين جو (پکيان پير = پکين جي پيرن جو نشان)، ٢. ٻري، چمڪي، تجلا ڏي، ٣. باهہ، آڳ، ۴. ڪاهوڙين جي، ڏٺ يعني جهنگلي يا جابلو وڻن مان ميوا يا ڦلن ۽ گاهن مان اَنُ ڳوليندڙن يا ميڙيندڙن جي، ڏوٽين جي، ۵. جماعت، ٽوليءَ، ٦. ڪان سواءِ، ٧. سچا، ڀلا، نيڪ، ٨. صحيح، ٺيڪ، پوري، ٩. پروڙ، سڌ، ١٠. پکين کي، ١١. ڳولي، سوچي، سمجهي، ١٢. انگهن تي، (واحد انگهہ = ڪنهن سڪل ڪاني، يا وڻ جي ڏار يا ٽاريءَ جي ٻاهر نڪتل نوڪدار ۽ وريل ڪُٽ هتي انگهن مان مراد آهي وڻ يا وڻن يا ڏار)، ١٣. آکيرا (عارضي گهر يا آستان)، ١۴. جهڙيءَ ٻہ، هلڪي، خسيس، ١۵. ذات جي، قبيلي يا قوم يا خاندان جي، ١٦. پاڻ سجاڻ = پنهنجي خود جي شان يا عزت ڏي ڏسج، ١٧. اي ميان، اي سردار، ١٨. پرين، محبوب، ١٩. نوڪرياڻي، گولي، ٢٠. سڏين، پڪارين، آواز ڏين، ٢١. رحم، مهربانيءَ، احسان، ٢٢. جڻ، ٢٣. مون لڌي، مون کي ملي، مون پرائي يا حاصل ڪئي، ٢۴. خدا جي طرفان مليل غير معمولي طاقت، خدائي عطيو يا عنايت، ٢۵. پڇالون، مشڪون، ٢٦. سردار، محبوب، ٢٧. تيستائين، ٢٨. جبل، ٢٩. ووڙيان،جهاڳيان، ڳوليان، ٣٠. جيستائين، ٣١. ختم ٿئي، پوري ٿئي.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُرُ ڪَاهوڙِي

## داستان ٿئو

### ١

ڏوري[1] ڏِسي[2] ڏُونگرين[3]، واٽَ[4] وڃائي[5] جَنِ،
اُوءِ[6] بَصير[7] بَرَنِ[8] ۾، اَنڌا[9] ٿئو اُپين[10]،
ڪَنَنِ[11] آڏيُون[12] تاڙيُون[13]، گُنگَنِ[14] جيئَن[15] گهُمَنِ[16]،
فِراقي[17] فَرمانَ[18] جو، آهي بَرُ[19] ٻوڙَنِ[20]،
لَنگهان[21] ٿئو لاهُوتَ[22] کي[23]، سُتا[24] پئا سِڪَنِ[25]،
ڪَپِتِ[26] ڪاهوڙِين[27]، آهه[28] اُتي[29] پئي[30] نہ لهي[31].

### ٢

اَڄي پئا آتَ[32] ۾، واٽَ وڃائي جَنِ،
ڪُرندا[33] ڪي[34] پَروڙئو[35]، رَندِ[36] نہ سي رِڙهَنِ[37]،
بيئي دارَ[38] دَيُون ڪئو[39]، پيرَتِ[40] تان نہ پُڇَنِ،
ڏُوڙِ[41] پِريان[42] لَئي[43] ڌارَ[44] ٿئو، وِڇارا وِڃهَنِ،

١. ڳولي، ووڙي، جهاڳي، ٢. نهاري، جاچي، ٣. ڏونگرن ۾، جبلن ۾، ٤. رستو، گس، راهہ، ٥. ڇڏي، ترڪ ڪئي، ٦. اهي، ٧. ڏسندڙ، اکين وارا، ٨. رڻ پٽن، بيابانن، جهنگلن، جبلن، ٩. نابين، اکين سان نہ ڏسي سگهندڙ، ڪورَ، ١٠. بيهن (ٻتال ٿي يا مُنجهي)، ١١. واحد ڪَنُ = ٻڌڻ يا سٽڻ جو عضوو، گوشُ، ١٢. اڳيان، تي، ١٣. پردا، ١٤. گونگن، ڳالهائي نہ سگهندڙن، بي زبانن، ١٥. وانگر، ١٦. ڀٽڪن، اُجهن، ١٧. فراق جي، وڇوڙي يا جدائيءَ جي، ١٨. امر، حڪم، ١٩. آسرو، ڏڍ، ڀروسو، ٽيڪ، ٢٠. ٻوڙن کي، گهٻرن کي، ڏيرن کي، چٽو نہ ٻڌندڙن کي، ٢١. لنگهہ ڪان يا رستي يا واٽ ڪان (پاسي)، ٢٢. عالم ذات الاهي، جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿيندو آهي. صوفين جي طريقي يعني سلوڪ جي چوٿين منزل، اُلوهيت، خدائي، وحدانيت، ٢٣. لاءِ، ٢٤. سٽل، ننڊ ۾ پيل، غافل، ٢٥. اُسڙڪن، واجهائين، ٢٦. ڳاراٿو، جهوري، فڪر، ڳڻتي، ٢٧. ڪاهوڙين کي، ذات يعني جهنگلي يا جابلو وڻن مان ميوا يا ڦلَ ءِ گاهن مان اَنَ ڳوليندڙن يا ميڙيندڙن کي، ٢٨. افسوس، ٢٩. جاڳندي، ٣٠. سمهندي، ٣١. ڇڏي، ٣٢. ڪواٽ، ڪپيريءَ، بي راهيءَ، ٣٣. خراب رند مان يا گس مان، اوجهڙ مان، ڪواٽ مان، ٣٤. ڪجهيو، ٣٥. سمجهہ، پرايو، معلوم ڪئو، ٣٦. رند تي، (سَنئينءَ) واٽ تي، ٣٧. هلن، ٣٨. گهر، جهان، دنيائون، ٣٩. ذرا ذرا يا ترڪ ڪئو، مات ڪئو، ٤٠. پيچرو، رسم، ٤١ـ مٽي، خاڪ، ٤٢. محبوب، ٤٣. واسطي، ٤٤. جدا، اڪيلا، نويڪلا، تنها، تارڪ الدنيا.

خَبَرَ[1] ڪاھوڙِيَنِ[2]، آھي لِڪَ[3] لاھُوتَ[4] جِي.

٣

ويجھو وَجُ مَ واٽَ[5] ڪي، ڪَھِجِ[6] ڏونھُن[7] ڪُواٽَ[8]،
اُجھِي[9] مَنجَھان آٽَ، اَوِسِي[10] تِي آءُ تُون.

۴

ڪُپِيرِئان[11] پَري تِئَا، اَبُڏِي[12] بُڏائُون،
اُنھِين ڪي آئُون، ھِيرَ[13] ڏِسِي آيو.

۵

ڪُپِيرِيءَ ۾ پِيرُ[14]، ڪَنِي پَاتُو[15] پِيرِين[16]،
جِئَان[17] مُنجَھُڻ[18] مَاٺُھِين[19]، سَجَڻَ[20] تِئَائِين[21] سيرُ[22]،
اِنَ پُونءِ[23] سَندو[24] پِيرُ[25]، ڪوڙِين[26] مَنجھَان ڪُو[27] لَھِي[28].

٦

سُونھَپ[29] ۾ سَپَ[30] گھَٽَا، مُنجَھُڻ[31] مَاڪِي[32] ھوءِ[33]،
پَرو[34] تَنھِين[35] پوءِ[36]، جو اُجھِي[37] پَئي[38] اُنَ تَان[39].

---

١. سڌ، پروڙ، ڄاڻ. ٢. ڪاھوڙين کي، ڏٽ يعني جھنگلي يا جابلو وڻن مان ميوا يا ڦل ۽ ڳاھن مان ان ڳوليندڙن يا ميڙيندڙن کي. ٣. ٿوري، ذري، ڪي قدر. ۴. عالم ذات الاهي جنھن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿيندو آھي، صوفي طريقي يعني سلوڪ جي چوٿين منزل. ۵. (سنئين يا سڌي) رستي. ٦. ھلج. ٧. ڏانھن. ٨. بي راھي، ڪپيري، اوجھڙ، غلط رستي، آٽَ. ٩. گھمي، ڦري، رُلي. ١٠. خدا ڪان سڌيءَ طرح بنان ڪنھن مرشد يا وسيلي جي ھدايت حاصل ڪندڙ فقير. ١١. ڪپيريءَ ڪان، اوجھڙ ڪان. ١٢. اڻ ٻڌل يا اڻ سُئي يعني جيڪا ٻڌڻ ۾ نہ اچي سگھي (الاهي آواز). ١٣. ھينئر، ھاڻ. ١۴. قدم، وِکَ. ١۵. وڌو. ١٦. پير تي ھلندڙن، راھہ يا رستي جي ڄاڻن يا سالڪن. ١٧. جتي. ١٨. ٻتال ٿيڻ. ١٩. ماڻھن جو. ٢٠. سڄڻ جو، محبوب جو. ٢١. تتي. ٢٢. مڪان، رستو. ٢٣. ڌرتيءَ، زمين، ملڪ، ديس. ٢۴. جو. ٢۵. انت، وڪڙ، راز. ٢٦. ڪروڙن يا اڪيچار (ماڻھن). ٢٧. ھڪڙو. ٢٨. سمجھي، پروڙي. ٢٩. ڄاڻ، ڄاڻپ، ڏاھپ. ٣٠. نانگ بلائون يعني آفتون يا مصيبتون. ٣١. گمراھي، اڻ ڄاڻائي، ٻورائي. ٣٢. شھد يا انگبين (تمام لذيذ، مٺي ۽ مزيدار). ٣٣. آھي. ٣۴. پتو، ڄاڻ، سڌ. ٣۵. تنھن ڪان. ٣٦. پوي. ٣٧. ٿاٻڙجي، ٻلجي، غلطي ڪري. ٣٨. پوي. ٣٩. مٿان.

## ٧

وَرُ[1] سَا ڪَارِيُ[2] رات، جَنُهِن ۾ راهَه[3] گُمُ[4] ٿِئي،
هِيءُ[5] پَڌِ وَجي وِسَري[6]، نَڪا هُن[7] جِي تَاتِ[8].

## ٨

ڪَاري رات اَچُو[9] ڏِينهُن[10]، اِيءَ[11] صِفَتَا[12] نُورُ[13]،
جِتي پِرِينءَ[14] حُضُورُ[15]، تِتي رَنگُ[16] نَه رُوپُ هو.

## ٩

جَهنگلِ[17] هَلِئَا سي نَه پُلِئَا[18]، راهَه[19] هَلِئَا ڦُرجَنِ[20]،
اَوجَهڙِ[21] سي نَه پَوَنِ، پِيئي جَنِي چِڏِيُون*.

## ١٠

جَهنگُ ڪَامي[22] پَٽُ[23] ٿِئو، وِيئي[24] چَورانِ[25] لِڪَ[26]،
سِيڪِڙُو[27] ءِ سِڪَ[28]، پِيئي گَڏِئَا[29] پَانِ ۾.

## ١١

نَه ڪُتَا نَه ڪُوڪَارَ[30]، نَه سي سَڏَ شِڪَارِيِنِ،
پِٽِئو[31] ڪَٽي[32] پَارَ[33]، جَهنگلُ آهيڙِيَنِ[34] ڪَي[35].

---

١. بهتر، ڀلي، چڱي، ٢. اونداهي، ٣. گسُ، واٽ، ۴. گم ٿئي = ڏسڻ ۾ نه اچي، ۵. دُنيا ڏانهن اشارو، ٦. دل تان لهي يا ڀلجي، ٧. آخرت ڏانهن اشارو، ٨. يادگيري، ٩. چٽو، روشن، ١٠. ڏينهن يا ڏينهن، ١١. انهيءَ، ١٢. صفت يا ڳڻ يا خاصيتَ سان، ١٣. روشني يا سوجهرو (اکين جو)، ١۴. پرينءَ جو، محبوب جو، ١۵. موجودگي، روبرائي، دربار، ١٦. ورنُ، روپُ، صورت، شڪل (رنگ نه روپ = نڪا رات نڪو ڏينهن)، ١٧. جهنگل ڏانهن، وڻن ٽڻن واريءَ جاءِ ڏانهن، اوجهڙ ڏانهن، خراب رستي ڏانهن، ١٨. ڀٽال ٿيا، مُنجهيا، ١٩. (سنئين ۽ سڌي) راهه يا رستي سان، ٢٠. ڦُرجن، تڪليف ۾ پون، ٢١. اوجهڙ ۾، خراب رستي يعني گمراهيءَ ۾ * ٻنهي جهانن کي يعني دنيا ۽ آخرت کي ڇڏيو يا ترڪ ڪئو ۽ صرف خدا جي وصال جي تمنا ڪئي، ٢٢. سڙي، جلي، ٢٣. ميدان، ٢۴. ختم ٿي، ٢۵. چورن جي، ڦورن يا ڦُرن يا لٽيرن جي، ٢٦. لڪڻ يا ڇپڻ جي جاءِ، ٢٧. سڪايل، عاشق، ٢٨. محبت، پيار، ٢٩. مليا، ٣٠. شڪارين يعني جانورن کي ڦاسائيندڙ يا ماريندڙ ماڻهن جا ڪتن کي سڏ يا آوازَ يا دانهون، ٣١. رويو، روڏن ڪئو، ٣٢. ڪڍي، چوي، ٣٣. اوسارا، ٣۴. شڪارين، ٣۵. لاءِ.

## ١٢

جَهنگلُ[١] آهي ڙَبَنِ[٢] کي، پَنَڻُ[٣] ڪِئو رُوندو،
"نہ ڪُتا نہ ڪوڙڪِيُون[٤]" ، چَرِئو[٥] تو[٦] چُوندو[٧]،
هَڏهِين[٨] نہ هُوندو[٩]، اُنهَان[١٠] پوءِ عَالَمَ[١١] ۾.

## ١٣

جَهنگلُ آهي ڙَبَنِ کي، پَنَڻُ ڪِئو روءِ[١٢]،
"نہ ڪُتا نہ ڪوڙڪِيُون" ، چَرِئو اُپو[١٣] چوءِ[١٤]،
هَاٿي هِنهَان[١٥] پوءِ، لَڳِي[١٦] لُونو[١٧] نہ تِئان.

## ١٤

ڪُتي سُئِي[١٨] ڪُوڪَارَ[١٩]، سُتي[٢٠] شِڪَارِيَنِ جي،
وِچَارو[٢١] وَسِ[٢٢] نہ پَانهِنجي، حِيلَنِ[٢٣] ڪَري هَزارَ[٢٤]،
ڏَڻِي[٢٥] ڪَرِ مَ ڌَارَ[٢٦]، هِنَ لاڪِيٽِيءَ[٢٧] لُوڙ[٢٨] ڪَان.

## ١٥

ڪو ڪَهِين جو، جي ڪُتو ڪُونَائِي[٢٩]،
وَڙو[٣٠] جي بي[٣١] وَڙو، اُنَهَن جو آهي،

١. وٽن ٽٽن واري جاءِ، بن، بيابان، رڻ پٽ. ٢. شڪارين، جانورن ۽ پکين کي ڦاسائيندڙن. ٣. پٽڪو، ماتام، واويلا. ٤. دام، ڦندا، ڦاها. ٥. پاڳل، ديوانو، مستانو. ٦. ٿيو. ٧. چوندو. ٨. هرگز، بنهہ. ٩. موجود يا زندهہ رهندو. ١٠. اُن (شڪارين) کان. ١١. جهان، دنيا، سنسار. ١٢. روئي. ١٣. پٽو. ١٤. چوي. ١٥. هُن (شڪارين) کان. ١٦. ڦٽي، مور جي، ٻور جهلي، انگور جي. ١٧. لوڻيو. بي لڄو، ذليل. ١٨. ٻڌي. ١٩. شڪارين جو (ڪتي کي) سڏ. ٢٠. ننڊ جي حالت ۾. ٢١. غريب، مسڪين، بي واهو. ٢٢. وس ۾، اختيار ۾. ٢٣. حيلن جو، ڪوشش جو. ٢٤. گهڻو تعداد. ٢٥. اي ڌڻي، اي مالڪ، اي خدا. ٢٦. جدا، پري. ٢٧. سهٽيءَ، موچاريءَ. ٢٨. (ڪتن جي) ٽوليءَ، ڌڻ، ولر. ٢٩. چوائي، سڏائي. ٣٠. وڙ وارو، ٺاهوڪو، سلڇڻو. ٣١. خراب، ڪلڇڻو.

لائِقُ لوڏَ آهي، پَرَ لوڏِينِسِ نَہ لوڏِ مَان.

## ١٦

تَحقِيقَ جي پَرِي، مَتي رِءَ ڪَٽِيجِ،
بَانهُون بِيئِي لاهي ڏِيئي، ڪُشتِي ڪَمَائِيجِ،
سَنڌُنئُون سَارِي تَنگُنؤُن تَاري، جَنگهُنِ رِءَ چُلِيجِ،
جَا هَاجَ هَٿَنِ رِءَ نَہ ٿِئي، سَا نُونَنُو ٿي ڪَرِيجِ،
هَڪَلَ حَقِيقَتَ جِي، ٻُوڙو ٿي ٻُڌِيجِ،
اَنڌو ٿِي پَسِيجِ، مُشَاهِدو مَحبُوبَ جو.

## ١٧

مُئي هَاٿِيءَ سين مَامِرو، اَڃي پِئو اَنڌَنِ،
مَنَاڙِينِ هَٿَنِ سين، اَکِين ڪِينَ پَسَنِ،
فِي الحَقِيقَةِ فِيلَ ڪي، سَڄَا سُڃَاڻَنِ،
سَنڌِي سَردَارَنِ، بَصِيرَتَ بِينَا ڪَرِي.

وائي

سِيَاڪو سِيٽَان، پُورِي تو پَاڻُ سُڄَاڻِي نَہ ڪِئو،

---

١. قابل، جوڳو، شايان، ٢. لوڏ جي، ڏڪار جي، تيڪاليءَ جي، ٻاهر ڪرڻ جي، ٣. هن کي لوڏين، ڌڪي ٻاهر ڪڍن، ۴. (ڪتن جي) توليءَ، ڏڻ، ولر، ۵. حقيقت، حق سچ، يقين، سلوڪ جي هڪ منزل، ٦. هڙ، ٻار، بوجهہ، ٧. سر، ڪنڌ، ٨. ڪان سواءِ، ٩. تون ڪٽ، ١٠. ٻازو، ١١. ڪپي، وڍي، (بدن کان) جدا ڪري، ١٢. راند جو هڪ قسم، ملهہ (ڪشتي ڪمائڻ = ملهہ وڙهڻ، زور آزمائي ڪرڻ، پهلواني ڏيکارڻ)، ١٣. سنڌن کان، بدن جي اندر هڏن يا عضون جي جوڙن کان، عضون کان، ١۴. پري ڪري، ٽاري، ١۵. ٽنگن کان، ٽنگهن کان، ١٦. کان سواءِ، ١٧. تون چل، تون هل، ١٨. ڪم، ١٩. ٻانهن وڍيل، ٻانهن کان سواءِ، ٢٠. آواز، ٢١. ڊورو، گهبرو، ڇتو نہ ٻڌندڙ، ٢٢. نابين، اکين سان نہ ڏسندڙ، ڪور، ٢٣. تون پس، تون ڏس، ٢۴. ديدار، ٢۵. پرينءَ، دوست، ٢٦. مئل، نياڳي، بدبخت، ٢٧. گينور، فيل، پيل، ٢٨. واسطو، معاملو، ٢٩. مهٽين، ڇهن، ٣٠. اکين سان، ٣١. سچ پچ تہ، حقيقت ۾، ٣٢. اکين وارا، اکين سان ڏسندڙ، ٣٣. پروڙين ڄاڻن، ٣۴. جي، ٣۵. (روحاني) رهبرن، ٣٦. نظر، بينائي، اندر جو سوجهرو، اندر جي اک، ٣٧. ڏسندڙ پسندڙ، ٣٨. مائٽي، سڳ، ناتو، لاڳاپو، ٣٩. ساٿن، انهن سان، ۴٠. اي پوري، اي نادان، ۴١. پنهنجو وجود، ۴٢. پروڙي، سمجهي، سوجهي، پرکي.

آئَنِ[1] مُنهنجا انگڙا[2]، ڪالُهُون[3] پوءِ ڪيٺان[4]،
هُونَدَ[5] نہ پيئين هينئَري[6]، وَهئين[7] جي[8] سيٺان[9]،
واريءَ[10] جيئَن ورجي[11] هِنيُون[12]، ڪِرِڪئو[13] لَيءِ ڪيٺان،
موٽئو[14] ماڳَ[15] نِهارِيين، ڪِهڙي مُنهن[16] ڪيٺان،
چَپَر[17] ڪَنديس پَنڌڙا، مُون پانيو[18] سيٺان،
مَچُ[19] پَسي ڪِيئَن[20] موٽيئَن، سَڙِيئَن[21] نہ سيٺان.

وائي

جاڳي[22] اکڙين[23]، تو اوجاڳو[24] نہ ڪئو،
اکڙيون پِريِن[25] ڪي، تَهہ[26] تَهہ[27] ڪئو تمن[28]،
تُون اناسي[29] اوجهرين[30]، هُوءِ[31] تا هوتَ[32] هَلن[33]،
جي سَنجهيئي[34] سُتيون[35]، سي مُر[36] سور[37] سَهن[38]،
وهاٽيءَ[39] وَهائيين[40]، ڳوڙها[41] سِر[42] ڳلن[43].

وائي

ڪا[44] مَ جهلي[45] ڪا مَ پَلي، مُنڌَ[46] مُون ڪي ماءَ[47]،
آئُون سُتي[48] هُو هلئا، وهاٽيءَ وئا،

---

١. سڙن، ڪامن، جلن. ٢. عضوا. ٣. ڪالهون پوءِ = ڪالهہ يعني ڪڏريل ڏينهن کان وٺي. ۴. ڪٿن، انهن ڪي. ۵. شايد. ٦. ايڏي وڏي (ڪشالي يا تڪليف ۾). ٧. تون ويئينءَ. ٨. جيڪڏهين. ٩. ساٿن، انهن سان. ١٠. ريتيءَ. ١١. (اس ۾) سڙي، ٻڄري، تپي. ١٢. دل. ١٣. تڙڪو ڪريو، آواز ڪريو. ١۴. پوٺي ٿئو. ١۵. جايون، مڪانَ. ١٦. منهن سان، شان يا مانَ سان. ١٧. چپر ڏانهن، جبل ڏانهن. ١٨. سمجهيو. ارادو ڪئو. ١٩. باهہ. ٢٠. ڪهڙيءَ طرح، چو. ٢١. جلينءَ. ٢٢. سجاڳ يا بيدار ٿي، ننڊ ڦٽائي ننڊ نہ ڪري ٢٣. اکڙين سان. نيڻن سان. ٢۴. سجاڳي، شب بيداري. ٢۵. محبوبن. ٢٦. لاءِ. ٢٧. تهہ تهہ = مينهن وسڻ جو آواز، زور سان. ٢٨. وسن، ڳوڙها يا لڙڪ وهائين. ٢٩. اي اناسي، اي بي ناسي، اي بنان ناس يا پتي واري، اي بي لڄي. ٣٠. (ننڊ جا) جهوٽا يا پنڪيون ڪائين. ٣١. هو، اهي. ٣٢. محبوبَ. ٣٣. وڃن. ٣۴. سويل ٿي، سج لهڻ شرط. ٣۵. سمهي رهيون. ٣٦. پلي. ٣٧. ڏک، تڪليفون. ٣٨. ڀوڳين، برداشت ڪن. ٣٩. وهاٽيءَ جو، پوئين رات يا فجر جو. ۴٠. تون وهائين، تون ڳاڙين، تون هارين. ۴١. لڙڪ، آنسو. ۴٢. تي، تان. ۴٣. ڳٽن، رخسارن. ۴۴. ڪابہ هڪڙي نہ. ۴۵. روڪي، پلي، منع ڪري. ۴٦. اي منڌ، اي عورت يا زال. ۴٧. اي ماءُ، اي امڙ. ۴٨. ننڊ ۾ پئي رهيس، سمهي رهيس.

وِيڙهو[1] ڏِيئي وِيڪرو[2]، پَهِرِي[3] پَٽ[4] وِئا،
جَهْلُون[5] پَلُون پائِين[6]، مَتِ[7] نَہ آچِين[8] ڪا،
مُون ڪي مُون[9] پِريَنِ[10] جَا، لوِري[11] لاَل لَڳَا[12].

١. گهر، مڪان، جاءِ. ٢. وڏو، وسيع، موڪرو، خلاصو (ويڙهو ڏيئي ويڪرو = گهر ڇڏي). ٣. اُسهي، نڪري، هلي. ٤. پٽ ڏانهن، ميدان ڏانهن. ٥. روڪون، پلون، رنڊڪون. ٦. وجهين. ٧. صلاح، نصيحت، هدايت. ٨. تون آچين يا تون ڏين. ٩. منهنجي. ١٠. محبوبن. ١١. تير، ڪان. ١٢. ڳاڙها، سهڻا.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر رامڪلِي

## داستان پهريون

١

جوڳِيئڙا[1] جِهَان[2] ۾، نُوري[3] ءِ نَارِي[4]،
ٻَري[5] جَن ٻَارِي[6]، آئُون نه جِيئَندِي[7] اُنِ ري.

٢

جوڳِيَڙا جِهَان ۾، هُئَا مَنجهه حَمَامَ[8]،
آرامَان[9] آرڳِ[10] ٿِيَا، اوڏا[11] نَه آرامَ،
ڪِئَائُون قِيَامَ[12]، آئُون نَه جِيئَندِي اُنِ ري.

٣

لَکين[13] ڪِئَا لِسَان[14] سين، لاهُوتِيَنِ[15] لُوڙا[16]،
گهوڙا[17] ڙِي[18] گهوڙا، آئُون نَه جِيئَندِي اُنِ ري.

٤

ڳُولِيَان[19] ءِ ڳُنڌِيَان[20]، وِئَا وِيراڳِي نِڪرِي،

١. جوڳي يعني تارڪ الدنيا (فقير) جن کي ڪيترن ٻين نالن سان سڏيو ويو آهي، جهڙوڪ سامي، سناسي، ڪاپڙي، بابو، ويراڳي، بيراڳي وغيره. ٢. دنيا، پرٿوي، پرٿي، جڳت، جڳ. ٣. نور (سوجهري يعني روشنيءَ) وارا، نورَ مان پيدا ٿيل، پاڪباز، حليم، جمالي. ۴. ناري يعني (الاهي عشق جي) بَاهه وارا، باهه جي رنگ جهڙا (سهڻا)، جلالي طبيعت وارا. ۵. (الاهي عشق جي) باهه. ٦. (منهنجي دل ۾) ٻڙڪائي، پيدا ڪئي. ٧. جيئري يا زنده رهندي. ٨. باهه يعني ڏک يا تڪليف. ٩. آرامَ ڪانَ، آسائش يا سک کان. ١٠. الڳ، پري. ١١. ويجها. ١٢. محشر يعني حساب ڪتاب (گناهن ءِ ثوابن جي) جو ڏينهن. قيامت (جهڙي سختي) قهر يا ڏاڍائي (ڪيائون قيام = جدائي ڪري ويا). ١٣. لکن جي تعداد ۾، بي شمار، گهڻا. ١۴. زبان. ١۵. لاهوت جي ڄاڻن يا معرفت رکندڙن (جوڳي فقيرن). لاهوت صوفي طريقي جي چوٿين منزل آهي، جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿيندو آهي. ١٦. هُلَ هنگاما، دانهون، فريادَ (آخرت جي عذاب بابت). ١٧. افسوس، هاءِ (هيءُ لفظ ان زماني جي يادگيري ٿو ڏياري جڏهين علاؤالدين جي لشڪر گهوڙن تي سوار ٿي سنڌ ۾ ڦر لٽ ڪئي). ١٨. ٻي کي سڏ ڪرڻ وقت ڪم ايندڙ لفظ. اڙي. ١٩. انهن کي ڳوليان يا تلاش ڪريان. ٢٠. انهن کي ڳنڌيان يعني چڳيءَ طرح ڳوليان جهڙيءَ طرح جانور نڪ جي ذريعي نوس نوس ڪري ڪا شيءِ ڳوليندو آهي.

صُحبَتَ جَا[1] سَندِيانِ[2]، آئُون نَہ جِيئَندِي[4] اُنَ ري.

۵

مَتّران[5] مَتّو[6] پِتيَانِ، نِهارِئَان[7] نيرانِ[8]،
سُخَنَ[9] جي سَندانِ[10]، آئُون نَہ جِيئَندِي اُنِ ري.

٦

وارو[11] وِبراڳِيَنِ ڪي، وِيلَ[12] مَ[13] وِسارِيجِ[15]،
قَدَمَ[16] ڪاپِڙِيَنِ جَا، لالائي[17] لَهِيجِ[18]،
پَيرَتِ[19] پَسِئو[20] پَٽَ[21] جي، وَجَڻَ ڪَي[22] وَجِيجِ،
راتو[23] ڏِينهَن رِڙهيجِ[24]، آئُون نَہ جِيئَندِي اُنِ ري.

٧

قَدَمَ ڪاپِڙِيَنِ جَا، لَڳا[25] مِ لاهُوتَ[26]،
جَنِي سين ياقُوتَ[27]، آئُون نَہ جِيئَندِي اُنِ ري.

٨

واجَٽَ[28] وِبراڳِيَنِ جَا، مُون وَٽَ[29] وَڏي[30] وَٿُ[31]،
سَون[32] سَيُوئي[33] سَڳُيون[34]، پَسي[35] ڪَنِ[36] مَ ڪَٿُ[37]،

١. ياري، دوستي، سنگت، سٿ. ٢. جيڪا. ٣. انهن جي. ۴. جيئري يا زندهہ رهندي. ۵. سور يا عذاب پئي سهان. ٦. مٿو پٽيان = واويلا يا ماتم پئي ڪريان يا دانهون پئي ڪريان (انهن جي جدائيءَ ۾). ٧. جاچيان، ڳوليان، انتظار ڪريان، واجهايان. ٨. انهن جي روزاني نيرن يعني صبوح واريءَ ملاقات ڪي. ٩. گفتا، ڳالهيون. ١٠. انهن جا. ١١. جلد يا هڪدم (انهنجي ڳولا ڪر يا پٺيان وڃ) لفظ "وارو" ڪنهن ڪم کي جلد ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي. ١٢. تارڪ الدنيا فقيرن، سامين، سناسين، جوڳين، ڪاپڙين. ١٣. گهڙي، پلڪ، ساعت. ١۴. نہ. ١۵. دل تان لاهج. ١٦. پيرَ، هتي معنيٰ ٿيندي پيرن جا نشان. ١٧. ليلائي، عاجز يا نهڙو ٿي. ١٨. هٿ ڪج، ڏسج، نهارج. ١٩. پيرن جا نشان، رستو، واٽ. ٢٠. ڏسڻو. ٢١. جماعت، ٽولي. ٢٢. وڃڻ ڪي = هميشہ لاءِ. ٢٣. راتو ڏينهن = مسلسل، بنان ناغي. ٢۴. هلندو يا پنڌ ڪندو، ويج. ٢۵. ڪٽا، رسٺا، پهتا. ٢٦. لاهوت صوفي طريقي جي چوٿين منزل آهي جنهن ۾ سالڪ فنا في الله ٿي ويندو آهي. ٢٧. قيمتي موتي (روحاني خزانا). ٢٨. واڇا، وڃائڻ جا ساز جهڙوڪ سڱيون، مرليون وغيره. ٢٩. مون وٽ = منهنجي لاءِ، منهنجي نظر ۾. ٣٠. گران، مهانگي، قيمتي. ٣١. شيءِ، چيز. ٣٢. پيلي رنگ جو قيمتي ڌاتو جنهن مان زيور ٺهندا آهن. ٣٣. ڪل، جملي، سالم، صحيح. ٣۴. ڍڳن جي سڱن مان ٺهيل توتاريون، ناد. ٣۵. ڏسي. ٣٦. انهن هوند واري حالت، سَچ. ٣٧. اندازو لڳاءِ.

ويساهي[١] ويل[٢] كنهين[٣]، پورب[٤] ويندو پٽ[٥]،
هل[٦] كنيائون[٧] هٽ، آئون نه جيئندي[٨] اُن ري[٩].

٩

واجٽ[١٠] ويراڳين[١١] جا، مون[١٢] وٽ وڏو[١٣] مال[١٤]،
مقالان[١٥] مهند[١٦] ٿيا، كينهي وٽن[١٧] قال[١٨]،
نه كو ماضي[١٩] من[٢٠] ۾، نه كو استقبال[٢١]،
حاصل[٢٢] جني[٢٣] حال[٢٤]، آئون نه جيئندي اُن ري.

١٠

سُتي[٢٥] سيج[٢٦] هيَاس[٢٧]، مون كي آهه[٢٨] اُٿارئو[٢٩]،
جني جاڳاياس[٣٠]، آئون نه جيئندي اُن ري.

١١

جيكي[٣١] مون[٣٢] نئو[٣٣]، نه ته جات[٣٤] ۾ وڃو جوڳيا[٣٥]،
قوت[٣٦] منهنجو كاپڙي، سگڙين[٣٧] منجهه سهو[٣٨]،
كا ڦري[٣٩] ڦوك ڏئو[٤٠]، آئون نه جيئندي اُن ري.

---

١. ويساهه يعني اعتبار ڏيئي، دلبو يعني فريب ڏيئي، اسرو ڏيئي، ڏتاري، ٢. مهل، وقت، ٣. كنهن به (ويل كنهن = اوچتو، اچانڪ)، ٤. پورب يعني اڀرندي ڏانهن، هندستان جو اهو علائقو جيكو كانپور كان بهار تائين پکڙيل آهي جنهن ۾ هندن جون زيارت گاهون آهن جهڙوڪ گيا، بنارس، كاشي، دئاركا، وغيره. ٥. ٽولو (جوڳي فقيرن جو)، ٦. كنهن عجيب ڳالهه تي وات مان نكتل آواز جو لفظ، هاءِ افسوس ٧. هٽ كنيائون = لاڏاڻو يا واسطو ٽوڙيائون، جدائي كيائون، ٨. جيئري يا زنده رهندي، ٩. كان سواءِ، ١٠. واڄا، باجا، وڄائڻ جا ساز جهڙوڪ سڱيون يا مرليون، ١١. تارڪ الدنيا فقيرن، جوڳين، كاپڙين، سامين، سناسين، ١٢. منهنجي لاءِ، ١٣. گران، مهانگو، قيمتي، ١٤. خزانو، سامان، ملكيت، پدارت، ١٥. مقال كان، (پرائيءَ) ڳالهه كان يعني پچر يا سٽيديءَ يا گلا كان، ١٦. اڳتي، پاسي، پري، ١٧. انهن وٽ، ١٨. زبان سان ڳالهائڻ (كينهي وٽن قال = هو ماٺ ۾ آهن)، ١٩. گذريل (وقت)، ٢٠. دل، ڌيان، خيال، ٢١. ايندڙ (وقت)، ٢٢. هٿ ۾، قبضي ۾، پڙ پيلُ، ٢٢. جن كي، جن جي، ٢٤. هلندڙ يا موجود وقت، حقيقت، روحاني كيفيت، ٢٥. ننڊ ۾، سُتل، ٢٦. سيج تي، (گهوٽ ۽ كنوار يا شاديءَ جي وقت سينگاريل) بستري يا كٽ تي، ٢٧. آئون هيس، ٢٨. عشق جي درد، ٢٩. جاڳايو، ٣٠. مون كي جاڳايو، ٣١. يا ته، ٣٢. مون كي، ٣٣. وٺي هلو، ٣٤. جات تي، زيارت يا تيرٿ تي، ٣٥. اي جوڳي، ٣٦. كاڄ، كاڌو، خوراڪ، غذا، ٣٧. ڏڪي جي سڱن مان ٺهيل ٽوتارين يا نادن، ٣٨. سهنجو، سولو، سلوڻو، ٣٩. موٽي، وري، ٤٠. ڦوڪ ڏيو = سڱڙين كي وڄايو.

## ۱۲

جيڪي[1] مُون ڪي نيٰ[2]، پَگِهَه[3] پَائيٰ[4] پَاڻَ سين،
پَهَه[5] پَرُوڙِئَمِ[6] پَتَ[7] جَا، مَنجهَان ڪِينَرَ[8] ڪيٰ[9]،
هَاٽيٰ[10] جيٰ[11] هَيَئيٰ[12]، آئُون نَه جِيئَندي[13] اُنِ ريٰ[14].

## ۱۳

جيڪي مُون ڪي تَاڻِ[15]، پَگِهَه پَائي پَاڻَ سين،
هُوءِ جي هَيئِي هَاڻِ، آئُون نَه جِيئَندي اُنِ ري.

## ۱۴

مُون ڪي ڪِينَرَ ڪَڍِئو[16]، پَچِي مَنجهَان پِٽِ*،
هُوءِ جي هَيَان[17] هِتِ، آئُون نَه جِيئَندي اُنِ ري.

## ۱۵

سُوڌو[18] سِگَڙِيَنِ[19] سين، ڪِيٰ[20] جو ڪَهيَائُون[21]،
هُوءِ جي هَنيَائُون، آئُون نَه جِيئَندي اُنِ ري.

## ۱۶

سَتُرُ[22] سِگَڙِيَنِ سين، لَحظي[23] لاٿَائُون[24]،

---

۱. يا تہ، ۲. وني هل، ۳. (ٻيڙيءَ کي درياءَ وغيره جي ڪناري تي ٻڌڻ لاءِ) رَسا يا نوڙيون، ۴. وجهي، ۵. ارادا، راز، خيال، ۶. مون پروڙئا يا معلوم ڪئا، ۷. (جوڳي فقيرن جي) ٽولي يا جماعت، ۸. سُرندي، سازَ، ۹. ڪجهہ، ۱۰. هينئر، هن وقت، ۱۱. جيڪي، ۱۲. تو هنيا يا لڳايا (ڪِينر تي هٿ)، ۱۳. جيئري يا زنده رهندي، ۱۴. ڪان سواءِ، ۱۵. ڇڪي وني هل، ۱۶. ٻاهر ڪئو، ٻڌر تي آندو *(شرم يا حياءَ جي) پٽ يعني ديوار ٻچي يا ٽوڙي، ۱۷. اوهان هنيون (سگڙين کي ٺوڪون)، ۱۸. صاف، سئو، عمدو، ۱۹. ڏڳن جي سگن مان نهيل توتارين يا نادن، ۲۰. ڪجهہ، ۲۱. ڇيائون، ۲۲. پردو (شرم يا حياءَ جو)، حجاب، ۲۳. لحظي ۾، ٿوري وقت ۾، گهڙيءَ ساعت ۾، ۲۴. ختم ڪيائون.

ڪِينَرَ[1] ڪُٽِي[2] آهِيَان، اُنهِين جي آئُون،
مُون کي مَارِيَائُون، آئُون نَہ جِيئَندِي[3] اُنِ[4] رِي.

١٧

صُبُوح[5] سِگَّرِيُون[6] ڪَٽِي، وِيَا دُکَائِي[7] دُورِ[8]،
تِنَا ڏِينَارِئَان[9] ڏُورِ، آئُون نَہ جِيئَندِي اُنِ رِي.

١٨

صُبُوحِ سِگَّرِيُون ڪَٽِي، وِيَا وَجَائِي وِبَرَ[10]،
ڏُورِيَان[11] ڏورِيَان نَہ لَهَان[12]، تَنِ بِيرَاڳِيَنِ[13] بَهِيرَ[14]،
جَنِ جي آسَڻَ[15] مَنجِهہ عَنبِيرَ[16]، آئُون نَہ جِيئَندِي اُنِ رِي.

١٩

جُز[17] وِجَايُو[18] جوڳِيِين[19]، ڪُلَ[20] سِين آهِين[21] ڪَمُ[22]،
آسڻُ جَنِ[23] عَدَمُ[24]، آئُون نَہ جِيئَندِي اُنِ رِي.

٢٠

آسَڻَ[25] پَسِئو اُنِ جَا، اچي نَہ آرامُ،
ڪِينَرَ ڪُٽِي آهِيَان، تَنِي جي تَمَامُ[26]،

---

١. سُرندي، ساز. ٢. قتل ڪئي، ماري. ٣. جيئري يا زندهہ رهندي. ۴. ڪان سواءِ. ۵. صبوح جو، سوير. ٦. ڏڪن جي سگن مان ٺهيل توتاريون، ناد، نفير. ٧. واسَ يا ڏوپُ ڪري. ٨. پري، ڏور. ٩. ڏيٺاريءَ ڪان، ڏسڻ ڪان، ديدار ڪان. ١٠. عاقل، داناءَ، سورهيہ. ١١. ڳوليان. ١٢. ڏسان. ١٣. بيراڳين جي، تارڪ الدنيا فقيرن جي، ويراڳين جي، جوڳين جي، سامين جي، ڪاپڙين جي، سناسين جي. ١۴. قطار، جماعت، ٽولو. ١۵. (جوڳي فقيرن جي رهڻ جي) جاءِ، آستان تڪيي، اوتاري. ١٦. عنبر، هڪ خوشبودار وکر، خوشبوءِ. ١٧. ڪائنات جو الڳ الڳ ذرو يا ڀاڱو، انفرادي هستي. ١٨. نابود ڪئو، لاتعلقي اختيار ڪئي. ١٩. جوڳين. ٢٠. ڪائنات جي خالق، واحد مطلق، الله تعاليٰ. ٢١. انهن کي آهي. ٢٢. واسطو، تعلق. ٢٣. جن جو. ٢۴. معدوم، ناپيدا، غير موجود، نيست، نابود. ٢۵. سُکُ، فرحت. ٢٦. ٻنهہ، صفا، پُوري جي پُوري.

مُون کي ٿِئو مَاتَامُ[1]، آئُون نَہ جِيئَندِي[2] اُنِ ري[3].

## ٢١

آسَڻَ[4] پَسِئو[5] اُنِ جَا، اُدُوهَان[6] اڃَنِ،
ڪينَرَ[7] ڪَاپَڙِيَنِ[8] جَا، صُبُوحِ[9] تَان[10] نَہ سُجَنِ[11]،
وَڏي[12] ڀَاڳِ[13] ڀِرَنِ[14] آئُون نَہ جِيئَندِي اُنِ ري.

## ٢٢

آسَڻَ پَسِئو اُنِ جَا، اوڇِنگَارُون[15] اڃَنِ،
آيَلِ[16] آديسِيَنِ جَا، مُون کي مَاڳَ مُهَنِ[17]،
ٻَاٽَان[18] وِڏِيَسِ[19] پَٽَ[20] تي، لاهي[21] لاهُوتِيَنِ[22]،
راڙي[23] مَنجِهہ رَهَنِ، آئُون نَہ جِيئَندِي اُنِ ري.

## ٢٣

آسَڻَ پَسِئو اُنِ جَا، ٻَانهُنِ[24] وِجَهان واتَ[25]،
جي ڪَهِيَا[26] ڏُونهَن[27] قَلاتَ[28]، آئُون نَہ جِيئَندِي اُنِ ري.

## ٢۴

آسَڻَ وَتِ آهُون[29] ڪَرِيَان، وَسِ[30] نَہ مُنهِنجي واتُ،

---

١. (جدائيءَ جو) غم، ڏک، اندوهہ، ارمان، مصيبت. ٢. جيئري يا زندهہ رهندي. ٣. کان سواءِ. ۴. (جوڳي يعني تارڪ الدنيا فقيرن جي رهڻ جون) جايون، آستان، ماڳ، مڪان، تڪيا. ۵. ڏسئو. ٦. اڌما، جوش. ٧. سُرندا، ساز (ڪينرن جا آواز). ٨. جوڳين، سامين، سناسين، ويراڳين، آديسين. ٩. صبوح جي مهل. ١٠. اصل، بنهہ، صفا. ١١. ٻُڌجن. ١٢. گهڻي، اعليٰ، اوچي. ١٣. ڀاڳ يعني قسمت جي سبب يا ذريعي سان. ١۴. موٽي يا وري اچن. ١۵. اوڇنگارن يعني "اَڇو اَڇو" جي آواز سان روئڻ، زوردار روئڻ. ١٦. اي آيل، اي امڙ. ١٧. ستائين، نابود يا ناسُ ڪن. ١٨. موريو، ويتر. ١٩. مون کي وڌو، مون کي رکيو. ٢٠. زمين (وڌيس پٽ تي = مرڻ هار يا مرڻ جي لائق ٿيس (هندن ۾ رواج آهي تہ جڏهين ماڻهو سڪرات ۾ هوندو آهي تہ ان کي کٽ تان لاهي پٽ تي رکندا آهن). ٢١. هيٺ آڻي (کٽ کان). ٢٢. لاهوت جي ڄاڻن يا معرفت رکندڙن (لاهوت صوفي طريقي جي چوٿين منزل آهي جنهن ۾ سالڪ فنا في الله ٿيندو آهي). ٢٣. روڄ، روئڻ، آهہ و فِغان. ٢۴. ٻانهن ۾، ٻازن ۾. ٢۵. وجهان واتَ = چڪ هڻان (ٻانهن کي رئڻ کان روڪڻ لاءِ). ٢٦. اُسهيا، هليا ويا. ٢٧. ڏانهن. ٢٨. بلوچستان صوبي جي هڪ رياست ۽ شهر جو نالو. ٢٩. دانهون، روڄ راڙو. ٣٠. وَسَ ۾، اختيار ۾.

لَڳُمِ[1] لاهوتِيَنِ[2] جو، ڪِينَرَ[3] مَنجَهان ڪَاتُ[4]،
هَلَڻَ ڪي هَيْ[5]هَاتُ، آئُون نَہ جِيْ[6]ئَندي اُنِ ريَّ[7].

٢٥

بَابُو[8] بيْ[9]ڪَارِي تِئَا، اڄُ نَہ آسَڻَ[10] وَٽِ،
خُودِي[11] ڪَانئي[12] هَلِئَا، پيرَ لايَائُون[13] پَٽِ[14]،
هَيْ[15] هَي جَنِي[16] هَٽِ[17]، آئُون نَہ جِيئَندي اُنِ ري.

٢٦

بَابُو بيڪَارِي تِئَا، آسَڻَ وَٽِ نَہ اڄُ،
نِسُورِئي[18] نَانهِہ[19] جو، سَامِي[20] ڪَنِ سَهُڄُ[21]،
هِنيَان[22] تَنِ سِين هَڄُ[23] آئُون نَہ جِيئَندي اُنِ ري.

٢٧

بَابُو بيڪَارِي تِئَا، پَجِي[24] ڇَڏِيَائُون پَاڻُ[25]،
نِسُورِئي نَانهِہ جو، نَانگَنِ[26] وَٽِ نَڌَاڻُ[27]،
سِرڪَندَ[28] جَنِي سَاڻُ، آئُون نَہ جِيئَندي اُنِ ري.

---

١. مون کي لڳو. ٢. لاهوت جي جاڻ يا معرفت رکندڙن (لاهوت صوفي طريقي جي چوٿين منزل آهي جنهن ۾ سالڪ فنا في الله ٿيندو آهي). ٣. سُرندي، ساز. ۴. ڪاتي، ڇُرو، خنجر. ٥. تمام ٻَري، هاءِ افسوس (هلڻ کي هيهات = انهن جي پٺيان هلڻ يعني پنڌ ڪرڻ مشڪل آهي). ٦. جيئري يا زندهہ رهندي. ٧. کان سواءِ. ٨. پرديسي، رمتو، سيلاني. ٩. بيک يعني فقيرائو لباس پائيندڙ. ١٠. (جوڳي فقيرن جي رهڻ جي) جاءِ، آستان، تڪيي، مڪان. ١١. آپو، پاڻپڻو، اهنڪار. ١٢. جلائي، ناس ڪري. ١٣. ڪوڙيائون، رکيائون. ١۴. پٽ تي، زمين تي (پيرَ لايائون پٽ = تيزيءَ سان سفر تي نڪتا يا اُسهيا). ١٥. هَي هَي = افسوس، ويراني، سڃ. ١٦. جن جي. ١٧. هٽ تي = دڪان تي يعني آسڻ يا آستان تي. ١٨. صفا، بلڪل، خالص. ١٩. نيستيءَ. ٢٠. جوڳي، ڪاپڙي، سناسي، تارڪ الدنيا فقير. ٢١. ڻاهہ ڻوهہ، سينگار. ٢٢. اي هنيان، اي دل. ٢٣. عذاب يا سُورَ سَهُہ. ٢۴. ٽوڙي، ذرا ذرا ڪري، ڀور ڀور ڪري. ٢٥. خودي، تڪبر، هٺ، وڏائي. ٢٦. جوڳي فقيرن (جيڪي بدن تي ڪپڙا نہ پائيندا آهن ۽ شادي نہ ڪندا آهن). ٢٧. ڌن، دولت، خزانو. ٢٨. خوشبودار وکر، صندل، چندن.

## ۲۸

مِيڙِيو[۱] ياڻُ[۲] پَريُون[۳] ڪَري، جوڳِي[۴] جَلائِين[۵]،
سَامِي سَڳَڙِينِ[۶] سِين، خُوديءَ کي کَانئِين[۷]،
هُوءِ جي تَارَ[۸] نَه تَڳائِين[۹]، آئُون نَه جِيئَندِي[۱۰] اُنِ ري[۱۱].

## ۲۹

وَتَنِ[۱۲] وِينِي آهِيَان، ڏِسِئُو[۱۳] ڪِينَ ڏِسَان*،
جَنهِن جِهُوئِي[۱۴] نَاهِ ڪِي، سَا ڪَا سُونهَن[۱۵] سَنديَان[۱۶]،
پَسِئُو ڪِينَ پَسَانِ، آئُون نَه جِيئَندِي اُنِ ري.

## ۳۰

جُسي[۱۷] سَنڌو[۱۸] جو ڪَري سو مُون[۱۹] نَه گهُرجي[۲۰] مَاهُه[۲۱]،
سَامي مُنهِنجو سَاهُه[۲۲]، آئُون نَه جِيئَندِي اُنِ ري.

## ۳۱

ڪَالهوڪو[۲۳] ڪَاڏي[۲۴] گَيو[۲۵]، سَندو[۲۶] جوڳِيَن جوشُ[۲۷]،
پَچي[۲۸] تَنهِن پَنڌَ[۲۹] ڪي[۳۰]، هَڏِ[۳۱] نَه رَهِئو[۳۲] هوشُ[۳۳]،
آسَڻُ[۳۴] مِر افسوسُ[۳۵]، آئُون نَه جِيئَندِي اُنِ ري.

---

۱. ٻهاريو (گند ڪچري وانگر)، ڍير ڪئو. ۲. خودي، آپو، وڏائي. ۳. ڍِڳ، ڍير، تهه، انبار. ۴. تارڪ الدنيا فقير، ويراڳي، سامي، سناسي، ڪاپڙي. ۵. ساڙين. ٦. ڍڳن جي سڳن مان ٺهيل توتارين، نادن نفيلن. ۷. جلائين، ساڙين. ۸. گهڙي، پلڪ، ساعت. ۹. جيئرو يا زنده رهڻ ڏين، هلائين يا تورين (ناتو). ۱۰. جيئري يا زنده رهندي. ۱۱. ڪان سواءِ. ۱۲. انهن وٽ. ۱۳. پسئو * مونکي جوڳين فقيرن جي محبت جو ايترو نشو چڙهي وئو آهي جو وٽن لڳاتار وهڻ ء ڪين هر هر ڏسڻ جي باوجود بہ سمجهان ٿي تہ ڄڻ مون انهن کي ڏٺو ئي ڪونهي يعني مون کي انهن جي ديدار مان ڍؤ نٿو ٿئي. ۱۴. جهڙو. ۱۵. حسن. ۱٦. انهنجي. ۱۷. جسي کي، بدن کي. ۱۸. مضبوط، طاقتور. ۱۹. مون کي. ۲۰. کپي. ۲۱. گوشت، ماسُ. ۲۲. جانِ، جياپو، جيون. ۲۳. ڪالهه وارو، گذريل يا اڳين ڏينهن وارو. ۲۴. ڪيڏانهن. ۲۵. ويو. ۲٦. جو. ۲۷. گوڙ گهمسان، هل هنگامون. ۲۸. انتظار ڪري، واجهائي. ۲۹. ٽولي، جماعت، رستي، طريقي، دين. ڌرم. ۳۰. لاءِ. ۳۱. اصل، بنهه، صفا. ۳۲. بچيو. ۳۳. عقل، مت، سمجهه، خبر، ڄاڻ. ۳۴. (جوڳي فقيرن جي رهڻ جي) جاءِ، مڪان، آستان، تڪيي. ۳۵. غم، ڏک، ارمان.

## ٣٢

نَہ ڪِي[1] ڪَڻَنِ پَاڻَ سين، نَڪو سَاڻُنِ[2] پَاڻُ[3]،
اِهَڙو جَنِ[4] اُهِجَاڻُ[5]، آئُون نَہ جِيئَندي[6] اُنِ ري[7].

## ٣٢

پَاڻهين[8] وبنا پَاڻ[9] سين، پَرِ ۾[10] ڪَنِ پَرِبَاڻَ[11]،
اِهَڙا جَنِ اُهِجَاڻَ، آئُون نَہ جِيئَندي اُنِ ري.

## ٣٤

پَاڻهين وبنا پَاڻ سين، پَرِ ۾ پَرِيَاڻين[12]،
سَامِي[13] سَفَرِ[14] هَلِئَا[15]، آسَڻَ[16] اُجَهائين[17]،
رُخصَتَ[18] رُئَاڙِبِنِ[19]، آئُون نَہ جِيئَندي اُنِ ري.

## ٣٥

پَاڻهين وبنا پَاڻَ سين، پَرِ ۾ پَرِيَاڻين،
هُو جي هَلَڻَ[20] سَنديُون[21]، ڳَاهُون[22] ڳَالهَائين،
وَڃَڻُ[23] وِڃائين[24]، آئُون نَہ جِيئَندي اُنِ ري.

---

١. ڪجهہ. ذرو يا ٿورو (مال)، ٢. انهن سان، ٣. خودي، آپو، ۴. جن جو، ۵. پارَ، حال، حالت، نشاني، ٦. جيئري يا زندهہ رهندي، ٧. کان سواءِ، ٨. خود بہ خود، پاڻمرادو، ٩. هڪ ٻئي، ١٠. مخفي طرح، ڳجهہ ڳوهہ، ١١. صلاحون، مصلحتون، مشورا، ١٢. پرياڻ ڪن، ١٣. جوڳي فقير، تارڪ الدنيا درويش، سناسي، ڪاپڙي، ويراڳي، بيراڳي، ١۴. سفر تي، مسافريءَ تي، پرديس ڏانهن، ١۵. وڃا، ١٦. (جوڳي فقيرن جي رهڻ جون) جايون، ماڳ مڪان آستان، تڪيا، ١٧. بي حال ڪن، ساٺو يا ماندو ڪن، وسائين، ١٨. رُخصت يعني موڪلائڻ يا الوداع ڪرڻ مهل، ١٩. افسوس يا ارمان ۾ وجهن، اکين مان لڙڪ ڳاڙائين، ٢٠. وڃڻ، ٢١. جون، ٢٢. ڳالهيون، ٢٣. اُسهڻ" روانو ٿيڻ، ٢۴. (شال) ترڪ ڪن، وسارين.

## ٣٦

ڏسَڻُ[1] گھَٽُو ڏُهِلا[2]، ويراڳِيَن[3] وَرَنَ[4]،
ٻولَڻُ[5] ٻوڙَنِ[6] سين پئو، سَندا[7] فانِيَن[8] فَنَ[9]،
کَي[10] گھُرِجَنَ[11] کَنَ[12]، آئُون نَہ جِيئَندِي[13] اُنِ ري[14].

## ٣٧

وَجَائي[15] واتَ[16] تِئا، جوڳِي جُڳاٽِين[17]،
هُئا[18] جي[19] هاٽِي[20]، آئُون نَہ جِيئَندِي اُنِ ري.

## ٣٨

هَي[21] هَي کِئو هَتَ هَٽان[22]، جوڳِي وِئا جاتَ[23]،
پيهِي[24] وِئا پاتَ[25]، آئُون نَہ جِيئَندِي اُنِ ري.

## ٣٩

مِتَ[26] نَہ مَعذُرِيَنِ[27] جا، جوڳِي جاتَ[28] نَہ نِين[29]،
اِنهِيءَ ۾ آهين، آئُون نَہ جِيئَندِي اُنِ ري.

## ٤٠

نانگا[30] نانيءَ[31] هَلِئا، سامِي سَيئِي،

---

١. سمجهڻ. ٢. ڏکئا، مشڪل. ٣. ويراڳين جا يعني تارڪ الدنيا فقيرن جا جهڙوڪ جوڳي، سامي، سناسي، ڪاپڙي، بيراڳي وغيره. ٤. روپَ، رمزون. ٥. (نصيحت ڪرڻ لاءِ) ڳالهائڻ. ٦. ڪنن. ڪان گهٽ ٻڌندڙن يعني گنهگار مائهن. ٧. جا. ٨. فنا ٿيلن يا واصل بالله يعني ويراڳين يا جوڳي فقيرن. ٩. هُنرَ، ڪاريگريون، گڻَ، خصلتون. ١٠. ڪجهہ. ١١. ڪپن. ١٢. (جوڳي فقيرن ڪي ٻڌڻ لاءِ) ڪي اندر جا ڪَنَ. ١٣. جيئري يا زندهہ رهندي. ١٤. ڪان سواءِ. ١٥. سڱيون يعني ڏڱن جي سڱن مان ٺهيل توتاريون يا ناد وڄائي. ١٦. وات ٿئا = پنڌ پئا، اسهيا، هلئا وئا. ١٧. ڄڳن ڪان، گهڻي عرصي ڪان. ١٨. شل هجن ها. ١٩. جيڪڏهين. ٢٠. هينئر، هن وقت. ٢١. هاءِ هاءِ. ٢٢. هٿ هٿان. = ارمان يا افسوس ڪريان. ٢٣. جاٽ ڏانهن، تيرٿ ڏانهن، زيارت لاءِ. ٢٤. گهڙي، اندر داخل ٿي. ٢٥. پاتن ۾، عبادت گاهن ۾. ٢٦. عزيز، مائٽ. گهٽگهُرا. ٢٧. لاچار عورتن، بي وس يا عذر وارين عورتن. ٢٨. جاٽ ڏانهن. ٢٩. وٺي وڃن. ٣٠. جوڳي فقيرن (جيڪي بدن تي ڪپڙو نہ ڍڪيندا آهن ۽ سڄي عمر شادي نہ ڪندا آهن). ٣١. نَانيءَ ڏانهن (لس ٻيلي ۾ هنگلاج شهر جي ويجهو جبل ۾ هڪ جاءِ آهي جتي هڪ روايت موجب نانيءَ نالي هڪ عورت دفن ٿيل آهي جتي جوڳي فقير زيارت لاءِ ويندا آهن. جوڻ ۾ اچي ٿو تہ نانيءَ کي حضرت علي ع جي دعا ٿيل آهي ۽ ٻي روايت موجب اتي ديوي آهي جنهن جي زيارت لاءِ هندو ياتري ويندا آهن.

وِهَـڪَ[1] مُـون[2] وِبـئـِـي[3]، آئُـون نَـہ جِـيـئَـنـدِي[4] اُنِ ري.[5]

۴۱

نَـانـگـا نَـانـيءَ[6] هَـلِـئَـا[7]، لـوڪَـان[8] ڪَـري لِـڪَ[9]،
وِبـئـِـي مُـون وِهَـڪَ، آئُـون نَـہ جِـيـئَـنـدِي اُنِ ري.

۴۲

نَـانـگـا نَـانـيءَ هَـلِـئَـا، وِبـراڳِـي[10] وِئَـا،
هُـوءِ جـي هِـتِ هُـئَـا، آئُـون نَـہ جِـيـئَـنـدِي اُنِ ري.

۴۳

نَـانـگـا نَـانـيءَ هَـلِـئَـا، وِبـچَـارا[11] وِئَـا،
ڪِـيـنَـرَ[12] ڪَـاپَـڙِيَـنِ جَـا، صُـبُـوحِ[13] تَـان[14] نَـہ سُـئَـا[15]،
هُـوءِ جـي هِـتِ هُـئَـا، آئُـون نَـہ جِـيـئَـنـدِي اُنِ ري.

۴۴

نَـانـگـا نَـانـيءَ هَـلِـئَـا، چِـيـلا[16] چِـيـلـهِ[17] بَـڌَن،
هُـوءِ جـي ٿَـا هَـلَـنِ، آئُـون نَـہ جِـيـئَـنـدِي اُنِ ري.

---

١. وهڻ جي حالت، آرام، سک، ٢. منهنجي، ٣. ختم ٿي ويئي، ۴. جيئري يا زندهہ رهندي، ۵. ڪان سواءِ، ٦. جوڳي يعني تارڪ الدنيا فقير (جيڪي بدن تي ڪپڙو نہ ڍڪيندا آهن ۽ سڄي عمر شادي نہ ڪندا آهن). ٧. نانيءَ ڏانهن (لس ٻيلي ۾ هنگلاج شهر جي ويجهو جبلن ۾ هڪ جاءِ آهي جتي هڪ روايت موجب نانيءَ نالي هڪ عورت دفن ٿيل آهي جتي جوڳي فقير زيارت لاءِ ويندا آهن، چوڻ ۾ اچي ٿو تہ نانيءَ ڪي حضرت علي عہ جي دعا ٿيل آهي ۽ ٻي روايت موجب اها ديوي آهي جنهن جي زيارت لاءِ هندو ياتري ويندا آهن). ٨. لوڪ ڪان، عام ماڻهن ڪان، ٩. پردو، ١٠. تارڪ الدنيا فقير، جوڳي، بيراڳي، سامي، سناسي، ڪاپڙي، ١١. غريب، مسڪين، عاجز، نماڻا، ١٢. سُرندا، ساز، ١٣. صبوح جي مهل، فجر جي وقت، ١۴. اصل، بنهہ، بلڪل، ١۵. سڻڻ يا ٻُڌڻ ۾ آيا، ١٦. ڪمر پٽا، سندرا، ١٧. چيلهہ تي، ڪمر تي.

## ۴۵

نَانگا[1] نَانيءَ[2] هَلِئا[3]، هَاءِ مُنهنجي حَال[4]،
هُوءِ جي کَهِيا[5] کالهہ[6]، آئُون نہ جِيئندي[7] اُنِ رِي[8].

## ۴٦

نَانگا نَانيءَ هَلِئا، هِنگلاجَ[9] ان هَلي[10]،
ڏيکي[11] تَنِ نہ دُئارِڪا[12]، مَهيسين[13] مَلِي[14]،
آگَهُہ[15] جَنِ[16] عَلِيءَ[17]، آئُون نہ جِيئندي اُنِ رِي.

## وائي ١

سَندَرَبانُ[18] سِگَڙي[19]، ڳالهہ ڳُجهڙي، مُون مارِيندي ڪَڏهين،
جَا وَجائين جَتڙا[20]، نہ تِنهن نَڙ[21] جهَڙي،
مُرليءَ[22] کي جَنهِن مات ڪئو، نہ تِنهن تُلُ[23] تُنبڙي[24]،
تَارِئو[25] جَنهن تُوڏيءَ[26] کي، نہ سو گهنڊُ[27] نہ گهنڊڙي[28]،
ڏارِئو[29] جَنهن ڏِياچَ[30] کي، تَنڌُئان[31] تَنهن تِکڙي،
نہ سري[32] نہ سِنڌُ ڪا، نہ ڪا هِندُ[33] هيڙي،
کوڙِين واجَٽَ کيترا، لَکين لاءِ هَٽندڙي[34]،

---

١. تارڪ الدنيا جوڳي فقير (جيڪي بت تي ڪپڙو ڪونہ ڍڪيندا آهن ۽ سڄي عمر شادي نہ ڪندا آهن). ٢. نانيءَ ڏانهن (رياست لس ٻيلي ۾ هنگلاج شهر جي ويجهو جبلن ۾ هڪ جاءِ آهي جتي هڪ روايت موجب نانيءَ نالي هڪ عورت دفن ٿيل آهي ۽ جتي سيلاني ۽ جوڳي فقير زيارت لاءِ ويندا آهن. جوڻ ۾ اچي ٿو تہ نانيءَ کي حضرت علي عہ جي دعا ٿيل آهي ۽ ٻي روايت موجب اها ديوي آهي ۽ هندو ان جي زيارت لاءِ ويندا آهن). ٣. افسوس، حيف. ۴. حال کي، حالت کي. ۵. وٺا. ٦. گذريل يا اڳيئن ڏينهن. ٧. جيئري يا زندهہ رهندي. ٨. کان سواءِ. ٩. هنگلاج کان. ١٠. پنڌ ڪري. ١١. ڏٺي، پيتي. ١٢. هندستان جي اتر پرديش رياست ۾ هندن جي هڪ تيرٿ گاهہ جو نالو. ١٣. مهيس يعني شو مهراج يا ايشور جي پوئلڳن. ١۴. خوش ٿي، مرڪي. ١۵. مهندار، سردار، پرجهلو. ١٦. جن جو. ١٧. اسلام جي پيغمبر حضرت محمد ﷺ جن جي سوٽ ۽ نانيءَ جو نالو. ١٨. انهن (جوڳين) جي. ١٩. ڏڪي جي سڱ مان ٺهيل توتاري. ٢٠. جت، اٺ چاريندڙ يا هڪليندڙ. ٢١. ڪنگور (سَرَ جهڙي گاهہ) جي ڪاني مان ٺهيل توتاريءَ جهڙو ساز. ٢٢. ساز جو هڪ قسم جيڪو جوڳي فقير وڄائيندا آهن. ٢٣. برابر. ٢۴. مُرلي. ٢۵. درياءَ ۾ ترڻ تي مجبور ڪئو. ٢٦. سهڻيءَ (ميهار جي محبوب) ڏانهن اشارو. ٢٧. ٺڙو (ڳائي ۽ ماهي مال جي ڳچيءَ ۾ ٻڌل لوهو ٺڪر). ٢٨. ٺڙي، ننڍڙو ٺڙو. ٢٩. سر يعني مٿي ڪپائڻ لاءِ تيار ڪئو، قتل ڪئو. ٣٠. راجا جو نالو جنهن ٻيجل مڱڻهار کي سرندي جي آواز تي راضي ٿي سر ڪپي ڏنو. ٣١. (سرندي جي) تند کان. ٣٢. سري ۾، سنڌ صوبي جي اتر واري پاڳي ۾. ٣٣. هندستان. ٣۴. لاءِ هٽندڙي = زير يعني مات ڪرڻ واري.

سَاراهِيَلَ[1] جَا سُبَحَانَ[2] جِي، تِنهِن[3] واکَاڻَ[4] کِهَڙِي،
سَهسين[5] سُرودَن[6] کي، پَاڻان[7] پوءِ[8] وِجَهندَڙِي،
وَنءُ[9] اونائي[10] اُنکي[11]، وبهه[12] مَ، کَڻ وِکَڙِي[13]،
بي[14] خُود[15] بَابُو[16] سي تِئا، بُرَندي[17] جَن بُذَڙِي[18]،
کَڙِي[19] کُلاتَن[20] کي، مَحَبَتَ[21] وارِن[22] مِنَڙِي[23]،
مِنَايَان[24] مِني گهَڻو، چُوندا[25] جَن چِکَڙِي[26]،
گهَاندارِ[27] مَرُون[28] موهِئا[29]، هِيءَ مَاڻهو موهِيندَڙِي[30]،
آهي عَبدُاللطيف (رح) چَئي، مُئا[31] جِيارَڻ[32] جِهَڙِي.

## وائي ٢

چيلهه[33] چَکَرَ[34]، ڳَل[35] سِڱِيُون[36]، مَٿَن[37] مُکُٽَ[38] مَوڙَ[39]،
کَمَر پَٽا[40] پيتَ تي، نَانگن[41] بَڌا نوڙَ[42]،
کَالَهه کَندا وِئا کَاپَڙِي، مَتي[43] گَنگا[44] گوڙَ[45]،
سَاري[46] سَناسِيَن کي، کَامِي[47] تِيَس[48] کوڙَ[49]،
کَڏهِين پَاسَا[50] پَٽَ[51] تي، کَڏهِين کَٽَن[52] کوڙَ[53]،
آن[54] کي وِبندا ڳَڏئا، جوڳي اهَڙِيءَ جوڙَ[55].

---

١. واکاڻيل، تعريف ڪيل. ٢. پاڪ (خدا). ٣. تنهن جي. ۴. ساراهه (ماڻهن جي واتان). ۵. سون جي تعداد ۾. ٦. سازن. ٧. پاڻ کان. ٨. پوئتي. نيچ. ڪهٽ (پوءِ وجهندڙي = گهٽ ثابت ڪندي). ٩. وڃ. ١٠. (آواز) ٻڌي. ١١. اُن ڏانهن. ٢. نه. ١٣. کڻ وکڙي = وک کڻ. پنڌ ڪر. ١۴. بنان. ١۵. خوديءَ. سُرت. هوش. ١٦.رمتو يا سيلاني فقير. سناسي. تارڪ الدنيا. جوڳي. ڪاپڙي. ١٧. وڄندي. ١٨. ٻُڌي. ١٩. ڪَوڙي. تلخ. اڻ وڻندڙ. ٢٠. بي وفا يا ڪوڙن دوستن. ٢١. پيارَ (سچي). ٢٢. وارن کي. ٢٣. مِٺي. شيرين. وڻندڙ. ٢۴. مٺائيءَ يعني شيرينيءَ کان. ٢۵. چوندا. ٻڌائيندا. ٢٦. چکي. مزو يا سواد (سگڙيءَ جو) ورتو. ٢٧. گهاندار اُن دلي يا مٽ کي چئبو آهي جنهن ۾ شڪاري به سوراخ ڪري منجهس ڏيو ٻاري مٿي تي رکندو آهي جهنگ ۾ جانور ان شڪاريءَ کي جانور سمجهي ويجها ايندا آهن ته شڪاريءَ جا ساٿي ان کي ڦاسائيندا آهن. ٢٨. جانور. ٢٩. ڏتارئا. فريب يا دلبي ۾ ڦاسايا. ٣٠. موهيندڙ. ڦاسائيندڙ. ٣١. مئلن. مُردن. ٣٢. جيئري يا زنده ڪرڻ. ٣٣. چيلهه يعني ڪمر تي. ٣۴. گول جي نموني وڏيندڙ هٿيار. ٣۵. ڳل تي. ڪنڌ تي. ٣٦. ڏڳن جي سڱن مان ٺهيل توتاريون. ناد. نفير. ٣٧. مٿن تي. ٣٨. تاج. ڪلنگيون. ٣٩. سهرا. ۴٠. ڪمر پٽا = سندرا. ۴١. تارڪ الدنيا جوڳي فقيرن (جيڪي بدن تي ڪپڙو نه پائيندا آهن ۽ سڄي عمر شادي نه ڪندا آهن). ۴٢. رسا. ۴٣. ڏانهن. ۴۴. گنگا ندي (جيڪا هندستان جي اتر پرديش رياست ۾ آهي ۽ هندن جي زيارت گاهه آهي). ۴۵. هَلَ (ذڪر جا). ۴٦. ياد ڪري. ۴٧. جلي. سڙي. ۴٨. آئون تي. ۴٩. (ڦلهيار جا) ڍڳ. ۵٠. بدن جا پاسا يا پهلو. ۵١. زمين تي (بنان هنڌ يا بستر). ۵٢. کٽن جا. منجن يا چارپاين جا. ۵٣. انبار. انبوهه. ۵۴. اوهان کي. ۵۵. طرح. نموني.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر رامڪلي

## داستان پهريون

### ١

ڪِيئم[1] ڪاپڙين[2] جي، پهرين ڏينهن پروڙ[3]،
سگها[4] سات[5] نه هيڪڙي، چاريئي[6] پهر چور[7]،
سدائين[8] سيد چئي، هون[9] سناسي ۾ سور[10]،
جوڳي ساڻ ضرور[11]، لِڪا[12] پوٽن[13] لوڪ[14] ۾.

### ٢

ويهي ويراڳين جو، بي ڏينهن بُڌم[15] حال[16]،
اُن جا ڏاڳا[17] ڏوڙ[18] پڪليا[19]، جاڳوتان[20] زوال[21]،
اُن جاٽي[22] جتائون[23] چڏئون[24]، چوتا[25] چڳيءَ[26] چال[27]،
ويچارا[28] وجود[29] جي، ڪنهن سان ڪن نه ڳالهه[30]،
نانگا[31] ٿيا نهال[32]، لِڪا پوٽن لوڪ ۾.

---

١. مون ڪئي، ٢. تارڪ الدنيا فقيرن، جوڳين، سامين، سناسين، ويراڳين، بيراڳين، ٣. جاچ، سڌ سماءُ، ۴. چاڪ، تندرست، ۵. ساعت، گهڙي، پلڪ، ٦. چاريئي پهر= سارو ڏينهن (هڪ پهر ٽن ڪلاڪن جو ۽ هڪ ڏينهن چئن پهرن جو آهي)، ٧. (عذاب ۾) ورتل يا قاتل، ٨. هيمشه، ٩. آهن، رهن، ١٠. عذاب، ١١. ضرورت، گهرج، احتياج، حاجت، ١٢. لِڪيا، گم يا روپوش ٿيا، ١٣. هلن، وتن، گهمن، ١۴. جهان، دنيا، ١۵. مون ٻڌو، ١٦. حقيقت، ڪيفيت، ١٧. (ڪنهن درويش جا) ڪپڙا، ڪفنيون، ١٨. مٽيءَ يا خاڪ، ١٩. لڳل، پريل، هاڻا، ٢٠. انهن جا جاڳوتا يعني مٽي تي ويڙهيل رسا يا نوڙيون يا سيلها، ٢١. زبون حالت ۾، ڪريل يعني بگڙيل، ڇنل، ٢٢. ڄاڻي ٻجهي، ارادتاً، سوچي سمجهي، ٢٣. وتيل وار، ٢۴. ڏاري يعني لٽڪائي رکيون (بغير ڦڻيءَ ڏيڻ جي)، ٢۵. (مٽي جي) وارن جا مُڇا، ٢٦. سني، سهڻي، ٢٧. چال سان، نموني يا ڍنگ سان، ٢٨. مسڪين، نماڻا، ٢٩. دل، اندر، ٣٠. گفتگو، ٣١. تارڪ الدنيا جوڳي فقير (جيڪي بدن تي ڪپڙو نه پائيندا آهن، سڄي عمر شادي نه ڪندا آهن)، ٣٢. خوش، سَرَها، سرخرو.

## ۳

تي ڏينهن تمڪائين[1]، ڏونهيون[2] دائرن[3] ۾،
ميڙئو[4] ڪڄ[5] ڪانيون[6]، جوڳي[7] جلائين[8]،
سنديون[9] ڪامڻ[10] خبرون[11]، آديسين[12] آهين،
ڳجهه[13] نه ڳالهائين[14]، لڪا[15] پوڻن[16] لوڪ[17] ۾.

## ۴

چوٿين ڏينهن چوگان[18] ۾، ڪنهن جنهن[19] پهه[20] پيا،
اندر[21] آديسين جي، اڃن جوش[22] جها[23]،
وهم[24] پريان[25] جي وڌيا[26]، تن[27] ۾ ڪوڙ[28] ڪيا[29]،
سامي سون[30] ٿيا، لڪا پوڻن لوڪ ۾.

## ۵

ڪنهن جنهن پور پچايا[31]، پنجين ڏينهن پئي[32]،
اندر آديسين کي، سورن[33] شاخ[34] ڪئي،
محبت[35] جي ميدان[36] ۾، لاشڪ[37] ٿيا لهي[38]،
اُن کي ساري[39] رات سيد چئي، گوندر[40] ساڻ گئي[41]،

۱. ٻارين، روشن ڪن. ۲. هلڪيون يا جهيڻيون ٻاهيون. ۳. آستانن، مڪانن. ۴. ٻهارئو، گڏ ڪرئو. ۵. ڪڙج، ڪهجر، ڪک ڪانا، گندُ ڪچرو. ٦. لڪڙيون، ڦينجا. ۷. تارڪ الدنيا فقير، سامي، سناسي، ڪاپڙي، ويراڳي، بيراڳي، آديسي. ۸. ٻارين. ۹. جون. ۱۰. سڙڻ يا پچڻ يا جلڻ. ۱۱. سُڏيون. ۱۲. آديسين کي. ۱۳. راز، ڀيد. ۱۴. ظاهر يا پڌرو ڪن، ٻڌائين. ۱۵. ڇپيا، گم يا روپوش ٿيا. ۱٦. هلن، ڦرن، گهمن. ۱۷. جهان، دنيا. ۱۸. ميدان هتي معنيٰ ٽيندي آستانَ يا آسڻ. ۱۹. اهڙي. ۲۰. ٻهه ۾، ويچار يا خيال ۾. ۲۱. دل ۾. ۲۲. اُڌما، جذبا. ۲۳. اهڙا ڪي جبرا. ۲۴. پورَ، فڪر، ڳڻتيءَ. ۲۵. پرينءَ، محبوب. ۲٦. ايذايا، ڏکويا. ۲۷. آديسين ڏانهن اشارو آهي. ۲۸. ڪساڪَ، دروغ، ڪپت. ۲۹. ڪِتان (آيو). ۳۰. سون ٿيا = ڀاڳ وارا يا نصيب وارا ٿيا، آسودا يا سکيا ٿيا. ۳۱. جلايا، ساڙيا. ۳۲. پيهي، ڳهڙي. ۳۳. ڏکن، دردن، غمن. ۳۴. شاخ ڪئي = ظهور يا وقوع ڪئو، نموداري ڪئي. ۳۵. پيار، عشق. ۳٦. آکاڙي، دائري. ۳۷. پڪا، پختا، محڪم، يقين وارا. ۳۸. اچي. ۳۹. سڄي. ۴۰. غم، ڏک. ۴۱. گذري، پوري ٿي.

ڪَرِئو سَيڻَ[1] سَهِي[2]، لِکَا[3] پُوڻَن[4] لوڪَ[5] ۾.

٦

پِئَا ڪَنهِن پَريَانڻَ[6] ۾، چَهين ڏِينهِن چِٽِي[7]،
اَندَرِ[8] آديسِيَن[9] کي، ڏُرِيَائين[10] ڏِٺي[11]،
بَري[12] بَاجهَارا[13] ڪِئَا، ڪانئي[14] خَاڪَ[15] ڪَٽي[16]،
پِنِئو[17] پَنجَ[18] ڪَٽي، لِکَا پُوڻَن لوڪَ ۾.

٧

سَتَيئَن ڏِينهِن سَيَدُ چَئي، ڏاڳا[19] ڏوئَائُون،
اُپِي[20] اَلکَ[21] سَامُهيُون[22]، بَانهُون[23] ٻَڌائُون،
رُوحُ[24] پَنهِنجو رامَ[25] سين، پَرِ[26] ۾ پُوتَائُون[27]،
وِڏِيءَ[28] ڪَنهِن وِلاتَ[29] جَا، اُهَڃَ[30] آندائُون،
ڪَٽئو ڪِڏائُون[31]، لِکَا پُوڻَن لوڪَ ۾.

٨

اَنين ڏِينهِن اُپِي[32] وِئَا، جوڳِي جَاءِ[33] بَجاءِ،
سَا پَرَ[34] سَامِي[35] سِکِئَا، جَا پَرِ جوڳَ[36] جُڳاءِ[37]،

۱. سجڻ، سيرين. ۲. سچائئو، پرکئو. ۳. ڇپيا، گم يا روپوش ٿئو. ۴. هلن، وتن، گهمن. ۵. جهان، دنيا. ٦. خيال، سوچ ويچار. ۷. ڊري، لڙي. ۸. دل ۾. ۹. تارڪ الدنيا فقيرن، جوڳين، سناسين، سامين، ڪاپڙين، ويراڳين. ۱۰. ڌر ڪان، اصل ڪان، ابتدا ڪان، ازل ڪان. ۱۱. مالڪ، خدا تعاليٰ. ۱۲. تَپَ، (الاهي عشق جي) جوش يا گرميءَ. ۱۳. ٻَاجهہ جي لائق، رحم جي لائق. ۱۴. جَلائي، ساڙي. ۱۵. رکَ، ڦلهيارَ، ڇارَ. ۱٦. ڪٽڻ مصدر جو ماضي معطوفي. ڪڏهين ڪڏهين ٻين فعلن اڳيان انهن جي زور وٺائڻ لاءِ ڪم آڻبو آهي (ٻاجهارا (آديسي) ٻري ڪانئي ڪٽي خاڪ ڪٺا). ۱۷. مڱيو. ۱۸. دَرَ دَرَ جو اَنَ (پنجن قسمن جي) انَ جا ڪٺا، خيرات، ڀِڪيا. ۱۹. (جوڳي فقيرن جا) ڪپڙا، پوشاڪون، ڪفنيون. ۲۰. بيهي. ۲۱. جنهن جي لک يا ڄاڻ نہ پئجي سگهي، بي چُون، خدا. ۲۲. اڳيان، حضور يا دربار ۾. ۲۳. ٻانهون ٻڌائون = هٿ جوڙيائون، زاريون نيزاريون ڪيائون. ۲۴. جيءُ، ساهہ، دل، من. ۲۵. خدا جو (هندي) نالو. ۲٦. ڳجهہ ڳوهہ. ۲۷. ڳنڍيائون، مڙهيائون. ۲۸. ٻليءَ، ڇڱيءَ، سڀوريءَ. ۲۹. (ٻراهين يا ڏوراهين) ملڪ، ڏيساوَرَ، ٻاهرئين ملڪ. ۳۰. نشان، پار پتا، خبرون، احوال. ۳۱. پيالیون، جمنيون، ڪسنا، رليون، گودڙيون. ۳۲. اٿي. ۳۳. جاءِ بجاءِ = مختلف جاين يا هنڌن ڏانهن. ۳۴. ريت، رسم. ۳۵. سامي سکئا = سامين معلوم ڪئي. ۳٦. جوڳ ڪي، جوڳين جي فرقي يا پنٿ ڪي، جوڳين جي دنيا ۾ رهي خدا ڪي تلاش ڪرڻ جي عمل ڪي. ۳۷. سونهي.

ويروتارِ[1] وجودَ[2] ۾، اُن ڪي رامُ[3] رهيوئي[4] آهه،
ڪنهن ڪمائيءَ[5] لاءِ، لِڪا[6] پوٽن[7] لوڪَ[8] ۾.

۹

نُوئين[9] ڏينهن نيٽان[10]، اوجاڳي[11] اُجارئا[12]،
سباجهي[13] باجهه ڪي[14]، سُجاڻي[15] سيٽان[16]،
جتي نظرُ[17] نات[18] جو، اُتي اوتاران[19]،
اهي اُهجاٽان[20]، لِڪا پوٽن لوڪَ ۾.

۱۰

ڏهين ڏينهن ڏڪ ٿِئا[21]، پرين[22] پابوهئا[23] پسُ[24]،
ورق[25] جي وصال[26] جا، واري[27] ڪئائون وسُ[28]،
لذائون[29] لطيفُ چئي، سندو[30] گُروءَ[31] گسُ[32]،
جوڳين[33] ڪتئو[34] جسُ[35]، لِڪا پوٽن لوڪَ ۾.

۱۱

ڪارهين[36] ڏينهن ڪرمُ[37]، ورئو ويراڳين[38] جو،
جوڳين[39] جاتائون[40] پنيون[41]، هلي وئا حرم[42].

---

١. هر وقت، هر گهڙيءَ، هميشہ. ٢. دل، اندر. ٣. خدا جو (هندي) نالو. ۴. جاءِ ڪَرين ٿئو، رهائش پذير ٿئو. ۵. فائدي، قل، حاصلات. ٦. ڇپيا، گم يا روپوش. ٧. هلن، قرن، گهمن. ٨. جهان، دنيا. ٩. نائين. ١٠. انهن جا نيڻ، انهن جون اکيون. ١١. ننڊ نہ ڪرڻ جيءَ حالت، جاڳ، سجاڳيءَ، بيداريءَ. ١٢. چمڪايا، موهيندڙ يا وڻندڙ ڪئا. ١٣. ٻاجهه يعني رحم واري، مهربان، الله تعاليٰ. ١۴. ڪئي. ١۵. پرکي، سمجهي. ١٦. ساڻن، انهن سان. ١٧. نور، روشني، لقاءَ، مشاهدو، ديدار، نظارو. ١٨. پناهه ڏيندڙ، مالڪ، خدا، ڌڻي. ١٩. انهن جا اوتارا يا آستان. انهن جون مڙهيون يا مڪانَ. ٢٠. انهن جا اهڃاڻ يا پار پتا يا وصفون. ٢١. ڏک ٿئا = هار سينگار ڪئائون. ٢٢. محبوب (جوڳي) ٢٣. خوش ٿئا، مرڪئا. ٢۴. ڏِسَ. ٢۵. پنا، صفحا. ٢٦. وصال يعني ميلاپَ (جي ڪتاب جا). ٢٧. وراڻي، آٿلائي، پڙهي. ٢٨. وس ڪئائون = جيترو وس يعني طاقت هلي سگهين اوترو وسَ ڪئائون (وس آهر)، ڪوشش، سعيو. ٢٩. ڏنائون، حاصل ڪئائون. ٣٠. جو. ٣١. مرشد (هندن جي)، هادي، رهنما. ٣٢. رستو، واٽ. ٣٣. تارڪ الدنيا فقيرن، سامين، سناسين، ڪاپڙين، ويراڳين. ٣۴. حاصل ڪئو. ٣۵. آفرين، عزت، ناموس. ٣٦. يارهين. ٣٧. ڀاڳَ. ٣٨. ڪُلئو، ظاهر ٿئو. ٣٩. جوڳين جون. ۴٠. ياترائون، زيارتون، تيرٿ. ۴١. بار آور ٿيون، ڪامياب ٿيون. ۴٢. حَرَم ڏانهن، پاڪ يا پوتر جاءِ ڏانهن (جتي گناهه ڪرڻ جي منع آهي)، خداجي گهر يعني ڪعبة الله شريف ڏانهن.

دائِمُ[1] جَهلِئو[2] دَمُ[3]، لِڪا[4] پُوڙَنِ[5] لوڪَ ۾.

۱۲

بارَهين ڏِينهِن بَئِي، مَنَ[6] مُرادُون[7] پُنِيُون[8]،
جوڳِي[9] اِنَ جَاتَا[10] ڪي، تي سِڪئا[11] سَپِيئي،
سَمَانَا[12] سيئِي، جي گُرَ[13] گڏِجِي[14] آيا.

۱۳

تِين سِڪَ[15] سَيَدُ (رح) چَئي، تيرَهين ڏِينهِن تَمَامُ[16]،
گنگا[17] لُوتِي[18] گودَڙِيا[19]، جَرُ[20] پِيتائُون جَامُ[21]،
وِيَتا آهين وِجُودَ[22] ۾، نانگا رکِئو[23] نامُ[24]،
ڪَهِئو[25] اِي ڪَلامُ[26]، لِڪا پُوڙَنِ لوڪَ ۾.

۱۴

چوڏهين ڏِينهِن چَلِي[27] وِيا، جوڳِي مَتِي[28] جُوءِ[29]،
اُتي آديسِيَنِ جِي، لَڳي سَين[30] صُبُوحِ[31]،
راوَلَ[32] اِنهِين[33] رُوءِ[34]، لِڪا پُوڙَنِ لوڪَ[35] ۾.

---

۱. سدائين، ۲. گهٽئو، روڪئو، ۳. ساهہ (جهلئو دم = ماٺ ڪئو)، ۴. ڇپيا، گم، روپوش، ۵. هلن، گهمن، ڦرن، ٦. من جون، دل جون، ۷. مطلبَ، مدعائون، آسون، ڪم، ۸. پوريون يا راس ٿيون، ۹. تارڪ الدنيا فقير، سامي، سناسي، ڪاپڙي، ويراڳي، آديسي، ۱۰. زيارت، ياترا، تيرٿَ، ۱۱. اُڪنڊئا، اُڪيرئا، اُسڙڪئا، ۱۲. عزت وارا، مان وارا، ۱۳. گر ڪي، مرشد (هندن جي) ڪي، هادي يا رهبر ڪي، ۱۴. ملي، ۱۵. پيارَ، اُڪنڊَ، حُبَ، ١٦. بلڪل ڪهٽي، ۱۷. ڪنگا جا (ڪنگا هندستان ۾ هندن جي هڪ پاڪ ۽ پوتر ندي آهي، ڏورانهن ملڪن ۾ مري ويل هندن جي رکَ ۽ هائيون هندو ڪٺي اچي هن نديءَ ۾ وجهندا آهن)، ۱۸. پيٽيندڙ، ۱۹. گودڙي پوش يعني فقيرائي ڪفني يا جُبو پهريندڙ جوڳي وغيره، ۲۰. (گنگا نديءَ جو) جل، پاڻي، ۲۱. گهڻو، ۲۲. اندر ۾، دل ۾، ۲۳. جوڳي فقير جيڪي بدن تي ڪپڙو نہ ڍڪيندا آهن ۽ ساري عمر شادي نہ ڪندا آهن، ۲۴. (گروءَ جو يا مرشد جو) نالو (رکئو نام= نالو سنڀاليو يا ياد ڪريو.) ۲۵. چيو، ٻڌايو، ٢٦. ڳالهہ، گفتگو، ۲۷. هلي، ۲۸. ڏانهن، ۲۹. ماڳَ، منزل (مقصود)، ۳۰. (خيرات گهرڻ لاءِ) صدا، سوال، پڪارَ، ۳۱. صبوح جي مهل يا وقت، سوير، ۳۲. شهزادا، حاڪم، راجائون، جوڌا، پهلوان (هتي مراد جوڳي فقير آهي)، ۳۳. اهڙيءَ، ۳۴. طرح، نموني، ۳۵. جهان، دنيا.

## ١٥

پَهَ[١] ۾ پَنڌَرَهين ڏِينهَن، ٿا سامِي[٢] ڪَن صَدا[٣]،
ڪَري آيا ڪاپڙي، مَنجهان گامَ[٤] گدا[٥]،
ڪَنهِن جِنهِن[٦] ٻولَ[٧] ٻَڌا[٨]، لِڪا[٩] پُوٽِن[١٠] لوڪَ[١١] ۾.

## ١٦

سورَهين ڏِينهَن سَيَدُ چئي، ڪابُلِي[١٢] ڪاهين[١٣]،
چوٽا[١٤] چاڙهيئو[١٥] چيلهَ[١٦] تي، سَناسي ساهين[١٧]،
ڪِين[١٨] قَنديلَ[١٩] ڪَچَ[٢٠] مان، لاهُوتِي[٢١] لاهِين[٢٢]،
اِنهَن ۾ آهين، لِڪا پُوٽِنَ لوڪَ ۾.

## ١٧

سَترَهين ڏِينهَن سَنباهيُون[٢٣]، سامِيَن سٽائُون[٢٤]،
ڪَڙا[٢٥] ڪَچڪولَن ۾، ڳُولي[٢٦] ڳَتائُون[٢٧]،
اُٿي آديسي هَلِئا، جوڙي[٢٨] جَڙائُون[٢٩]،
سِڪَ[٣٠] نہ سَلتائُون[٣١]، لِڪا پُوٽِن لوڪَ ۾.

١. واٽ، گس، مسافريءَ. ٢. تارڪ الدنيا فقير، جوڳي، سناسي، ڪاپڙي، ويراڳي. ٣. خيرات گهرڻ لاءِ سوال يا سڏ. ٤. ڳوٺ. ٥. گدائي، ٻيک، پن، خيرات. ٦. اهڙي. ٧. قول، وچن، انجام. ٨. سوگها ڪيا، قابو ڪيا، ڦاسايا. ٩. ڇپيا، گم، روپوش. ١٠. هلن، گهمن، ڦرن. ١١. جهان، دنيا. ١٢. (افغانستان ملڪ جي شهر) ڪابل ڏانهن ويندڙ (فقير). ١٣. هلن (منزل مقصود ڏانهن) ١٤. اوگهڙ ڍڪڻ لاءِ ڪپڙي جا ٽڪرَ، لانگوٽا، لنگَ. ١٥. ٻڌيو. ١٦. ڪمر. ١٧. ڇڪين. ١٨. ڪين جا، نيستيءَ جا. ١٩. ڪچڪول، ڪِستا، پيالا. ٢٠. ٻغل، ڪَلهي. ٢١. لاهوت جي معرفت رکندڙ (لاهوت صوفي طريقي جي چوٿين منزل آهي). ٢٢. جدا يا پري ڪن، اُتارين. ڦِٽا ڪن. ٢٣. تيارڪيون (ٻڌي). ٢٤. سامان، ٽيڙَ، اسباب. ٢٥. ڇَلا. ٽانڊَنِ يا برتنن کي ڪڍڻ يا جهلڻ لاءِ هٿيا يا مُٺيا. ٢٦. هٿ ڪري. ٢٧. جڙيائون، مڙهيائون، لڳايائون. ٢٨. ٻڌي ٿاهي. ٢٩. سامان يا ٽيڙن جون هڙون يا بستا. ٣٠. پيار، محبت. ٣١. ڇڳيءَ طرح ظاهر ڪيائون.

## ١٨

ارڙهين ڏينهن اُٺئا[1]، ڏاگن[2] کي ڏوئي،
سامي[3] سُکُ[4] نہ سنبرئا*، کونہ کَڏهين کوئي[5]،
هُئَڙن[6] سُور[7] سَماع[8] جو، جَڳتَ[9] ۾ جوئي[10]،
ڪنهن سين اوربن[11] ڪينڪي، سَناسي سوئي،
لَنگهائين[12] لَطيف چَئي، رات سَڃي روئي،
سامي سَيئي، لِڪا[13] پُوڻن[14] لوڪَ[15] ۾.

## ١٩

اُٺهين ڏينهن امر[16] ۾، آديسي آهين،
ڪنهن پَر[17] اچي ڪاپڙي، لِکئي[18] مان لاهين[19]،
نَکي اڏئائون[20] نِجُهرا[21]، نَکي ٿا ڊاهين[22]،
وِيَنا وراهين[23]، لِڪا پُوڻن لوڪَ ۾.

## ٢٠

وَرَن[24] وِيهين ڏينهن تي، سامي سُڃاڻئو[25]،
پاڻُ[26] پَچائين[27] پُورَ[28] ۾، آديسي آٽئو،

---

١. تيار ٿئا يا سنبرئا (وڃڻ لاءِ)، ٢. (فقيرائيون) پوشاڪون، ڪپڙا، ڪفنيون، ٣. تارڪ الدنيا فقير، جوڳي، سناسي، ڪاپڙي، ويراڳي، بيراڳي، آديسي، ۴. آرام، آسائش * سامين کي آرام نہ نصيب ٿئو يا مليو، ۵. ڪنهن بہ وقت، ٦. انهن کي هو، ٧. درد، ڏکُ، غم، ٨. الاهي ذڪر، ٩. جهان، جڳ، دنيا، ١٠. جيڪو، ١١. سلين، بيان ڪن، وندين، ١٢. وهائين، گذارين، پوري ڪن، ١٣. ڇپيا، گم، روپوش، ١۴. هلن، گهمن، ڦرن، ١۵. جڳ، جهان، دنيا، ١٦. (خداجي) حڪم، فرمان، ١٧. ريت، نموني، ١٨. نصيب يا تقدير (۾ لکيل)، ١٩. ڊاهين، ڪاٽين، ميسارين، مَحوَ ڪن، ٢٠. جوڙيائون، ٺاهيائون، ٢١. جهوپڙا، گهَرَ، آستان، مڪان، ٢٢. ڪيرائين، زمين دوز ڪن، ٢٣. وندين يا واٽين يا ورڇين (ڀاڳ وغيره)، روحانيت تقسيم ڪن، ٢۴. موٽن، ٢۵. (خدا جي) چاڻ يا معرفت حاصل ڪرئو، ٢٦. پنهنجي جان يا جسم، خودي، ٢٧. جلائين، ساڙين، ٢٨. فڪر، ڳڻتيءَ.

مَالَهَائُون[1] مَارِئو[2]، لِڪَا[3] پُوڙَنِ[4] لوڪَ[5] ۾.

## ٢١

اللهَ[6] ايڪِيهين ڏِينَهن تي، وِبراڳي[7] وارِين[8]،
ڪَڏهين ايندا ڪاپَڙي، گَنگا[9] گَرنَاري[10]،
لَقَا[11] لاهُوتِيَن[12] ڪي، ڪَنهن ڏُکَ[13] ڏيکاري،
اِهَڙا آچَاري[14]، لِڪَا پُوڙَنِ لوڪَ ۾.

## ٢٢

بَاوِيهين[15] بَاڻُ[16] لَڳو، آديسِيَن[17] اچي،
ڪَنهن جَنهِن[18] ڪَيفَ[19] ڪَڪورَئا[20]، مَنجهَان مَچ[21] مَچي[22]،
لانگوتيئَا[23] لالُ تيئَا، اِنهِيءَ پَهه[24] پَچي،
هَلِئا[25] وِئا هِنگلاج[26] ڏي، راوَلَ[27] رات رَچي[28]،
ڪَرئو سَاکَ[29] سَچي[30]، لِڪَا پُوڙَنِ لوڪَ ۾.

## ٢٣

تيويهين[31] تِمَائي[32]، نَانگا هَلِئا نينءَ،
ڪِينَ وِسَارِين ڪاپَڙي، سَباجَهائي سينءَ،

---

١. تسبيحون، سمرڙيون، ٢. ڦيرايو، هلايو، سوريو، جپئو، ٣. ڇپيا، گم، روپوش، ۴. هلن، ڪهمن، ڦرن، ۵. جهان، دنيا، جڳ، ٦. اي الله، ٧. تارڪ الدنيا فقير، جوڳي، ڪاپڙي، سامي، سناسي، آديسي، بيراڳي، ٨. موٽائين، واپس ڪرين، ٩. گنگا تي يا گنگاڏانهن (گنگا هندستان ملڪ جي) اتر پرديش صوبي ۾ هڪ ندي آهي جنهن کي هندو پاڪ يا پوتر سمجهي پوڄيندا آهن ۽ ان جي ڪناري تي هندن جا تيرٿ ۽ زيارت گاهون آهن)، ١٠. گرنار مان تيرٿ يا زيارت ڪري موٽيل فقير (گرنار هندستان جي رياست جهوناڳڙهه ۾ هڪ شهر آهي جتي هندن جا تيرٿ آهن)، ١١. لقاپور (لقاپور ان هنڌ يا جاءِ کي چوندا آهن جتي محبوب جو ديدار ٿئي ٿو ۽ جتي سدائين سوجهرو آهي ۽ اونداهه اصل ڪانهي)، ١٢. لاهوت جي جاڻ يا معرفت وارا (لاهوت صوفي طريقي جي چوٿين منزل آهي)، ١٣. درد يا سور (عشق جي)، ١۴. آچار وارا يعني انصاف پسند، روشن دماغ وارا، اعليٰ شخصيت وارا، ١۵. ٻاويهين ڏينهن تي، ١٦. (الاهي عشق جو) تير، گز، ١٧. آديسين کي، ١٨. اهڙي سخت يا زور واري، ١٩. (الاهي عشق جي) نشي، خمار، ٢٠. (پچائي) لال يا ڳاڙها ڪئا، ٢١. (الاهي عشق جي) باهه، ٢٢. گرم ٿي، جوش ڪائي، پچري ٢٣. لانگوٽي يا لنگ ٻڌل (جوڳي فقير)، ٢۴. پهه ۾، خيال ۾، فڪر ۾، ٢۵. روانا ٿي، اُسهي، ٢٦. بلوچستان صوبي ۾ لس ٻيلي پرسان هڪ شهر جتي نانيءَ جو تيرٿ آهي، ٢٧. شهزادا، حاڪم، سورما (جوڳي فقير)، ٢٨. هار سينگار ڪري، ٢٩. پت، ويساهه، ڀروسو، ٣٠. پڪي، ٣١. ٽيويهين ڏينهن تي، ٣٢. (ڳوڙها) وهائي.

جهڄئو[1] جهيڙيءَ[2] جهيڻ[3]، لِڪا[4] پوڻ[5] لوڪ[6] ۾.

## ۲۴

چوويهينءَ[7] چلڻ[8] جي، ويراڳين[9] وائي[10]،
هولُ[11] ڪري هلئا، سناسي سائين[12]،
آديسين اُڪير[13] سين، لالَ[14] پريان[15] لائي[16]،
سامي سوائي[17]، لِڪا پوڻ لوڪ ۾.

## ۲۵

پنجويهينءَ[18] تي پوربي[19]، آٽيندو اللهُ،
ونگي[20] ورهن[21] ويڙهئو[22]، ساڻُ سناسين ساهه[23]،
آيو آبُ[24] اکين مان، اُڪندئو[25] ارواحُ[26]،
سِڪَ[27] تنهن[28] ساميءَ[29] ساءُ[30]، لِڪا پوڻ لوڪ ۾.

## ۲٦

ويراڳي وارن ڪي، چوويهينءَ چوڙين[31]،
لايو[32] خاڪ[33] لڳن[34] ڪي، جتائون[35] جوڙين[36]،
سڱيون[37] نئو[38] سڃ[39] ۾، ڪاهوڙي[40] ڪوڙين[41]،

۱. اندر جو اندر ۾ غمناڪ ٿئو يا فڪرمند ٿئو. ۲. هلڪيءَ، مانيءَ. ۳. جهيڻ جي سبب، (الاهي عشق جي) تؤنس يا تپ يا گرمائش جي سبب. ۴. ڇپيا، گم، روپوش. ۵. هلن، گهمن، قرن. ٦. جهان، جڳ، دنيا. ۷. چوويهينءَ جي ڏينهن تي. ۸. وڃڻ. ۹. ويراڳين ڪي، تارڪ الدنيا جوڳي فقيرن ڪي. سامين ڪي، سناسين ڪي، آديسين ڪي، ڪاپڙين ڪي. ۱۰. تات، پچار، سرسلو. ۱۱. آواز، هونگون. ۱۲. درويش، الله لوڪ فقير. ۱۳. پيار، محبت. ۱۴. لالي، لالاڻ، ڳاڙهاڻ. ۱۵. پرينءَ جي، محبوب جي. ۱٦. لڳائي، مکي. ۱۷. سکيا، آسودا، سخي، داتا. ۱۸. پنجويهينءَ جي ڏينهن تي. ۱۹. پورب جا جاتي يا پانڌيڙا (زيارتي)، هندستان ۾ پورب جو علائقو ڪانپور کان وٺي بهار تائين پکڙيل آهي جنهن ۾ هندن جون زيارت گاهون آهن جهڙوڪ بنارس، گيا، ڪاشي، دئارڪا وغيره. ۲۰. جڪڙي، ٻڌي. ۲۱. (جدائيءَ جي) غمن يا فڪرن. ۲۲. چوڏاري وڪوڙيو. ۲۳. جيءُ، جند، جان. ۲۴. پاڻي. ۲۵. سڪڻ لڳو، واجهائڻ لڳو. ۲٦. روح جو جمع ٻر هتي واحد جي صيغي ۾ ڪم آيل آهي. هن جي معنيٰ ٿيندي من، دل. ۲۷. سڪ جو، اڪنڍ جو، حُب جو، پيار جو. ۲۸. سڪ ڏانهن اشارو. ۲۹. سامين ڪي. ۳۰. سواد، مزو، لطف. ۳۱. ڪولين. ۳۲. لڳايو، مکيو. ۳۳. مٽي، ڌوڙ. ۳۴. عضون يعني بدن ڪي. ۳۵. وارن جا مڃا يا چڳون، منجهيل يا ڳنڍيون ڏنل وار. ۳٦. ناهين، سنوارين. ۳۷. ڍڳن جي سڱن مان ٺهيل توتاريون، ناد، نفير. ۳۸. ڪٽئو. ۳۹. بيابان، رڻ بٽ. ۴۰. ذات يعني جهنگلي وٽن ۽ گاهن مان حاصل ڪيل ميون ۽ ان تي گذران ڪندڙ. ۴۱. رکن.

وِبتَرِ[1] ٿَا ووڙِبنِ[2]، لِڪَا[3] پُوڻَنِ[4] لوڪَ[5] ۾.

## ٢٧

سَتَاوِيهِينءَ[6] سِرَ[7] تي، ٿَا پِوگِي[8] وِجَهنِ پَاڻُ[9]،
لايُو[10] خَاڪ لِڱَنِ[11] کي، پِتُوڙِينِ[12] پَاڻُ[13]،
ڪِدائُون[14] ۽ گُودڙِيُون[15]، هُيُون سَنَاسِيَنِ[16] سَاڻُ،
اُنهِين[17] جَاتو[18] جَاڻُ[19]، لِڪَا پُوڻَنِ لوڪَ ۾.

## ٢٨

اَتَاوِيهِينءَ اُنِ کي، سَنِدِي[20] پَنِذَ[21] پَچَارَ[22]،
سَامِيَنِ سَازَ[23] سَنُوان[24] ڪِئَا، تَنِدُ[25] وَجَائِين[26] تَارَ،
ڪَنِ مَدائِيِّ[27] ڪَانَہ ڪَا، مُوچَارَا[28] مَٽِيَارَ،
پَاڻُ پَلِيتِيءَ[29] ڪَانِ پَلِيِّ[30]، ٿِئَا ذُرِبَائِين[31] ذَارَ[32]،
اهِڙِيءَ سَاڪَ[33] سَچَارَ[34]، لِڪَا پُوڻَنِ لوڪَ ۾.

## ٢٩

اُوڻٽيهَن آيا، سَنَاسي سَرتَاجَ[35]،
حَاصُلُ[36] حُسَينِيَنِ[37] جي، سَپِ ٿِيندي حَاجَ[38]،

---

١. وڌيڪ، حد کان زيادهہ، گهڻو، وري، ٢. ڳولين، ڏورين، ٣. ڇپيا، گم، روپوش، ۴. هلن، ڦرن، گهمن، ۵. جڳ، جهان، دنيا، ٦. ستاويهينءَ جي ڏينهن تي، ٧. مٿي، بدن، ٨. تڪليفون سهندڙ يا پوڳيندڙ، جان کي جفا ڏيندڙ، ٩. چوپائي مال جو ڇيڻو يا ڦولڙيون (خاڪ، مٽي)، ١٠. لڳايو، مکيو، ١١. عضون (بدن کي)، ١٢. هلاڪ ڪن، تڪليف ۾ وجهن، ١٣. خود، پنڊ، سرير، بدن، ١۴. پيالين، جمنيون، ڪرمنڊل، ڪستا، ١۵. فقيرن جي پائڻ لاءِ ڪپڙن جي ٽڪرين مان ٺهيل جُبا، خرقا يا ڪفنيون، رليون، ١٦. تارڪ الدنيا فقيرن، جوڳين، سامين، ڪاپڙين، آديسين، ويراڳين، ١٧. انهن (جوڳي فقيرن)، ١٨. پروڙيو، معلوم ڪئو، ١٩. علم، معرفت، آگاهي، ٢٠. جي، ٢١. هلڻ، سفر، ٢٢. تات، فڪر، اڻ تڻ، ٢٣. وڄائڻ جا اوزار جهڙوڪ سنگيون، ڪينر، مرليون وغيره، ٢۴. تيار، ٺيڪ، درست، ٢۵. ساز (کي وڄائڻ لاءِ) سان ٻڌل رُڳ يا ٽامي جي سنهڙي تار، ٢٦. ڇيڙين، چورين، ٢٧. برائي، ٢٨. ڀلارا، نيڪ، سڀورا، مٿيارَ، مٿيادار، خوبصورت، ٢٩. ناپاڪائيءَ، ٣٠. جهلي، روڪي، پاسي يا پري ڪري، ٣١. ڌر ڪان، اصل کان، شروعات يا ازل کان، ٣٢. جدا، علحدا، پري، ٣٣. ساڪ سان، ڪارپت يا عزت يا آبرو مان سان، ٣۴. سپتيا، راستباز، کرا، ٣۵.سر جا يعني مٿي جا تاج يعني ڇٽ، اڳواڻ، سردار، رئيسن، ٣٦. پراپت، پَلَيءِ پلئہ هٿ يا قبضي ۾ آيل، ٣٧. جوڳي فقيرن جو هڪ قسم، ٣٨. حاجت، مطلب.

پُسَنڻَ[1] ڪَارڻِ[2] پِرِينءَ[3] جي، وِينَا وِجَهَنِ[4] واجَهَ،
سَاڌُو[5] اُوءِ[6] سَبَاجَهَ[7]، لِڪَا[8] پُوڻَنِ[9] لوڪَ[10] ۾.

## ٣٠.

پُورِيءَ[11] تِيهَن[12] پِرِينءَ سين، تِنَا مِڙيئي مَوجُودُ[13]،
نِسوروئي[14] نانهه[15] جو، سَامي ڪَنِ سُجُودُ[16]،
لاطَمَاعُنِ[17] لاهُوتَ[18] ۾، وِجَايو[19] وُجُودُ[20]،
سِڪَ[21] مَنجَهان[22] را سُودُ[23]، لوڌي[24] لوڙي[25] آيا.

## وائي

ڪَلپِتي[26] آيا ڙي ماءَ، آئُون هَلندي اُن سين،
حِرصَ هَوا جيءَ جَنِ جَا، سُڪِين[27] تان نَہ سَڌايا[28]،
تَنِ تَڪِيَا[29] تاڪي[30] چِڏِئَا، جي ايهيءَ وِرونهن[31] وَڌايا[32]،
تُوشَڪون[33] ۾ تَڪِيَا[34]، وَهَاڻا جَنِ وِرايا[35]،
هَلو تَہ پَسُون اُنِ ڪي، جَنِ لُنگ لاهُوتِيَنِ لايا.

١. ڏسڻ، ٢. لاءِ، واسطي، ٣. محبوب (خدا)، ۴. وجهن واجهہ = سِٽون سٽين، اُپاءَ يا حيلا ڪن، ٥. درويش، جوڳي، سامي، سناسي، ڪاپڙي، ويراڳي، آديسي، تارڪ الدنيا فقير، ٦. اُهي، ٧. ٻاجهہ وارا، ٻاجهارا، مهربان، ٨. ڇپيا، گم، روپوش، ٩. هلن، ڦرن، گهمن، ١٠. جڳ، جهان، دنيا، ١١. نيڪ، برابر، نہ گهٽ نہ وڌ، ١٢. تيهين ڏينهن تي، ١٣. گڏ، ١۴. صفا، بلڪل، خالص، ١٥. نيستي، نابودي، عدم، ١٦. سلام، تعظيم، پوڄا، بندگي، ١٧. بنان طمع يا لالچ وارن، لا اُبالي يا بي پرواهہ فقيرن، ١٨. صوفي طريقي جي چوٿين منزل، عالم ذات الاهي جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿيندو آهي. ١٩. نابود يا ناس ڪئو، ٢٠. هستي، ٢١. پيار، حُبَ، ٢٢. مان، جي وسيلي، ٢٣. نفعو، لاڀ، ٢۴. شڪاري، سڪايل، مشتاق (هتي مرادجوڳي فقير آهي)، ٢٥. حاصل ڪري، ٢٦. رنجايل، ڏکوئل، ٢٧. سکن، آسائشن، فرحتن، ٢٨. هرڪايا، لاڇايا، ٢٩. مڪان، آستان، مڙهيون، ٣٠. (تاڪ ڏيئي) بند ڪري، ترڪ ڪري، ٣١. سڪ، محبت، چڪ، ڪشش، وڇوڙي، ٣٢. پکيڙيا يا ڦهلايا پر هتي اصطلاحي معنيٰ ٿيندي نابود يا ناس ڪئا، ٣٣. هٿيارن يا قيمتي شين رکڻ جون جايون، توشا خانا، هنڌ، بسترا، ٣۴. وهاڻا، سِرهاڻا، ٣٥. ڦٽاڪئا، ترڪ ڪئا.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر رامڪلي

## داستان ٽئو

### ١

كَنهِن جَنهِن[١] سَنَاسِيَ[٢] سُورَ[٣] جي، وَتَنِ[٤] ۾ وَهلُورَ[٥]،
بَهرِ[٦] بولِيءَ[٧] بِيءَ[٨] قَرَنِ، گهٽَ[٩] ۾ گهايَلَ[١٠] گهورَ[١١]،
چِٽَ[١٢] جَنِي جَا چُورَ[١٣]، هَلو تَكِيَا[١٤] پَسُون[١٥] تَنِ جَا.

### ٢

كَنهِن جَنهِن سَنَاسِي سُورَ جي، مَنجِهہ وَهلُورَ وَتَنِ،
انَئِي[١٦] پَهرَ الَكَ[١٧] جو، كو وَڍُ[١٨] ويراڳِيَنِ[١٩]،
سَدائِين[٢٠] صَاحِبَ[٢١] پَرِ[٢٢]، ٿَا كَاپَڙِي كَنبَنِ[٢٣]،
جي راتو ڏِينهَن رَمَنِ[٢٤]، هَلو تَكِيَا پَسُون تَنِ جَا.

### ٣

سَدائِين سَفَرَ[٢٥] ۾، رَمَنِ مَتِي[٢٦] راهَ[٢٧]،
پُرَنِ[٢٨] پُورَبَ[٢٩] پَندَ[٣٠] ڏي، مَنجِهہ[٣١] مَوالِي[٣٢] ماهَ[٣٣]،

---

١. اهڙي، ٢. تارڪ الدنيا فقير، جوڳي، سامي، ڪاپڙي، ويراڳي، بيراڳي، آديسي، ٣. درد، عذابَ، تڪليف. ۴. هلن، پنڪن، چرن. ٥. پريشانيءَ، اداسائيءَ، ٦. ٻاهر، ظاهر ۾، ٧. ٻوليءَ سان، ڳالهاءَ يا گفتگوءَ سان، طور طريقي سان، ٨. نراليءَ، ٩. اندرَ، دل، سرير، ديهيءَ، ١٠. قتيل، زخمي ڪيل، ١١. گهورَ جا، (محبوبَ جي) نظر جا، ١٢. دِليون، ١٣. (الاهي عشق ۾) ورتل يا ڦاٽل، ڀڳل، ٽٽل، پرزا پرزا ٿيل، ١۴. آستان، مڪان، مڙهيون، ١٥. ڏسون، ١٦. سڄو ڏينهن سڄي رات (پهر ۾ ٽي ڪلاڪ يا گهڙيا آهن)، ١٧. جنهن جي لک يا ڄاڻ نہ پئجي سگهي، بي چُون، بي مثال، خدا، ١٨. زخم (درد جو)، ١٩. ويراڳين کي، ٢٠. هميشہ، هر وقت، ٢١. مالڪ، خدا، ٢٢. ڪان، ٢٣. ڏڄن، ٢۴. هلن (خدائي واٽ تي)، ٢٥. مسافريءَ، ٢٦. تي، ٢٧. واٽ، گس، ٢٨. هلن، ٢٩. پورب جي، ايرندي جي (هندستان جي اتر پرديش رياست جي ڪانپور کان وٺي بهار تائين واري علائقي کي پورب چوندا آهن، جنهن ۾ هندن جا تيرٿ يعني زيارت گاهون آهن، جهڙوڪ بنارس، گيا، ڪاشي، دئارڪا وغيره)، ٣٠. سفر، مسافريءَ، ٣١. اندر ۾، ٣٢. مستَ، متوالا، ٣٣. ماهَ جا، چنڊ جا، محبوب جا.

جَنِ[1] الَکَ[2] سِين آگَاهہ[3]، هَلو تَڪِيَا[4] پَسُون[5] تَنِ جَا.

۴

ڪَن ڪَتَ[6] ڪَاپَتَ[7] ڪَاپَڙِي[8]، ڪَنوتِيَا[9] ڪَن چِيرَ[10]،
سَدا[11] وهَنِ سَامُهَان[12]، عَاشِقَ[13] اُتَرَ[14] هِيرَ[15]،
تَسِيَا[16] ڏِيئِي تَنَ[17] کي، سَازِبَائُون سَرِيرَ[18]،
جي فَنَا تِئَا[19] فَقِيرَ[20]، تَڪِيَا پَسُون تَنِ جَا.

۵

ڪَن ڪَتَ ڪَاپَتَ ڪَاپَڙِي، ڪَن جي ڪَتَائِين[21]،
لاهُوتِي[22] لَطِيفُ(رح) چَئِي، مَاڳَ[23] نَہ مَتَائِين[24]،
جي خُودِيءَ[25] کي ڪَائِين[26]، تَڪِيَا پَسُون تَنِ جَا.

٦

ڪَن ڪَتَ ڪَاپَتَ ڪَاپَڙِي، ڪَنوتِيَا ڪَن ڪَتَ،
دُونهَان[27] جَنِ دُکَائِيَا[28]، هَلِي مَتِي[29] هَٽَ[30]،
خَاڪِ[31] جَنِي جِي کَٽَ[32]، هَلو تَڪِيَا پَسُون تَنِ جَا.

---

١. جن جي، ٢. جنهن جي لک يا ڄاڻ نہ پئجي سگهي، بي چُون، بي مثال، خدا، ٣. واقفيت، ملاقات، سڃاڻپ، ۴. آستان، مڪان، مڙهيون، ۵. ڏسون، ٦. ڪن ڪتيل يا ڪن ويڌيل (فقير)، ٧. جوڳي (تارڪ الدنيا) فقيرن جي هڪ ذات، عابد، پرهيزگار، ٨. تارڪ الدنيا فقير، جوڳي، سناسي، سامي، آديسي، ويراڳي، ٩. ڪن ويڌيل، ١٠. ڪن ڀير = ڪن چيريل يعني ويڌيل، ١١. هميشہ، ١٢. آڏو، ١٣. عشق يعني محبت ڪندڙ، محبَ، محبت الاهيءَ ۾ غرق، ١۴. اُتر جي، شمال جي، ايرندي سج ڏي منهن ڪرڻ سان کابي هٿ واري طرف جي، ١۵. هوا (اتر هير= ٿڌي هوا، وِلَهہ)، ١٦. اُچون ٻَکون، فاقا، ١٧. بدن، جان، جسم، سرير، ١٨. جلايائون ١٩. نابود، ناس، ٢٠. صاحب فقر، الله لوڪ، درويش، تارڪ الدنيا، ٢١. ڪپائين، وڍائين، ٢٢. لاهوت (عالم ذات اِلاهي جنهن ۾ سالک کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿيندو آهي، صوفي طريقي جي چوٿين منزل) جا واقف يا ڄاڻو، ٢٣. آستان، ٢۴. بدلائين، ڦيرائين، ٢۵. آپي، اهنڪار، پاڻپڻي، ٢٦. نابود ڪن، ٢٧. هلڪيون يا جهيڻيون باهيون، ٢٨. ٻاريا، ٢٩. تي، ٣٠. (روحاني) دڪان، آستانَ، ٣١. مٽي، ڌرتي، زمين، ٣٢. منجو، چارپائي، سيج، کٽولو.

## ٧

ڪَنَ ڪَتَ ڪَاپَتَ ڪَاپَڙِي، ڪَنوتِيَا ڪَنَ ڍارَ[1]،
هَلِئَا هِنگلاجِ[2] ڏي، بَابُو[3] ڇَڏي[4] بَارَ[5]،
جي کِينَ[6] قَبُولَ[7] ٿِهارَ، تَڪِيَا پَسُون تَنِ جَا.

## ٨

ڪَنَ ڪَتَ ڪَاپَتَ ڪَاپَڙِي، ڪَنوتِيَا ڪَنَ چِيِنَ[8]،
پَهَرَ[9] نَہ پِنَنِ[10] ڪَاپَڙِي، سُڄَ[11] ۾ هَٿَنِ سِيِنَ[12]،
جي قِيمَتَ[13] يَانِئِينِ[14] کِيِنَ[15]، تَڪِيَا پَسُون تَنِ جَا.

## ٩

ڪَنَ ڪَتَ ڪَاپَتَ ڪَاپَڙِي، لانگوتِيَا[16] لالَ[17]،
لاهُوتِي لَطِيفُ چَئِي، ڪَنهِن نَہ مُوهِيَا[18] مَالَ[19]،
هِهَڙا جَنِي[20] حَالَ[21]، تَڪِيَا پَسُون تَنِ جَا.

## ١٠

ڪَنَ ڪَتَ ڪَاپَتَ ڪَاپَڙِي، جَنِ جَاٽِي[22] ڇَڏِيُونَ[23] ڇَٽُونَ[24]،
وِيَتَا ڪَنِ وَٿُونَ[25]، هَلو تَڪِيَا پَسُون تَنِ جَا.

---

١. ڪن ڍريل يا ڪن لڙيل (ڪنن ۾ ٻيل ڪنڊلن يا والن جي بار سبب)، ٢. بلوچستان جي صوبي ۾ لس ٻيلي جي پرسان هڪ شهر (جتي هندن جا تيرٿ يا زيارت گاهون آهن)، ٣. رمتو يا سيلاني فقير، ۴. ڦٽا ڪري، ترڪ ڪري، ۵. (دنيوي) سازوسامان يا مال اسباب، ٽيڙ ٽاڙي، ٦. نيستي، عدم، ٧. قبول ڪندڙ، پسند ڪندڙ، ٨. ڪن چيريل، ٩. ٻهر ڪان، ماڻهن يا خلق کان، ١٠. (خيرات) گهرن، مڱن، ١١. رڻ پٽ، بيابان، ١٢. (خيرات يا بکيا گهرڻ لاءِ) صدا، سوال، ١٣. ناڻو، دنيا، دولت، مرتبو، ١۴. پسند ڪن، ١۵. بلڪل نہ، ٻنهہ نہ، ١٦. لانگوٽي (بدن جي هيٺئين حصي کي ڍڪڻ لاءِ ڪپڙي جو ٽڪر) ٻڌندڙ، لنگ ڍڪيندڙ، ١٧. سهڻا جوان (جوڳي)، ١٨. هرڪايا، لاڇايا، ١٩. ملڪيت، ڌن، دولت، ٢٠. جني جا، ٢١. حالتون، ڪيفيتون، ٢٢. ارادتاً، ڄاڻي ٻجهي، ٢٣. رکيون يعني نہ کوڙايون يا ڪٽايون، ٢۴. وارن جون چڪون يا مُڇا، ٢۵. (فيض يا ڪرامت جون) ورهاستون، ورڇون.

## ۱۱

كَنَ[1] كَتَ كَاپَتَ كَاپَڙي[2]، جَنِ چَڏيُونَ[3] جَاٽيَ[4] جتائونَ[5]،

خُودي[6] كَانيَائُونَ[7]، هَلو تَكِيَا[8] پَسُون[9] تَنِ جا.

## ۱۲

كَنَ كَتَ كَاپَتَ كَاپَڙي، جَنِ جي كَنَنِ ۾[10] كَڙا،

سَچَ[11] بَڌائُون سَندرا[12]، جوڳِيَنِ جِيءَ[13] جَڙيَا[14]،

پَائي[15] مُنهَن[16] مَڙهيئَان[17]، هَلو تَكِيَا پَسُون تَنِ جا.

## ۱۳

كَنَ كَتَ كَاپَت كَاپَڙي، جَنِ جي كَرَنِ[18] ۾ كَڙولَ[19]،

اُتي آڌيءَ رات جو، كَنِ حُسيني[20] هولَ[21]،

ڳُونِ[22] كِجا اُنِ[23] ڳولَ[24]، گَڏجَن[25] مَانَ[26] نَه گَداءَ[27] ۾.

## ۱۴

كَنَ كَتَ كَاپَتَ كَاپَڙي، مَٿَنِ[28] بَانَ[29] بَرِي[30]،

اوربَندي[31] الَكَ[32] سَين، وِين وِلَهَ[33] وَرِي[34].

---

۱. كن كٽيل، كن وڍيل. ۲. كاپڙي، جوڳي (تارڪ الدنيا) فقيرن جو هڪ فرقو يا ذات. ۳. رکيون يعني نہ ڪٽايون يا ڪوڙايون. ۴. ارادتاً، جاٽي ٻجهي، شوق ۾ پئي. ۵. وارن جون چڳون، يا مڇا. ٦. آپو، پاٽپٽو، هستي. ۷. ساڙيائون، ناس يا نابود ڪيائون. ۸. آستان، مڪان، مڙهيون، تڪاٽا. ۹. ڏسون. ۱۰. (عاج يا ڪنهن سادي ڌاتوءَ جا) ڪنڊلا يا والا. ۱۱. سچ جا، حق جا، سَتَ جا، پاڪدامنيءَ جا. ۱۲. واحد سندرو = چيلهہ يعني ڪمر کي ٻڌڻ جو ڪپڙو، ڪمر پٽو. ۱۳. جيءَ کي، جان کي، بدن کي. ۱۴. ٻڌا (مضبوطيءَ سان). ۱۵. وجهي. ۱٦. مُک، مٿو،مُنڍي. ۱۷. مڙهين ۾، (جوڳي فقيرن جي) آستانن يا تڪاڻن ۾. ۱۸. ڀانهن (ڪراين). ۱۹. ڪنگڻ، ڪولابا. ۲۰. جوڳي (فقيرن جو هڪ قسم). ۲۱. آواز، هونگون. ۲۲. ڳوٺ ۾، ڳام ۾. ۲۳. ان جي. ۲۴. ڳولا، تلاش. ۲۵. ملن. ۲٦. مان نہ = سان. ۲۷. گدائي ڪندي، خيرات پنندي. ۲۸. انهن جي مٿان، انهن تي. ۲۹. ويس، پوشاڪون، وڳا، جُبا. ۳۰. مٿيءَ هاٿا، ميرا. ۳۱. ذڪر جو ورد ڪندي. ۳۲. جنهن جي لک يا ڄاڻ نہ پئجي سگهي، بي چُون، بي مثال، خدا. ۳۳. سردي، ڏاڍي ٿڌ، پوئينءَ رات واري ٿڌ ڪار، رات جو پويون حصو. ۳۴. مٿان پئي، حملي آور ٿي.

پَسو[١] پَٽِ[٢] پَرِي[٣]، جِيجَان[٤] جوڳِيَڙَنِ[٥] جِي.

١٥

جوڳي جَڳِ[٦] نَہ وَڳِ[٧]، جَڳُ نَہ ڏِٺو جوڳِيِنِ[٨]،
آديسِي عَالَمَ[٩] کان، لاهي[١٠] چُرِئا[١١] لَڳِ[١٢]،
سَامِي ٿِئا سَرڳِ[١٣]، تَکِيا[١٤] پَسُون[١٥] تَنِ جَا.

١٦

تَکِيا پَسُون تَنِ جَا، هَلِي[١٦] مَنجهَان حَالَ[١٧]،
کوڙِيِن[١٨] کَنوتِيَنِ[١٩] جَا، پِيِنَرُ[٢٠] پَانِيَان[٢١] پَالَ[٢٢]،
سَامِيَنِ جِيءَ سَنڀَالَ[٢٣]، مُنهِنجو چِتُ[٢٤] چَڱو[٢٥] کِئو.

١٧

تَکِيَا تَاکِيَائُون[٢٦]، وِئَا رَمَندا[٢٧] رامَ[٢٨] ڏِي،
کِجَان[٢٩] خَبَرَ[٣٠] نَہ لَهَان[٣١]، آديسِيَنِ[٣٢] آئُون،
کَنهِن[٣٣] کُوڙِ[٣٤] کَنِيَائُون[٣٥]، کَاڏِي[٣٦] وِئَا کَاپَڙِي.

١٨

تَکِيَنِ سِين تُوڙَان[٣٧]، وِبراڳِيَنِ وَٽِي[٣٨] کِينَکِي،

---

١. ڏسو. ٢.ساک، ڪارپت، عزت، ويساهہ. ٣. نبهي، رهجي آئي، ﭘڙي آئي. ۴. اي جيجان، اي جيجل، اي آيل، اي امان. ۵. جوڳين، تارڪ الدنيا فقيرن، ڪاپڙين، سامين، سناسين، آديسين، ويراڳين، بيراڳين. ٦. جڳ ۾، جهان يا دنيا ۾. ٧. وڳَ ۾، قافلي ۾، ميڙَ يا مجموعي ۾، سٿ ۾. ٨. جوڳين. ٩. جهان، جڳَ، دنيا. ١٠. ختم ڪري، ڇني، ٽوڙي. ١١. هلئا، وئا، رڙهئا. ١٢. لڳُ يا لاڳاپو. ١٣. سرڳ ۾، بهشت ۾ يعني آرامَ يا فرحت ۾. ٻي جهان ۾ يعني فوت ٿي يا مري وِئا. ١۴. آستان، مڪان، مڙهيون، ٽڪاڻا. ١۵. ڏسون. ١٦. نڪري، ٻاهر ٿي. ١٧. بي خوديءَ بي هوشيءَ، مستيءَ.١٨. ڪروڙين، ڪروڙن جي تعداد ۾، گهڻا. ١٩. ڪن ڪنيلن، جوڳين. ٢٠. اي ﭘينر، اي اديون. ٢١. ڇاڻان، سمجهان. ٢٢. ٽورا، مهربانيون. ٢٣. سارَ، يادگيريءَ. ٢۴. منُ، دلِ. ٢۵. نيڪ، درست، صحيح. ٢٦. (درن جا) تاڪَ ڏيئي بند ڪئائون، ترڪ ڪئائون، ڇڏئائون. ٢٧. هلندا. ٢٨. خدا جو (هندي) نالو. ٢٩. (فڪر يا ڳڻتيءَ ۾) ڳران، ونجهلان. ٣٠. سڌ، پتو. ٣١. حاصل ڪريان، هٿ ڪريان. ٣٢. آديسين جي. ٣٣. ڪهڙي. ٣۴. طرف ڏي، پارَ ڏي. ٣۵. لڏو يا ٽپڙ ٽاڙي ڪنيائون. ٣٦. ڪيڏانهن، ڪهڙي طرف ڏي. ٣٧. توڙ ڪان، شروع ڪان، ازل ڪان. ٣٨. دل لڳي، اٽڙي.

جَراتي[1] جيرَنِ[2] سين، ڪَارا[3] ڪِنائُون[4] ڪوڙا،
آسَڻَ[5] اجوڙا[6]، سَجوڙا[7] سين سَجَڻين[8].

(١٩)

مَڙهَه[9] پُوريَائُون[10] مانِ[11] تِي، تَڪيَنِ[12] نَاهه تَنوارَ[13]،
آسَڻَ مَتَان اُنِ جي، نَتُ[14] تَمَايَمِ[15] نَارَ[16]،
سَامِي[17] سَيِّ[18] جَمَارَ[19]، ڏيئي ڏُکَ[20] ڏورِ[21] ٿِيا.

٢٠

ڪَٽئو تَڪَبُرَ[22] تَڪيَا[23]، حِيلا[24] ڪِئو هَلَنِ،
مُوران[25] تَان نَہ لَهَنِ[26]، لَمِي[27] راهه[28] لطيف چَئي.

٢١

سَامِي ڪَامِي[29] پرينءَ لَيءِ، ڪُسِي[30] ٿِئَا ڪَبَابُ[31]،
اوتِين[32] ارتي[33] گَاڏُئُون[34]، مَنجَهان اکيُن آبُ[35]،
تَهَڙو[36] ڏَسَنِ ڏوهه[37] کي، تَهَڙو[38] تَنِ ثَوابُ[39]*،
سَندو[40] ذَاتِ[41] جَوابُ[42]، تُون ڪيئَن[43] پُڇين[44] تَنِ کي[45].

---

١. سازي يا جلائي. ٢. باهين. ٣. سياهہ. ۴. سينا، ڇاتيون، اُرَهَہ. ۵. آستان، مڪان، مڙهيون، تڪاٽا، تڪيا. ٦. سڃا، ويران. ٧. آباد، وسيل. ٨. سڄڻن، محبوبن، پرين. ٩. تڪيا، مڙهيون. ١٠. (درد ڏيئي) بند ڪئائون. ١١. چپ، خاموشي. ١٢. تڪين ۾. ١٣. آوازَ، ڳالهائڻ. ١۴. مسلسل، لاڳيتو. ١۵. مون ٿمايا يا وهايا. ١٦. واحد نارُ = ڪوهہ مان پاڻيءَ ڪڍڻ لاءِ ڪاٺ جو نهيل چرخو يا ائٽ، نڪ جي پرسان اکين وارا سوراخ. ٿنرا (ٿمايم نار = اکين مان بي انداز پاڻي يعني لڙڪ وهايم). ١٧. تارڪ الدنيا فقير، جوڳي، سناسي، ڪاپڙي، آديسي، ويراڳي، بيراڳي. ١٨. ساريءَ، سموريءَ. ١٩. جمار لاءِ، عمر يا زندگيءَ لاءِ (سڀ جمار = هميشہ لاءِ). ٢٠. سُور، عذاب. ٢١. ڏور ٿيا = پري هليا ويا، جدائي ڪري ويا. ٢٢. تڪبر جا، وڏائيءَ جا، خوديءَ جا. ٢٣. واحد تڪيو ڏيڊ فوٽ ڪن ڊگهي ڪاٺي جنهن تي جوڳي فقير ويٺي ويٺي نراڙ يا پيشاني رکي فڪر يا ڌيان پچائيندا آهن. بيراڳڻ، آڌار. ٢۴. عذر، بهانا، اٽڪلون، چالاڪيون. ٢۵. مور، اصل، صفا، بنهہ. ٢٦. حاصل ڪن، لين، وٺن، اختيار ڪن. ٢٧. هيٺاهين (نهٺائيءَ واري). ٢٨. گس، واٽ، رستو. ٢٩. سڙي جلي، پچي. ٣٠. ذبح يا قتل ٿي، وڍجي، ڪپجي. ٣١. قيمون، گوشت جا ذرا ذرا. ٣٢. پلٽين، وهائين. ٣٣. ارتي سان، رت يا خون سان. ٣۴. گڏيل، مليل. ٣۵. پاڻي (لڙڪ، ڳوڙها). ٣٦. جهڙو، جهڙيءَ طرح. ٣٧. گناهہ، پاپ. ٣٨. تهڙي طرح. ٣٩. نيڪ ڪم، پڃَ *هو گناهہ ۽ ثواب کي هڪ نظر سان ڏسن ٿا، سڀ ڪم خدا ڪارڻ ڪن ٿا. ۴٠. جو. ۴١. قوميت. ۴٢. سوال جي ورندي، يا حَلُ. ۴٣. ڪهڙيءَ طرح، ڇو. ۴۴. معلوم ڪرين. ۴۵. ڪان.

## ۲۲

سَامِيَنِ[1] سَمَرُ[2] سُورَ[3]، گُوندَرَ گَبَرِيُنِ[4] ۾،
جوڳِيَنِ جُڙئَا[5] جَانِ[6] ۾، پَيغَامَنِ[7] جَا پُورَ[8]،
آديسِي اسُورَ[9]، وَجَائِي[10] واتَ ٿَئَا[11].

## ۲۳

گُوندَرَ گَبَرِيُنِ ۾، سَامِي سُورَ سَبَنِ[12]،
كِنهِن جِنهِن[13] كَيفَ[14] كَكُورِئَا[15]، كُنجِئو[16] كَنِ[17] هَٽَنِ،
سَنكو[18] سَنَاسِيَنِ، آهي پُورَبَ[19] پَنڌَ[20] جو.

## ۲۴

كَنِهن جَنِهن كَيپَ[21] خُمَارِئَا[22]، پَورِئَا[23] پُوٽَنِ[24]،
ڳَالهِيُون ڳَهِلي[25] لوكَ[26] سِين، پَڌَرِ پَئِي[27] نَہ كَنِ،
سَنكو سَنَاسِيَنِ، آهي پُورَبَ پَنڌَ جو.

## ۲۵

سَامِيَنِ[28] سِنگُ[29] كُلهَنِ تي، سِنگُ مِڙُئِي سُورُ،
كَهَندا[30] وئَا كَابُولَ[31] ڏي، كو جو پَيَڙُن[32] پُورُ.

---

۱.سامين كي، تارڪ الدنيا فقيرن كي، جوڳين كي، سناسين كي، ڪاپڙين كي، اديسين كي، ويراڳين كي، ۲. توشو، اڏقو، اجڪو، مسافريءَ تي وڃڻ وقت رستي ۾ واپرائڻ لاءِ ڪاڏو ۽ ٻيو سامان. ۳. سور جو، تڪليف جو، غم جو، گوندر جو، ڏک جو، ۴. فقيرن جي ڪڇن ۾ لڙڪندڙ ڳوٿرين، بگرين، جهولين، بجڪن، ۵. مڙهئا، پيوند يا ٻيو سنا ڪئا، ٦. بدن، سرير، ۷. (روحاني) نياپن، ۸. فڪر، خيال، ويچار، ۹. اَسُرَ جي وقت، فجر يا پريات جي مهل، صبوح جو سوير، ۱۰. ساز وڄائي، ۱۱. واتَ ٿئا = (واٽ يا رستو ورتي) روانا ٿي وئا، ۱۲. پيوند ڪن (جيئن ڪپڙي كي چتيون هٽبيون آهن)، ۱۳. اهڙي، ۱۴. نشي يا خمار (الاهي عشق جي)، ۱۵. (پچائي) لالَ يا ڳاڙها ڪئا، پختا ڪئا، ۱٦. چڪيو (گبرين كي) گهنج وغيره ڪڍئو،۱۷. توپا، سيبا، ٽانڪا، ۱۸. اڍو، اون، فڪر، ڳڻتي، ڏپ،ڊڄ، ۱۹. پورب يعني اپرندي جي (هندستان ۾ اترپرديش جي رياست ۾ ڪانپور ڪان بهار تائين واري علائقي كي پورب چوندا آهن جنهن ۾ هندن جا پوتر آستان آهن جهڙوڪ گيا، بنارس، ڪاشي، دئارڪا، گنگا (ندي) وغيره)، ۲۰. سفر، مسافريءَ، ۲۱.نشي، ۲۲. خمار ۾ وڌا، مدهوش يا مست ڪئا، ۲۳. ٻنور يعني پاٽيءَ جي ڪن وانگر چڪر هڻندا يا ڦرندا، گهڏندا، ۲۴. هلن، ٽرن، ۲۵. پورڙي، بي عقل، موڳي، ۲٦. ماڻهن، ۲۷. پڌر پئي = ظاهر ظهور، ڪلم ڪلا، ۲۸. سامين كي، ۲۹. ڊڳن جي سڱن مان ٺهيل توتارا، ناد، نفيل، ۳۰. هلندا، ۳۱. ڪابل جي شهر (جتي هندن جو تيرٿ آهي ۽ جيڪو افغانستان جي گاديءَ جو هنڌ آهي)، ۳۲. انهن كي پٺو.

مَـڙهِـيءَ[1] جـو مَـذڪُورُ[2]، ڪَـالَـهَـ ڪَـنـدا وِتَـا ڪَـاپَـڙِي[3].

## ٢٦

سَـامِـيُ[4] مَـڙهِـي سَـنـڌِيَـاءِ[5]، سَـامُـهِـين[6] مُـون[7] سِـيلَـهَـ[8] ٿِـي،
سَـا تَـان[9] ڪَـوهُـ[10] اڌِيَـاءِ[11]، جَـان[12] نَـانـگـا[13] وِجِـين نِـگِـئُـو[14].

## ٢٧

نَـانـگـا نَـنـگـا[15] نِـگِـئَـا[16]، نَـانـگـن مَـتِـئِي[17] نَـنـگُ[18]،
نَـڪِـي وَڄَـائِـين سِـگِـيُـون[19] نَـڪِـي چُـورِبِـن[20] چَـنـگُ[21]،
ڳَـنـگـا[22] ۾ ڳَـرنَـارَ[23] جـو، سَـامِـين بَـڌو سَـنـگُ[24]،
رَاوَلُ[25] پَـسِـي[26] رَنـگُ[27]، ٿِـئَـا لاهُـوتِـي[28] لَـطِـيـف چِـئِـي.

## ٢٨

نَـانـگـو نَـنـگـا نِـگِـئُـو، تَـنـهِـن نَـانـگِـي نَـنـگُ نَـہ ڪـو،
نَـہ ڪَـاڇُـوتِـي[29] ڪَـڇَ[30] ۾، نَـڪِـي ڌوتِـئُـو[31] ڌوءِ[32]،
رَاتِـيَـان ڏِيـنـهَـان رُوءِ[33]، ڳَـالِـهَـ پَـروڙِئُـو[34] ڳُـجَـهَـ[35] جِـي.

## ٢٩

ڪِـيـنَ[36] ٿِـيـيـن[37] ڪِـي[38] نَـہ ڪِـئُـوءِ[39]، وَجِـي ڪِـيـنَ ڪَـمَـاءِ[40]،

---

١. ٽڪاڻي، ٽڪيي، آستان، آسڻ. ٢. ذڪر، پچار، خقبر. ٣. تارڪ الدنيا فقير، جوڳي، سامي، سناسي، ويراڳي، بيراڳي. ۴. اي سامي، ۵. ٽنهنجي، ٦. مُنهَان مُنهن، آڏو، اڳيان، ٧. مون ڪي، ٨. ڪنڌايا پالا (ڏکن جا)، ٩. تہ، ١٠. چو، ١١. تو اڏي، تو جوڙي يا ٺاهي، ١٢. جيئن تہ، جنهن صورت ۾، ١٣. اي نانگا (نانگو ان فقير کي چوندا آهن جيڪو بت تي لانگوٽيءَ سواءِ ڪپڙو نہ ڍڪي ۽ سڄي عمر شادي نہ ڪري)، ١۴. نڪرئو، روانو ٿئو، اسهيو (تيرٿن ڏانهن)، ١۵. ننگ کان، واسطي کان، مٿيءَ مائٽيءَ کان، ١٦. لاتعلق ٿئا، ١٧. تي، ١٨. آسرو، ڀروسو، لڄ، ١٩. ڍڳن جي سنگن مان ٺهيل توتاريون، نفير، ناد، ٢٠. وڄائين، ٢١. وڄائڻ جي ساز جو هڪ قسم، ٢٢. هندستان جي اترپرديش رياست ۾ هڪ نديءَ جو نالو جنهن کي هندو پوتر ۽ پاڪ سمجهندا آهن، ٢٣. هندستان جي رياست جهوناڳڙهہ ۾ ٽڪريءَ تي هڪ شهر جو نالو، هن شهر ۾ هندن جا تيرٿ ۽ زيارت گاهون آهن، ٢۴. سانگو، سانگ، سفر (ٻڌو سنگ = سفر جي تياري ڪئي)، ٢۵. شهزادا، حاڪم، بهادر، محبوب (جوڳي يا سامي)، ٢٦. ڏسي، ٢٧. رونق، ڏيک ويک، خوبصورتي، ٢٨. لاهوت (عالم ذات الاهي جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿيندو آهي، صوفي طريقي جي چوٿين منزل) جا ڄاڻو يا معرفت رڪندڙ، ٢٩. گبري، بگري، ڳوٿري، ٣٠. بغل، ڪلهي، ٣١. بدن جي هيٺئين حصي کي ڍڪڻ جو ڪپڙو، گوڏ، ٣٢. ڌوئي، صاف ڪري، ميراڻ لاهي، ٣٣. روئي، ٣۴. سمجهئو، معلوم ڪرئو، ٣۵. راز، ٣٦. فنا، ناس، ٣٧. ٿي وڃين، ٣٨. ڪجهہ، ٣٩. تو ڪئو، ۴٠. ڪين ڪماءِ = پاڻ کي فنا ڪرڻ جو عمل ڪر.

لاڳاپا[1] لطيف چئي، جوڳي[2] سڀ جلاءِ[3]،
سامي پوءِ سلينداءِ[4]، ڳالهہ پِرين[5] جي ڳجهہ[6] جي.

وائي ١

جوڳي سيئي، جن کي من[7] ۾ مالا[8]،
سامي سيئي، جن کي مُنهن[9] ۾ مُنڊا[10]،
پيٺا[11] سي مڙهيءَ[12] ۾، الا الله[13]، سيت[14] گروءَ[15] جي سنگا[16].

وائي٢

آسرو[17] آهي، موٽي ايندا، مون نہ ڇڏيندا پاڻ[18] پسندا[19]،
پٿر[20] وار[21] پرينءَ لئي، ويهہ تون وڃائي[22]،
ڏُکَ[23] لاهيندا ڏيل[24] مان، ڳجهو[25] ڳالهائي،
ڪالهہ سناسي سڱيون[26]، وڄا وڃائي،
ايندا آديسي وري[27]، ڏونهيون[28] ڏکائي[29]،
مون کي نيندا[30] پاڻ سين، هيءُ سنگ[31] ساڳاهي[32].

---

١. واسطا، تعلق، سڱ. ٢. اي جوڳي، اي تارڪ الدنيا فير، اي سامي، اي سناسي، اي ڪاپڙي، اي آديسي، اي ويراڳي. ٣. ساڙ، ختم ڪر. ٤. توکي سليندا، توکي ٻڌائيندا. ٥. پرينءَ، محبوب. ٦. راز. ٧. دل. ٨. مالها، تسبيح، سمرڻي (خدا جو ذڪر). ٩. مُکَ، وات. ١٠. والا يا ڇلا، (صبر يا ماٽ جا). ١١. گهڙيا. ١٢. تڪاٽي، آستاني، تکيي. ١٣. الله ڪان سواءِ، فقط الله (آهي) (اِلا الله اسلامي ڪلمي طيبہ جو اثباتي جزو آهي ۽ هتي الله جي قسم يا سوڳند يا سُنهن طور ڪم آيل آهي). ١٤. ست، سچي. ١٥. مرشد، رهبر. ١٦. سنگ ۾، ساٿ ۾، همراهيءَ ۾. ١٧. اميد، آس. ١٨. خود، پنهنجي سر. ١٩. ديدار ڪرائيندا. ٢٠. پٿرائيءَ تي، بستري تي. ٢١. زلف. ٢٢. پکيڙي، ڦهلائي. ٢٣. تڪليفون، آزارَ. ٢٤. جسم، سرير. ٢٥. مخفي. ٢٦. ڊڳن جي سڱن مان ٺهيل توتاريون، ناد، نفير. ٢٧. موٽي. ٢٨. هلڪيون يا جهيڻيون باهيون. ٢٩. دکائي، ٻاري. ٣٠. وٺي ويندا. ٣١. واسطو، تعلق، لاڳاپو. ٣٢. سڃاڻي.

بسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر رامڪَلِي

## داستان چوٿون

### ١

جي ڀانئين[1] جوڳي[2] ٿيان تہ سنگ[3] سيئي ڇڻ[4]،
وڃي دَرِ[5] دوستن[6] جي، نانگا[7] ڪيم[8] نِن[9]،
پٽ[10] تني جي پِن[11]، جني ٻُجھي[12] نہ ٻُجھئو.

### ٢

جي ڀانئين جوڳي ٿيان، تہ سنگ ميڙيئي توڙ،
جَن جَڻئو[13] نہ ڄاپئا[14]، * جڳيءُ[15] تني سين جوڙ[16]،
تہ تون پهچين[17] توڙ[18]، محبت[19] جي ميدان[20] ۾.

### ٣

جي ڀانئين جوڳي ٿيان، تہ سنگ سيئي ڇڏ،
اوڏو[21] ٿيءُ الف[22] کي، مَن[23] ميم[24] سين گڏ[25]،
هئان[26] لاهوتي[27] لڏ[28]•، تہ گر[29] گڏجين[30] ڪاپڙي.

---

١. چاهين ٿو، خواهش يا تمنا اٿيئي، ٢. تارڪ الدنيا فقير، سامي، سناسي، ڪاپڙي، اديسي، ويراڳي، بيراڳي، ٣. ناتا، واسطا، تعلق، ٤. توڙ، ڇڏ، ترڪ ڪر، ٥. در تي، گهر جي چائنٺ تي، ٦. سڄڻن، يارن، محبوبن، ٧. اي نانگا (فقير جيڪو بت تي لانگوٽيءَ کان سواءِ ڪپڙو نہ پائي ۽ ساري عمر شادي نہ ڪري)، ٨. نہ، ٩. رو، روج يا راڙو ڪر، آزي نيزاري ڪر، ١٠. پٽ تي، ميدان تي، (گهرَ جي) اڱڻ تي، ١١. ڀکيا يا خيرات گهر، ١٢. پروڙي، سمجهي، ڄاڻي، ١٣. جنم ڏنو، پيٽ مان پيدا ڪئو، (ٻار)، ١٤. ڄميا، جنم ورتو * جيڪي ڄڻڻ ۽ ڄمڻ کان پاڪ آهن يعني خدا، ١٥. دل، ١٦. ڳنڍ، لڳاءُ، ١٧. رسين، ١٨. توڙ کي، ڇيھہ کي، آخري منزل کي، ١٩. پيار، سڪ، ٢٠. آکاڙي، ٢١. ويجهو، نزديڪ، ٢٢. "الف = بي" جو پهريون اکر "ا" جنهن جو هٽ "الله" ڏانهن اشارو آهي، ٢٣. دل، قلب، هنيون، ٢۴. اسلام جي پيغمبر حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم جي نالي جو پهريون اکر ۽ هتي اشارو پيغمبر صلعم جن ڏانهن آهي، ٢٥. ملاءِ، لڳاءِ، ٢٦. هتان (هن دنيا يا جهان مان)، ٢٧. لاهوت (علم ذات الاهي جنهن ۾ سالڪ کي فنا في اللهجو مقام حاصل ٿئي ٿو ۽ جيڪو صوفي طريقي جي چوٿين منزل آهي) جا ڄاڻو يا معرفت رکندڙ، ٢٨. سامان سڙو کڻي روانو ٿي ● هن جهان کي ترڪ ڏي يا تياڳ ڏي، ٢٩. گر کي، مرشد کي، هاديءَ کي، ٣٠. ملين، پهچين.

## ۴

جي پانئين[1] جوڳي[2] ٿيان، تہ سنگيون[3] سيلهيون[4] ڇڏ[5]،
ڏونهين[6] ئون ڏور[7] ٿي، مڙهي[8] مور[9] مَ اڏ[10]،
سپرين[11] جي سڏ[12]، نانگا[13] وانءُ[14] نگئو[15].

## ۵

جي پانئين جوڳي ٿيان، تہ سنگي سال[16] وڃاءِ،
مالا[17] ڦيرج[18] مَن[19] ۾، ڏڙ[20] کي ڏوڙ[21] مَ لاءِ[22]،
ويراڳڻ[23] وجود[24] کي، صبر[25] جي سهاءِ[26]،
تہ سامي[27] سنديا[28]ءِ، گُر[29] وٽ[30] گلا نہ ٿئي.

## ٦

جي پانئين جوڳي ٿيان، تہ منهن[31] ۾ مندائون[32] پاءِ[33]،
ڪنن ڪين وڃائيو[34]، جن ۾ ڪوري[35] ککر[36] وڏاءِ[37]،
ڇڏ چادر[38] ٻن[39] چمڙو[40]، جُتي[41] تو[42] نہ جُڳاءِ[43]،
سامي سنديا ءِ، گُر وٽ گلا نہ ٿيي.

---

١. چاهين، ٢. تارڪ الدنيا فقير، آديسي سامي، سناسي، ويراڳي، بيراڳي، ڪاپڙي. ٣. ڏڪن جي سڱن مان ٺهيل توتاريون، ناد، نفير. ۴. ڌاس يا پشم جون نوڙيون (جيڪي جوڳي فقير مٿي تي ٽوپ جي چوڌاري ويڙهيندا آهن). ۵. ڦٽيون ڪر، ترڪ ڪر. ٦. دونهين ڪان، (آستان يا مڙهيءَ ۾ ٻاريل) جهيٽين يا هلڪين باهين ڪان. ٧. پري، لاتعلق. ٨. آستان، تڪاڻو، تڪيو. ٩. اصل ١٠. ٺاهہ، جوڙ. ١١. سپرينءَ، پرينءَ، محبوب. ١٢. (گهرائڻ لاءِ) سڏ تي، آواز تي، دعوت يا ڪوٺ تي. ١٣. اي نانگا (فقير جيڪو بدن تي لانگوٽيءَ ڪان سواءِ ڪپڙو نہ پائي ۽ سڄي عمر شادي نہ ڪري). ١۴. وڃ. ١۵. نڪتو، هلئو، اسهئو. ١٦. سالم، صحيح، ٺيڪ. ١٧. مالها، تسبيح، سمرڻي. ١٨. سورج، هلائج، پڙهج. ١٩. دل. ٢٠. بدن، جسم. ٢١. مٽي، خاڪ. ٢٢. لڳاءِ، مک. ٢٣. ڪنڊي واري ڪاٺ جي ننڍي لٺ جيڪا جوڳي فقير ڪڇ هيٺان رکي ٽيڪ ڏيئي وهندا آهن يا مٿو رکي ڏيان پچائيندا آهن. بيراڳڻ. ٢۴. بدن، جسم، سرير، دل. ٢۵. ماٺ، چپ. ٢٦. آڌار يا ٽيڪ طور ڪم آڻ. ٢٧. اي سامي. ٢٨. تنهنجي. ٢٩. مرشد. ٣٠. شڪايت، نندا. ٣١. مکَ، وات. ٣٢. والا يا ڇلا وجهي (صبر يا ماٺ ڪر). ٣٣. وجهہ. ٣۴. بگاڙئو، ڦٽايو. ٣۵. چيري، ڪپي. ٣٦. وڍ، چير. ٣٧. تو وڏا آهن. ٣٨. ٻت ڪي ويڙهڻ لاءِ ڪپڙو. ٣٩. ٻنَ ۾ يا ڪڏ ۾ (وجهہ يعني ڦٽو ڪر) ۴٠. ڪمر پٽو. ۴١. پيزار، پادر، ڪلو. ۴٢. توکي. ۴٣. سونهي، زيب ڏي، مناسب لڳي.

**٧**

جي پانيين جوڳي ٿيان، تہ ڪُنَا ڪيمَ[1] بَهَا[2]ءِ*،
مَڙهيءَ ۾ مان ڪري، وِيهي تَنْدُ[3] وَجَاءِ،
سَامِي[4] سَا[5]ڪَ سَنديَاءِ، پُورَبِ[6] ٿيي پڌرِي[7].

**٨**

جي پانيين جوڳي ٿيان، مَڙُهَ[8] پُوري[9] مَنجهہ[10] مَار[11]،
دائِمَا[12] دُونهَين[13] دِلِ ۾، مَنَ ۾ مَالا[14] وار[15]،
سَهُ[16] سَپِيڪا آر[17]، آڳي[18] جي اَدَبَ[19] سين.

**٩**

جي پانيين جوڳي ٿيان، طَمَعُ[20] ڇَڏ[21] تَمَامُ[22]،
گولا[23] جي گولن جا، ٿيءُ تن جو غُلامُ،
صَبرَ جي شَمشيرَ[24] سين، ڪَرِ ڪِينَي[25] کي قتلُعامُ،
تہ نانگا[26] تُنهنجو نامُ[27]، لِکجي[28] لاهُوتَ[29] ۾.

**١٠**

جي پانيين جوڳي ٿيان، ترڪُ طمع کي ڪَرِ،

---

١. نہ. ٢. پَوُنڪاءِ (پنهنجي پنبان) * بازار ۾ يا ماڻهن جي گهرن تي وجي نہ پن. ٣. (ساز کي وڄائڻ لاءِ ان ۾ ٻڌل) لوهہ يا رڳ جي تار. ٤. اي سامي، ٥. ڪار پت، سچائي، ايمانداري، ٦. پورب ۾، ايرندي ۾ (هندستان ۾ اتر پرديش رياست ۾ ڪانپور کان وٺي بهار واري علائقي کي پورب چوندا آهن جنهن ۾ هندن جا پوتر مڪان يعني تيرٿ آهن)، ٧. ظاهر، مشهور، ٨. جسم، سرير، ٩. بند ڪري، ١٠. اندر ۾، ١١. نابود يا فنا ڪر، ١٢. سدائين، هميشہ، ١٣. هلڪي يا جهيڻي باهہ (جيڪا جوڳين جي آستان ۾ پيئي ٻرندي آهي)، ١٤. مالها، تسبيح، سُمرڻي، ١٥. هلاءِ، سور، ڦيراءِ، ١٦. برداشت ڪر، قبول ڪر، ١٧. رضا، مرضي، ارادو، ١٨. مولا يا خدا، ١٩. احترام، عزت، تعظيم، ٢٠. لالچ، لوڀ، ٢١. ڦٽي ڪر، ترڪ ڪر، ٢٢. صفا، پُوري، ٢٣. غلام، نوڪر، ٻانها، ٢٤. تلوار، ٢٥. حسد، ساڙ، ٢٦. اي نانگا (فقير جيڪو لانگوٽيءَ کان سواءِ بدن تي ڪپڙا نہ پائي ۽ سڄي عمر شادي نہ ڪري)، ٢٧. نالو، ٢٨. داخل ٿئي، تحرير ٿئي، لِکئو وڃي، ٢٩. عالم ذات اِلاهي، جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام ملندو آهي، صوفي طريقي جي چوٿين منزل.

وَڏِي[1] وَهمَ[2] وِجُودَ[3] جَا، خَاصي[4] ڌِيَانِ[5] ڌَرِ[6]،
ڪِنهِن پَرِ[7] پهچين[8] پَرِ[9]، لِڪجين[10] لاهُوتَ[11] سين.

١١

جي پانيين[12] جوڳِي[13] تِيَان، تِيءُ گُروءَ[14] جي گَسِ[15]،
ڏُکُ[16] پَاڻَ کي ڏَسِ[17]، هِنگِلاجَ[18] جي[19] هَلَڻَ[20] جو.

١٢

جي پانيين جوڳِي تِيَان، تَه پَرِ گُرُوءَ جِي[21] پَارِ،
هَوائُون[22] هِنگلاجَ ڏي، وِبندي سَبِ[23] وِسَارِ،
نانگا[24] نَاٿُ[25] نِهَارِ[26]، سَامِي[27] وَڏِيءَ[28] سِڪ[29] سين.

١٣

جي پانيين جوڳِي تِيَان، تَه پَرِ ڪَلِمي[30] جِي پَارِ،
پَنجَنِ[31] سين پُورو[32] رَهُه، آيَا تِيهَه[33] مَ ٽَارِ[34]،
تَڏهين ذاڳا[35] ذارِ[36]، جَڏهِين راهَه سُڃَاڻين رَبَ جِي.

١٤

جِي پانيين جوڳِي تِيَان، تَه دِلِ ۾ ديگ چَاڙهه،

١. ڪيي، ڪتي، ٢. پرم، وسوسا، فڪر، غم، ٣. دل، من، ۴. موچاري، چڱي، سٺي، ٥.ڌيان سان، خيال سان، ٦. لاهه، رک، ٧. نموني، رسم، ريت، طرح، ٨. رسين، ٩. پرکي، رمز کي، ڳجهه يا راز کي، ١٠. لڪجڻ جي لائق ٿئين، داخل ٿيڻ جي قابل ٿئين، ڳاڻيٽي يا شمار ۾ ٿئين، ١١. عالم ذات، الاهي جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿيندو آهي، صوفي طريقي جي چوٿين منزل، ١٢. چاهين ٿو، ١٣. تارڪ الدنيا فقير،سامي، سناسي، ڪاپڙي، آديسي، ويراڳي، ١۴. مرشد، رهبر، ١٥. گس تي، واٽ يا رستي تي، ١٦. تڪليف، ڪشالو، ١٧. ڏيکار، سونهاءِ، سهاءِ، برداشت ڪراءِ، ١٨. بلوچستان ۾ لس ٻيلي جي ويجهو جبلن جي ٻرسان هڪ شهر جتي هندو يا سامي فقير نانيءَ جي زيارت لاءِ ويندا آهن، ١٩. ڏانهن، ٢٠. وڃڻ، سفر ڪرڻ، ٢١. پر گروءَ جي پار = گروءَ جي طريقي يعني سُنَتَ تي عمل ڪر، ٢٢. (من يا دل جون) خواهشون، حرص، ترشنائون، ٢٣. دل تان لاهه، ٢۴. اي نانگا (فقير جيڪو لانگوٽيءَ کان سواءِ بدن تي ڪپڙو نه پائي ۽ سڄي عمر شادي نه ڪري)، ٢٥. ڌڻي، مالڪ، خدا، جوڳين جو مرشد يا گرو، ٢٦. ڳول، تلاش ڪر، ٢٧. اي سامي، ٢٨. جهجهيءَ، گهڻيءَ، ٢٩. محبت، پيار، ٣٠. اسلام جي پهرئين رڪن يعني "لا اِلہ الا اللهُ محمدٌ رسُولُ الله" جي جملي، ٣١. نماز جي پنجن وقتن، ٣٢. پابند، ٣٣. رمضان مهيني جا ٽيهه روزا، ٣۴. گساءِ، ترڪ ڪر، ٣٥. فقيراڻو لباس، ڪفنيون، ٣٦. استعمال ڪر، هنداءِ يا پاءِ.

جيرا جِگرَ ٻُڪيُون، قَقُرَ قُوڙي[1] ٻارِ،[2]
تَہ قادِرُ[3] تُنهِنجي ڪارِ،[4] خالِقُ[5] خالِي[6] نَہ ڪَري.

## ١٥

جي يانِين[7] جوڳِي[8] تِيَان، تَہ ڪِينَ[9] پِيالو[10] پِيءُ،
نانهِ[11] نِهاري[12] هَٿِ[13] ڪَرِ، آئُون[14] اِتِ نَہ تِي،[15]
سَندو[16] وَحدَتَ[17] وِيءُ،[18] طالِبَ[19] تُوڙان[20] ماڻِين.[21]

## ١٦

جي يانِين جوڳِي تِيَان، وَنِي وَحدَتَ وِيهُہ،
اُونهُون[22] مُلڪُ[23] اللهَ جو، ڪَنهِن ڇُلِي[24] ڏِٺو نَہ ڇيهُہ،[25]
ماٺِ[26] مَڙهِيءَ[27] ۾ پيهُہ،[28] تَہ وِينِيئِي وِيرُناٿُ[29] تِيِين.

## ١٧

جي يانِين جوڳِي تِيَان، تَہ جُهونو[30] تِي جُلُ،[31]
وَسائِيج[32] وِجُودَ[33] ۾، اَٺئِي[34] پَهرَ اَمُلُ،[35]
تَہ سَندو هائِيءَ[36] هُلُ،[37] ڪَذهِين ڪَنِين[38] نَہ سُٽِين.[39]

---

١. چيري، ڏاري، ڪپي، ٽڪر ٽڪر ڪري. ٢. جلاءِ (دل ۾ الاهي عشق جي چاڙهيل ديگ کي هينان ڏنل باهہ ۾). ٣. قدرت وارو، سگهارو، خدا. ۴. ڪم، ڪارج، حاجت، ضرورت. ۵. خلقيندڙ، اُپائيندڙ، پيدا ڪندڙ، خدا. ٦. رائگان، ضايع، برباد، بي سود. ٧. چاهين. ٨. تارڪ الدنيا فقير، سامي، سناسي، ڪاپڙي، آديسي، ويراڳي، بيراڳي. ٩. ڪين جي، نابوديءَ يا نيستيءَ جي (شراب جو). ١٠. جام، ڪٽورو. ١١. نيستي، نابودي. ١٢. ڳولي، جاچي، تلاش ڪري. ١٣. حاصل. ١۴. هستي، آپو، خودي. ١۵. "وجود ۾" هٿي يا رهي، اٿي، اٿيئي، آهي. ١٦. جو. ١٧. هيڪڙائيءَ. ١٨. سبزو، چمن، بستان، ڦلواڙي، سبز زار. ١٩. اي طالب، اي ڳولائو (محبوب جا)، اي سالڪ. ٢٠. توڙ ڪان، ڇيهہ ڪان، هڪڙي ڇيڙي کان ٻي ڇيڙي تائين، مڪمل سمورو. ٢١. حاصل ڪرين، قبضي ۾ آڻين. ٢٢. عميق، گهرو، وڏو، وسيع، بي انت. ٢٣. ڏيهہ، جهان، دنيا، بادشاهت، سلطنت. ٢۴. ڊوڙي ڊڪي. ٢۵. ڇيڙو، انت. ٢٦. ماٺ واري، صبر يا چپ واريءَ. ٢٧. تڪيي، آستان، تڪاڻي. ٢٨. گهڙي وڃ، داخل ٿيءُ. ٢٩. (وير = داناءُ، سياڻو + ناٿ = گرو، مرشد) وڏي ۾ وڏو گرو يا مرشد. ٣٠. جهونن يا پوڙهن وانگر، نهٺو، نماڻو. ٣١. هَلُ. ٣٢. رهائج، ٽڪائج، (برسات وانگر) پلٽائج، ياد ڪج. ٣٣. اندر، دل. ٣۴.اٺئي پهر = هر وقت. ٣۵. موتي جنهن جو ملهہ نہ ڪٿي سگهجي، خدا. ٣٦. دوزخ. ٣٧. آواز، گوڙ گهمسان. ٣٨. ڪنن سان. ٣٩. ٻڌين.

## ١٨

جي ڀانيين جوڳي ٿِيان، تہ هُوندَن[1] جِيئَن[2] مَ هو[3]،
توکي وِيس[4] وڃايو[5]، ويسُ وڃايو تو،
سامِي آهي سو، جَنهِن مَڙُهہ[6] پُوري[7] ماريو[8].

### وائي

ويهُہ مَ ويسَلِي[9]، تُون هَذِ[10] وَتُ[11] م ويسَلِي،
تان[12] کي جاڳي[13] اوڙ[14] اللهَ سين،
مَحَبَتَ جي مَيدانَ جي، سُڄي[15] ڳالِهہ[16] ڳري[17]،
سي پَڻ رُوندا رَتُ وِئا، مِڙئا[18] جي مَري[19]،
سُتي[20] سَجَڻ[21] نَہ مِڙي، آهي اِيءَ ڳري[22]،
پِيُون[23] اِنَ اوسيڙي[24] آڌِيءَ[25] اُٿِين[26]، تُون ڏاڪي[27] ڏري،
آڌِيءَ عَبدُاللطيف چئي، وَرُ[28] ڏي دِل وَري[29]،
وِئي ميراِئي[30] مَنَ مان، سَيَکا ڳالِهہ[31] سَري[32].

---

١. خوديءَ وارن، آپو يا تڪبر ڪندڙن، زندهہ ماڻهن، جيئرن. ٢. وانگر. ٣. ٿيءُ. ۴. (فقيرائي) لباس يا پوشاڪ. ۵. بيڪار ڪئو، خرابَ ڪئو. ٦. جسم، سرير. ٧. بند ڪري. ٨. فنا يا نابود ڪئو. ٩. غافل، سست. ١٠. اصل، بنهہ. ١١. ڪُهَر، هَلَ. ١٢. ڪجهہ ۽ ٿورو. ١٣. اوجاڳو ڪري، ننڊ ڦٽائي. ١۴. ذڪر جو ورد ڪر، دل لڳاءِ. ١۵. ٻڌجي. ١٦. خبر. ١٧. ڀاري، ڏاڍي، سخت، خوفناڪ. ١٨. مليا. واصل ٿيا. ١٩. فنا ٿي. ٢٠. ننڊ ڪندي. ٢١. محبوب. ٢٢. سچي ڳالهہ. ٢٣. پيون زالون يا عورتون. ٢۴. اوسيڙي ۾، اونَ ۾، انتظار ۾. ٢۵. آڌيءَ جو، آڌيءَ رات جي مهل. ٢٦. ننڊ مان جاڳن يعني سجاڳ ٿين. ٢٧. ڏاڪي ڏري = ماڪ ڏرڻ يعني پوڻ جي وقت يا صبوح جي مهل تائين ستي پئي آهي. ٢٨. مڙس يا ڀتار (خدا). ٢٩. موٽي. ٣٠. ميراڻ، مٽي، ڪندگي، غلاظت، گدلائي. ٣١. مطلب، مقصد. ٣٢. حاصل ٿي، ملي، پراپت ٿي.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر رامِڪَلِي

## داستان پنجون

(١)

جوڳِي[1] تِينداسُون، مَا[2] ءَ پَلِينديِن[3] ءَ ڪيِترو،
ڳلائُون[4] ۽ غِيبَتَ، سيئي سَهَنداسُون[5]،
وَنِئو وينداسُون، مُنهُن[6] پَنهِنجو پاڻَ سين.*

(٢)

پُوري[7] پَئِي رَهُه[8]، اُپَتي[9] اُجُهه[10] مَ ڪاپَڙي[11]،
ڳلائُون ۽ غِيبَتَ، سي تان سَهِيو سَهُه،
پُڄ[12] پاڻ[13] کي پَهُه[14]، هِنگِلاج[15] هَلَڻَ[16] جو.

٣

پُوري پَئِي رَهُه، اُپَتي اُجُهه مَ ڪاپَڙي،
اُلا[17] جي عَشقَ[18] جا، سي تُون سَهِيو[19] سَهُه،
پُڄ پاڻَ کي پَهُه، هِنگِلاج هَلَڻَ جو.

---

١. تارڪ الدنيا فقير، ڪاپڙي، سامي، ٢. اي ماءُ، اي امڙ، اي امان، ٣. جهليندينءَ، روڪيندينءَ، ۴. نندائون، غيبتون، ملامتون، ۵. برداشت ڪنداسون، پاڻ تي هموار ڪنداسون، ٦. رخ * لاڳاپا ٽوڙي پنهنجي سر يعني اڪيلا هلئا ويندا سون، ٧. (روحاني راز) بند ڪري يا لڪائي، ٨. پئي رهہ = وينو هج، ٩. کولي يا ظاهر ڪري، ١٠. پتڪ، رل، ڏڪا ٿاٻا کاءُ، ١١. اي ڪاپڙي، ١٢. معلوم ڪر، ١٣. پاڻ کي = پنهنجي پاڻ کان، پنهنجي اندر يا دل کان، ١۴. صلاح، مصلحت، گس، رستو، ۵. هنگلاج ڏي، (بلوچستان ۾ لس ٻيلي جي ويجهو جبلن جي پرسان هنگلاج شهر جتي هندو يا سامي فقير نانيءَ جي زيارت تي پيتا لاءِ ويندا آهن)، ١٦. سفر، وڃڻ، ١٧. شعلا، چڻنگون، چيبون، ٽانڊا، ١٨. محبت، نينهن، ١٩. سهيو سهہ = سهيو وريو ٻي دفعي بہ پيو سهہ، دائمي سهندو رهہ.

### ٤

رَهِئُو[1] ڪَهُـ[2] ويـنـي رامُ[3]، رَهَـنـدا ڪِـينَ رَضَا[4] پِئِي،
لَـڳِـي لَـنءُ[5] لَـطِـيـفُ[ح] چَـئِـي، اچـي نَـ آرامُ[6]،
مَـاتَـا[7] مُـنـهِـنـجـو نَـامُ[8]، ڪُـونـج[9] ڪِـنِ پِـئَـنِ ڪـي. *

### ٥

ڪَـهَـنـدي[10] ڪَـابُـولَ[11] ذي، جـوڳِـيَـنِ[12] جُـڳَ[13] تِـئَـا،
راهَـ[14] سُـونَـائُـون[15] رَبَ[16] جـي، ورچـي[17] تَـان نَـ وِئَـا،
جـيـلاهَـ[18] ذَڻِـيءَ[19] ذُئَـا[20]، تَـيـلاهَـ[21] مُـحَـمَّـدَ[22]م مَـجِـئَـا[23].

### ٦

ڪـوڙيـنِ[24] گـنـگـائُـون[25] پِـيـتِـيـنِ، سَـهـسـيـن[26] ڪَـرِيـن[27] سَـنَـانَ[28]،
رِءَ[29] مُـحَـمَّـدص جَـامَ[30]، ڪَـمِ[31] نَـ ايـنـدءُ ڪِـي پِـئُـو.

### ٧

جـوڳِـيَـنِ[32] جـوڳُ[33] جُـڳَـاءِ، جـوڳُ پَـڻ[34] سُـونـهـيـن جـوڳِـيـنِ،
جـوڳِـيَـان[35] سَـنـديءَ[36] جَـانِ[37] ۾، ڳُـجـهَـ[38] ڳُـجـهـانـدرُ[39] آهـ،
هَـاءِ[40] مُـونـهِـين ڪـي واءِ[41]، جـا آئُـون جـوڳُ نَـ سـڪـي.

---

١. ترسئو، ٽڪئو، ٢. چؤ، جپ، ياد ڪر، سنڀال، ٣. خدا جو (هندڪو) نالو. ۴. رضا پئي = راضي ٿي، خوش ٿي، ۵. محبت، پيار، نينهن، عشق، ٦. سک، فرحت، ٧. اي ماتا، اي امان، اي جيجل، ٨. نالو، ٩. سڏ، چئج * مون کي مثل سمجهي منهنجو نالو ڪنهن ٻيءَ تي رکج، ١٠. هلندي، ويندي، ١١. ڪابل (ڪابل هڪ شهر آهي جو افغانستان جو تخت گاهہ يا گادي آهي ۽ جتي هندن جا پوتر آستان يعني تيرٿ آهن)، ١٢. جوڳين کي، تارڪ الدنيا فقيرن کي، ١٣. صديون، سوين سال، ١۴. رستو، واٽ، ١۵. ڳولي لڌائون، اختيار ڪئائون، سڃاتائون، ١٦. پالڻهار، خدا، ١٧. ڪڪ، بيزار، ٿڪجي، ١٨. جنهن صورت ۾، ١٩. مالڪ، خدا، ٢٠. پسند ڪئا، منتخبُ ڪئا، ٢١. تنهن ڪري، ٢٢. اسلام جي پيغمبر جو نالو، ٢٣. قبول ڪئا، منظور ڪئا، تعظيم سان نوازئا، ٢۴. ڪروڙن جي تعداد ۾، ٢۵. گنگا نديءَ جهڙيون نديون (گنگا ندي جيڪا هندستان ۾ اتر پرديش رياست ۾ واقع آهي ان کي ڪي هندو پوتر ۽ پاڪ ندي سمجهندا آهن)، ٢٦. پوڄين، زيارت ڪرين، ٢٧. سون جي تعداد ۾، ٢٨. (گنگا جي پاڻيءَ سان) غُسل، تڙ، ٢٩. سواءِ، بنان، ٣٠. سردارُ (سنڌ جي سمن بادشاهن کي ڄام جي لقب سان ياد ڪبو آهي)، ٣١. ڪم نہ ايندءُ = حامي يا همراهہ يا مددگار نہ ٿيندو، ٣٢. جوڳين کي، ٣٣. دنيا ۾ رهي خدا کي تلاش ڪرڻ جو عمل، ٣۴. سونهي، زيب ڏي، ٣۵. جوڳين، ٣٦. جيءَ، ٣٧. بدن، سرير، جسم، ٣٨. راز، ٣٩. لڪل، مخفي، ۴٠. افسوس، ۴١. حيف.

## ٨

جوڳَ[1] نَہ جوڳو[2] تُون، ڪَرِين پَچارُون[3] جوڳَ جُون،
هِڪُو[4] پَنڌُ[5] پِرِينَ[6] جو، ٻِـي[7] تُنهِنجي پُون[8]،
سَامِي[9] سِيٽِنِ[10] ڏُونهَن[11]، رُونِدائِي[12] رَتُ وِئَا.

## ٩

تُون يَائِي[13] جوڳِي تِئو، لائِي[14] لَڳَ[15] پَيُوتَ[16]،
تو سَارِڪَا[17] ڪَاپِڙِي پِينَا[18] ۾ لاهُوتَ[19]،
جي پِرتِ[20] پِرِيَان[21] سين پُوتَ[22]، تَنِ وِيسَ[23] وِرائِي[24] چِڏِئَا.

## ١٠

جَا[25] جِيَارِي[26] جوڳِيِين[27]، سَا مَاٿُهِنِ[28] مُصِيبَتَ[29]،
سَامِي[30] سُورُ[31] صِحَتَ[32]، جي[33] پُورِبِئَا[34] پَرُوڙِبِين[35].

## ١١

جيڪي[36] جوڳُ ۾ پَاءِ[37]، نَان[38] تَہ نَاگِنِ[39] سين نَاتِ[40] وانءُ[41]،
سَامِي[42] سي ۾ لَجَاءِ[43]، مُندا[44] جي مَڪَٽَا[45].

---

١. جوڳ جو، دل جي خواهشن کي روڪ جي عمل جو، دنيا ۾ رهي خدا کي تلاش ڪرڻ جي عمل جو. ٢. لائق، شايان. ٣. ڳالهيون. ۴. هڪڙو. ۵. سفر يا منزل (ڏور). ٦. محبوبن. ٧. ڏورانهون، پري. ٨. جاءِ، ماڳُ، مڪان. ٩. تارڪ الدنيا فقير، جوڳي، ڪاپڙي. ١٠. سڄڻن، محبوبن. ١١. ڏانهن. ١٢. روندائي رت = اکين مان رت ڳڙيل ڳوڙها يا لڙڪ وهائيندا. ١٣. اي يائي، اي ياءِ، اي ادا. ١۴. مکي، لڳائي. ١۵. لڳ کي. بت يا جسم. کي. ١٦. خاڪ. مٽي. ڦلهيار. چار. ١٧. جيڏا. جهڙا. ١٨. گهڙي وڻا. ١٩. عالم ذات الاهي. جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿيندو آهي. صوفي طريقي جي چوٿين منزل. ٢٠. پرت ۾. محبت ۾. ٢١. پرين. محبوبن. ٢٢. پوتل. پويل يا جڙيل (موتين وانگر هڪ ڌاڳي ۾) ڳنديل. مليل. ٢٣. لباس. پوشاڪون. ٢۴. لاهي. ٢۵. جيڪا ڳالهہ. ٢٦. جيئرو يا زندهہ ڪري يا رکي. ٢٧. جوڳين کي. ٢٨. عام ماڻهن لاءِ. ٢٩. آپدا. آفت. تڪليف. شامت. ٣٠. اي سامي. ٣١. ڏک. درد. تڪليف. مصيبت. ٣٢. چڱڀلائي. سگهائي. ٣٣. جيڪڏهين. ٣۴. اي پوربيا. اي پورب يعني ايرندي ڏي ويندڙ (هندستان جي اترپرديش رياست جي ڪانپور شهر کان بهار تائين واري علائقي کي پورب چوندا آهن جنهن ۾ هندن جي تيرٿن جون جايون آهن جهڙوڪ بنارس. گيا. ڪاشي. دُئارڪا وغيره). ٣۵. سمجهين. ٣٦. يا. ٣٧. اختيار ڪر. ٣٨. نان تہ = ٻيءَ صورت ۾. ٣٩. انهن فقيرن جيڪي لانگوٽيءَ کان سواءِ بت تي ڪپڙو نہ پائين ۽ سڄي عمر شادي نہ ڪن. ۴٠. ناٿ ڏانهن. جوڳين جي مرشد ڏانهن. ۴١. وڃُ. ۴٢. اي سامي. ۴٣. شرمندا ڪر. ۴۴. عاج يا ڪاٺ جا والا يا ڇلا جيڪي جوڳي ڪنن ۾ وجهندا آهن. ۴۵. سهڻا.

## ١٢

جيڪي[١] جوڳي[٢] ٿيءُ، نانءَ[٣] تہ وانءُ[۴] نِرجا[٥] نِڪري[٦]،
ڪوهہ[٧] تو ڪَنَ ڪَپائيين[٨]، جان[٩] نہ سَهَندين[١٠] سيءُ[١١]،
پِڄُ[١٢] پَرانهُون[١٣] ٿيءُ، مَتان[١۴] پِئا لَجائيين[١٥].

## ١٣

جوڳي[١٦] تُنهِنجي جوڳَ[١٧] ۾، ڳالهہ[١٨] گهُرجي[١٩] ڳُڄ[٢٠]،
سَڳا[٢١] سيلهيون سنگيون[٢٢]، اي پڻ وَڌو ڪَڄُ[٢٣]،
وَڏي[٢۴] چِيري چِڙي[٢٥]، پَر[٢٦] ۾ اُپو[٢٧] پَڄ[٢٨]،
سوئي بارِجِ[٢٩] مَڄُ[٣٠]، جيئَن بَهر باڪ[٣١] نَہ نِڪري.

## ١۴

جوڳي ٿين نہ يارَ[٣٢]، ڪَنهن سين قُربن[٣٣] ري[٣۴]،
انئي[٣٥] پَهَرَ اُن کي، نانيءَ[٣٦] ڏُونهن[٣٧] نِهارَ[٣٨]،
مُون[٣٩] مُلاقاتَ[۴٠] اُن سين، جَن[۴١] پُورَبَ[۴٢] جي پَچارَ[۴٣]،
لائي وِئا لَطيفُ[۴۴] چَئي، اندرَ مَنجهہ اپارَ،
سامين ساڻُ[۴٥] سَتارَ[۴٦]، لاهُوتان[۴٧] لالُ ٿئان.

١. يا. ٢. تارڪ الدنيا فقير، سامي. ٣. نان تہ = ٻيءَ صورت ۾. ۴. وڃ. ٥. اي نرجا اي هنيلا، اي بي لڄا، اي نٺر يا نڏڪ. ٦. (جوڳين جو ٽولو) ڇڏي. ٧. ڇو، ڇاڪاڻ. ٨. چيرائيين، وڍائيين. ٩. جيئن تہ، جنهن صورت ۾. ١٠. برداشت ڪندين، جهلي سگهندين. ١١. ٿڌ يعني تڪليف. ١٢. ڊوڙ، تڪو هل. ١٣. پري، ڏور. ١۴. مڇڻ. ١٥. شرمندا ڪريين. ١٦. اي جوڳي. ١٧. دل جي خواهشن کي روڪڻ جي عمل، دنيا ۾ رهي خدا کي تلاش ڪرڻ جي عمل. ١٨. ڪم، حاجت، محنت. ١٩. کپي. ٢٠. گهٽي. ٢١. فقيرن جي ٽوپيءَ يا مٿي کي ويڙهڻ لاءِ نهيل نوڙيون يا رسيون، سيلهيون. ٢٢. ڍڳن جي سڱن مان نهيل توتاريون، ناد، نفير. ٢٣. اجايو يا غير ضروري (سامان)، نڪمو يا بيڪار سامان. ٢۴. (پنهنجي جسم کي)، کپي، چيري. ٢٥. ذرا ذرا ڪري، ڪٽو يا قيمون ڪري. ٢٦. اندر، ڳجهہ ڳوهہ. ٢٧. ٻيئو. ٢٨. جَلُ، سَڙُ، ڪامُ. فنا يا نابود ٿيءُ. ٢٩. جلائج، دکائج. تيار ڪج. ٣٠. باهہ. ٣١. اُٻ، بخار، دونهون. ٣٢. دوست. ٣٣. تمام گهاٽن ۽ پيارن ساٿين. ٣۴. کان سواءِ. ٣٥. انئي پهر = هر وقت، هر دم. ٣٦. لس ٻيلي جي ويجهو هنگلاج شهر جي پرسان جبلن ۾ نانيءَ نالي پرهيزگار عورت جي قبر، چون ٿا تہ نانيءَ کي حضرت علي ءَ جي دعا ٿيل آهي. ٣٧. ڏانهن. ٣٨. نظر. ٣٩. منهنجي. ۴٠. ڏيٺ ويٺ، واقفيت. ۴١. جن کي. ۴٢. ايرندي (هندستان جي اترپرديش رياست ۾ ڪانپور شهر کان بهار تائين علائقي کي پورب چوندا آهن جنهن ۾ هندن جي تيرٿن جون جايون جهڙو گيا، ڪاشي، بنارس، دئارڪا وغيره آهن). ۴٣. تات، يادگيري. ۴۴. گهڻو يا بي حد (عشق). ۴٥. اي ستار، اي پردو رکندڙ (خدا). ۴٦. لاهوت (عالم ذات الاهيءَ) مان. ۴٧. (رچي) ڳاڙهو، فيضياب.

## ١٥

جنهن ڪارڻ جوڳي ٿيا، جان جان سو نه پسن،
تان تان سناسين، ورهه وهامي راتڙي.

## ١٦

ڇڏ جاڳوتا جوڳيين، ڏونهيون ڪيم ڏکاءِ،
واذڪر ربڪ في نفسڪ،* اندر آڳ جلاءِ،
جن ڪي سڄڻ جي ساڃاءِ، تن ڪي ڪينان منو ڪينڪي.

## ١٧

لنگهه لاهوتان ڪاپڙي، ڏونهيون ڪيم ڏکاءِ،
اوري ڪر م آسرو، پري پير م پاءِ•،
جنهن جي جاءِ نه ماءِ، واڻ تنهين سين واڳئو.

## ١٨

نسوريائي نانهه جي، دل ۾ ڏونهين پاءِ،
آئي آڳ ادب سين، باري جان جلاءِ،
جا آديسي عشق سين، سا لاهوتي لاءِ،

---

١. جنهن جي. ٢. واسطي. ٣. تارڪ الدنيا فقير، سناسي، سامي، ڪاپڙي، ويراڳي، آديسي. ۴. جان جان، جيستائين. ۵. ڏسن. ٦. تيستائين. ٧. سناسين کي. ٨. ورهه ۾، (جدائي يا وڇوڙي جي)، غم يا ڏک ۾. ٩. گذري، لنگهي. ١٠. ترڪ ڪر، ڦٽا ڪر. ١١. نوڙيون جيڪي جوڳي فقير مٿي کي ويڙهيندا آهن، سيلها. ١٢. جوڳين وارا. ١٣. (هلڪيون يا جيهڙيون باهيون)،. ١۴. نه. ١۵. جلاءِ، ٻار* ۽ پنهنجي پالڻهار کي پنهنجي دل ۾ ياد ڪر (قرآن جي سورت اعراف جي آيت ٢٠۵). ١٦. اندر ۾، دل ۾. ١٧. باهه. ١٨. محبوب، پرين. ١٩. سڃاڻپ، معرفت، ڄاڻ، ادب. ٢٠. ڪين ڪان، نيستيءَ يا عدم ڪان. ٢١. وڻندڙ، پيارو. ٢٢. ڪجهه به نه. ٢٣. هليو وڃ. ٢۴. لاهوت (عالم ذات الاهي جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿيندو آهي ۽ جيڪا صوفي طريقي جي چوٿين منزل آهي) مان. ٢۵. (لاهوت کان) اوريان يا ويجهو. ٢٦. (رهڻ جي) تمنا يا خواهش • ائين ڪرڻ کان پري يعني ڏور پير م پاءِ يعني نه وڃ يا نه نتاءِ. ٢٧ ماڳ، مڪان، جاءِ، تڪيو (جنهن جي جاءِ نه ماءِ = جهن دنيا کي ترڪ ڪيو آهي). ٢٨. وڃ. ٢٩. گڏيو، شامل ٿئو. ٣٠. خالص، نج. ٣١. نيستيءَ، عدم. ٣٢. من، قلب. ٣٣. ٻار، پيدا ڪر، وجهه. ٣۴. احترام، عزت. ٣۵. جسم، سرير. ٣٦. ساڙ.

جِنڊا[1] تِيئَن جَاڱاءِ[2]، جِيئَن سَا آتَشِ[3] آبُ[4] ٿِئي.

## ١٩

جِنڊا[5] هو[6] مَ جوڳَ[7] رِي[8]، پَائي[9] جوڳُ مَ جِنيءُ[10]،
هَارِئَا[11] هُنِ[12] ڪَنَنِ سِين، سُڻُ[13] سَنيهو[14] ايءُ،
وِجَائي[15] وِجُودَ[16] ڪي، پَاڻَان[17] پَاسي[18] ٿِيءُ،
هَڏِهِين[19] ڪُونهي هِنيءُ[20]، اسَارو[21] "آئُون[22]" چُئِين.

## ٢٠

جِنڊا هو مَ جوڳَ رِءَ[23]، جِنڊا جوڳُ مَ پَاءِ،
ڪُوڙي[24] ڪِچ مَ ڪَڏهِين، سَچي[25] ڪَا مَ[26] سَلاءِ[27]،
پَهچَڻُ[28] پَارِينداءِ، مَتَان رامُ[29] رُسَائِيين[30].

## ٢١

ڪَنَ ڪورائي[31] ڪَاپَڙي[32]، جِنڊا ٿِيءَ جُوانُ[33]،
ڪَاهِه[34] تَہ لَنگهيئِي ڪَانُ[35]، نَانگَنِ[36] هَتَان[37] نِينهَن[38] جو.

## ٢٢

ڪَنَ ڪورائي ڪَاپَڙي، جِنڊا ٿِيءُ مَ جوءِ[39]،

---

١. جند کي، جان کي، جسم يا سرير کي، ٢. (عشق جي باهہ ڏيئي) سجاڳ ڪر، ٣. باهہ، آڳ، ۴. پاڻي، ۵. اي جند، اي جاني، اي پيارا، ٦. هُج، ٿيءُ، ٧. دنيا ۾ رهي خدا کي تلاش ڪرڻ جي عمل، نفساني خواهشن کي روڪڻ جي عمل، زهد، ٨. کان سواءِ، ٩. اختيار ڪري، ١٠. جٺروي، زندهہ، ١١. اي هارئا، اي هار ڪاڏل، اي نقصان ۾ پيل، اي نادان، اي مورک، ١٢. اندر يعني دل جي ڪنن ڏي اشارو، ١٣. ٻُڌ، ١۴. پيغام، نياپو، ١۵. فنا يا نابود ڪري، ١٦. هستيءَ، زندگيءَ، ١٧. پاڻ کان، خوديءَ کان، ١٨. پري، جُدا، ١٩. بنهہ، اصل، صفا، ٢٠. هيءُ وجود يا حياتي، ٢١. (تون) غافلَ، ٢٢. آپي يا خوديءَ جي اظهار جو لفظ، ٢٣. کان سواءِ، ٢۴. بي بنياد، ڪوڙي، غلط (ڳالهہ)، ٢۵. صحيح، حقي، کري (ڳالهہ)، ٢٦. نہ، ٢٧. ظاهر ڪر، ٻڌاءِ، سڻاءِ، ٢٨. پهچڻ پارينداءِ = توکان وير يا بدلو وٺندا، ٢٩. خدا جو (هندڪو) نالو، ٣٠. ناراض ڪرين، ٣١. ڪپائي، چيرائي، ٽوپائي، سوراخ ڪرائي، ٣٢. اي ڪاپڙي فقير، اي جوڳي، ٣٣. هوشيار، خبردار، دلير، ٣۴. اڳتي وڌ يا هل، ٣۵. تير، ٻاڻ، ٣٦. انهن فقيرن جيڪي لانگوٽيءَ کان سواءِ بت تي ڪپڙو نہ ڍڪين ۽ سڄي عمر شادي نہ ڪن، ٣٧. کان، ٣٨. عشق، ٣٩. عورت، ڪمزور.

جيڪي [١]پُڇين پُڇ سو، [٢]گُونگا [٣]نين نہ [٤]گوءِ،
[٥]سِرَ [٦]سِپاهِيَن [٧]وِڪِئا، سو [٨]ڪِ نہ [٩]سامِي [١٠]سوءِ،
[١١]وانءُ [١٢]لاهُوتِي [١٣]لوءِ، [١٤]عِجزُ [١٥]ڪِي [١٦]آڌو ڪَري.

## ٢٣

ڪَنَ [١٧]ڪورائِيِن [١٨]ڪاپَڙِي، اِي [١٩]زَنانُو [٢٠]جوڳُ،
[٢١]سامِي [٢٢]سُجاڻُ پِئو، [٢٣]ايڪُ [٢٤]ڏِهِي پِئو [٢٥]ڏوڳُ،
جَنهِن [٢٦]وَڻُ [٢٧]پِانيو [٢٨]ڦوڳُ، [٢٩]رامُ تَنهِين کي [٣٠]ريبِئو.

## ٢٤*

[٣١]هِيّ ڪَنَ [٣٢]ڳاڌُهان وِڪِي، ڪَنَ کي پِئا [٣٣]ڳِنهِجِ،
تَني سين [٣٤]سُٽِيجِ، [٣٥]پِرِيان [٣٦]سَندِي ڳالهڙِي.

## ٢٥

هي جي ڪَنَ [٣٧]ڪَپارَ جا، [٣٨]سُڌو سي نہ [٣٩]سُٽِين،
[٤٠]اندَرِ جي آهِينِ، سُڻُ [٤١]سَنيهو تَنِ سين.

## ٢٦

[٤٢]سامِي ڪَنڌُ [٤٣]ڪَپاءِ، [٤٤]ڪَنَ ڪَپائڻُ [٤٥]خيرُ ڪِين،

١. سوال ڪرين، معلوم ڪرين. ٢. نہ ڳالهائيندڙ، نہ پڇندڙ. ٣. ڪٿي. ۴. بازي، راند، شرط، مقابلو (نين نہ ڪوءِ = سوڀ يا فتح نہ حاصل ڪن). ۵. مٿا، جانيون، زندگيون. ٦. جوانن، مجاهدن، مردن، دليرن. ٧. سهسايا، قربان ڪئا. ٨. ڇا. ٩. اي سامي، اي تارڪ الدنيا فقير، اي ڪاپڙي. ١٠. تو سُئو، تو ٻڌو. ١١. وڃ. ١٢. اي لاهوتي، اي لاهوت (عالم ذات الاهي، جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿيندو آهي ۽ جيڪا صوفي طريقي جي چوٿين منزل آهي) جا ڄاڻو يا معرفت رکندڙ. ١٣. لوءِ ڏي، (پرينِ يا محبوبن جي) ڳوٺ يا ديس ڏي. ١۴. نهٺائي، نئڙتَ، نياز. ١۵. ڪجهہ. ١٦. اڳيان، سامهون. ١٧. ڪپائين، چيرائين، ٽوپائين. ١٨. اي ڪاپڙي. ١٩. زالن جو، عورتن جو، ڪمزورن جو. ٢٠. مناسبت، رسم، رواج، طور، طريقو. ٢١. اي سامي. ٢٢. پروڙڻ، پرکڻ، سمجهڻ. ٢٣. هڪ يا هڪڙو. ٢۴. (پنهنجي) ديهي، جسم، بت. ٢۵. (بدن جو) گوشت يا ماس. ٢٦. وڻ يا درخت (جي ڄانو) يعني دنيوي آسائش يا آرام. ٢٧. سمجهيو. ٢٨. بيڪار يا نڪمو (مواد). ٢٩. خدا جو (هندڪو) نالو. ٣٠. راضي خوش ڪيو *هيءُ بيت شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو تضمين طور ڪم آندو ويو آهي. ٣١. ظاهري ڪنن ڏانهن اشارو آهي. ٣٢. ڳُڌهن جي ڪنن جهڙا. ٣٣. ونج. ٣۴. ٻڌج. ٣۵. پرين، محبوبن. ٣٦. جي. ٣٧. مٿي. ٣٨. صحيح، چڱيءَ طرح. ٣٩. ٻڌن. ۴٠. اندر ۾، دل ۾. ۴١. پيغام، نياپو. ۴٢. اي سامي. ۴٣. مٿو، سِرُ، گردن. ۴۴. وڍاءِ (ڪندُ ڪپاءِ = پاڻ کي فنا ڪر). ۴۵. خير ئي خير، ڪابہ تڪليف نہ، آساني.

يَهدِي اللهُ لِنُورِهِ مَن يَشَآءُ،* اِيءَ اِنهِين لَئِـ[١] آهِ،
صُحبَتَ[٢] تُنهِنجِي سَيَدُ چَئي، سَامِيَن[٣] وَت سَمَاءِ،[٤]
هِيءَ تَنِي جِي جَاءِ، جَن بَئِي جَڳَ[٥] چَڏِئَا.[٦]

## ٢٧

جوڳِي جَڳُ چَڏِي، پُرِئَا[٧] پُورَبِ[٨] پَندَ ڏي،[٩]
لاهُوتِي[١٠] لَطِيفُ چئي، هَلِئَا[١١] لالَ لَڏِي،[١٢]
وَاللهُ يَدعُوا اِلَيٰ دارِالسَلامِ● صَاحِبُ[١٣] سَيَن[١٤] سَڏِي،[١٥]
هَي[١٦] هَي هِن هَڏِي،[١٧] هَمَهَ[١٨] کي حَيرانُ[١٩] كِئَو.

## وائي

ميري[٢٠] ميري كَري تيري،[٢١] بَابُو[٢٢] سَارا[٢٣] جَنَبُ[٢٤] گَيَا،[٢٥]
گورَکُ[٢٦] گُودَڙِيَن[٢٧] وَتَ، آسَڻَ[٢٨] تي آيو،
آديسي[٢٩] عَالَمَ[٣٠] كَان، رَنَڙائي[٣١] رَهو.

* الله جنهن کي گهرندو آهي تنهنکي پنهنجي نور سان (سنئين رستي جي) هدايت ڪندو آهي (قرآن شريف جي سورت نور جي ٣٥ آيت).
١. واسطي. ٢. ميل ميلاپ، ملاقات، ياري، دوستي، رهاڻ، ڪچهري. ٣. تارڪ الدنيا فقيرن جوڳين. ۴. سيباءِ، موزون ٿئي. ٥. جهان، دنيائون. ٦. ڦٽا ڪئا، ترڪ ڪئا. ٧. روانا ٿئا. ٨. پورب جي يعني ايرندي جي (هندستان جي اتر پرديش ۾ ڪانپور کان بهار تائين علائقي کي پورب چوندا آهن جنهن ۾ هندن جا پوتر آستان جهڙوڪ گيا، ڪاشي، بنارس، دئارڪا وغيره.٩. سفر، مسافري. ١٠. لاهوت (عالم الاهي. جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿيندو آهي) جا جاٺو. ١١. ڳاڙها يعني سهڻا. ١٢. سامان سڙو ڪٺي● ۽ الله سلامتيءَ واري گهر ڏي سڏيندو آهي (قرآن شريف جي سورت يونس جي ٢٥ آيت). ١٣. مالڪ. ڌڻي. ١۴. سين کي. ١٥. ڪوٺي، پڪاري. ١٦. هَي هَي = افسوس. ١٧. دنيا، مال ملڪيت. ١٨. سڀڪنهن. ١٩. پريشان. ٢٠. منهنجي. ٢١. تنهنجي. ٢٢. اي بابو، اي سامي يا رمتا فقير. ١٣. سڄو. ٢۴. عمر، حياتي، جنم. ٢٥. وئو (گذري). ٢٦. گورک ناٿ، هندن جو وڏو گرو يعني مرشد. ٢٧. گودڙي پوشن، ڪفني پهريندڙن، جوڳي فقيرن. ٢٨. مڙهيءَ، آستان، تڪيي. ٢٩. اي آديسي، اي گروءَ جي حڪم ۾ رهندڙ ۽ فرمانبردار فقيرو. ٣٠. جهان، دنيا. ٣١. ڪاوڙيل، لاتعلق.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر رامڪَلِي

## داستان ڇهون

### ١

مُونا[١] طُورُ[٢] سِينَاءَ[٣]، سَندا[۴] سَناسِيَن[٥]،*
سَجِدَهہ[٦] گَاهَہ[٧] سَامِيِن[٨]، گوڏا گودڙِين[٩]،
فَكَانَ قَابَ قَوسَين او ادنيٰ،• تَا نَانگا[١٠] ايئَن[١١] نَوَن[١٢]،
اللهُ وَلِيُّ الَّذِينَ امَنُوا يُخرِجُهُم مِنَ الظُّلُمَاتِ اِلَي النُورِ،● اهَڙيءَ پَر[١٣] پُرَن[١۴]،
وَ خَرَ مُوسيٰ صَعِقًا° جوڳِي جُنگ[١٥] جَلَن[١٦]،
كُلُّ مَن عَلَيهَا فَان وَيَبقيٰ،+ بَاقي كِينَ بَچَن،
مَازَاغَ البَصَرُ وَمَا طَغيٰ،• اهَڙي رَوش[١٧] رَوَن[١٨]،
مُشَاهِدو[١٩] مَحبُوبَ[٢٠] جو، اُتي آديسِيَن[٢١]،
بِي يُبصِرُ بِي يَسمَعُ#، بِي[٢٢] وِصَال[٢٣] وِهَن[٢۴]،
بِي يَمشِي بِي يَنطِقُ،.°. تَا ايهِيءَ چَال چَلَن[٢٥]،
سَيدُ چَئي سَندِيَن[٢٦]، تُون كَلَ[٢٧] پُڇِين تُو كِهڙي.

١. گوڏا. ٢. جبل. پهاڙ. ٣. جبل جو نالو (سيناءَ هڪ مقدس پهاڙ آهي جو عربستان جي اتر اولهہ ۾ واقع آهي جن تي يهودن جي پيغمبر حضرت موسيٰ الله سان ڳالهايو يا ڪلام ڪيو هو). ۴. جا. ٥. تارڪ الدنيا فقيرن. سامين. جوڳين *سناسين جا گوڏا طور سينا جي مثل آهن. ٦. سجدي (خدا جي اڳيان نماز ۾ متي جهڪائڻ جي حالت) جي. ٧. جاءِ. هنڌ. ٨ سامين جي. ٩. گودڙين جا. گودڙي پوشن يعني ڪفني پائيندڙن جا • پوءِ ٻن ڪمانن جي وٿي هٽي يا (ان کان بہ نزديڪ حضرت جبرئيل. اسلام جي پيغمبر محمد ﷺ مصطفيٰ صلعم جن ڪي) تمام ويجهو هو (قرآن شريف جي سورت نجم جي آيت ٩). ١٠. فقير جيڪي بدن تي لانگوٽيءَ کان سواءِ ڪپڙو نہ پهرن ۽ سڄي عمر شادي نہ ڪن. ١١. ان نموني. ١٢. نمن. جُهڪن (محبوب يا مرشد کي ويجهو ٿي) ● الله مومن جو سنڀاليندڙ (ولي) آهي ڪين اونداهي کان سوجهري ڏي ڪيندو آهي (قرآن شريف جي سورت بقر جي ٢٥٦ آيت). ١٣. ريت. ١۴. هلن °۽ حضرت موسيٰ عہ بيهوش ٿي ڪري پيو (قرآن جي سورت اعراف جي ۴٣ آيت). ١٥. بهادر. پهلوان. وڏا. ١٦.سڙن. پچن +جيڪو بہ زمين تي آهي اهو سڀ فنا ٿيندو ۽ باقي بچندي (اي پيغمبر صلعم تنهنجي رب جي ذات) (قرآن جي سورت رحمان جون آيتون ٢٦ ۽ ٢٦) •ٌ (پيغمبر صلعم جي) اک نہ ٿڙي ۽ نڪي حد کان لنگهي يعني نافرماني ڪيائين (قرآن جي سورت نجم جي ٧ آيت). ١٧. چال. پر. ريت. ١٨. هلن. ١٩. ديدار. ٢٠. سڄڻ. پرينءَ. پياري. ٢١. آديسين ڪي. گروءَ جي حڪم ۾ رهندڙن ۽ فرمانبردارن فقيرن ڪي # مون ذريعي ڏسي ٿو ۽ مون ذريعي ٻڌي ٿو. ٢٢. مون سان. ٢٣. وصال ۾. گڏ. ٢۴. رهن. ترسن. .°. مون ذريعي هلي ٿو ۽ ڳالهائي ٿو. ٢٥. هلن. ٢٦. انهن جي. ٢٧. خبر. سڌ.

## ٢

مُونَا[1] طُورُ[2] سِينَاءَ[3]، سَندا[4] سَنَاشِيَن[5]،
طَالِبُ المَوليٰ مُذَکِرُ،* ايءُ کَلامُ[6] کِئَائُون[7] کَن،
سُکَن[8] کي سَپِين[9] پَرِين[10]، بُجهي[11] ڏنَائُون بَن[12]،
الِفُ[13] آديسِيَن، چِوري[14] رکَئو چِتَ[15][16] ۾.

## ٣

مُونَا طُورُ سِينَاءَ، سَندا سَنَاسِيَن،
پُورَبِ[17] کَنيو نَہ پَاڻَ سين، بُعَدُ[18] بيراڳِين،
رِدا[19] آهي رازَ[20] جي، اوچَڻُ آديسِيَن،
قُربُ کَاپڙِيَن، نَنهَن[21] چوٽيءَ سين ڍَکِئو[22].

## ٤

مُونَا جَن[23] مِحرَابُ[24]، جُسو[25] جَامِعُ[26] تَن جو،
قِبلُنَما[27] قَلبُ[28] کَري، تَن[29] کي کِئَائُون طَوافُ[30]،
تَحقِيقَ[31] جِي تَکبِيرِ[32] چَئي، جِسمَا[33] ٿِئَا جَوابُ[34]،
تَن[35] کهَڙو[36] ڏوهُ[37] ثَوابُ، جَن[38] هينئَڙي[39] هَادي[40] حَل[41] ٿِئو.

١. گوڏا. ٢. جبل، پهاڙ. ٣. جبل جو نالو (سينا هڪ مقدس پهاڙ آهي جيڪو عربستان جي اولهہ ۾ واقع آهي جنهن تي يهودين جي پيغمبر حضرت موسيٰ ع خدا سان ڳالهايو يا ڪلام ڪيو هو). ٤. جا. ٥. تارڪ الدنيا فقيرن، بيراڳين، ڪاپڙين سناسين جا گوڏا طور سينا جي مثل آهن. *خدا جو ڳولائو مرد آهي (حديث شريف). ٦. ڳالهہ گفتو، سخن، قول. ٧. ڪئائون ڪن= ڪن سان چڱيءَ طرح ٻڌائون. ٨. آسائشن. ٩. سپين، سمورين. ١٠. پرين سان، طرحن سان، نمونن سان. ١١. سٺي سمجهي، غور فڪر ڪري. ١٢. ٻن ۾، ڪڏ ۾ (ڏنائون ٻن= ترڪ ڪئائون). ١٣. الف بي جو پهريون حرف "ا" جنهن مان مراد "الله" آهي. ١٤. گروءَ جي حڪم ۾ رهندڙ ۽ فرمانبردار فقيرن. ١٥. سيري، سوري. ياد ڪري. ڪٺي. ١٦. دل، من. ١٧. پورب يعني ايرندي ڏانهن ويندي (هندستان جي رياست اترپرديش ۾ ڪانپور کان بهار تائين علائقي کي پورب چوندا آهن جن ۾ هندن جا پوتر آستان يعني تيرٿ آهن جهڙوڪ گيا. دئارڪا. ڪاشي. بنارس وغيره). ١٨. فارسي اکر "بود" جي بگڙيل صورت جنهن جي معنيٰ آهي هستي يا خودي. ١٩. چادر. اوڇڻ يعني بدن کي ويڙهڻ لاءِ ڪپڙو. ڍڪ. ٢٠. (خدا جي) پيار. قرب. ٢١. ننهن چوٽيءَ سين = پيرن جي ننهن کان وٺي مٿي تائين يعني مڪمل يا سمورو. ٢٢. ڇپايو. لڪايو. مخفي رکئو. ٢٣. جن جا. ٢٤. مسجد ۾ قبلي يعني ڪعبة الله جي طرف واريءَ ڀت ۾ نهيل ڪمان جي مثل جاءِ جنهن ۾ پيش امام بيهي نماز پڙهاهيندو آهي. ٢٥. بدن. ٢٦. وڏي مسجد. مرڪزي مسجد. ٢٧. قبلو ڏيکاريندڙ اوزار. قبلي جي مثال. ٢٨. دل. ٢٩. بدن. ٣٠. چوڌاري ڦيرو (جهڙيءَ طرح ڪعبة الله کي ڪبو آهي). ٣١. حقيقت. حق. ٣٢. "الله اڪبر" جو فقرو. ٣٣. جسم. کان. بدن کان. ٣٤. بي خبر. ٣٥. تن کي. ٣٦. گناهہ. ٣٧. چڱائيءَ جو ڪم. ٣٨. جن جي. ٣٩. هينئڙي ۾. دل ۾. ٤٠. هدايت ڪندڙ. رهبر. ٤١. حل ٿئو = ملي هڪ ٿي ويو.

### ٥

جَامِعُ[1] سَبُ[2] جِهَانُ[3]، مُنهُن[4] مِحرابُ پِرِينءَ جو،
قَرهيءَ[5] تَان فُرقَانَ[6] جي، كَاتِئَائُون[7] قُرانُ[8]،
اُذامِي[9] اُت وِئو، عَقِلُ[10] عِرفَانُ[11]،
سَيُوئِي[12] سُبحَانُ[13]، كِيڏانهَن[14] كَري نِيَتيَان[15].

### ٦

كيڏانهَن كَري نِيتيَان، مَزِيئِي مَسِيت[16]،
هَلئو وَجين حجَ[17] تي، راوَلَ[18] ايءَ نَه رِيت[19]،
پَكِي[20] كَڻُ پِرِيت[21]، تَه كُلَ[22] ۾ كَعبو[23] تِئي.

### ٧

پَايو[24] مُنهُن مُونَن[25] ۾، وِڃَائي وِهسَن[26]،
جوڳِي[27] جَاتُون[28] كَن، جُه[29] آيا اُلُوهِيَتَ[30] ۾.

### ٨

آيَا اُلُوهِيَتَ ۾، لاهُوتُ[31] لَنگهئو[32] جَن،
مَنجَهان تَن[33] جُسَن[34]، حَرفُ[35] نَه سُجي[36] هيكِڙو.

---

١. مركزي يا وڏي (مسجد). ٢. سڄو. ٣. جڳ، دنيا، پرٿوي. ۴. (پرينءَ يعني محبوب جو) مک، صورت، پيشاني. ٥. پٽيءَ يا تختيءَ (لوح قلم جي). ٦. حق ۽ باطل جي پرک يا امتياز يا ثابتيءَ. ٧. ليک پائي رد ڪٿائون، ميساريائون، ڊاٿائون. ٨. مسلمانن جو پاڪ ڪتاب جيڪو حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ تي خدا جي طرفان نازل ٿيو. ٩. غائب يا گم ٿي. ١٠. هوش، سمجهه، دانائي. ١١. علم، ڄاڻ، وِڄا. ١٢. سڀ ڪجهه، سمورو، هر طرف ڏي. ١٣. پاڪ، قدوس، خدا جو صفاتي نالو. ١۴. ڪهڙي طرف. ١٥. (نماز ۾ منهن ڪرڻ جو) ارادو ڪريان. ١٦. مسجد، نماز پڙهڻ جي جاءِ. ١٧. ذوالحج مهيني جي نائين تاريخ تي مڪي پاڪ جي شهر ۾ ڪعبة الله شريف جي چوڌاري ست دفعا ڦيرا ڏيڻ ۽ عرفات جي ميدان ۾ سڄ لهڻ تائين رهڻ ڪي حج چوندا آهن. ١٨. اي راول، اي شهزادا، اي حاڪم. ١٩. (سنُو) دستور، پر، هلي چلي. ٢٠. بختي، سچي، ڪري. ٢١. محبت، پيار. ٢٢. هر شيءِ، هر جاءِ. ٢٣. ڪعبة الله، بيت الله، خدا جو گهر. ٢۴. وجهيو، نايو، نمايو. ٢٥. گوڏن. ٢٦. خوش ٿين. ٢٧. تارڪ الدنيا فقير. ٢٨. زيارتون، ياترائون. ٢٩. جيڪڏهن، جيئن ٿي. ٣٠. ذات الاهي، خدائيت. ٣١. عالم ذات الاهي جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿيندو آهي جيڪا صوفي طريقي جي چوٿين منزل آهي. ٣٢. پار ڪئو، ماٿئو. ٣٣. تن جي. ٣۴. سرير، بدنن. ٣٥. اکر. ٣٦. پڌجي.

٩

راهَ[1] شَرِيعَتَ[2] هَلِئَا، تَفَڪُرُ[3] طَرِيقَ[4] تِئُون[5]،
حَال[6] حَقِيقَتَ[7] رَسِئَا[8]، مَعرِفَتَ[9] مَاڳُون[10]،
نَاسُوتُ[11] مَلَڪُوتُ[12] جَبَرُوتُ[13]، اِيءُ اِنعَام[14] تِئُون[15]،
پَسُ لاهُوتُ[16] لَنگهِئُون[17]، مَتِي[18] هَاهُوتَ[19] هَلِئَا.

١٠

نِڱِئَا[20] نَاسُوتَان[21]، مَٿِئَائُون[22] مَلَڪُوتَ ڏي،
جَوڳِي[23] جَبَرُوتَان[24]، وَڃَائي[25] واٽَ[26] تِئَا.

١١

پُوري[27] مَڙَهَه[28] مَهِيسَ[29]، ڪِنهِن تِيرَٿِ[30] وِئَا تَڪِڙا،
جوڳِي جُنبِي[31] هَلِئَا، ڪَنهِن ڏُوراهِين[32] ڏيسِ[33]،
اِن اِڳهِين[34] تي ڪِئَا، پَهَ[35] مَٿي پَرَديسَ[36]،
اُنهِين جي آديسِ[37]، سَارِيَان[38] گهَٽُو سَيِدُ چَئي.

١٢

آديسِي[39] آديسُ، هِتَان ڪَري هَلِئَا،

١. راهه تي، رستي يا واٽ تي. ٢. شريعت جي، اسلامي قاعدن ۽ قانونن جي (صوفي طريقي جي پهرين منزل جي). ٣. خدائي فڪر ۾ غرق رهڻ. ٤. واٽ، ڍنگ، طرز، عادت. ٥. انهن جو ٿئو يا آهي. ٦. حال ڪي، حالت يا ڪيفيت ڪي. ٧. حقيقت جي، حق يا صداقت جي (صوفي طريقي جي ٻيءَ منزل جي). ٨. پهتا. ٩. ڄاڻ يا سڃاڻپ (خدا جي)، صوفي طريقي جي ٽين منزل. ١٠. انهن جو ماڳ يا جاءِ يا منزل آهي. ١١. جسمن جي دنيا يعني هن دنيا (جي بادشاهت). ١٢. ملائڪن يا فرشتن جي دنيا (جي بادشاهت). ١٣. حضرت جبرئيل جي رهڻ جو هنڌ. ١٤. بخشش، ڏان، عطيو. ١٥. انهن کي ٿئو يا مليو. ١٦. عالم ذات الاهي جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿيندو آهي ۽ جيڪو صوفي طريقي جي چوٿين منزل آهي. ١٧. انهن لنگهئو يا اڪرئو يا ماٿئو. ١٨. ڏانهن. ١٩. لاهوت کان مٿي سلوڪ جي پنجين منزل، الوهيت، خُدائيت. ٢٠. نڪتا. ٢١. ناسوت کان. ٢٢. روانا ٿئا. ٢٣. تارڪ الدنيا فقير. ٢٤. جبروت جي جاءِ کان يا مان. ٢٥. سڱيون يعني ڏڪن جي سڱن مان نهيل توتاريون يا ناد وڄائي. ٢٦. واٽ ٿئا = هلئا وئا. ٢٧. بند ڪري. ٢٨. مڙهيون، تڪاڻا، تڪيا. ٢٩. مهيسر (هندڪو نالو خدا جو) جا پوڄاري، جوڳي فقيرن جو هڪ قسم. ٣٠. تيرٿ ڏانهن، پوتر آستان ڏانهن. ٣١. جوش ۾ اچي. ٣٢. پراهين، ڏوراٽي. ٣٣. ڏيس ڏانهن، ديس يا ملڪ ڏانهن. ٣٤. اڳيئي، شروع ۾ ئي. ٣٥. گس، رستا، خيالَ، پورَ. ٣٦. پرائي ديس ڏانهن يا جا. ٣٧. آديسَ ڪي، (جوڳين جو گروءَ ڪي) سلام يا نمسڪار ڪي. ٣٨. ياد ڪريان، سڪان، واجهايان. ٣٩. گروءَ جي حڪم ۾ رهندڙ فرمانبردار فقير.

ڪاپڙين قلب ۾، ڪئو ڏوراڻو[1] ڏيس[2]،
وراڳي نئون ويسُ، راولَ[3] ڏڪي[4] رمئا[5].

١٣

وراڳي واري[6]، الله آڻ وطن تي،
ڏُکَ لاهيندا ڏيلُ[7] مان، تُهن[8] جيئن تاري[9]،
ايندام[10] اوتاري[11]، ڪيئن[12] جون ڏيندم[13] خبرون.

١۴

وراڳي واڳي[14]، ڏين ڏهاڙي[15] ڏيل کي،
راولَ رنني[16] مولهين[17]، سامي سُهاڳي[18]،
لنءُ[19] جنهين لاڳي[20]، سو جوڳي پسان تہ جيان[21].

١۵

آديسين[22] ادبُ[23]، آهي اکڙين ۾،
تن جو حسبُ نسبُ[24] ناهہ ڪي، نہ ابائي[25] نہ ابُ[26]،
ساميءَ ڪي سپين[27] پربين، روحَ ۾ رهئو ربُ،
رءَ[28] لانگوٽيءَ[29] لبُ[30]، پاڇي[31] ڪن نہ پاڻ ڪي[32].

---

١. پراهون، ڏوراهون، ٢. ديس، ملڪ، ٣. شهزادا يا حاڪم (جوڳي)، ۴. پائي، پرهي، ۵. هلئا، روانا ٿئا، ٦. موٽائي، ٧. بدن، جسم، ٨. ان جي داڻن جي مٿان چڙهيل ڇلرن يا کلن، توتڙن، ٩. ٿهاري، ڇنڊي، ڇڙي، صاف ڪري، ١٠. مون وٽ ايندا، ١١. اوتاري ۾، مڙهيءَ ۾، گهر ۾، ١٢. خوشيءَ، خير عافيت، چڱيلائيءَ، ١٣. مونکي ڏيندا، ١۴. سنهيءَ ڪاٺيءَ جو ٽڪر جيڪو ڍڳيءَ يا ٻڪريءَ جي ڦر کي ماءُ جي کير پيئڻ کان روڪڻ لاءِ وات ۾ ٻڌبو آهي، روڪ، جهل، بندش، قيد، ١۵. هر روز، ١٦. ڳاڙهن يعني سهڻن سُٺن، ١٧. مولهين سان، پٽڪن يا ڪلنگين سان، ١٨. سهاڳ وارا، جن سان گرو راضي هجي، سرخرو، ١٩. محبت، ٢٠. لڳائي، ٢١. جيئرو يا زندهہ رهان، ڪامياب يا سرخرو ٿيان، ٢٢. آديسين کي، انهن فقيرن کي جيڪي گروءَ جي حڪم ۾ رهندڙ ۽ فرمانبردار آهن، ٢٣. لحاظ، پرهيز، حياءُ، شرم، حجاب، ٢۴. حسب نسب = ذات پات، ڪڙم، قبيلو، ڪُلُ، پيڙهي، بڻ بنياد، اصل نسل، ٢۵. آبا ڏاڏا، مٽ مائٽ، ماءُ پيءُ، ٢٦. ابو، بابو، پيءُ، ٢٧. سپين پربين = هر حالت ۾، ٢٨. کان سواءِ، ٢٩. بدن جي هيٺين حصي کي ڍڪڻ لاءِ ڪپڙي جو ٽڪر، گوڏ، ٣٠. توشو، مال اسباب، ٣١. بچت، ٣٢. لاءِ.

## ١٦

لانگوٽي[1] لاهي[2]، وانءُ[3] ويراڳين[4] سامُهون[5]،
بَدُ سُورن[6] جو سَندرو[7]، منجهان سِڪَ[8] ساهي[9]،
اُنهين[10] وَتِ آهي، اوڇڻُ[11] ڳالهه[12] اَگهاڙَ[13] جي.

## ١٧

لُنگُ[14] ڪَڍيائُون[15] لانگَ[16]، مُوتِي[17] ڪَنِ نَہ مَسَحو[18]،
اسلامان[19] اڳي هُئي سا، پُڌائُون[20] بانگَ[21]،
سامي ڇَڏي[22] سانگَ[23]، ڳَڏيا[24] ڳورڪ[25] ناٿَ ڪي.

## ١٨

لُنگُ ڪَڍيائُون لانگَ، مُوتِي ڪَنِ نَہ مَسَحو،
اورِبندي[26] الِفَ[27] سين، سُکَ[28] ڇَڏيائُون سانگَ،
لاهُوتِي[29] لطيف چئي، آڏيءَ ڏينِ اُڇانگَ[30]،
پُڌائُون سا بانگَ، ڪَندا ڪوهُہ[31] نِماز[32] ڪي.

## ١٩

پَربنديئي[33] پَنڌ[34] ٿئا، گنجو[35] ڇَڏي ڳامُ[36]،

١. بدن جي هيٺئين حصي کي ڍڪڻ لاءِ ڪپڙي جو ٽڪر، ڪوڏ. ٢. لائي، ﭘﺪي، ٣. وڄ. ۴. ويراڳين جي، تارڪ الدنيا فقيرن جي، سامين جي۵. روبرو اڳيان. ٦ ڏکن، پيڙائن تڪليفن. ٧. چيلهہ کي ٻڌڻ جو ڪپڙو، ڪمر پٽو. ٨. پيار، محبت. ٩. چڪي، زور ڏيئي. ١٠. ويراڳين ڏانهن اشارو. ١١. (سمهڻ مهل مٿان وجهڻ جو) ڪپڙو، لتو، ڍڪ، پوشاڪ. ١٢. ذڪر، پچار، گفتگو. ١٣. بنان ڪپڙن يا پوشاڪ جي هجڻ واري حالت، عرياني، برهنگيءَ. ١۴. لانگوٽي، ڪوڏ، چوٽو. ١۵. ﭘﺪائون. ١٦. لانگ کي، ٻن ٽنگن جي سٿرن جي وچ واري بدن جي حصي کي. ١٧. وري، بعد ۾. ١٨. ٽورو، پيشاب، طهارت، استنجا. ١٩. اسلام کان، الله تعاليٰ جو حضرت محمد صلعم جي معرفت انسان ذات ڏانهن موڪليل مڪمل دين کان. ٢٠. سڻائون. ٢١. نماز لاءِ سڏ، آواز، (هدايت واري ٻانگ). ٢٢. ترڪ ڪري، ٢٣. سانگا، آسرا، لڳ لاڳاپا، تعلق. ٢۴. مليا. ٢۵. جوڳين جي وڏي مرشد. ٢٦. ذڪر جو ورد ڪندي. ٢٧. الف بي جو پهريون اکر "ا" جنهن مان مراد "الله" آهي. ٢٨. سک جا، آسائش جا. ٢٩. لاهوت (عالم ذات الاهي جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿيندو آهي) جا ڄاڻو يا معرفت رکندڙ. ٣٠. ٽپا، ڇلانگ (اُڇانگ ڏين = آسڪا ٽپن، ننڊ مان اٿن). ٣١. ڇا. ٣٢. اسلام جي ڄاڻايل طريقي سان خدا جي عبادت ڪرڻ. ٣٣. اول کان ئي، شروع کان ئي. ٣۴. پنڌ پئا = سفر شروع ڪئائون، سفر تي اسهيا. ٣۵. گنجو ٽڪر جيڪو حيدرآباد جي ڀرسان ڏکڻ طرف واقع آهي. ٣٦. ڳوٺ، آبادي.

تَنِ وِبِهِي ڪِئو نَ وِڄَ[1] ۾، آديسِيَنِ[2] آرامُ[3]،
گُرُوءَ[4] سَنْدي[5] گَسَ[6] ۾، ڪِئائُون تَنَ[7] تَمامُ[8]،
رَهَ[9] ۾ گَڏِيُنِ[10] رامُ[11]، [12]پَنڌان چِتا[13] ڪاپَڙِي.

٢٠

سَدا[14] سَناسِيَنِ[15] جُون، اِڪِيُون[16] آلو[17] ماهُہ[18]،
وارِي[19] نيڻَ[20] نِنڊان، جانِڪِي[21] جِهلِئا[22] جوڳِيِن.

٢١

آيَلِ[23] آديسِيَنِ جُون، اڌَ لَڳِيُون[24] آهِين،
وِهُو وِهائِين[25]، ڪا قَضانِي[26] راتِڙِي.

٢٢

اِجَا سي آهِين، سَزاوارَ[27] سَڳِينَ[28] جا،
وِٽَنا وَجائِين، جي[29] سَناسِي[30] سُٽِين[31].

٢٣

رامَ[32] ڪَلِي دُکِئا[33] ڪَهِي[34]، سُکِئا[35] ڪَهِي نَ ڪو،
ڪو مِتِيءَ[36] ڪو مائِتِيءَ[37]، ڪو روچِيءَ[38] ڪَي[39] روءِ[40]،

---

١. منزل تي پهچڻ کان اڳ، ٢. گروءَ جي حڪم ۾ رهندڙ فرمانبردار فقيرن. ٣. سک، فرحت. ٤. مرشد. ٥. جي. ٦. رستي، واٽ. ٧. جسم، بدن، سرير. ٨. فنا، نابود. ٩. رستي. ١٠. مليا. ١١. خدا جو (هندڪو) نالو. ١٢. پنڌ کان، سفر ڪرڻ کان. ١٣. بڇي ٿيا. آجا ٿيا، رُڪجي ويا. ١٤. هميشہ. ١٥. تارڪ الدنيا فقيرن، جوڳين. ١٦. نيڻ. ١٧. تر، تازو، سَجَرَ. ١٨. گوشت (آلو ماهہ = گوشت مثل ڳاڙهيون خون آلوده ڳوڙهن ۽ اوجاڳي ڪري). ١٩. ورائي. ٢٠. ننڊ کان. ٢١. سنڀالي، خبرداري ڪري. ٢٢. روڪيا. ٢٣. اي آيل، اي امڙ. ٢٤. اڌ پوريل (اکيون)، نيم خواب. ٢٥. گذارين، گهارين. ٢٦. اتفاق سان، ورلي. ٢٧. لائق. ٢٨. ڏڱن جي سڱن مان ٺهيل توتارين يا نادن. ٢٩. جيڪڏهين. ٣٠. اي سناسي. ٣١. ٻڌين. ٣٢. رام (خدا جو هندڪو نالو) جي راڳڻي يا ذڪر. ٣٣. دکي، ڏکايل، دردمند، سورن وارو. ٣٤. ڄڻي. ٣٥. سکي، سکيو، آرام ۾ زندگي گذاريندڙ. ٣٦. ڪو ماڻهو، ڪير. ٣٧. عزازت، قرابت، رشتيداريءَ، ياريءَ، دوستيءَ. ٣٨. رزق، روٽيءَ، مانيءَ. ٣٩. لاءِ. ٤٠. روڄ رودن ڪري، جاکوڙ يا ڪشالا ڪري.

رامِڪَلِي[1] سو ڪَهي[2]، جَنهِن جي ڀاڱَ[3] وِچِ[4] ٻَڙا[5] ڏُکُ[6] هوءِ.[7]

## وائي

تَنِ ڳُڻَن[8] گُهرَ[9] وِڃائِي[10]، هو مائِي[11] جوڳِيُن[12] مُون سين جي ڪِئا،
ڪَري مَرِجِ[13] ڪاپڙِي[14]، گُرَ[15] وَٽِ تُون گدائِي[16]،
اِشارَتُون[17] اُنِ جُون، وانءُ[18] ڪَپِي[19] تُون ڪائِي[20]،
نِندَ[21] تَنهِن کي نانهِه[22] تِي، جا آديسِين[23] اُنائِي[24]،
رِيجهائِي[25] رَمُوزَ[26] سين، ڪاهوڙين[27] اُٿون ڪانئِي[28]،
هيڪائِي[29] هيڪ ٿِئا[30]، ٻُجَهن[31] تان نه ٻِئائِي[32]،
اِنَ اللهَ وِترُ يُحِبُ الوِترَ،* اُنهِين[33] لَيءِ[34] آئِي[35]،
آهي اِنهيءَ ڳالِهه[36] جي، راوَلَ[37] ايءَ رُباعِي[38]،
اکيُن آرسُ[39] ڇَڏِئو، دِلِ ۾ ناهِه دَغائِي[40].

١. رام (خدا جو هندي نالو) جو ذڪر يا راڳڻي، ٢. چئي، ٣. نصيب، قسمت، ۴. ۾، ۵. وڏو، ٦. تڪليف، عذاب، سورُ، ٧. هجي، ٨. ٿورن، ٻلاين، احسانن، مهربانين، ٩. ننڊ جو گهيرٽ يا خمارُ، ننڊ، ١٠. ڦٽائي، ختم ڪئي، ١١. اي مائي، اي امان، اي جيجل، ١٢. تارڪ الدنيا فقيرن، ڪاپڙين، ١٣. ساهه يا دم ڏج، ١۴. اي ڪاپڙي، ١۵. (جوڳين جي) مرشد يا رهبر، ١٦. فقيري، گداگري، خيرات يا ڀکيا ڀنڻ جو ڏنڌو، ١٧. ڳجها اشارا، ارشاد، ١٨. وَڃ، ١٩. خلاص ٿي يعني مري يا فنا ٿي، ٢٠. هضم ڪري يعني اشارتن تي چڱيءَ طرح عمل ڪري، ٢١. سمهڻ، آرام، ٢٢. هيچ، ڪين، حرام، ٢٣. گروءَ يا مرشد جي حڪم ۾ رهندڙ فرمانبردار فقيرن، ٢۴. جاڳائي (ننڊ مان)، ٢۵. ڏتاري، تاترائي، پرپائي خوش يا راضي ڪري، ٢٦. رمزن، اشارن، ڳجهن رازن، ٢٧.ڏوٿين يعني جهنگلي وٿن يا گاهن مان پيدا ٿيندڙ ڦلن يا اَنَ جي ڳولائن، ٢٨. جلائي، ساڙي، ٢٩. هيڪائيءَ سان، هيڪڙائيءَ يا وحدانيت سان، ٣٠. هيڪ ٿئا = رل مل ٿئا، ملي يا سمائجي وئا، ٣١. سمجهڻ، چاٽڻ، ٣٢. دوئي، پاڻ ڪي، خدا ڪان جدا سمجهڻ واري حالت *بي شڪ الله ڇڙو يعني هڪ آهي هيڪڙائيءَ کي پسند ڪري ٿو (حديث)، ٣٣. انهن جوڳين، ٣۴. واسطي، ٣۵. بيان ٿي، ٣٦. حقيقت، ٣٧. اي راول، اي حاڪم، اي سڄڻ، ٣٨. ڇئن مصرعن وارو شعر ۾ هتي معنيٰ ٿيندي ڳالهه، ڳجهارت، ٣٩. سُستي، ڪهر، ۴٠. دغا، ڪوٽ، ڪپٽ.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر رامِڪَلِي

## داستان ستون

### ١

گُذَرِ گَئِي[1]، گُذِرانُ[2]، ڪِين[3] قَبُولِ[4] ڪاپَڙِي[5]؛
عَلِيءَ[6] جو مَيدانُ[7]، سَڪَرَ[8] سَناسِين ڪي.

### ٢

عَلِيءَ جي مَيدان ۾، وِينا ڏُونڻ[9] ڏُٽِي[10]،
تَرڪُ[11] ڪِئائُون تَڪِيا[12]، پَرِيُون[13] پَنڌُ[14] سُٽِي[15]،
ڪَندِي ڪُوهُه[16] دُٽِي[17]، طَعنا[18] ڏِيئِي تَن ڪي.

### ٣

جو ڪُهَنڌِ سُهَنڌِ[19] سامهُون[20]، پِرتِ[21] تَنهن سين پارِ[22]،
نينهُن جَنهِنجو نِبَهي، تَنهِن سان تُون مَ تَنوارِ[23]،
هَڏِ[24] مَ واتَ[25] وِسارِ[26]، تِئِيءُ نِرالِيءَ[27] نِبِري[28].

---

١. گذر گئي= گذري يا پوري ٿي وئي (حياتي)، ٢. (حياتيءَ يا زندگيءَ کي برقرار رکرائڻ هلائڻ لاءِ) مال اسباب، توشو، توڻ، ٻيٽ قوت، اَذوقو، اجڪو، ٣. نَہ. ٤. منظور ڪج، پسند ڪج، (ونڻ لاءِ) راضي ٿج، ٥. اي ڪاپڙي، اي تارڪ الدنيا فقير، سناسي، ٦. اسلام جي پيغمبر حضرت محمد صلعم جن جي سوٽ ۽ نائيءَ جو نالو، ٧. آکاڙو، (فقر ۽ فاقي سان) زندگي گذارڻ جو طريقو يا پيروي، (مسڪينيءَ يا رياضت واري) زندگي، ٨. وڻندڙ، پسنديءَ جهڙو، ڀلو، ٩. مرضي، راءِ، رضا خوشي، ١٠. انتخاب ڪري، اختيار ڪري، ١١ . ڦٽا، تياڳ، ١٢. آستان، مڙهيون، ١٣. ڏوراهون، پري جو، آخرت جو، ١٤. سفر، هلڻ، ١٥. ٻَڌي، ١٦. ڇا، ١٧. دنيا يعني دنيا يا جهان (جا ماڻهو)، ١٨. مهڻا، ١٩. ڪهنڌ سهنڌ = خراب هنڌ تي سٺي هنڌ تي يعني هر هنڌ تي يا هر جاءِ تي، ٢٠. موجود، ٢١. پريت، پيار، محبت، نينهن، ٢٢. نباهہ، توڙ تائين هلاءِ، ٢٣. ڳالهاءِ (ڳهٽ وڏ)، جهيڙو ڪر، ٢٤. اصل، بنهہ، ٢٥. ڳس يا رستي جي (سلوڪ جي)، ٢٦. دل تان لاهہ، ڀلجي وڃ، ٢٧. نراليءَ (وات) جي، انوکيءَ يا عجب جهڙيءَ (وات) جي، ٢٨. نبري ۾، نجهري ۾، وسنديءَ ۾، وسنئن ۾.

### ۴

مَرَڻُ[١] مُسَلِمُ[٢] جَنِ[٣]، واحِدُ[۴] تَنِ[۵] نَہ وِسِري[٦]،
مَتِي[٧] سَگَرَ[٨] ڪاپَڙي[٩]، نانگا[١٠] نِنڊَ[١١] نَہ ڪَنِ،
نِيڻَ[١٢] سَندائِي[١٣] تَنِ، اوجاگي[١۴] اُجارِئا[١۵].

### ۵

ڏورِ[١٦] مَ رِيَ[١٧] ڏِيِي[١٨]، ڏورَڻُ گَهَٽُو ڏاڪَڙو[١٩]،
تَان[٢٠] تَان هوئِجِ حُجِري[٢١]، جَان[٢٢] جَارُ[٢٣] جِيِي[٢۴]،
جَڏهِين پاسِي[٢۵] پَاڻُ[٢٦] تِيِي، تَڏهِين چِڏِج[٢٧] تَڪِيو[٢٨].

### ٦

ڏورَڻُ[٣٠] گَهَٽُو ڏاڪَڙو، ڏورِ مَ ڏِيِيَان[٢٩] ڏارَ،
ڪوڙِين لَکَ هَزارَ،* اِنَ اُونداهِيءَ[٣١] اَنڌا[٣٢] ڪِئا.

### ٧

جو تو ڏِيو پانيو[٣٣]، سو سُورِجَ[٣۴] سُهائِي[٣۵]،
راتِ وِهامِي[٣٦] ڏِينهُن تِئو، تَہ پَڻ اَنڌَن اُونداهِي،
جَن ڏِنو ڏَهائِي[٣٧]، تَن تَڪِيا تاڪِي[٣٨] چَڏِئا.

---

١. موت، ٢. تسليم ڪيل، مڃيل، قبول ڪيل، منظور، ٣. جن کي، ۴. هڪ (خدا)، ۵. تن کي، ٦. دل تان لهي، پلجي، ٧. تي، ٨. (سلوڪ جي) رستي يا واٽ، ٩. تارڪ الدنيا فقير، ١٠. جيڪي بدن تي لانگوٽيءَ يعني گوڏ کان سواءِ ٻيو ڪپڙو نہ پائين ۽ شادي نہ ڪن، ١١. سمهڻ جو عمل، آرام، ١٢. اکيون، ١٣. جون، ١۴. ننڊ نہ ڪرڻ جي حالت، جاڳ، ١۵. روشن ڪئا، ١٦. ڳولج، تلاش ڪج، ١٧. ڪان سواءِ، ١٨. ٺڪر جي وٽي يا جمني جنهن ۾ تيل ۽ ڪپهہ جي وَٽِ وجهي ٻارجي،چراغ، روشني (مرشد يا رهبر)، ١٩. ڏکيو، تڪليف ڏيندڙ، ڪٺن، مشڪل، ٢٠. تيستائين، ٢١. حجري ۾، ڪوٺيءَ ۾، مڙهيءَ ۾، ٢٢. جيستائين، ٢٣. يارُ، دوست، ٢۴. جيئرو يا زندهہ آهي، ٢۵. ڀري، جُدا، ٢٦. خود (يارُ)، ٢٧. ڦٽو ڪج، ترڪ ڪج، ٢٨. آستان، مڙهي، آڌار، ڏڍُ، آسرو (ڏيئي جو آڌارُ)، ٢٩. ڏيئي ڪان، ٣٠. سواءِ، * ڪروڙن لکن هزارن جي تعداد ۾، ٣١. تاريڪيءَ، ڏيئي جي غير موجودگيءَ، ٣٢. نابين يا ڪورَ (جيڪي ڏسي نہ سگهن)، ٣٣. سمجهيُو، ٣۴. سورج جي، سج جي، ٣۵ روشني، تجلو، ٣٦. گذري، ٣٧. ڏيهہ يا وطن جو رهاڪو، سڄڻ، يارُ، ٣٨. بند ڪري.

٨

سَامِيءَ[1] ۽ سُلُوڪَ[2] کي، هَٺَان[3] هَڏِ[4] مَرِ چَڏِ[5]،
لَڏِيندَنِ[6] سين لَڏِ[7]، تَہ رَهين تُون راجَ[8] ڪَري.

٩

وِهَندَنِ[9] کي وِٿِ[10] ڪَ تِئي، هُوندَنِ[11] ڪونهي هَنڌُ[12]،
مَن لَہُ المَوليٰ فَلَہُ الڪُلُ،* اِيءُ پَرُوڙِجِ[13] پَنڌُ[14].

١٠

عَاشِقَ شَهرَ[15] فَقِيرَ، دَرِ[16] دَرِ هَٽَنِ سَين[17]،
مَن عَرَفَ اللهَ ڪَلَ لِسَانُہ،● اهَڙائي اَمِين[18]،
جِتي پَسَنِ[19] ڪِينَ[20]، تِتي ڪَرِينِ[21] تَڪيو[22].

١١

پِنِيءَ[23] پَڙِڪَ[24] ڪَنِ، بَاهِيُون[25] بيراڳِينَ جُونِ،
هَلُو تَہ سيڪِيُون[26] هَٿَڙا، مَٿي[27] تَنِ مَچَنِ،
مُلان[28] سَناسِينِ، نيِنهَن[29] جَڙَ[30] لَڳي جَانِ[31] کي.

---

١. ساميءَ کي، تارڪ الدنيا فقير کي، بيراڳِيءَ يا سناسيءَ کي، ٢. فقيريءَ جي رستي يا طريقت، روحاني واٽ، ٣. هٺ مان، اختيار يا وس مان، ۴. اصل، بنهہ، ۵. ترڪ يا ڦٽو ڪر، ٦. (دنيا کي) ڇڏي ويندڙن، تارڪن، تياڳ ڪندڙن، ٧. ڪوچ ڪر، هليو وڃ، ٨. راڄ ڪري = بادشاهي ڪري، حڪم هلائي، سکيو يا آسودو ٿي، ٩. ويندڙن، پنڌ ڪندڙن، هلندڙن، ١٠. خلاصو ميدان، ڪشادگي، ١١. هوندن کي، رهندڙن يا وِهندڙن کي، ١٢. جاءِ، ماڳ * جنهن کي مولا يعني خدا آهي ان کي سڀ ڪجهہ آهي (حديث)، ١٣. سڃاڻج، پرکج، ١۴. رستو، گس، ١۵. شهر فقير = پينو، گداگر، ١٦. در در = گهر گهر، هر هڪ گهر تي، ١٧. (خيرات يا بکيا وٺڻ لاءِ) سوال، صدا، ● جنهن الله کي سڃاتو تنهن جي زبان ڪُند يعني گونگي ٿي وئي (حديث)، ١٨. امانت وارا، الله ڪان مليل ڏات جا رکوالا، ١٩. ڏسن، ٢٠. نيستي، عدم، ٢١. ڪَن، ٢٢. منزل، بينڪ، ٢٣. پنيءَ جي وقت، پوئين رات يا پرهہ ڦٽيءَ جو يا فجر جي مهل، ٢۴. پڙڪا، پيڙ، چمڪاٽ، ٢۵. مچ، ٢٦. گرم يا ڪوسا ڪريون، تَپون، ٢٧. تي، ٢٨. ڪان، ٢٩. نينهن جي، عشق جي، ٣٠. ميخ، ڪِلي، ٣١. جسم، جند، سرير، دل.

## ۱۲

سَنگِيُون[1] سَيلِهِيُون[2] گَبرِيُون[3]، تِيئِي تُولَ[4] تَگُو[5]،
پَٽُ[6] هَٽِي پَٽَ[7] سين، پِيرِي[8] تَن پَگُو[9]،
لاشَڪُ[10] جَنِ[11] لَگُو[12]، سي مَزِهِنئَان[13] مُورِ[14] نه نِگِئا[15].

## ۱۳

سَگا[16] سَيلِهِيُون سِنگِيُون، اِيءَ پَڻ گهورِي[17] گَٽ[18]،
بَابُو[19] عَادَتَ بُچِزي[20]، جِيئَن هَلِئُو وَڃِين هَٽ[21]،
تِيرَتَ[22] تُوئِي وَٽِ، تُو پُڇِين گَسَ[23] گَنگا[24] جا.

## ۴

ڪوءِ گودَڙَ[25] ٻَنِ گَبرِن، نيئي[26] ڪِدائُون[27] ڪَانءِ[28]،
جيڏاهِين جوڳُ[29] وِئو، نيڻَ[30] تيڏاهِين پَاءِ[31]،
پُورا[32] اِيهِين پَانءِ، تہ سِگي[33] شَامَتَ[34] هَٽَ جِي[35].

## ۱۵

ڪَڻُ[36] گودَڙُ ٻَڌُ[37] گَبرِي، ڪَانءِ مَ ڪِدائُون،
جِندا[38] وَڃِي جوڳَ سين، لَهِجِ ڪي لائُون[39]،

۱. ڍڳن جي سڱن مان نهيل توتاريون، ناد، نفير. ۲. فقيرن جي متي ۾ پيل ٽوپيءَ کي ويڙهيل رسيون ۽ نوڙيون. ۳. پيدل سفر ۾ سيڌي سامان جي وجهڻ لاءِ بغل يا ڪڇ ۾ ڪٽي هلڻ واريون ٿيلهيون يا ڳوٿريون. گبريون يا جهوليون جن ۾ جوڳي پن ۾ مليل خيرات يا بکيا وجهندا آهن. گودڙيون يا رليون. ۴. شيون. ۵. وسيلو. واسطو. لاڳاپو. ذريعو. ۶. ڪستو. ڪچڪول. زنبيل. ۷. زمين. ڌرتيءَ. ۸. ڦيرائي. ورائي. گهمائي. ۹. ٽوڙيو. ٽکر يا ٻور ڪئو. ۱۰. يقين. ۱۱. جن کي. ۱۲. ٿئو. ۱۳. مڙهين مان. تڪين يا تڪائن مان. ۱۴. اصل. بنهہ. ۱۵. نڪتا. ۱۶. فقيرن کي متن ۾ ويڙهيل رسيون يا نوڙيون. سينگار لاءِ ٻانهن ۾ ٻڌل سُٽَ جا زيورَ. ڳانا. ۱۷. ڪوءِ. ٻنِ. ڪڏ ۾ پئي. ۱۸. عادت. خَصلت. چال. هير. ۱۹. اي بابو. اي رمتا يا سيلاني فقير. ۲۰. خراب. ۲۱. هٽ تي. دڪان يا ڪوٺيءَ تي (وڃين هٽ = محبوب کي اندر ۾ ڳولڻ جي بجاءِ هٽ تي تلاش ڪرين ٿو). ۲۲. پوتر آستان. پاڪ جايون. ۲۳. رستا. واٽون. ۲۴. گنگا نديءَ (جتي هندن جا پوتر آستان آهن). ۲۵. وڏيون رليون يا گودڙيون. ۲۶. ڪٿي وڃي. ۲۷. جمنيون. پياليون. ڪستا. ڪرمنڊل. ٺڙائيءَ نموني بستري جون چادرون. ۲۸. ساڙ. جلاءِ. ۲۹. جوڳين يعني تارڪ الدنيا فقيرن جو ٽولو. ۳۰. اکيون. ۳۱. ڪڻ. ۳۲. اي پورا. اي موڳا. اي بي عقل. ۳۳. سمجهہ. ۳۴. مصيبت. آفت. آپدا. سزا. ۳۵. هٽ تي وڃڻ جي. ۳۶. پاڻ سان کڻي هل. ۳۷. بغل يا ڪڇ ۾ ڪڻ. ۳۸. اي جند. اي جان. اي جاني. ۳۹. شاديءَ وقت گهوٽ ڪنوار جا متا نمائي پاڻ ۾ ٽڪرائڻ واري رسم (لهج ڪي لائون = ملج).

ايئن ڪوهه[1] اُنائون[2]، تہ سنگيُون[3] شامت[4] هٿ[5] جي.

### ١٦

ٻاهر[6] رلا رليون[7]، اندر[8] پٽولا[9]،
انهين[10] پر[11] ڪاپڙي[12]، گڏهه[13] جا گهورا[14].

### ١٧

اندر رلا رليون، ٻاهر پٽولا،
انهيءَ پر ڪاپڙي، صاحب[15] جا گهورا.

### ١٨

نا اُميدي[16] آجڪو[17]، اوچڻ[18] آديسين[19]،
سدا[20] سُک[21] وسن[22]، طالب[23] تقدير[24] تي.

### ١٩

نا اُميدي آجڪو، اوچڻ آديسين،
ڪڏهين تازيءَ[25] پُٺ تي، ڪڏهين هيٺ[26] هلن[27]،
سامِيڙا[28] سمند[29] ۾، تُنبي[30] جيئن ترن[31]،
جي[32] واڳو[33] وات[34] وجن، ڪُسن[35] ڪُڇن[36] ڪينڪي.

---

١. جو. ٢. جيائون. ٣. ڍڳن جي سڱن مان ٺهيل توتاريون، نادَ، نفير. ۴. مصيبت، آفت، آپدا، سزا. ۵. هٿ يعني دڪان (وجڻ جي سبب ۽ محبوب کي اندر ۾ نہ ڳولڻ جي سبب). ٦. ٻاهر يعني بدن تي. ٧. اڳڙين ٽڪرين يعني بدن تي استعمال ٿيل پراڻن ڪپڙن جي ٽڪرين مان ٺهيل وڏيون رليون يا ڌڙڪيون يا گودڙيون (رلا رليون = معمولي اسباب، معرفت ۽ روحانيت جي عدم موجودگي). ٨. اندر ۾، دل ۾. ٩. ريشمي پوشاڪون (روحانيت ۽ معرفت جو پرچار). ١٠. اهڙيءَ. ١١. ريت. ١٢. جوڳي فقير، سامي. ١٣. گهوڙي جي قسم مان هڪ بار ڍوئيندڙ مشهور جانور جي ماديءَ، مادهہ خر. ١۴. ڳولائو، طالبَ. ١۵. مالڪ. ڌڻيءَ، خدا. ١٦. مايوسي، نراسائي. ١٧. توشو، آذوقو، سمر. ڌڪَ، پناهہ. ١٨. ڍڪَ، اوڍڻو، سمهڻ مهل مٿان وجهڻ لاءِ ڪپڙو. ١٩. آديسين جو، گروءَ جي حڪم ۾ رهندڙ فرمانبردار فقيرن جو. ٢٠. سدائين، هميشہ. ٢١. سک ۾، آرامَ ۾، آنند ۾، خوشيءَ ۾. ٢٢. رهن، گهارين، گذارين. ٢٣. (خدا جي) طلب رکندڙ، ڳولا يا تلاش ڪندڙ، سالڪ. ٢۴. قسمت. ٢۵. تازيءَ جي (تازي گهوڙي جو هڪ قسم آهي)، عربيءَ گهوڙي جي. ٢٦. زمين تي پير پيادا. ٢٧. پنڌ ڪن. ٢٨. سامي. ٢٩. ساگر، سائر (دنيا يا جهان جي). ٣٠. ڪدوءَ جي ول مان حاصل ٿيندڙ ڦڪل گول ڦلَ (جيڪو سڪڻ بعد پاڻيءَ ۾ ترڻ جي ڪم ايندو آهي). ٣١. عضون جي مدد سان پاڻيءَ جي مٿاڇري تي چرن ڦرن. ٣٢. جيڪڏهين. ٣٣. واڳوءَ جي (واڳو ڳوهہ جي شڪل جهڙو هڪ پاڻيءَ ۾ رهندڙ جانور آهي). ٣۴. وات ۾ (واڳوءَ وات ۾ = مصيبت ۾). ٣۵. قتل ٿين، مارجي وڃن. ٣٦. شڪايت ڪن.

## ۲۰

عَدَمُ[1] اوتارونِ[2]، نا اُميدي[3] نجُهرو[4]،
لَنگهي[5] خَوفَ[6] اُميدَ[7] کان، پَري[8] پيرُ[9] ٿئونِ[10]،
رَضا[11] راڄُ[12] سَندونِ[13]، ٻئو مُوران[14] مَڳَنِ[15] کينکي.

## ۲۱

نا اُميديءَ جي نِجُهري[16]، پيهي[17] پُڄُ[18] اَللهُ،
چِٽو[19] رَبي[20] راهه[21]، پَرَ مُرادُنِ[22] مَخفي[23] ڪِئو.

## ۲۲

ڪهڙي پُڇين[24] ڪالهه[25]، ڪَرَ[26]، نه ڪا[27] اَڄُ[28] صُباحَ[29]،
وَنءُ[30] تَنهين سين واڳِئو[31]، جيڪي پَسين مَنجهه[32] پَساهه[33]،
رَمُ[34] رَباني راهه[35]، مَٿي[36] حالَ[37] هُوشِيارُ[38] ٿِي.

## ۲۳

ڪَرِ هِئنَرَ[39] هَلَڻَ[40] جي، وينو پُڇين پَرُ[41]،
اَڄُ آديسي[42] مَرُ[43]، صُباحَ[44] مَرَندو سَڀِڪو.

---

۱. نيستي، نابودي، ۲. انهن جو اوتارو، انهن جو آستان يا تڪيو، ۳. مايوسي، نراسائي، ۴. جهوپو، پنگو، آستان، گهر، ۵. اُڪري، پار پئي، ۶. ڊپ، ۷. آس، آسري، آرزوءَ، تمنا، ۸. ڏور، ڏوراهون، پراهون، ۹. پنڌ = پيرَ جو نشان، موجودگي، ۱۰. انهن جو ٿئو، ۱۱. خدا جي رضامندي يا خوشنودي، ۱۲. ملڪ، ڏيهہ، ۱۳. سندن، انهن جو، ۱۴. مور، اصل، بنهہ، ۱۵. گهُرن، پنن، طلبين، ۱۶. نجهري ۾، ۱۷. گهڙي، داخل ٿي، ۱۸. تلاش ڪر، ڳول، ۱۹. صاف، ظاهر، پڌرو، عيان، ۲۰. رب جو، پالڻهارَ جو، ۲۱. گس، واٽ، ۲۲. اميدن، تمنائن، خواهشن، ۲۳. لڪل، ڳجهو، پوشيدو، ناپيد، ۲۴. معلوم ڪرين، دريافت ڪرين، ۲۵. ڪالهہ جي، ايندڙ ڏينهن جي، سڀاڻي جي، ۲۶. خبر، ۲۷. ڪجهہ (خبر)، ۲۸. اڄ جي، اڄوڪي، هلندڙ ڏينهن جي، ۲۹. صباح جي، صبوح جي (اڄ صباح = اڄ صباح جي، هلندڙوقت جي)، ۳۰. وڃ، ۳۱. گڏيو، ڀيڙو ٿئو، شامل ٿئو، جڪڙئو، ۳۲. ۾، ۳۳. ساهہ، دمَ، ۳۴. هل، ۳۵. راهہ تي، واٽ يا رستي تي، ۳۶. تي، ۳۷. موجوده حالت، هلندڙ وقت، ۳۸. خبردار، داناءُ، سياڻو، ۳۹. هينئر، هن وقت، هاڻي، ۴۰. اُسهڻ، وڃڻ، ۴۱. ايندڙ سال يا وقت، آئيندو، ۴۲. گروءَ جي حڪم ۾ رهندڙ فرمانبردار فقير، ۴۳. فنا يا نابود لاڏاڻو ڪر، ۴۴. سڀاڻي، ٻي ڏينهن.

## وائي ١

راوَلُ[1] رَهيِ[2] نَہ راتِ[3]، جيِڏيُون[4] مُنهنجو راوَلُ رَهي نَہ رات،
ڪُوهُہ[5] ڪَرِ ٻنديَسِ[6] ڪانڌَ[7] رَيِ[8]، وِهاڻيءَ[9] پِرِڀات[10]،
مِتَ[11] نَہ مَعذُورِيَنِ[12] جا، ڪا[13] جا جوڳي[14] ذات[15]،
لِڳَمِ[16] لاهُوتِيَنِ[17] جو، مَنجَهان ڪيِنَرَ[18] ڪاتُ[19]،
آيَلِ[20] آديسِيَنِ[21] جي، اَئُون مُنِي[22] مُلاقات[23].

## وائي ٢

هيِرَ[24] گهرِ[25] اينِدَمِ[26] ڙيِ[27]، هَهڙا موچارا[28] سُپِرِينِ[29]،
ڪَنوَلَ[30] جهڙا مُکڙا[31]، پَئُنرَ[32] پونڌڙا[33] رَسُ[34] پيتَمِ[35] ڙيِ،
اَئُون جَني جي آهيان، چِپر[36] سي نَہ ڇَڏيندَمِ[37] ڙيِ،
آسَرَ[38] پَري[39] آهيَان، ڪامِلَ[40] هٿان[41] ڪَمَ[42] ٿيندَمِ[43] ڙيِ.

## وائي ③

دِلِئان[44] دُورِ[45] نَہ ڪيجي، پِيَاري[46] والَڙِي[47] سا ڳالهڙي[48]،
رانجَهَنِ[49] والا[50] زَهرُ پِيالا، شَربَتُ ڪَري پيجي.

---

١. شهزادو، حاڪم، محبوب جوڳي، ٢. ٽڪي، ترسي، ٣. هڪڙي رات، ۴. اي جيڏيون، اي سرتيون، ۵. ڇا، ٦. ڪنديس، ائون ڪندي، ٧. ورَ، ڀتار، مڙس، ٨. ڪان سواءِ، ٩. ڪڏريل، پوري ٿيل، ڳذرڻ ڪان پوءِ، ١٠. فجر، پرهہ، اَسُر، ١١. عزيز، رشتيدار، سڄڻ، دوست، ١٢. عذر وارين، جڏين، نماڻين، بيوس يا لاچار عورتن، ١٣. اهڙي عجيب، ١۴. تارڪ الدنيا فقير، ١۵. قوم، فرق، فرقو، ١٦. مون کي لڳو، ١٧. لاهوت (عالم ذات الاهي جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿيندو آهي) جي ڄاڻن يا معرفت رکندڙن، ١٨. ساز جو هڪ قسم، ١٩. وڏي ڪاتي، خنجر، چوپائي (حلال) جانورن جي گوشت وڍڻ جو لوهہ جو اوزار، ٢٠. اي آيل، اي جيجل، اي امڙ، ٢١. گروءَ جي حڪم ۾ رهندڙ فرمانبردار فقير، ٢٢. مصيبت ۾ يا تڪليف ۾ وڌي، ٢٣. ميلاپ، ڳڏجاڻيءَ، وصالَ ٢۴. هينئر، هاڻي، ٢۵. گهر ۾، ٢٦. مون وٽ ايندا، ٢٧. اڙي يا اَئي (جيڏيون)، ٢٨. سهڻا، ملوڪ، ٢٩. پرين، محبوبَ ٣٠. ڪنول جي گل، نيلي فر جي گل، ٣١. منهن، صورتون، شڪليون، ٣٢. ڪاري رنگ جا گلن جي مٿان اڏامندڙ جيت، ٣٣. ڦرندڙ، اڏامندڙ، ٣۴. مٺي پاڻيٺ، شربت، ٣۵. مون پيتو، ٣٦. ڇپر ۾، جبل ۾، ٣٧. مونکي ڇڏيندا، ٣٨. اميد، ٣٩. واري، ۴٠. ڪامل جي، گناهن ءِ ڏوهن ڪان آزاد يا پلاري جي، ۴١. هٿ سان، ڌريعي سان، ۴٢. مطلب، مرادون، ۴٣. منهنجا ٿيندا، ۴۴. دل ڪان، من ڪان، ۴۵. پري، ۴٦. محبوب، سڄڻ، ۴٧. واري، ۴٨. ڳالهہ، ذڪر، ۴٩. محبوب، ۵٠. وارو.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر رامِڪَلي

## داستان اٺون

### ١

ڪَنهِن[١] جَنهِن[٢] ڪُنَاڪَاتِ[٣]، جِيئَن[٤] سَامِيّ[٥] مُورِ[٦] نَہ سَنِرا[٧]،
ڏِينهَان[٨] ڏُکي[٩] ڏِيلَ[١٠] ۾، سُورُ سَجِيَائي[١١] راتِ،
سَندِيّ[١٢] جوڳِيَان[١٣] ذاتِ[١٤]، جِيجَان[١٥] هوءِ[١٦] جَذارُئِين[١٧].

### ٢

رُوحَ[١٨] ۾ رَهِيُن[١٩] رامُ[٢٠]، بَهر بولِين[٢١] ڪي[٢٢] بِئو،
پِيَالا[٢٣] پُرِ[٢٤] ڪَري، جوبَ[٢٥] پِيتَائون جَامُ[٢٦]،
تَنهَان[٢٧] پوءِ[٢٨] تَمَامُ[٢٩]، تَن تَڪِيَا[٣٠] تَاڪي[٣١] چَڏِئا.

### ٣

رامُ رَهِيُن ۾ رُوحَ، بَهِر بولِين ڪي بِئو،
سَدائين[٣٢] سَفَرَ[٣٣] ۾، مَٿَا[٣٤] تَئَڙَن[٣٥] مُوهَہ[٣٦]،
سَامِيَن جَا صُبُوحِ[٣٧]، سَارِيَان[٣٨] گهَٽُو سَيَدُ[رح] چَئي.

١. اهڙي، ٢. ڪُنَل، قتل ٿيل، ٣. ڪاتَ سان، وڏيءَ ڪاتيءَ يا خنجر سان، ۴. جو، جو تہ، ۵. تارڪ الدنيا فقير، جوڳي، ٦. اصل، بنهہ، هرگز، ٧. خوش، سرها، ٨. ڏينهن جو، ٩. درد يا سورُ ٿئي، تڪليف ٿئي، ١٠. سرير، بدن ۾، ١١. سڄي، سموري، ١٢. جي، ١٣. جوڳين، ١۴. قومَ، جاتي، فرق، فرقو، ١۵. اي جيجل، اي امڙ، ١٦. آهي، ١٧. جڏي، اڪهي، بيمار، ١٨. دل، ١٩. انهن کي رهيو يعني موجود آهي، ٢٠. خدا جو (هندڪو) نالو، ٢١. ڳالهائين، ٢٢. ڪجهہ، ٢٣. جامَ، تراڪڙا وٽا يا ڪٽورا، ٢۴. پُر ڪري = ڀري يا ڪنن تائين ٽمٽار ڪري، ٢۵. جهجهو، گهڻو، ٢٦. (خدا جي محبت جو) شراب، ٢٧. تنهنڪان، ٢٨. بعد، ٢٩. صفا، مڪمل، سمورا، ٣٠. مڙهيون، آستان، تڪاڻا، ٣١. (درن جا تاڪ ورائي) بند ڪري، ٣٢. هميشہ، ٣٣. مسافريءَ، پنڌَ، هَل هلان، ٣۴. سِرَ (مٿن يا سرن جا) وارَ، ٣۵. انهن جا ٿئا، ٣٦. منجهيل يعني اڻ سنواريل ۽ ميرا (وارن جا) مُڇا يا ڇڳون، ڇتائون، ٣٧. صبوح جي وقت واريون رهاڻيون، ٣٨. ياد ڪريان.

## ۴

مَتَا[1] مُوهَه[2] تِئَان[3]، سَدا[4] سُوائِتَا[5] کَاپَڙيِ[6]،
کُوني[7] کَنهِن نَه پُڇِئَا[8]، تَه کِ[9] اَندَرَ[10] اَندوهِيَان[11]،
جِيکَا[12] جَمَارانِ[13]، سَا گُوندَربِن[14] گُذَري[15].

## ۵

اَسُکُ[16] جَنِ[17] اوبِرَ[18]، سي سَنجهِي[19] رَهَنِ سُمَهِي[20]،
لاهُوتِي[21] لَطِيفُ چَئِي، آڏيءَ[22] ڏِينِ اُلِيرَ[23]،
اُتِئو[24] لوڪُ[25] پَسي[26] پَتِ پِئَا[27]، سَامِي مَتِي[28] سِيرَ[29]،
کِيڏانهَن[30] کَندا پيرَ، مِڙوئي[31] مَتو[32] تِئو.

## ٦

مَتِي کَان[33] مَتِي، جوڳِيءَ ڏِني جُوءِ[34]،
اوڏو[35] تِئو اَلَکَ[36] کي، وَڃِي رُوبَروءِ[37]،
بَابُوءَ[38] چَکِي[39] بُوءِ، مَنجهان بَاغَ بَقَاءَ[40] جي.

## ٧

وِني جَنهِن وَرهَه[41] تِئَا، مَتِي سين مِيري[42]،

---

١. سرَ (مٿن جا) وار. ٢. منجهيل، اڻ سنواريل، ميرا. ٣. انهن جا ٿئا. ۴. هميشہ. ۵. سُوءَ ۾، سوڳ ۾، غم يا ماتم ۾گذاريندڙ يعني دنياوي لذتن کان پرهيز ڪندڙ. ٦. تارڪ الدنيا فقير، سامي، جوڳي. ٧. ڪهڙائي. دعوت ڏيئي، سڏي. ٨. حال احوال يا خبر چار ور تي. ٩. ڇا. ١٠. اندر ۾، دل ۾. ١١. هنن کي اندوهہ يعني غم يا ڏک آهي. ١٢. سموري. ١٣. انهن جي جمار يا زندگي. ١۴. گوندرن ۾، غمن ۾. ١۵. پوري ٿي. ١٦. نہ سک، بي سڪائي، بي آرامي، بي قراري، ننڊ جو ڦٽڻ. ١٧. جن کي. ١٨. بيوقتي، ڪمهلي، ڪجهہ رات گذرڻ بعد، رات جو دير سان . ١٩. سج لهڻ وقت. ٢٠. ننڊ پئجي وڃڻ. ٢١. لاهوت (عالم ذات الاهيءَ، جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿيندو آهي) جا ڄاڻو يا معرفت رکندڙ. ٢٢. آڌيءَ رات جو. ٢٣. لوهون، سٽون، ڇالَ، ٽپ (بي قراريءَ جي ڪري). ٢۴. جاڳيل. (ننڊ مان) اٿيل، بيدار ٿيل. ٢۵. ماڻهو. ٢٦. ڏسي. ٢٧. پٽ پئا = پٽ يعني زمين تي پير رکيائون يعني پنڌ يا هلڻ شروع ڪئائون. ٢٨. تي. ٢٩. گشت، سفر، مسافريءَ. ٣٠. ڪهڙي طرف. ٣١. سڀ. ٣٢. اهو طرف جنهن ڏانهن مٿو يعني منهن ڪري نماز پڙهبي آهي ۽ جنهن ڏانهن پير ڏگهارڻ جي منع آهي. ٣٣. مٿي کان مٿي = مٿانهينءَ کان مٿانهون، اوچي کان اوچو، عرش عظيم تي، اٺين آسمان تي. ٣۴. جاءِ، هنڌ، مڪان. ٣۵. ويجهو، قريب. ٣٦. جيڪو لکي يعني ڏسي نہ سگهجي، خدا. ٣٧. آمهون سامهون. ٣٨. رمتوءَ يا سيلانيءَ فقير. ٣٩. چکي بوءِ = خوشبوءِ سونگهي = سواد يا مزو ورتو. ۴٠. هميشہ باقي رهڻ واريءَ حالت، سدا حيات. ۴١. سال، گهڙيو وقت. ۴٢. بنان غسل واري حالت ۾، ناپاڪ، غليظ.

اکِيُون اُنَ جُون اَلَکَ ۾، پُونءَ[١] ڏي نَہ پيري[٢]،
ڪَارَنئُون[٣] ڪَڪَا[٤] ٿِئا، جَراتِئا[٥] جيري[٦]،
لُڙڪَ[٧] لاَلَ[٨] لطيف چئي، ڪَنبي[٩] ۽ ڪيري[١٠]،
نِينهُن[١١] نبيري[١٢]، جِيئَن سَڙي[١٣] تِيئَن سَنِرو[١٤].

## ٨

وِبني جَنِ[١٥] وَرهَہ ٿِئا، مَتي ميري سَانُ،*
اکِيُون جَنِ جُون اَلَکَ ڏي، پُونءِ ڏي ڪَنِ نَہ پَانُ[١٦]،
ڪَارَنئُون ڪَڪَا ٿِئا، جِيرِي[١٧] وِجهي جَانُ[١٨]،
خُوديءَ کَان خَلاَصُ[١٩] ٿِئا، پُنِتي[٢٠] وِجهي پَانُ[٢١]،
سي بَهرِ نَہ هَٿَنِ بَانُ[٢٢]، جَنِ[٢٣] گَڏِئو[٢٤] گُرُ[٢٥] گِروانَ[٢٦] ۾.

## ٩

جوڳِينِ[٢٧] کي جُڳِنِ[٢٨] جِي، مَتي[٢٩] ۾ مِتيِ[٣٠]،
نَانگِنِ[٣١] نِند[٣٢] قِتِي[٣٣]، وِئَا رُوندا رامَ[٣٤] ڏي.

## ١٠

گِندَنِ پَاسي گِندَ[٣٥]، گَڏُ گُذارِينِ گودَڙِئا[٣٦]،

---

١. زمين. ٢. ڦيرائي. ٣. ڪارن مان (مٿي جي وارن ڏي اشارو). ۴. ميراڻ يا اَجاڻ ڏي مائل. پوري رنگ جا. ۵. لهسئا. ٦. (دونهينءَ جيءَ) باھہ. ٧. ڳوڙها. آنسو. ٨. ڳاڙها. رت ڳاڙهائا. ٩. (خدا کان)ڊڄي. خوف يا ڀَوَ کائي. ١٠. ڪيرائي. وهائي. هاري. ١١. عشق. محبت. ١٢. ڇڏي. ٽوڙي. ١٣. (عشق جي باھہ ۾) پچي. جلي. ڪامي. ١۴. سرهو. خوش. ١۵. جن کي.* بنان غسل يا ٽڙ. گدلائيءَ جي حالت ۾. ١٦. ڌيان. خيال. ١٧. جيري ۾. باھہ ۾. ١٨. هوش. عقل. خودي. ١٩. آجا. آزاد. ٢٠. پري. پاسي. پوئتي. ٢١. خودي. آپو. ٢٢. تير. گز. ٢٣. جن کي. ٢۴. مليو. ٢۵. مرشد. ٢٦. گريبان. قميص جي دامن ۾. اندر دل ۾.. ٢٧. تارڪ الدنيا فقيرن. ٢٨. سوين سالن يا ورهين. ايامن. ٢٩. سِرَ. ٣٠. ڌوڙ. خاڪ. ٣١. نانگن جي (انهن فقيرن جي جيڪي لانگوٽيءَ کان سواءِ بدن تي ڪپڙو نہ پائين ۽ سڄي عمر شادي نہ ڪن). ٣٢. آرام. سڪَ. آسائش. ٣٣. خراب ٿي. حرام ٿي. ٣۴. خدا جو (هندڪو) نالو. ٣۵. رليون. ڪٿيون. ڪِدا. ٣٦. گودڙي ڍڪيندڙ. فقيراڻو لباس ڍڪيندڙ. ڪفني پائيندڙ.

پَليتيءَ[1] ڪَان پَانهنجَا، پَاڪَ[2] رڪَئائُون پنڊَ[3]،
نَانگُن[4] ڪِي نَہ نِنڊَ[5]، رُوندا وَهِئَا[6] رامَ[7] ڏي.

## ١١

اُجِهئو[8] تَنِ نَہ بُجِهئو[9]، وِبنِي گَڏِيُن[10] وِبرُ[11]،
لَٿو تَنِ[12] لطيف چئي، جُسي[13] جو[14] زَنجيرُ[15]،
ڪِينَ ڏِنو[16] ڪَاپَڙين، ڪَابُلُ[17] ۽ ڪَشمِيرُ[18][19]،
ڏوري ڏِنَائُون ڏُکَ[20] سين، پَانَ مَنجهيئي[21][22] پيرُ[23]،
سَچُ[24] جَنِ جو سِيرُ[25]، گُرُ وِبنِي تَنِ گَڏِئو.

## ١٢

راتِيَان[26] رڻُ[27] جُهڻ رامَ سين، ڏِينهَان[28] ڪَنِ سَنَانُ[29]،
جوڳِي سي اَنَانُ[30]، وَٿُون[31] جَنِ وِرائِيُون[32].

## ١٣

هَرَ هَرَ[33] ڪَنِ هَرنَامُ[34]، ڏُونِ ڏِهَاڙِي[35] ڏوتِيَا[36][37]،
جَنِ نَہ رِيجِهَايو رامُ[38]، نَاٿُ[39] نَہ نَمِي تَنِ ڪِي[40].

---

١. ناپاڪائي، غلاظت، گندگيءَ، ٢. صاف، پوتر، اَڇَٽ، نرمل، ٣. بدن، سرير، ۴. انهن فقيرن جيڪي بدن تي لانگوٽيءَ کان سواءِ ڪپڙو نہ پائين ۽ سڄي عمر شادي نہ ڪن، ۵. سمهڻ جو عمل، آرام، ٦. وٺا، ٧. خدا جو (هندڪو) نالو، ٨. رولڙو ڪئو، جهوتون ڏنيون، سير سفر ڪئو، ٩. سمجهيو، پروڙيو، ڄاڻ يا معرفت حاصل ڪئي، ١٠. مِلين، ١١. عاقل، ڄاڻو، داناءُ، ويرنانٿ (جوڳين جو مرشد)، خدا، ١٢. ختم ٿئو، ١٣. تن تان، ١۴. بدن، جسم، ١۵. قيد، بند، ١٦. ڀيٽئو، ١٧. ڪاپڙين، تارڪ الدنيا فقيرن، جوڳين، ١٨. افغانستان جي گاديءَ واري شهر جو نالو، ١٩. شهر جو نالو (ڪابل ۽ ڪشمير ۾ هندن جا پوتر آستان يعني تيرٿ آهن)، ٢٠. ڳولي، تلاش ڪري، ٢١. تڪليف، ٢٢. پاڻ منجهيئي=پنهنجي اندر ۾، ٢٣. مرشد، گرُو، گر، ٢۴. حق، ستيا، پاڪبازي، ايمان، عصمت، صداقت، ٢۵. رستو، واٽ، مارڳ، ٢٦. رات جو، ٢٧. رڻ جهڻ = ڳالهہ ٻولهہ، گفتگو، رهاڻ، ٢٨. ڏينهن جو، ٢٩ غسل يا تڙ (عيش آرام)، ٣٠. وڏي خيال وارا هوشيار، ٣١. امانتون، ڏراوتون، ملڪيتون، ٣٢. ورهايون، ورڇيون، ونڊيون، خيرات ڪيون، ٣٢. هر هر = هر وقت، هر گهڙيءَ، ٣۴. هريءَ جو نالو، خدا جو نالو، هندن جي سلام طور ڪم ايندڙ لفظ، ٣۵. پاڻيءَ سان ميراڻ ڪڍي صاف يا پاڪ ڪن، ٣٦. هر روز، روزانو، ٣٧. ڌوتيون، لانگوٽيون، گوڏيون، لاڪون، ٣٨. راضي ڪئو، ٣٩. گرو، مرشد، خدا، مهيشور، ۴٠. جهڪي، ريجهي، راضي ٿئي.

## ۱۴

هَرَ[۱] هَرَ اُمِيسَ[۲]، ڌُونِ[۳] ڌَهَاڙِي[۴] ڌوتِيَا[۵]،
جَنِ نَہ مَارِي[۶] مِيسَ[۷]، نَاٿُ[۸] نَہ نَمِي[۹] تَنِ کي.

## ۱۵

نَکِي نَمَنِ[۱۰] نَاٿَ کي، نَاٿُ نَہ نَمَائِينِ[۱۱]،
جَاتَا[۱۲] ڪَنِ نَہ جُوڳَ[۱۳] کِي[۱۴]، جُوڳُ[۱۵] نَہ جُهَارِينِ[۱۶]،
اُهِ جَاٽِيُون[۱۷] آٽِينِ، آديسِي[۱۸] اَلمَاسَ[۱۹] جُون.

## ۱۶

نَانگَنِ[۲۰] کِينَ نَمَايو، نَاٿُ نَمَايو نِينهَن[۲۱]،
مَڙهِنِ[۲۲] اُنَا[۲۳] مِينهَن[۲۴]، جُوڳِيَان[۲۵] سَندِيءَ[۲۶] ذاتِ[۲۷] جي.

## ۱۷

نَاٿَ[۲۸] جِتَهِين[۲۹] نِنڌِ[۳۰]، تِت نَہ نِهَارِئو[۳۱] جُوڳِيِن[۳۲]،
هُئَا ڪُوبِسَاهَا[۳۳] ڪَاپڙِي، تي پُرئَا[۳۴] پَرَاهِين[۳۵] پَنڌِ[۳۶]،
هُو هُئو هِنَهِين هَنڌِ، هُو هُونهِين[۳۷] تي[۳۸] هِنگلاجِ[۳۹] وِئَا[۴۰].

---

۱. هر هر = هر وقت، هر گهڙي، ۲. سيوا، بندگي، پرارٿنا، ۳. ڀاڻيءَ سان ميراڻ ڪڍي صاف يا پاڪ ڪن، ۴. روزانو، هر روز، ۵. ڌوتيون، گوڏيون، انگوڇا، لاڪون، لانگوٽيون. ٦. مات ڪئي، جيتي ختم ڪئي، ۷. نفس، نفسانيت، شهوت، تمنا، ۸. گرو، مرشد، مهيشور، خدا، ۹. جهڪي، راضي ٿئي، ۱۰. جهڪن، ۱۱. ريجهائين، راضي ڪن، ۱۲. جاتاڪن = اقراري ٿين، ۱۳. دنيا ۾ رهي خدا کي تلاش ڪرڻ جي عمل، دل جي خواهشن کي روڪڻ جي عمل، زهد، تپسيا، ۱۴. لاءِ، واسطي، ۱۵. جوڳين يا ڪاپڙين يعني تارڪ الدنيا فقيرن جو پنٿ، دين يا ڌرمُ، ۱٦. ساراهين، ۱۷. نشانيون، پارَ، پتا، ۱۸. گروءَ جي حڪم ۾ رهندڙ فرمانبردار فقير، ۱۹. هڪ قيمتي پٿر، هيري، جواهر، حق سچ، خُدا، ۲۰. انهن فقيرن جيڪي لانگوٽيءَ کان سواءِ بدن تي ڪپڙو نہ پائين ۽ سڄي عمر شادي نہ ڪن، ۲۱. عشق، محبت، ۲۲. مڙهين ۾، آستانن يا تڪين ۾، ۲۳. وسئا، ۲۴. (مهر جون) برساتون، ۲۵. جوڳين، ڪاپڙين، ۲٦. جي، ۲۷. قومَ، جاتيءَ، پٽ، ۲۸. ناٿ جي، ۲۹. جتي، ۳۰. وهڪ، جاءِ، گهر، ۳۱. ڳولئو، ۲۲. جوڳين، ۳۳. بي وساها، اڻ وسهندڙ، بي اعتبار، ڪوڙي ويساهہ وارا، ۳۴. هلئا، اُسهئا، ۳۵. ڏوراهين، ۳٦. پنڌ تي، سفر تي، ۳۷. هِن، ۳۸. هنڌ تي، جاءِ تي، ۳۹. اجايو، ۴۰. هنگلاج ڏي (هنگلاج جو شهر بلوچستان ۾ لس ٻيلي جي پرسان جبلن ۾ آهي، جتي نانيءَ نالي هڪ درويش عورت جي قبر آهي ۽ ٻئا هندن جا پوتر آستان آهن).

## ۱۸

نَاتَ جِتَهِين نِنڊَ، تِت پِہ نِهَارِئو جوڳِيِن،
هُئا سُوِبسَاهَا[۱] ڪَاپَڙِي، تي پُرِئَا پَراهين پَنڊَ،
هُو هُئو هِنَهِين هَنڊَ، هُنِ هِنگِلاچَان هَٿِ ڪِئو.

## ۱۹

جِهَڙا ڪَٽِجِ[۲] ڪَڪَڙا[۳]، تِهَڙا جَائِنِ[۴] ڦُلَ،
تَنِ سَامِيَنِ جي سُڌَ[۵] مَرانِ[۶]، جَنِ جي گُودَڙِيُنِ[۷] ۾ گُلَ[۸]،
اَندَرِ[۹] مُلَ[۱۰] اَمُلَهَ[۱۱]، ٻَهَرِ[۱۲] ڪُوجَهَا[۱۳] ڪَاپَڙِي.

## ۲۰

گُلَ گُلَ[۱۴] پَسِي[۱۵] گُونِدَرِئَا[۱۶]، گَهَٽَا[۱۷] مَ يَانِئِيجِ[۱۸]،
سُوئِي سُجَاتِئِيجِ[۱۹]، هِيءُ[۲۰] هُو[۲۱] آهي هِيڪِڙو[۲۲].

## ۲۱

دِلِ[۲۳] ڌوتَائِين[۲۴] ڏُکَ[۲۵] سِين، ڏاڳَا[۲۶] هَنڌَ[۲۷] نَہ ڌوءِ[۲۸]،
لاهُوتِي[۲۹] لَطِيفُ رح چَئي، رُوحَان[۳۰] اَندَرِ روءِ[۳۱]،
ڪونَہ ڏِنو سُون ڪو، سَنَاسِي سُورَ[۳۲] رِي.

---

۱. سچي ويساهہ وارا. ۲. ڪٽڙيل. بڪڙيل. ۳. ڪڪ ڪانا. ڪڪاوان گهر. ۴. جائن ڦل = جائڦل. جائتري وڻ جا گل. ۵. سڌ ۾. سڪ ۾. انتظار ۾. پيار ۾. ٦. ساهہ ڏيان. فوت ٿيان. فنا يا برباد ٿيان. ۷. رلين. ڪفنين. فقيرائين چولين" ڪپڙي جي ٽڪرين مان ٺهيل چولن يا ڪڙتن. ۸. ڦلَ نادر يا سهڻيون شيون. ۹. اندر ۾. باطن ۾. اندروني طرح. ۱۰. موتي. هيرا. مائڪ. ۱۱. بي بها. قيمتي جن جو ملهہ يا بها ڪٿي نہ سگهجي (مل املهہ = بي بها موتين جهڙا سهڻا). ۱۲. ٻاهرئين نموني. ۱۳. بڇڙا. بدصورت. بي زيبا. ۱۴. گل گل = مختلف قسمن جا گل. ۱۵. ڏسي. ۱٦. گوندريا. اي حرفتي. اي چالاڪ. اي هوشيار. ۱۷. جهجها. ۱۸. سمجهج. ڄاڻج. ۱۹. پروڙج. ۲۰. هيءُ گل. ۲۱. هو گلُ. ۲۲. ساڳيو. ۲۳. من. قلب. ۲۴. (دل جي ميراڻ يا ڪثافت يا غلاظت) لاٿائين يا صاف ڪئائين. ۲۵. ڏک. تڪليف. درد. سورَ. ۲٦. فقيرائيون پوشاڪون يا ڪفنيون. ۲۷. اصل. بنهہ. ۲۸. ڌوئي يا صاف ڪري. اڃا اُجرا ڪري. ۲۹. لاهوت (عالم ذات اِلاهي جنهن ۾ سالڪ ڪي فنا في الله جو درجو حاصل ٿئي ٿو) جو ڄاڻو يا معرفت رکندڙ. ۳۰. روح يا دل جي ۳۱. روئي. ارمان ڪري. ۳۲. سواءِ. بنان.

## ٢٢

جَرَ[1] جَراتيُن[2] جِندڙو[3]، صُورَتَ[4] ڪانيَڻ[5] سيءَ[6]،
اُپيَن[7] گَهٽي[8] اَدَبَ[9] ۾، عَادَتَ[10] سَنديَن[11] ايءَ،
جوڳِيَن[12] پانهِنجا جِيءَ[13]، لِلهِ[14] ڪَارَڻ[15] لُٽئا[16].

## ٢٣

پُٺا[17] جَرَ جَراتئا، مُنهَن ڪانيَن سيءَ،
مُوهَن[18] مَنگَڻ[19] بِڪئا[20]، نَڪا لَڄَ[21] نَہ ليهَہ،
بَابُو[22] بيڪاري[23] ٿئا، نَڪو پُٽ[24] نَہ ڏيءَ[25]،
پَسو[26] جَلايا[27] جِيءَ، وِبراڳِيَن وِبراڳَ[28] سين.

## ٢٤

بَازار[29] جي بيهَڻَ ڪان، سَاميَن ڪئو سوڳَندُ[30]،
پِيتائُون پُرُ[31] ڪَري، سَندو[32] مَحَبَتَ[33] مَندُ[34]،
ٿئا سَٽاوا[35] سَيَدُ چَئي، رِڙهي[36] لَڏائُون[37] رَندُ[38]،
هَاديءَ[39] تَني جو هَنڌُ[40]، جوڙايو[41] جَبرُوتَ[42] ۾.

---

١. (الاهي عشق جي باهہ جي) چيءَ، شُعلي، تؤ، سيڪ، گرميءَ. ٢. انهن جو چراٽيو يا ساڙيو يا جلايو. ٣. جند، بدن، جسم. ٤. شڪل، مُنهن. ٥. انهن جو ڪانيو يا جلايو. ٦. سرديءَ ٿڌ، ياري، سرد هوا. ٧. بيهن، اٿين. ٨. جهجهي. ٩. شرم، حياءَ، لحاظ. ١٠. خصلت، سياءُ، خوءِ، گڻ، لڇڻ، ريت، ڍنگ. ١١. انهنجي. ١٢. تارڪ الدنيا، فقيرن، ويراڳين، سامين. ١٣. جانيون، جسم. ١٤. الله ڪارڻ، الله جي راهہ ۾. ١٥. واسطي. ١٦. برباد يا تباهہ ڪئا. ١٧. بدن جو ڇاتيءَ جي ابتڙ وارو ڪرنگهي وارو پاسو. ١٨. مُنهن جا پڪا، بي لڄا. ١٩. گهُرن، پنن. ٢٠. خيرات. ٢١. شرم، حيا، ليهہ. ٢٢. رمتا يا سيلاني فقير. ٢٣. جن کي فقيراڻو لباس پيل هجي. ٢٤. ماءُ پيءُ جو نرينو ٻارُ، پٽر. ٢٥. نياڻي، ڇوڪري. (نڪو پٽ نہ ڌيءُ = نڪما، بيڪار، بي وس، بي طاقت). ٢٦. ڏسو. ٢٧. ساڙيا، ڪانيا. ٢٨. (الاهي) عشق، فراق، سنياس، تياڳ. دنيا کان ڪنارا ڪشيءَ. ٢٩. هٽن يا دڪانن جي مجموعي. ٣٠. قَسمُ، سَنهَن. ٣١. (پيالو) ڀريل يا ڀارِ يا ٽمٽار. ٣٢. جو. ٣٣. پيار. ٣٤. شراب، دارون. ٣٥. سَوڪا، سهنجا، آرامي. ٣٦. سِري، هلي، پنڌ ڪري. ٣٧. ڏنائون. ٣٨. رستو، واٽ. ٣٩. هدايت ڪندڙ، رهبر، خدا. ٤٠. جاءِ. ٤١. ٺهرايو، بنارايو. ٤٢. سلوڪ جي ٽين منزل، جبرائيل جي رهڻ جو هنڌ.

## ٢٥

يَادِ[١] گُرُو[٢] ڪَنِ گُودَڙِيَا[٣]، پِرِ[٤] بَازَرِ[٥] بِيِنَا،
پَڙهَنِ[٦] سُورَ[٧] سُبحَانَ[٨] جِي، پِيڙَ[٩] تَنهِن پِيِنَا[١٠]،
جِيلاهَن[١١] مُنهِن مِيِنَا[١٢]، تِيلاهَن[١٣] نَشَا[١٤] چَاڙهِئَائُونِ[١٥] نِينهَن[١٦] جَا*.

## ٢٦

يَادِ گُرُوڪَنِ گُودَڙِيَا، بِيِنَا بَازَرِ[١٧] ڪُولِ[١٨]،
نَانگَا[١٩] پَنهِنجِي نَاتِ[٢٠] سِيِنِ[٢١]، وِجَنِ ڳُولا ڳُولِ[٢٢]،
ڪَنهِن جَنهِن[٢٣] بَڌَا[٢٤] ٻولِ[٢٥]، چوتَا[٢٦] چُوڙِيِنِ[٢٧] ڪِينِڪِي.

## ٢٧

گُرَ جَا ڏِنِي گُودَڙِي، سَا مُون[٢٨] گَهَٽُو سُونهَاءِ[٢٩]،
نِيئِي[٣٠] پَهچَائِي[٣١] مَاءِ[٣٢]، اوڍِيِنِ[٣٣] جِي[٣٤] اَدَبَ[٣٥] سِينِ.

## ٢٨

گُرَ جَا ڏِنِي گُودَڙِي، مَتِّي[٣٦] مُون[٣٧] مَرَڪُ[٣٨]،
چِيلا[٣٩] هَٽِي چَرَخُ[٤٠]، اوڍِي وِيهُ اَدَبَ سِينِ.

---

١. ياد ڪن = سارين، سنڀالين، ٢. مرشد، ٣. گودڙي پوش، گودڙي پهريل فقير (ڪپڙي جي ٽڪرين مان نهيل رلي يا ڪفنيءَ (فقيرائي چولي کي گودڙي چوندا آهن)، ۴. وٽ، ۾، ۵. هٽن يا دڪانن جي مجموعي، ٦. اڀياس ڪن، ورد ڪن، ٧. صورت، قرآن شريف جو باب يا حصو، ٨. قرآن شريف جي سورت "بني اسرائيل" جيڪا "سبحان" لفظ سان شروع ٿئي ٿي. (سبحان = پاڪ، مقدس)، ٩. درد، تڪليف، ١٠. سنها ڪٺا، ڪمزور ڪٺا. ١١. جيئن تہ، جنهن صورت ۾، ١٢. منهن مينا = منهن جا مٺا، سهڻا، خوبصورت، حسين، خوش گفتار، مٺا ٻول ڳالهائيندڙ، ١٣. تنهنڪري، تنهن صورت ۾، ١۴. خمارَ، ڪيفَ، ڪيپَ، ١۵. سوار ڪئائون، ١٦. عشق، محبت *جن بہ انهن گودڙين جو ٻول ٻڌو يا منهن ڏٺو تن کي نينهن جي نشي ۾ غرق ڪري ڇڏئائون، ١٧. بازرجي، ١٨. ير ۾، پاسي ۾، ويجهو، ١٩. اهي فقير جيڪي لانگوٽيءَ کان سواءِ بدن تي ڪپڙو نہ پائين ۽ سڄي عمر شادي نہ ڪن، ٢٠. گرَ، گروءَ، مرشد، ٢١. لاءِ، واسطي، ٢٢. ڳولا ڳول = مسلسل ڳولا يا تلاش ۾، ٢٣. اهڙي، ٢۴. قابو ٿيا، ڦاٿا، جڪڙيا، ٢۵. ٻول سان، انجام سان، ڳالهہ يا گفتگوءَ سان؛ ٢٦. بدن جي هيٺين حصي تي ٻڌل ڪپڙا، لانگوٽا، گوڏيون، ٢٧. لاهين، کولين، ٢٨. مونکي، ٢٩. سيباءِ، زيب ڏي، نهي يا وڻي، ٣٠. ڪٺي، ٣١. رَسائي، ٣٢. ماءَ تي، ماڳ تي، منزل تي، ٣٣. ڍڪين، پائين، پهرين، ٣۴. جيڪڏهين، ٣۵. احترام، عزت، ٣٦. مٿان، ٣٧. منهنجي، ٣٨. وٽندڙ، نهندڙ، سونهندڙ، ٣٩. اي چيلا، اي شُشَ، اي شيوڪ، اي مريد، ۴٠. پلٽي، ٽنگون يا جوٽون موڙي وهڻ واري حالت، آرام سان وهڻ جو هڪ نمونو، جهند هٽي (مَراقبي ۾) وهڻ واري حالت.

## ٢٩

گُرَ[١] جا[٢] ڏِنِيَمِ[٣] گودَڙِي[٤]، تِنِي لاهِيندي[٥] لَجَ[٦]،
سَندا[٧] تَنهن سَهَجِ[٨]، چِيلو[٩] چُوندو[١٠] ڪيترا.

## ٣٠

لُونِيَسِ[١١] لانگوٽِيَنِ[١٢]، رِبِگَڙِيارا[١٣] رَمِئا[١٤]،
مُنهِنجو جِيءُ[١٥] جَلايو[١٦]، اَندَرُ آديسِيَنِ[١٧]،
هَي[١٨] هَي مَنجِهه[١٩] هَتَنِ، وَجائِي[٢٠] واتَ تِئا[٢١].

وائي

تَنِ اَکَڙِيَنِ آئُون اَڙائِي[٢٢]، بَڙِي[٢٣] جيڏِيُون[٢٤]،
ڪَنهن دَرِ ڏِيان دانهَڙِي،
ڦِڪيُون[٢٥] ڏِيئِي ڦِڪِيُون[٢٦]، وِيجَنِ[٢٧] آئُون وِرچائِي[٢٨]،
حُسَنَ هوتَ[٢٩] حَبِيبَ[٣٠] جِي، لالِيءَ[٣١] آئُون لُچائِي[٣٢]،
صُحبَتَ[٣٣] سُپِيرِيَنِ[٣٤] جِي، مِٺِي[٣٥] آهِ مِٺائِي[٣٦]،
اُلفَتَ[٣٧] ڪَرِ مَ اُنَ سين، قُربَ جا ڪَڙائِي[٣٨].

١. گرُوءَ، مرشد. ٢. جيڪا. ٣. مونکي ڏني. ۴. ڪپڙي ٽڪرين مان ٺهيل رلي، ڪفني يا چولو. ۵. بدن کان پري يا جدا ڪندي. ٦. شرم. ٧. جا. ٨. مزا، سُکَ. ٩. شيوڪ، شش، مريد. ١٠. چوندو، بيان ڪندو. ١١. آئون لوڻي آهيان، آئون ساڙي يا جلائي آهيان. ١٢. لانگوٽي يعني چيلهہ کان بدن جي هيٺئين حصي تي ٻڌڻ لاءِ ڪپڙي جي ٽڪر ٻڌندڙن، لنگَ پوشن. ١٣. مٽيءَ يا دز لڳل، مٽيءَ ۾ پيوت ٿيل، ڇنل گودڙين يا دلق وارا. ١۴. هلئا وئا. ١۵. جان، اندرُ، دل، جسم، سرير. ١٦. ساڙيو، ڪانيو. ١٧. گرُوءَ جي حڪم ۾ رهندڙ فرمانبردار فقيرن. ١٨. هي هي = افسوس، . ١٩. منجهہ هٿن= هٿن منجهان يا قبضي مان (منهنجي). ٢٠. سگيون يعني ڏڳن جي سڱن مان ٺهيل توتاريون يا ناد وڄائي. ٢١. واٽ ٿئا = هلئا وئا. ٢٢. ڦاسائي. ٢٣. ادي، آڙي. ٢۴. سرتيون، سهيليون. ٢۵. بي سواد، بي لذت، اڻ وڻندڙ. ٢٦. ٻڪيون، سٽيون. (ڪٽيل يا ڇورو ڪيل) دوائون. ٢٧. طبيبن، حڪيمن. ٢٨. ڪک يا بيزار ڪئي. ٢٩. سُونهن. ٣٠. محبوبَ، حبيب، سڄڻ. ٣١. لالائيءَ، ڳاڙهاڻ، چمڪ، سرخيءَ. ٣٢. ڦتڪائي، بي آرام يا پريشان ڪئي. ٣٣. ياري، دوستيءَ، ميل ميلاپ، رهاڻ. ٣۴. پرين، محبوبن. ٣۵. شيرين، کنڊ يا ماکيءَ جي سواد جهڙي. ٣٦. مٺي شيءِ يا ٿولُ. ٣٧. محبت، قربُ. ٣٨. ڪک يا بيزار ڪئي.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُرُ رامڪَلِي

## داستان ٻَائون

### ١

قُوتَ[1] ڪَڙايَا[2] ڪَاپَڙِي[3]، طَعَامَ[4] نَہ طَامَاعُو[5]،
سَيِنَ[6] هَنيَائُون[7] سُجَ[8] ۾، جِت پَهُرَ[9] نَہ پِينَائُو[10]،
اَوَسَرَ[11] آسَائُو[12]، اُنِي[13] گُوندَرِ[14] گَڏِئَا[15].

### ٢

قُوتَ ڪَڙايَا ڪَاپَڙِي، طَعَامَ نَہ طَمعدارَ،
سَيِنَ هَنيَائُون سُجَ ۾، جوڳِي ٿِينِ نَہ يَارَ[16]،
اَوَسَرَ جِيءَ آذارَ[17]، اُنِي گُوندَرِ گَڏِئَا.

### ٣

قُوتَ ڪَڙايَا ڪَاپَڙِي، بُکَ[18] چَکِئَائُون[19] بُوءِ[20]،
وِئَا نِيرَانَا[21] نِڪِرِي، جوڳِي مَنجَهان جُوءِ[22]،
اَوَسَرِ[23] آسَا[24] اُوءِ[25]، اُنِي گُوندَرِ گَڏِئَا.

---

١. قوت جا، ڪاڌي يا طعام جا. ٢. ڪڙايل، ڪڪ يا بيزار ڪيل (قوت ڪڙايا = ٿورو کائيندڙ). ٣. تارڪ الدنيا فقير، جوڳي. ٤. طعام ۾ يا طعام جا. ٥. طمعدار، ضمع رکندڙ، گهرجائو. ٦. خيرات لاءِ سوال يا صدا. ٧. ڪيائون. ٨. رڻ پٽ، ويرانيءَ. ٩. ماڻهو، ڳوٺرو، وسنئُن. ١٠. پنندڙ. ١١. اوسر جا، مينهن نہ وسڻ واريءَ حالت جا، خشڪ ساليءَ جا، ڏڪار جا. ١٢. اميدوار، آسائتا، خواهان، سيڪڙو. ١٣. مينهن وسڻ سان يعني سڪار جي حالت ۾. ١٤. گوندر ۾، ڏک ۾. ١٥. پئجي وئا. ١٦. دوست، سنگتي، ٻيلي، مددگار. ١٧. آذار تي يا آسري تي (خوش آهن). ١٨. بُک جي، لنگهڻ جي، فاقي جي، ڏڪار يا قحط جي. ١٩. چشڪو، ذائقو، سواد يا مزو ورتائون. ٢٠. بوءِ جو، بانس جو، ذپ جو. ٢١. (صبح جي) ماني يا ڪاڌي کائڻ کان سواءِ، بُکئا، لنگهڻ، دنيا جي لذت وٺڻ کان سواءِ. ٢٢. ملڪ، ديس، جاءِ. ٢٣. اوسر جا. ٢٤. آسائتا، اميدوار. ٢٥. ڪاپڙين ڏانهن اشارو.

۴

ڪُتيءَ[1] خوش رَهنِ[2]، سَجِي[3] سُور[4] سَناسِين[5]،
اوگهَڙ[6] اوڏا[7] ڪاپڙي، سَتُرُ[8] تان نہ سَهَنِ[9]،
اُڻِ[10] تُڻِ[11] اُن اَندَرَ[12] ۾، سَدا[13] سُپِريَنِ[14]،
اَوَسَرِ[15] عِيدُون[16] ڪَنِ، اُنِي[17] گُوندَرِ[18] گڏِئا[19].

۵

پِنَنِ[20] ڪِينَ پَٽُ ڪَٽي[21]، گُهَرنِ[22] ڪِينَ گهَران[23]،
مَهيسي[24] مَخلُوقَ[25] جي، اُپِيَنِ[26] دُورِ[27] دَران[28]،
پُڇَنِ[29] تَوءِ[30] شَرَعِ[31]، جي[32] اَندَرِ[33] عَدالَتَ[34] اُنِ ڪي.

٦

پِنَنِ جو پَٽُ ڪَٽي، سو جي سُجاڻَنِ[35]،
بَرَ[36] ۾ بِيڪَ[37] لَهَنِ[38]، پَهَرَ[39] نہ پُڇَنِ[40] ڪاپڙي.

۷

وِچِينءَ[41] وِبَنا هُون، سانجهيءَ[42] رَهنِ سُمَهي،
بُکَ مَرَندي بِکِئا، ڪَنهِن ڪان ڪِينَ گهُرَن.

---

۱. (روزيءَ جي) اڻ پوريءَ يا پوري نہ ٿيڻ جي حالت ۾، ڪسائيءَ يا کهٽتائيءَ واريءَ حالت ۾. ۲. راضي، سرها. ۳. ٿين. ۴. سالم يا ثابت يا پوري (روزي). ۵. عذاب، ڏک. ٦. اوگهڙ کي، اگهاڙ يعني عريانيءَ کي. ۷. ويجها، نزديڪ، قريب، پسند ڪندڙ. ۸. پردو، ڍَڪَ. ۹. برداشت ڪن، پسند ڪن. ۱۰. اڻ تڻ = فڪر، ڳڻتي. ۱۱. ان کي. ۱۲. دل. ۱۳. هميشہ. ۱۴. سپرين جي، محبوبن جي. ۱۵. اوسر ۾، مينهن نہ وسڻ واريءَ حالت ۾، خشڪ ساليءَ ۾، ڏڪارَ ۾، ٻکَ واريءَ حالت ۾. ۱٦. خوشيون. ۱۷. مينهن وسڻ واريءَ يعني سَڪارَ واريءَ حالت ۾. خوشحاليءَ ۾. ۱۸. گوندر ۾، غم ۾. ۱۹. پئي وٺا. ۲۰. خيرات گهُرن. ۲۱. ڪشتو، پيالو، ڪچڪول. ۲۲. پنن، مگن. ۲۳. گهرن يعني ماڻهن جي جاين تان. ۲۴. مهيس (مهيشور يعني ايشور) جا پوڄاري يا چيلا، جوڳي فقيرن جو قسم. ۲۵. خلق، ماڻهن. ۲٦. بيهن. ۲۷. پري. ۲۸. در ڪان (گهر جي)، چائنٺ ڪان. ۲۹. معلوم ڪن. ۳۰. تنهن هوندي بہ. ۳۱. شريعت، اسلامي قانون موجب ڪنهن عالم ماڻهوءَ يعني قاضيءَ جي فتوا يا فيصلو. ۳۲. جيتوڻيڪ. ۳۳. اندر ۾، دل ۾. ۳۴. عدل يا انصاف جي دربار. ۳۵. پرکين (ان جو قدر ۽ اهميت ڄاڻن). ۳٦. رڻ پٽ، سڃ، ويرانيءَ. ۳۷. خيرات، ڏان، ٻکٹا. ۳۸. حاصل ڪن. ۳۹. پهر کي، ماڻهن کي. ۴۰. سوال ڪن. ۴۱. ٽپهريءَ جي مهل. ۴۲. سج لهڻ وقت.

ڦَڪِي[1] فَقِيرَنِ[2]، مَاڳِئَا[3] پِنِي[4] مَانِ[5] جِي.

**٨**

سَنجهي رَهَنِ سُمَهِي، وِچِينءَ وِينَا هُونِ[6]،
آذِيءَ رات[7] اُٿِي[8] ڪَرِي[9]، راوَلَ رَتو[10] رُونِ[11]،
وِهَاٽِيءَ[12] واٽَنِ[13] تي، پَاسَا ڪوڙئو[14] پُونِ،
مَهيسِي[15] مُنهَن[16] پَانهِنجو[17]، ذاران ذُوڙِ[18] نَہ ذُونِ[19]،
اِيئَن ڪَنهِن ڪي نَہ چُونِ[20]، نَہ آديسِي[21] آهِيُون.

**٩**

ڪَسي[22] سَاڻُ ڪَسَنِ[23]، ڏِيلَ[24] ڪَئائُون ڏُبِرا[25]،
پيٽَ[26] نَہ هيرَئائُون[27] پَانهنجَا، چوري[28] سَاڻُ چَسَنِ[29]،
اِنهِين راهِہ[30] رَسَنِ[31]، ڪَاپَڙي[32] ڪَابُولَ[33] ڪي.

**١٠**

ڪَسي سَاڻُ ڪَسي، ڏِيلَ ڪِئَائُون ڏُبِرا،
پيٽَ نَہ هيرَئائُون پَانهنجَا، چوري سَاڻُ چَسي،
وِيراڳِيَنِ وَسِي[34]، رامُ سَدائِين رُوحَ ۾.

---

١. سُٽي، (ڪٽيل يا چورو ڪيل) دوا. ٢. درويشن، تارڪ الدنيا. ٣. ماڳهين، صفا. ۴. گهُري، ور تي. ۵. صبر، چُپ. ٦. هجن. ٧. آذيءَ رات=اڌ رات جي مهل. ١٨. اٿي ڪري= ننڊ مان سجاڳ ٿي. ٩. شهزادا، حاڪم، محبوب. ١٠. رت مليل ڀاڻي، رت جا لڙڪ. ١١. (اکين مان) هارين، ڪيرائين. ١٢. صبوح ٿيڻ تي، فجر جي مهل، پرھ ڦٽيءَ يا پرڀات جي وقت. ١٣. رسڻ، گسن. ١۴. پاسا ڪوڙيو = سمهيو. ١۵. مهيس (مهيشور يعني ايشور) جا پوڄاري يا چيلا، جوڳي فقيرن جو قسم. ١٦. مُک، شڪل. ١٧. ٻنان، بغير. ١٨. خاڪ، مٽيءَ. ١٩. (منهن جي) مَرُ يا ميراڻ لاهين. ٢٠. چَوَنِ، ٻڌائين، سُڻائين. ٢٢. گروءَ يا مرشد جي حڪم ۾ رهندڙ فرمانبردار فقير. ٢٢. سوگهو يا مضبوط ٻَڌي. ٢٣. سَٽ يا چمڙي جي پٽن. ٢۴. جسم، بدن. ٢۵. هيٺا، ڪمزور، لاغر، ايرا. ٢٦. شِڪم، معدا، اوجهريون، ڍِڍِ. ٢٧. عادي يا هيراڪ ڪئائون. ٢٨. چرپر ۾ يا تحرڪ ۾ آٽي. ٢٩. چشڪن، لذيذ يا مزيدار ڪاڏن. ٣٠. راھہ سان، طريقي سان. ٣١. پهچن. ٣٢. تارڪ الدنيا فقير، ويراڳي. ٣٣. ڪابل (افغانستان جو هڪ شهر) جتي هندن جا پوتر آستان آهن. ٣۴. موجود رهي.

## ١١

ڪَسي[1] چِيلهه[2] ڪَسَا[3]، ڏِيلَ[4] ڪِئائُون ڏُبِرا[5]،
لاهُوتِي[6] لَطِيفُ چَئي، تَن[7] کي ڏِين تَسا[8]،
گُروءَ[9] جي گَسَان[10]، پَاسِي[11] ڪَن نَه پَاڻَ کي.

## ١٢

جوڳِي[12] جَاڙَ[13] ڪَري، مُون پُوريءَ[14] نَه پُڇِيا[15]،
هُيُون جَن ڳِري[16]، سُڌِيُون[17] سَنڌِيُون[18] سَڄَڻِين[19].

## ١٣

جوڳِي هُئا جِت، سو ماڳُون[20] نِهارِئانِ،
مَڙهِيُون[21] مُورَتَ[22] مِتِ[23]، مَان[24] نَه وِسَرِئُون[25] کِي لَهان[26].

## ١۴

اَرَنو[27] اَڪَڙِين ۾، مَٿِي[28] ڳَلَن[29] ڳاڙَ[30]،
ڪُوري[31] ڪَنَن وَچ ۾، ڦَٽ[32] ڏِنائُون[33] ڦاڙَ[34]،
هَٿِي تُوبَهه[35] تَاڙَ[36]، نَانگا[37] نِسورا[38] ٿِيا.

---

١. چڪي يعني سوگهو يا مضبوط ٻڌي. ٢. چيلهه کي، ڪمر کي. ٣. ڪسا، سٽ يا چمڙيءَ جا پٽا. ۴. بدن، جسم. ۵. هيڻا، ڪمزور، لاغر، ابرا. ٦. لاهوت (عالم ذات الاهي جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿئي ٿو) جا ڄاڻو يا معرفت رکندڙ. ٧. بدن، سرير. ٨. بکون، سختيون. ٩. مرشد. ١٠. گس کان، راهه کان. ١١. پري، دور، جدا. ١٢. تارڪ الدنيا فقير. ١٣. غلطي، غفلت. ١۴. نادان، بي سمجهه. اڻ ڄاڻ، موڳيءَ. ١۵. ڳوليا، نهارئا. ١٦. وٽ، کي. ١٧. خبرون. ١٨. جون. ١٩. سڄڻن، محبوبن. ٢٠. انهن جو ماڳ يا جاءِ. ٢١. تڪائا، مندر، آستان. ٢٢. مهورت، سڀوري يا نيڪ ساعت يا گهڙي. ٢٣. متيءَ ۾، تاريخ يا ڏينهن ۾. ٢۴. مان نه = شال. ٢۵. هنن کي وسريل يا دل تان لٿل. ٢٦. ڏسان. ٢٧. ڳاڙهو پائي، رت ڪاڏئون پائي. ٢٨. مٿان، تان، تي. ٢٩. ڳلن، مٿن، رخسارن. ٣٠. لاڙ يا ڏارَ (لڙڪن جي). ٣١. ڪپي، چير ڏيئي، ٽوپي يا سوراخ ڪڍي. ٣٢. ڦٽ، چيهڪ. ٣٣. وڌائون. ٣۴. چير، سيرون، ڏار، شگاف. ٣۵. توبهه جي، پڇتاءَ جي، قرآن جي سورت "توبه" جي. ٣٦. تاڙي، بندش، روڪ، جهل. ٣٧. فقير جيڪي لانگوٽيءَ کان سواءِ بدن تي ڪپڙو نه ڍڪين ۽ سڄي عمر شادي نه ڪن. ٣٨. خالص، پڪا پختا.

## ١٥

پُوڄا[١] ڪارِ[٢] مَ پاڻَ[٣] ڪي، ڪوءِ[٤] راولَ[٥] ٻنِ رُجاتُ[٦]،
لباسان[٧] لطيفُ چئي، ٻلِ[٨] ويراڳي[٩] واتُ[١٠]،
مَنُ[١١] ماري[١٢] ڪرِ ماتُ[١٣]، تہ تيرٿُ[١٤] پسين[١٥] تڪيي[١٦].

## ١٦

پُوڄا ڪارِ مَ پاڻَ ڪي، ٻلِ پُوڄا ڪان پاڻُ،
لاهُوتي[١٧] لطيف چئي، سَڌَ[١٨] نہ ڪٽن ساڻُ،
تَعَلُقَ[١٩] ڇڏِ تڪيا[٢٠]، اي آديسين[٢١] اهڃاڻُ[٢٢]،
جاٽي[٢٣] ڇڏي ڄاڻُ[٢٤]، پُرِئا[٢٥] پُورَبَ[٢٦] پَنڌَ[٢٧] ڏي.

## ١٧

پُوڄا ڪارِ مَ پاڻَ ڪي، جوڳي[٢٨] رکج[٢٩] جوڳُ[٣٠]،
خادمَ[٣١] خلقَ[٣٢] جيئن ڪرين، اي راولَ[٣٣] وڏو روڳُ[٣٤]،
ٻڳنِ[٣٥] ڪونهي ڀوڳُ[٣٦]، نانگا[٣٧] وڃن نڱئا[٣٨].

### وائي

مَڙهيَنُون[٣٩] موڪلَ[٤٠]، ڪالهہ ڪندا وئا ڪاپڙي،

---

١. پرستش، تعظيم، خذمت چاڪري، غلامي، شيوا. ٢. ڪراءِ. ٣. پاڻ ڪي = خود جي، پنهنجي. ٤. ٻنِ. ٻن ۾ پئي، ڪڌ ۾ پئي. ٥. اي راول، اي شهزادا. ٦. رجوعات، مريدن جو مرشد وٽ زيارت لاءِ اچڻ. ٧. لباس ڪان. ملمعي ڪان. ڏيک ويک ڪان. چاپلوسي يا ڪوڙي خوشامد ڪان. فريب يا مڪر ڪان. ٻچاپڙائي يا منافقيءَ ڪان. ٨. جهل. بند رک. ٩. اي ويراڳي. اي ڪاپڙي. اي جوڳي. ١٠. مُکَ. ڏهَنُ. ١١. دل. ١٢. سزا يا سيڪت ڏيئي. تڪليف ڏيئي. ١٣. تابع. مطيع. فنا. نابود. ناس. ١٤. پوتر يا پاڪ آستان جي جاترا يعني زيارت. ١٥. ڏسين. ١٦. (پنهنجي) تڪيي ۾ يا مڙهيءَ ۾. ١٧. لاهوت (عالم ذات الاهي جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو رُتبو حاصل ٿيندو آهي) جا ڄاڻو يا معرفت رکندڙ. ١٨. خواهش. تمنا. ١٩. واسطا. لاڳاپا. ٢٠. آسرا. آڌار. ٢١. آديسين جو. گروءَ جي حڪم ۾ رهندڙن فرمانبردارن فقيرن جو. ٢٢. نشاني. پارَ. ٢٣. سوچي. سمجهي. ارادتاً. ٢٤. هوش. عقل. دانائي. خودي. ٢٥. هلئا. ٢٦. پورب جي. ايرندي جي (هندستان جي اتر پرديش رياست جي ڪانپور کان ٻهار واري علائقي کي پورب چوندا آهن جنهن ۾ هندن جا پوتر آستان جهڙوڪ گيا. ڪاشي. هردوار. دئارڪا. بنارس وغيره آهن). ٢٧. منزل. ٢٨. اي جوڳي. ٢٩. سوگهو ڪج. ٣٠. دنيا ۾ رهي خدا کي تلاش ڪرڻ جو عمل. زهد. ٣١. غلامُ. نوڪرُ. ٣٢. خلق کي. ماڻهن کي. ٣٣. اي راول. اي شهزادا. ٣٤. مرض. بيداري. ٣٥. ٻڳن کي. دنيا کي ڇڏيندڙن کي. ٣٦. سزا. تڪليف. ڪشت. رزق جو فڪر. ٣٧. فقير جيڪي لانگوٽيءَ کان سواءِ ڪپڙو نہ ڍڪين ۽ سڄي عمر شادي نہ ڪن. ٣٨. نڪريو. پڄيو. ٣٩. مڙهين کان. ٤٠. الوداع. رخصت. موڪلائي.

بَابُو[1] کَنِ[2] نَہ بِکِئَا[3]، اِيءَ وِيراگِيَنِ[4] وَلَ[5]،
کَذِهِين اُتَرَ[6] سَامُهَان[7]، کَذِهِين دُونهِيَنِ[8] جَهَلَ[9]،
هُنِ سِيکِيندي هَتَّزا[10]، مُون گَاڙِيندي[11] گَلَ[12]،
چِيرِي[13] چَندَنَ[14] کَانَ جِيئَن، سُورَ[15] ڏِنَائُون سَلَ[16]،
مُون کِي ڏِنَا سَجِڻين[17]، رَءَ سِيرَاهِيءَ[18] سَلَ،
جَرَ[19] جَرَاتِيُنِ[20] جِندَڙو[21]، کُوري[22] کَانِيَنِ[23] کَلَ[24]،
کَذِهِين پِيرَ[25] پِيَادا، کَذِهِين مَتّي[26] پَلَ[27]،
مُولِهِيَا[28] مَاکَ پُسَايَا، سِيءَ سُکَايَنِ کَلَ.

۱. رمتا، سيلاني فقير، ۲. ڏنڊو کن، ۳. خيرات يا دان (ونڻ جو)، ۴. ويراڳين جي، تارڪ الدنيا فقيرن جي، ۵. کيتي، هر سان زمين جي کيڙ، پوکَ، ۱٦. اتر (جي سرد هوا) کي، ۷. آڏو، ۸. (جوڳين جي مڙهين ۾ برندڙ هلڪين) دونهين جي يا باهين جي، ۹. ٻر ۾، ويجهو، ۱۰. تئيندي يا گرم ڪندي، ۱۱. (لڙڪ) وهائيندي، ۱۲. ڳل تان، رخسار تان، مٿن تان، ۱۳. وڍي، ڪپي، ۱۴. صندل، ۱۵. سورَ سان، درد سان، ۱٦. سوراخ، ٿنگ، ۱۷. کان سواءِ، ۱۸. (ڪاٺ ۾) ٽنگن يا سوراخن ڪڍڻ جي اوزار، ۱۹. (الاهي عشق جي باهہ جي) ڄيءَ، شعلي، ۲۰. انهن جو ڄرائيو يعني ساڙيو يا جلايو، ۲۱. بدن، سرير، ۲۲. باهہ (ٻارڻ جي جاءِ)، ۲۳. انهن جي ڪانئي يا جلائي، ۲۴. (بدن جي) چمڙي، ۲۵. پير پيادا = پنڌ هلندڙ، ۲٦. تي، ۲۷. پلن وهڻ يعني چڙهيءَ يا سواريءَ جي جانورن. ۲۸. پڳون، پٽڪا، دستارون.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ رامڪَلِي

## داستان ڏهون

### ١

رَهِئَا اَٿيئي رات، صُبحِ وِندءِ صَابِرِي،
لُنءَ لُنءَ مَنجهه لَطِيفُ چَئي، ڪَرِ تَنِ جي تاتِ،
سَنڌِي جوڳِيَان ذاتِ، ٻي ٻِيري ٻَاڳ ٻِري.

### ٢

اڳَڻِ آهِين اَڄُ، صُبحِ وِندءِ صَابِري،
ڪِجِ ڪو ڪَاپڙِيَنِ مَان، رُوحَ رُچَندو رَجُ،
پيرَ اُنِين جَا پُجُ، مَتَان سِڪِين سَنَاسِيَنِ کي.

### ٣

تَان ڪِي وَتَنِ وِهُه، جَان آهِين اوطاقُنِ ۾،
سَامِي سَفَر هَلِئَا، ڏُور چِتَائي ڏِيهه،
ڇَڏي سُکُ سَاٽِيهُه، مَتي گَنگا گَجِئَا.

---

١. ترسيا، ٽڪئا. ٢. اڄوڪي رات. ٣. صبوح جو (ٻي ڏينهن جي). ۴. تو وٽان. ٥. صابر، صبر ڪندڙ. ڏک يا تڪليفون صبر سان يعني بنان شڪايت سهندڙ (صابري فقيرن جو هڪ قسم پڻ آهي). ٦. لنءِ لنءِ= رڳ رڳ، نس نس، وارَ وارَ. ٧. يادگيري، پچار، ڳالهه. ٨. جي. ٩. جوڳين. تارڪ الدنيا فقيرن، ڪاپڙين، سناسين، سامين. ١٠. ٽولي، قوم، ڪُلُ. ١١. دفعي، واري. ١٢. ڀاڳ سان، قسمت سان، مشڪل سان، مس. ١٣. ملي، گڏجي. ١۴. اڱڻ ۾، (گهرَ يا آستان جي). ١٥. روح کي، دل کي. ١٦. وڻندڙ، پسند ايندڙ. ١٧. ڍؤ. ١٨. قدمَ، پيرَ. ١٩. جهل. وٺ. پڪڙ. ٢٠. واجهائيين، اسڙڪين. ٢١. تيستائين. ٢٢. ڪجهه (دير يا وقت). ٢٣. انهن وٽ. ٢۴. جيستائين. ٢٥. آستانن. ٢٦. سفر تي، مسافريءَ يا سيرَ تي. ٢٧. اُسهيا، روانا ٿيا. ٢٨. ڏورانهون، پراهون. ٢٩. چت ۾ رکي، خيال يا ڌيان ۾ رکي، دل ۾ رکي. ٣٠. ملڪ. ٣١. آرامُ، آسائش. ٣٢. وطن. ديس. ماڳ. ٣٣. ڏانهن. ٣۴. هندستان جي اتر پرديش رياست مان وهندڙ هڪ نديءَ جو نالو جنهن جي ڪپ تي هندن جا پوتر آستان يا تيرٿ آهن. ٣٥. (جوش مان) هليا. پهتا.

### ۴

تَان[١] ڪِي[٢] وَتِن[٣] وَڄُ[۴]، جَن[٥] آهين اوطاقُن[٦] ۾،
سَامِي[٧] سَفَرِ[٨] هَلِئا[٩]، رائو[١٠] چِتائي[١١] رُڄَ[١٢]،
اِهَڙا جَن[١٣] اُهڄَ[١۴]، سي ڪَرَمِ[١٥] مِلَندا[١٦] ڪَاپڙي.

### ٥

تَان ڪِي سَائُن[١٧] اورِ[١٨]، جَان آهين اوطاقُن ۾،
ڏَهَہ ڏَهَہ پِيرا[١٩] ڏِينهَن[٢٠] ۾، پَاڻُ[٢١] مَتَانئُن[٢٢] گهورِ[٢٣]،
وِئَا جي هِنگلورِ[٢۴]، سي ڪَرَمِ مِلَندا ڪَاپڙي.

### ٦

تَان ڪِي وَتِن آءُ[٢٥]، جَان آهين اوطاقُن ۾،
وِئو تَن نَہ وِسري[٢٦]، لاهوتيءَ[٢٧] ڪو[٢٨] لاءُ[٢٩]،
فَنَا[٣٠] ۽ فِراقَ[٣١] جو، سَامِيَن چَکِئو[٣٢] سَاءُ،
وَتَان[٣٣] تو وِبَندا، ڪَاپڙي ڪَابُل[٣۴] ڏي.

### ٧

اَڄُ نَہ اوطاقُن ۾، تَازا پَتَر[٣٥] ڪَکَ[٣٦]،

---

١. تيستائين. ٢. ڪجهہ (دير يا وقت) ٣. انهن وٽ. ۴. ويندو ڪر. ٥. جيستائين. ٦. آستانن يا تڪين، مڙهين. ٧. تارڪ الدنيا فقير، ڪاپڙي. ٨. سفر تي، سير تي، مسافريءَ تي. ٩. اُسهئا، روانا ٿئا. ١٠. راءِ، شهزادا. ١١. چت يا ڏيان ۾ رکي، دل ۾ رکي. ١٢. رُڄَ ڪي، رڻ پٽ ڪي، بيابان ڪي. ١٣. جن جا. ١۴. نشانيون، پارَ. ١٥. ڪرم سان، نصيب يا قسمت سان، مشڪل، مس. ١٦. ڳُڏبا. ١٧. انهن سان. ١٨. رهاڻ ڪر، صحبت ڪر. ١٩. دفعا، گهمرا. ٢٠. ڏهاڙي، روزانو، هر روز. ٢١. پاڻ کي، خود کي. ٢٢. انهن تان يا مٿان. ٢٣. قربان يا صدقو ٿيءُ. بلهار ٿيءُ. نثار ٿيءُ. ٢۴. هنگلور هڪ نديءَ جو نالو آهي جنهن کي هنگول بہ چوندا آهن جيڪا بلوچستان ۾ لس ٻيلي پرسان جبلن ۾ واقع آهي هنگلاج جتي نانيءَ نالي هڪ درويش عورت جي قبر آهي وڃڻ لاءِ هنگول ندي اُڪرڻي پوندي آهي. ٢٥. اَچ. ٢٦. دل تان لهي. ٢٧. لاهوتين يعني لاهوت (عالم ذات الاهي، جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو درجو حاصل ٿئي ٿو)جي ڄاڻن يا معرفت رکندڙن. ٢٨. جو. ٢٩. ساءُ، سواد، لطف. ٣٠. نيستيءَ يا نابوديءَ، وصل بِالله. ٣١. وڇوڙي، جدائيءَ. ٣٢. ورتو، حاصل ڪئو. محسوس ڪئو. ٣٣. ڪان. ٣۴. ڪابل (افغانستان جو هڪ شهر) جتي هندن جا پوتر آستان آهن. ٣٥. پتريل، پڪڙيل، وچايل. ٣٦. سڪل گاهہ جا تيلا. ڀَنَ ٻوٽا وغيره.

آديسي[1] اُٺي وَٺا[2]، پيئي اُڏامي رَکَ[3]،
سامِي[4] کَٽِي سَنکَ[5]، وَڄائي واتَ[6] ٺِئا.

٨

اَڄُ نَہ اوطاقُن ۾، طالِبَن[7] تَنوارَ[8]،
آسَڻ[9] مَٿي[10] اُنِ جي، نِتُ[11] تَمايَم[12] نارَ[13]،
سامِي سَيوڪارَ[14]، وَڄائي واتَ ٺِئا.

٩

اَڄُ نَہ اوطاقُن ۾، طالَبَ تَنوارِيَن[15]،
سَڳا[16] سيلهيُون سِنگِيُون[17]، مَڙهيُون[18] مُون ماريَن[19]،
جي جِيءَ[20] کي جِياريَن[21]، سي ڪَرَمِ[22] مِلَندا ڪاپڙي[23].

١٠

اَڄُ نَہ اوطاقُن ۾ سَنڌِي[24] سامِيَن سَٿَ[25]،
لُنگَ[26] لاهُوتِي[27] لالُ[28] ٺِئا، چيلهہ[29] ٻَڌائُون چَٿَ[30]،
جي مَحبَتَ[31] ڪِئا مِتَ[32]، سي ڪَرَمِ مِلَندا ڪاپڙي.

---

١. گروهہ جي حڪم ۾ رهندڙ فرمانبردار فقير. ٢. هلئا، نڪري. ٣. متي، ڏوڙ. ۴. ڪاپڙي، تارڪ الدنيا فقير. ۵. ڪوڏ، ناد، سنگ (جيڪي سامي مڙهين ۾ وڄائيندا آهن). ٦. وات ٺئا = هلئا وئا. ٧. طالبن جي، (خدا جي) ڳولائن يا گهورن جي، سالڪن جي. ٨. آواز، (خدائي) ذڪر جو ٻڙاءُ. ٩. آستان، تڪاٿي، مڙهيءَ. ١٠. تي، ۾. ١١. سانده، لاڳيتو، مسلسل. ١٢. مون ٺمايا يا وهايا. ١٣. (ڳوڙهن يا لڙڪن جون) لارون، ڌارون (جهڙيءَ طرح ڪوھ مان نارَ جي ذريعي پاڻوٺ سان پاڻي ڪڍبو آهي). اکين جا ٺترا يعني نڪ جي پاسي وارا سوراخ. ١۴. سڀ ڪاريا، سڀ ڪم ڄاڻندڙ، داناءَ، سياڻا. ١۵. (خدا جو) ذڪر ڪن. ١٦. فقيرن جي مٿن يا انهن ۾ پيل ٽوپين کي ويڙهڻ لاءِ سٽ جون رسيون يا نوڙيون، سيلهيون. ١٧. ڍڳن جي سڱن مان ٺهيل توتاريون، نادَ يا نفير. ١٨. مونکي. ١٩. ڏک پهچائين، تڪليف ڏين. ٢٠. جان، جسم، جند، دل. ٢١. جيئرو يا زنده رکن يا ڪن. ٢٢. ڪرم سان، نصيب سان، قسمت سان. مشڪل، مس. ٢٣. ڳڏبا. ٢۴. جي. ٢۵. جوڙَ، سَٿَ، جماعت، ڪچهري. ٢٦. لنگَ وارا، لنگ يا لانگوٽي ٻڌلَ، ڌوتيو يا ڪودِ ٻڌل (چيلهہ کان هيٺ بدن کي ڍڪڻ لاءِ ڪپڙي جي ٽڪر کي لنگ چئبو آهي). ٢٧. لاهوت (عالم ذات الاهي جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿئي ٿو) جا ڄاڻو. ٢٨. (الاهي عشق ۾ پچي) ڳاڙها، سهڻا= حسين. ٢٩. چيلهہ کي، ڪمر کي. ٣٠. چڱيءَ طرح (چيلهہ ٻڌائون چٽ = لنگ کي چڱي طرح ٻڌائون). ٣١. پيار. ٣٢. دوست، عزيز.

١١

اَجُ نَہ اوطَاقُنِ[١] ۾، جَاڳَرُ[٢] جوڳِيَڙَنِ[٣] جو،
سَارِي[٤] سَنَاسِيَنِ کي، جَان[٥] رُونديءَ تَان[٦] رو،
پُسُ[٧] پَاسِئَان[٨] تو[٩]، لاهُوتِي[١٠] لَڏِي[١١] وِئا.

١٢

اَجُ نَہ اوطَاقُنِ ۾، سَنڌِي[١٢] جوڳِيَنِ جوڙَ[١٣]،
سَارِي سَنَاسِيَنِ کي، کامِي[١٤] تِيَسِ[١٥] کوڙَ[١٦]،
مَنَ[١٧] جَنِي سَان مُوڙَ[١٨]، سي لاهُوتِي لَڏِي وِئا.

١٣

اَجُ نَہ اوطَاقُنِ ۾، سَنڌِي جوڳِيَنِ ذاتَ[١٩]،
سَارِي سَنَاسِيَنِ کي، رُنُمِ[٢٠] سَارِي[٢١] رات،
تَنَ جَنِي جِي تَاتَ[٢٢]، سي لاهُوتِي لَڏِي وِئا.

١٤

اَجُ نَہ اوطَاقُنِ ۾، سَنڌِي بَابُوئَنِ[٢٣] بَانسَ[٢٤]،
وِئا وِيراڳِي نِڪِرِي، وِلِها[٢٥] ڪَرِي واسَ[٢٦]،

١. آستانن، مڙهين، ٽڪاڻن. ٢. راڳ ساز واري مجلس، ميڙو. ٣. جوڳين، تارڪ الدنيا فقيرن، سناسين، ويراڳين. ٤. ياد ڪري، سنڀاري. ٥. جيڪڏهين. ٦. تہ پلي. ٧. ڏسُ. ٨. پاسي ڪان، پر ڪان. پاڙي مان. ٩. تنهنجي. ١٠. لاهوت (عالم ذات الاهي جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿئي ٿو) جا ڄاڻو يا واقفڪار. ١١. مال اسباب يا ٽپڙ ٽاڙي کڻي، منتقل ٿي، نقل مڪاني ڪري. ١٢. جي. ١٣. سٿ. سٿ، جماعت، ڪچهري. ١٤.جلي، سڙي، پچي. ١٥. آئون ٿي. ١٦. کوڙ جي مثل (کوڙ ميرن ڪپڙن جي انَ ڍڳ کي چئبو آهي جيڪو ڪٽي يا ڌوبي ڪنبَ يعني ميرن ڪپڙن جي ٿهڪائڻ يا ڪاڙهڻ لاءِ ٻنيءَ جي منهن تي چوڌاري رکي ڌوئڻ ڪان اڳ گرم پاڻيءَ جي ٻاڦَ يا بخارَ تي سيڪيندا آهن). سڪل ڪل. ١٧. تَنَ. دل. ١٨. شاديءَ جي وقت گهوٽ جي مٿي يعني پيشانيءَ تي ٻڌڻ لاءِ ڪپڙي جي پٽيءَ جي ڪناريءَ ۾ لٽڪندڙ موتين ۽ سٽ جي گلن جون جهالرون، سهرا (جيڪي گهوٽ ۽ ڪنوار جي عمر ڀر گڏ رهڻ يا ناتي جي نشاني آهن). ناتو. ١٩. ٽولي، قوم. ٢٠. مون رنو. ٢١. سڄي. ٢٢. ياد گيري. ٢٣. بابوئن جي، سيلاني فقيرن جي. ٢٤. سڳند، سرهاڻ، خوشبوءِ. ٢٥. سُڃا، ويران، خالي. ٢٦. رهڻ جون جايون يا مڪان، مڙهيون، آستان، وٿاڻ.

جَنِ جِي اَندَرَ[1] ۾ اُداسَ[2]، سي لاهُوتِي[3] لَذي[4] وِئا.

⑮

پِرِيَنِ[5] پَاتَا[6] پَيرَ[7]، آئُون کيرَ[8] کَميٽِي آهِيَان،
مُون[9] گهَرِ[10] آيا مُون[11] پِرِينِ، سُونهَڻَ[12] لَڳا سَيرَ[13]،
پِرِينِ آيَائِي هيرَ[14]، اَسِين جِيَا[15] سُون جيڏيُون[16].

١٦

جِيَا سُون جوڙَ تِي[17]، جوڳِيءَ[18] لاتو جَارُ[19]،
سَندو[20] پُورَبَ[21] پَارُ[22]، آچِيَائِين[23] ايندَنِ[24] کي.

١٧

جِيَا سُون جوڙَ تِي، جوڳِي ڏِنو سُون[25]،
مُلان[26] تَهين مُون، حَاصُلُ[27] کِئي[28] حَالُ[29] کِئو.

١٨

جِيَا سُون جوڙَ تِي، جوڳِي ڏِنُمِ[30] جَانُ[31]،
سَنگُ[32] جَنهِين سَان، سَامِي سو سَانِيِيتِئو[33].

---

١. دل، من، ٢. سڪ، اڪنډ، ٣. لاهوت (عالم ذات الاهي، جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿئي ٿو، سلوڪ جي هڪ منزل) جا ڄاڻو يا واقفڪار، ۴. نقل مڪاني ڪري، مال اسباب يا ٽپڙ ٽاڙي کڻي، منتقل ٿي، ۵. محبوبن، ٦. (منهنجي گهر ۾) وڌا، ٧. قدمَ، پگَ، ٨. ڪير ڪميٽي= گمنام، خسيس، ادني، ڪهڙي، نالائق، ڪميٽي، ڪم ذات، نيچ، ٩. منهنجي، ١٠. گهر ۾، ١١. منهنجا، ١٢. سهڻا يا خوبصورت ٿين، ڀهڪن، ١٣. رستا، لنگهہ، گس (جن تان پرين لنگهيو)، ١۴. هاڻي، ١۵. جيئرا يا زندهہ ٿي وياسون، ١٦. اي جيڏيون، اي سرتيون، ١٧. جوڙ تي = آس يا اميد پوري ٿي، آرام يا آنند ٿيو، گڏجاڻي ٿي، ١٨. تارڪ الدنيا فقير، ساميءَ، ١٩. تڪليف، غم، سوز يا جهوري يا فڪر، دل جو زنگ يا ڪثافت، ٢٠. جو، ٢١. اڀرندي، هندستان ۾ اتر پرديش رياست ۾ ڪانپور کان وٺي بهار تائين علائقي، جنهن ۾ هندن جا تيرٿ يا پوتر آستان آهن جهڙوڪ ڪاشي، گيا، بنارس، هردوار، دئارڪا وغيره، ٢٢. طرف، ڏس، پٽو، رستو، راهہ، ٢٣. ٻڌايائين، ٢۴. اڻ واقفڪارن، موڙهلن، اڻ ڀومين، ٢۵. اسان (مون) ڏنو، ٢٦. ڪان، ٢٧. پراپت، ٢٨. ڪجهہ، ٢٩. وجد يا محويت جي حالت، بي خودي، مستي، ٣٠. مون ڏٺو، ٣١. جيئن ئي، ٣٢. واسطو، لاڳاپو، دوستي، ٣٣. گڏئو، مليو، ڀيرو ٿئو.

## ١٩

جِيَاسُون[1] جوڙَ[2] تِي، جوڳِي[3] ڏِنو[4] جُوانُ[5]،
سَندو[6] قُربَ[7] كانُ[8]، نانگي[9] هَنيُمِ[10] نينهَن[11] جو.

## ٢٠

جِيَاسُون جوڙَ تِي، جوڳِي ڏِنو جَاءِ[12]،
تَهِين سَندي[13] ساءِ[14]، سَدا[15] پُٽُون[16] سَنِرا[17].

## ٢١

جِيَاسُون جوڙَ تِي، نانگو ڏِنو نِتُ[18]،
چُونچو[19] هُئَڙو چِتُ[20]، كُلِي[21] اَجُ باغُ[22] تِئو.

## ٢٢

جِيَاسُون جوڙَ تِي، ڏُنُمَ[23] تارِ[24] تَرَكُ[25]،
هَاٿي تَنِي هَٿِ[26] كِئو، هو جَنِي جو حَقُ[27]،
رامُ[28] اُنَهَنِ رِوئِيو[29]، سامِي[30] آڻِ مَ شَكُ[31]،
سَندو نَهِيءَ[32] نَكُ[33]، اُنِ اَمَرَ[34] ساڻُ اُتارِئو[35].

---

١. جيئرا زندهہ تياسون، ٢. گڏجاڻي، ميلاپ، آس يا اميد، آرام يا آنند، ٣. تارڪ الدنيا فقير، سامي، ۴. ڏنو وٺو،۵. نو عمر، ڳڀرو، سهڻو، پهلوان، بهادر، ٦. جو، ٧. محبت، پيار، ٨. تير، ٻاڻ، گز، ٩. فقير، جيڪو لانگوٽيءَ کان سواءِ بدن تي ڪپڙو نہ پائي ۽ سڄي عمر شادي نہ ڪري، ١٠. مون کي هنيو يا ڦهڪايو، ١١.عشق، ١٢. ويندي، رواني ٿيندي، ١٣. جي، ١۴. ساءَ سان، سانگي سان، سبب سان، ذوق سان، لحاظ سان، ١۵.هميشہ، ١٦. گهمون ڦرون، هلون، ١٧. خوش، راضي، سرَها، ١٨. ساندهہ، لاڳيتو، مسلسل، هر وقت، ١٩. ننڍڙين اکين وارو گهٽ نظر وارو، انڌو، ٻوٽيل يا بند ٿيل (گل جي مکڙيءَ وانگر)،٢٠. دل، قلب، هردو، ٢١. ٽڙي، شگفتا ٿي، ٢٢. گلشن، خوش نما، سرسبز، شادابؔ، ٢٣. مون ڏنو، ٢۴. ڀرپور، ڪنان ڪن، چوٽيءَ تائين، مڪمل، ٢۵. تارڪ الدنيا (فقير)، جوڳي، تياڳي، ٢٦. هٿ ۾، قبضي ۾، وس ۾ (هٿ ڪئو = حاصل ڪئو)، ٢٧. لائق، حصو، ڀتي، ڀاڱو، ملڪ، ٢٨. خدا جو (هندي) نالو، ٢٩. ڏنو، رانئيو، راضي ڪئو، ريجهايو، ٣٠. اي سامي، ٣١. وهم، گمان، سنسو، ٣٢. خراب ڪمن ڪرڻ کان روڪ يا منع، ٣٣. ساهہ کڻڻ جو عضوو، ٻيني، ٣۴. چڱن ڪمن ڪرڻ جي حڪم، ٣۵. وڏئو، ڪپيو.

## ٢٣

هَـيِ[1] جـيِ[2] هُـئَـا[3] هِـتِ، تَـہ مَـتِنِ[4] هُـونـدَ[5] حَـقُ[6] تِـئـو،
جـوڳِـيَـنِ[7] جِـي جُـڳُـتِ[8]، سَـارِئـو[9] تِـي سُـورَ[10] چَـرانِ[11].

## ٢٤

هَـي جـي هُـئَـا هَـانِ[12]، تَـہ مَـتِـنِ هُـونـدَ حَـقُ تِـئـو،
پـيـهِـيِ[13] وِئَـا پَـانَ، مَـڙهِـيُـون[14] مُـون[15] مَـارِيـنـدِيُـون[16].

## ٢٥

پـيـهِـي وِئَـا پَـانَ ۾، تَـا وِهـسَـنِ[17] وِبُـروتَـارَ[18]،
لَـڳِي لَـنءُ[19] لـطـيـف چَـئـي، تَـن کـي اَنـدَرَ[20] مَـنـجِـهہ اَپَـارَ[21]،
سَـامِـيَـڙا سَـتَـارَ[22]، گَـنـگَـا[23] گَـجِـيِ[24] گَـڏِئَـا[25].

وائي

ڪَـاپَـڙِي ڪَـنَ چِـيـرَ[26]، وِئَـا وِراڳِـي نِـڪِـري،
دلِ هَـٽِـيِ[27] وِئَـا دَلَـقَ[28] سـين، قُـورُو[29] هُـئَـا فَـقِـيـرَ،
هَـٽِـي وِئَـا حِـلـمَ[30] جُـون، سِـنـگِـيُـون[31] مَـنـجِـهہ سَـرِيـرَ[32].

١. افسوس. ٢. جيڪڏهين. ٣. هجن ها. ۴. انهن جي متان. انهن تي. ٥. جيڪر. ٦. (منهنجي) حجت. ذمون. بارُ. جوابداري. ٧. تارڪ الدنيا فقيرن. ڪاپڙين. ساميڙن. ويراڳين. ٨. رهڻ. ٩. ياد ڪرئو. سنڀالئو. ١٠. عذابَ. تڪليفون. ١١. سهان. ڀوڳيان. لوڙيان. ١٢. هن وقت. هينئر. ١٣. ڪِهڙي يا ڪر تي (پنهنجي پاڻ يا خود ۾). ١۴. تڪيا. آستان. ٹڪاڻا. ١٥. مون ڪي. ١٦. ڏک يا تڪليفون ڏينديون. ١٧. خوش ٿين. سرها ٿين. ١٨. هر وقت. هر گهڙي. بنان ناغي. لاڳيتو. مسلسل. ١٦. محبت. ٢٠. دل. ٢١. بي حد. بي انت. تمام گهڻي. ٢٢. پردي پوش. ڏوهن گناهن تي پردو وجهندڙ. ٻاجهارا. رحمدل. ٢٣. گنگا تي (گنگا هڪ ندي آهي جيڪا هندستان جي اتر پرديش رياست ۾ وهندڙ آهي ۽ جنهن جي ڪپ تي هندو جوڳين جا پوتر آستان آهن). ٢۴. (جوش ۽ جذبي سان) هلي. ٢٥. ملئا. جمع ٿئا. ٢٦. چيريل. وڍيل. ٽوپيل. ٢٧. ڦري. لٿي. ٢٨. ڪپڙي جي ٽڪرين مان ٺهيل فقيراڻي جبي يا چولي يا گوڏڙيءَ (جي چيٿڪ يا طلسم). ٢٩. ڦر ڪندڙ. لٽيرا. ٣٠. نياز. نهٺائيءَ. ٣١. ڍڳن جي سڱن مان ٺهيل ڪيفن جهڙا اوزار جي بدن مان ڪنو رت چوسي ڪڍن. ٣٢. بَدَن. جسم.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر رامڪَلِي

## داستان ٻارهون

١

بُکَ[1] وِذائُون بَگرِين[2]،* جوڳِي[3] کَندا جُڄَ[4]،
طَلَبَ[5] نَہ رکَنِ[6] طَعامَ جِي، اوتِئو[7] پِين[8] اُڄَ[9]،
لاهُوتِيَنِ[10] لَطِيف چئي، مَنُ[11] مارِيُ[12] ڪِئو مُڄَ[13]،
سَامِي جَهاڳِيُ[14] سُڄَ[15]، وَسِينءَ[16] کي ويجَها ٿِئا.

٢

نَہ گِدا[17] نَہ گَبِري[18]، نَہ لانگوٽِيءَ[19] لِکَ[20]،
جيڏانهَن پَرِبَن[21] وِکَ[22]، تيڏانهَن صاحِبُ سامُهون.

٣

نَہ گِدا نَہ گَبِري، نَہ لانگوٽِيءَ لِيڙَ،
جيڏانهَن کَرِين پِيڙَ، تيڏانهَن صَاحِبُ سَامُهون.

---

١. ڪاڌي يا طعام جي کائڻ جي خواهش يا اشتها، لنگهڻ، فاقو. ٢. بگرين ۾، ٿيلهين يا جهولين ۾ (جيڪي ڀينو فقير خيرات يا بکئا ۾ مليل مانيءَ يا ڪاڌي جي ٻين شين جي وجهڻ لاءِ ڪلهي يا بغل ۾ لٽڪائي هلندا آهن *انهن جون بگريون ڪاڌي پيتي جي شين کان خالي آهن ۽ هو سدائين روزي ۾ آهن. ٣. تارڪ الدنيا فقير، سامي. ۴. ڏۃ (ٻک جو)، موجون يا مزا (بکون يا لنگهڻ ڪاٽي). ۵. تمنا، خواهش. ٦. ڪَنِ. ٧. (پاڻيءَ وانگر برتن يا ٿانءَ مان) ليٽايو يا پلٽايو. ٨. واپرائين، جذب ڪن. ٩. پياس، تشنگي (اوتيو پين اڄ = اڄ جي پرواهہ ڪانہ اٿن). ١٠. لاهوت (عالم ذات الاهي جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو درجو ملي ٿو) جا چاٽو يا واقفڪار. ١١. دل، قلب. ١٢. سٽي ڪٽي، تڪليفون ڏيئي. ١٣. پائمال، ناس، نابود (سَر جي ٻوڙي جا ڪانا جڏهين سر جي موسم ۾ نسرڻ يعني سنگن ڪيڻ وارا هوندا آهن تڏهين انهن جي پچڙين يعني چوٽين وارا ڪچڙا پن يا گؤنچ ڪپي ۽ ٺوٺڙن يا ڏگرين سان ڪٽي تمام باريڪ ۽ سنها تاندوار يا تندون ڪبو آهي ۽ پوءِ انهن تندن کي وٽ ڏيئي ڪتن واٽڻ جو واڻ ٺاهبو آهي جنهن کي مُڄ چئبو آهي). ١۴. لتاڙي، اورانگهي. ١۵. ويراني، برپٽ، فنا جي منزل يا مقام. ١٦. وسنديءَ (اها جاءِ جتي ماڻهو رهندا هجن)، واصل بالله جي مقام. ١٧. ڪدا، پيالو، جمني، ڪستو، ڪرمنڊل. ١٨. (ڪپڙي جي ٽڪرين مان ٺهيل فقيراڻي) رلي، گودڙي، جبو، ڪفني، ڀهراڻ، بگري. ١٩. لانگوٽيءَ (چيلهہ کان هيٺ بدن جي حصي تي ٻڌڻ لاءِ ڪپڙو)، گوڏ جو. ٢٠. ٽڪر، ذرو، ليڙ. ٢١. ڪٽن، وجهن. ٢٢. پند ڪرڻ مهل ٻن پيرن جي وچ ۾ مفاصلو، قدم.

**٤**

نَہ گِدا[1] نَہ گِبَري[2]، نَہ لانگوٽيءَ[3] لِينگَ[4]،
پُنگا[5] جَنِي[6] پِينگَ[7]، صَاحِبُ[8] تنِي[9] سَامُهُون[10].

**٥**

نہ گِدا نَہ گِبَري، نَہ ڪَچَ[11] ڪاڇوٽِي،
سَامِيءَ[12] بَارِي[13] سُڄَ[14] ۾، بَابُوءَ[15] بَاهوٽِي[16]،
جوڳِي جَبَروتِي[17]، ڪوهہ[18] جَاڻَان ڪيڏَهِن[19] وِيا.

**٦**

ڪَسِي[20] ڪَاڇوٽِي، نَانگَنِ[21] ٻَڌِي نِينهَن[22] جِي،
سُکَ[23] نَہ سُتا ڪَڏهِين، لاهِي[24] لانگوٽِي،
جِهَڙا آيا جِهان[25] ۾، تِهَڙا وِيا موٽِي،
تَنِي جِي چوٽِي[26]، پُورَبِ[27] ٿِيندي پَڌرِي[28].

**٧**

هُو جي ٿِئا هَرِڪيس[29]، تَنِ[30] لَڳِي[31] ڪِينَ لِبَاسَ[32] سِين،
وَتَنِ[33] وِلِهِي[34] وِيسِ[35]، لاهُوتِي لَطِيفؒ چئي.

---

١. گدا، جمني، ٻيالو، ڪستو، ڪرمنڊل. ٢. (ڪپڙي جي ٽڪرين مان ٺهيل فقيرائي)، رلي، گودڙي، جبو، ڪفني، پهراڻ، ٻڪري يعني جهولي يا ٿيلهي جنهن ۾ فقير پن يا خيرات ۾ مليل شيون وجهندا آهن. ٣. لانگوٽيءَ (چيلهہ کان هيٺ بدن کي ڍڪڻ لاءِ ڪپڙي جو ٽڪر)، جي، گوڏ يا ڪاڇوٽيءَ جي. ٤. اڳڙي، ڪپڙي جو ٽڪر. ٥. گهر، جهوپڙا. ٦. جن جا. ٧. سُڃا، ولها، ويران، خالي. ٨. مالڪ، خدا. ٩. تن کي. ١٠. آڏو، اڳيان، روبرو. ١١. ڪاڇوٽي، ڪڇو، لانگوٽي. ١٢. تارڪ الدنيا فقير، جوڳيءَ. ١٣. جلائي، ڏڳائي. ١٤. بيابان. ١٥. رمتي يا سيلاني فقير. ١٦. باهہ (نندي)، باهڙي، دونهين. ١٧. جبروت جي منزل کي پهتل (جبروت جي معنيٰ حضرت جبرائيل جي رهڻ جي جاءِ، سلوڪ جي ٽين منزل). ١٨. ڪوهہ جاڻان = مون کي جاڻ يا خبر نہ آهي. ١٩. ڪيڏانهن، ڪهڙي طرف. ٢٠. سوگهو يا مضبوط. ٢١. فقيرن جيڪي لانگوٽيءَ کان سواءِ بت تي ڪپڙو نہ پهرن ۽ سڄي عمر شادي نہ ڪن. ٢٢. عشق، محبت. ٢٣. سک سان، آرام سان. ٢٤. ڇوڙي. ٢٥. جڳ، دنيا. ٢٦. مٿي جا وار، مٿي جي وارن جي ڇڳ يا مُڇو، مٿو، سرُ (مرتبو، عزت، مان). ٢٧. پورب ۾. ايرندي ۾ (قيامت ۾) (هندستان جي اتر پرديش رياست ۾ ڪانپور کان بهار تائين علائقي کي پورب چوندا آهن جتي هندن جا پوتر يا پاڪ آستان يعني تيرٿ آهن جهڙوڪ گيا، بنارس، هردوار، دوارڪا، ڪاشي وغيره). ٢٨. ظاهر. ٢٩. هر رنگ وارا، هر ڀيد وارا، هريءَ (خدا جو هندڪو نالو) جي رنگ يا محبت ۾ رچيل. ٣٠. تن کي. ٣١. واسطو ٿئي. ٣٢. پوشاڪ. ٣٣. هلن، گهمن، ڦرن. ٣٤. غريبائي. ٣٥. ويس ۾، پوشاڪ ۾.

**۸**

بُکَ[1] اُنهِين جِي بِکَئَا[2]، ڏُوڙ[3] اُنهِين جو ڏُوپُ[4]،
کِئَائُون سوئِي رُوپُ[5]، جِئَان[6] لوڪَ[7] لَڄَ[8] ٿِيي.

**۹**

جَا[9] بَرادَ[10] بُتَنِ[11] جِي، سَا[12] اُڄَ[13] بُکَ آديسيَنِ[14]،
روزو رِنَدَ[15] رڪَنِ، عِيدَ[16] نَہ اوڏا[17] ڪاپڙِي[18].

**۱۰**

نَکِي طَعَامُ[19] تُنبِنِ[20] ۾، نَکِي گبَرِيَنِ[21]،
مُون پَڻ مُلان[22] تَنِ، حَاصُلُ[23] ڪِيّي[24] حَالُ[25] ڪِئو.

**۱۱**

نَکِي طَعَامُ تُنبِنِ ۾، نَکِي هيٺَ نَہ[26] بيٺَ،
رامُ[27] کِئَائُون ڏِيٺَ[28]، وَجَنِ ڪِين[29] ڪُلهَي[30] ڪِئو[31].

**(۱۲)**

جِيئَن[32] ٿَا پَچَنِ[33] اَنَ کي[34]، تيئَن جي پُچَنِ اَللهُ،
رِڙهِي[35] لَڏائُون[36] راهَہ[37]، لَتِين[38] لُکَ[39] لَطيف رح چَئي.

۱. ڪاڌي يا طعام جي کائڻ جي اشتها، لڳنهڻ، فاقو. ۲. خيرات، دان (ٻک ڪڍڻ پر خيرات نہ گهرن). ۳. مٽي، خاڪ. ۴. هڪ قسم جو ٻسارڪو وکر (لوبان) (جنهن ۾ سرهاڻ يا خوشبوءِ هوندي آهي ۽ جنهن کي ٽورو باهہ جو سيڪ يا ٽؤ ڏبو آهي تہ منجهانئس خوشبودار دونهون نڪرندو آهي). ۵. شڪل، صورت، نمونو. ٦. جنهن ڪان. ۷. لوڪ کي، ماڻهن کي. ۸. (جيڪر) شرم، حياءُ. ۹. جيئڻ. ۱۰. برات (شعبان مهيني جي ۱۵. تاريخ واريءَ عيد جو نالو). جشن يا خوشيءَ يا کائڻ پيئڻ جو ڏينهن. ۱۱. (انساني) پتلن يعني عام ماڻهن. ۱۲. تيئن، تهڙيءَ طرح. ۱۳. بنان پاڻيءَ ۽ ڪاڌي جي گذاري ڪرڻ واري حالت، روزو، ورت. ۱۴. آديسين کي، گروءَ جي حڪم ۾ رهندڙ فرمانبردار فقيرن. ۱۵. مست، خدائي رنگ ۾ رتل جوڳي فقير. ۱٦. عيد کي (کائڻ پيئڻ کي). ۱۷. ويجها. ۱۸. تارڪ الدنيا فقير. ۱۹. کاڌو. ۲۰. ڪدوءَ جي ول جي سڪل ڦرن مان ٺهيل فقيرائڻ ڪستن يا ڪچڪولن. ۲۱. گبرين ۾، ڪپڙي جي ٽڪرين مان ٺهيل فقيرائڻ ٿيلهن يا جهولين ۾ (جن ۾ فقير خيرات ۾ مليل شيون وجهندا آهن). ۲۲. ڪان. ۲۳. حاصل ڪئو = پرايو، معلوم ڪئو. ۲۴. ڪجهہ. ۲۵. روحاني فيض يا مستي. ۲٦. هيٺ بيٺ = بدن جي هيٺئين حصي يعني چيلهہ (بيٺ) تي ٻڌل ڪپڙي ۾ يعني گوڏ ۾. ۲۷. خدا جو (هندي) نالو. ۲۸. ڏيٺ ۾، نظر ۾، نگاهہ ۾. ۲۹. نيستي، نابودي، عدم. ۳۰. ڪلهي تي، ڪنڌ تي يا گردن تي. ۳۱. ڪئو. ۳۲. جهڙيءَ طرح. ۳۳. ڳولين، ڍونڍين، تمنا ڪن. ۳۴. اناج، غلي (طعام يا ڪاڌي). ۳۵. هلي، پنڌ ڪري. ۳٦. ڏٺائون. ۳۷. راهہ يا واٽ (الله جي، روحاني). ۳۸. دور يا ختم ٿين. ۳۹. تڪليف، ڪشٽ، سختي.

١٣

جِيئَن[1] تَا پُڇَنِ[2] اَنَ[3] کي، تيئَن جي پُڇَنِ پَنڌُ[4]،
رِڙهِيِ[5] لَڏائُون[6] رَندُ[7]، لَتيَنِ[8] لُکَ[9] لَطيفُ چَئي.

١٤

سَبيرِيءَ[10] سَيَدُ چَئي، جي تَا پُڇَنِ اَنُ،
تَنِ کاپَڙِيَنِ[11] کَنُ[12]، جوڳِي چَائِيِنِ[13] جَاڙَ[14] تَا.

١٥

گَنڍِيءِ[15] گَراهُ[16]، جَنهِن سَناسِيءَ سانڍِئو[17]،
اُنهِيِنءَ کَانَ اَللهُ، اَجَا آگاهُون[18] تِئو.

١٦

گولا[19] جي گراهَ جَا، جُونَا[20] سي جوڳِي،
قَتَلَ[21] سي قوڳِي[22]، جَني شِکَمَ[23] سانڍِيا[24]،

(١٧)

پُڇَڻُ[25] پَرڏيهِيَنِ[26] جو، آسَڻُ[27] وَٽِ[28] آهي،
لَنگهَڻُ[29] جي لاهي[30]، تَه هُنِ[31] تان حَقُ[32] لَهي.

---

١. جهڙيءَ طرح. ٢. ڳولين، ڍونڍين، طلبين، تمنا ڪن. ٣. اناج، غِلي (ڪاڌي يا طعام)، ۴. (روحاني) راهہ، سفر، رستو. ۵. هلي، سري، پنڌ ڪري، ٦. ڏٺائون، ٧. (روحاني) رستو، ٨. ڏور يا ختم ٿين، ٩. تڪليف، احتجاج، سختي،ڪشت، ١٠. سپيريءَ جو، صبح جو سوير، ٻن وقتن جي ڪاڌي يا طعام يا ٻن ويلن يا مَهلَن جي ڪاڌي لاءِ، ١١. ڪاپڙين کي، تارڪ الدنيا فقيرن کي، جوڳين کي، سناسين کي. ١٢. خوف، خطرو، حيف، ١٣. چوائين، سڏائين، ١۴. اجايو، بي فائدي، ناحق، ١۵. ڪپڙو، لباس، پوشاڪ. ١٦. لقمون (ڪاڏو)، ١٧. رکئو، ١٨. پري، دور، ١٩. غلام، نوڪر، پوڄاري، ٢٠. ڪوڙا، فريبي، ڪَساڪي، ٢١. خراب، ٢٢. ڦوڳ (ڪنهن شيءِ نپوڙڻ بعد باقي بچيل يعني بيڪار مواد) جهڙا، بي ڪار، نڪما، خسيس، ٢٣. پيٽ، ٢۴. پوڄيا يعني ڪاڌي سان پريا يا پرورش ڪيا، ٢۵. پڇا ڳولا. ٢٦. پرديسين، مسافرن، جوڳي، فقيرن، ٢٧. آستان، تڪيي، مڙهيءَ، تڪاٽي، ٢٨. تي، ٢٩. فاقو، بُک، ٣٠. جيڪڏهين، ٣١. ختم ڪري، ٣٢. ذميواري، جوابداري.

## ١٨

ڏهڪ جي[1] ڏُورِ[2] ٿِئا، ڪِي[3] جو ڏنائُون،
وِهَڪَ[4] نَہ ڪِئائُون، اُپيَٽُ[5] عَيبُ[6] اُنِ جو.

## ١٩

ڳُٽين[7] ڪُٺا[8] ڪاپَڙِي[9]، مُوران[10] پَرِياڻانِ[11]،
ڏَنڊا[12] تُنبا[13] ڪِينرا[14]، تِيئِي ساجَ[15] سَندانِ[16].

## ٢٠

پَٽَ[17] ڇِڏِئائُون[18] پَٽَ[19] ۾، ڏَنڊَ ڇِڏِئائُون ڏَسُ[20]،
آلائِشانِ[21] اڳِي[22] ٿِئا، مُوٽِي[23] هُون[24] نَہ مَسُ[25]،
هِيءُ ڇِڏِئائُون هَسُ[26]، وَڃِي ڪالَ[27] ڪُلُ[28] ٿِئا.

## ٢١

دَلَقُ[29] ڍِڪائِجِ[30] دِلِ[31] کي،* لائِجِ[32] ڪو مَ لِباسُ[33]،
پُورِي[34] ڪائِجِ پانهنجو، مَڙهِئانِ[35] اَندرِ ماسُ[36]،•
وِيراڳِي[37] تنو[38] واسُ[39]، بَرَ[40] ۾ بُوبُون[41] مُوڪِلِي.

١. ڏِڄي، ڏهلجي، خوف ڪائي، ٢. پري، ٣. ڪجهه، ٤. وهڻ واري حالت، ٻيٺڪ، آرام، ٥. (ٻنان تلاش جي)، ٻيهڪ، ٦. نقص، گهٽتائي، اوڻائي، خطا، ٧. ڳُٽن سان، ڀلاين سان، ٿورن سان احسانن سان، ٨. قتل ٿيا، مات ٿيا، فنا ٿيا، ٩. تارڪ الدنيا فقير، جوڳي، ويراڳي، ١٠. مُور کان، اصل کان، شروعات کان، آد کان، ١١. انهن جا پرياڻ، انهن جا اهڃاڻ يا نشانيون، ١٢. ڏَنڊَ، نَادَ، ڪوڏ، نفير، سنک، ١٣. ڪدوءَ جي ول جي سکل ڦر مان ٺهيل فقيراڻا ڪستا يا زنبيل يا ڪچڪول، ١٤. واڄا، سُرندا، ١٥. سازَ، سامان، ملڪيت، ١٦. سندن، انهنجا، ١٧. ڪستا، زنبيل، ١٨. ڦٽا ڪئائون، ١٩. پٽ ۾ = زمين تي، ميدان تي، ٢٠. پس، معائنو ڪر، ٢١. آلائش کان، ناپاڪيءَ کان، ميل ملاوت کان، گناهن جي آلاڻ کان، ٢٢. پري، دور، ٢٣. وري، ٢٤. ٿين، ٢٥. (ناپاڪائيءَ يا پليتيءَ ۾) گڏ، شامل، مليل، حَل، ٢٦. هستي، حياتي، وجود، ٢٧. ڪالهه، گذريل، يا اڳئين ڏينهن، ٢٨. ڪل ٿيا = ڪُلَ ۾ يعني وحدانيت ۾ شامل ٿيا، الله تعاليٰ سان هڪ ٿيا، ٢٩. ڪپڙي جي ٽڪرين مان ٺهيل فقيراڻو چوغو، گودڙي، ٣٠. پهرائج، پارائج، ٣١. من، قلب *سادگي يا غربت دل کي اختيار ڪراءِ، ٣٢. لاهج، ڦٽو ڪج، ٣٣. (ظاهري بدن واري) پوشاڪ، ويس، ٣٤. بند ڪري، ٣٥. مڙهين جي، تڪين جي، ٣٦. ماهہ، گوشت، •پاڻ کي فنا يا نابود ڪر، ٣٧. اي ويراڳي، اي جوڳي، ٣٨. تنهنجو، ٣٩. (مڙهين ۾ ايڪانت يا گوشي نشينيءَ واري) رهائش، هڳاءُ، ٤٠. رڻ پٽ، سڄ، ٤١. خوشبويون، هبڪارون.

## ٢٢

بولي[1] ٻُجهارتَ[2]، جوڳيان[3] سنديءَ[4] ذاتِ[5] جي،
ڏورڻُ[6] گهٽُو ڏاڪڙو[7]، هلڻُ ۾ حيرتَ[8]،
عَجَبُ[9] عِبادتَ[10]، پَنُءُ[11] پروڙڻُ[12] اُنِ جو.

## ٢٣

نه ڪِلنِ نه ڪِنِ[13] ڪي، نڪي ڳالهائين،
ڪنهن جنهن[14] ۾ آهين، سا پر پروڙڻُ ڏاڪڙو.

### وائي

پانڌي[15] ڪا پرينِ[16] جي، ڪر تون ڳالهڙي[17]،
حڪايتَ هوتنِ جي، ادا تو ڪا آندي،
ڏيئي باهه ڀنڀور[18] کي، جتنِ[19] ڏي آئون جاندي[20]،
مون کي پيتمَ[21] پاڙهو[22]، خمرَ[23] جي آئون خواندي[24]،
سا پرتيئي[25] سپرين[26]، الستَ[27] جا آندي[28]،
پسڻَ[29] ڏاران[30] پرينءَ جي، مُنِي[31] پس ماندي[32]،
ڪڏهين ٿيندس ڪيچ[33] ۾، هوتنِ سين هيڪاندي[34].

---

١. گفتگو، ڳالهاءِ. ٢. ڳجهارت، پرولي، مامرو، رمز. ٣. جوڳين، تارڪ الدنيا فقيرن، ڪاپڙين. ۴. جيءَ. ۵. تولي، قوم، فرقي. ٦. ڪنهن شيءِ جي ڳولا ۾ هلڻ يا پنڌڪرڻ. ٧. ڏاڪو، تڪليف. ٨. حيرت، حيرانيءَ، پريشانيءَ، مُونجهه. ٩. عجيب، نرالي، حيرت انگيز، اوکي، ڏکي. ١٠. بندگي، پوڄا، ڀڳتي. ١١. رستو، واٽ، اهڃاڻ، رمز، راز، اشارو. ١٢. سمجهڻ، پرکڻ، ڄاڻڻ. ١٣. ڪائين (طعام). ١۴. اهڙيءَ ڳالهه، رمز، راز، ريت يا ڀَر يا نموني. ١۵. اي پانڌي، اي واٽهڙو، اي قاصد. ١٦. محبوبن، سڄڻن، هوتن. ١٧. خبر، سڌ، ڳالهه. ١٨. ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڀرسان هڪ ڳوٺ آهي، جتي سسئي رهندي هئي. ١٩. اوٺين، انن جي مالڪن (پنهونءَ ۽ ان جي پائرن). ٢٠. ويندي. ٢١. پريتم، محبوب. ٢٢. پڙهايو يا سبق ڏنو. ٢٣. خمر جي = خمر جي، پيدائشي طور، (خمر جي بي معنيٰ عشق آهي). ٢۴. پڙهيل، ڄاڻو. ٢۵. توکي پرتي، تنهنجي حوالي يا سپرد ٿي. ٢٦. اي سپرين، اي پرين، اي محبوب. ٢٧. ڇا آئون آهيان؟ الست بربڪم" يعني ڇا آئون اوهان جو رب آهيان (روز ميثاق ۾ الله جو روحن کان سوال) واري قول. ٢٨. گهرائي. ٢٩. ڏسڻ. ٣٠. کان سواءِ. ٣١. مصيبت جي ماريل يا ستايل. ٣٢. لاچار، ٿڪل، عاجز. ٣٣. سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ جو شهر جيڪو لس ٻيلي رياست ۾ آهي. ٣۴. گڏ، شامل.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر رامڪَلِي

## داستان ٻارهون

### ١

اِيءُ ڏنوئِي[1] ڏوهُہ[2]، جيئَن[3] رامُ[4] ڪونيِن[5] رَحمٰنِ[6] ڪي،
جو هَادِيءَ[7] چَيو حَبِيبَ[8] تي، سو ڪَلِمُون[9] ڪَهِين[10] نَہ ڪوهُہ[11]،
اَطِيطَنِ[12] اَندوهُہ[13]، تِيندو ڏِينهَن قَيَامَ[14] جي.

### ٢

سَنَاسِي سِيئِي[15]، جي آدَمَان[16] اَڳي هُئَا،
اوريَان[17] اوريِنِ[18] عَامَ[19] سين، پَريَان پَريئي،
چِوتَا[20] جَنِ جَا چِيرئَان[21]، بِيلوتَا[22] بِيئي،
دُرسُ[23] دَلالَتَ[24] دِينَ[25] جي، هَتَان[26] تَنِ وِيئي،
تَنِي ڪي ڏِيئي، بَادِ[27] وِڃَاءِ[28] مَ بِڪَئَا[29].

### ٣

ڪَائِنَ[30] بَائِنَ[31] ڪَاپَڙِي، پَرُوڙَڻ[32] پَري[33]،

١. ڏنو وائِنو. ظاهر ظهور. نسورو. نپٽ. ٢. گناهہ. پاپ. خطا. چڪ. غلطي. ٣. ڄاڪاڻ تہ. ۴. خدا جو (هندي) نالو. ۵. تون ڪونين. تو چوين. ٦. خدا جو صفاتي نالو. رحم ڪندڙ. ٧. هدايت ڪندڙ. الله تعاليٰ. ٨. محبوب. پياري. حضرت محمد صلعم جو لقب. ٩. "لاَ الٰہ الاَّ اللهُ مُحَمَدَ رَسُولُ الله" جو جملو. ١٠. چوين. پڙهين. ١١. جو (ڪلمي پڙهڻ سان ماڻهو مسلمان ٿيندو آهي). ١٢. اطيطن ڪي. اَتيتَنَ ڪي. دنيا کي ترڪ يا تياڳ ڪندڙن کي. جوڳي فقيرن کي. ١٣. ارمان. ڏکُ. ١۴. قيامت. محشر. ١۵. دنيا کي ترڪ ڪندڙ. جوڳي. ڪاپڙي. ١٦. (حضرت) آدم عہ کان. ١٧. ويجها يعني حضرت آدم عہ کان بعد وارا. ١٨. حال احوال ڪن. بيان ڪن. ١٩. رواجي ماڻهن. ٢٠. مٿي جي وارن جون چڳون يا مُڇا. چوٽيون. ٢١. چيريل. ڦاڪون ڦاڪون ٿيل. ٢٢. ڳنتيل. پيٽا ٽيٽا ٿيل. ٢٣. درست. صحيح. ٢۴. هدايت. رهنمائي. ٢۵. مذهب. ڌرم. ٢٦. وٽان. ٢٧. باد ۾ يا هوا ۾ يعني اجائي. ٢٨. ضايع ڪر. ٢٩. خيرات. دان. ٣٠. وجود ۾ آندل. ساهواري مخلوق. ٣١. پڌرا. چٽا. ظاهر ظهور. ٣٢. سڃاڻڻ. سمجهڻ. ٣٣. مشڪل.

صُحبَتَ[1] سَامِيَڙَنِ[2] جِي، سَچِّي[3] شَالَ[4] سَري[5]،
اَندَرَ[6] دُزدُ[7] مَري[8]، تَہ حَاصِلُ[9] تو حَاجَ[10] ٿِيي.

### ۴

عَاقِلي[11] ٿِيءُ اُستَادَ[12] سين، پُنيِرو[13] پِيرَان[14]،
ڪَن مَ ڪِجِ[15] ڪَاپَڙِي[16]، جيڪِي چَوِيئي مَاءُ[17]،
تَہ راوَل[18] مَتي[19] راهَہ[20]، اُجري[21] اَچو[22] ٿِيين.

### ۵

اَللهُ اَللهُ ڪَن جِي، اسين مُور[23] نَہ مَجيون[24] تَن[25]،
نَڪِي چَوَنِ ڪَلمُون[26]، نَڪِي بَانگَ[27] بُڌَن،
لائي[28] ڪِي لاڪُنِ[29]، آذُوتِي عَدمُ[30] ٿِئا.

### ٦

سَامِي[31] چَئِجي تَنهِن کي، جو ڪُهي سَگو يَاءُ،
طَلاقَ[32] ڏِيئي جوءِ کي، سُمَهي[33] وَٽ مَاءُ[34]،
اِنَ پَرِ[35] اُتِي[36] آءُ، تَہ سَامِي سَالِمُ[37] تُون ٿِيين.

---

١. ياري، دوستي، سنگت، ميلاپ، ملاقات. ٢. سامين، تارڪ الدنيا فقيرن، آذوتين، ڪاپڙين. ٣. ڪري، خالص، حقيقي. ۴. خدا ڪري تہ. مان نہ. ۵. حاصل ٿئي، پلئہ پئي. ٦. اندر جو، دل جو. ٧. چورُ، شيطان، ڪوٽ. ٨. فنا ٿئي، تباهہ ٿئي، ختم ٿئي. ٩. پوري، سڌ، ١٠. حاجت، ضرورت، مطلب، مقصد. ١١. نافرمان، بي چيو، ناصالح. ١٢. سيڪاريندڙ، معلم. ١٣. پاسيرو، پري، بيزار، لاتعلق. ١۴. پيرن ڪان، مرشدن يا گرن ڪان. ١۵. ڪن مَ ڪج = ڌيان سان يا توجهہ سان نہ ٻڌجَ، نظر انداز ڪج. ١٦. اي ڪاپڙي. ١٧. (تنهنجي) امان. ١٨. اي راوَل، اي شهزادا. ١٩. تي. ٢٠. (سنئين) واٽَ، رستي. ٢١. چمڪي، صاف ٿي. ٢٢. سفيد، وٽندڙ، سهڻو. ٢٣. اصل، بنهہ. ٢۴. تسليم يا قبول ڪريون، منظور ڪريون، سَهون. ٢۵. تن کي. ٢٦ " لاَ اِلــہ اِلاّ اللهُ مُحَمَدُ رَسُولَ الله" جو جملو جنهنجي پڙهڻ سان ماڻهو مسلمان ٿئي ٿو. ٢٧. مسلمانن کي پنج وقتي نماز پڙهڻ لاءِ سڏ يا پڪار، آذان. ٢٨. لاهي، أتاري. ٢٩. گوڏين، لانگوٽين. ڏوتين، ڪچن. ٣٠. نيست، فنا، ناسُ. ٣١. سانگي ماءُ ء ٻيءُ مان پيدا ٿيل پٽ، هتي ياءُ معنيٰ شيطان. ٣٢. نڪاح ٻڌيءَ جوءِ يعني زال کي ڇڏي ڏيڻ جو عمل (جوءِ=دنيا). ٣٣. همبستر ٿيڻ. ٣۴. ڌرتي ماتا، قبر (جيئريئي مري). ٣۵. ريت، نموني. ٣٦. اٿي آءُ = تيار ٿي اچ. ٣٧. سچو، صحيح.

## ۷

سَامِي[1] چَئجي تَنهن کي، جَنهن[2] سَيِنئَان[3] سَري[4]،
پَر[5] گهَر[6] وَجي ڪِينَڪِي، گهَران[7] ڪِين گهُري[8]،
پُنيءَ[9] پير[10] پُري[11]، حَقِيقَتَ[12] هَاديءَ[13] جي.

## ۸

ڪَامِي[14] خَاڪ[15] ٿِيئَا، مَحَبَتَ[16] جي مَيدانَ[17] ۾،
تَمَامُ[18] ٿِي طَلَبَ[19] ۾، وَحدَتَ[20] جي وِئَا،
جَنَبُ[21] مَوچَارو[22] جوڳِيين[23]، ڏِکِيئَا[24] مَهِند[25] ڏهَا[26]،
سَارِيَان[27] ڪونَہ سِيَاءُ[28]، سَندُن[29] هِنَ سَنسَارَ[30] ۾.

## ۹

مَنجهه[31] مَحَبَتَ[32] مَچُ[33]، بَهرِ[34] ڏورا[35] ڏوڙُ[36] سين،
ڇَڏِئَائُون ڇِرُ[37] لَهي، ڪُوڙُ[38] ڪُلَڪَڻُ[39] ڪَچُ،
اَوڳُڻَ[40] اوڏا نَہ وِئَا، ڳُڻَ[41] ڪَيئَائُون ڳَچُ[42]،
جِيئَن[43] سِڪَن[44] تِيئَن[45] سَچُ[46]، جِيئَن سَڙَن[47] تِيئَن سَنرا[48].

---

۱. تارڪ الدنيا فقير، جوڳي، ۲. جنهن جي، ۳. سين کان سواءِ، هر شيءِ کان سواءِ، ۴. گذارو يا تڳاءُ ٿئي، ۵. ٻين جي، غير جي، پراون جي، ٦. گهر ڏي، مڪان ڏي، (پنڻ لاءِ) ۷. پنهنجي گهر کان، پاڻ يا خود کان، ۸. طلب ڪري، پني، ۹. پنيان، پويان، ۱۰. پير جي يا قدم جي نشان، وک، رستي يا واٽ، ۱۱. هلي، ۱۲. ٻڌايل حال احوال يا خبر، ۱۳. هدايت ڪندڙ، رهبر، ۱۴. سڙي، جلي، ۱۵. مٽي، ڦلهيار، ڇارَ، ۱٦. عشق، پيار، ۱۷. آکاڙي، ۱۸. پورا، ختم، ناس، نابود، ۱۹. ڳولا، تلاش، ۲۰. وحدت ۾، هيڪڙائيءَ (خدا جي) ۾، ۲۱. عمر، حياتي، زندگي، ۲۲. سٺو، سهڻو، ۲۳. جوڳين جو، ۲۴. سينگارئا وئا، ۲۵. اڳئان، منهن مقابل، روبرو، آڏو، ۲٦. ڏيهن يعني ملڪن يا ولايتن (جي ماڻهن) جي، ۲۷. سنيران، منهنجي علم يا ڄاڻ ۾ آهي، ۲۸. مَٽُ، ثاني، شريڪ، ۲۹. انهنجو، ۳۰. دنيا، جهان، ۳۱. اندر ۾، دل ۾، ۳۲. محبت جو، پيار جو، ۳۳. باهہ، آڳ، باهہ جو آڙاهہ يا ڪورو، ۳۴. ٻاهران، ظاهر ۾، ۳۵. ميرا، گدلا، ۳٦. مٽيءَ، خاڪ، ۳۷. جهيڙو، فساد، شرارت، ۳۸. دغا، ٺڳي، ويساهہ گهاتي، جوٺ، مَٺ، خرابُ شيءِ، ڪچ، ۳٦. بداخلاقي، بُرائي، بدعادت، اوڳڻ، ۴۰. ويجها، قريب، ۴۱. چڱايون، ۴۲. گهڻيون، گهڻا، ۴۳. جيترو، جيتري قدر، ۴۴. سڪ يا حب رکن، تمنا ڪن، اُڪنڊ جن، ۴۵. اوتري قدر، ۴٦. سچا، کرا، صحيح، مخلص، ايماندار، ۴۷. جلن، پچن، ڪامن (عشق ۾)، ۴۸. سرها، خوش، راضي.

### ١٠

جِيئَن[١] اُتَرَڙا[٢] اوتِين[٣]، تيئَن[٤] سامِي[٥] گهَٽُو سَنرا[٦]،
سانگو[٧] ڪَن نَه سَاهَه[٨] جو، اُتَرَ[٩] اوتَ[١٠] نَه ڏين،
جيئَن پارو[١١] پوارا[١٢] ڪَري، تيئَن سُمَرَڙيون[١٣] سُورين[١٤]،
لاهُوتي[١٥] لَطِيف چئي، اُونِدي[١٦] ڪَنڌ[١٧] اورين[١٨]،
جُهوپَا[١٩] نَه جهوڙين[٢٠]، مَچُڻُ[٢١] پوئين[٢٢] وِتُ[٢٣] وِصَالَ[٢٤] ۾.

### ١١

پارو پوارا ڪري، لَڳي اُتَرَ[٢٥] مُٺ[٢٦]،
لاهُوتي لطيف چئي، ڪَنِ جُسي[٢٧] سين جُٺ[٢٨]،
پُون[٢٩] ڏِين نَه پُٺِ[٣٠]، مَچُڻُ پوئين وِتُ وِصَال ڪان.

### ١٢

اُتَرِ[٣١] وئا آهين، ڪَڏهين ايندا ڪاپَڙي،
نيڻَ[٣٢] مُنهِنجا اُن ڪي، جَهجهو[٣٣] جَرُ[٣٤] هارين[٣٥]،
اَڏئا[٣٦] مَڙهَه[٣٧] مارين، مادر[٣٨] مدارَنِ[٣٩] جا.

---

١. جنهن صورت ۾، ٢. اتر طرف جون سرد هوائون، ٣. ولڻجن يعني زور سان لڳن، ٤. تنهن صورت ۾، ٥. تارک الدنيا فقير، ڪاپڙي، ٦. خوش، سرها، ٧. ٻچاءُ، صرفو، ٨. جان، زندگيءَ، ٩. اتر (طرف) کي يا کان، ١٠. آڏ يا جهل (سرديءَ کان ٻچڻ لاءِ)، ١١. سخت سردي، ڏاڍي ٿڌ، ڏاڍو سيءُ، ١٢. پورا ڪري = طاقت يا رعب ڏيکاري، غلبو يا حملو ڪري، ١٣. مالهائون، تسبيحون، ١٤. ڦيرائن، ١٥. لاهوت (عالم ذات الاهي جنهن ۾ سالک کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿئي ٿو) جا ڄاڻو يا معرفت رکندڙ، ١٦. نميل، جهڪيل، ١٧. ڪنڌ سان، سرَ يا مٿي سان (اونڌي ڪنڌ = ڪنڌ کي نمائي، هيٺ ڪري، مراقبي واريءَ حالت ۾)، ١٨. (خدا کي) ياد ڪن، ١٩. گهر، آجها، ٢٠. ڇاهين، ٢١. مچان، ٢٢. انهن کي ٻوي، ٢٣. وچ، وٿي، شگاف، جدائي، ٢٤. ميلاپ، وصل، هيڪاند، ٢٥. اتر طرف جي هوا جي، سرديءَ جي، ٢٦. هٿ جي لَپَ ۾ سمائجڻ جي مقدار جيتري، ڪجهه، ٿوري انداز ۾، ٢٧. بدن، سرير، ٢٨. تعدي (جٺ ڪن = سيکت ڏين)، ٢٩. پون ڪان، هوا ڪان، واءَ ڪان (اتر جي)، ٣٠. پٺ ڏين = ٽهن، ڀڄن، پوئتي هٽن، پٺيرو ٿين، ٣١. اتر (طرف) ڏي، ٣٢. اکيون، ٣٣. گهڻو، ٣٤. پاڻي، ڳوڙها، لڙک، ٣٥. وهائين، ڳاڙين، ٣٦. اڏيل، نهيل، جڙيل، ٣٧. مڙهيون، ٽڪاڻا، تڪئا، آستان، ٣٨. اي مادر، اي امان، اي جيجل، ٣٩. مهندارن، آڏارن، ٻرجهلن، سردارن، محبوبن.

## ۱۳

سُورُ[۱] جَنِ کي سَهَجَ[۲] جو، تَنِ[۳] پُٽي[۴] نَہ پارو[۵]،
ٻَارَڻُ[۶] ٻَارِينِ[۷] نَہ ٻَاهہ[۸] جو، سَجو سِيَارو[۹]،
آرَڙَ[۱۰] اُنهارو، اوءِ لُکَ[۱۱] لَکَايا[۱۲] کِينَکي.

## ۱۴

وِلهُون[۱۳] وِلا[۱۴] واءَ[۱۵]، سَامِيَن[۱۶] سَنا[۱۷] سِرَ[۱۸] تي،
اَجهو[۱۹] رَبِّ[۲۰] اَللهَ، کونهي کَاپَڙِيَن جو.

## ۱۵

کِيهي[۲۱] کَامِ[۲۲] کَاپَڙي، تَا اهَڙيءَ[۲۳] رَوشِ رَوَنِ[۲۴]،
نَکا دل دوزخَ ڏي، نَکو بِهشتُ[۲۵] گُهرَنِ،
نَکو کَمُ[۲۶] کُفَارَ[۲۷] سين، نَکا مُسلمَاني[۲۸] مَنِ[۲۹]،
اُيَا[۳۰] ايئَن چَوَنِ، پِرِين[۳۱] کِجَان پَانهنجو[۳۲].

## ۱۶

اَجَا[۳۳] وِئَڙَمِ[۳۴] کَالَهہ[۳۵]، مُون[۳۶] لِيکِيندي[۳۷] وَرَهہ[۳۸] ٿِئا،
تَنُ[۳۹] کُمَاٽو[۴۰] تَنِ لاءِ، جِيئَن[۴۱] سَا قُلَنِ[۴۲] مَالَهہ[۴۳]،

---

۱. اهنج، درد، ڏک، تڪليف. ۲. (محبوب جي)، پيار، صحبت. ۳. تن کي. ۴. هيٺو ڪري، اثر ڪري. ۵. تمام گهڻي ٿڌ سبب رات جو جميل برف. ٦. ڪاٺيون ڪوئلا وغيره جيڪي باهہ ٻارڻ ۾ استعمال ڪبا آهن. ۷. جلائين، ساڙين. ۸. آگ. ۹. سرديءَ جي موسم. ۱۰. گرميءَ جي موسم، اونهارو، آرهڙ. ۱۱. لڪ، جهولي، اُڃ، پياس، سختيءَ. ۱۲. متاثر يا اثرپذير ڪئا. ۱۳. سرديون. ۱۴. بکون، فاقا. ۱۵. هوائون، طوفان. ۱٦. تارڪ الدنيا فقيرن، ڪاپڙين. ۱۷. برداشت ڪئا. ۱۸. جان، سرير. ۱۹. ڍڪ، پناهہ، بچاءُ. ۲۰. ڪان سواءِ. ۲۱. ڪهڙي. ۲۲. ڪم سان، مطلب يا ضرورت جي سبب. ۲۳. چال، هلت، نموني. ۲۴. هلن، پُرن، گهمن ڦرن. ۲۵. منَ، تمنا، خواهش. ۲٦. واسطو. ۲۷. ڪفر. ۲۸. اسلام. ۲۹. من ۾، دل ۾. ۳۰. بيٺا. ۳۱. اي پرين، اي محبوب، اي خدا. ۳۲. ڪنهنجي ملڪيت هجڻ جي حالت ڏيکاريندڙ لفظ. پنهنجو، خود جو. ۳۳. اِجهو، هن هنڌ کان. ۳۴. مون کان يا مون وٽان وٺا. ۳۵. گذريل ڏينهن، اڳوڻي ڏينهن. ۳٦. منهنجي. ۳۷. ليکي يا حساب موجب. ۳۸. سالَ. گهڻا ڏينهن، ايامَ. ۳۹. دل، مَنَ. ۴۰. مرجهايو، سُڪي وئو، سُسي وئو. ۴۱. جهڙيءَ طرح. ۴۲. ڦلن جي، گلن جي. ۴۳. هارَ.

اگڻِ[1] ايندمِ[2] شالَ[3]، آسرَ پَريِ[4] آهيان.

## ١٧

اَندرَ[5] آديسيَنِ[6] کي، اَمُلَ[7] ڪَئي[8] اوطاقَ[9]،
مَٽي[10] دارَ[11] بَقاءَ[12] ذي، تازِبُون[13] ڏنائُون طاقَ[14]،
خَوابَنِ[15] مَتي خَوابَ، لَذائُون[16] لَطيف چئي.

## ١٨

جوڳي[17] جَلالي[18] جَلبَتي[19]، مَهاري[20] مَرويسَ[21]،
دُورِ[22] ڪِئائُون دُئارڪا[23]، ماري[24] هَلئا ميسَ[25]،
ڏوري[26] ڏيورَ[27] ديسَ[28]، گُرُ[29] لَذائُون گِرنارَ[30] ۾.

## ١٩

جِتِ هُئي ڪانءَ[31] ٻوليِ[32] ڪانہ،* اُتِ هُئا آسڻَ[33] آڏوتين[34] جا،
وَجائي واتَ ٿئا[35]، ساجَ[36] سگُون[37] سامان،
اوڏيءَ[38] مَهلَ[39] حَوا[40] کي، ٻيئي ڪَلَ[41] ڪَٽي[42] جي ڪانہ،
هُئا جوڳي تِڪَڻ[43] جا[44] نہ، ڪنهن طعني[45] ليءِ[46] تيرَٿ[47] وئا.

---

١. اگڻ تي، (گهر جي) صحن يا پڌر تي، گهر ۾. ٢. مون وٽ ايندا. ٣. خدا ڪري، مان نہ. ٤. آسر پري = اميدوار، خواهشمند. ٥. اندرَ ۾. دل ۾. ٦. گروءَ يعني مرشد جي حڪم ۾ رهندڙ فرمانبردار فقيرن. ٧. املهہ ماڻڪ يا بي بها موتيءَ (محبوب، خدا). ٨. ڪئي، ٩. گهَرُ، واسو، بيٺڪ. ١٠. مَٽي، لنگهي، هلي، وڃي. ١١. گهَر، جاءِ. ١٢. لافاني، جاوداني، هميشہ رهڻ واري. ١٣. دروازي کي بند ڪرڻ واريون ڪاٺ جون پٽيون (جيڪي اندران درن کي ڪڙن يا ڪُنڊن جي بجاءِ هڻيون آهن). ١٤. طاق کي يعني دروازي کي (آستان يا مڙهيءَ جي). ١٥. ننڊ ۾ ڏٺل نظارن يا سپنن (محبوب جو مشاهدو يا ديدار). ١٦. ڏٺائون. ١٧. تارڪ الدنيا فقير. ١٨. جلال وارا، شان شوڪت وارا، عظمت وارا. ١٩. جلوت وارا، جلويدار، مٺيادار، سهڻا. ٢٠. بهادر، زور وارا. ٢١. مرڻ کان نہ ڊڄندڙ، بهادر. ٢٢. پري، ترڪ. ٢٣. هندستان جي اترپرديش رياست ۾ هڪ شهر، جتي جوڳي فقير تيرٿ ڪرڻ يعني پوتر آستان جي زيارت ڪرڻ ويندا آهن. ٢٤. ختم ڪري، ناس يا نابود ڪري. ٢٥. حرص، شهوت، تمنا، خواهش، سڌ. ٢٦. ووڙي، ڳولي، جهاڳي، لتاڙي. ٢٧. ڏوراهان، پراهان. ٢٨. ملڪَ، ولائتون. ٢٩. مرشد (هندن جو). ٣٠. هندستان جي رياست جوناڳڙهہ ۾ هڪ شهر جتي هندن جا پوتر آستان يعني تيرٿ آهن. ٣١. ڪانءَ يعني ڪانگَ جي (ڪانءُ ڪاري رنگ جو هڪ پکي آهي). ٣٢. آوازَ * جت ڪابہ مخلوق يا موجودات ڪانہ هئي. ٣٣. رهڻ جون جايون، مڙهيون، مڪان. ٣٤. جوڳين. ٣٥. وات ٿئا = هلئا وئا، نڪري وئا. ٣٦. ساز = وڄائڻ جا اوزار. ٣٧. ڏِڳن جي سڱن مان نهيل توتاريون، ناد. ٣٨. اُن. ٣٩. وقت. ٤٠. حضرت آدم عہ جي بيبيءَ جو نالو. ٤١. خبر، سُڌ. ٤٢. آنَ جي دائي. ٤٣. ترسڻ. ٤٤. وارا. ٤٥. ميهڻي. ٤٦. سبب. ٤٧. تيرٿ تي، زيارت تي.

## ٢٠

جِتي اير نه پير، سا جُوءِ سُجاتي جوڳين،
اُتي ڏيئي پير، آسڻ آديسين ڪِئا.

## ٢١

جِتي عُرش نه اَپُ ڪو، زمين ناهِ ذَرو،
نڪو چاڙاهو چَندَ جو، نڪو سج سَرو،
اُتي آديسين جو، لَڳو دَنگُ دڙو،
پَري پئن پَرو، ناٿ ڏِنائون نانهن ۾.

## (٢٢)

ناٿ ڏِنائون نانهن ۾، سا نانهنُ ٻه نمونو،
نفيءَ ۽ اثبات کان، اَجا پَنڌُ اُونهو،
جوڳيءَ سِرُ جُهونو، آهي عَهدَ جُڳاتَ کان.

## ٢٣

"لا" لنگهي لالُ ٿِئا، لالُ لِڪئو جن،
عدمَ جي اوڙاهَہ تي، ڪِئا آسڻ اڌُوتين،

١. اچڻ وارو. ٢. ٻيري ڪرڻ وارو، ملاقاتي (ايرپير = اچ وڃ، آمد رفت، جيوت يا زندگيءَ جا آثار). ٣. مُلڪ، علائقو، جاءِ. ۴. پروڙي، سمجهي معلوم ڪئي، سهي ڪئي، اوکي. ۵. جوڳين، تارڪ الدنيا فقيرن، آڌوتين. ٦. پائي، وجهي. ٧. قدم، پڳ (ڏيئي پير = داخل ٿي، اچي). ٨. مڪان، مڙهيون، تڪاٿا، آستان. ٩. گروءَ يا مرشد جي حڪم ۾ رهندڙ فرمانبردار فقيرن. ١٠. (سُتون) آسمانُ، آڪاس، مٿيون آسمان. ١١. آسمان، آڪاس. ١٢. زمين جو،ڌرتيءَ جو. ١٣. تمام ٿورو حصو يا جزو، نشان، ٿالو. ١۴. اوٻارو، ايرڻ، چڙهڻ. ١۵. سج جو، سورج جو. ١٦. نشان. ١٧. حد، سنڌو، ڇيهه، انتها. ١٨. دڙهو، (زمين تي زور سان لت يا پير هڻڻ جو آواز)، ڦهڪو، ڌٻڪو (دنگ دڙو = پيرن جو آواز، هلڻ يا پنڌ ڪرڻ جو آواز). ١٩. دور، ڏور. ٢٠. انهن جو پئو. ٢١. پتو، اهڃاڻ، نشان، خبر. ٢٢. جوڳي فقيرن جو گرو يا مرشد، خدا. ٢٣. نيستيءَ، عدم، نابوديءَ، فنا. ٢۴. مثال، تمثيل، نقل، ڍونگ، ڦند، اٽڪل بازي. ٢۵. الله تعاليٰ ڪانسواءِ ٻيءَ ڪنهن هستيءَ جي هجڻ کان انڪار. ٢٦. الله تعاليٰ جي هستيءَ جو اقرار. ٢٧. سفر، مفاصلو. ٢٨. عميق، پري، ڏگهو، لمبو. ٢٩. جوڳيءَ جو. ٣٠. مٿو (وجود، هستي). ٣١. پراڻو، قديم، اَڳاتو، اڳي جو. ٣٢. انجام جي يا وچن جي يعني الست جي اقرار جي. ٣٣. جڳ، عرصي، وقت، ايام. ٣۴. نه. نيستي، نابودي. ٣۵. پارتي، اُڪري، اورانگهي. ٣٦. ڳاڙها، سرخرو، ڪامياب. ٣٧. دوست، دلبر، محبوب (خدا). ٣٨. سڃاتو، سهي ڪئو. ٣٩. اونهي پاڻيءَ يعني درياهه يا سمنڊ، درياهه جي ڪُنَ.

گــــردانِـئــ[١]ـو گُـنـگـنِ[٢]، گِــردابَ[٣] جـي گِـيَـ[٤]ـان سـين.

٢٤

مَـ[٥]ـيِـتُ مـــوتـي آيـــو، ڪَـهِـ[٦]ـي ڪَــانـڌيَــ[٧]ـنِ لاءِ،
ســو ڪـانـڌيِـ[٨]ـن سُـ[٩]ـونـهَـاءِ، جـ[١٠]ـوڳـي جــو جَـنَـبَ[١١] جــو.

٢٥

اِجـــهـ[١٢]ـــو آدَمُ آيـــو، ڪُـلِـهـي تـي ڪـ[١٣]ـوڏارِ،
ٻَـنـ[١٤]ـيءَ مَـنـجَـهـان ٻَـا[١٥]رِ، ڪَـنـيَـائِـين خُـلَـ[١٦]ـتَ جـي.

٢٦

آدَمُ ڪَـ[١٧]ـلَ اَللهَ جِـي، آهــي جَـلِـيـ[١٨]ـلَ سَـنـ[١٩]ـدِي جَـ[٢٠]ـاءِ،
ڪَـعـ[٢١]ـبـو اُهـوئِـي آهِـہ، پُـوجِـ[٢٢]ـئـو ڪـوهُ[٢٣] نَـہ پُـوجِـيِـين.

وائي

ڊِولَـڻَ[٢٤] دا مَـ[٢٥]ـيـنُـون، سَـلُـ[٢٦]ـوٽـي دا مَـيـنُـون، اَوڳُـ[٢٧]ـڻَ بـيَ ڳُـ[٢٨]ـٽَـنِ جـيـ[٢٩]ـهَـا،
آپُ[٣٠] نَـہ آوي[٣١] لِـڪُـ[٣٢]ـدا جـو نَـهِـين، نَـڪـ[٣٣]ـو سَـارَ[٣٤] سَـنـيـ[٣٥]ـهَـا،
آئُـون لِـڪَـنـدي ڪـيـ[٣٦]ـتِـرا، اُنِ جَـا پَـارَ[٣٧] ايـهَـ[٣٨]ـا،
سَـرَهـ ٿِـيـنـدِي سَـسُـئِـي، ڪُـنَـلَ ڪـي ڪـوهُـہ ڪـيـهَـا.

١. سمجهيو، پروڙئو. ٢. نہ ڳالهائيندڙن، صبر وارن، جوڳين، تارڪ الدنيا فقيرن. ٣. ڪُنَ يا اوڙاهہ (دنيا). ۴. علمَ، معرفت، ڄاڻ جو مُردو، مثل انسان. ٦. هلي، پنڌ ڪري. ٧. مردي جي جنازي کي ڪُلهو ڏيندڙ يا ان سان گڏ مقام تائين ويندڙ ماڻهن. ٨. ڪانڌين کي. ٩. سيباءِ، وڻي پسند اچي. ١٠. ٻيلي، همراهہ، ساٿي. ١١. عمر ڀَر، زندگيءَ ڀر. ٢. ڄاڻ تہ، جلدئي، ٿوريءَ دير ۾. ١٣. ڪوڏر، زمين وغيره کوٽڻ لاءِ ڪاٺ جي ڳن سان لوهہ جو اوزار (منزل ماٽڻ جو ذريعو). ١۴. ٻوڪيل زمين، کيتيءَ، کيٽ، ٻوڪي راهي. ١٥. گهر ڏانهن کٽي وڃڻ کان اڳ ڪنهن جاءِ تي رکيل ٻنيءَ جي پيدائش. ١٦. دوستيءَ، ١٧. راز، ڳجهہ، ڀيد، ١٨. جلال واري، خدا. ١٩. جي. ٢٠. هنڌ، مڪان. ٢١. ڪعبة الله يا بيت الله يعني خدا جو گهر جيڪو عربستان ۾ مڪي جي شهر ۾ واقع آهي جتي مسلمان حج ڪرڻ ويندا آهن. ٢٢. (اُن جي) تعظيم يا سيوا ڪريو. ٢٣. ڇو. ٢۴. سهڻي، سلوڻي، محبوب. ٢٥. جا. ٢٦. مونکي. ٢٧. برايون، خراب ڪم. ٢٨. ڀلايون، سٺن ڪمن. ٢٩. جهڙا. ٣٠. پاڻ، خود. ٣١. آچي. ٣٢. (چٺيون يا خط) لکي ٿو. ٣٣. نہ. ٣۴. يادگيري. ٣٥. نيايا، پيغام. ٣٦. خطن يا پيغامن ڏانهن اشارو. ٣٧. افعال، عادتون. ٣٨. اهڙا.

## وائي ٢

آئِلي[1] مائِي آئِي، جوڳِيَنِ[2] جا[3] جَڙَ[4] لائِي[5]،

سامِي صَبرُ[6] سِڪِئا، مَتَائي[7] وائِي[8]،

سامِيَنِ[9] سُونُ[10] ڪَنَنِ ۾، چِتَنِ[11] جِي چائِي[12].

## وائي ٣

نانگا نِنڊَ نَہ ڪَنِ، لوچَنِ[13] لاءِ[14] پِرِيَنِ[15] جي[16]،

ٻاھِيُون بيراڳِيَنِ جُون، پِنيءَ[17] پَڙڪا[18] ڪَنِ،

ھلو سيڪيُون[19] ھَتَڙا، مَتي[20] تَنِ مَچَنِ[21]،

چُوري[22] رِڪئو چِتَ[23] ۾، اَلِفُ[24] آديسيَنِ[25]،

اُنِ لاءِ عبداللطيف چئي، جيرا[26] جوشَ[27] جَلَنِ[28].

## وائي ۴

ڏونگَرَ[29] ڏجو ڏَسُ، مِيان[30] ڪو[31] پيچرو[32] پُنهَلَ جو[33]،

سيڻَنِ[34] ڪارڻِ سَسُئِي[35]، وَڃَڻَ[36] ڪجي[37] وَسُ[38]،

مَتَان چوري[39] چَڏِيِن، سَندو[40] گَنگَنَ گَسُ[41]،

صُبوحَ سَاڻُ سَيدُ رح چئي، واڳَ نَہ ڏجي وَسُ.

---

١. اي آئي، اي آيل، اي مائي، اي امان، اي جيجل. ٢. تارڪ الدنيا فقيرن، سامين، بيراڳين. ٣. ڪا عجيب. ۴. ميخ يا ڪلي (محبت جي). ٥. لڳائي، هنئي. ٦. ماٺ، خاموشي. ٧. ڦيرائي، بدلائي، بند ڪري. ٨. ٻولي، ڳالهائڻ. ٩. سامين ڪي. ١٠. پيلي رنگ جو هڪ قيمتي ڌاتو جنهن مان زيور جوڙيا ويندا آهن. ١١. (متي جي) وارن. ١٢. متي، ڌوڙ. ١٣. فقير جيڪي لانگوٽيءَ کان سواءِ بت تي ڪپڙو نہ پائين ۽ سڄي عمر شادي نہ ڪن. ١۴. بي آرام ٿين، نهارين، ووڙين. ١٥. واسطي. ١٦. محبوبن، سڄڻن. ١٧. پنيءَ جي وقت يا مهل، پوئين رات جو، فجر جي مهل، پرڀات جي وقت. ١٨. چمڪات، تجلا، پيڙ، شعاع. ١٩. گرم ڪريون، تپيون. ٢٠. تي. ٢١. ٻاهين. ٢٢. سيري، ريڙهي، سوري. ٢٣. دل. ٢۴. الف ب جو پهريون اکر الله جي معنيٰ ڏيکاريندڙ. ٢٥. گروءَ يا مرشد جي حڪم ۾ رهندڙ فرمانبردار فقيرن. ٢٦. واحد جيرو = پيٽ جو هڪ عضوو جنهن جي ذريعي کاڌي جي رس مان رت ٺهندو آهي، ڪليجو. ٢٧. (محبت جي) جوش ۾، گرميءَ ۾، تپش ۾. ٢٨. سڙن، پچن. ٢٩. اي ڏونگر، اي جبلو. ٣٠. ڀتو. ٣١. ميان، اي جناب، اي صاحب. ٣٢. رستو، گس. ٣٣. سسئيءَ جي محبوب جو نالو. ٣۴. سڄڻن، محبوبن. ٣٥. واسطي. ٣٦. اي سسئي. ٣٧. وڃڻ جي. ٣٨. ڪوشش. ٣٩. اي چوري، اي چوڪري، اي نينگر. ۴٠. جو. ۴١. نہ ڳالهائيندڙن يعني ائن.

## وائي ٥

نَهين[1] نَهين گُنُ[2] ميري[3]، بنان[4] پيگوان[5] بنان رحمن[6]،
پيهي[7] جان[8] پروزئان[9]، تان دين[10] دُنيا[11] سڀ[12] تيري[13].

## وائي ٦

جوڳي[14] جڳ[15] گهٽا، مُون[16] وهه[17] ويراڳين سين،
پاچي[18] ڪن نہ پانءَ[19] ڪي، تُنبيءَ[20] منجهہ ڪٽا[21]،
ويني متي[22] وات[23] تي، پتن[24] جيئن پٽان[25]،
سارئو[26] سناسين ڪي، ويني هٿ هٽان[27]،
جيڪي[28] ذاٽيان[29] ذوڙ ۾، جيڪي اَنَ ڪٽا،
ونا ويراڳي نہ ڪري، جني[31] مُنهن[32] متيا[33].

## وائي ٧

شال[34] اوڏڙا[35] آهن، بڙي[36] جيذيون[37]، پلڪ[38] پريان[39] ري[40] نہ رهان[41]،
نکي[42] هيٺ[43] نہ بيٺ[44] ڪي[45]، ڪدا[46] تان نہ ڪٽن،
اُپڙي[47] نٽُ[48] نهاريان[49]، واڻون[50] ويراڳين[51]،
اُتر[52] اجهو[53] جن جو، ٻُڪ ٻکيا[54] تن[55]،

---

١. ناهي، ڪانهي. ٢. ڇوتڪارو، مڪتي، واهہ، وسيلو. ٣. منهنجي. ۴. سواءِ. ۵. خدا جو (هندي) نالو. ٦. رحم واري يعني خدا. ٧. (اندر ۾) گهڙي، داخل ٿي، جهاتي پائي. ٨. جيڪڏهين. ٩. سمجهان. ذيان ڪريان. ١٠. تہ. ١١. مذهب، ڌرم. ١٢. جهان، سنسار. ١٣. تنهنجي. ١۴. تارڪ الدنيا فقير، ويراڳي، سناسي. ١۵. جڳ ۾، دنيا ۾. ١٦. منهنجو. ١٧. پيار، واسطو. ١٨. بچت. ١٩. پانءَ کي = پنهنجي لاءِ. ٢٠. ڪستي، ڪچڪول. ٢١. انَ جا داڻا (خيرات ۾ مليل). ٢٢. تي. ٢٣. گس، راهہ، رستي. ٢۴. پٽ فقيرن، پينو فقيرن، گداگرن. ٢۵. پنڪان، رلان، پنان. ٢٦. ياد ڪرئو، سنڀالئو. ٢٧. هٿ هٽان = افسوس يا ارمان ڪريان. ٢٨. يا. ٢٩. پڳل اَنَ جا داڻا (پوڄا مهل چڙهہ لاءِ). مٺائيءَ جو قسم. ٣٠. مٽيءَ (ذاٽياذوڙ ۾ = ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿئي، ڪجهہ بہ خيرات ۾ نہ ملي). ٣١. جن جي. ٣٢. منهن ۾، مکَ ۾، پيشانيءَ ۾. ٣٣. نورُ، جوت، ڏيا، رعب، ڪَلا. ٣۴. خدا ايئن ڪري، خدا گهريو يا چاهيو تہ. ٣۵. ويجهڙا، قريب، نزديڪ. ٣٦. ٿين. ٣٧. آئي، اڙي، اي. ٣٨. سرتيون، سهيليون. ٣٩. ساعت، ٿورو وقت. ۴٠. پرينءَ، محبوب. ۴١. ڪان سواءِ. ۴٢. زندهہ يا جيئري رهان. ۴٣. بدن جي هيٺئن حصي تي ۴۴. بيٺ تي، چيلهہ تي. ۴۵. ڪجهہ (ڪپڙو). ۴٦. ٻيانيون، جمنيون، ڪستا، ڪچڪول. ۴٧. ڳاٽ يا ڪنڌ مٿي ڪَئو، ٻاهر نڪرئو. ۴٨. هر هر، دم دم. ۴٩. ڏسان، ڳوليان، جاچئان. ۵٠. رستا. ۵١. ويراڳين جون. ۵٢. اتر طرف جو واءُ يعني سردي يا ٿڌ. ۵٣. ڍڪ، پناهہ، اولو. ۵۴. خيرات، دان. ۵۵. تن جي.

لوڪَ[١] سُتي ٻَڌئَا[٢]، آسَڻ[٣] آديسِيَنِ[٤]،
اگَرُ[٥] چَندَنُ[٦] اُپِري[٧]، مَنجَهان دُودَ[٨] دُونهِيَنِ[٩]،
پَسِي[١٠] آئُون پُرِ[١١] تِي، تَنِ صُورَتَ[١٢] سَناسِيَنِ[١٣].

١. لوڪ جي، عام ماڻهن جي. ٢. سمهڻ يا ننڊ ۾ هجڻ جي مهل. ٣. آستان، مڙهيون، تڪاڻا، تڪيا. ٤. گروءَ يعني مرشد جي حڪم ۾ رهندڙ فرمانبردار فقيرن. ٥. هڪ خوشبودار پسارڪو وکر، عنبر (اگر جي خوشبوءِ). ٦. هڪ خوشبودار وڻ جو قسم، صندل جو وڻ (چندن جي خوشبوءِ). ٧. نڪري، پيدا ٿئي. ٨. دونهين، ڪاري غبارَ. ٩. دونهين جي، (جوڳين جي) باهين جي. ١٠. ڏسي. ١١. (خوشيءَ سان) پريل، تمتار. ڇڪار. ١٢. شڪل، منهن. ١٣. سناسين جي، تارڪ الدنيا فقيرن جي، ڪاپڙين جي.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر رامڪلِي

## داستان تيرهون

### ١

الِفُ[1] اَکَرُ مَنَ[2] ۾، کِئو[3] کاپَڙِيَنِ[4]،
سي حَرْفَ[5] ذارانِ[6] هيکِڙي، بِئو کِينَ پُجهَنِ[7]،
فَرضُ[8] فَنا[9] فِي[10] اللهِ جو، عَينُ[11] عَبادَتَ[12] اُنِ[13]،
قُلْ هُوَ اللهُ اَحَدُ*، تَا مَنجَهان پِرتِ[14] پَڙهَنِ[15]،
سَعادَتَ[16] سَرِيَنِ[17]، گُرَ[18] کي گڏِئا[19] کاپَڙِي.

### ٢

بيبُون# بَرتَنُ[20] ناهِ کو، کِدا[21] تان نَ کَٽَنِ،
نَ گُلُوبَندُ[22] نَ گودڙي[23]، نَ ڏاڳو[24] ڏَڙکَنِ[25]،
چَکَرُ[26] چَمڙو[27] چيلهه[28] تي، بَهڳُڻَ[29] کونَ بَڌَنِ،
تَرکُ الدُنيا واجِبُ●، ايءَ عَادَتَ[30] عارِفَنِ[31]،
بِيُون[32] ڏِيئي[33] بَنِ[34]، گُرَ کي گڏِئا کاپَڙِي.

---

١. الف ب جو پهريون اکر يعني حرف. جيڪو الله تعاليٰ ڏانهن اشارو آهي. ٢. دل. ٣. هنڌايو، سانڍيو. ۴. تارڪ الدنيا فقيرن. ۵. (الف جي) اکر. ٦. کان سواءِ. ٧. سمجهن. ٨. خدا جي طرفان واجب ڪيل ڪم جنهن جي نہ ڪرڻ سان انسان گنهگارٿئي ٿو. ٩. گم، محو. ١٠. خدا ۾ (فنا في الله فقيرن جي هڪ منزل جو نالو آهي جنهن موجب مريد مرشد جي وسيلي خدا جي ذات ۾ محو هوندو آهي). ١١. واجب، لازم، ضروري، محض، نسوري، خاص، فقط. ١٢. بندگي. ١٣. ان جي. *(اي پيغمبر ") چؤ، الله هڪ آهي (قرآن شريف جي سورت اخلاص جي آيت ١). ١۴. محبت، پيار. ١۵. اپياس ڪن، ورد ڪن. ١٦. نيڪي، چڱائي، ڀلائي. ١٧. حاصل ٿين، ملين. ١٨. مرشد، خدا. ١٩. ملئا. # عربي الف ب جو ٻيو اکر "ب" گنج ۾ ٻابوئن لکيل آهي جنهن جي معنيٰ ٿيندي رمتو يا سيلاني فقيرن (کي). ٢٠. ٿانءُ. ٢١. جمني، پيالو، ڪستو، ڪچڪول. ٢٢. ڳچيءَ کي ٻڌڻ جو ڪپڙو. ٢٣. پراڻي ڪپڙي جي ٽڪرين مان ٺهيل فقيراڻي رلي. ٢۴. فقيرن جي مٿي کي ويڙهڻ جي رسي يا نوڙي. ٢۵. پهرن، پائين، ويڙهين. ٢٦. هٿيار جو هڪ قسم. ٢٧. چمڙي جو پٽو. ٢٨. ڪمر. ٢٩. ڳهڻن ڳٽن يعني اخلاقن وارا. نيڪ. ڀلارا. داناءَ ●دنيا (جهان جا لڳ لاڳاپا) ڇڏڻ واجب آهي (حديث). ٣٠. روش، دستور، خصوصيت. ٣١. عارفن جي. خدا کي سڃاڻندڙن جي. ٣٢. خدا کان سواءِ باقي شيون. ٣٣. وجهي. ٣۴. ٻن ۾. ڪڏ ۾.

## ٣

تيبُون* تُوشو[1] تِونِ نَہ کَا، ڏُرِيائِينِ[2] ڏارِين[3]،
ڏُکَا سُکِئا ڏِينهَڙا، ٿَا گهَٽَ[4] اندَر[5] گهارِين[6]،
تَوَکَّلَ[7] بَڌائُون تُرَهو[8]، ٻِي وائِي[9] نَہ وارِين[10]،
قُل هُوَ الرَحمٰنُ آمَنَا بِہ،● اِني اِختِيارِين[11]،
پَرِ[12] چَگِي[13] پارِين[14]، گُرَ[15] کِي گَڏِئا[16] کاپَڙِي[17].

## ٤

سِيبُون° ثابِتُ[18] سَندرو[19]، جوڳِيَن کِي جَڙِئو[20]،
تَنِ حَرفُ[21] سُجاڻِي هيکڙو، مَنجَهان پِرتِ[22] پَڙهِئو[23]،
لاهُوتِيَن[24] لَطِيفَ چِئي، اندَر[25] الِفُ[26] اڙِئو[27]،
لا مَقصُودُ فِي الدارَينِ الاهُوَ#، گَهَٽَ[28] ۾ گهاتُ[29] گهَڙِئو[30]،
جَنِ کِي مَنَ[31] ۾ مُحِبُ[32] مِڙِئو[33]، سي گُرَ کِي گَڏِئا کاپَڙِي.

## ⑤

جيمَئُون°> جوڳِيَڙَنِ جِي، جان[34] نِهارِيَمِ[35] جُوءِ[36]،
عَقُلُ[37] اُتِ اوجُون[38] ٿِئو، هُو هَلِئا[39] مَٿِي هُوءِ[40]،

---

*عربي الف ب جو اکر "ت" گنج ۾ طالب لکيل آهي جنهنجي معنيٰ ٿيندي سالک يعني خدا جا ڳولائو. ١. ڪاڏي پيتي جو سامان، سمر، آذقو، توڻ. ٢. ڌر ڪان، اصل ڪان، شروعات ڪان، ٣. رکن، ساندين، ۴. گهر (جي ڪنڊ) ۾. ٥. ۾. ٦. ڪا ٿين، گذارين، بسر ڪن. ٧. توکل ڪي. (خدا جي) ڀروسي يا آڌار يا آسري ڪي، ٨. ڪکن، ڪاٺين ۽ ڪاٺين جو نوڙين ۽ رسين سان ٺر ٻڌي ٺاهيل هڪ قسم جو منجو جنهن جي وسيلي پاڻيءَ تي تربو آهي، وسيلو. ٩. ڳالهہ، ٻچار، ١٠. ڳالهائين، ڪن ●(اي پيغمبر" انهن کي) چؤ تہ اهو ٻاجهارو آهي جنهن تي اسان ايمان آندو يا ان کي مڃيو آهي (قرآن شريف جي سورت ملڪ جي آيت ٢٩)، ١١. قبول يا پسند ڪن، پاڻ تي لاڳو ڪن، ١٢. ريت، رسم، ١٣. سٺي، ڀلي، ١۴. نباهين، ١٥. مرشد، خدا، ١٦. مليا، ١٧. تارک الدنيا فقير، جوڳي ° عربي الف ب جو اکر "ث" گنج ۾ سک جو" لکيل آهي جنهن جي معنيٰ آهي محبت جو. ١٨. سالم، سچو، صحيح، مضبوط، ١٩. چيلهہ کي ٻڌڻ جو ڪپڙو، ٢٠. ٻڌو وئو، ٢١. اکر، ٢٢. پيار، محبت، ٢٣. اپياس ڪئو، ورد ڪئو، ٢۴. لاهوتين کي (عالم ذات الاهي، جنهن ۾ سالک کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿئي ٿو ان جي ڄاڻن کي)، ٢٥. اندر ۾، دل ۾، ٢٦. الف ب جو پهريون اکر جنهن مان مراد الله آهي، ٢٧. رهجي وئو، موجود رهئو # ٻنهي دنيائن ۾ ان (خدا) کان سواءِ ٻيو ڪو مقصود يعني مدعا يا مطلب ڪونهي (حديث شريف)، ٢٨. اندر ۾، دل ۾، سرير ۾، ٢٩. تجويز، حيلو، منصوبو، ارادو، ٣٠. رٿيو ويو، سوچيو وئو، ٣١. دل، ٣٢. محبوب، پيارو، دوست، ٣٣. گڏئو، مليو، °>عربي الف ب جو اکر "ج" ٣۴. جيئن ٿي، ٣٥. مون نهاري، مون ڏٺي، ٣٦. جاءِ، ملک، وطن، ٣٧. هوش، دانائي، ٣٨. عاجز، حيران، ٣٩. ڏانهن، ۴٠. خدا جي هويت يا بزرگيءَ يا وڏائيءَ.

مُون کي اِنَ مَذکُورَ[1] جي، بَانَسَ[2] نَہ پيئي بُوءِ،
اَلحُبُّ للهِ والبُغضُ للهِ*، خَاصِّي[3] سَندِيَنِ[4] خُوءِ[5]،
وَجِي رُوبَرُوءِ[6]، گُرَ[7] کي گَذِئَا[8] کَاپَڙِي.

٦

حبيئُون° حَالُ[9] پِرايُو[10]، آديسِيَنِ[11] احوالُ[12]،
نَانهِنَ[13] کئَائُون نَفسَ[14] کي، مَنجَهانَ[15] زُهدَ[16] زَوالُ[17]،
لَن تَنَالُو البِرَحَتيٰ تُنفِقُوا●، پَاڻُ[18] کئَائُون پَئِمَالُ[19]،
لَذائُون[20] لطِيفَ چئي، جَانِبَ[21] جو جَمَالُ[22]،
نَانگَا تِي نِهَالُ[23]، گُرَ کي گَذِئَا کَاپَڙِي.

٧

خبيئُون°> خَشيَتَ[24] خَوفَ ۾، کئَائُون کِيني[25] کي قَتلُعَامُ[26]،
ڏِجِئُو[27] ڏاءِ[28] اللهَ جي، کوجِهُو[29] کَنِ نَہ کَامُ[30]،
آئِي[31] اُن جي بَابَ[32] ۾، آيَتَ[33] ايءَ انعَامُ[34]،
اِنَ الَذينَ يَخشَونَ رَبَهُم بِالغَيبِ#، پَرُوڙِجِ[35] پَيغَامُ[36]،
خَطِرو[37] لاهِي[38] خَامُ[39]، گُرَ کي گَذِئَا کَاپَڙِي.

---

١. بيان، ڳالهہ. ٢. بوءِ، ڏپ، هٻڪ * محبت الله ڪارڻ ۽ بغض يعني دشمني (بہ) الله ڪارڻ (حديث شريف). ٣. سٺي، ڪري، چڱي. ۴. انهنجي. ۵. عادت. ٦. آمهون سامهون، مُهان مُنهن. ٧. مرشد، خدا. ٨. ملئا. °عربي الف ب جو اکر "ح" ٩. محويت يا وجد جي حالت، بي خودي، مستي، الله جي محبت جو جذبو. ١٠. حاصل ڪئو. ١١. آديسين جو. گروءَ يعني مرشد جي حڪم ۾ رهندڙ فرمانبردار فقيرن جو. ١٢. خبر، ڪيفيت، حالت. ١٣. نابود، ناس. ١۴. جان، وجود، هستيءَ. ١۵. سان. ١٦. پرهيزگاريءَ، تقوىٰ، پارسائيءَ. ١٧. گم، نابود، تباهہ. ● تيستائين چڱائيءَ يا نيڪيءَ کي هرگز نہ پهچندئو جيستائين خرچ ڪريو (خدا جي راهہ ۾ پيارين شين کي) (قرآن شريف جي سورت آل عمران جي آيت ٩٢). ١٨. آپو، خودي. ١٩. زبون، ناس، نابود. ٢٠. ڏنائون، حاصل ڪئائون. ٢١. جانيءَ، محبوب. ٢٢. حسن، سونهن، ديدار. ٢٣. خوش، راضي. °> عربي الف ب جو اکر "خ" ٢۴. (خدا جي) خوف، ڊپ. ٢۵. حسد، ساڙ، ٻيائيءَ، بغض، بدخواهيءَ. ٢٦. قتل، نابود، نيست. ٢٧. خوف زدهہ ٿئو. ٢٨. ڏاءَ کان، ڊپ يا ڊڄ کان. ٢٩. خراب، ڪنو. ٣٠. ڪم، فعل. ٣١. لٿي، نازل ٿي. ٣٢. باري، حق، قسمت. ٣٣. قرآن پاڪ جو جملو. ٣۴. بخشش، تحفو. # بيشڪ جيڪي پنهنجي پالڻهار کان پريٺ ڊڄندا آهن (انهن لاءِ بخشش آهي) (قرآن شريف جي سورت ملڪ جي آيت ١٢). ٣۵. سمجهج. ٣٦. نياپو (آيت). ٣٧. ڊپ، خوف. ٣٨. ڇڏي، ڦٽو ڪري. ٣٩. اجايو، بيڪار.

(٨)

دالـئُون° دُونهُون دَردَ جو، دلِ ۾ دُکائِبِن،
آٽئو آگِ عَشقَ جي، چَقمَقُ چُهتائبِن،
جِيءُ پَنهِنجو جوشَ ۾، پَلپَل پَچائبِن،
اَلعِشقُ نَارُ يُحرِقُ مَاسِوا اَلمحبُوبُ*، مَاتَمُ مَچائبِن،
خَطرا سَبِ کَانئبِن، گُرَ کي گڏِئا کاپڙِي.

(٩)

ذالـئُون• ذِکرُ رَبَ جو، وِيلَ نَہ وِسَارِين،
سَنَاسِي سُبحَانَ کي، سَدائين سَارِين،
تَسبيحَ جي تَرارِ سين، مُلحِدَ کي مَارِين،
جَزَآءُ هُم عِندَ رَبِهِم جَنتُ عَدنِ*، الله اوسَارِين،
گُوندَرِ گُذارِين، گُرَ کي گڏِئا کاپڙِي.

(١٠)

ربيئُون°> راضِي رُوحَ ۾، مَنِّي رَبَ رَضَا،
مَجِئائُون مَحَبَتَ سين، قَادرَ جي قَضَا،

° عربي الف ب جو اکر "د". ١. هلڪي باهہ يا آگِ. ٢. (عشق جي) سُورَ. ٣. من. ۴. ٻارين، جلائين، ڌڳائين. ۵. محبت نينهن. ٦. چقمق وانگر (چقمق هڪ قسم جو پٿر آهي جنهن مان باهہ نڪرندي آهي ۽ جيڪو لوهہ کي ڪشش يا ڇڪ ڪري پاڻ سان چهتائيندو آهي). ٧. لڳائين، ڳنڍين، گڏين. ٨. جان، جسم، سوير. ٩. (عشق جي باهہ جي) تپش، گرميءَ. ١٠. هر وقت، هر دم، هر هر. ١١. گرم ڪن، سيڪين، ساڙين، جلائين * عشق باهہ آهي جيڪا محبوب کان سواءِ هر شيءِ کي ساڙيندي آهي (عربي قول). ١٢. رنج، غم، الم، مصيبت، واويلا. ١٣. برپا ڪن. ١۴. ڊپَ، خوفَ، ڊاءُ، انديشا. ١۵. جلائين، ساڙين. ١٦. مرشد، خدا. ١٧. مليا. ١٨. تارڪ الدنيا فقير، سناسي. • عربي الف ب جو اکر "ذ". ١٩. يادگيري. ٢٠. پالڻهار، خدا. ٢١. گهڙي، پلڪ، ساعت. ٢٢. دل تان لاهين. ٢٣. پاڪَ، مقدس، خدا. ٢۴. هميشہ، هر وقت. ٢۵. ياد ڪن، سنڀالين. ٢٦. خدا جي پاڪائيءَ يا وڏائيءَ جي ذڪر يعني ورد. ٢٧. لوهہ جو هڪ اوزار جيڪو دشمن سان جنگ ۾ ڪم آڻبو آهي. ٢٨. بي دين يا ڪافر (شيطان، نفس آماري). ٢٩. قتل ڪن، ڪُهن، ناس ڪن. * انهن جو بدلو يعني اجر انهنجي رب وٽ، هميشہ رهڻ وارا باغ آهن (قرآن شريف جي سورت بينہ جي آيت ٨). ٣٠. الله کي. ٣١. ياد ڪن. ٣٢. گوندر ۾، غم يا فڪر ۾. ٣٣. رهن، حياتي بسر ڪن. °> عربي الف ب جو اکر "ر". ٣۴. خوش، سرها. ٣۵. دل. ٣٦. تي. ٣٧. رب يعني پالڻهار (خدا) جي. ٣٨. مرضيءَ. ٣٩. قبول ڪئائون. ۴٠. پيار، خوشيءَ. ۴١. قدر واري، سگهاري، خدا. ۴٢. حڪم، امر، فيصلو.

رَضِي اللهُ عَنهُم وَ رَضُو عَنهُ*، جوڳِيَن[1] ايءَ جَزا[2]،
ڏيئِي ساهَہ[3] سَزا[4]، گُرَ[5] کي گَڏِئا[6] ڪاپڙِي.

(١١)

زبيَئُون°> زاهِدَ[7] زُهدَ سين، پُختَا[8] تِئا پَچِي[9]،
ڪَدِي چِڏئَائُون ڪُڙهِہ[10] مَان، ڪوجهِي ڳالهہ[11] ڪَچِي،
اُبَنئَا[12] عِبَادَتَ[13] ۾، مَانجهِي[14] مَردَ[15] مَچِي[16]،
وَمَا خَلَقتُ الجِنَ والانسَ الا لِيَعبُدُون●، سُٽئو[17] سُدِ[18] سَچِي[19]،
اُڪَندَ[20] سَانُ اچِي، گُرَ کي گَڏِئا ڪاپڙِي.

(١٢)

سِينَئُون# سَهجَا[21] سيجَ[22] تي، سَامِي ڪِينَ سُمَهَن[23]،
نيٽِن[24] نندَ[25] نَہ نَانگَن[26] کي، خُوشِيءَ[27] خَوابُ[28] نَہ ڪَن،
جَاڳَڻَ[29] سَندو[30] جِيءَ[31] ۾، آهِي وِردُ[32] ويراڳِيَن[33]،
فَانَ النَومَ عَلَ المُحِبِ حَرامُ°[34]، ڪَلامُ ڪَئَائُون[35] ڪَن[36]،
اهَڙَن[37] اُهجَاڻَن[38]، گُرَ کي گَڏِئا ڪاپڙِي،

*الله انهن کان راضي يعني خوش ٿئو ۽ اهي الله کان راضي ٿئا (قرآن شريف جي سورت مائده جي آيت ١١٩، سورت مجادلہ جي آيت ٢٢ ۽ سورت بينتہ جي آيت ٨)، ١. جوڳين کي، تارڪ الدنيا فقيرن کي، ڪاپڙين کي، سامين کي، ويراڳين کي، ٢. اُجورو، اجر، عيوضو، ٣. ساهہ کي، جان کي، جسم کي، ۴. سيکت، ۵. مرشد، خدا، ٦. مليا، °> عربي الف ب جو اکر "ز"، ٧. پرهيزگار، متقي، تارڪ الدنيا، ٨. پڪا، مضبوط، طاقتور، ٩. سڙي، ٻري، جلي، ڪامي، ١٠. بدن، جسم، جان، دل، پيٽ، ڪُک، ١١. خراب، ڪني، ڪچي، ردي، ١٢. بيٺا، ١٣. بندگيءَ، نماز، ١۴. بهادر، پهلوان، سورهيہ، ١۵. مڙس، جوان، ١٦. تيار ٿي، سنبري ● مون جنن ۽ انسانن کي نہ خلقئو آهي مگر فقط ان لاءِ تہ (منهنجي) عبادت ڪن (قرآن شريف جي سورت ذاريات جي آيت ۵٦)، ١٧. ٻُڌئو، ١٨. خبر، ١٩. صحيح، ڪري، ٢٠. سڪ، پيار، محبت، # عربي الف ب جو اکر "س"، ٢١. سهج سان، آرام سان، ٢٢. (شاديءَ جي وقت گهوٽ ۽ ڪنوار لاءِ بستري وغيره سان سينگاريل) کٽ، ڇپرکٽ، ٢٣. آرام ڪن، ننڊ ڪن، ٢۴. نيڻن ۾، اکين ۾، ٢۵. سمهڻ واري حالت، ڳهر، ٢٦. فقيرن، جيڪي لانگوٽيءَ کان سواءِ ٻت کي ڪپڙو نہ پائين ۽ سڄي عمر شادي نہ ڪن، ٢٧. خوشيءَ سان، شوق سان، ٢٨. ننڊ، ٢٩. بيداريءَ، اوجاڳي، ٣٠. جو، ٣١. جان، بدن، ٣٢. هر روز ڪرڻ وارو ڪم، نيم، معمول، ٣٣. ويراڳين جو °پوءِ بيشڪ ننڊ محبت ڪندڙ يعني عاشق تي حرام آهي (حديث)، ٣۴. ڳالهہ، گفتو، سخن، بيان، ٣۵. هنداياڻون، چڱيءَ طرح ٻڌائون، ٣٦. ڪن سان، ٣٧. اهڙي قسم جي، ٣٨. اهڃاڻن سان، نشانين سان، پار پٽن سان.

(١٣)

شِينَئُون° شَرِيعَتَ[1] جَا، تَابِعَ[2] تِئَا تَمَامُ[3]،
تَنِ کي طَرِيقَتَ[4] جي، مَنَ[5] ۾ مِيخَ[6] مُدامُ[7]،
هَلَنِ[8] حَقِيقَتَ[9] ۾، مَعرِفَتَ[10] تَنِ[11] مَقَامُ[12]،
اِنَ الذِينَ آمَنُوا وَعَمِلُو الصالحات،* آهي تَنِ[13] آرامُ[14]،
جَنَتَ[15] پِيتَائُون[16] جَامُ[17]، گُرَ[18] کي گَڏِئَا کَاپَڙِي[19].

(١٤)

صَادِئُون°> صَبرُ[20] سِکِئَا[21]، ڌُرِيَانِئي[22] ڌُڻِي[23]،
أُبَنِئَا اِنَ ڳَالِهِه[24] تي، چِيِرَنِ[25] مَنجِهه چُٽِي[26]،
اِنَمَا يُوَفي الصابِرُونَ اَجرَهُم●، سَرَهَا تِئَا سُٽِي،
وِڏِيءَ[27] پُونءِ[28] پُٽِي[29]، گُرَ کي گَڏِئَا کَاپَڙِي،

(١٥)

ضَادِئُون# ضَلالَتَ[30] کَان، پَاتَان[31] وِئَا پَرِي[32]،
مَنجِهه مُرَاقِبي[33] مَشغُولُ[34] تِئَا، کَامِلَ[35] قَلبَ[36] کَرِي،
مَالَهَا[37] پُوتَئُون[38] مَنَ جي، پَڙهَنِ[39] وِردَ وَرِي[40]،

° عربي الف ب جو اکر "ش". ١. اسلامي قاعدي قانون، سلوڪ جي پهرئين منزل (جنهن ۾ خدا جي حڪم ۽ محمدي شريعت تي هلڻو آهي)، ٢. پابند، پيروي ڪندڙ، فرمانبردار، مطيع، ٣. پورا، بلڪل، صفا، ۴. رستي، سلوڪ جي ٻي منزل (جنهن موجب دنيا کي ترڪ ڪيو وڃي ٿو)، ۵. دل، ٦. ڪِلي، جڙ، ڪوڪو، ٧. هر وقت، ٨. پنڌ ڪن، ٩. سلوڪ جي ٽين منزل، ١٠. سلوڪ جي چوٿين منزل، خدا شناسي، ١١. تن جو، ١٢. جاءِ، در جو * بيشڪ جن ايمان آندو ۽ عمل صالح ڪئا (قرآن شريف جي سورت بقر جي آيت ٢٧٧)، ١٣. تن کي، ١۴. فرحت، سکَ، آنند، سڪون، ١۵. جنت جو، بهشت جو، باغ جو، ١٦. پيالو (جنت جي پاڪ پاڻيءَ جو)، ١٧. مرشد، خدا، ١٨. مليا، ١٩. تارڪ الدنيا فقير، °>عربي الف ب جو اکر "ص"، ٢٠. ماٺ، چپ، سهپ، ٢١. اختيار ڪئائون، پرايائون، ٢٢. ڌر کان، اصل کان، شروعات کان، ٢٣. پسند ڪري، ٢۴. بيٺا، قائم رهيا، ٢۵. چيچن، آڱرين جي داڻن (جيڪي ووٽن جي فصل ۾ گاهہ واسطي چٽيا يا اَچلايا ويندا آهن)، ٢٦. چُکِي، ڪاٽي ● بي شڪ صبر ڪندڙن کي انهن جو پورو اجر يا ثواب ملندو (قرآن شريف جي سورت زمر جي آيت ١٠)، ٢٧. گهٽيءَ، ٢٨. پونءِ تي، زمين تي، پنڌ يا منزل تي، ٢٩. هلي، # عربي الف جو اکر "ض"، ٣٠. گمراهي، ٣١. خود بہ خود، ٣٢. دور، ڏور، ٣٣. هڪ هنڌ ويهي ڪنڌ جهڪائي دل جي حضور سان خدا جي ڌيان ڪرڻ واريءَ حالت، ٣۴. محو، غرق، ٣۵. ثابت، صحيح، پُورِن، ٣٦. دِليون، ٣٧. تسبيح، ٣٨. جڙيائون، ٣٩. خدا جو ذڪر، ۴٠. هر وقت، وري وري.

فَلَهُم اَجرُ غَيرُ مَمنُونِ*، سَامَين سَهجُ سَري،
پَاڻان ٿِي پَري، گُرَ کي گَڏِئا ڪَاپڙِي.

(١٦)

طيبيئُونَ° طَالِبَنِ ڪي، ڪو جو پَهُه پيئو،
وَتَنِ پَر پيون پُڇَندا، بِيُون بَنِ ڏِئو،
فَرضُ فَنَا فِيْ اللهِ جو، اُتُنِ عَينُ ٿيئو،
طَلَبُ اللهِ تَعَالَيٰ قَبلَ کُلِ شَيءِ فَرِيضَةٌ●، ڇڏڻَ تان نَہ جهو،
سُجاڻي سِهو، گُرَ کي گَڏِئا ڪَاپڙِي.

(١٧)

ظيبيئُون°> ظَاهِرُ ذَوقَ سين، پَنجَ ئي ڪَنِ پُورا،
هَلَنِ واٽَ سَمَاءَ ۾، ڳَاڙي ڳَلِ ڳُوڙها،
سَنَاسِي سَيَدُ چئي، پُورَبَ ۾ پُورا،
هُوَ اللهُ الواحِدُ القَهَارُ#، سَامِي مَنجهہ سُورا،
ٿِي چَاڪَنِ سين چُورا، گُرَ کي گَڏِئا ڪَاپڙِي.

---

*پوءِ انهن لاءِ اڻ کٽ اجر يعني ثواب آهي (قرآن شريف جي سورت تين جي آيت ٦)، ١. سامين کي، تارک الدنيا فقيرن کي، ڪاپڙين کي، سناسين کي، ٢. سُکُ، آرام، ٣. ملي، حاصل ٿئي، ۴. پاڻ کان، خوديءَ کان، آپي کان، ۵. مرشد، خدا، ٦. مليا، ° عربي الف ب جو اکر "ط"، ٧. (خدا جي) طلب رکندڙن يا ڳولا ڪندڙن، ٨. اهڙو، ٩. خيال، پور، ١٠. ٿئو، ١١. هلن، ١٢. پراهين، ڏوراهين، ١٣. زمين، ڌرتي، ملک، ١۴. ڳوليندا، معلوم ڪندا، ١۵. ٻن ۾، ڪڏ ۾، ٻن ۾" ١٦. خدا جي طرفان واجب ڪيل ڪم جنهن جي نہ ڪرڻ سان انسان گنهگار ٿئي ٿو، ١٧. گم، محو، ١٨. خدا ۾ (فنا في الله فقيرن جي هڪ منزل جو نالو آهي جنهن موجب مريد مرشد جي ذريعي خدا جي ذيان ۾ محو هوندو آهي)، ١٩. انهن تي، ٢٠. واجب، لازم، ضروري ● الله جي طلب يعني ڳولا سڀ شيءِ کان اڳ واجب يعني ضروري آهي (قول)، ٢١. ڦٽو ڪرڻ، ترک ڪرڻ، ٢٢. جهڙو، ٢٣. معلوم ڪري، سهي ڪري، ٢۴. موقعو، وجهہ، (خدا سان) لاڳاپو، °> عربي الف ب جو اکر "ظ"، ٢۵. ڪيل، پڌري، ٢٦. شوق، امنگ، چاهنا، ٢٧. پنج وقت(نماز جا)، ٢٨. رستي، گس، ٢٩. سماءَ جي، معرفت جي، ٣٠. وهائي، هاري، ٣٠. ڳلن تان، رخسارن تان، ٣٢. لڙڪ، آنسو، ٣٣. ايرندي (هندستان ۾ رياست اتر پرديش ۾ ڪانپور کان بهار تائين واري علائقي کي پورب چوندا آهن جنهن ۾ هندن جا تيرٿ يعني پوتر آستان آهن)، ٣۴. سيبائيندڙ، نهڪيل، صحيح # اهو نہ الله هڪڙو ۽ زبردست آهي (قرآن جي سورت زمر جي آيت ۴)، ٣۵. سورن تڪليفن، دردن، ٣٦. زخمن، ڦٽن، ٣٧. ماندا، ساڻا، بي حال.

(۱۸)

عَينَئُون° عَارِفَنِ[1] جي، آهي ڳالهہ[2] عجيب[3]،
پَاڻيھي[4] گھائِين[5] گھٽَ[6] کي، پَاڻيھي تَنَ[7] طَبيب[8]،
وَنَنِ[9] واٽَ وِچَترِي[10]، کَرئو[11] نِرت[12] نَجيب،
الايمان بَينَ الخوف وَ الرجاءِ،* هَلنِ[13] اتِ حَبيب،
تِئَا قَادِرَ[14] سين قَرِيبَ[15]، گُرَ[16] کي گَڏِئَا[17] کَاپَڙِي[18].

(۱۹)

غَينَئُون°> غُربَتَ[19] جَندَڙِي[20]، سَدا[21] سَناسين[22]،
ڊِجئو[23] ڊاءِ[24] اَللهَ جي، پُورَنِ[25] ۾ پچن[26]،
رءَ[27] رُخصَتَ[28] رامَ جي[29]، بِئو کين بُجهن[30]،
انَ الله هُوَ الرزاقُ ذُوالقُوت المَتين● سامين[31] سَڏَ[32] سُجن[33]،
جوڳي جُنگَ[34] جَلن، گُرَ کي گَڏِئَا کاپڙي.

(۲۰)

فيئُون# فِکرَ فِراقَ[35] ۾، آديسي[36] آهين،
سَگَا[37] سيلهَا[38] گَبرُون، جوڳي جَلائين[39]،

---

° عربي الف ب جو اکر "ع"، ۱. خدا جي معرفت يا سڃاڻپ وارن، ۲. حال، حقيقت، ۳. نرالي، حيرت انگيز، ۴. خود بہ خود، ۵. زخمي کن، ٦. اندر، دل، من، تن، سرير، ۷. تن جا، ۸. حڪيم، ويڄ، مُعالج، علاج ڪندڙ، ۹. رستو، گسُ، ۱۰. وچولي، درمياني، معتدل، ۱۱. ڏيان، ۱۲. شريف، اصيل، چڱي نسل وارا * ايمان خوف ۽ اميد جي وچ ۾ آهي (حديث شريف)، ۱۳. محبوب، پيارا، ۱۴. قدرت واري، سگهہ واري، خدا، ۱۵. ويجها، نزديڪ، ۱٦. مرشد، خدا، ۱۷. مليا، ۱۸. تارڪ الدنيا فقير، سناسي، سامي، جوڳي، °> عربي الف ب جو اکر "غ"، ۱۹. مسڪيني، اڻ هوند، غريبي، فاقي ڪشي، نهنائي، نياز، نئڙت، صبر، ماٺ، ۲۰. جندڙي کي، جند کي، جان کي، سرير کي، دل کي، ۲۱. هميشہ، ۲۲. سناسين جي، ۲۳. خوف يا ڊپ ڪريو، ۲۴. ڊاءَ کان، ڊپ کان، ۲۵. فڪرن، ڳڻتين، ۲٦. سڙن، ڪامن، جلن، ۲۷. کان سواءِ، ۲۸. موڪل، اجازت، ۲۹. خدا جو (هندي) نالو، ۳۰. ڄاڻن، سمجهن، ڏيان ۾ آڻين ● بي شڪ الله ئي روزي يعني رزق ڏيندڙ آهي جو تمام سگهارو زبردست آهي (قرآن شريف جي سورت ذاريات جي آيت ۵۸)، ۳۱. سامين جا، ۳۲. پڪارون، نعرا، آواز، هڪلون، ۳۳. ٻُڌجن، ۳۴. بهادر، پهلوان، # عربي الف ب جو اکر "ف"، ۳۵. فراق جي، وڇوڙي جي، جدائيءَ جي، ۳٦. گروءَ يعني مرشد جي حڪم ۾ رهندڙ فرمانبردار فقير، ۳۷. فقيرن جي مٿي ۾ وڌل ٿوپيءَ کي ويڙهيل رسيون يا نوڙيون، سيلهيون، ۳۸. پراڻن ڪپڙن جي ٽڪرين مان نهيل رليون يا گودڙيون، فقيراڻيون ڪفنيون، ۳۹. ساڙين، ناس ڪن.

اِنَ الَذِينَ فَتَنُوالمُؤمِنِينَ،* سَنَاسِي[1] سَاهِين،
سَنگتِ[2] سَنوارِبنِ[3]، گُرَ[4] کي گڏِئا[5] کاپڙِي.

(٢١)

قافئون° فَرابَتَ[6] کُڙمَ[7] کان، چِني[8] چَڏِئائون،
لاهُوتَ[9] ۽ جَبَرُوتَ[10] جا، اُهِجَ[11] آندائون،
نَاسُوتَ[12] ۽ مَلَکُوتَ[13] ۾، گِهڙِي[14] گهارِيائون[15]،
فَبَصَرُكَ اليَومَ حَدِيدٌ#، اِيهِين[16] اُتائُون[17]،
سَگَرُ[18] سُونَائُون[19]، گُرَ کي گڏِئا کاپڙِي.

(٢٢)

کافئون°> کَري کُرنِشون[20]، بَڌي اُپِيا[21] باهُون[22]،
اُپي الکَ[23] سامُهُون[24]، رَتو[25] رُنائُون[26]،
سَناسِين[27] سَيَدُ چَئي، مِليُون[28] مُدعائُون[29]،
وَلَسَوفَ يُعطِيكَ رَبُكَ فَتَرضيٰ،● چِٽو[30] چَيائون،
لائق[31] لَذائُون[32]، گُرَ کي گڏِئا کاپڙِي.

---

*بي شڪ جن مومنن کي فتني ۾ وڌو (قرآن شريف جي سورت بروج جي آيت ١٠). ١. تارڪ الدنيا فقير، ڪاپڙي، ٢. دوستي، ٣. صحيح ڪن، سڌارين، ۴. مرشد، خدا، ۵. ملئا. ° عربي الف ب جو اکر "ق". ٦. ويجهائي، عزازت، رشتيداري، لاڳاپو، ناتو، ٧. خاندان، قبيلي، ڪٽنب، آل اولاد، آڪهہ، ٨. ٽوڙي، قطع ڪري، ٩. عالم ذات الاهي (جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿئي ٿو). ١٠. حضرت جبرائيل جي رهڻ جي جاءِ، ١١. پار پتا، نشانيون، ١٢. مائهن واريءَ دنيا يا جهان، ١٣. ملائڪن جي رهائش واري جاءِ، ١۴. داخل ٿي، ١۵. (وقت) گذارِئائون، حياتي بسر ڪئائون # پوءِ تنهنجي نظر اڄ تکي آهي (قرآن شريف جي سورت ق جي آيت ٢٢)، ١٦. ان طرح، ١٧. جيائون، ١٨. رستو، واٽ، ١٩. سجاتائون، ڳوليائون، لڌائون، ڏٺائون، °> عربي الف ب جو اکر "ڪ"، ٢٠. آدابَ، تعظيم، آڏر ڀاءُ، منٿون، سوال عرض، وينتيون، نيزاريون، ٢١. بيٺا، ٢٢. ٻازو (ٻڌي اپيا ٻانهون = هٿ جوڙي بيٺا، دست بستا ٿي بيٺا)، ٢٣. انڏ لکو، جنهن کي لکي يا محسوس نہ ڪري سگهجي، خدا، ٢۴. روبرو، ٢۵. ڳاڙهو (رت گڏيل) پاڻي، ٢٦. اکين مان هاريائون، ٢٧. سناسين کي، ٢٨. حاصل ٿيون، جڙيون، پلئي پيون، ٢٩. مرادون، مقصد، مطلب● ۽ جلد يا سگهو ئي توکي (ايترو ڏيندو تنهنجو پالڻهار ۽ پوءِ تون خوش يا راضي ٿيندين (قرآن شريف جي سورت الضحيٰ جي آيت ۵)، ٣٠. صاف، چڱيءَ طرح، ٣١. جوڳي يا شايان شان عزت يا مانُ يا مرتبو، ٣٢. حاصل ڪئائون.

## (٢٣)

لامَـــئُـــون° سـي لاهُـوتَ[1] ۾، سَـدا[2] سَــيـرُ[3] كَـريـنِ،
أُتَـان عِـلـمَ[4] ۾ حِـلـمَ[5] جَـا، آٽِـئُـو پَـهَـ[6] پُـوريـنِ،
لَـڏِئـو[7] "لا"[8] مَـكَـانَ[9] ۾، عـشـرَتَ[10] سِـين اوريـنِ[11]،
واللهُ عَـلـيٰ كُـلِ شَـيءٍ قَـدِيـرُ*، چَـپَـنِ[12] كـي چـوريـنِ[13]،
سَـامِـيَـڙا[14] سُـوريـنِ[15]، گُـرَ[16] كـي گَـڏِئَـا كَـاپِـڙي[17].

## (٢٤)

مِـيـمَـئُـون°> مِـلَـڻُ حَـقَ[18] جـو، اصُـل[19] آديـسِـيَـنِ[20]،
جـوڳِـيَـڙا جَـهَـانَ[21] ۾، چـوكِـيءَ[22] چَـال[23] چَـلَـنِ[24]،
لاهُـوتِـي[25] لَـطِـيـف چـئـي، مَـنـجِـهَـان حُـبَ[26] هَـلَـنِ،
انَ اللهَ يُـحِـبُ المحـسِـنِـيِنَ،● خُـوشِـئَـان[27] خَـوابُ نَـہ كَـنِ[28]،
اِيءُ وِردُ[29] وِبـراڳِـيـنِ[30]، گُـرَ كـي گَـڏِئَـا كَـاپَـڙي.

## (٢٥)

نُـونَـئُـون# نَـانِـيءَ[31] هَـلِـئَـا، سَـامِـي سَـيـپِـئِـي،
أُكَـنـدَ[32] ۾ آديـسَ[33] جـي، وِهَـكَ[34] تَـنِ[35] وِبـئِـي[36]،

---

° عربي الف ب جو اکر "ل". ١. عالم ذات الاهي جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿئي ٿو. ٢. هميشہ. ٣. سفر، گشت، دورو، گدا گري، پن. ۴. معرفت، گيان، وديا، ڄاڻ. ۵. بردباري، تحمل، ڪانڌ، صبر، سهپ. ٦. پهہ پورين = صلاحون، رٿون، تجويزون، خيال يا ارادا پچائين. ٧. هجرت ڪرئو، نقل مڪاني ڪرئو. ٨. "لا" جي، نيستيءَ يا عدم جي. ٩. جاءِ، آستان. ١٠. آرام، فرحت، آنند، اطمينان. ١١. خدا جو ذڪر ڪن * ۽ الله سڀ شيءِ تي قادر يعني سگهارو آهي (قرآن شريف جي سورت بقر جي آيت ٢٨۴، سورت آل عمران جي آيت ٢٩ ۽ ١٨٩ ۽ مائده جي آيت ١٧). ١٢. لبن. ١٣. هلائين، تحرڪ ۾ آڻين. ١۴. سامي، تارڪ الدنيا فقير، ڪاپڙي، جوڳي، ويراڳي. ١۵. (تسبيحون يا مالهائون) ڦيرائين. ١٦. مرشد، خدا. ١٧. ملئا. °> عربي الف ب جو اکر "م". ١٨. خدا. ١٩. سچو پچو (مقصد)، بنيادي ڳالهہ. ٢٠. آديسين جو، گروءَ يا مرشد جي حڪم ۾ رهندڙ فرمانبردار فقيرن جو. ٢١. دنيا. ٢٢. چڱيءَ سٺيءَ، عمديءَ. ٢٣. چال سان، هلت سان، دستور يا ريت سان. ٢۴. هلن، حياتي بسرڪن. ٢۵. لاهوت جا واقف يا ڄاڻو. ٢٦. سڪ، پيار ● بي شڪ الله چڱائي يا احسان ڪندڙن کي دوست رکي ٿو يا پسند ڪري ٿو (قرآن شريف جي سورت بقر جي آيت ١٩۵ ۽ سورت مائده جي آيت ١٣). ٢٧. خوشيءَ سان، آرام سان. ٢٨. ننڊ. ٢٩. هر روز ڪرڻ جو ڪم، نيم، معمول. ٣٠. ويراڳين جو. # عربي الف ب جو اکر "ن". ٣١. نانيءَ ڏي (لس ٻيلي جي رياست ۾ هنگلاج شهر جي ويجهو جبلن ۾ هڪ جاءِ آهي جتي نانيءَ نالي هڪ نيڪ عورت جي قبر آهي، چون ٿا تہ نانيءَ کي حضرت علي ع جي دعا ٿيل آهي). ٣٢. سڪ، حب، پيار. ٣٣. آديسي فقيرن جي ٽولي يا متي يا اصول. ٣۴. وهڻ، آرام. ٣۵. تن جي. ٣٦. برباد يا حرام ٿي.

سَنَاسِي[1] سِڪَ[2] ۾، اوتِين[3] ارتوئِي[4]،
لا تَتَحَرَڪُ ذَرَةُ الا بِاذنِ الله،* وِسْرِيَن[5] ٻِي وائِي[6]،
راوَلَ[7] رِيجهائِي[8]، گُرُ[9] ڪِي گَڏِئَا[10] ڪَاپڙِي.

(٢٦)

واوَئُون°>[11] وَرَقُ وِصَالَ[12] جو، وِيراڳِي وارِين[13]،
وَرِبُن[14] واءُ[15] وِصَال جو، اُڪَندَ ۾ آهِين،
سَنَاسِي سَيد[رح] چئي، لوڪَ[16] نه لَڪائِين[17]،
اللهُ غَالِبُ عَلىٰ اَمرِه●، پَرِ[18] چَڳِي[19] پَارِين[20]،
لاهُوتِي[21] لَڏِين[22]، گُرَ ڪِي گَڏِئَا ڪَاپڙِي.

(٢٧)

هيِئُون<°> حَرفُ[23] حِسَابَ جو، پَسَڻُ[24] تَيُن پَري[25]،
وَجِي وَحدانِيَتَ[26] ۾، هَلَن[27] پِير[28] پَري[29]،
ڳُجَهه[30] اَندَرَ[31] جُون ڳالهيُون، ڪَنهن سين ڪينَ ڪَري،
لايَفُوتُ وَلا يَمُوتُ#، سَامِين[32] ڪِينَ سَري[33]،
ڪَڙو[34] مَنجهه ڪَڙي°، گُرَ ڪِي گَڏِئَا ڪَاپڙِي.

---

١. تارڪ الدنيا فقير، ويراڳي، ڪاپڙي، سامي. ٢. حب، پيار، اڪنڊ. ٣. پلٽين يا وهائين (اڪين مان). ۴. رت ڪَڏيل پاڻي، رت جا ڳوڙها * ڪوبہ ذرو (ننڍي شيءِ) الله جي اذن يعني اجازت کان سواءِ نٿو چري (حديث). ۵. دل تان لهي وين. ٦. ڳالهہ، پچار. ٧. راول کي، محبوب کي. ٨. راضي يا خوش ڪري. ٩. مرشد، خدا. ١٠. مليا. °> عربي الف ب جو اکر "و". ١١. (ڪتاب جو) پنو، صفحو. ١٢. ميلاپ، گڏجاڻي. ١٣. اٿلائين يعني پڙهن. ١۴. انهن کي موٽي لڳو. ١۵. هوا. ١٦. لوڪ کي، عام ماڻهن کي. ١٧. محسوس ڪرائين، انت يا دل جو راز ڏين. ● ۽ الله پنهنجي ڪم تي غالب يا قادر آهي (قرآن شريف جي سورت يوسف جي آيت ٢١). ١٨. ريت، رسم. ١٩. سٺي. ٢٠. نباهين. ٢١. لاهوت (عالم ذات الاهي جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿئي ٿو) جا واقف. ٢٢. هجرت ڪن، نقل مڪاني ڪن. <°> عربي الف ب جو اکر "هہ". ٢٣. اکر، حساب ڪتاب يا پڇا ڳاڇا (ڏوهہ ثواب جي). ٢۴. ڏسڻ" ٢۵. دور، ڏور، ڏکيو، مشڪل. ٢٦. خدا جي ايڪائت يا هيڪڙائيءَ. ٢٧. پنڌ ڪن، رڙهن. ٢٨. قدم، وکون. ٢٩. ڪٿي. ٣٠. راز. ٣١. اندر جي، دل جي # نہ فوت ٿئي ٿو ۽ نہ مري ٿو (عربي قول). ٣٢. سامين کي. ٣٣. گذارو ٿئي. ٣۴. (زنجير جو) ڇلو ° جهڙيءَ طرح زنجير جو هڪ ڇلو ٻئي ڇلي ۾ قاتل يا مليل آهي.

٢٨

لامَئُون° لَڏي[1] هَلِئَا، جوڳي[2] مان جَايُنِ[3]،
وَنَنِ[4] واتَ وچَتَري[5]، ڪِنهن کي کِينَ چَونِ،
مَنجَا[6] مَهرا[7] مَزهِيُون[8]، ڀَاڻُ کئو ڀَانئِينِ[9]،
والقَدرِ خيره وَ شَره مِنَ الله تَعَاليٰ*، انهين[10] اهڃاڻنِ[11]،
سَامِيَڙا[12] سَنکَنِ[13]، گُرَ[14] کي گڏِئَا[15] کَاپَڙِي.

٢٩

الفَئُون°> آديسِيَنِ[16] کي، سَدا[17] سُورَ[18] ڇُرَنِ[19]،
اندَر[20] تَنِ[21] آديسَ[22] جَا، مَحبَتَ[23] مَچَ[24] ٻَرنِ،
اُلفَتَ[25] عَزِيزِي[26] نَاهہ کَا، نَکِي جَهنگ[27] هَلَنِ[28]،
اللهُ لَطِيفُ بِعِبَادِه يَرزُقُ مَن يَشَآءُ●، آيَتَ اِءَ پَڙهَنِ،
سَنَاسِي سَهڙَنِ[29]، گُرَ کي گڏِئَا کَاپَڙِي.

٣٠

يَيَئُون# يَرُکَ[30] مَکَانَ[31] ۾، هَلَنِ اُپَ[32] سَرا[33]،
سَامِي سَفَرِ[34] هَلِئَا، کِنهن ڏوراٽي[35] ڏيهَا[36]،

°عربي الف ب جو اکر "ل". ١. هجرت ڪري، نقل مڪاني ڪري، ٢. تارڪ الدنيا فقير، سامي، سناسي، ڪاپڙي، ٣. آستانن، مڙهين، تڪين، ۴. رستو، گس، ۵. وچولي، درمياني، معتدل، ٦. منجولا، ڪتون، ٧. مهارا، (پردن ۽ پوشن سان) ڍڪيل ڪتون، پلنگ، سيڄون، ٨. چوپائي مال جا ڇيڻا يا ڦولهڙيون وغيره، گوبر، گند ڪچرو، خسيس شيءِ، ٩. سمجهن * ۽ ان جي خير (نيڪيءَ) ۽ شر (بديءَ) جو نهراءُ يا مقرري الله تعاليٰ ڪان آهي (عربي قول)، ١٠. اهڙن، ١١. اهڃاڻن سان، نشانين سان، پار پتن سان، ١٢. سامي، ١٣. ڍچن، ڪنبن، فڪر يا ويچار ۾ رهن، ١۴. مرشد، خدا، ١۵. هلئا، °> عربي الف ب جو اکر "الف"، ١٦. گروءَ يعني مرشد جي حڪم ۾ رهندڙ فرمانبردار فقيرن، ١٧. هميشہ، ١٨. درد، ڏک، عذاب، ١٩. هُرن، ڪُکن، محسوس ٿين، ٢٠. اندر ۾، دل ۾، ٢١. تن کي، ٢٢. آديسين جي ٽولي، آديسين جي متي يا پنٿ، ٢٣. محبت جا، ٢۴. باهيون، ٢۵. محبت، ٢٦. عزيزن جي، مائٽن جي، دنياوي لاڳاپن جي، ٢٧. جهنگ ڏانهن، برپٽ يا رڻ ڏانهن، ٢٨. وڃن (لاڳاپا ختم ڪري) ● الله پنهنجي بندن يعني ٻانهن تي مهربان آهي جنهن کي چاهي (بي حساب) رزق ڏي (قرآن شريف جي سورت شوريٰ جي آيت ١٩)، ٢١. ٻهڇن، رهن، آرام ڪن، ٣٠. يرڪ جي، گناهہ جي، # عربي الف ب جو اکر "ي"، ٣١. جاءِ، آستان، گهر، ٣٢. اُپي، سنئين، اوچي، ٣٣. سر سان، ڳاٽ سان، اُپ سرا = فخر سان، بي ڊپا، ٣۴. سفر تي، مسافريءَ تي، ٣۵. پراهين، ٣٦. ڏيهہ ڏي، ملڪ ڏي.

اُهڃَ[1] آندائُون اهَڙا، جَنِ مَنجِهہ نَاهي ڏاءُ[2]،
فَاذڪُرواني اَذڪُرڪُم*، سَامِيَڙَنِ[3] سَا[4] راءِ[5]،
جوڳِيَڙا وِئَا جَاءِ[6]، گُرَ[7] ڪي گڏِئا[8] ڪَاپَڙِي.

وائي

ڪِينَرِڙُيُون[9] چورِينِ[10]، لوڪَ[11] سُتيِ[12] ڪَاپَڙِي،
اُتِي آڌِيءَ راتِ جو، سُمَرِڙُيُون[13] سورِينِ[14]،
لاهُوتِيِ[15] لطيف چئي، اونڌي[16] ڪَنڌِ[17] اورِينِ[18].

١. نشانيون، علامتون، پار پتا، ٢. ڊپ، خوف * پوءِ اوهين مونکي ياد ڪريو ۽ آئون اوهانکي ياد ڪريان (قرآن شريف جي سورت بقر جي آيت ١٥٢)، ٣. ساميڙن جي، ڪاپڙين جي، جوڳين جي، ٤. اهڙو، ٥. خيال، ٦. جاءِ ڏانهن، مڪان ڏانهن، ٧. مرشد، خدا، ٨. مليا، ٩. ڪينر، هڪ قسم جا وڄائڻ جا ساز، ١٠. وڄائين، ڇيڙين، ١١. لوڪ جي، عام مائهن جي، ١٢. سمهڻ يا ننڊ ۾ هجڻ جي مهل، ١٣. مالهائون، تسبيحون، ١٤. ڦيرائين، ١٥. لاهوت (عالم ذات الاهي، جهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿئي ٿو) جا ڄاڻو يا واقف، ١٦. هيٺ ڪيل، نمايل، جهڪايل، ١٧. ڪنڌ سان، مٿي سان، سر سان (اونڌي ڪنڌ = اونڌي ڪيل ڪنڌ جي حالت ۾، مراقبي ۾)، ١٨. (خدا جو) ذڪر ڪن.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر پُورَبُ

## داستان پهريون

### ١

ڪَري ڪانگَ[1] ڪُرنشُون[2]، پيرَين[3] پرينءَ[4] پَئيجِ[5]،
آئُون جي[6] ڏيِين[7] سَنيهَڙا[8]، وڃِ مَ[9] وِساريجِ[10]،
لِلهِ لَڳِ[11] لَطِيفُ چَئي، ڳُجهو ڳالهائيجِ[12]،
چُئَان[13] تِيئَن چَئيجِ، تَہ ڪِيَانتَا[14] خُوشِ هُئين.

### ٢

اُڏُءُ[15] لَڳِ اَللهَ، وِيلو[16] ڪَرِ مَ وِڃَ مِ،
آئُون جو ڏِيَين سَنيهَڙو، سو سانڍِ[17] بَرابَرِ[18] ساهَہ[19]،
سَنڌِي[20] ڳُجهاندرَ[21] ڳالهَہ[22]، ڪَهِجِ[23] مَ قَريبَنِ[24] رِيءَ[25].

### ٣

آءُ اُڏامي ڪانگڙا[26]، پارانيان[27] پَچارِ[28]،
وِبهي هِتِ وِصالَ[29] جو، تان ڪو تِرُ[30] تَنوارِ[31]،

---

١. ايِ ڪانگ (ڪاري رنگ جي پکيءَ جو هڪ قسم)، اي ڪانءَ، اي زاغ، اي غراب، اي ڏانئا، ٢. منٿون، آزيون، نيزاريون، عاجزيون، سلام، آداب، تعظيمون، ٣. پيرن تي، قدمن تي، ٤. پرينءَ کي، محبوب کي، ٥. هٿ رکج (ادب يا نئڙت وچان)، ٦. جيڪي، ٧. توکي ڏيان، ٨. سنيها، پيغام، نياپا، ٩. واٽ ۾، يا رستي هلندي، ١٠. دل تان لاهج، ڀُلجانءِ، ١١. الله جي واسطي، الله لڳ، الله ڪارڻ، ١٢. مخفي، اڪيلائيءَ ۾، نويڪلائيءَ ۾، ڳجهه ڳوهه ۾، ١٣. چوان، ١۴. اي ڪيانتا، اي محبوب کان يا محبوب ڏي پيغام آڻيندڙ يا نيندڙ، اي قاصد، ١۵. اڏام، ١٦. دير، ١٧. قابو ڪر، محفوظ ڪر، ١٨. هڪ جهڙو، صحيح، ٺيڪ، ١٩. ساهه سان، جان سان، دل سان، ٢٠. جي، ٢١. ڳجهه، ڀيد، انت، ٢٢. ڳالهه، ٢٣. چئج، ٻڌائج، سڻائج، ٢۴. دوستن، محبوب، ٢۵. کان سواءِ، ٢٦. اي ڪانگ، ٢٧. انهن (محبوبن) جا پارانيا يعني نياپا يا پيغام، ٢٨. ٻڌاءِ، ٢٩. ميلاپ يا گڏجاڻيءَ، ٣٠. تر جيترو، ٿورو، ذرو، ٣١. ٻڌاءِ، ٻولِ.

جي[١] ڏِنَا[٢] ۾ ڏيسَار[٣]، سي اُڏامي آڻِ پِرين.

(۴)

پَارانيَان[۴] پَچَار[٥]، مَتي لامَ[٦] لَطيفؒ چَئي،
قيرِ[٧] مَ فَضيلَتَ[٨] تُون، جَا كُرَ[٩] آنهنجي[١٠] كَارِ[١١]،
جي ڏِنَا ۾ ڏيسَار، سي اُڏامي آڻِ پِرين.

٥

وَهلو[١٢] وانءُ وَرُ[١٣] وَرَئَا[١۴] پِرين، آءُ[١٥] كَانگا[١٦] وَڻِ[١٧] وِبهُه[١٨]،
جَنِ ڏُورِ[١٩] چِتَايو[٢٠] ڏيهُه[٢١]، سي اُڏامي آڻِ پِرين.

٦

وَهلو وانءُ وَرُ وَرَئَا پِرين، آءُ كَانگا لَنءُ[٢٢] لاتِ[٢٣]،
وِئَا جي قَلاتِ[٢۴]، سي اُڏامي آڻِ پِرين.

٧

كَانگلَ[٢٥] سيئِي كُوتِ[٢٦]، پِرين جي پَرڏيهه[٢٧] وِئَا،
جَني رِءَ[٢٨] جِهانَ[٢٩] ۾، اكَڙبِن[٣٠] اَروتِ[٣١]،
لِلهِ لَگِ[٣٢] لَطيفؒ چَئي، كِجِ ڳَارانجهو[٣٣] ڳُوتِ[٣۴]،

---

١. جيكي پرين يا محبوب. ٢. توڏنا. ٣. ڏيساور. ڏوراهين ملك. پرديس. ۴. انهن جا پارانيا يعني نياپا. ٥. ٻُڌاء. ٦. (وڻ جي) ٽاريءَ، شاخ. ٧. بدلاءِ. متاءِ. ڇڏ. ٨. وڏائي. بزرگي. چڱائي. خاصيت. گڻ. ٩. كُرَ جي. كتب جي. خاندان يا آكهہ جي. ١٠. اوهان جي. ١١. عادت. پر. ريت. رسم. ساک. پت. ١٢. جلد. تكڙو. ١٣. وڃ. ١۴. موٽ. واپس ٿيءُ. ١٥. آيا. ١٦. اَچ. ١٧. اي كانگا. اي كانگ (كاري رنگ جي پكيءَ جو هك قسم). اي زاغ. اي غراب. ١٨. وڻ تي. ١٩. پراهون. ٢٠. چت يعني دل ۾ ركئو. پسند كئو.وسايو (رهاكو ٿيا). ٢١.ملك. وطن. ٢٢. ٻولِ. ٻڌاء. ٣٣. ٻولي. ٢۴. قلات ڏانهن (قلات مان مراد ڏوراهون ملك يا ديس. قلات جو شهر كراچيءَ كان الهندي طرف بلوچستان صوبي ۾ آهي). ٢٥. اي كانگل. اي كانگ. ٢٦. سڏ. ٢٧. پرڏيهہ ڏانهن. پرديس ڏانهن. ٢٨. كان سواءِ. ٢٩. دنيا ۾. ٣٠. اكڙين ۾. نيڻن ۾. ٣١. خشكي (گهٽي روئڻ كري). ٣٢. اللهجي لڳ يا كارڻ. ٣٣. شادمانو. خوشي. محفل. ٣۴. ڳوٺ ۾.

جي ڏمرئا[1] ڪنهن ڏوڻ[2]، سي اُڏامي آڻ پرين.

## ٨

پرين[3] جي پرديس[4] ۾، تن جي ڪانگا[5] ڪر خبر[6]،
سڀ مڙاهيئان[7] سون سين[8]، پڪي[9] تنهنجا پر[10]،
گهمي[11] متان گهر[12]، ڏج پارانيا[13] پرينءَ کي.

## ٩

اُڏر[14] ڪانگا آءُ[15] وڻ[16] ويهہ، سُڌيون ڏي ساٽيهہ[17] جون،
چڱا[18] ڀلا مون[19] پرين، ڪ[20] سُک[21] وسي[22] ساٽيهہ،
پرين[23] لئي[24] پرڏيهہ، مون تان گهٽو نهارئو[25].

## ١٠

ڪر[26] ڪٽئو[27] ڪانگ لنئي[28]، منيءَ[29] تي مضبوط[30]،
آٽئو ڏي آنڻ[31] ۾ سنيها ثابوت[32]،
ڪانگل[33] اُتون[34] قوت[35]، پيغام پرين جا.

## ١١

متان منهن[36] منهنجي، ڪنهن اُڏايو[37] ڪانءُ،

١. ڪاوڙئا، رنج ٿئا، ناراض ٿئا، ٢. ڏوڻ جي سبب، ڏک يا ميار جي سبب، ڪاوڙ يا غصي جي سبب، ٣. محبوب، ۴. پرڏيهہ، ڏوراهين ملڪ، ۵. اي ڪانگا، اي ڪانگ (ڪانگ ڪاري رنگ جي پکيءَ جو هڪ قسم آهي)، اي ڪانءَ، اي زاغ، اي غراب، ٦. سُڌ، احوال، ڳالهہ، ٧. جڙايان، ٺقيان، سينگاريان، ٨. پيلي رنگ جي قيمتي ڌاتوءَ (جنهن مان زيور وغيره ٺهندا آهن)، ٩. اي پکي (ڪانگ ڏانهن اشارو)، ١٠. پک، کنبَ، ١١. ڦري، ڦيرا ڏيئي چڪر يا لامارو ڏيئي، ١٢. (محبوب جي) مڪان، جاءِ، ١٣. پيغام، نياپا، سنيها، ١۴. اڏام، ١۵. اچ، ١٦. وڻ تي، ١٧. وطن (محبوب جي)، ١٨. چڱا ڀلا = بلڪل خوش، چاق، تندرست، صحتمند، نيڪ ٺاڪ، ١٩. منهنجا، ٢٠. ڪي ڪجهہ، ٢١. سک سان، آسودگيءَ سان، ٢٢. آباد، سرسبز، سائو، خوشحال، ٢٣. پرين جي، محبوبن جي، ٢۴. واسطي، ٢۵. ووڙئو، ڏورئو، جهاڳئو، لتاڙئو، ٢٦. ڪنڌ، ڳچي، ڳات، ٢٧. مٿي ڪرئو، ٢٨. ٻولي يعني ڪان ڪان جو آواز ڪري، ٢٩. گهر جي اڱڻ ۾ چوپائي مال جهڙوڪ مينهين يا ڍڳين کي ٻڌڻ لاءِ کوڙيل ڪاٺ جي ٿوٽيءَ يا ٿنڀيءَ، ٣٠. پڪو، پختو، قابو، چڱي طرح ويٺل، ٣١. جاءِ جتي زالون سٽَ، يا ڪپهہ ڪتينديون آهن، گهر جي اڱڻ يا ٻڌر، ٣٢. صحيح صحيح، سمورا، پورا، پڪا پختا، ٣٣. اي ڪانگل، ٣۴. اسان کي يا مون کي آهي، ٣۵. کاڌو، خوراڪَ، خورش، توڻ، توشو، ٣٦. ڪکائين ڇپر يا گهر، ڀوني، جهوپڙي، ٣٧. اُٿاريو، ڀڄايو.

ڳِنهِي[1] آيو ڳالھَڙِي[2]، سَنديَ[3] سُپيرِيَان[4]،
جيڏِيُون[5] جاڙَ[6] ڪِيانءِ[7]، سوم[8] هُوندَ[9] سَنيهَڙو[10].

## ١٢

اُپِي[11] اڱڻَ[12] جَهلَ[13]، ڪانگَ[14] اُڏائِي[15] ڪامِڻِي[16]،
آيُس[17] جَان[18] اوچتو[19]، اُنهِين[20] ماڳِ مَهَلَ[21]،
سُورَنِ[22] وِڍس[23] سَلَ[24]، ڪانگڻِ[25] ڪُنِي[26] ڪامِڻِي.

## ١٣

ڪِي[27] جو زاغ[28] زِبانَ سِين، لَنيو[29] مَتِي[30] لامَ[31]،
پَهچَايَائِين[32] پِرِينءَ جَا، سَرتِيُون[33] راتِ سَلامَ[34]،
ڪاڪِيُون[35] ڪَني[36] ڪامَ[37]، تَہ ڪَهِيو[38] سُڻيَان[39] ڪانگَ جو.

## ١۴

ڏائو[40] چَڙهِئو ڏارَ[41] تي، زاغُ ڪَري زارِيُون[42]،
آڻئو آنڻ[43] وِچَ ۾، ڏي سَنيها سارِيُون[44]،
ماتِ[45] ڪَرِئو مارِيُون[46]، تَہ ڪَهِيو سُڻيَان ڪانگَ جو.

---

١. ڪٿي، ونئي، ٢. نيابو، پيغام، ٣. جي، ۴. سپيرين، پرين، محبوبن،۵. اي جيڏيون، اي سهيليون، ٦. ظلم، ٧. اوهان ڪئو، (منهنجي منهن تان ڪانءُ) اڏائي اوهان ظلم ڪئو). ٨. آئون سڻان ها، آئون ٻڌان ها، ٩. جيڪر، ١٠. سنيهو، پيغام، ١١. بيٺي، ١٢. گهر جي ٻذر يا احاطي، ١٣. تي، وٽ، ويجهو، ٻر ۾، ١۴. ڪانگ کي، ڪاري رنگ جي پکيءَ جو هڪ قسم، ١۵. اُڏاري پرواز ڪرائي، (محبوب ڏي) روانو ڪري يا موڪلي، ١٦. (خوبصورت يا سهڻي) عورت، ١٧. ان (عورت) وٽ آيو، ١٨. جيئن ئي، ١٩. اچانڪ، ٢٠. ماڳ تان، جاءِ تان، ٢١. ويل، وقت (انهين ماڳ مهل = هڪدم، ٻنان دير)، ٢٢. ڏکن، عذابن، تڪليفن، ٢٣. ان (عورت) کي وڌا، ٢۴. سوراخ، ڻنگ، ٢۵. ڪانگن، ٢٦. ماري، تباھ يا برباد ڪئي، ٢٧. ڪجهہ، ٢٨. ڪانگ، ڪانءُ، ٢٩. ٻولئو، (ڪان ڪان جو) آواز ڪئو، ٣٠. تي، ٣١. (وڻ جي) ٽاريءَ يا شاخ، ٣٢. رسايائين، ٣٣. اي سرتيون، اي جيڏيون، ٣۴. نياز، آداب، نمسڪار، پرنام، ٣۵. اي ڪاڪيون، اي اديون، اي سرتيون، ٣٦. ڪپهہ کي ارٽ يا چرخي جي وسيلي وڪڙ ڏيئي سٽ يا ڌاڳا ٺاهي، ٣٧. ڪابہ هڪڙي نہ، ٣٨. جيڪي ڪهي ٿو، نيابو، ڳالهہ، پيغام، سنيهو، ٣٩. ٻڌان، ۴٠. ڪانءُ، زاغ، ۴١. وڻ جي ٽار يعني ٿلهيءَ ٽاريءَ، ۴٢. دانهون، ورلاپ، عاجزيون، ۴٣. جاءِ جتي زالون ارٽ يعني جرخي جي وسيلي ڪپهہ مان سٽ يا ڌاڳا ٺاهينديون آهن، گهر جي اڱڻ، ۴۴. سارئو، سنڀالئو، ۴۵. جپ، صبر، ۴٦. اي ماريون، اي مصيبت جون ماريل، اي نياڳيون (سرتيون).

## ١٥

ذائي[1] چَڙهِي ڏارَ تي[2]، ڪَا جَا لاتِ[3] لَتيِ[4]،
آتڻَ[5] مَنجِهہ اَندوهُہ[6] ٿِئو، سَگهي ڪَانہ ڪَتي،
ويڙهِي[7] مَنجِهہ وَتِيءِ[8]، ڪِي[9] جو ڪَانگَ ڪَمَايو[10].

## ١٦

ذائي چَڙهِي ڏارَ تي، ڪِي جو ڪَانگَ ڪَهيو،
سُوريتيءَ[11] سُورِ[12] پَئِي، پَهو[13] پَٽِ[14] هَنيو[15]،
ڪامِڻي[16] اَرِٽُ[17] ڪَنيو[18]، وِچَارِيءَ[19] وِرُونهَن[20] مَان.

## ١٧

آنديُون ڪَانگ قَرِيبَ[21] جُون، اَڄُ واڌايُون[22] واهَہ[23]،
مَنَ[24] مُرادُون[25] پُنِيُون[26]، ٿِيُون سَرَهَايُون[27] سَاهَہ[28]،
آندا پِرِين[29] اللهَ، سَڌُ[30] مُنهِنجا سَاب[31] پِئا.

## ١٨

ڪَانگَلَ[32] قَرِيبَنِ جَا، ڏي واڌائيءَ[33] وِڻَ[34]،
ڏِنَا سُون ڏِينهَن گهٽِين[35]، ڪَنهن[36] سَبَبَان[37] سِڻَ[38]،

١. ڪانگ، ڪانءُ، ڪانگل (ڪانگ ڪاري رنگ جي پکيءَ جو هڪ قسم آهي). ٢. وڻ جي ٽار يعني ٽلهيءَ ٽاريءَ. ٣. پولي، آواز. ٤. لَنئي، پولي. ٥. گهر جي اڱڻ. ٦. پريشاني، فڪر، ڏک. ٧. گهر، گهر جي اڱڻ يا پڌر. ٨. هلي، گهمي ڦري، ٽيلارا ڪري. ٩. ڪجهہ. ١٠. پڌايو، چيو. ڪهيو. پيغام ڏنو. ١١. دردن يا ڏکن يا مصيبتن جي ماريل. ١٢. سور ۾، ڏک ۾. ١٣. ڪپهہ جو مچو (جيڪو سوريتيءَ سٽ ڪتڻ لاءِ هٿ ۾ ڪنيو هو). ١٣. پٽ تي، زمين تي. ١٤. اُجلئو يا ڦتو ڪئو. ١٦. جلي، سڙي، پچي. ١٧. چرخو، ائٽ. ١٨. آتڻ ڪان ٻاهر ڪيو. ١٩. نماڻي، بي وس، لاچار عورت. ١٠. ورونهن يعني ڪچهري يا رهاڻ واريءَ جاءِ، آتڻ. ٢١. محبوب، قرب واري. ٢٢. خوشخبريون. ٢٣. خوب، ات، عمديون. ٢٤. من جون، دل جون. ٢٥. مدعائون، مطالب، آسون، اميدون. ٢٦. پوريون ٿيون، سڌ ٿيون، حاصل ٿيون. ٢٧. خوشيون. ٢٨. ساهہ ڪي، دل ڪي. ٢٩. محبوب، دوست. ٣٠. سوال، عرض، التجائون، واڪا، رڙيون. ٣١. سابَ پِئا = بار آور ٿئا، ڪامياب ٿئا، سجايا ٿئا. ٣٢. اي ڪانگل، اي ڪانگ. ٣٣. واڌائيءَ جا. ٣٤. جواب، اهڃاڻ. ٣٥. ڏينهن گهٽين = گهٽن ڏينهن ڪان پوءِ. ٣٦. (خبر ناهي) ڪهڙي. ٣٧. سبب يعني ڪارڻ جي ڪري. ٣٨. سڄڻ، محبوب (گنج ۾ "ڪنهن سببان سيڻ" جي بجاءِ "هُٿا نيرانا نيڻ" لکيل آهي).

هُئا نيرانا[1] نيڻ[2]، پَسي[3] پِيءُ[4] پُر[5] تِئا.

## ١٩

ڪانگل[6] قربن[7] جا، اچي وائي[8] وٺُ[9]،
تو ۾ بوءِ[10] بهار[11] جي، مُشڪ[12] ڪَٿوريءَ مَڻُ[13]،
اچي عجيبن[14] جو، اورانگهج[15] اڱڻُ[16]،
توکي پَسي تَن[17]، سُورنئون[18] صافُ[19] ٿئو.

## ٢٠

سُورنئون صافُ ٿئو، تَن پَسي توکي،
وَتين[20] تون ويرڪڙا[21]، چانئين[22] پَر[23] چوکي[24]،
ڏيل[25] ڇڏئو تو ڏوکي[26]، سَنيهو[27] سُٺائي[28] سَڄڻين[29].

## ٢١

ڪَدي ڪانگا[30] تو ڏيان[31]، هنئون[32] ساڻُ هتن،
وَڃي ڪاءُ ولاتَ[33] ۾، اڳيان[34] عجيبن،
پرين مان نہ[35] چون، تہ هيئن[36] قُرباني[37] ڪيرَ ٿي.

---

١. بنان ڪاڏي پيتي جي، (محبوب جي ديدارجا) ٻڪايل. ٢. اکيون (گنج ۾ "هئا نيرانا نيڻ" جي بجاءِ "سباجها سيڻ" لکيل آهي). ٣. ڏسي. ۴. محبوب. پرين. ٥. سَيرُ. ٻريل. ٻڪارَ. پيٽ ڏاوَلَ. ٦. اي ڪانگل. اي ڪانگا. اي ڪانگ. ٧. محبوبن. ٨. (محبوبن لاءِ). ڳالهہ يا نياپو. ٩. وٺ (مون کان). ١٠. خوشبوءِ. سڳند. سرهاڻ. هٻڪار. ١١. بهار يعني بسنت جي موسم. وڻن جي ٻورَ يا گلن ڦٽڻ جي موسم. ١٢. مشڪ جو. بنان سڱن واري هرڻ جي ڌُن مان نڪتل خوشبودار مادي جو. ڪٿوريءَ جو. خستوريءَ جو. ١٣. چاليهن سيرن جي تور جو وزن. گهڻو انداز. ١۴. محبوبن. ١٥. لتاڙج. پير گهُمائج. ١٦. گهر جو ٻڌر يا صحن. گهر. ١٧. دل. من. ١٨. سورن کان. ڏکن يا دردن کان. پيڙا کان. ١٩. آجو. آزاد. ٢٠. هلين. گهمين. ڦرين. ٻٽڪين. ٢١. غمگين. ملول. نماڻا. ڏکويل. ٢٢. (وڻ جي) ٽارين. شاخن. ٢٣. تي. ٢۴. ڇا جي ڪري. ڪهڙي سبب جي ڪري. ٢٥. بدن. سرير. ٢٦. ڏکوئي. ايذائي. ٢٧. پيغام. نياپو. ٢٨. ٻڌائي. ٢٩. سڄڻن جو. محبوبن جو. ٣٠. اي ڪانگا. ٣١. توکي. ٣٢. دل. ٣٣. پرديس (محبوب جي ملڪ). ٣۴. سامهون. مهندان. ٣٥. مان نہ = شال. ٣٦. هن طرح. هن نموني. ٣٧. صدقو. ٻڪَ. ٻلَ.

## (٢٢)

اَچِئو اَچِئو پُوْنِ[١]، واڪَا[٢] ڪِئو وَڻَنِ ۾،
سَنيُهَا[٣] سيڻَنِ[۴] جَا، چوٽيءَ[۵] چَڙهِئو چُوْنِ[٦]،
ڪَانگَ[٧] نہ ڪُوڙا[٨] هُوْنِ[٩]، پِربَان[١٠] سَندي[١١] پَارَ[١٢] جَا.

## ٢٣

ڪَانگَلُ[١٣] نہ ڪُوڙو، جو ڪُڏِ[١۴] چَڙهِئو ڏي خَبَرُوْن[١۵]،
اَچي وَجي وِچَ ۾، مَتي[١٦] دَرَ[١٧] دُوڙو[١٨]،
جو اَندَرِ[١٩] اوسِيڙو[٢٠]، سو لاٿائين لطيف چئي.

## ٢۴

ڪَانگَلَ[٢١] ڪوهہ[٢٢] ٿَئوءِ[٢٣]، پيو آهِين پَٽَ[٢۴] ۾،
اڳِي اُسَ[٢۵] تَڙِڪو[٢٦] نہ سَهِين[٢٧]، اَڄُ سَارو[٢٨] ڏِينهُن سَنوءِ[٢٩]،
پَسي[٣٠] حَالُ[٣١] سَندوءِ[٣٢]، ڪَانگَنِ ڪَانگيرو[٣٣] ڪِئو.

## ٢۵

هُئين وَسِيلو[٣۴] وِچَ ۾، ڪَانگَا[٣۵] پَارِئي[٣٦] ڪانہ،
اُتِئي[٣٧] ڪِينَ عَجِيبَ[٣٨] ڪي، ظَاهِرُ[٣٩] سَاڻُ زبَانَ،

---

١. پوِنِ، ٢. دانهون، ڪَان ڪَان جا آواز، ٣. نياپا، پيغام، ۴. سڄڻن، محبوبن، ۵. چوٽيءَ تي، (وڻ جي) مٿاهين حصي تي، ٦. چون، ٻڌائين ٧. واحد ڪانگُ، ڪاري رنگ جي پکيءَجو هڪ قسم، ڪانءُ، زاغ، غراب، ٨. ڪوڙا، جُوٺا، دغاباز، ڪُساڪي، ٩. ٿين، ١٠. پرينءَ، محبوبَ، ١١. جي، ١٢.طرف، پاسي، ١٣. ڪانگُ، ١۴. ڪُڏ تي، گهر جي ڇت تي، ١۵. سُڌيون، حال احوال، ١٦. تي، وٽ، ١٧. دروازي (گهر جي)، ١٨. قاصد، پانڌي، پيغام آڻيندڙ نيندڙ، ١٩. اندر ۾، دل ۾، ٢٠. اونَ، اُڌڪو، انتظار، ٢١. اي ڪانگل، ٢٢. ڇا، ٢٣. توکي ٿئو آهي، ٢۴. زمين، ميدان، ٻڊر، ٢۵. اُس جو، سج جي ايرڻ جي روشنيءَ يا ڏٻَ جو، ٢٦. گرمي، تابش، تپش، ڪاڙهو، ٢٧. برداشت ڪرين، ٢٨. سڄو، ٢٩. تو سَٺو يا برداشت ڪيو آهي، ٣٠. ڏسي، ٣١. حالت، ماجرا، ٣٢. تنهنجو، ٣٣. گهڻن ڪانگن جو شور يا هُل (جيڪو ڪانگَ سندن آکيرن جي پرسان ڪنهن ماڻهوءَ جي لنگهڻ وقت يا ڪنهن ڪانگ کي مرندو ڏسي ڪندا آهن)، ٣۴. (نياپن آڻڻ نيڻ جو) ذريعو، ٣۵. اي ڪانگا، اي ڪانگ، ٣٦. تو پاري، تو نباهي (توڙ تائين)، ٣٧. تو اُتو، تو چيو يا ٻڌايو، ٣٨. محبوب، ٣٩. کُليو کُلايو، چٽو، صاف.

تُوڙِ[1] پهتين[2] تَان[3] نَہ، اوربَائين آٽئو ڏيين*.

## ۲٦

ڪَانگَ[4] تُنهِنجيءَ چَانگَ[5]، جَڏو[6] جيءُ[7] جيَارئو[8]،
مَتَان[9] لامَ[10] لَتَ[11] ڏئو، ٻولِيين[12] سِرِ[13] ٻيلانگَ[14]،
اُڏءُ[15] مَتَان[16] ڦانگَ[17]، ڪَرَ[18] جَاوَنِ[19] آوَنِ[20] پِرِين.

## ۲۷

ڪَانگَ نيئي[21] ڪَانگ[22]، مُنهِنجي ڏي مَحبُوبَ ڪي،
لالَڻَ[23] لايئي[24] ڏِينهَڙا، ڪِنهِن سَتَاٽي[25] سَانگَ[26]،
اَوَهَان رِءَ[27] اَڙانگَ[28]، وِيني وِرهَہ[29] وَسَايَان.

## ۲۸

آءُ[30] ڪَانگا[31] تُو[32] ڏِيَان، چِني چُورائي[33]،
سَا وَجِي ڏي مَحبُوبَ ڪي، لُوڪَان[34] لِڪَائي[35]،
پِرِين پَڙهَائي[36]، مَان[37] نَہ سُڌِ[38] لَهَنِ[39] سُورَ[40] جي.

## ۲۹

آءُ ڪَانگا ٻَهُہ[41] ڪولِ[42]، سُڌيُون ڏي سَاٽيهُہ[43] جُون،

---

۱. توڙ تائين. پڄاڙيءَ تائين. منزل مقصود يعني محبوب تائين. ۲. رسيين. ۳. اصل * ويجهي يا نزديڪ پنڌ تان واپس ٿئو اچئو ڪوڙيون خبرون ٻڌائين. ۴.اي ڪانگ. اي ڪانءَ (ڪانگ ڪاري رنگ ي پکيءَ جو هڪ قسم آهي). ۵. چانگارَ. ٻوليءَ. ٦. بيمار. ڪمزور. هيٺو. ۷. جان. جسم. سرير. ۸. چڱو ڀلو يا تندرست ڪئو. سگهو ڪئو. ۹. تي. ۱۰. وڻ جي ٽاريءَ يا شاخ. ۱۱. چنگهہ. ڦنگ. پيرَ. ۱۲. ٽون ٻولي يا آواز ڪرين. ۱۳. تي. ۱۴. ٻيلنگ ٻن شاخن يا انگهن واري زمين ۾ کوڙيل ڪاٺي يا ٿوٽي. ۱۵. اڏامر. پرواز ڪر. ۱٦. تان. ۱۷. سڪل ٽاري (وڻ جي). ۱۸. دشمن. رقيب. ۱۹. وڃن. ۲۰. اچن. ۲۱. ڪٺي وڃي. ۲۲. چٺي. ڪتابت. خط. نياپو. ۲۳. اي لالڻ. اي محبوب. ۲۴. تو لايا. تو لاتا. تو (پرديس ۾) گذاريا. ۲۵. تمام ضروري. ۲٦. سانگ سان. ڪم سان. سبب سان. ۲۷. ڪان سواءِ. ۲۸. اڙانگي. ڏکي. تڪليف ۾. ۲۹. ورهہ جا (مينهن). جدائيءَ يا وڇوڙي جا (مينهن). ۳۰. اچ. ۳۱. ڪانگ. ۳۲. توکي. ۳۳. لڪ ڇپ ۾. ڳجهہ ڳوهہ ۾. ۳۴. لوڪ کان. (عام) ماڻهو کان. ۳۵. ڇپائي. ۳٦. اپياس ڪرائي. ملاحظو ڪرائي. ۳۷. مان نہ = شال. ۳۸. خبر. ۳۹. وٺن. معلوم ڪن. ۴۰. (منهنجي) درد. ۴۱. ويهہ. ۴۲. (مون سان) گڏ. ۴۳. (محبوب جي) وطن يا ديس.

جي[۱] آندئي[۲] عَجيبن[۳] جا، سي خَطَ[۴] خوشيءَ مان کولِ،
آئون سُٽان[۵] تون ٻولِ[۶]، سَنيهو[۷] سَجڻَ جو.

(۳۰)

ڪانگا[۸] ڪِتابَتَ جي، آنديئي[۹] خُوبُ[۱۰] خَبَرَ[۱۱]،
لَس[۱۲] تَنهن ۾ لِکيا، دلاسا[۱۳] دِلبَرَ[۱۴]،
هِينئڙو[۱۵] مُون[۱۶] هَرَ هَرَ[۱۷]، واچِيئو[۱۸] وِندُري[۱۹].

(۳۱)

زاغَ تُنهنجي ذاتِ[۲۰] جو، ٿورو[۲۱] مَتي[۲۲] مُون،
اُڏامِ عبداُللطيفؒ چَئي، صُبحِ[۲۳] سيڻَن ڏُونهُون[۲۴]،
ڪَري وِينتِيُون[۲۵] وِتَرِيُون[۲۶]، ٻَاجَهائِج[۲۷] ٻَهُون[۲۸]،
"لالَڻ[۲۹] ڪونَه لَهُون[۳۰]، جِهَڙو[۳۱] تو[۳۲] جَهانَ[۳۳] ۾".

۳۲

قَريبَنِ[۳۴] جو ڪانگڙو[۳۵]، مَتي تَارَ[۳۶] تِلي[۳۷]،
ڪَٽئو ڪِيَانئو[۳۸] خَبَروُن، ڪِيرُون[۳۹] ڏئو ڪِلي،
لائي[۴۰] جَنهِن لالَڻَ سَان، مُنهِنجي ٻَاتِ[۴۱] ٻِلي[۴۲]،

۱. جيڪي، ۲. تو آندا آهن، ۳. محبوبن، سڄڻن، سيڻن، ۴. چٺيون، ڪتابتون، ۵. ٻڌان، ٦. چؤَ، ۷. نياپو، پيغام، ۸. اي ڪانگا، اي ڪانءَ، اي زاغ، ۹. تو آندي، ۱۰. سٺي، عمدي، ۱۱. سنّ، ۱۲. گهڻا، بي شمار، اڻڳڻيا، ۱۳. آسرا، ڏڍَ، ۱۴.محبوبَ، ۱۵. دل، من، هِنيون، ۱٦. منهنجو، ۱۷. هر هر = وري وري، ۱۸. پڙهئو، ۱۹. راضي ٿئي، خوش ٿئي، ۲۰. آکهه، خاندان، ڪٽنب، ڪڙم، قبيلي، قوم، ۲۱. احسان، ۲۲. تي، ۲۳. صبوح جي مهل، سوير، ۲۴. ڏانهن، ڏي، ۲۵. عرض، سوال، منٿون، آزيون، نيزاريون، ۲٦. گهڻيون، ۲۷. ليلائج، منٿون يا زاريون ڪج، ۲۸. گهڻو، جهجهو، زيادهه، ۲۹. اي لالڻ، اي محبوب، ۳۰. ڏسون، اسان کي سُجهي يا ملي، ۳۱. برابر، مَٽُ، ۳۲. تنهنجو، ۳۳. دنيا، پرٿوي، ۳۴. محبوبن، ۳۵. ڪانگ، ۳٦. (وڻ جي) ڏار، ٽـلهيءَ ٽاريءَ، ۳۷. ٽپ ڏي، ناز نخري سان هلي، ۳۸. نياپا آڻيندڙ نيندڙ، ڪانءُ، ۳۹. مبارڪون، واڌايون، ۴۰. لڳائي، پهچائي، ۴۱. ڳالهه، نياپو، ۴۲. ذمي، حوالي.

سو وَرُ[1] چَشمَنِ[2] تَي[3] چَلِي[4]، جو دَربارِي[5] دوسَ[6] جو.

## ٣٣

ڪانگَلَ[7] قاصِدَ[8] پِرِينَ[9] جا، اڱَڻِ[10] آيو[11] تِلُ[12]،
بيَائيد[13] بِنشِينِيد[14]، مُحِبَ[15] مون ڪي مِلُ[16]،
زاغُ[17] گُفتِ[18] فَهمِيدَمِ[19]، خُوشحَالُ[20] وِينو ڪِلُ،
غُرابُ[21] نَه غافِلُ[22]، جِنهِن تَناً[23] تُنڪا[24] لايا.

## ٣۴

رءَ[25] پِرِيَان[26] پَرَديسَ[27] ۾، وِرهَه[28] وَڌِي[29] ڪي[30] وِيرَ[31]،
اکِيَن[32] پارِ[33] پِرِيَنِ جي، سارو ڏِينهُن سُڪِيرَ[34]،
پانڌِي پَرورَ[35] مِيرَ[36]، ڪِيئَن[37] جُون[38] ڏِيندَمِ خَبَرُون[39].

## ٣٥

رءَ پِرِيَان پَرَديسَ ۾، وِرهَه وَڌِي ڪي وَسَ[40]،
اکِيُونَ پارِ پِرِيَنِ جي، گامَ[41] نِهارِينِ[42] گَسَ[43]،
ڏِيندا پانڌِيَ ڏَسَ[44]، ڪِيئَن جُون آٽِي خَبَرُون.

---

١. مَرُ، ڀلي، بهتر. ٢. اکين. ٣. متان. ۴. هلي. ۵. درباري، دربار ۾ ايندڙ ويندڙ، ڪچهريءَ يا مجلس ۾ وهندڙ، حاضري ڀريندڙ، مقرب. ٦. دوست، محبوب. ٧. اي ڪانگل، اي ڪانگ (ڪاري رنگ جي پکيءَ جو هڪ قسم، اي ڪانءَ. ٨. اي قاصد، اي نياپا آڻيندڙ نيندڙ، اي ناندي. ٩. محبوبن. ١٠. اڱڻ تي، گهر جي ٻِذر يا صحن تي. ١١. اچئو. ١٢. ناز نخري سان هل. ١٣. اچو. ١۴. ويهو. ١۵. اي محب، اي محبوب. ١٦. گڏج. ١٧. ڪانگ. ١٨. چيو. ١٩. مون سمجهئو. ٢٠. سرهو، آسودو، سُکئو. ٢١. ڪانگ. ٢٢. ويسلو، بي پرواهه، بي ڌيان. ٢٣. بنهه نه، اصل نه. ٢۴. مهڻا، طعنا. ٢۵. ڪان سواءِ. ٢٦. پرينءَ، محبوب. ٢٧. پرڏيهه، ڌارئين ملڪ، غير ملڪ. ٢٨. برهه، وڇوڙي يعني جدائيءَ جي ڏک. ٢٩. ايري، اسري، زيادهه ٿي. ٣٠. ڪئي. ٣١. اٿل، ٻوڏ طغياني، زيادتي. ٣٢. اکين کي، چشمن کي. ٣٣. پار ڏي، طرف ڏي. ٣۴. سڪ، انتظار. ٣۵. پالڻهار، پرورش ڪندڙ، پالنا ڪندڙ، سنڀال ڪندڙ. ٣٦. ميرَ جا، امير جا، سردار جا. ٣٧. خيرعافيت، سک سلامتيءَ. ٣٨. مونکي ڏيندا. ٣٩. سڏيون، حال احوال. ۴٠. وسڪارو. ۴١. گام جا، ڳوٺ جا. ۴٢. ڏسن، ڳولين. ۴٣. رستا، واٽون، راهون. ۴۴. ٻَتا، اُهڃاڻ.

٣٦

ڪَانگُ[1] قَاصِدُ[2] ڪيئَن[3]، جو سَدا[4] ڏُونڊي[5] ڏُونڊَ[6] ڪي،
پِهرِين[7] ڪَري پيٽَ[8] جِي، پوءِ وَڃي سَيٽَڻِ[9] سيئَن[10]،
حَالُ[11] جَنهِن جو هِيئَن[12]، سو نِيَاپَا[13] نِيئِي[14] رَهِئو؟

٣٧

ڪَانگُ مَ قَاصِدُ ڪَرِ، جو سَدا ڏُونڊي ڏونڊَ ڪي،
ڪِ[15] ڪَندو پَنهِنجي پيٽَ جِي، ڪِ ويندو دوسَتَن[16] دَرِ[17]،
جَنهِن جي ٻولِيَائِي[18] ٻَرٻَرِ[19]، سو نِيَاپَا نيئِي رَهِئو؟

٣٨

ڪُتو جي[20] ڪَانءُ، پِرِيَان[21] سَندي[22] پَارَ جو[23]،
اُنهِين مَٿَان[24] آنءُ[25]، ڪوڙِ[26] پيرا[27] قُرٻَانُ[28] ٿِئَان.

٣٩

ڪَا[29] ڪَا ڪَمُ[30] اُٻَهرو[31]، آرِسُ[32] ڪَرِ مَ ايئَن،
جَاڳُ[33] پَرِ نَہ زورِ پَوُ[34]، وانءَ[35] وَهلو[36] وَسيئَن[37] سيئَن،
سَنيهڙا[38] سَيدُ چَئي، چَئِج[39] چِيمِ[40] جيئَن[41]،

---

١. ڪاري رنگ جي پکيءَ جو هڪ قسم، ڪانءُ، زاغ. ٢. نياپا آڻيندڙ، پانڌي. ٣. ڪهڙيءَ طرح (ڪيئن). ٤. سدائين، هميشہ. ٥. ڳولي، نهاري. ٦. مردار، مري ويل ساهواري. ٧. اول. ٨. بدن جي هڪ حصي جنهن ۾ آنڊا اوجهري وغيره آهن. شڪم، ڪاڌي. ٩. سڄڻن، محبوبن. ١٠. تائين، ڏانهن. ١١. حالت، گت، عادت. ١٢. هن طرح، هن نموني. ١٣. پيغام، سنيها. ١٤. کڻي وڃي. ١٥. ڇا. ١٦. دوستن جي، پرين جي. ١٧. در تي، (گهر جي) دروازي تي. ١٨. ٻولي ٿي، لات ٿي. ١٩. هي هي، هاءِ گهوڙا، واويلا. ٢٠. يا. ٢١. پرينءَ، دوست، محبوب. ٢٢. جي. ٢٣. طرف. ٢٤. تان. ٢٥. آئون. ٢٦. ڪروڙ. ٢٧. دفعا، گهمرا. ٢٨. صدقو. ٢٩. اي ڪان ڪان جي ٻولي ڪندڙ، اي ڪانءَ. ٣٠. حاجَ، معاملو. ٣١. تڪڙو يا ضروري يا اهم (آهي). ٣٢. سُستي. ٣٣. هوشيار ٿيءُ، خبردار ٿيءُ. ٣٤. زورِ پَوُ= سگهو يا جلد ٿيءُ. ٣٥. وڃ. ٣٦. تڪو، تيز. ٣٧. وسنديءَ يعني محبوب جي رهائش. ٣٨. سنيها، پيغام. ٣٩. ٻڌائج، سڻائج. ٤٠. مون چيا يا ٻڌايا. ٤١. جهڙيءَ طرح.

تُون پَڻ آڇِ تِيئَن، جِيئَن ڪَرنِ[١] خَبَرَ[٢] نَہ پَئي.

وائي

ڪَئُنَّا[٣] ڪَانُ[۴] ڪَندا، وِهَاڻِيءَ[۵] وَٽَن ۾،
مُون ڏِٺَا مُون[٦] وِسَهُو[٧]، اڳِي[٨] پِيچِي[٩] اَنڌا[١٠]،
اَچِي عَدالَتَ[١١] ۾، وِيهِي وِٽِ[١٢] وَجَهندا،
حَلالُ[١٣] چَڏِي هِتِهِين، مَتي[١۴] ڏُونڊِ[١۵] ڊِرَندا[١٦]،
قَتَلُ[١٧] قَبَارنِ[١٨] تِي، اورَئِين[١٩] اڙَندا[٢٠]،
سَنگُ[٢١] جِيڏاهِين[٢٢] سُرَهو[٢٣]، تِيڏاهَن[٢۴] نَہ تَرسَندا[٢۵]،
هَنڌ[٢٦] هِدايَتَ[٢٧] جي، اُستَخان[٢٨] آڻيندا،
چَمڙَنِ[٢٩] جَهڙا[٣٠] چُهنبَ[٣١] وِڍَنا[٣٢]، هُمَاءَ[٣٣] سِين نَہ هَلَندا،
طَالِعَ[٣۴] طَائُوسَنِ[٣۵] جا، پَسِئو زاغَ جَلَندا[٣٦]،
هُدهُد[٣٧] پاسي[٣٨] هَنجَڙا[٣٩]، وِيئَائِي وَهَسَندا[۴٠]،
ڪُوڙا[۴١] ڪِرفِتِيءَ[۴٢] تي، سَٿُون[۴٣] ڏِئُو سَرَندا[۴۴]،
حَدَ[۴۵] لَنگهِئَائُون حَقَ[۴٦] جِي، بِنهِي پِير[۴٧] بَجِهندا[۴٨]،
پِرَ جي پَاڙِبِسرَنِ سين، چُٽُو تَان نَہ چُٽَندا.

١. ڪرن ڪي، دشمنن ڪي، حاسدن ڪي، رقيبن ڪي. ٢. سڌ. ٣. ڪانءَ، ڪانگ، زاغ. ۴. تان تان (ڪانگ جي بولي). ۵. وهاڻيءَ جو، بوئين رات جو، پربات يا پرھ ڦٽيءَ جو. ٦. مون تي. ٧. اعتبار ڪريو. ٨. اڳيان. ٩. پٺيان، پويان. ١٠. نابين، ڪور. ١١. انصاف جي گهر، نياءَ جي گهر، ڪورٽ، دربار، ديوان خاني. ١٢. پکيءَ جو ٺورو يا پائخانو. ١٣. شرعي، نموني يعني تڪبير پڙهڻ سان ڪُٺل جانور. ١۴. تي. ١۵. مردار، مُئل جانور. ١٦. اڏامي ايندا، هيٺ لهندا. ١٧. خراب، ڪريل، ردي، نڪما. ١٨. نندين مڇين. ١٩. منزل مقصود کي پهچڻ کان اڳ، وچ ۾، گس ۾، توڙ پهچڻ کان اڳ. ٢٠. ڦاسندا، رُڪجي ويندا. ٢١. ناتو، رشتو، واسطو، دوستي. ٢٢. جنهن هنڌ يا جاءِ تي. ٢٣. سنو، موچارو، وٺندڙ. ٢۴. تنهن جاءِ يا هنڌ تي. ٢۵. رُڪيا، ٽڪندا، رهندا، بيهندا. ٢٦. هنڌ تي، جاءِ تي. ٢٧. رهنمائيءَ، رهبريءَ، اڳوائيءَ، نصيحت. ٢٨. هڏا (بنان گوشت جي). ٢٩. هڪ قسم جي پکين (جيڪي ڏينهن جو سج جي روشنيءَ کري اکين کان ڪوڻ ڏسندا آهن ۽ ڦٽل جاين ۽ گهرن ۾ لڪا پيا هوندا آهن پر سج لهڻ کانپوءِ ٻاهر نڪري پئا اڏامندا آهن). ٣٠. وانگر. ٣١. پکيءَ جي وات وارو نوڪدار حصو، چهنج، منقار. ٣٢. وڍيل، ڪٽيل. ٣٣. هڪ خيالي پکي جنهن لاءِ چيو ويندو آهي تہ جنهن ماڻهوءَ مٿان اڏامي لنگهي اهو بادشاھ بڻندو. ٣۴. ڀاڳ، نصيب. ٣۵. مورن (پکين جو هڪ قسم جن جا کنڀ سهڻا هوندا آهن). ٣٦. سڙندا، ڪامندا. ٣٧. پکيءَ جو هڪ قسم جيڪو حضرت سليمان جو قاصد هو. ٣٨. وٽ. ٣٩. هنج، هنس (پاڻيءَ جا سهڻا پکي). ۴٠. خوش ٿيندا. ۴١. ڪوڙا، جوڻا، دغاباز. ۴٢. گندگيءَ. ۴٣. جلهون يا حملا ڪرئو، زور سان اڏامئو. ۴۴. رڙهندا. ۴۵. سنڌو، ڏنگ. ۴٦. سچ، انصاف. ۴٧. پيرن سان. ۴٨. ڦاسندا (ڪوڙ جي ڏٻڻ ۾).

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ پُورَبُ

## داستان پنو

### ١

پُورَبِ[1] مارِباسِ[2]، ڪِنهِن[3] دَرِ[4] ڏِيان دانهَڙِي[5]،
مَتِيَون[6] ڏِيندي لوڪَ[7] کي، چَرِي[8] پاڻَ[9] تِياسِ[10]،
جَنِي نَہ جِيهِيَاسِ[11]، مَان[12] لَنءُ[13] لَڳِي تَنِ سِين.

### ٢

پُورَبَ ۾ وِئا پِيهِي[14]، تان مُون گهَٽُون نِهارِئا[15]،
سِڌِ[16] نَہ مُڪِي[17] سَجَڻين[18]، جِيهِي[19] نَہ تِيهِي،
هُئا پَرڏِيهِي[20]، وَجائي[21] واتَ ٿِئا[22].

### ٣

پُورَبِ[23] پُورِئائُون[24]، مَتي[25] راهَہ[26] رَوان[27] ٿِئا،
هِي[28] گهَرَ گهورِئائُون[29]، آڳانڍِئائُون[30] اڳِيانِ[31].

---

١. پورب جي ديس، اپرندي واري ديس يا وطن، روحاني ديس (هندستان جي اتر پرديش رياست جي ڪانپور کان بهار تائين علائقي کي پورب چوندا آهن جنهن ۾ هندو جوڳي فقيرن جون زيارت گاهون يعني تيرٿ (پوتر آستان) آهن جهڙوڪ بنارس، گيا، ڪاشي، هردوار، دئارڪا)، ٢. مونکي ماريو يعني بي حال ڪئو آهي، ٣. ڪهڙي ماڻهوءَ جي، ٤. در تي، ٥. فرياد، شڪايت، ٦. صلاحون، نصيحتون، ٧. عام ماڻهن، ٨. پاڳل، ديواني، ٩. آئون خود، ١٠. تي آهيان، ١١. جهڙي، مٽ، برابر، ١٢. منهنجي، ١٣. محبت، پيار، ١٤. ڳهڙي، داخل ٿي، اندر وڃي، ١٥. ڳولئا، ١٦. خبر، حال احوال، ١٧. موڪلي، ١٨. محبوبن، ١٩. جيهي تيهي = جهڙي تهڙي، ڪنهن بہ قسم جي، خسيس، معمولي ٢٠. پرڏيهہ جي رهڻ وارا، پرديسي، مسافر، ٢١. سازَ وڄائي، ٢٢. وات ٿئا = هلئا وئا، ٢٣. پوربَ ڏي، ٢٤. هلئا وئا، ٢٥. تي، ٢٦. واٽ، گس، ٢٧. چالو، روانا، ٢٨. هي گهر = هن دنيا جا مڪان يا آستان، ٢٩. ٻنَ ۾ يا ڪَڏ ۾ وڌائون، ڦٽا يا ترڪ ڪئائون، ٣٠. آسرو رکيائون، ٣١. اڳين جهان يعني آخرت جي گهرن جو.

## ۴

پُورَبِيا پُوري وِيا، آسڻَ آڏيءَ رات،
سُئمِ نہ سَناسِين جُون، پَچارُون پرِيات،
ڪا جا جوڳي ذاتِ، جيئن مِٽَ نہ مَعذُورنِ جا.

## ۵

پُورَبِيا پُوري وِيا، آسڻَ اَجُ صُبُوحِ،
ڪَٿُوريءَ خُوشبُوءِ، آھہ آديسِي گِيا.

## ٦

خيما جن ڪٽي، مَٽي پُورَبَ مَندِئا،
آيل تَن آديسِين ڪي، پَسُو ٿِئان پَٽي،
جِيءَ ۾ جَڙَ ھَٽي، نانگا وِئا نِڪري.

## ۷

پُورَبُ پُورَبُ تَب ڪَرُون، جَب ھِينئڙي آوَن پُورَ،
سِڪَنديءَ ڪي سَجَڻين، نِڪُون لايُون نُورَ،
آئُون تنهن مَاربس سُورَ، جيئن ساجَنُ سُجي نہ ملي.

---

۱. پورب يعني ايرندي جا رھاڪو يا پورب ڏي زيارتن يا تيرٿن لاءِ ويندڙ (ھندستان جي رياست اتر پرديش جي ڪانپور کان بھار تائين علائقي کي پورب چوندا آھن جنھن ۾ ھندن جا پوتر آستان يعني زيارت گاھون آھن جھڙوڪ بنارس، گيا، ھردوار، ڪاڪي، دئارڪا وغيره)، ۲. بند ڪري، ۳. آستان، مڪان، تڪيا، مڙھيون، ۴. مون سُيون، مون ٻڌيون، ۵. تارڪ الدنيا فقيرن، جوڳين، ٦. ڳالھاءَ، آواز، ۷. اھڙي، ۸. قوم، گروھہ، فرقو، پنٿ، جاتي، ۹. مائٽ، عزيز، واقف ڪار، دوست، ۱۰. عذر وارين، فرقو، پنٿ، جاتي، عاجز يا نمائين، ۱۱. ڪٿوريءَ جي، مشڪ جي (ڪٿوري ھڪ خوشبودار پسارڪو وکر آھي جيڪو ٻنان سڱن واري ھرڻ جي ڏُن مان حاصل ڪيل ھوندو آھي)، ۱۲. سرھاڻ، سڳند، ھڳاءُ، ۱۳. آھي، ۱۴. گروءَ يعني مرشد جي حڪم ۾ رھندڙ فرمانبردار فقير، ۱۵. وِيا، ۱٦. تنبو، سائبان، ڪپڙي جا ٺھيل گھرَ، ۱۷. نيئي، اکوڙي، پٽي، ۱۸. تي، ۾، ۱۹. آڏيا، کوڙيا، نصب ڪيا، اُڏڻ جي تياري ڪئي، ۲۰. اي آيل، اي امڙ، اي جيجل، ۲۱. ڏسئو، ۲۲. مٽي، خاڪ (بي حال)، ۲۳. جان، جسم، سرير، ۲۴. ڪلي يا ميخ (وچوڙي جي)، ۲۵. فقير جيڪي لانگوٽيءَ کان سواءِ بدن تي ڪپڙو نہ پائين ۽ سڄي عمر شادي نہ ڪن، ۲٦. روانا ٿي، ۲۷. تڏھين، ۲۸. ڪريان، ۲۹. جڏھين، ۳۰. ھنيين يا دل کي، ۳۱. اچن، ۳۲. خيال، ريجھ، پھہ، ۳۳. سڪ انتظار (ڪندڙ) واريءَ، واجھائيندڙ، ۳۴. سڄڻن، محبوبن، ۳۵. نائيون، ڪسيون، پاٿيءَ جا سنھا وھڪرا، ۳٦. جاري ڪيون، وھايون، ۳۷. اکين، ۳۸. فنا يا بي حال ڪيس، ۳۹. درد، ڏک، ۴۰. سڄڻ، محبوب، ۴۱. ٻڌ جي، ۴۲. گڏجي.

## ٨

وِچِـينءَ[1] وِيـراڳِـيَـنِ[2] جِـي، مَـتِـي[3] ڏُونـهَـنِ[4] ڏُوسَ[5]،
سَـازِي[6] سِـڪَ[7] سَـنـهَـا[8] ڪـئَـا، بِـيراڳِي بِـي هُـوسَ[9]،
اِيءَ نَـانـگَـنِ[10] جِـي نَـامُـوسَ[11]، جِـيـئَـن پَـتَ[12] ڪَـٿَـنِ نَـہ پَـاڻَ سـين.

## ⑨

وِچِـينءَ[13] وِيـراڳِـيَـنِ جِـي، مَـتِـي ڏُونـهَـنِ دَزَ،
سَـازِي سِـڪَ سَـنـهَـا ڪـئَـا، تَـنِ[14] مَـحَـبَـتِـيَـنِ[15] مَـزَهَ[16]،
جِـيـجَـان[17] هَـٿِـي جَـزَ[18]، نَـانـگَـا نِـسُـورا[19] ٿِـئـا.

## ١٠

وِچِـينءَ وِيـراڳِـيَـنِ جِـي، مَـتِـي[20] ڪَـٽِـجَ[21] ڪُـوڪَ،
سَـازِي سِـڪَ سَـنـهَـا ڪـئَـا، مَـحَـبَـتِـي مَـلُـوڪَ[22]،
تَـنِـيءَ سَـنـدِيءَ[23] هُـوڪَ[24]، جِـيـڪَـرَ[25] جـوڳِـيَـاٽِـي[26] ٿِـئَـان.

## ⑪

هِـتَـان[27] ڪَـٿِـي هُـتِ[28]، پِـيـرُ[29] رِڪـئـائُـون پَـانـهِـنـجـو،
جـوڳِـيَـنِ جِـي جُـڳـتِ[30]، سَـارِئـو[31] ٿِـي سُـورَ[32] چَـرَان[33].

---

١. وچينءَ جي مهل، ٽيهريءَ جي مهل، سِج لهڻ کان ڪجهہ اڳ واريءَ مهل. ٢. تارڪ الدنيا فقير، تياڳي، بيراڳي، جوڳي. ٣. تي. ۴. جوڳي فقيرن جي ٻاريل هلڪين ٻاهين يا انهن ٻاهين وارين جاين. ۵. ڌوڪَ، ڪاهَ، جُلهہ. ٦. ٻاري، جلائي. ٧. اڪنڊ، پيار. ٨. پَتلا، ضعيف، ڪمزور، ڏٻرا، لاغر. ٩. حسد يا ساڙ، طمع (بي هوس = حسد کان خالي، لاطمع، بنان لالچ). ١٠. فقيرن (جيڪي لانگوٽيءَ کان سواءِ بت تي ڪپڙو نہ پائين ۽ ساري عمر شادي نہ ڪن). ١١. ناماچار، شهرت، مشهوري، شيوو، ساک، عزت، ڀرمُ، عصمت. ١٢. ڪچڪول، ڪستا، زنبيلَ، پنڻ جا ٿانءَ. ١٣. هل شور، پيڙ، رش، ڪپاڪپهہ. ١۴. انهن. ١۵. محبتين جا، سڪ وارن جا. ١٦. بدن، جسم، سرير. ١٧. اي جيجان، اي جيجل، اي امڙ. ١٨. ڪلي يا ميخ (محبت جي). ١٩. صفا، پورا، مڪمل. ٢٠. (دونهين ٻارڻ لاءِ گڏ ڪيل) ڪک ڪانا، گند گوچر. ٢١. آوازُ، دانهن. ٢٢. خوبصورت، سهڻا، بادشاهہ، سردارَ، اميرَ. ٢٣. جيءَ. ٢۴. هوڪ سبب، ناماچار سبب، هاڪَ يا واڪاڻ سبب، تعريف سبب. ٢۵. شال، شل، دل چاهي ٿي. ٢٦. جوڳي فقيرياڻي. ٢٧. هن هنڌ يا جاءِ تان (هن دنيا مان). ٢٨. هُن جاءِ تي (هُن دنيا ۾). ٢٩. قدم (پير) رکيائون = هليا وئا، پهچي وئا). ٣٠. جوڙ توڙ، ناهہ نوهہ، صفائي، صحبت، محفل، ڪچهري، سنگت. ٣١. ياد ڪرئو. ٣٢. عذاب. ٣٣. کان، سهان.

## ١٢

جُوءِ[١] جيڏاهين[٢] جوڳيين[٣]، نيڻَ[۴] تيڏاهين[۵] نتُ[٦]،
آيَل[٧] آديسِيَن[٨] کي[٩]، ڏي چاڙهيڪا[١٠] چتُ[١١]،
سامِيَن جو سَنگتُ[١٢]، سارِئو[١٣] تي سُورَ[١۴] چَران[١٥].

## ١٣

جُوءِ جيڏَهين جوڳيين، نتُ تيڏاهين نيڻَ،
آيَلِ آديسِيَن جا، ورهُ[١٦] تِئَمر[١٧] ويڻَ[١٨]،
کَري سَناسِي سيڻَ[١٩]، هِينئَڙي[٢٠] حالُ[٢١] پرايو[٢٢].

## ١۴

جُوءِ جيڏاهين جوڳيين، اُنَ مُنهن[٢٣] اکَڙيُون،
سَڳا[٢۴] سِيلا سِنگيُون[٢٥]، تَن سين تُنبَڙيُون[٢٦]،
مُون کي جَني مارِئو[٢٧]، اُنِ تي اڳَڙيُون[٢٨]،
ايندا عبدُاللطيف رح چئي، مَرکَن[٢٩] ماڳَ[٣٠] مَڙهيُون،
کوڙِيو[٣١] لَکَڙيُون[٣٢]، چُوندا[٣٣] کي چيلَن[٣۴] کي.

---

١. جاءِ، ملڪ، ڏيهہ، وطن، ٢. جنهن طرف، ٣. جوڳين جي، تارڪ الدنيا فقيرن جي، سامين جي، سناسين جي، ۴. اکيون، ۵. تنهن طرف، ٦. سدائين، هميشہ، هر وقت، ٧. اي آيل، اي امان، اي امڙ، ٨. گروءَ يعني مرشد جي حڪم ۾ رهندڙ فرمانبردار فقيرن، ٩. لاءِ، واسطي، ١٠. چڙهڻ يعني مٿي ٿيڻ جي حالت، اُڏاما، سَتون، اُچلون، ١١. دل، من، ١٢. ساٿ، ڪچهري، محفل، دوستي، ١٣. ياد ڪرئو، ١۴. عذاب، ١٥. ڪان، سهان، ١٦. ڏکَ يا عذاب ڏيندڙ، ١٧. مونکي ٿئا، ١٨. ڳالهيون، گفتا، ٻولَ، قولَ، سخن، ١٩. دوست، ٢٠. هنيين، دل، ٢١. محويت يا وجد جي حالت، بي خودي، ٢٢. حاصل ڪئو، لڌو، ورتو، ٢٣. منهن ڏانهن، طرف ڏانهن، ٢۴. جوڳي فقيرن جي مٿن تي پيل فقيرائين ٽوپين جي چوڌاري ويڙهيل رسا يا نوڙيون، سيلا، ٢٥. ڍڳن جي سڱن مان ٺهيل توتاريون، ناد، نفير، ٢٦. ننڍا تنبا جن ۾ فقير خيرات ۾ مليل اَنَ، اٽو يا ڪاڏو وجهندا آهن، ٢٧. بي حال ڪئو، تباهہ يا برباد ڪئو، ٢٨. چنل ۽ ڦاٽيون پوشاڪون يا ڪپڙا، ٢٩. سُونهن، چمڪن، ٻهڪن، ٣٠. جايون، آستان، مڪان، تڪيا، مڙهيون، ٣١. (زمين ۾) ڪُپايو يا نصب ڪرئو، ٣٢. ڪاٺيون، ڪاٺ جا چڙها (کوڙئو لکڙيون = جهوپڙا يا ڪکانئا گهر ٺاهيو)، ٣٣. چوندا، نصيحت ڪندا، ٣۴. ٻالڪن، مريدن، طالبن، شِشَن.

(١٥)

اچي رَهِئا[1] رَبَلَ[2] ۾، لَڪَڙيُون[3] ڪوڙي[4]،
وِئا[5] اُکوڙي[6]، جُوءِ نہ وَڻي[7] جوڳِين[8].

١٦

جوڳِي نہ جَاهِلَ[9]، پَنڌُ[10] پَرِينديُ[11] سِڪَئا[12]،
کَسِي[13] کَنِ نہ کَلَ[14]، پُوتَا[15] رَهَنِ پِرِينءَ[16] سين.

١٧

جوڳِي وِئا جَامِير[17]، مَڙِيَنِئُون[18] مُنهَن[19] پاَيان[20]،
بِئا پُوجِينديِنءَ[21] کِيرِ، ڏُوڏاٽِي[22] ڏُوپُ[23][24] ڏَري[25].

١٨

ڏُونهِين[26] ڏُنڌَ نہ لاتَ، نہ سي جوڳِي جُوءِ ۾،
وِئا ويراڳِي نڪري، چِتَ[27] جَنِي سين چَاتَ[28]،
گَهَٽا[29] نِهَارِيَمِ گَهَاتَ[30]، تَنِ سَامِيَنِ جي صُورَتَ[31] لَيءِ[32].

١٩

ڳَرِبَنِ[33] ڏِيئي[34] ڳَاتَ[35]، جَان مُون گَهَٽُو نِهَارِئَا[36]،

---

١. وِيئا، ترسئا، ٽڪئا. ٢. (درياهہ جي ڪپ يا تلاءَ جي ڪپ پرسان) ساوڪ واري ميدان، گاهہ واري ميدان، سائي يعني ساوڪ واريءَ جوءِ. ٣. (جهوپڙن يا ڪکائن گهرن ٺاهڻ ۾ استعمال ٿيندڙ) ڪاٺيون. ڇڙها، ٽوٽيون. ۴. کپائي، نصب ڪري، هڻي (لڪڙيون کوڙي = جهوپڙا ٺاهي)، ۵. وڻا. ٦. پٽي يا ڪڍي (لڪڙيون)، ٧. پسند آئي، ٨. جوڳين کي، تارڪ الدنيا فقيرن کي، ويراڳين يا سامين کي. ٩. بي علم، اڻ ڄاڻ. ١٠. هلڻ يا وڃڻ (گروءَ يا مرشد يا محبوب ڏانهن). ١١. پهريائين، شروع کان ئي، اصل کان، آد کان. ١٢. ڄاڻندا هئا. ١٣. خالي، ٺلهي، آجائي، بي فائدي. ١۴.بدن جي هڏن، گوشت مٿان چڙهيل پوش يا چمڙي، (ٻاٽيءَ پرڻ لاءِ) کَلي، مشڪ، سانداري. ١۵. جَڙئا، مڙهئا، پيوست ٿئا، چنبڙئا، چِهٽا. ١٦. محبوب، سڄڻ. ١٧. جامير ڏانهن، مزار ڏانهن، زيارت گاهہ يعني تيرٿ واريءَ جاءِ ڏانهن. ١٨. مڙهين ۾، تڪين ۾، آستانن ۾. ١٩. منهن کي، مک کي، ڳچيءَ يا ڪنڌ کي. ٢٠. داخل ڪريان يا وجهان (ڏسڻ لاءِ). ٢١. سيوينديءَ، پرستش ڪنديءَ. ٢٢. کهڙا ماڻهو. ٢٣. ڏوڏاٽيءَ ۾، ڏوپ دانيءَ ۾ يعني ڏوپ ساڙڻ واريءَ پياليءَ يا ڪٽڇيءَ ۾. ٢۴. اگر، لوبان، پسارڪو هڪ خوشبودار وکر جنهن کي ساڙي مزارن، مسجدن يا مندرن ۾ واس ڏبو آهي. ٢۵. وجهي، رکي. ٢٦. دونهين تي، جوڳي فقيرن جي ٻاريل هلڪين باهين تي يا ٻاهين وارين جاين تي. ٢٧. ڏنڌ جي، دونهين يا ڪاري غبار جي. ٢٨. ڏار، ڪرٽو، روشنائي. ٢٩. دل. ٣٠. شوق، محبت. ٣١. مون نهارئا، مون ڳولئا. ٣٢. گهٽ، لنگهہ، جايون، هنڌ. ٣٣. شڪل، چهري، مهانڊي. ٣۴. لاءِ، ڪاڻ. ٣۵. ڳرين تي، واٽن يا رستن تي. ٣٦. ڪٽي، مٿي ڪري. ٣٧. ڳات کي، ڪرڪي، ڪنڌ کي.

مَڙهيُون مُون مَاربِندبُون، جوڳِي وِئَڙا جَاتَ،
وِنجُهِلان تَهِين واتَ، راوَلَ جَنهِين راهَہ ڳَيَا.

**٢٠.**

جوڳِيَڙا پَاڙي، ڪَر نَہ هُئَا ڪَڏهِين،
وِئَڙا مَڙهَہ تَاڙي، ڪَالَهہ وَڃَائي سِنگِيُون.

## وائي

سَائِين سَنگَ سَندُوم، مَ ڇِڃِي سِين سَامِيِين،
هَلَڻَ جو هِنگلاجَ ڏي. آديسِين اُتُوم،
نيئي پُورَبَ پَارَ ڏي، وِيراڳِيَن وِڌوم،
سوئِي تِيرَٿُ تَڪِيِين، سو ئِي پَنڌُ سَندُون،
هُو جو تِيرَٿَ تَڪِيو، سَامِيَن سُونهَايُوم،
نڪرُتُون نَانِيءَ ڏي، ڪَنوتِيَن ڪَهِيُوم،
ڏوري مَنجَهان ڏونگرين، روئِيءَ رَندُ لَڌوم.

---

١. تڪئا، آستان، ٢. مونکي، ٣. بي حال ڪنديون، تباهہ يا برباد ڪنديون، ۴. تارڪ الدنيا فقيرن، سامي، ويراڳي، ٥. وئا، ٦. جاٽ ڏانهن، جاتا ڏانهن، تيرٿ ڏانهن، ٧. ڏک يا ارمان ڪريان، ڳڻتين يا فڪرن ۾ ڳران، روئان رڙان، ٨. ان، ٩. واٽ لاءِ، رستي يا گس لاءِ، راهہ لاءِ، ١٠. حاڪم، سردار، شهزادا (جوڳي فقير)، ١١. راهہ سان، ١٢. وئا، ١٣. (منهنجي) پاڙي ۾، پر ۾، پاسي ۾، ١۴. جڻ تہ، شايد. ١٥. مڙهيون، آستان، ١٦. تاڙيون هڻي، بند ڪري، ١٧. ڊڪن جي سنگن مان نهيل توتاريون. ناد، نفير، ١٨. اي سائين، اي الله. ١٩. رشتو، ناتو، دوستي، ٢٠. منهنجو، ٢١. شال نہ. ٢٢. ٽٽي، ختم ٿئي، ٢٣. سامين، ٢۴. سفر، مسافريءَ، ٢٥. بلوچستان جي رياسيت لس ٻيلي ۾ لس ٻيلي شهر جي ويجهو جبلن ۾ هڪ شهر جتي هڪ پرهيزگار عورت نالي نانيءَ جي قبر آهي جنهن جي زيارت لاءِ جوڳي فقير هنگلاج ويندا آهن. ٢٦. گروءَ يعني مرشد جي حڪم ۾ رهندڙ فرمانبردار فقيرن، ٢٧. مونکي اُتو، مونکي چيو، ٢٨. ڪٿي، وٺي، ٢٩. پورب يعني ايرندي جي (روحاني دنيا)، هندستان جي رياست اترپرديش ۾ ڪانپور کان بهار تائين علائقي کي پورب چوندا آهن جنهن ۾ هندن جا پوتر آستان آهن جهڙوڪ دوارڪا هردواس، ڪاشي، بنارس ۽ گيا)، ٣٠. طرف، ٣١. مونکي وڌو، ٣٢. تڪين ۾، ٣٣. انهن جو، ٣۴. مونکي سونهايو، (ان جو مونکي واقف ڪئو، مونکي ڏيکارئو)، ٣٥. ڪنن وڍيل جوڳي فقيرن، ٣٦. مونکي چيو، ٣٧. ڳولي، نهاري، ٣٨. ڏونگرن، جبلن، ٣٩. گس، واٽ، ۴٠. مون لڌو يا ڏٺو.

بِسمِ اللهِ الرَّحمٰنِ الرَّحِيم

# سُرُ پُورَبُ

## داستان ٿئو

### ١

ڪَمَرِ[1] بَستا[2] ڪاپَڙي[3]، جَنِ جي ڪَرَنِ[4] ۾ ڪَچڪولَ[5]،
آڏيءَ رات اُٿي ڪري، ڪَنِ حُسَيني[6] هولَ[7]،
گلا[8] ۽ غيبت جا، سَبِ يَڳائون[9] پولَ[10]،
دُنيا[11] چَڏي[12] دُرُستَ[13] ٿِئا، تڪائا[14] ۽ تولَ[15]،
ڳوٺِ[16] ڪِجاهِنِ[17] ڳولَ[18]، ڳڏجَنِ[19] مان نـ[20] گداوَ[21] ۾.

### ٢

ڪَمَرِ بَستا ڪاپَڙي، سامي سَيئي،
هِڪِڙا پِئَنِ ڪي، هَلِئا ڏِسَ[22] ڏيئي،
سِڳُڙِيون[23] سيئي، وَڃائي واٽَ[24] ٿِئا.

### ٣

ڪَمَرِ بَستا ڪاپَڙي، چَلَڻَ[25] جُون ٿا چُونِ[26]،

---

١. چيلهه، لَڪُ. بدن جي ڪرنگهي يعني پٺيءَ واري ڪنڊي ۽ ٽنگن کي ڳنڍيندڙ حصو. سندرو، چيلهه جي ٻڌڻ وارو چمڙي جو پٽو. ٢. ٻڌل (ڪمر بستا = چيلهه ۾ سندرن يا پٽن ٻڌل). ٣. تارڪ الدنيا فقير، جوڳي، سامي. ٤. لڱن يا عضون، ٻانهن، ڪلهن. ٥. ڪستا، زنبيلون، پٽ، پنڻ جا ٿانءَ. ٦. جوڳي فقيرن جو هڪ قسم. ٧. آواز يا هونگون (خدا جي ذڪر جون). ٨. نندا، غيبت، ڪنهن ماڻهوءَ جي پرپٺ يعني غير حاضريءَ ۾ ڪيل شڪايت يا بدنامي، بدناموسي. ٩. لاٿائون، وڃايائون. ١٠. پولا، وهم، انديشا، ڳڻتيون. ١١. هيءَ مادي جهان. ١٢. ترڪ يا ڦٽو ڪري. ١٣. صحيح، نيڪ، سالم.نيڪ، ڀلارا. ١٤. مڙهيون، آستان، آسڻ، مڪان. ١٥. وٿون، چيزون، شيون. ١٦. ڳوٺ ۾، ڳام ۾، ماڻهن جي آباديءَ ۾. ١٧. انهن جي اوهين ڪجو. ١٨. ڳولا، تلاش. ١٩. ملن. ٢٠. مان نـ = شال. ٢١. گدائي ڪندي، خيرات وٺندي، پنندي.٢٢. پتا، پار، اهڃاڻ، نشانيون. ٢٣. ڏڳن جي سڳن مان نهيل توتاريون، نفير، نادَ. ٢٤. واٽ ٿئا = هلئا وئا. ٢٥. هلڻ، وڃڻ. ٢٦. چَونِ (ڳالهيون).

سِگِيُون[١] سَنَاسِيَنِ[٢] جُون، وَجِئُو پُورَبِ[٣] پُونِ[٤]،
جوڳِي هِتِ نَہ هُونِ[٥]، ڪِينَ تِڪَندا[٦] ڪاپڙِي.

۴

چيلهہ[٧] چَڪَرَ[٨] ڳَلِ[٩] سِگِيُون، مَٿَنِ[١٠] مُڳَٽَ[١١] مُوڙَ[١٢]،
جوڳِي اِهَڙِيءَ جُوڙَ[١٣]، مُون وِسَرِيءَ[١٤] وِجَايَا.

۵

مَاءُ[١٥] مُنهنجي جوڳِيِين[١٦]، ڪَنين[١٧] ڪُنرَ[١٨] لالَ[١٩]،
آنَ[٢٠] ڪَنِّي[٢١] ڏِنا ڪالَهہ[٢٢]، وِندا واٽڙِيُن[٢٣] تان.

٦

جوڳِي آهِينِ جُوءِ[٢٤] ۾، وَئا نَہ وِراڳِي،
جِندا[٢٥] تُو جَاڳِي[٢٦]، نانگا[٢٧] ڪِينَ نِهَارِئا[٢٨].

۷

جوڳِي آهِينِ جُوءِ ۾، پَرَ[٢٩] نِهارِيندڙَ[٣٠] ناهِ،
جي مَهيسي[٣١] مَنَ[٣٢] ماهِ[٣٣]، سي ٿاٽي[٣٤] ٿورا ڪاپڙِي[٣٥].

---

١. ڍڳن جي سڱن مان ٺهيل توتاريون، ناد، نفير (سڱين جا آواز)، ٢. تارڪ الدنيا فقيرن، جوڳين، ويراڳي، ڪاپڙي، ٣. پورب ۾، اپرندي (جي ملڪ) ۾ (هندستان جي رياست اتر پرديش ۾ ڪانپور کان بهار تائين علائقي کي پورب چوندا آهن جنهن ۾ هندو جوڳين جا پوتر آستان آهن جهڙوڪ بنارس، گيا، ڪاشي، هردوار، دئارڪا وغيره)، ۴. ٻڌجن، ۵. هوندا، ٦. ترسندا، رهندا، ۷. چيلهہ تي، ڪمر تي، لڪ تي، بدن جي پٺيءَ واري هڏي ۽ ٽنگن کي ڳنڍيندڙ حصي تي، ۸. هڪ چڪرائين يعني گول هٿيار جو قسم، ڪٽاري، ۹. ڳل تي، گردن يا ڪنڌ تي، ١٠. مٿن تي، سرن تي، ١١. شاديءَ جي وقت گهوٽن جي مٿن تي ٻڌڻ وارا ڇٽ، تاج، ڪلنگيون، ١٢. گهوٽن جي نراڙن يا پيشانين تي ٻڌڻ لاءِ موتين، ڪوڏين ۽ سٽ جي گلن جا ٺهيل سهرا، ١٣. جوڙ وارا، سينگار وارا ٺاهہ ٺوهہ وارا، ١۴. غافل، سُست، بي خبر، ١۵. اي ماءُ، اي امان، اي امڙ، ١٦. جوڳين کي، ١۷. ڪنن ۾، ١۸. عاج يا ڪاٺ مان ٺهيل والا يعني ڪنن ۾ وجهڻ جا چلا، ١۹. ڳاڙها، سهڻا، ٢٠. اوهان، ٢١. اهڙا، ان نموني، ٢٢. اڳئين يا گذريل ڏينهن تي، ٢٣. گسن، راهن، رستن، ٢۴. ملڪ، ديس، وطن، علائقي، ٢۵. اي جندا، اي جند، اي پيارا دوست، اي جاني، ٢٦. بيدار يا سجاڳ رهي، ٢۷. فقير جيڪي لانگوٽيءَ کان سواءِ بدن تي ڪپڙو پائين ۽ سڄي عمر شادي نہ ڪن، ٢۸. ڏٺا، ڳولٺا، ٢۹. مگر، ٣٠. ڏسندڙ، ڳوليندڙ، ٣١. مهيس (مهيشور يعني ايشور ڀڳوان) جا ٻوڄاري، جوڳي فقيرن جو هڪ قسم، ٣٢. دل، ٣٣. ۾، منجهہ، ٣۴. ٿاٽي جا، آستان يا مڙهيءَ جا، ٣۵. ڪم خواهہ، غيرضرورت مند، غير محتاج.

## ٨

قُرانْ[١] قِيـريدارُ[٢]، سَدا[٣] شَوقَ[٤] پِريَنْ[٥] جي،
مَانْ[٦] نَہ سَجِينِهُون[٧] يَارُ[٨]، اڳِيَانْ[٩] اکَڙِيُون[١٠] کَٽِي.

## ٩

تَنِ اکَڙِيَنِ[١١] اُتَا[١٢] سُکَ[١٣]، کِلَنْدي[١٤] کَٽَنِ جي،
پِرِيَنِ پَاپُوهَڻَ[١٥] سَانْ، ڏُورِ[١٦] کِئَا سَبِ ڏُکَ[١٧]،
مَاڻُهِنِ[١٨] لِيکي[١٩] بُکَ[٢٠]، سَامِي[٢١] سُورَ سَنِهَا[٢٢] کِئَا.

## ١٠

کِي[٢٣] جي سَڳَا[٢٤] سُورَ جَا، وِينِي وَٽِيَائُون[٢٥]،
پُوبُو پَاتَائُون[٢٦]، سَاجَا[٢٧] کِئُو سِنڱِنِ[٢٨] ۾[٢٩].

## ١١

اُکُولِينْدي اُٽِئَا[٣٠]، وِينِي وَٽِيَائُون،
اُنِهِين جِيءَ آئُون، کِهَڙِيءَ ڳَالِهہ[٣١] ڳَنِڍِ ڏِيَان[٣٢].

## ١٢

سَامِي چَائِيِين[٣٣] سُکَ طَلَبِيِين[٣٤]، هُونْدَنِ[٣٥] جِيئَن[٣٦] مَ هو[٣٧]،

---

١. کهمان، پنکان، ٢. قيريون پائيندڙ، قيريءِ وارو، فقير (ٿيو)، ٣. سدائين، هميشہ، ۴. شوق ۾، سک ۾، پيار ۾، ۵. محبوبن جي، ٦. مان نہ = شال، ٧. مون ڏي سجي، مون ڏي ڏسي، مون ڏي اشارو ڪري، ٨. دوست، محبوب، ٩. سامهون، ١٠. نيڻ، چشم، ١١. اکڙين مان، اکڙين کان، ١٢. سَرئا، حاصل ٿئا، ١٣. خوشيون، آنند، فرحتون، ١۴. مشڪندي، مَرڪندي، ١۵. مُرڪڻ، کلڻ، ١٦. پري، دور، ١٧. تڪليفون، درد، سور، ١٨. مائهن جي، ١٩. ليکي ۾، حساب موجب، چاڻ موجب، ٢٠. لنگهڻ، فاقي، کاڌي جي نہ کائڻ واريءَ حالت، ٢١. تارڪ الدنيا فقير، ٢٢. ڏٻرا، ضعيف، ٢٣. ڪجهہ، ٿورا گهڻا، ٢۴. ڏاڳا يا سنها ڏورا (سٽ جا)، ٢۵. (سٽ کي وڪڙ يا پيچ ڏيو) ڏاهيائون، ٢٦. (کنهن شيءِ جي پر هتي مراد آهي سڱين جي) سوراخن يا ٽنگن مان لنگهايو، ٢٧. وڌائون، ٢٨. صحيح، سچا، نيڪ، برابر، ٢٩. ڍِڳن جي سڱن مان نهيل توتارين، نادن، نفيرن، ٣٠. (ڏاڳن يا سڱن جا) پيچ يا وَرَ وَڪڙَ لاهيندي يا کوليندي يا ختم کندي، ٣١. ڳالهہ تي، حالت تي، ٣٢. ڳنڍ ڏيان = پڪ يا يقين کريان، اعتبار يا ويسهہ کريان، ٣٣. چوائين، ٣۴. چاهين، گهرين، ٣۵. هوند وارن، سکين، آسودن، ٣٦. وانگر، ٣٧. ٿيءُ، هُج.

تـوڪـلي[1] وِبـسَ[2] وِڄَـايـو، وِبـسُ وِڄَـايـو تـو،
سَـامِـي[3] آهـي سـو، جِـنـهـن مَـڙهُ[4] پُـوري[5] مَـارِئـو[6].

## ١٣

سَـامِـي چَـائِـيِـن[7] سُکُ[8] طَلَبِـيِـن[9]، هو مَ[10] هـونـدَنِ[11] جِـيئَـن[12]،
لاهُـوتِـي[13] لَـطِـيـفُ چَـئِـي، هُـونِ[14] نَـ آديـسـي[15] ايـئَـن،
سـي ڪَـاپَـڙِي ڪِـيـئَـن، جـي تَـعَـلَـقَ[16] رکَـنِ تَـکِـيَـا[17].

## ١۴

سَـامِـي چَـائِـيِـن سُکُ طَلَبِـيِـن، وارِيِن[18] نَـ وِبـراڳُ[19]،
لاڳَـاپَـا لَـطِـيـفُ چَـئِـي، چَـذِي جـوڳِـي[20] جَـاڳُ[21]،
جِـيـئَـن[22] تُـون پُـٽِـين[23] سَـنـرو[24]، ايءُ آديـسـي[25] اَيَـاڳُ[26]،
لاهُـوتِـيءَ ڪُـو[27] لاڳُ[28]، مَـرِي[29] جِـيءُ[30] نَـ مَـاٽِـيِـن[31].

## ١۵

سَـامِـي چَـائِـيِـن سُکُ طَلَبِـيِـن، سُکِـيِـن[32] نَـ سَـامِـي،
اَچَـا اوريِـن[33] پَـنـڌَ[34] ۾، وِيـنِ وِسَـامِـي[35]،
گُـرَ[36] ڪَـي تُـون نَـ گَـڏِئـو[37]، چَـائِـيِـن انـعَـامِـي[38]،

---

١. فقيرائيءَ پوشاڪ يا لباس، ٢. خراب ڪئو، بيڪار ڪئو، نِڪمو ڪئو، ڀلايو، ٣. تارڪ الدنيا فقير، جوڳي، ڪاپڙي، ۴. جسم، سرير، ۵. بند ڪري، روڪي، جهلي، ٦. فنا يا نابود ڪئو، ٧. چوائين، ٨. آرام، آسائش، خوشي، فرحت، ٩. چاهين، گهرين، ١٠. ٿيءُ، هوئج، هُج، ١١. هوند وارن، سکين، آسودن، ١٢. وانگر، ١٣. لاهوت (عالم ذات الاهي جنهن ۾ سالڪ کي فنا في اللهجو مقام حاصل ٿئي ٿو) جا ڄاڻو يا واقف، ١۴. ٿين، ١۵. گروءَ يا مرشد جي حڪم ۾ رهندڙ فرمانبردار فقيرن، ١٦. واسطا، لاڳاپا، ١٧. ٽڪين سان، آستانن سان، ١٨. اختيار ڪرين، قبول ڪرين، ١٩. سنياس، تياڳ، قطع تعلق، دنيوي خواهش کان نفرت، ٢٠. اي جوڳي، ٢١. بيدار يا سجاڳ ٿيءُ، خبردار ٿيءُ، ٢٢. ڄاڪاڻ تہ، ٢٣. گهمين ڦرين، هلين، حياتي گذارين، ٢۴. خوش، راضي، سَرهو، ٢۵. اي آديسي، ٢٦. نياڳ، بدقسمتي، ٢٧. جو، وارو، ٢٨. عيوضو، اجورو، دوستي، آشنائي، بخشش، خيرات، دان، ٢٩. فنا يا ناس يا نابود ٿي، ٣٠. جيئرو يا زندهہ ٿيءُ، ٣١. حاصل ڪرين، ٣٢. سکن سان، ٣٣. منزل مقصود تي پهچڻ کان اڳي يا ويجهي، ٣۴. واٽ گس، ٣۵. ٽڪجي، ماندو ٿي، ٣٦. مرشد (خدا)، ٣٧.مليو، ٣٨. انعام جو لائق، انعام يا نعمتن وارو، بخشش جي لائق.

دائِم[1] مُدامِي، پُورو[2] رَهِجِ[3] پِرِينءَ[4] سين.

## ١٦

سَامِي[5] چَائِين[6] سُکُ[7] طَلَبِين،[8] تَسئَا[9] ڏِين نَہ تَنَ،[10]
مِنهُن[11] ڪَرِئو مَاٺُهنِ ڪَان، پِنِين[12] اَٽَا[13] ءِ اَنَ،[14]
ڪَاپَڙِي[15] تو ڪَنَ،[16] چِيرَايَا[17] چَشَنِ[18] لَيءِ.[19]

## وائي ١

جَنِ جو وارِثُ[20] تُون، سي ڪِيئَن رَهَندا[21] نِينءَ[22] نِمَاٽا،[23]
آڳي[24] اَبُ[25] خَلقِئا،[26] پَلِي[27] خَلقِئَائِين پُون،[28]
جُوڙِيَائِين[29] جِهَانَ[30] ڪي، جَنِي "ڪُن[31] فَيَڪُون"[32]،
ڪُوڙِي[33] دُنيَا ڪُوڙا پَسَارا،[34] ڏِينهَن مِڙِئي[35] ڏُون،[36]
آهِيُون اَلِفَ[37] آسَرِي،[38] مُحَمَّدُ[39] مَڃِئُوسُون.[40]

## وائي ٢

تُوبَهہ[41] تُوبَهہ اِيءَ طَلَبَ،[42] تُنهِنجي دَرَان[43] مَڱَان،[44]
مُون کي پِرِينءِ[45] مِيڙِين،[46] سَائِين[47] ڪِنهِن سَبَبَ،[48]
جي[49] مُون هَٿَان ڪَارِين،[50] ڪَمَ[51] مُوچَارا[52] رَبَ.[53]

١. هميشہ، سدائين، مدامي، ٢. صحيح، نيڪ، برابر، چڱيءَ ريت يا نموني، ٣. هلج، گذارج، ۴. محبوب، ۵. تارڪ الدنيا، ڪاپڙي، ٦. چوائين، ٧. آرام، آسائش، فرحت، ٨. چاهين، گهرين، ٩. بکون، ڪشٽ، لنگهڻ، تڪليفون، ١٠. تن کي، بدن کي، جسم کي، ١١. بهانو، مڪر، فريب، ١٢. گهرين (خيرات ۾)، ١٣. پيٺل اناج، ١۴. سڄي اَنَ جا ڪٽا، ١۵. اي ڪاپڙي، ١٦. بَدنَ جا عضوا، گوش، ١٧. ڪپايا، ٽوپايا، ١٨. مزن، ١٩. لاءِ، ٢٠. مالڪ، ڌڻي، نگهبان، ڪرلاهو، سرپرست، وصي، ٢١. بس ڪندا يا رُڪندا (رئڻ کان)، ٢٢. اکيون، چشم، ٢٣. ويچارا، عاجز، ٢۴. خدا، ٢۵. پيدا ڪٿا، ٢٦. آسمان، ٢٧. سهٽي، سٺي، ٢٨. زمين، ڌرتي، ٢٩. پيدا ڪئائين، ناهيائين، ٣٠. دنيا، عالم، ڪائنات، ٣١. ٿيءُ، ٣٢. پوءِ اِئين ٿي پيو يا ٿي پوي ٿو، ٣٣. کوٽي، جوٺي، فريبي، جڙتو، ٣۴. مانڊاڻا، ميڙ، آباديون، سامان، ٣۵. سڀئي، ٣٦. ٻہ (ٽورا)، ٣٧. (الف ب جو پهريون اکر جنهن مان مراد الله آهي) الف جي، الله جي، ٣٨. آسري تي، ڀروسي تي، ڏڍ تي، ٣٩. مسلمانن جي آخري پيغمبر جو نالو، ۴٠. قبول ڪئوسون، ۴١. برن ڪمن کان پري رهڻ جو انجام ۽ ڪيل برن ڪمن تي پڇتاءُ يا پشيماني، ۴٢. گهُر، تمنا، بخشش، دان، خيرات، ۴٣. در تان، دربار مان، حضور مان، ۴۴. پنان، گهُران، ۴۵. پرين سان، محبوب سان، ۴٦. ميڙ، ملاءِ، ۴٧. اي سائين، اي مالڪ، اي خدا، ۴٨. سبب سان، وسيلي يا ذريعي سان، ۴٩. جيڪر، شال، ۵٠. ڪرائين، ۵١. فعل، حاجتون، ۵٢. سٺا، ۵٣. اي رب، اي پالڻهار.

## وائي ۳

مَنَ[1] مُنداٰئُون[2] پيِيُون، مُون کي سَامِيَن[3] سَاڻُ،
نَہ کِي[4] کَٺَن پَاڻَ سين، نَہ کو سَاٽُن[5] پَاڻُ[6]،
پُرِئَا[7] پُورَبِ[8] پَنڌَ[9] ڏي، ڇَاٽي[10] ڇَڏي[11] جَاڻُ[12]،
کَدائُون[13] ۽ گودڙِيُون[14]، سَدا[15] سَامِيَن سَاڻُ،
آيَلِ[16] آديسِيَن[17] جَا، اِهڙائي[18] اُهجَاڻَ[19].

## وائي ۴

دِلِ لائي[20] دُورِ[21] نَہ جَا[22]، آئُون تُنهنجي دَرسَ[23] ديواني[24] موتُ ميَان،
قَاضِي[25] پَڙهِيَا[26] پُڇِ رَهِيَان[27]، هِتِ نَاهِ طَبِيبَان[28] ڏي[29] جَاءِ[30]،
اِکِ[31] بِيَنِ آگَمَ[32] لائِيَا، لالَنَ[33] توهِين[34] لاءِ.

## وائي ⑤

جوڳِيَن[35] جَا[36] جَڙَ لائي، سَامِيَن سَان سَدا دِلِ سوگهي[37]،
پُرِئَا پُورَبِ[38] پَارَ[39] ڏي، اَدِي[40] بيراڳِي آئي[41]،
سَامي سَفَرِ[42] هَلِئَا، مَڙهِيُون[43] پُوري[44] وِئَا مَائي[45]،
وَحدَہُ[46] لا[47] شَرِيڪَ[48] لَہُ[49]، اِيءَ[50] وات[51] وِچَارَن وائي[52].

---

۱. من ۾، دل ۾. ۲. والا يا چلا يا ڪڙا (صبر يا ماٺ جا، محبت يا پيار جا). ۳. تارڪ الدنيا فقيرن، جوڳين، بيراڳين. ۴. ڪجهہ. ۵. انهن سان. ٦. آپو، خودي. ۷. هلئا، وئا. ۸. پورب يعني ايرندي جي ملڪ (روحاني ملڪ) (هندستان جي رياست اتر پرديش جي ڪانپور ڪان بهار تائين علائقي کي پورب چوندا آهن جنهن ۾ هندن جا پوتر آستان يعني تيرٿ آهن جهڙوڪ گيا، بنارس، ڪاشي، هردوار، دئارڪا وغيره). ۹. سفر، مسافريءَ. ۱۰. سمجهي، سوچي. ۱۱. ڦٽو يا ترڪ ڪري. ۱۲. عقل، سمجهہ، معرفت. ۱۳. پيالين، جمنيون، ڪستا. زنبيلون. ۱۴. پراڻي ڪپڙي جي ٽڪرين مان ٺهيل فقيرائيون رليون يا ڪفنيون. ۱۵. هميشہ. ۱٦. اي امان، اي امڙ. ۱۷. گروءَ يعني مرشد جي حڪم ۾ رهندڙ فرمانبردار فقيرن. ۱۸. اهڙي نموني جا. ۱۹. نشان، پار، افعال. ۲۰. لڳائي. ۲۱. پري. ۲۲. وڃ. ۲۳. درس جي، درشن يعني ديدار جي. ۲۴. مستاني، عاشق. ۲۵. قضا جا صاحب، مفتي، عدالت ڪندڙ. ۲٦. پڙهيل، عالم. ۲۷. پڇ رهيان = پڇي ٿڪي آهيان. ۲۸. حڪيمن، ڏاهن، ڄاڻن. ۲۹. جي. ۳۰. مجال، وس، پهچ. ۳۱. نيڻن، چشمن. ۳۲. جُهڙَ، ڪڪرَ. ۳۳. اي لالڻ، اي محبوب. ۳۴. تنهنجي. ۳۵. ڪا اهڙي خاص. ۳٦. ميخ يا ڪلي (محبت جي). ۳۷. قابو. جڪڙيل. ۳۸. پورب جي. ۳۹. پاسي، طرف. ۴۰. اي ادي، اي ڀيڻ. ۴۱. اي آئي، اي آيل، اي امان. ۴۲. سفر تي. ۴۳. تڪئا، آستان، مڪان. ۴۴. بند ڪري. ۴۵. اي مائي، اي امان. ۴٦. هو هڪڙو آهي. ۴۷. ناهي. ۴۸. برابر، مٽ. ۴۹. ان جو. ۵۰. وات ۾. ۵۱. نمائن. ۵۲. پچار، ذڪر.

## وائي ٦

وِڙهيين[1] مَنجهہ[2] وَڙالَ[3]، آن[4] ڪِي[5] ڳڌئا[6] هوتَ[7] مُنهنجا،

ڳيڙُو[8] ڪئائُون ڪپِڙا[9]، رَتائُون[10] رُومالَ[11]،

جَڏو[12] جيءُ[13] جِيارِئو[14]، تَنِ سامِيَنِ[15] جيءَ سَنيالَ[16]،

وَتَنِ[17] ڏوڙ[18] پَڪُلئا[19]، ڪَنهن سان ڪَنِ نہ ڳالهہ،

ووءِ ووءِ[20] تَنِ[21] نہ وِسَري[22]، هوءِ[23] تَني جي حالَ[24]،

ڪامِي[25] ڪُوري[26] وچ ۾، پاٽان[27] ٿئا پَيمالَ[28]،

بابُو[29] بيڪاري[30] ٿِئا، وَتَنِ مَنجهہ وصالَ[31]،

مَاءُ[32] مُنهنجي جوڳيِن[33]، ڪَنِين[34] ڪُنر[35] لالَ[36]،

اُپي[37] اوطاقُنِ[38] ۾، ڪَر[39] موڙئائُون[40] ڪالهہ[41]،

لاهُوتي لَطيف چئي، جَڏا[42] مَنجهہ جَمالَ[43]،

## وائي ٧

مَنُ[44] موهِئو[45] جوڳيَن جي ذاتِ[46]، دِلِ لائي[47] جوڳيَن جي ذات،

هُيَس سَنا سِيَنِ سِين سَرِي[48]،

پُورَپِيا[49] پُوري[50] وِئا، آسَڻَ[51] آڏِيءَ رات،

١. جهنگن، وٽن جي جهڳٽن، ٢. ۾، ٣. وڙول، ڳولاڦولا، تلاش، پڇاڳاڇا، ۴. آن کي، اوهانکي، ۵. ڇا، ٦. مليا، ٧. دوست، محبوب، ٨. گيڙو رنگ (جيڪو سناسي يا جوڳي پنهنجي ڪپڙن کي ڏيندا آهن) ۾ رڱيل آهن، ٩. لباس، پوشاڪون، ١٠. رڱيائون، رڱ ۾ ٻوڙيائون، ١١. منهن اگهڻ يا صاف ڪرڻ جا ڪپڙن جا انگوڇا يا پوتڙا، ١٢. بيمار، هيڻو، ضعيف، ١٣. جان، جسم، سرير، ١۴. زنده يا جيئرو ڪئو، چڱوڀلو ڪئو، تازو توانو ڪئو، ١۵. تارڪ الدنيا فقير جوڳي، سناسي، ١٦. پرگهور، يادگيريءَ، ١٧. هلن، ڦرن، پنڌڪن، ١٨. ڌوڙ ۾، مٽيءَ ۾، خاڪ ۾، ١٩. پريل، پيوت ٿيل، ٢٠. ووءِ ووءِ = رئڻ راڙو، آهہ زاري، هاءِ هاءِ يا گهوڙا گهوڙا ڪرڻ، ٢١. تن کي، ٢٢. دل تان لٿي، ٢٣. افسوس، ارمان، ٢۴. حال تي، حالت تي، ٢۵. سڙي، پچي، جلي، ٢٦. باهہ جي آڙاهہ، ٢٧. پاڻيهي، خودبخود، ٢٨. ناس، نابود، ٢٩. رمتا يا سيلاني فقير، ٣٠. بيک يعني فقيراڻو لباس ڍڪيندڙ فقير، ٣١. ميلاپ، وصل، گڏجاڻيءَ، ٣٢. اي امان، اي امڙ، ٣٣. جوڳين کي، ٣۴. ڪنن ۾، ٣۵. عاج يا ڪاٺ جا ڇلا يا والا، ٣٦. ڳاڙها، سهڻا، ٣٧. بيهي، ٣٨. آستانن، مڪانن، مڙهين، ٣٩. عضوا، ۴٠. ڍڪائون، ساهڻائون، ۴١. اڱڻين، يا گذريل ڏينهن، ۴٢. لاهوت (عالم ذات الاهي جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿئي ٿو) جا ڄاڻو يا واقف، ۴٣. سونهن، حُسن، ۴۴. مست ڪئو، متوالو ڪئو، ۴۵. دل، ۴٦. قوم، ٽولي، ۴٧. لڳائي، ۴٨. خوش، راضي، ۴٩. پورب يعني ايرندي ڏي زيارت لاءِ ويندڙ (هندستان جي اتر پرديش رياست ۾ ڪانپور کان بهار تائين علائقي کي پورب چوندا آهن، جيڪي هندن لاءِ پاڪ جايون يعني تيرٿ آهن)، ۵٠. بند ڪري، ۵١. مڙهيون.

سُئَمِ[1] نَہ سَناسِيَنِ[2] جُون، پَچَارُون[3] پِرِيَاتَ[4]،
مِتَ[5] نَہ مَعذُورنِ[6] جَا، کَا[7] جَا جوڳِي ذاتَ[8].

وائي ٨

جوڳِي ٿَا جَرُ هَارِينِ[9]، وِيندا[10] تِيرَتَ[11] گَنگَا[12] مَترا[13]،
سِنگِيُون[14] سَنَاسِيَنِ جُون، پِرهَ[15] پُڪَارِينِ[16]،
بَاهِيُون بِيراڳِيَنِ جُون، مُون کي ٿِيُون مَارِينِ،
وايُون وِيراڳِيَنِ جُون، جِيءَ کي جِيَارِينِ.

وائي ٩

مَڙهِيُون[17] پُورِي[18] مَاڳَ، وِئَا[19] وِيراڳِي، يَاالله،
پُرئَا پُورَبَ[20] پَارَ[21] ڏي، آيَلِ[22] مُون[23] اَيَاڳُ[24]،
سَنَاسِي سَيدُ (رح) چئي، لاهِي[25] وِئَا لاڳُ[26].

وائي ١٠

وَنئُو واٽَ[27] وَجَانَ ٿِي، لُڇَانَ[28] ٿِي، مُسَانَ[29] ٿِي،
خَبَرَ[30] بَاروچَنَ[31] جي، ڏُونگَرَ[32] مُونکي ڏي،
داغُ[33] جَنِ جو دِلِ[34] ٿِي، آئُون پُڇَانَ[35] ٿِي سي،
مُون کي جَنِي مَارئو، آن[36] کي[37] گَڏِئَا[38] سي.

---

١. مون سيون، مون ڀذيون. ٢. تارڪ الدنيا فقيرن، جوڳين، بيراڳين، ويراڳين. ٣. آواز (خدا جي ذڪر جا)، وايون. ۴. پرڀات جي وقت، پرهہ جي وقت، فجر جي وقت. ۵. عزيز، قريب، مائٽ، دوست. ٦. عذر وارين، بيدار عورتن، نماڻين، عاجز زالن. ٧. اهڙي. ٨. قوم، ٽولو. ٩. ڀاڻي (اکين جا لڙڪ يا ڳوڙها). ١٠. وهائين، ڳاڙين. ١١. تيرٿ تي، زيارت تي. ١٢. هندستان ۾ هڪ نديءَ جو نالو جنهن تي هندن جا پوتر آستان يعني تيرٿ آهن. ١٣. هندستان جي اتر پرديش رياست ۾ هڪ شهر جنهن ۾ هندن جا تيرٿ آهن. ١۴. ڊڳن جي سڱن مان ٺهيل توتاريون، ناد، نفير. ١۵. پرهہ جي وقت يا مهل، پرڀات جي وقت. ١٦. وجن، آواز ڪن. ١٧. آستان، مڪان، ٽڪاڻا، ماڳ. ١٨. بند ڪري. ١٩. وڻا، هلئا. ٢٠. پورب جي ملڪ جي، اڀرندي جي ملڪ جي (روحاني ملڪ جي) (هندستان جي اتر پرديش رياست ۾ ڪانپور کان بهار تائين علائقي کي پورب چوندا آهن جنهن ۾ هندن جا پوتر آستان يعني تيرٿ جون جايون آهن جهڙوڪ دوارڪا، هردوار، مترا، گيا، ڪاشي، بنارس وغيره). ٢١. طرف، پاسي. ٢٢. اي آيل، اي امان، اي امڙ. ٢٣. مون کي. ٢۴. نڀاڳ، بدبختي، شامت. ٢۵. ختم ڪري. ٢٦. تعلق، واسطو، لاڳاپو. ٢٧. راهہ، رستو. ٢٨. ڦٿڪان. ٢٩. مصيبت يا تڪليف ۾ پوان، ناس يا برباد ٿيان، بدبختيءَ ۾ پوان. ٣٠. سڌ، پتو. ٣١. بلوچن (سسئي جي محبوب پنهونءَ ءَ انجي مائٽن). ٣٢. اي ڏونگر، اي جبل. ٣٣. ڏنب، چٽو، ڦٽ، زخم (فراق يا وڇوڙي جو). ٣۴. من. ٣۵. ڳولئان، نهاريان. ٣٦. آن کي، اوهانکي. ٣٧. چا. ٣٨. ملئا.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيمِ

# سُرِ بِلاوَلُ

## داستان پهريون

١

وِسَهُہ[1] اِنهِيءَ وِٽڻ[2] ڪَيِ[3]، جِيئَن دَعوَتَ[4] ڪَيِ[5] داتَا[6]،
مَضمَضہ[7] واتَا[8]، وِجُهہ[9] تَہ ڏِيئِي واتَ ۾*.

٢

صُلحُ[10] ڪَرِ سُلطَانَ[11] سين، ڪَدِي گَهَل[12] گَهَرانَ[13]؛
تَہ تُون تَهِين[14] داران[15]، ڏِهَاڙِي[16] ڏارَ[17] لَهِين[18].

٣

وانءُ[19] اورانگهي[20] اوريَان[21]، پِيءُ مَ طَهُورا،
وِچَان جي وِصَالَ[22] ڪَي، اِي سَبِ[23] اُجُورا[24]،
حَاصُلُ[25] حُضُوران[26]، سَمي[27] جي سَبَ ٿِئي.

۴

پِيرِيُون[28] پِيرِي[29] پَجُ[30]، هِي جي مَنجَهَان[31] پُورِيُون[32]،

---

١. ويساهہ ڪر، اعتبار ڪر. ٢. سخن، قول، ڳالهہ. ٣. تي. ۴. ڪاڏي ڪارائڻ لاءِ ڪوٺ يا سڏ. ڪاڏي ڪارائڻ جو بندوبست. ضيافت، مهماني. ۵. ڪئي، ڏني. ٦. ڏيندڙ، ڏاتار، سخيءَ. ٧. گرڙي، ڪُلي، غرارو. ٨. وات مان، دهن مان. ٩. هار، ٻاهر ڪڍ *تنهنجي رزق جو بندوبست اهڙيءَ طرح ٿيل آهي جو تون اجا وات مان گرڙي ڪيندين ئي مس تہ تو وٽ تنهنجو رزق پهچي ويندو. ١٠. تابعداري، بيعت، اطاعت، ميجتا، پرچاءُ، رضانامون. ١١. بادشاهہ، راڄ ڌڻي، راجا، مالڪ، ڌڻيءَ، خدا. ١٢. (نفساني يا شيطاني خيالن جو) لشڪر، ڪٽڪ، هجوم. ١٣. گهر مان (اندر مان). ١۴. انهيءَ. ١۵. در ڪان (بادشاهہ يعني خدا جي طرفان). ١٦. روزانو، هر روز. ١٧. ڏان، دان، انعام. ١٨. حاصل ڪرين، ماڻين. ١٩. وَڃُ. ٢٠. لتاڙي، لنگهي، مَٿي، چڙهي. ٢١. ويجهي يا وچ واري منزل جتي طهورا يعني (بهشت وارو) پاڪ پاڻي آهي. ٢۴. وچ واريون رندڪون يا آڏون. ٢٣. ميلاپ، وصل، گڏجاڻيءَ. ٢۴. (نيڪ ڪمن جا) عيوضا يعني انعام جهڙوڪ بهشت وغيره. ٢۵. حاصلات، پراپت، لاڀ، نفعو. ٢٦. حضور مان. ٢٧. سمون جنهن کي ابڙو سمون چوندا هئا اهو رياست ڪڇ جي هالار شهر جو رهندڙ هو. هو هڪ وڏو سخي ۽ بهادر سردار هو. هيءُ سنڌ جي حاڪم دودي سومري جو دوست هو ۽ دودي جي علاؤالدين جي هٿان جنگ ۾ مارجي وڃڻ بعد ان جي عورتن کي پناهہ ڏني هئائين. ٢٨. وڏا نغارا (سازن جو قسم). ٢٩. ڦيرائي. ٣٠. پورپور ڪر. ٣١. اندران. ٣٢.خالي.

بـي دَرِ[1] ڪَنهِين[2] مَ وَڃُ، رِءَ[3] هَاشِمِيءَ[4] هِڪِڙي.

**٥**

سَمُون[5] تَنِ[6] سَنڌ[7] ڪَري، جَنِ تي وَڏو وِبَرُ[8]،
اُٺيءَ[9] تَہ آجِي ٿِئَان[10]، پَاءِ[11] پَاگوڙي[12] پيرُ[13]،
تو رِءَ پِئو ڪيرُ، سَرَٽِنِ[14] جَا سُونَا[15] سَهي[16].

**٦**

سَرَٽِنِ جَا سُونَا سَهي، وَسِيلو[17] وِلَهَنِ[18]،
لُڏي[19] ڪِينَ لَطِيفُ[رح] چَئي، اِگِهَئَان[20] لالُ لَکَنِ[21]،
جِتِ ڪُوڙِين[22] ڪِينَ ڪُڇَنِ[23]، تِتِ پَابُوهِي[24] پَڌرو[25].

**٧**

جو چَلِيُون[26] پَسي[27] ڇَڪِئو[28]، تِنهِن[29] واکَاڻِئو[30] وکَ[31]،
لُڏي ڪِينَ لَطِيف[رح] چَئي، لَکَنِ اِگِهَئَان[32] لَکَ[33]،
پيرُ نَہ مُوڙِي[34] پَانهِنجو، تَنگِيءَ[35] پيئي تَکَ[36]،
سَرَٽِنِ ڏي نَہ سِکَ[37]، هَکَلَ[38] سِين هَالارَ[39] ڏِٽي[40].

---

١. در تي، دروازي تي، گهر تي. ٢. ڪنهين جي. ٣. ڪان سواءِ. ۴. هاشم جي اولاد يعني اسلام جي پيغمبر حضرت محمد مصطفيٰ صلعم جن جيڪو عربستان جي قريش قوم جي بني هاشم خاندان مان هو. ۵. ابڙو سمون سردار (جيڪو ڪڇ رياست جي هالار شهر جو رهاڪو هو ۽ هڪ وڏو سخي مرد هو). ٦. تن کي. ٧. سڏ ڪري = سڏي، ڪوئي، گهرائي (پناهہ ڏي). ٨. ڪاوڙ، رنج، غصو، دشمني، آپدا. ٩. جنگ لاءِ تيارُ ٿيءُ. ١٠. آزاد. ١١. وجهہ. ١٢.پاگوڙي مِ. (اٺ يا گهوڙي جي پاڪڙي يا هني مِ پڌل، رڪيب مِ). ١٣. قدمُ، پگ. ١۴. سامُن، پناهہ مِ آيل عورتن، اُمتين. ١۵. ذميداريون، جوابداريون. ١٦. باٺَ تي هموار ڪري، قبولي، برداشت ڪري. ١٧. آڌار، پرجهلو، ٽيڪَ. ١٨. مسڪينن، نادارن، پينگين، سُڃن، بيواهن. ١٩. گهبرائي، ششدر ٿئي. ٢٠. ڳاڙهو يعني سهڻو يا محبوبُ. ٢١.لکن جي تعداد مِ يعني تمام وڏي لشڪر. ٢٢. ڪروڙن جي تعداد مِ. ٢٣. ڳالهائڻ جي همت نہ سارين. ٢۴. مُرڪي، کلي، مُشڪي، سرخرو نظر اچي. ٢۵. ظاهر ظهور، کليو کُلايو. ٢٦. واحد چل = (ڏهن لکن جي) فوج، لشڪر. ٢٧. ڏسي. ٢٨. مست ٿئو، بي پرواهہ ٿئو، بي خوفو ٿئو. ٢٩. تنهنجي. ٣٠. ساراهہ ڪريو، تعريف ڪريو. ٣١. وک جي يا قدم جي يعني هلڻ جي چال يا تورَ جي. ٣٢. سامهون. ٣٣. ڏرو. ٣۴. هٽائي، پوئتي ڪري. ٣۵. تنگيءَ جي وقت، سختيءَ جي وقت، اوکيءَ ويل. ٣٦. تک مِ. تکڙ مِ. ٣٧. لک، گمر، سماءُ، واءُ سُواءُ، پروڙ، انت. ٣٨. آوازَ، رڙ، دانهن.٣٩. هالار (شهر) جو. ۴٠. مالڪ، سردارَ.

**٨**

آروڙجِي[1] اُٿِئو، ديمِن[2] پيَسِ[3] دُکَ[4]،
لاٿائين[5] لَطيفُ[رح] چَئي، عَالَمَ[6] تان اَهُکَ[7]،
تَنِ سَرَٽِنِ[8] ٿِئا سُکَ[9]، جي اَجهي[10] آيُون اَبڙي[11].

**٩**

آروڙجِي اُٿِئو، ديمِن پيَسِ دانهَن[12]،
پَابُوهيو[13] پيرُ[14] کَٽي، سَمُون[15] سَرَٽن ڏانهَن،
مَتِئان[16] مَتي[17] بَانهَن[18]، اَيُو[19] آڇي[20] سُلطانَ[21] کي.

**١٠**

اَلابَندي[22] آئيو، کَٽي چَلِ[23] چُگيرُ[24]،
کَنهين کينَ هَمَتئو[25]، کَانَ[26] جَهليندو کيرُ،
سُومَرينِ[27] سَانگ[28] کَنئي، کئو اَبڙي اُنَ[29] پيرُ،
هو مَهائي[30] ميرُ[31]، مَستُوراتن[32] مَارئو[33].

**١١**

اَلابَندي آئيو، جَنهن جي هَاٿيءَ هَاڪَ[34] هَنئي،

١. ڪاوڙجي، ڏمرجي، غصي يا جوش ۾ اچي. ٢. ديمن ۾، وڏين فوجن ۾، لشڪرن ۾. ٣. ان جي پيئي. ۴. نظر، خبر. ۵. ختم ڪئائين. ٦. دنيا، جهان، ڪائنات. ٧. ڏک، تڪليفون، اهنج. ٨. سرٽن کي، سامن کي، پناهه ۾ آيل عورتن کي. ٩. آنند، فرحتون، فائدا. ١٠. اَجهي ۾، پناهه ۾. ١١. ابڙي سردار جي (ابڙو، جيڪو ابڙي سمي جي نالي سان مشهور هو. اهو ڪڇ رياست جي شهر هالار جو سردار هو. هو هڪ وڏو سخي ۽ سورهيه مرد هو. سنڌ جي حاڪم دودي سومري جو دوست هو ۽ دودي جي علاؤالدين بادشاهه جي هٿان جنگ ۾ مارجي وڃڻ کان پوءِ ان جي عورتن کي پناهه ڏني هئائين). ١٢. هاڪ، ڌاڪو، هڪل. ١٣.مُرڪئو، کلئو، مُشڪئو. ١۴. قدم، وک (پير کٽي = هلي، وڌي (اڳتي). ١۵. ابڙو سردار. ١٦. مٿي کان، سر کان. ١٧. مٿيرو، اوچو، بالا، اڳرو، سرس، زيادهه، وڌيڪ (مٿئان مٿي= وس کان وڌيڪ، تمام گهڻي). ١٨. ڦوت، سگهه، طاقت، زور، مدد. ١٩. بيئو. ٢٠. ڏيکاري. ٢١. بادشاهه (دهليءَ جي شهنشاهه علاؤالدين). ٢٢. علاؤالدين بادشاهه (جنهن سنڌ جي حاڪم دودي سومري تي چڙهائي ڪئي). ٢٣.(ڏهن لکن جي) فوج يا لشڪر. ٢۴. چڱي وارو، ڪلنگيءِ وارو، تاجدار، سردار. ٢۵. همت ساري، دل ٻڌي، جرئت ڏيکاري. ٢٦. تيرَ، ٻاڻَ. ٢٧. سومرن جي ٻيوهه عورتن. ٢٨. ترار، نيزو، ڀالو (سانگ ڪنئي = مقابلو ڪئو آڻ نه مڃي). ٢٩. ابڙي سمي کان سواءِ ان وقت ڪڇ رياست ۾ ٻئو به هڪ سردار ابڙي جوڻيجي جي نالي سان هو جنهن سومرين کي پناهه ڏيڻ کان انڪار ڪئو يعني اٺ پير ڪئو. ٣٠. بهادر. ٣١. جبلَ، جبل جهڙو مضبوط، پهلوان. ٣٢. عورتن (جي فڪر). ٣٣. بي حال ڪئو، لاچار ڪئو. ٣۴. نعرو، للڪار، ڌاڪو.

يَگَا ڪوٽَ ڪُفار جا، پيئي پُڄ پيئي،
آرڻ بَڌي اَبڙي، ڪي رِڻَ ۾ رُڪَ رَئي،
تيغن تاءُ تڪو ٿيو، سَگهي ڪونَہ سَهِي،
رَب هَب لِي اُمَتِي،* چَڙهيو جَامُ چَئي،
سَمي سَانگ ڪَنئِي، سَرَڻِن جو سُڪُ ٿيو.

## ١٢

اَلابَندي آيو، جِنهِن جي هَاٿيءَ هَنئي هَاڪَ،
يَگَا ڏيهَہ پَيءِ پَئي، سُڻي ديمَن ڏاڪَ،
آرڻ بَڌي اَبڙي، جي ڪَا وَسَان پُنيَس واڪَ،
رَب هَب لِي اُمَتِي چَئي، بَهَدرُ چَڙهيو بُراقَ،
پِڙَ ۾ اَڇي پَاڪَ، سَرَڻِن جو سُڪُ ڪِئو.

## ١٣

سَرَڻِن جي سُڪَ لاءِ، سَانگ ڪَنئي سَردارَ،
جي اَبڙي آيون آذارَ، سي سُنگُ نَہ ڏيندِيون سُومِريون.

١. ڪرئا، ٿيا، پور پور ٿيا، ٢. قلعا، پناهہ جون جايون، ٣. انڪار ڪندڙن، هٺيلن، ضدي ماڻهن، نافرمانن، ۴. پڄ (ڪڇ رياست جي گاديءَ واري شهر) ۾، ۵. خوف، هراس، ٦. جنگ، لڙائي، ٧. جوٽي، جيڙي، ٨. ابڙي سمي، جيڪو ڪڇ رياست جي هالار شهر ۾ سردار هو ۽ سنڌ جي حاڪم دودي سومري جو دوست هو ۽ دودي جي علاؤالدين جي هٿان جنگ ۾ مارجي وڃڻ ڪانپوءِ سومرن جي عورتن کي پناهہ ڏني هئائين، ٩. ڪئي، ١٠. بيابان، بريت، جهنگ ١١.رُڪَ مان ٺهيل تلوارين، ١٢. چمڪاٽ، تجلا، ١٣. تيغن جو، تلوارن جو، ١۴. تابش، دباءُ، ڏهڪاءُ، ١۵. تيز، زور، ١٦. برداشت ڪري * اي پالڻهار مونکي منهنجي امت بخش (حديث)، ١٧. جنگ جي ميدان ڏانهن گهوڙي تي سوار ٿي روانو ٿيو، ١٨. سردار، ابڙو، سمون (ڄام سنڌ جي سما حاڪمن جو لقب آهي)، ١٩. ترار، ڀالو، نيزو (سانگ ڪنئي = جنگ ڪئي)، ٢٠. سامن، پناهہ ۾ آيل عورتن، ٢١. فائدو، سهنج، ٢٢. (دهليءَ جو بادشاهہ) علاؤالدين، جيڪو سومرن حاڪمن سان وڙهڻ لاءِ سنڌ تي ڪاهي آيو، ٢٣. نعرو، للڪار، ڏاڪ، ڏهڪاءُ، گوڙ شور، ٢۴. فرار ٿيا، ڀڄي ويا، ٢۵. ڏيهہ يعني ملڪ جا ماڻهو، ٢٦. ڀَوَ ۾، خوف ۾، هراس ۾، ٢٧. ٻڌي، ٢٨. ديمن جي، فوجن جي، لشڪر جي، ٢٩. وس آهر، وت يا طاقت مطابق، ٣٠. هن کان پُني يا ٿي سگهي، ٣١. حيلو، وس، ڪوشش، ٣٢. (بهادر جي بگڙيل صورت)، پهلوان يا سورهيہ يعني ابڙو سمون، ٣٣. سوار ٿيو، ٣۴. براق (ماڻهوءَ جي شڪل ۽ گهوڙي جي بدن واري هڪ جانور) تي، ٣۵. (جنگ جي) ميدان، ٣٦. بي عيب، بي داغ، گناهہ کان آجي، ٣٧. ابڙي سمي جي، ٣٨. آذار هيٺ، پناهہ هيٺ، ٣٩. محصول، لاڳُ، ۴٠. سومرن حاڪمن جون عورتون.

## ١٤

بِئَنِ مِتِڙَني[1] ڏِنِيُون[2]، ڏِي نَہ ڏُونگَرُ[3] راءُ[4]،
اَڻَ[5] ڏِنِيِين[6] آڏو[7] قَرِي، ڏِنِيُون[8] ڏِي كِئَا[9]،
لوڙِيُون[10] لَکَ[11] مَتَان[12]، اِنَ مَتِيرِي[13] مُوتَايُون[14].

## ١٥

سِرُ[15] تَانَسِيئَنءَ نَہ ڏِيَان[16]، حَمِيراڻَا بَارَ،*
مُون وَٽِ مَهَائِي[17] گَهَٽَا، تُون کَرِ مِيرَ[18] ٿَهَارَ[19]،
اُڇَلِي[20] عِراقِيَن[21] سِين، ڏَڙُ[22] كَندوسِين[23] ڏارَ[24]،
رِٽمَلُ[25] رَبَ[26] آهَارَ[27]، تو سَمُون سونَهَرِي[28] هَٽِي.

## ١٦

سَنَدَرُ[29] شَهَتِيرَنِ ۾[30]، پَرَجَهلو بَارِي[31]،
مَنَهَن[32] مُنِي[33] جَكَرو[34]، طَامَعَنِ[35] تَارِي[36]،
سَمِي سُوالِيَن كِي، وِيلهَ[37] وِسَارِي[38]،
پُڇِي سي پَارِي[39]، جي عَاجِزُ[40] اُجورَنِ ۾[41].

---

١. سيني، ٢. (عورتون علاؤالدين بادشاهہ جي) حوالي كيون، ٣. کڇ رياست جي هالار شهر جي بهادر ۽ سخي سردار ابڙي سمي جي پٽ جو نالو (جنهن پنهنجي پيءُ جي علاؤالدين جي هٿان جنگ ۾ مارجي وڃڻ کانپوءِ، باوجود ننڍيءَ عمر جي علاؤالدين سان جنگ ڪئي)، ٤. راجا، ٥. اڻ ڏٺين جي، نہ ڏٺل عورتن جي، غير واقف يا ڌارين عورتن جي، ٦. آڏ ۾، بچاءَ ۾، ٧. اچي (وڙهي)، ٨. ڏٺل يعني واقف عورتون، ٩. ڪيئن، ١٠. چورن يا ڦورن جون ٽوليون، دشمن جون ٽوليون يا فوجون، ١١. لکن جي تعداد ۾، تمام گهڻيون، ١٢. (پنهنجي) مٿي يا سرَ تان، ١٣. مٿير، بهادر، ١٤. واپس ڪيون، ڀڄايون، هٽايون، ١٥. (جيستائين) سُر يعني حياتي آهي، ١٦. تيستائين
*حميرن جا ٻار يعني اميرن جون عورتون، ١٧. بهادر، پهلوان، ١٨. اي مير، اي سردار (علاؤالدين)، ١٩. ٺهر، صبر، ماٺ (ٿهارڪر = ترس، رُڪجي وڃ)، ٢٠. ستي، هٺي، ڦهڪائي، ٢١. عراقي (عراق ملڪ جي) تلوارن، ٢٢. ڍڍرُ، مٿي يا ڳچيءَ کان سواءِ بدن جو باقي حصو، ٢٣. آئون تنهنجو ڪندس، ٢٤. جُدا (مٿي يا سر کان)، ٢٥. رٽملَ ذات جو جاڙيجو سمون هو ۽ ابڙي سمي جو دوست هو جنهن پڻ علاؤالدين سان جنگ ڪئي، ٢٦. رب جي، پالڻهار جي، خدا جي، ٢٧. آهرَ سان، آڌار سان، آسري تي، ٢٨. سون جي مُنئي يعني هَٿئي واري ترار، ٢٩. زيادهہ طاقتمند يا قوي، جهالو، مضبوط، ٣٠. (گهر جي صفحن يا ڪمرن جي ڇتين جي وچم لڳايل ٿلهين ڏگهين) ڪاٺين، ٿنين، ڪاڙين، ڪامَنِ، پرجهلن، آڌارن، ٽيڪن، ٣١. مضبوط، زبردست، ٣٢. مَنهن جي، ڇپر يا ڪڪائين گهرجي، ٣٣. ٽوٽي، ٿنڀ (مَنهن مُني = آڌار، پرجهلو)، ٣٤. سنڌ جي سمن بادشاهن جي خاندان مان هڪ مشهور سخي حاڪم جو نالو، ٣٥. طامعن جي، طمعدارن جي، سوالين جي، ٣٦. سهارو، ڏِڍ، وسيلو، ٣٧. ٻَک، فاقو، ٣٨. دل تان لاٿي، ڀُلائي، ٣٩. ٻانهيون، نوڪرياڻيون، ٤٠. بي وس، بي پهچ، لاچار، پريشان، ٤١. اَجُرن، ڏانن، خيراتن.

## ١٧

اَبـڙو[1] اَگـامَـنِ[2] ۾، سَـبـڙُ[3] جِـيئَـن[4] ٻـيلـيُ[5]،
سـي پَـتَ[6] ڪِـنـهِـن نـہ پُـورِئـا[7]، جـي تـو پَـڙُ[8] پِـيـلـيُ[9]،
سَـمُـون[10] سَـانـوڻَ[11] مِـيـنـهَـن[12] جِـيئَـن، رِجُـوُن[13] تـو ريـلـي[14]،
اَچَـنِ جـٿـي[15] وِيـلـي[16]، تَـنِ[17] بـورَ[18] بَـخـشـي[19] پِـتَ ڏَٽـي[20].

## ١٨

اُو[21] اَبـڙو ئـي اَيَـڪُ[22]، اُو ڏُونـگَـرُ[23] ئـي ڏيـهُـہ[24] ٻـئـو،
هِـيءُ جُـوٽـيـجَـاٽُـون[25] جُـنـگُ[26]، جـو سَـرَتِـن[27] سَـونـا[28] نـہ سَـهـي[29].

## ١٩

اَبڙو وَڏَ[30] وَڙو سُوَڙو[32]، سَامُون[31] جَهلي، سونَاسَهي، سَمُون سُونهَن سَيِن[33]،
تـو مَـنِ تُـرِڪَ[34] اَچَـنِ[35]، ڪِـيـئَـن ڪَـرِيـنـديـن ڪَـڄَ ڏَٽـي[36].

## ٢٠

پِـڙَ[37] ۾ اُيـو[38] پَـاڻِ، سَـاتِـيَـڙَن[39] سَـڏَ[40] ڪَـري،
ٻَـلـيُ[41] جِـيءَ لاڏَاڻِ[42]، سَـبِ لَـنـگـهَـنـدا لَـڪـيُـون[43].

---

١. ابڙو سمون. جيڪو رياست ڪڇ جي شهر هالار جو بهادر ۽ سخي سردار هو جيڪو سنڌ جي حاڪم دودي سومري جو دوست هو ۽ جنهن دودي جي دهليءَ جي بادشاهہ علاؤالدين جي هٿان جنگ ۾ مارجي وڃڻ بعد سومرن جي عورتن کي پناهہ ڏني هئي. ابڙي سمي کي مرڻ بعد هڪ واريءَ جي پٽ تي ڪڇ رياست ۾ دفنايو ويو. ان ڪري ڪيس پٽ ڏٽي بہ چوندا آهن. ٢. اگامن جي هڪ قوم آهي ۽ پڻ ساڳئي نالي سان ڪڇ رياست ۾ هڪ شهر آهي. ٣. سبڙ هڪ سخي سردار جو نالو آهي جڪو ڪڇ رياست ۾ ڪڇ جي ڪنار سان "ٻيلي" نالي هڪ ٻيٽ تي حڪومت ڪندو هو. ۴. جهڙيءَ ضرح. ۵. ٻيلي جي ٻيٽ ۾ (سبڙ سخي مشهور آهي). ٦. ميدان. ملڪ. ٧. ڏنا. طئي ڪئا. ٨. بهادر (ابڙو سمون). ٩. لتاڙي، لنگهي. ١٠. گنج ۾ "سيدُ" لکيل آهي. ١١. سانوڻ جي. مينهن يعني برسات جي موسم جي. ١٢. وانگر. ١٣. رڻ پٽ. بيابان. ١۴. ٻوڙي، آباد ڪري. ١۵. جيڪي. ١٦. ويلي لاءِ. هڪ وقت يا مهل جي مانيءَ لاءِ. ١٧. تن کي. ١٨. سونهري ڳاڙهي رنگ وارا گهوڙا. ١٩. عطا ڪري. انعام يا خيرات ۾ ڏي. ٢٠. پٽ جو ڏٽي يا مالڪ (ابڙو سمون جيڪو ڪڇ رياست ۾ هڪ پٽ تي دفن ٿيل آهي). ٢١. اهو. ٢٢. نہ پڄندڙ. غيرفرار. ٢٣. جبلُ (جتي ابڙو سمون رهندو هو). ٢۴. ملڪ. جاءِ. ٢۵. جوٽيجن جو. ٢٦. جوڌو. پهلوان (جوٽيجاٽون جنگ = ابڙو جوٽيجو. جنهن سومرن جي عورتن کي پناهہ ڏيڻ کان انڪار ڪئو). ٢٧. سامن. پناهہ ۾ آيل عورتن. ٢٨. ذميداريون. جوابداريون. ٢٩. برداشت ڪري. پاڻ تي هموار ڪري. ٣٠. وڏ وڙو= وڏا احسان يا نوازشون ڪندڙ. وڏا وَڙ ڪندڙ. ٣١. سٺن وڙن وارو. سٺين عادتن يا خصلتن جو مالڪ. ٣٢. مَرَڪَ. فخر. سينگارُ. زيب. زينت. ٣٣. سين جو. ٣۴. وٽ. ٣۵. سنڌ جي سمن بادشاهن جي هڪ قبيلي جو نالو. ٣٦. ابڙي سمي کي ڪڇ ڏٽي بہ چوندا هئا يعني ڪڇ جو ڏٽي يا مالڪ. ٣٧. (جنگ جي) ميدان. ٣٨. بيٺو. ٣٩. خود. ۴٠. سانيڙن کي. دوستن کي. ۴٠. همراهن کي. ۴١. چڱي يا نيڪ (مڙس). ۴٢. لاڏاڻ سان لَڏ يا بارَ ڪٽڻ سان. وسيلي سان. ۴٣. ڏکئا لَڪَ. سوڙها لنگهہ يا ٻيڙا. تڪليفون.

## وائي

مُون ۾ عَيبَ[١] اَپارَ[٢]، يَارَ[٣] سَتَارَ[٤]، آئُون جا،
طَامِعُ[٥] آهيان تُوهَ[٦] جي،
اَمَرَ[٧] اوڏِي[٨] نَہ وَجَان، نَهِيءَ[٩] ڪَيَسِ[١٠] نِڪَارَ[١١]،
هِنَ مُنهِنجي حَالَ[١٢] جي، تُوڪي سُڌِ[١٣] سَتَارَ[١٤]،
هِڪُ وِڃَايَمِ[١٥] وِيسَرِي[١٦]، ڄَاڻِي[١٧] سَپَ ڄَمَارَ[١٨]،
جيڪي وَهِيَ[١٩] وِجُودَ[٢٠] ۾، سو تُون ڄَاڻِين[٢١] ڄَاڻَهَارَ[٢٢]،
جِيئَنِ[٢٣] سِي گُلَ گُلابَ[٢٤] جا، ڪِڙيَا[٢٥] ڪَنڌَهَارَ[٢٦]،
مُنهِنجي سِڪَ[٢٧] سَيدَ[٢٨] ڏي، مَدِينِي[٢٩] مُوچَارَ.

١. اوڻايون، خاميون، خرابيون، ، اوڳڻ، خطائون، ڏوهہ. ٢. بي حد گهڻا. ٣. اي يار، اي دوست، اي سائين. ۴. ستر ڪندڙ، ڏوهن تي پردو وجهندڙ، بخشڻهار. ۵. طمعدار، اميدوار، طلبگار، سوالي، خواهشمند. ٦. مهربانيءَ، نوازش، بخشش. ٧. امر ڪي، (خدا جي) حڪم يا فرمان ڪي. ٨. ويجهي يا قريب. ٩. نافرمانيءَ، اَمَڃنا. ١٠. مون ڪي ڪئو. ١١. بيڪار، نڪمو، خراب. ١٢. حالت، ڪيفيت. ١٣. خبر، علم، ڄاڻ. ١۴. اي ستار. ١۵. مون وڃائي، مون ضايع يا برباد ڪئي. ١٦. ويسر ۾، غفلت ۾. ١٧. سمجهي، ٻجهي. ١٨. عمر، حياتي. ١٩. گذري، هلي. ٢٠. اندرَ، دل. ٢١. پروڙين، سمجهين. ٢٢. اي ڄاڻهارَ، اي دانا بينا، اي عليم. ٢٣. جيئن سي = جنهن صورت ۾. ٢۴. ڦلَ. ٢۵. ٽڙيا، ٻوڪئا، ٻورُيا گونچ جهلڻ وارا ٿئا. ٢٦. گل جهليندڙ وڻن جو هڪ قسم. ٢٧. حُبَ، چِڪَ، ڪاڍو، اُڪنڊ، اُڪير. ٢٨. سردار (حضرت محمد مصطفيٰ صلعم جن). ٢٩. مديني موچار = موچاري يعني سونهاري يا سڳوري مديني (عربستان ۾ هڪ شهر جتي حضرت محمد مصطفيٰ صلعم جن جي مقدس مزار آهي) جي.

بِسمِ اللہِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرِ بلاوَلُ

## داستان ٻئو

### ۱

جَکَرو[1] جوڙي[2]، پَاڻَ[3] ڏَٽيءَ[4] پَيدا ڪئو،
ڪيھَرِ[5] جيئَن[6] ڪَرُ[7] ڪَٽئُو[8]، مَلُ[9] مُچُون[10] موڙي[11]؛
سَمُنڊَ[12] جيئَن سيرَ[13] ڪئو، تو بَارِ[14] جيئَن ٻوڙي[15]؛
گھوٽُ[16] چَڙھِئو گھوڙي[17]، پيچِيَنِ[18] لايَا[19] پيچِرا[20].

### ۲

جَکَرا[21] تُون جِيَين[22]، تُنھِنجو ڪَنَين[23] مَدُو[24] مَ سُٽيان[25]،
اکِين[26] ۽ هِنيَين[27]، ٻِنهِي تَارِي[28] تُنهِنجي.

### ۳

جَکَرا جِيين شَالَ[29]، تُنهِنجو ڪَنين مَدو نَ سُٽيان،
جِنهِن تو اَچي ڪَالھَ، آزارِئَا[30] آجَا[31] ڪِئا.

---

۱. سنڌ جي سمن حڪمرانن جي خاندان جي هڪ سخي ۽ بهادر سردار جو نالو. ۲. ٺاهي، بنائي، تيار ڪري، خلقي. ۳. خود، پنهنجي سر. ۴. مالڪ، خدا. ۵. ڪيهر شينهن. ٦. وانگر. ۷. ڪاٽ، ڪنڌ. ۸. مٿي ڪئو. ۹. بهادر، جوڌو، پهلوان. ۱۰. ڇپن جي مٿان ڇاول وار، شهپر. ۱۱. وَٽي، مروٽي (مچون موڙي = وڏائي يا آڪڙ ڏيکاري. فخر ڪري). ۱۲. ساگر، بحراعظم. ۱۳. تيز يا تکو وهڪرو، تک. ۱۴. درياءُ، اوڙاهه. اونهي پاڻيءَ. ۱۵. ٻاٽيءَ هيٺ آڻي، غرق ڪري. ١٦. ٺٺين پرڻيل مرد کي گهوٽ چئبو آهي پر هتي معنيٰ ٿيندي بهادر، پهلوان، ڪيمرو، سهڻو جوان. ۱۷. گهوڙي تي. (چڙهيو گهوڙي= حڪومت جو مالڪ ٿيو). ۱۸. فقيرن، سوالين. گداگرن. ۱۹. ڪئا، ٺاهئا. ۲۰. رستا. گس. (لايا پيچرا = اڄ وڃ شروع ڪئي). ۲۱. اي جکرا. ۲۲. زندهه يا جيئرو هجين. ۲۳. ڪنن سان. ۲۴. ٻرائي، خراب خبر، گهٽتائي. ۲۵. ٻُڌان. ٢٦. اکين کي، نيڻن کي. ۲۷. هنين کي، دل کي. ۲۸. آسرو، سهارو. ڏڍ. ۲۹. شل. الله ائين ڪري. ۳۰. آزاريل. تڪليف يا مصيبت ۾ ڦاٿل. ۳۱. آزاد.

**٤**

جَکَرو[1] جُسَ[2] کَرو[3]، پِئا مِٽِيئِي مَلَ[4]،
سَمي[5] جي سُهاڳَ[6] جي، کَنهن[7] نَه پيئي کَلَ[8]،
مِٽي[9] اِيءَ[10] مُرسَلَ[11]، اَصلِ[12] هُئِي ايتَري.

**٥**

جَکَرو جُسَ کَرو، پِئا سَيِ اَنيراءَ[13]،
جِئائين[14] گهَڙِئو[15] جَکَرو، تِئان نَه کي پِئا،
مِٽي اِنَ ماڳان[16]، اَصلِ هُئِي ايتَري.

**٦**

جَکَرو جُسَ کَرو، پِئا مِٽِيئِي مِيرَ[17]،
مِٽي اِنَ خَمِيرَ[18]، اَصلِ هُئِي ايتَري.

**٧**

جِئائين جُڙِئو جَکَرو، تنهن مِٽيءَ[19] کونهي مُلهه[20]،
اهَڙو گوهَر[21] گُلُ[22]، پاڻَ[23] ڌَڻيءَ[24] پيدا ڪئو.

---

١. سنڌ جي سمن حڪمرانن جي خاندان جي هڪ سورهيہ ۽ سخي سردار جو نالو. جُسي لفظ جو مخفف (معنيٰ ٿيندي جسي پر يا بدن پر). ٣. وڻندڙ، سهڻو، سٺو، صحيح، ڪڙو تڙو. ۴. پهلوان، بهادر. ۵. جکري (جيڪو سمي خاندان مان هو). ٦. ڀاڳ، بخت. ٧. ڪنهن کي. ٨. خبر، سُڌ. ٩. خاڪ، مٽي، ڌَڄ. ١٠. اها. ١١. مرسل جي، رسول جي، موڪليل جي، پيغام آڻيندڙ جي. ١٢. صفا، بنهہ، مورڳو. ١٣. رواجي راجا يا بادشاھ (انيراءِ ان راجا جو نالو آهي جنهن ڀيجل جي هٿان راءِ ڏياچ جو سر وڍايو هو). ١۴. جتان، جنهن هنڌ تان يا جاءِ تان. ١۵. جڙيو، ٺهيو، خلقئو، پيدا ٿئو. ١٦. ماڳ مان، جاءِ مان. ١٧. نالي جا امير يا سردار. ١٨. ماڻهوءَ جي اصلي بناوت جو مواد (ڳوهيل مٽيءَ جو پنوڙو). ١٩. مٽيءَ جو، خاڪ جو. ٢٠. قيمت، بها. ٢١. موتي، هيرو، ماڻڪ، قابل، هوشيار. ٢٢. ڦل. ٢٣. خود، پنهنجي سر. ٢۴. مالڪ، خدا.

٨

جيئهُس[١] ڪونہ جهان[٢] ۾، سِنڌُ[٣] سُورَٺِ[٤] هِنڌُ[٥] هاڻ،
دَرِ[٦] داتا[٧] مَنگَ[٨] مَنگتا[٩]، بِي جي ڪَڏُ مَ ڪاڻ[١٠]،
پاڻُوندَرُ[١١] پاڻ[١٢]، مَنَ[١٣] حالُ[١٤] پَسِّي[١٥] پالُ[١٦] ڪَري.

٩

جَڪَري جِهو[١٧] جُوان[١٨]، ڏِسان ڪونہ ڏِسِن[١٩] ۾،
مُهِتُرُ[٢٠] مِتَرَئِي[٢١] مُرسَلِين[٢٢]، سَرَسُ[٢٣] سَندُس[٢٤] شانُ[٢٥]،
خَبَرَ[٢٦] ڪاڻِ[٢٧] خَلِيلَ[٢٨] جي، قادِرَ[٢٩] مُڪو[٣٠] قُرانُ[٣١]،
فَڪانَ قابَ قَوسَين اَو اَدنيٰ*، اِيءُ مُيَسَرُ[٣٢] تِئُس مَڪانُ[٣٣]،
اِيءُ آگَي[٣٤] جو اِحسانُ، جِنهِن هادِي[٣٥] مَيِڙِئِم[٣٦] هِهَڙو[٣٧].

١٠

جَڪَري جِهو، ڏِسان ڪونہ ڏِيهَن ۾،
وائِي[٣٨] جِنهِن جي واتَ ۾، ڏِئو ءِ ڏِئو،
وَجي ڇِو نہ وِهو، اِنَ دَرِ[٣٩] سُوالِي[٤٠] مَڱَڻا.

١. اُن (سنڌ جي سمن حڪمرانن جي خاندان جي جکري نالي هڪ سخي ۽ بهادر سردار)، جهڙو. ٢. دنيا، پرٿويءَ. ٣. سنڌ ۾. ٤. سورٺ (هندستان جي گجرات رياست ۾ هڪ مشهور شهر جو نالو) ۾. ٥. هندستان ۾. ٦. در تي، دروازي تي (گهر تي). ٧. داتا جي، سخيءَ جي (جکري جي). ٨. (خيرات) ٻن يا گهُر. ٩. اي مڱتا، اي پينو (فقير). ١٠. غرض، پرواهہ، محتاجي. ١١. وندينڌڙ، ورهائيندڙ، سخي. ١٢. خود. ١٣. شال، خدا ايئن ڪري. ١٤. حالت يا ڪيفيت، روئداد. ١٥. ڏسي. ١٦. پلائي، مهرباني، نوازش، احسان. ١٧. جهڙو. ١٨. مرد، پهلوان، سخي. ١٩. ڏِسائن، طرفن، ڏيهن، ملڪن، ولاتن. ٢٠. مهندار، اڳواڻ. ٢١. سيني. ٢٢. مرسلن جي، رسولن جي، پيغمبرن جي. ٢٣. زيادهہ، وڌيڪ، اعلي. ٢٤. اُن جو. ٢٥. مان، عزت. ٢٦. سُڌِ، ڄاڻ. ٢٧. واسطي. ٢٨. دوست (پيغمبر حضرت محمد ﷺ). ٢٩. قدرت واري، سگهہ واري، خدا. ٣٠. موڪليو، نازل ڪيو. ٣١. مسلمانن جو پاڪ مذهبي ڪتاب، ڪلام الله * پوءِ (جبريل ۽ محمد ﷺ جي وچم) ٻن ڪمانن جي وچ واري مفاصلي جيتري وٿي رهجي وئي بلڪ ان کان بہ ويجهو (قرآن شريف جي سورت نجم جي آيت ٩). ٣٢. حاصل، نصيبُ، پرايت. ٣٣. جاءِ، هنڌ، منزل، درجو. ٣٤. آقا، مالڪ، خدا. ٣٥. هدايت ڪندڙ، رهبر، اڳواڻ. ٣٦. مونکي ميڙيو يا ملايو. ٣٧. هن شان وارو. ٣٨. ڳالهہ، ٻچار، ٻولي، گفتو. ٣٩. (ان جي) در تي. ٤٠. سوالي تي، عرضدار تي، طالبو تي.

## ۱۱

جَکَرِي[1] جِهو[2]، نَکو سَمُون سِنڌُ ۾،
وائِي[3] جِنهِن جي واتَ ۾، ڏِئو ۽ ڏِئو،
اَلا[4] اَچي کو، ڏَڏُ[5] وَڏو ڏانُ[6] گهُرِي.

## ۱۲

ڏَڏُ وَڏو ڏانُ گهُرِي، هوتاڻِيءَ[7] هَٿَان[8]،
سَمِي[9] سَخَاوَتَ[10] جو، گِيرَبُ[11] نَہ گَاءُ[12]،
جَاءُ[13] وَهِلو[14] آءُ[15]، ڏِي ڏانُ ڏَڏَنِ کي.

## ۱۳

پَسَندي[16] پُرِ[17] تِئا، جَکَرو جَاجَکَ[18]،
تِئان[19] ڏِني مَگَڻِن[20]، طَهُورا[21] جي تِکَ[22]،
سَمِي پَگِيَنِ[23] سِکَ[24]، وَصلُ تِئا[25] وِصَال[26] سين.

## ۱۴

سَمَا[27] تو سِرِ[28] چِٽُ[29]، نَہ تَہ[30] پَاگَارا[31] پُرسَ[32] پِئا،
گهَڙَ[33] تُنهِنجي[34] ڳَنجَڙي[35]، اَچي جَالَ جَڳَٽُ[36]،

۱.سنڌ جي سمن حاڪمن جي خاندان جي هڪ سخي ۽ بهادر سردار جو نالو. ۲. جهڙو. ۳. ٻولي، ٻچار، گفتو، ڳالهہ. ۴. اي الله، شال، ڪاش. ۵. ٻورو، موڳو، نادان، اڻ ڄاڻ، بي سمجهہ، ڪم عقل. ٦. دان، انعام، بخشش، خيرات. ۷. هوت جي اولاد يا هوت جي قبيلي جي ڪنهن فرد (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو ان ڪري پنهوءَ کي بہ هوتاڻي چوندا هئا مگر هتي هوتاڻيءَ مان مراد جکرو سمون آهي). ۸. ڪان، وٽان. ۹. سمي کي. ۱۰. فياضيءَ، بخشش، عطا، فراخدلي، مروت. ۱۱. هٺ، تڪبر، وڏائي، غرور، فخر، رياڪاري. ۱۲. نٽ نٽاءُ، گوٽنات، ڪن لاٽار، ڪنجوسائي. ۱۳. وڃ. ۱۴. تڪڙو، تکو، جلد، هڪدم. ۱۵. اَچُ. ۱٦. ڏسندي. ۱۷. ڊاوَلَ، پيٽ ڀريل، ڇڪار، نڪان تار، مالامال. ۱۸. پينو (فقير)، مڱڻهار، مڱتا. ۱۹. تنهن جاءِ تان، تنهن هنڌ تان. ۲۰. مڱڻهارن. ۲۱. شرابُ طهورا، (جنت جو) پاڪ پاڻيءَ. ۲۲. ڍڪُ، سُرڪي (ڏني تڪ = سرڪي پيتي). ۲۳. انهن جي پڳي يا ختم ڪئي. ۲۴. پياسَ. ۲۵. وصل تئا = ملي يا گڏجي (هڪ ٿي) وئا. ۲٦. ميلاپ. ۲۷. اي سمان، اي جکرا سمان. ۲۸. تنهنجي. ۲۹. سر تي، مٿي تي. ۳۰. (سرداريءَ جو) تاجُ. ۳۱. پڳ وارا، پڳدارَ، رئيسَ، معزز. ۳۲. ماڻهو، مرد. ۳۳. اي ڳهڙ، اي سکر ماڻهو، اي سردار. ۳۴. ڳنجڙي ۾، دربار ۾، ڪچهريءَ ۾، در تي. ۳۵. ڳهٽي انداز ۾. ۳٦. جڳ، جهان، ماڻهو، خلق.

جَن[١] جيهوئي[٢] پَٽُ[٣]، تَن[٤] تيهائِيءَ[٥] بِکِئا[٦].

## ١٥

جَان[٧] تُون سَاقِيُ[٨] آهِيين، تَه وَٽيءَ[٩] وِچُ مَ وِجهُه[١٠]،
جُودُ[١١] تُنهِنجو جَکَرا[١٢]، ثَانِي[١٣] آهي سِجُ[١٤]،
نِينهَن[١٥] پِيالو[١٦] نِجُ، خَالِصُ[١٧] ڏيج کُهَين[١٨] کي.

## ١٦

هَٿَان[١٩] جَادَم[٢٠] جَکَري[٢١]، وَٽيءَ وِچُ نَه پوءِ[٢٢]،
پِي پِي سو پُرتِئي[٢٣]، جو حَاتِمَ[٢٤] پَاسِي[٢٥] هوءِ[٢٦]،
کَيفَ[٢٧] ڏاران[٢٨] کوءِ[٢٩]، شَلَ[٣٠] جِيئي[٣١] کو مَ[٣٢] جِهَانَ[٣٣] ۾.

## ١٧

جيهِيءَ تيهِيءَ[٣٤] جَکَرو، وَٽيءَ وِجهي نَه وِچُ،
اَچو آيا نِجُ[٣٥]، سَمي[٣٦] وائي[٣٧] واتَ ۾.

## ١٨

کوهُه[٣٨] نَه جُهَارِيين[٣٩] جَکَرو، جِنهن ڏيهه[٤٠] ڏِيَا[٤١] ڏيئي،
لُڏِئَا[٤٢] ٿي لِينگَنِ[٤٣] ۾، سَالُنِ[٤٤] ۾ سيئي،

---

١. جن جو. ٢. جهڙي قسم جا. ٣. کشتو، خيرات پنڻ جو پيالو، زنبيل. ۴. تن کي. ۵. تهڙي قسم جي. ٦. خيرات، دان. ٧. جيکڏهين، جنهن صورت ۾. ٨. (پاک) شراب يا پاڻي پياريندڙ. ٩. وٽيءَ يعني پياليءَ (ڏيڻ) ۾. ١٠. وٿي، ويڇو، دير، رنڊک. ١١. سخا، فياضي. ١٢. اي جکرا (سنڌ جي سمن حاکمن جي خاندان جي هک سخيءِ بهادر سردار جو نالو جکرو هو). ١٣. جهڙو، مَٽَ، برابر. ١۴. سورج، شمس، آفتاب (ثاني آهي سج = سج وانگر ظاهر يا پڌرو آهي). ١۵. نينهن جو، عشق جو، محبت جو. ١٦. جام، وٽو. ١٧. خالص، کرو، نبارُ. ١٨. ٿکلن، ماندن، کمزورن، هيڻن. ١٩. هٿ مان يا کان. ٢٠. جادم سمي جي اولاد. ٢١. جکري جي. ٢٢. پئي، پوي. ٢٣. نڙيءَ مان اوتي يا ڏوگهي، تکي، ڏکَ پري. ٢۴. ڏاول، پيٽ پريل، چکار، ڪناتار، سيرُ. ٢۵. عربستان جي هک سخي مرد جو نالو پر هتي مراد جکرو آهي. ٢٦. پاس، وٽ. ٢٧. هجي، آهي. ٢٨. (روحاني شراب يا عشق جي)، نشي يا خمار. ٢٩. کان سواءِ. ٣٠. هکڙو بہ. ٣١. خدا ايئن کري. ٣٢. جيئرو يا زنده رهي. ٣٣. جڳ، دنيا، عالم. ٣۴. جهڙيءَ تهڙيءَ ڳالهه جي کري، رواجي يا معمولي سبب جي کري. ٣۵. پلي کري، جيءَ کري (آڌر ڀاءَ يا پليکار چوڻ ۾ کم ايندڙ لفظ). ٣٦. سمي کي، جکري کي. ٣٧. ٻولي، گفتو، ڳالهه، ٻچار. ٣٨. چو، ڇا جي کري. ٣٩. پوڇين، سيوين، ساراهين. ۴٠. ڏيهن يا ملکن جا ماڻهو. ۴١. پُر کڻا، سيرُ کڻا. ۴٢. گهميا ڦريا. ۴٣. ڇنل ڦاٽل کپڙن. ۴۴. ريشمي لوين، عمدن پوشاکن.

سَمي[۱] سَيِئي، طَامَاعُو[۲] تَارِ[۳] ڪِئا.

۱۹

ڪوهُہ[۴] نہ جُهَارِين[۵] جَڪَرو، جي ڏي وِلَهَنِ[۶] وِيلا[۷]،
ڪَني مَاٽِڪَ[۸] مَيِڙِئا[۹]، ڪَنِ[۱۰] تَازِي[۱۱] طَبيِلا[۱۲]،
سَمي سَوِيلا[۱۳]، طَامَاعُو تَارِ ڪِئا.

۲۰

ڪوهُہ نہ جُهَارِين جَڪَرو، جو وِيلو[۱۴] ڪنهن[۱۵] نہ وجهي،
سَمُون تَنِ سَنَجي[۱۶]، جي اَڻ[۱۷] تِوِٽئا[۱۸] عَالَمَ[۱۹] ۾.

۲۱

ڪوهُہ نہ جُهَارِين جَڪَرو، جو وِلَهَنِ[۲۰] وارثُ[۲۱]،
سُونهُون[۲۲] سَڀَ اُمَتَ[۲۳] جو، پَاڳارو[۲۴] پُرسُ[۲۵]،
سي ڏِڪِئا[۲۶] وَجِي ڏِسُ، جَنِ[۲۷] گَنگا[۲۸] جَرُ[۲۹] گَڏِئو[۳۰].

۲۲

ڪوهُہ نہ جُهَارِين جَڪَرو، سَمُون سُونهَن[۳۱] سَيَنِ[۳۲]،
دائِمُ جِنهِن جي دَرَ[۳۴] تي، آسَائُو اَچَنِ[۳۳]،

---

۱. جڪري. جيڪو سنڌ جي سمن حاڪمن جي خاندان جو هڪ سخي ۽ بهادر سردار هو. ۲. طمعدار، سوالي، اميدوار، آسائو. ۳. ڍئي ڇڏئا. ٻريا سَيرُ ڪئا. ۴. ڇو. ۵. پوڇئين، سيوين. ۶.ولهن کي، سُڃن کي، پينگين کي، ٻُکين کي. ۷. ڪجهہ يا ڪُڇ وقتن جو ڪاڏو يا قوت. ۸. سچا موتي، هيرا. ۹. گڏ ڪئا (چونڊي). ۱۰. ٻئن (وٽ). ۱۱. تازي (گهوڙي جو قسم) آهين. ۱۲. طبيلن ۾، ڪُڙهين ۾. ۱۳. سوير، ساجهر. ۱۴. وقت، دير. (ويلو وجهي = ٻُڪَ ماري، ڪاڏي ڏيڻ ۾ دير ڪري). ۱۵. ڪنهن کي. ۱۶. آڇي يا ڏي يا پيش ڪري (ڪاڏو). ۱۷. ٻنان. ۱۸. توڻ وارا، ڪاڏي وارا، قوت وارا، سمر وارا. ۱۹. جڳ، جهان، دنيا. ۲۰. ولهن جو. ۲۱. والي، مالڪ، ڌڻي.۲۲. رهبر، اڳواڻ. ۲۳. خلق، مخلوقات. ۲۴. پڳ وارو، پڳدار، رئيس، سردار. ۲۵. مرد. ۲۶. ڏِک تي ويٺل، سيج تي ويٺل، گهوٽ. ۲۷. جن کي. ۲۸. گنگا جو (گنگا هندستان ۾ هڪ ندي آهي جنهن جي پاڻيءَ کي هندو پوتر يا پاڪ تصور ڪندا آهن). ۲۹. پاڻي (گنگا جَرُ مان مراد جڪرو آهي). ۳۰. مليو. ۳۱.سينگار، زيب، زينت، فخر. ۳۲. سين جي. ۳۳. سدائين، هميشہ. ۳۴. دروازي تي، گهر تي.

پِيتو طَهُورا تَنِ، جَنِ گَنگا جَرُ گَڏئو.

٢٣

جَنِ گَنگا جَرُ گَڏئو، سي ٿِئڙا ڏَنِ ڏَڻِي،
عِزَتَ آسائُنِ کي، ڏِيوي گَهوٽُ گَهڻِي،
طَامَاعُنِ تَڻِي، پَسو جَا پِيدا ٿِي.

٢٤

جَنِ گَنگا جَرُ گَڏئو، تَنِ اکِيَنِ پُنُونِ نِينهُن،
سِکيُون تي سَلامَ کي، کَالَهہَ سَجوِئي ڏِينهُن*،
سَندو موتِيَنِ مِينهُن، اُنِ تَان جَالَ وَسَايو جَکَري.

٢٥

سَمُون سَوائِي، بَهُون ٻِئَنِئَان وتَرو،
دانَهہ جي دَرٻَارِ ۾، وَرَتي اِيءَ وائِي،
ڳَهَڙَ ڳَالهَائِي، مَهڙَ سَڀِ مَلهَائِيَا.

وائي

جِئَان ڏِنَائُون پيرَ، جِئَان ڏِنَائُون پيرَ،

١. تِکئو، ڏوگهئو. ٢. پاڪُ پاڻي، بهشت جو پاڻي. ٣. جن کي. ۴. گنگا جو (گنگا. هندستان جي اترپرديش رياست ۾ هڪ ندي آهي جنهن جي پاڻيءَ کي هندو پوتر يا پاڪ ڪري سمجهندا آهن). ۵. جل، پاڻي، آبُ (گنگا جر مان مراد سنڌ جي سمن حاڪمن جي خاندان جو هڪ سخي سردار نالي جکرو آهي). ٦. ملئو. ٧. ٿيا. ٨. ڌڻ جا، چوپائي مال جي ولر يا وڳ جا. ٩. مالڪ (ڌڻ ڌڻي = مالدار، آسودا، شاهوڪار). ١٠. مان، تعظيم. ١١. آس وارن، اميدوارن، سوالين. ١٢. ڏي. ١٣. تازو شادي ڪيل مرد، سهڻو جوان، پهلوان (جکرو). ١۴. طاماعن جي، سوالين جي. ١۵. آڌار، سهارو، ٽيڪ. ١٦. ڏسو. ١٧. تن جي. ١٨. اکين جو، نيڻن جو. ١٩. مڪمل ٿئو، پورو ٿئو. ٢٠. عشق، محبت. ٢١. اُڪنڊيون، انتظار ۾ هيون. ٢٢. حاضريءَ، زيارت، درشن، ديدار، ميلاپ *گذريل سمورو وقت. ٢٣. جو. ٢۴. ماڻڪن، هيرن، جواهرن. ٢۵. برسات. ٢٦. گهڻو، بي انداز. ٢٧. جکرو (جيڪو سمن جي خاندان مان هو). ٢٨. سخي، داتا. ٢٩. گهڻو. ٣٠. ٻئن ڪان. ٣١. وڌيڪ، بهتر، سرس. ٣٢. داناءَ، عقلمند، ڏاهي. ٣٣. ڪچهري، مجلس. ٣۴. هلي، جاري آهي، هر ڪنهن جي زبان تي آهي.. ٣۵. ڳالهہ، گفتگو. ٣٦. وڏي ماڻهوءَ، سگهڙ ماڻهوءَ، سردار. ٣٧. سوال جواب ڪري، تقرير ڪندي، وڪالت ڪري. ٣٨. مهندار، اڳواڻ، ابا ڏاڏا. ٣٩. سرخرو ڪئا، مرڪايا، سرَها ڪئا.

مَـــٿـي[1] اڳَـــڻَ[2] آئِـيَـــا، سُـــونـهَـــڻ[3] لَـڳَـــا سَـــيـــرَ[4]،

جِـــئَـــائِـين[5] نَـــبِـــيّ[6] نـــڱـئـــو[7]، پِـــرِي[8] مُـــبَـــارِڪ[9] پِـيـــرَ[10]،

سَـــارِيَ[11] شَـــفِـيـــعَ[12] ڄَـــامَ[13] کـي، هِـيـــنـئَـــڙِي[14] لَـڳِـي[15] هِـيـــرَ[16]،

ڀَـڳَـــا[17] ڪُـوٽَ[18] ڪُـفَّـــارَ[19] جَـــا، اَچِـي عَـلِـيءَ[20] شِـيـــرَ[21]،

لَـــٿَـــا[22] ڏُکَ[23] سُـــکَ[24] ٿِـــئَـــا، ٿِـي واڌائِـيءَ[25] وِيـــرَ[26].

١. تي، ٢. صحن، پڌر، آڳر، ٣. ڀهڪڻ، وڻڻ، ۴. ڳس يا واٽون (جن تان محبوب آيا)، ۵.جتان، جنهن جاءِ يا هنڌ تان، ٦. خبر ڏيندڙ يا رسول (حضرت محمد ﷺ مصطفيٰ صلعم)، ٧.نڪتو، لنگهيو، ٨. ڪٿي، ٩. سڳورا، ڀلارا، برڪت وارا، پاڪ، ١٠. قدم، پڳ، وکون، ١١. ياد ڪري، سنڀالي، ١٢. شفاعت ڪندڙ، سفارش يا پارت ڪندڙ، ١٣. سردار (سنڌ جي سمن حاڪمن جو لقب)، ١۴. هينئڙي کي، دل کي، ١۵. ٿي، ١٦. عادت، گت، علت، چشڪو، مزو، ١٧. ٽوڙيا، پور ڪيا، ڪيرايا، ١٨. قلعا، ڳڙهه، پناهه جون جايون، ١٩. ڪافرن، انڪار ڪندڙن، نافرمانن، هٺيلن، ضدين، ٢٠. اسلام جي پيغمبر حضرت محمد ﷺ مصطفيٰ صلعم جن جي سؤٽ ۽ نياڻي جو نالو، ٢١. شينهن، بهادر، ٢٢. ختم ٿيا، پورا ٿيا، ٢٣. اهنج، تڪليفون، ٢۴. سهنج، آسائشون، ٢۵. واڌائيءَ جي، مبارڪ جي، خوشخبريءَ جي، ٢٦. مهل، وقت.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر بِلاوَلُ

## داستان ٿئو

### ١

لِبِبي[١] لَعنَتِيءَ[٢] کي، اَٽِيءَ ۾ آهي،
اَنڌو[٣] مُون عَليلَ[٤] تي، سِينُو[٥] ٿو ساهي[٦]،
عَليءَ[٧] شَاهہ[٨] اَڇيجِ تُون، تِنهِن ڪافِرَ[٩] تي ڪاهي[١٠]،
لُٽِي[١١] وِجُهہ لاهي[١٢]، مَٿو[١٣] مَجُوسِيءَ[١٤] جو.

### ٢

مَار[١٥] مَ مُطيعَلَ[١٦] کي، مَجُوسِيءَ کي مَارِ،
وَڏِي جَنگِ[١٧] مَ وِسَارِ[١٨]، نَنڍِيَان[١٩] نَفعُ[٢٠] نَاهِہ ڪِي.

### ٣

نَنڍِيَان نَفَعو نَاهِہ ڪو، وَڏِي وِساري،
مَجوسِي مَاري، اَصغَرَ ڏي اَڇيجِ تُون*.

---

١. اُٺ جي نڪ جي چوٽيءَ يعني اُٺيءَ ۾ پيل يا وڌل ڪاٺيءَ جو ٽڪر يا سَٽَ جو ڪڙو جنهن ۾ مهار وجهبي آهي، چمر، ناڪيل، ناڪيلي. ٢. لعنت جو لائق، لعنت نيل، ڌڪاريل، ڦٽڪاريل، بدبخت، شامت زدهہ (نفس امارو). ٣. نابين، جيڪو اکين کان ڏسي نہ سگهي، ناسناسي، بي حيا، بي شرم (نفس ڏانهن اشارو). ۴.بيمار، ضعيف، هيڻي، لاچار. ۵. ڇاتي، اُرهہ. ٦. تائي (سينو ساهي = آڪڙ يا غصو ڪري، وڙهڻ يا مقابلي ڪرڻ لاءِ تيار ٿئي). ٧. اي حضرت علي ع (علي ع حضرت محمد مصطفيٰ صلعم جن جي سوٽ ۽ نائيءَ جو نالو آهي). ٨. بادشاهہ، سلطان. ٩. ڪفر ڪندڙ، خدا جو منڪر، بي دين، ملحد، مليڇ (نفس ڏي اشارو). ١٠. حملو ڪري، جُنهہ ڪري. ١١. ڪپي، ڪٽي. ١٢. (ڌڙ کان) جدا ڪري. ١٣. سِرُ، سسي. ١۴. باهہ جي پوڄاريءَ آتش پرست، گبر (نفس اماري). ١۵. جنگ ڪر، حملو ڪر. ١٦.مطيع ڪيل، تابع ڪيل، مڃايل (نفس مطمعنة). ١٧. ويڙهہ، لڙائي (وڏي جنگ = جهاد اڪبر، نفس اماري سان جنگ). ١٨. دل تان لاهہ. ١٩. ننڍيءَ (جنگ) مان، جهاد اصغر مان يعني ڪافرن يا خدا جي منڪرن جي خلاف جنگ مان. ٢٠. فائدو، لاڀ، حاصلات * مجوسي (نفس) مارڻ بعد يعني جهاد اڪبر پوري ڪرڻ کان پوءِ جهاد اصغر يعني ڪافرن سان جنگ ڪرڻ جي سوچ ڪج.

## ۴

اَصغَرَ[١] ڏي آهِين گهَٽا، تُون اَڪبَرَ[٢] ڏي آءُ،
مَتَان[٣] لوڙو[۴]، لاهِيين[۵]، مَجُوسِيءَ[٦] مَتَان[٧]،
حَيدَرِ[٨] جي هَٿَان[٩]، وڙهُه[١٠] تَه وِبرِي[١١] مَارِبين[١٢].

## ۵

سَوين[١٣] بِئَا سَردارَ[١۴]، پَاندَپَ[١۵] سين نَه پَاڙِيَانِ[١٦]؛
آهي مِثلِ[١٧] مِينهَن[١٨] جي، سَخِي[١٩] تُنهِنجي سَارَ[٢٠]،
حَاتِمَ[٢١] هَڙِدَهه[٢٢] هَزارَ، جُهڙَ[٢٣] تُنهِنجي جَهپِئَا[٢۴].

## ٦

جُهڙَ تُنهِنجي جَهپِئَا، هَزارين حَاتِمِ،
ڪوجَهِنِ[٢۵] سَندا ڪَمَ[٢٦]، ڪَامِلَ[٢٧] رِءَ[٢٨] ڪيرُ[٢٩] ڪَري.

## ٧

ڪوجَها پَسُ[٣٠] ڪَرِيمَ[٣١]، جي آهِين تُنهِنجي آسَرِي[٣٢]،
پَائِي[٣٣] پَنهِنجي پَاتِ[٣۴] ۾، سِگهو[٣۵] ڏي سَلِيمَ[٣٦]،
هَٿَان[٣٧] تو حَلِيمَ، وڙَ[٣٨] پَڻ وَجَن واسِئَا[٣٩].

---

١. جهاد اصغر، ننڍي جنگ = ڪافرن سان جنگ، ٢. جهاد اڪبر، وڏيءَ جنگ، نفس اماري سان جنگ، ٣. مچڻ، اصل نہ، ۴. جهيڙو، جنگ، هلڻ هنگامو، ۵. ختم ڪرين، ٦. آتش پرست، باهہ جي پوڄاري، گبر (نفس اماري)، ٧. تان، ٨. آزدها کي چيريندڙ يعني وڏي نانگ کي چيريندڙ (حيدر، اسلام جي پيغمبر حضرت محمد مصطفيٰ صلعم جن جي سؤٽ ۽ نائيءَ حضرت علي جو لقب آهي)، ٩. هٿ سان، مدد سان، وسيلي سان، ١٠. (نفس اماري سان) ويڙهہ يا جنگ ڪر، ١١. دشمن (نفس)، ١٢. نابود ڪرين، ١٣. سون جي تعداد ۾، ١۴. اڳواڻ، رهبر، مهندار، ١۵. سنڌ جي سمن حاڪمن جي خاندان جي هڪ سخيءَ ۽ بهادر جکري نالي مرد ڏانهن اشارو آهي، ١٦. برابر ڪريان، مٽ يا هڪ جهڙا ڪري ڀانيان، ١٧. وانگر، ١٨. برسات، ١٩. اي سخي (جکرا)، ٢٠. سنڀال، سخا، خيرات، بخشش، ٢١. عربستان جي هڪ سخيءَ جو نالو، ٢٢. ارڙهن (هزده هزار = هزارن جي تعداد ۾، بي انداز)، ٢٣. (سخاوت يا فياضيءَ جي) ڪڪر، ٢۴. مات ڪئا، شڪست خوردهہ ڪئا، ٢۵. بڇڙن، بدڪارن، برن، عيبدارن، بدصورت وارن، ٢٦. جا، ٢٧. حاجتون، مطلب، ٢٨. خدا رسيدي، بزرگ، نيڪ، ڀلاري، ڏوهہ گناهہ کان پاڪ، ٢٩. کان سواءِ، ٣٠. ڏس، ٣١. اي ڪريم، اي ڪرم يا مهرباني ڪندڙ، اي سخي، ٣٢. آسري تي، ڀروسي تي، ڏڍ تي، ٣٣. وجهي، ٣۴. ٺڪر يا ڪاٺ جي وڏي تاسري ٿانءَ، ٣۵. جلد، ٣٦. اي سليم، اي ڪامل، اي حليم، اي نيڪ، ٣٧. کان، وٽان، ٣٨. بدڪار، گنهگار، غير، ڏاريان، ٣٩. سُرها يا خوشبودار ٿئو، سرهاڻ يا سڳند ڀرايو.

## ۸

جُـــــ اُڏَمِـــئــــو اَجُ، تَــہ وَسَــنــدو ســــون ڦُـــڙيـــِن،
جَـــالَ ڏِئـيــنــدو جَـــهــنــگُ، جُــنــگُ ڏِئـيــنــدو جَــکــرو.

## ۹

اُڏَمِــــئــــــو اوڙاهُــــ، لَـــکــيــن وَهـــنِ واهُـــڙا،
سَـــمــي سَـــرو چِـــکَـــايــو، پِـيـئـي شَـــاهُـ گَـــدا،
راهُـــوءَ جِـــي رِهَـــاڻِ ۾، نَـــکــــو ڏَپُ نَـــہ ڏاءُ،
هـــوتَـــاڻِـــيءَ هَـــتَـــان، وِڙَ پَـــنِ وَجَـــنِ واسِــــئـــا.

## ۱۰

راهُـــو تُـــنـــهِـــنـــجـــي رِيـــتِ، پَـــرکَـــنـديـــن پَـــڌِري،
گـــهَـــٽَـــا گـــهـــوڙي چَـــاڙهِـــئـــا، تـو مُـــسَـــافِـــرَ مَـــسِـــيـــتِ،
پُـــچِـــيـن ڪَـــانـــہ وِڌِيـــتِ، جـــي آئِـــيَـــا سـي اگـــهِـــئَـــا.

## ۱۱

راهُـــوءَ جَـــا رَهِـــئَـــامِ، سَـــنـــيـــهَـــا سَـــربَـــرَ ۾،
پِـــئَـــا دَرَ وِسَـــرِئَـــامِ، ڏِنـــي جَـــادَمَ جَـــکَـــري.

---

۱. جيڪڏهين. ۲. (سخا جو ڪڪر) جوش ۾ ايو. ۳. ورڪا ڪندو، نڇاور ڪندو. ۴. سون (زرد رنگ جي قيمتي ڌاتوءَ) جون. ۵. ڦڙيون، بوندون، مينهن. ٦. گهڻو، جهجهو. ۷. ڏِؤ ڪرائيندو، پيٽ ڀريندو، سيرُ ڪندو. ۸. جهر جهنگ، سارو ملڪ. ۹. جوڌو، پهلوان. فقيرن جو ٽولو. ۱۰. سنڌ جي سمن حاڪمن جي خاندان جي هڪ سخيءَ بهادر سردار جو نالو. ۱۱. درياءُ، سمنڊ. ۱۲. لکن جي تعداد ۾، اڪيچار. ۱۳. ننيا واهہ، ڪسيون. ۱۴. جکري، جيڪو سمن جي خاندان مان هو. ۱۵. شرابُ. ۱٦. ڏاهيو. ۱۷. بادشاهہ، امير، سردار. ۱۸. فقير، غريب، مسڪين (شاهہ گدا = امير توڙي غريب). ۱۹. هڪ مشهور سخي سمي سردار جو نالو (هتي مراد جکرو آهي). ۲۰. ڪچهريءَ، مجلس. ۲۱. ڏپُ، خوف، خطرو. ۲۲. محبوب يعني جکري (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو ان ڪري پنهونءَ کي هوت جو اولاد يعني هوتاڻي چيو ويندو هو). ۲۳. کان، وٽان. ۲۴. بدڪار، دشمن، غير، ڌاريا. ۲۵. سرها يا خوشبودار ٿئو، سرهاڻ يا سُگنڌ ماڻئو يا حاصل ڪرئو. ۲٦. اي راهو (اي جکرا). ۲۷. ريِ، رسم، عادت. ۲۸. پرکندن ۾، پرڌيهن ۾، غير ملڪن ۾، ولاتن ۾. ۲۹. مشهور. ۳۰. گهوڙي تي. ۳۱. تو چاڙهئا، تو سوار ڪئا (گهوڙي چاڙهئا = تونگر يا آسودا ڪئا). ۳۲. مسافر مسيت = مسيت يعني مسجد جا مسافر، ٻي اجهي ماڻهو، مسڪين، غريب. ۳۳. سبب، تفصيل، ذات يا نسل جي خبرچار، وڌ نندائي. ۳۴. قبول پئا، مقبول ٿئا. ۳۵. مونکي رهئا يا جاءِ گڙين ٿئا. ۳٦. پيغام، نياپا. ۳۷. بدن، دل. ۳۸. دروازا، گهر. ۳۹. مون کان وسرئا يا دل تان لهي وئا. ۴۰. ڏسڻ سان. ۴۱. جادم سمي جي اولاد مان. ۴۲. جکري جي.

### ١٢

ڏِني[1] جَادَمَ[2] جَکَري[3]، چِتَ[4] نَہ ٻِئا چَڙهنِ[5]،
تہ ڪُوهہ[6] ڪُوهہ[7] ڪَجَنِ[8]، جُہ[9] سَرُ[10] لِيي[11] سُيِرو[12].

### ١٣

تَڙ[13] تَڙ ڪِيمَ[14] تَرَسُ[15]، سَرُ نِهَارِج[16] سُيَرو،
ڏِيندءِ[17] لَکَ[18] لطيف چئي، راڄِ[19] راهُوءَ[20] جي رَسُ[21]،
ولهَا[22] جِنهِن وَنهَئَان[23] ڪِئَا، پَاڳَ[24] تَنهِين جي پَسُ[25]،
ڪوڙِين[26] لاهي[27] ڪَسُ[28]، جُہ ڳَالهَائي[29] ڳَاٽُ[30] ڪَٽي[31].

### ١۴

سَمُون[32] سَخَاوَتَ[33] جي، اُيو[34] پُڇي[35] پَرِ[36]،
ڪونئي ڪَنگَالَنِ[37] کي، ڏي دِلاسو[38] دَرِ[39]،
مَٿي[40] وِلَهَنِ[41] وَرِ، ڏِهَاڙِي[42] ڏاتَارَ[43] جي.

### ١۵

وينو ڏي ڏاتَارُ، ٻَڌِئو مَاڻِڪَ[44] مُوڙِين[45]،
ڪَمُ[46] نَہ جَاٽِي کِي ٻِئو، وِڄَا جو وَاپَارُ[47]،

---

١. ڏسڻ سان. ٢. سخيءَ. ٣. جکري جي (جکرو سنڌ جي سمن حاڪمن جي سخي جادم سمي جي خاندان جو هڪ سخي سردار هو). ۴. چت تي، دل تي. ۵. اچن، هُرن، ياد پون. ٦. چو. ٧. پاٿيءَ هٿ ڪرڻ لاءِ زمين ۾ کوٽيل اونهيون کڏون. ٨. کوٽجن، ٺاهجن. ٩. جيڪڏهين. ١٠. تلاءُ، چشمو. ١١. ملي، هٿ اچي. ١٢. (پاٿيءَ سان) ڀريل. کنان کن يعني کپرن تائين ڇڪار. ١٣. تڙ تڙ = هر هڪ يا هر ڪنهن تڙ تي، کوهہ تي، چشمي يا تلاءَ تي. ١۴. نہ. ١۵. واجهاءِ يا بيهہ (راضي ٿي). ١٦. ڳولج. ١٧. توکي ڏيندو. ١٨. لکن جي انداز ۾ يا تمام گهڻي (خيرات يا دان). ١٩. راڄ ۾. ٢٠. حڪومت ۾، ملڪ ۾. ٢٠. مشهور سخي سردارجو نالو (جکري). ٢١. پهچ. ٢٢. سڃا، پينگيا، ڪنگال، مسڪين. ٢٣. سکئا، آسودا، شاهوڪار. ٢۴. پڳ، پٽڪو، سرداري. ٢۵. ڏس (پاڳ پس = حاضري ڀر، خدمت ڪر). ٢٦. ڪوڙين جي، ڪروڙن (بي انداز ماڻهن) جي. ٢٧. ختم ڪري، ميٽي، ميساري. ٢٨. فڪر، مونجهارو (ڏوهن ۽ گناهن جي ڪري دل تي چڙهيل) زنگ، ڪٽ، ميل. ٢٩. تقرير ڪري (سفارش يا شفاعت جي انداز ۾). ٣٠. ڳچي، ڪنڌ، سرِ. ٣١. مٿي يا اوچو ڪري. ٣٢. جکرو، جيڪو سمن حاڪمن جي خاندان مان هو. ٣٣. فياضيءَ، خيرات. ٣۴. ٻيٺو. ٣۵. معلوم ڪري. ٣٦. ريت، نمونو. ٣٧. سڏ ڪري، پڪاري. ٣٨. آسرو، ڏڍ، تسلي. ٣٩. (پنهنجي) گهر جي در تي. ۴٠. تي. ۴١. مهرباني، نوازش. ۴٢. هر روز، سدائين، هميشہ. ۴٣. سخيءَ، ڪريم. ۴۴. موتي، هيرا، جواهر. ۴۵. موڙين ۾، هڙن ۾، ڳوٿرين ۾، موڙين يا ڳوٿرين جي حساب سان. ۴٦. ڏنڌو، واپار. ۴٧. عقل، ڄاڻ، معرفت، حڪمت.

لَتو[1] ڏيهـَ[2] ڏُڪَار[3]، جُنگَ[4] سَامَاڻي[5] جَڪَري[6].

### ١٦

اَلا جُنگَ جِيَن[7][8]، اَجهي[9] جَنِي[10] گهَارِيَان[11]،
شَالَ مَ سُڪي[12] وِيَري[13]، جِئَائين[14] پَي پِيَن[15]،
مَرَڪَڻُ[16] اڪَزِيُن[17]، جَن[18] ڏِني[19] مُون[20] ٺَئي.

### ١٧

آهِيُون اَجهي جِنهِن جي، تِنهِن وَڏي[21] جَامَ[22] جَمَارَ[23]،
بَاجَهه[24] جَنهِن جيءَ بَارَ[25]، اَنَئِي[26] پَهرَ اڳُوندَرا[27].

### ١٨

پيرَ[28] پَرِبِندي[29] تَرِئَا[30]، ايندي[31] لَتي اُڃَ[32]،
مَنجِهه[33] وِيَري[34] سُڃَ[35]، ڪَرَ[36] لَڌي[37] رِڻَ اُڪَارِين[38].

### ١٩

جي[39] تُون آسَائُو[40] آهِين، وانءُ[41] پَاندَپَ[42] پَاسِ[43]،
گهوڙا هِيروهَٽِيَا[44]، وَنِي آءُ وَتَانسِ[45]،
پَرِبِندي[46] پِئَاسِ[47]، سُتي[48] سَخَاوتَ[49] جي.

---

١. ختم ٿيو. ٢. ڏيهہ تان، ملڪ تان. ٣. قحط، ڏرت، اڻ هوند. ۴. بهادر، پهلوان، جوڌي. ۵. ساماڻي، چمندي، پيدا ٿيندي، سمجهدار ٿيندي. ٦. جڪري جي (جڪرو، سنڌ جي سمن حاڪمن جي خاندان جو هڪ سخي سردار هو). ٧. اي الله، شال. ٨. جيڱرا يا زندهہ رهن، حيات هجن (سدائين). ٩. اجهي ۾، پناهہ ۾، پروسي يا آڌار تي. ١٠. جني جي. ١١. رهان، (عمر يا حياتي) گذاريان. ١٢. خشڪ ٿئي، لوٺ ٿئي، بي آبُ يعني بنان پاڻيءَ جي ٿئي. ١٣. برپٽ يا بيابان ۾ پاڻيءَ جي تنڊي کوهي، ويٺر. ١۴. جنهن مان. ١۵. واٽهڙو، مسافر. ١٦. فخر، خوشي. ١٧. اڪرين ڪي، نيٺن ڪي. ١٨. جنجي. ١٩. ڏسڻ سان. ٢٠. منهنجي. ٢١.ڊگهي، دراز، طويل. ٢٢. ڄام جي، سردار جي، جڪري جي (ڄام، سنڌ جي سمن حاڪمن جو لقب هو). ٢٣. عمر، حياتي. ٢۴. ٻاجهہ سان، مهربانيءَ سان، نوازش سان. ٢۵. سام يعني (پناهہ هيٺ) ٻار ٻچا، اولاد، عيال، گهراڻا، ڪٽنب قبيلا. ٢٦. اٺئي پهر= سدائين، هر وقت. ٢٧. بي گوندرا، بنان گوندر يعني فڪر جي، خوش خورم. ٢٨. قدم. ٢٩. اوائل ۾ ٿي، شروع ڪان ٿي، پهريائين. ٣٠. تڏا ٿئا (پير ٺرئا = خوشي ٿي، آرام ٿئو). ٣١. اچڻ وقت يا اچڻ سان (محبوب جڪري جي). ٣٢. پياس. ٣٣. م. ٣۴. سخت ڪٺن، ويران. ٣۵. برپٽ، بيابان. ٣٦. سنڀال، سار. ٣٧. ڪئي،ورتي. ٣٨. رڻ اڪارين = رڻ جي اُڪاريندڙن، رڻ جي سونهن يا رهبرن. ٣٩. جيڪڏهين. ۴٠. اميدوار، سوالي. ۴١. وڃ. ۴٢. بهادر، سخي (جڪري). ۴٣. وٽ. ۴۴. هٽ هيريا، هيريل، ٻانيل. ۴۵. ان ڪان، ان وٽان. ۴٦. شروع ۾، جمڻ مهل. ۴٧. ان کي پئي. ۴٨. سپ يعني صدف جو هڪ ٻڙ جنهن ۾ ٻارن کي کير يا دوا پياربي آهي. فڪي (ستي پئاس = ان کي ستي پيل آهي يعني هير يا عادت آهي). ۴٩. فياضيءَ، خير، سخا.

## ٢٠

جي[١] تون آسائو[٢] آهيين، ته هلي[٣] پس[٤] حبيب[٥]،
ترت[٦] ۾ طبيب[٧]، تيندو وڏ[٨] واڍوڙين[٩] جو.

## ٢١

جي تون آسائو آهيين، ته وانءُ[١٠] جکري لائي[١١]،
متان[١٢] وڙُ[١٣] وڃائيين[١٤]، ڪنهن ٻي دَر ليلائي[١٥]،
سمي[١٦] سامائي[١٧]، چندا[١٨] لاتي[١٩] چارڻين[٢٠].

## ٢٢

جي تون آسائو آهيين، ته چانئٺ[٢١] ٻي ۾ چوڙ[٢٢]،
ڪيرا[٢٣] ڪميتن[٢٤] جا، ڪتي[٢٥] آٿي ڪوڙ[٢٦]،
ان دَر[٢٧] عراقي[٢٨] گهٽا، تون چانگون[٢٩] ڪئو چوڙ[٣٠]،
تنهن سيد[٣١] وڏي سوڙ[٣٢]، جنهن ۾ متو[٣٣] هنيو[٣٤] مگڻين[٣٥].

## ٢٣

تون اوڏر[٣٦] تون اوڏڪو، تون اجهو تون آڪ[٣٧]،
هت[٤١] پڻ تنهنجو تڪئو[٣٨]، مهند[٣٩] پڻ تونهين ماڪ[٤٠]،

---

١. جيڏهين. ٢. اميدوار، سوالي. ٣. وڃي. ۴. ڏس. ۵. دوست، محبوب (جکرو) جيڪو سنڌ جي سمن حاڪمن جي خاندان جو هڪ سخي سردار هو). ٦. سيگهه، توري وقت، ساعت ڪن. ٧. حڪيم، ويج، معالج، دوا ڏيندڙ. ٨. وڏو، بزرگ، وڏي شان ۽ عزت وارو. ٩. گهايلن، زخمين، قتيلن، بيمارن. ١٠. وڃ. ١١. وٽ. ١٢. مڃڻ بلڪل نه. ١٣. لڄڻ، عزت، شان، آبرو. ١۴. در تي، دروازي تي، گهر تي. ١۵. عاجزيون ڪري، نيزاريون ڪري، ايلاز ڪري، منٿون يا وينتيون ڪري. ١٦. سمي (جکري، جيڪو سمي خاندان مان هو) جي. ١٧. سامائڻ سان، پيدا ٿيڻ سان، ڄمڻ سان، سمجهه واريءَ وهيءَ يا عمر کي پهچڻ سان. ١٨. چنتا، ڳڻتي، فڪر. ١٩. ختم ڪئي. ٢٠. چارڻ جي، ٻينو فقيرن يا مگڻهارن جي. ٢١. گهر جي دروازي جي چوکٽ جي هيٺين ڪاٺي. ٢٢. لنگهي وڃ، ٽپي وڃ (چانئٺ چوڙ = گهر ۾ اندر لنگهي وڃ). ٢٣. چوپائي مال کي ٻڌڻ لاءِ ڪاٺ جا چهنبيارا ننڍا ٽڪر، ڪلا. ٢۴. گهوڙن (چاڪليتي رنگ جي). ٢۵. هٿ ڪري، ڪٽي. ٢٦. زمين ۾ کُپاءِ. ٢٧. در تي. ٢٨. عربي گهوڙا. ٢٩. ولر، ڏڻ، قطارون. ٣٠. ڪاهه، وني وڃ. ٣١. سيد جي، سردار جي (هن مان مراد حضرت محمد ﷺ مصطفيٰ صلعم جن آهن). ٣٢. سوڙ، ٿلهي ۽ ڪپهه پيل رلي جيڪا سرديءَ ۾ سمهڻ مهل مٿان وجهبي آهي. ٣٣. سڀ، سڀئي. ٣۴. وڌو، لڪايو، پناهه ورتي. ٣۵. مگڻن، پينو فقيرن. ٣٦. اوڏڪو، اوڄڻ، اوڏٿو، ڏڪ، پردو، پناهه، پوشاڪ، ڇانو، اجهو، پاڇو. ٣٧. ڀروسو، آڌار، وسيلو، سردار. ٣٨. آڌار، ٽيڪ، پناهه. ٣٩. اڳئان، قيامت ۾. ۴٠. صرف تون. ۴١. آڌارُ.

سي لوربُون[1] ڏِينِ لاکُ[2]، جي[3] اَجهي[4] آيُون اَبڙي[5].

**۲۴**

اَکيُن سوئي اورکِئو[6]، جو کَنين[7] سُئُم[8] قَرَنُ[9]،
مَاءُ[10] مُنهِنجو مَنُ[11]، جَامَ[12] پَسَندي[13] پَتيئو[14].

**(۲۵)**

ڏُکو[15] دارُونءَ[16] هيکڙو، جي[17] وِکامي[18] پَدمَ[19]،
سَمُون[20] دَمَ قَدمَ[21]، تو جَال[22] پِيَاري جَکرو،

**(۲۶)**

ڏُکو دارُونءَ هيکڙو، جي وِکامي نِيلَ[23]،
سَمُون جَامُ سَبِيلَ[24]، تو پوجُ[25] پِيَاري پَهَيَڙا[26]،

**(۲۷)**

سَمي[27] سَامَاڻي[28]، سَمَرُ[29] کَڻو نَه سَاٿئَا[30]،
ڇَنَا[31] ڇَانئي[32] ڇَڏِئَا، مَنَهَن مَهَمَاڻي[33]،
هَلِبو[34] هَاڻي[35]، جِت وَحدَتَ[36] جو وِيءُ[37] وَهي[38].

---

۱. مڪئهارئيون، فقيرائيون، لنگهيون، نادار عورتون، مسڪين عورتون، ۲. ڏين لاکُ= مڃتا يا نذر ڏين، ۳. جيڪي، ۴. اجهي ۾، پناهہ ۾، ۵. ابڙي جي، ابڙي سمي جي، جيڪو سومرن جي خاندان مان هو ۽ ڪڇ رياست جي هلار شهر جو سردار هو. ٦. سڃاتو، جاچي ڏٺو، ۷. ڪنن سان، ۸. مون سُئو، مون ٻڌو، ۹. سمن خاندان جي هڪ سخي سردار جو نالو. ۱۰. اي ماءُ، اي امڙ، ۱۱. دل، ۱۲. ڄام ڪي، سردار ڪي، ۱۳. پسڻ يا ڏسڻ سان، ۱۴. وسهيو، ويساهہ يا اعتبار ۾ اچي ويو، مطمئن ٿئو. ۱۵. وزن يعني تور جو ماپو، سير جي آسي پتي، تولو، ۱٦. دارونءَ جو، شراب جو، ۱۷. جيڪڏهين، ۱۸. وڪرو ٿئي، فروخت ٿئي، ۱۹. پدم يعني ڏهہ لک ارب رپين جي برابر (هڪ ارب برابر هڪ سو ڪروڙ جي). ۲۰. ڄڪرو، جيڪو سمن حاڪمن جي خاندان مان هڪ سخي سردار هو، ۲۱. دم قدم = هر هر، حياتيءَ يا زندگيءَ تائين، هر حالت ۾، ۲۲. جهجهو، جام، گهڻو، ۲۳. نيل يعني ڏهہ هزار ارب روپين جي برابر، ۲۴. تمام گهڻو، ڳاڻيٽي کان ٻاهر، بي حساب، ۲۵. بي انداز، جام، ۲٦. واٿهڙو، مسافر، ۲۷. سمي جي، ۲۸. ساماڻجڻ بعد ڄمڻ بعد سمجهہ واريءَ عمر کي پهچڻ ڪانپوءِ، ۲۹. تو شي يعني توڻ جا سامان، مسافريءَ جا سامان، ۳۰. اي ساٿيو، اي دوستو، ۳۱. ڪکن جا ٺهيل گهر، منهن، ڇپر، ۳۲. وڇائي، پکيڙي، کولي، ۳۳. وڏي، بزرگ، سردار، ۳۴. وڃبو، ۳۵. هيئنر ئي، هن مهل ئي، ۳٦. هيڪڙائيءَ، هيڪاند، ميلاپ، وصال، ۳۷. سرسبز ساوڪ سان ڀريل ميدانُ، بهشت يا جنت نما ميدانُ، واپار، ۳۸. ڪليل آهي، جاري آهي.

## ٢٨

اِهَڙِيءَ آسَ اَپارَ، پارِيُون جَهلِئو نَہ رَهي،
بيلِيَ ۾ گِرنارَ، اُنو گنگا جَرُ جَگَرو.

## ٢٩

ڏَمَرِئو تَہ ڏي، پَرچِئو تَہ پاتَ پِري،
جُنگَ جَگَري کي، بَئِي چَگِيُون چِتَ ۾.

## وائي ١

مُون کي دوستَ حَبِيبَ جو، آسَرو آهي،
جان جان اوڏا ڪَرَها، پُڄان تان ڪاهي،
مُوتُ مُنهِنجا سُپِرِين، واڳون وَرائي،
آهي ڪَرَمُ ڪَرِيمَ جو، جِيئَن لَنگها لَنگهائي،
لُطفَ سانُ لَطِيفُ چئي، مُوڙَها مَلائي،
شَفاعَتَ جا شَفِيعَ جي، تِنهِن ۾ ڦيرُ هَڏَ ناهي،
مِيرُ مُحَمَّدُ ﷺ ڪارَڻِي، جو اَزَئا ڇُٽائي.

---

١. ڪنهن اهڙيءَ ٢. حاجت، غرض، ٣. ڪهڙيءَ (آس اپار = ڪهڙيءَ حاجت سبب)، ۴. ڪنڌيون، ڪنارا، پاسا، ۵. روڪئو، رنڊئو، بندئو، ٦. تڪي، قابو ٿئي، جهلجي، ٧. ٻيلي ۾ (ٻيلو، ڪڇ جي رڻ ۾ڪڇ جي ڪنار قريب هڪ مشهور ٻيٽ آهي)، ٨. گرنار ۾، (گرنار، رياست جهوناڳڙهہ ۾ هڪ شهر آهي)، ٩. وسئو، وارد ٿئو، پهتو، ١٠. گنگا جو (گنگا، هندستان جي اتر پرديش رياست ۾ هڪ ندي آهي جنهن جي پاڻيءَ کي هندو ماڻهو پوتر ۽ پاڪ سمجهندا آهن)، ١١. جَلُ، پاڻي (گنگا جر مان مراد جکرو آهي جيڪو سنڌ جي سمن حاڪمن جي خاندان ۾ هڪ سخي سرادار هو)، ١٢. ڪاوڙيو، ناراض ٿئو، ١٣. خالي نہ موٽائي يعني ٿورو گهڻو ضرور ڏي، ١۴. راضي ٿئو، ١۵. پاٽيون، پاٽوڙا، ٺڪر يا ڪاٺ جا وڏا تراڪڙا ٿالهہ، ١٦. پهلوان، جوڌي، سخيءَ، ١٧. ٻئي ڳالهيون (ٿورو ڏيڻ يا پاٽ پري ڏيڻ)، ١٨. موچاريون، سٺيون، ١٩. دل، من، ٢٠. يار، سڄڻ، محبوب، حبيب، ٢١. ڏڍ، ڀروسو، سهارو، ٢٢. جيستائين، ٢٣. ويجها، نزديڪ، قريب، ٢۴. اٿَ، ٢۵. پهچان، رسان، ٢٦. هلي، پنڌ ڪري، ٢٧. واپس اَچ، ٢٨. پرين، محبوب، ٢٩. مهارون، اٺن جي نڪن ۾ پيل نوڙيون، ٣٠. ڦيرائي، ٣١. فعل، ڌنڌو، ٣٢. ڪرم ڪندڙ، مهرباني ڪندڙ (حضرت محمد ﷺ مصطفيٰ صلعم جن)، ٣٣. عيبدار = جڏا، گنهگار، ٣۴. اُڪاري، پار ڪري، ٣۵. مهربانيءَ، نوازش، ڪرم، ٣٦. منجهيل، موڳا، وائڙا، پريشان، ورسيل، ٣٧. گڏي، ٣٨. (گناهن جي معافي لاءِ) سفارش، پارت، ٣٩. شفاعت ڪندڙ (حضرت محمد صلعم جن)، ۴٠. گمان، شڪ، ۴١. هرگز، بنهہ، ۴٢. سردار، ۴٣. وسيلو، حامي، شفيع، ۴۴. اڙيل، ڦاٿل، ۴۵. آزاد ڪرائي.

## وائي ٢

ڏَڪَ[1] ڏِڪيندو[2] مُون[3] نہ ڇَڏيندو[4]، شَفيعُ[5] شَافِعُ سُپرِين[6]،
اَنڌا[7] اُونڌا[8] آڪُـٽِئا[9]، سَڀِ نَباهي نيندو[10]،
وَٽَان[11] ويچارَن[12] جي، داڙُو[13] پَاڻَ[14] ڏَڙبيندو[15]،
جي ڏُهاريَن[16] ڏاڪَـڙا[17]، لَڪَ سي لَنگهائيندو[18]،
نُورُ[19] نَاڪَارو[20] نہ ڪَري، مُحَمَّدُ ﷺ مِنَٿَ[21] مَڃيندو[22]،
پَاڻُ سُڄاتي[23] پاٿيين[24]، ڪَامِلُ[25] ڪَرَمُ[26] ڪَريندو[27]،
تَنبُو[28] آٽي تَاوَ[29] ۾، عَاصِيَن[30] لَئِ[31] اَڏيندو[32]،
داتَا[33] دوزَخيَن[34] ڪَي[35]، لينگهو[36] لَهرائيندو[37]،
رَسڻ[38] ويرَ[39] رَسي[40] ڪَري، مُشڪُ[41] رَنگُ[42] مَٽيندو[43]،
هِت[44] پَڻ حَامِي[45] هِنَ[46] جو، اڳئان[47] آڳهُه[48] ٿيندو،
طَهُورا[49] تَڙِيَن[50] ڪي، پَانڌُ[51] پِئَارِئيندو،
رَحمَةً لِلعَالَمِينَ[52]، اهڪيءَ[53] آڳهُه ٿيندو،
اُتي عَبدُاللطيف رح ڪي، هَادِي[54] هَٿُ جَهليندو[55].

---

١. پردا، پوش، اوچڻ. ٢. مٿان (منهنجي يا اسان جي) وجهندو. ٣. مونکي. ۴. نظرانداز ڪندو. ۵. شافع، شفاعت ڪندڙ، (گناهن جي معافيءَ لاءِ) سفارش يا پارت ڪندڙ (اسلام جو پيغمبر حضرت محمد ﷺ مصطفيٰ صلعم جن). ٦. پرين، محبوبُ. ٧. نابين، اکين کان نہ ڏسي سگهندڙ، گمراهہ. ٨. پليل، ٨. اَبتا.اُلٽا. ڪنڌ هيٺ ڪيل. جاهل، بي خبر. ٩. ٽڙيل يا ٽاپڙيل (واٽ کان) ١٠. نباهي نيندو = توڙ يا پڄاڙيءَ تائين گڏ يا ساڻ وٺي هلندو. ١١. پاران، طرفان. ١٢. بي واهن، نمائڻ، عاجزن. ١٣. شفيع، حمايتي. ١۴. خود. ١۵. ڳالهائيندو، سفارش ڪندو. ١٦. ڏوهارين کي، گنهگارن کي. ١٧. مشڪلاتون، تڪليفون، اهنج ايذاءَ، لڪ، مصيبتون. ١٨. لاهيندو، ختم ڪندو. ١٩. روشني يا سوجهرو يعني حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جنهن کي خدا جو نور چيو ويندو آهي. ٢٠. انڪار، نٽ نٽاءَ. ٢١. وينتي، عرض، سوال. ٢٢. قبول ڪندو. ٢٣. پرکي، سهي ڪري. ٢۴. خودبخود. ٢۵. خدا رسيدو، ڏوهن گناهن کان پاڪ، پلارو، بزرگ. ٢٦. مهرباني، نوازش، ٻاجهہ. ٢٧. ڪندو. ٢٨. خيمو. ڪپڙي جو عارضي گهر. ٢٩. (قيامت جي ڏينهن جي) گرميءَ، تپش. ٣٠. گنهگارن. ٣١. لاءِ، واسطي. ٣٢. کوڙيندو، لڳائيندو. ٣٣. سخي. ٣۴. جهنمين، نرڳ ۾ ويندڙن. ٣۵. جو، کان، تان. ٣٦. (گناهن جو) داغ، ٽڪو، ڪلنڪ. ٣٧. ختم ڪرائيندو، ميسارائيندو. ٣٨. رسڻ جي، ضرورت يا مدد جي. ٣٩. مهل، وقت. ۴٠. پهچي. ۴١. ڪارو، سياهہ (مشڪ جهڙو). ۴٢. ورن، ڇٽ، داغ. ۴٣. ميٽيندو، لاهيندو، ختم ڪندو. ۴۴. هن جهان ۾. ۴۵. مددگار. ۴٦. گنهگارن ڏانهن اشارو. ۴٧. اڳتي، مهند، قيامت ۾. ۴٨. پرجهلو، آڌار، وسيلو. ۴٩. (بهشت جو) پاڪ پاڻي. ۵٠. اڃايلن. ۵١. سردار، سخي. ۵٢. جهانن لاءِ رحمت. حضرت محمد صلعم جن. ۵٣. اهڪيءَ ۾، مشڪلات ۾. ۵۴. رهبر، هدايت ڪندڙ. ۵۵. مدد ڪندو.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر بِلاوَلُ

## داستان چوٿون

### ١

وِڳنڊُ[1] وَرِي[2] آئِيو، وَسِيُنِ[3] کِيڻَ وِنڊوسِ[4]،
گَنڍِي[5] مَانِي[6] مَاکُ[7] مُوچَارو[8]، پَاسِي[9] پِيرَ[10] تِئوسِ.

### ٢

وِڳنڊُ وَرِي آئِيو، پِيِنَارَنُون[11] پَوءِ[12]،
مَحکُمُ[13] لَڳَسِ[14] مُوچِڙا[15]، ذرو[16] نَه ڏِنُسِ[17] جَوءِ[18]،
اُيو[19] اِيئَن چَوءِ[20]، تَه پِيرَان[21] پَاسِي[22] نَه تِئَان.

### ٣

وِڳنڊُ وَرِي آئِيو، بَدُو[23] بِي[24] نَمَازُ،
جِيئَن[25] تِيتِرَ[26] مَتِي[27] بَازُ[28]، وِڳنڊُ تِيئَن[29] خُوشبُوءِ[30] تي.

### ۴

وِڳنڊُ وَرِي آئِيو، بَدُو سين بَدبُوءِ[31]،

١. شاهہ سائينءَ جي هڪ فقير جو نالو. ٢. موٽي. ٣. ڳوٺن يا وسندين (جي ماڻهن). ۴. ان کي وڌو يعني ان کي پهرايو يا پيش ڪئو (گندو ڪپڙو يا ڪاڌو). ۵. ڪپڙو. پوشاڪ. ٦. ڪاڌو. طعام. ٧. رهڻ جي لاءِ جاءِ يا گهر. ٨. سٺو. چڱو. ٩. وٽ. ١٠. مرشد. ١١. پينارن جي. پينو فقيرن جي. ١٢. پويان. پُٺيان. ١٣. خوبُ. ڏاڍا. ١۴. ان کي لڳا. ١۵. جُوتا. پادر. کلا. ١٦. ٿورو (طعام يا ڪاڌو). ١٧. ان کي ڏنو. ١٨. زال. ١٩. پينو. پيو. ٢٠. چوي. ٢١. پيرن کان. مرشدن کان. ٢٢. پري. دور. ٢٣. جهنگلي. اڻ ڄاڻ. جاهل. ٢۴. نماز نہ پڙهندڙ. ٢۵. جهڙيءَ طرح. ٢٦. ڳيري جيڏو يا البت وڏيرڙو هڪ سهڻو پکي جنهن جي کنبن تي ٽِڪا ٽِڪا ٿين. ٢٧. تي. ٢٨. هڪ شڪاري پکي. ٢٩. تهڙيءَ طرح. ٣٠. سُرهاڻ يا سُڳند (مرشد جي). ٣١. ڌپ. ڪني بانس. ڇٽ.

خَاوَنْدَ ڏِيْ خُوشِبُوءِ، تہ سَرَهُو ٿِئَان سَيگَهہ ۾.

## ٥

وِڳَنْدُ وَرِيْ آئِيو، ڪِنُو ٿِيِ ڪوجهو،
چِڏِي نَہ مُوزو، لَڳِيَس آرِ عَطَارَ سِين.

## ٦

وِڳَنْدُ وَرِي آئِيو، نِسُورو نَرَڳُ،
گَنْدا گُلاَبِي ڪَرِي، سَيِّدَ جو سَرَڳُ،
عَطَرَ سِين اوَرَڳُ، تَہ هُئِين سَدائِين سُرخُرُو.

## ٧

وِڳَنْدُ وَرِي آئِيو، ڪُوتَڙِيَان ڪُلاتُ،
سَنْدو ڪِرِڙَ ڪَانُ، هَڻُ نَرڳِيءَ ڪِي نِڪَٽِي.

## ٨

دائِمُ آهي دَرَ تي، وِڳَنْدُ وِيچَارو،
عَطُرَ سين آرو، لَڳُس تَنِّي لِڏِ ڪَٽِي.

١. اي خاوند، اي مالک، اي خدا، ٢. عطا ڪر، بخش ڪر، ٣. سرهاڻ، سڳند (مرشد جي)، ۴. خوش، راضي، ۵. ٿوريءَ دير، جلديءَ، ٦. شاهہ سائينءَ جي هڪ فقير جو نالو، ٧. موٽي، ٨. بڇڙو، خراب، ٩. بدشڪل، بدصورت، ١٠. چمڙي جو جوراب (مرشد جي پيرن وارو)، ١١. ان جي لڳي، ١٢. محبت، نينهن، ١٣. عطر يا ڪا بي سرهاڻ وڪئندڙ، ١۴. بنهہ، صفا، ١۵. نرڳي، دوزخي، جهنمي، ١٦. گدلا، غليظ، بدبودار، ١٧. گلاب جي گل جهڙا سهڻا، لال، ڳاڙها، خوشبودار، ١٨. سردار يعني اسلام جي پيغمبر حضرت محمد مصطفيٰ صلعم جن، ١٩. سرڳ، يعني بهشت جهڙي صحبت، سنگت، دوستي، ڳنن مان چڪائي ڪڍيل عرق (مرشد)، ٢١. واهپورڪ، ٢٢. هجين، رهين، ٢٣. هميشہ، هر وقت، ٢۴. مانائتو، عزت وارو، ڪامياب، ٢۵. ڪوٽڙيءَ (جي ڳوٺ) ڪان، ٢٦. ڪُلاڙ، بي وفا، ڪوڙو، ٢٧. جو، ٢٨. وڻ جو هڪ قسم جنهن کي ٻن ڪونہ ٿين، ان جي ڳنن کي ٻَسي، ڪچي ڦر کي ڏونئرا ءِ پڪل ڦر کي پڪا جَتبو آهي، هن وڻ جي ڪاٺ مان ٿاڌل يا مصالح گهوٽڻ لاءِ ڏنڊا ٺاهيا ويندا آهن، ٢٩. ڏنڊو، سوٽو، ٣٠. بلڪل، ضرور، ٣١. دائمي، سدائين، ٣٢. (مرشد جي) دروازي، ٢٣. نمائو، عاجز، ويڳاڻو، ٣۴. محبت، نينهن، ٣۵. تنهن کري، ٣٦. گهوڙن، گڏهن، خچرن وغيره جو گوبر، (لڏ ڪٽي = مرشد جي خدمت ڪري).

## ٩

داتا[1] سَندي[2] دَرَ[3] تي، وِڳنڊُ[4] وينو پَسُ[5]،
تِنهن روڳيءَ[6] کي رَسُ[7]، جو آلُودو[8] آزارَ[9] سين.

## ١٠

داتا سَندي دَرَ تي، وِڳنڊُ تِي وينو،
بَصَرَ[10] سين بازارِ[11] ۾، کَرَ[12] واٽيُون[13] جينو[14]،
دَرن[15] تِنهن پينو[16]، جِتِ کُفرُ[17] تان[18] کِينَ کي[19].

## ١١

اَسُورَ[20] سَندي[21] آسَري[22]، وينو آهي وِڳنڊُ،
هَڏ[23] نَه چَڏي هَنڊُ[24]، آيسِ[25] بُوءِ[26] بَهارَ[27] جي.

## ١٢

اَسُورَ سَندو آسَرو، وِڳنڊَ کي وَڏو[28]،
جُسي[29] ۾ جَڏو[30]، کِئَڻَ[31] تي کُڙا[32] کَٽي.

## ١٣

بَاندو[33] بيلي[34] نَه ٿِيئو، وَرِي[35] اَڄُ وِئو،

---

١. ڏاتار يا سخيءَ (مرشد)، ٢. جي، ٣. دروازي، ۴. شاهه سائينءَ جي هڪ فقير جو نالو، ۵. ڏس، ٦. روڳ واري، مريض، بيمار، ٧. ٻهج (ءِ مدد ڪر)، ٨. ٻريل، مس ٽيل، مبتلا، هائو، ٩. بيماريءَ، پيڙا، ١٠. ترڪاريءَ يا بصر جو هڪ قسم، پياز، ١١. دڪانن جي قطار، واپار جي جاءِ يا منڊيءَ، ١٢. چڻ، جهڙو، ١٣. واپاري هندو، هندو، مهتو، ١۴. هڪ هندوءَ جو نالو، ١۵. در مان، در ڪان، دروازي ڪان، ١٦. داخل ٿئو، ١٧. خدا جي ذات ۾ ٻي کي شريڪ ڪرڻ واري حالت، الحاد، ناشڪري، دهريت، بي ديني، ١٨. ته، ١٩. ڪين کي = ٻنهه نه، ذري برابر نه، ٢٠. اسر يا فجر (واري ڪاڏي يا مانيءَ)، ٢١. جي، ٢٢. آسري ۾، انتظار ۾، ٢٣. اصل، ٻنهه، ٢۴. جاءِ، ماڳ، ٢۵. ان کي آئي يا محسوس ٿي، ٢٦. خوشبوءِ، سرهاڻ، سڳند، ٢٧. بهار جي موسم، بسنت (مرشد جي بورچي خاني جي)، ٢٨. گهڻو، جهجهو، ٢٩. بدن، جسم، ٣٠. ڪمزور، هيڻو، بيمار، ٣١. ڪائڻ، ڪاڏي، ٣٢. ڪڙيون (ڪڙا ڪٽي = هڪدم تيار ٿئي)، ٣٣. سڪل، مڙيل، سنهڙو، ايرو، جڏو، عيبدار (وڳند ڏي اشارو)، ٣۴. همراهه، ساٿي، ٣۵. موٽي.

پيِتِرُ پَنڌِ پِئو، سُونهَارِي سَيّدَ ڏِي.

## وائي

پَسِئو پَسَائِي، نُورُ نَبِيَّ جو،
ظَاهِرُ ٿِئو زَمِينَ تي، ڏِيهَنِ جو ڏِيو،
خَاوَنْدَ خَاصُ خَلقِئو، هِهَڙو كونَہ بِئو،
ڏِرَنْدو چِٽُ رَسُولَ تي، ڏُورانو ڏِسبو،
بَاوو بِي بِيءَ فَاطِمَہ، مِيڙِي مِ مَلَهَندو.

۱. وڏي پيٽ وارو، گهڻو کائيندڙ. ٢. پنڌ ۾. سفر ۾. ٣. سهڻي، موچاري، پلاري، سگوري. ۴. سردار. اسلام جي پيغمبر حضرت محمد مصطفيٰ صلعم جن. ۵. پَسڻ يعني ڏِسڻ. ٦. (وري) پَسائي يعني ڏيکاري. ٧. روشني، سوجهرو. ٨. حضرت محمد صلعم. ٩. پڌرو، پيدا. ١٠. ڌرتيءَ، پرٿيءَ. ١١. مسکن، ڪائنات. ١٢. چراغ، ديڪ، قنديل. ١٣. مالڪ، خدا. ١۴. اتم، اعليٰ، افضل. ١۵. پيدا ڪئو. ١٦. هن (نبيءَ صلعم) جهڙو. ١٧. لهندو، ڪرندو، نازل ٿيندو. ١٨. (رسالت جو) تاج، ڪلنگي. ١٩. حضرت محمد صلعم جن جيڪو خدا جو رسول آهي. ٢٠. صاف، چٽو. ٢١. بابو، پيءُ. ٢٢. سانئڻ، شريف عورت. ٢٣. فاطمہ ع جو (فاطمة ع، حضرت محمد صلعم جنجي ڌيءَ جو نالو آهي). ٢۴. ميلي يا ميڙ، ماڻهن جي انبوهہ، قيامت جي ميدان. ٢۵. مُرڪندو، سرخرو ٿيندو.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرِ ليلا

## داستان پهريون

۱

داغُ[1] تُنهِنجو دائِما[2]، ماري[3] مَعذُورِين[4]،
سائِينءَ[5] كارَڻِ[6] سُپرِين[7]، وَڃِج مَ ڏُورِين[8]،
آئُون[9] تو حُضُورِيَن[10]، مَٽِيُون[11] وِڄهان مَڇَ ۾[12].

۲

مَٽِيُون وِڄهان مَڇَ ۾، هائِيءَ[13] وِڄهان هارُ،
پِري[14] جي[15] پَتارُ[16]، تَہ ميرِيائِي[17] مانُ[18] لَهان[19].

۳

مَٽِيُون وِڄهي مِٽِيءَ[20] ۾، هائِيءَ[21] وِڄهج هارُ،
سُوپِيي[22] سُکُ[23] سَيِّدُ (رح) چَئي، كَرِين كوهُ[24] قرارُ،
راجا[25] رِيساٽُون[26] گهَٽُو، سَتاٽُون[27] سَردارُ[28]،
چوڌِس[29] چَنيسَرَ جامَ[30] جو، ڏيهان[31] ڏيهِ ڏهكارُ[32]،

---

١. ڏنڀ، ٽڪو، ڦٽ، زخم (مڙس جي ڏهاڳ يعني جدائيءَ جو). ٢. سدائين، هميشہ. ٣. تڪليف يا عذاب ڏي. ۴. معذورين کي، عُذر وارين کي، لاچار يا بي وس عورتن کي، (عشق جي) بيمار عورتن کي. ۵. مالڪ، ڌڻيءَ، خدا. ٦. واسطي، لڳ. ٧. اي سپرين، اي محبوب (ليلان جي محبوب چنيسر کي خطاب. ٨. ڏور، پري. ٩. تنهنجي. ١٠. حضور ۾، روبرو، سامهون. ١١. مٽيون يعني (سچن) موتين جو نهيل نؤ لکن جي قيمت وارو هارَ. ١٢. باهہ، آڳ. ١٣. هائيءَ ۾، ستن دوزخن مان صفا هيٺين تري واري دوزخ کي هائي (هاوي) چيو ويندو آهي. ١۴. موٽي اچي، راضي ٿئي. ١۵. جيڪڏهين. ١٦. مڙس، خاوند، پتي (ليلان جو شوهر چنيسر). ١٧. ميريءَ حالت ۾. گدليءَ حالت ۾، بنان هار سينگار جي. ١٨. عزت، آبُ، مرتبو. ١٩. حاصل ڪريان. ٢٠. خاڪ، ڌوڙ. ٢١. هائيءَ ۾، هاويءَ ۾ دوزخ ۾، باهہ ۾. ٢٢. اي سوپيي، اي سوپيا يعني سونهن واري، اي بختاور (ليلان). ٢٣. آرام، آنند، قرارُ. ٢۴. ڇو. ٢۵. بادشاهہ (چنيسر). ٢٦. ريس وارو، غيرت مند. ٢٧. ڏاڍو، سخت، گهٽو، زور وارو. ٢٨. مهندار، اڳواڻ. ٢٩. چوڌاري، هرطرف، چئني طرفن يا ڏسين ۾. ٣٠. سردار (سنڌ جي سمن حاڪمن جو لقب جام هو). ٣١. ملڪان ملڪ. ديسان ديس. ٣٢. ڌهڪاءُ، ڌاڪو، رعب.

نَاڪُرُ[1] اڪِيُنِ[2] نَارُ[3]، مَٽِيي[4] تي تِي مَتِيِن[5].

④

هَائِيءَ[6] وِجَهان هَارَ ڪي، مَنجَهان ڪَارَ[7] ڪَٽِي،
ڦَتَائِي[8] ڦَتو[9] ڪَرِيَان، هَتَنِ سين هَٽِي،
تو سين جَامَ[10] تَٽِي[11]، اڳَلِيُون[12] سَڀِ اوچون تِيُون[13].

⑤

مَٽِيي مَتِي[14] جي هُئا، تَنِ چِتَنِ[15] ڦِيرِيُمِ[16] چِتُ[17]،
هَارُ ڪَتَندِيَسِ[18] هوڏَ[19] ۾، نيبَهُ[20] ٿيندمِ نِتُ[21]،
ڪَوُنرؤ[22] جو ڪِرتُ[23]،مُونهَان[24] مَتَاهُون[25] ٿِئو.

⑥

ڪَٽِي هَارُ هَٽِي[26]، پَلَنگَ[27] سِرِ[28] پِتَون[29] ڪَرِيَان،
وِندَڙَارو[30] وَلَهو[31]، وِئو چِتُ ڪَٽِي،
سو[32] پِتُون ٿِئي پَٽِي[33]، مَان[34] نَہ سَرچي[35] مُون[36] پِرِين[37].

7

رِيڏِيئَن[38] پَسِي[39] رَنگُ[40]، هُو جو مَتي مَٽيي،

١. سردار، رئيس (راجپوت قوم جي سردار کي ٺاڪر چوندا آهن)، ٢. اکين جو، نيڻن جو، ٣. ٿڌ، سردي، فرحت، آرام، ۴. موتيءَ (موتين مان ٺهيل هار)، ۵. منائين، بدلائين، ٦. هائيءَ ۾، هاويءَ دوزخ ۾، جيڪو ستن دوزخن مان صفا هيٺ تري وارو دوزخ آهي (باھ ۾)، ٧. خارَ، چڙ، رنج، غصي، ڪاوڙ، ٨. بگاڙي، ٽوڙي، ڇني، ٽڪر ڪري، ٩. ناسَ، ڇٽ، ١٠. اي ڄام، اي سردار (سنڌ جي سمن حاڪمن کي ڄام جي لقب سان سڏيو ويندو هو)، ١١. ڇڪ ڇڪان ڪري، ڀيائي ڪري، ١٢. گدليون، ڪڇريون، ٻڇڙيون، عيبدار يا گنهگار عورتون، ١٣. پريشان، حيران، غمگين، ١۴. تي، ١۵. رنگا رنگي نشانن، گلڪاريءَ، ١٦. منهنجو ڦيريو، منهنجو مُنجهايو يا بگيڙيو، منهنجو مست يا چريو ڪئو، ١٧. دل، من، ١٨. حاصل ڪنديس، ١٩. شرط، بازيءَ، ٢٠. نيبھ ٿيندم = مون کي نيبھ ٿيندو، مون وٽ رهندو، مونکي ڦٻي ويندو، ٢١. سدائين، هميشہ، ٢٢. ليلان جي هڪ رقيب عورت جو نالو، ٢٣. ڪم، عمل، فعل، ڪيڏ، بازي، حرفت، ٢۴. مونکان، ٢۵. اوچو، بالا، اڳرو، ٢٦. سَٽي، اڇلي، ٢٧. کٽ، بستري، ٢٨. تي، ٢٩. پور، ذرا، ٽڪر، ٣٠. جنهنجي ڪنن ۾ ڇلي جي مثل زيور پيل هجن، سهڻو جوان، ٣١. مڙس، ڀتار، خاوند، پتي، شوهر، ٣٢. (مجازاً) موتي يا مٹيون (ڪونئروءَ ڪان مليل هار)، ٣٣. مٽي، خاڪ، ٣۴. مان نہ = شل، ٣۵. پرچي، راضي ٿئي، ٣٦. منهنجو، ٣٧. محبوب (چنيسر)، ٣٨. راضي ٿيئن، خوش ٿيئن، ٣٩. ڏسي، ۴٠. رنگا رنگي چٽ، نقش.

پوري[1] ڪِئوءِ[2] نَہ پَنگُ[3]، چَنيسَر[4] جو چِتَ[5] ۾.

## ٨

چَنيسَرَ جي چِتَ ۾، ڪِنّي[6] جو اَڳُ هو[7]،
مَٽِيي[8] سَندو[9] مامِرو[10]، تِهان[11] پوءِ[12] ٿِئو.

## ⑨

چَنيسَرَ جي چِتَ ۾، ڪا جا اَڳُ هُئي،
مَٽيي سَندي ڳالهَڙي، تِهان پوءِ ٿي.

## ١٠

مَٽِيُون تان[13] نَہ مَٽِيُون، جو تُون پَسِي[14] هارُ هِرڪِي[15]،
اَصلِ آهي اڳهين، سَندو ڪُوڙَ[16] ڪَٽِيُون[17]،
ڳهوڙَنِ[18] هَئِيي گهَٽِيُون[19]، دوسِتَنئان[20] دُورِ[21] ڪِيُون.

## ⑪

جو تو مَٽِيُون پانيو، سو اَصلِ[22] ڪُوڙو[23] ڪَچُ،
هِنَ دُتاري[24] هارَ ڪي، سوپِي[25] پاڻ ۾ سَچُ[26]،
هِتِ[27] ڳالهيون ڪَرِين ڳَچُ[28]، هُتِ[29] حَرف[30] نَہ هَلَندءِ هَڪِڙو[31].

---

١. موڳي، بي عقل. ٢. تو نہ ڪئو. ٣. خوف، ڊپ. ۴. ليلان جي مڙس جو نالو. ۵. دل، من. ٦. ڪجهہ. ٧. پهريائين، شروع ۾. ٨. موتيءَ (موتين جي هارَ). ٩. جو. ١٠. معاملو، تڪرار، واقعو، روئداد، ڳالهہ، ڳالهڙي. ١١. تنهن کان. ١٢. بعد. ١٣. تہ. ١۴. ڏسي. ١۵. موهجي وئي، موهت ٿي، مست ٿي، عاشق ٿي. ١٦. ڪچ، ڪاچ، شيشي، مَٽ يعني هلڪيءَ قيمت واري ڌاتوءَ. ١٧. ڪٿو، ڊاٺو، مٿيون، موتي. ١٨. گهوڙن هئيي = گهوڙن جي هنيل، مصيبت پئي، مُئي، ماربي، پٽيل، پاراتو ڪيل. (هار ڏانهن اشارو). ١٩. بي انداز. ٢٠. دوستن کان، محبوبن کان. ٢١. پري، جدا. ٢٢. صفا. ٢٣. کوٽو، جڙتو، مصنوعي، نقلي. ٢۴. ٻن تارن واري، ٻن ڌاڳن واري. ٢۵. اي سوپي، اي سوپيا وان، اي بختاور. ٢٦. نج، خالص، کرو، چوکو. ٢٧. هن دنيا ۾. ٢٨. گهڻيون. ٢٩. هُنَ جهان ۾، آخرت ۾. ٣٠. گفتو، سخن. ٣١. قبول پونديءِ، اڳهامنديءِ، ٻڌو ويندءِ.

## ١٢

جو تو ڀانيو[١] هارُ[٢]، سو سورن[٣] سندو[٤] سنگهرو[٥]،
چنيسرُ[٦] چٽُ[٧] ڪٽي[٨]، تئو پورهيت[٩] جو پارُ[١٠]،
اڻ[١١] وٽت[١٢] جو آچارُ[١٣]، شل[١٤] ڪانڌُ[١٥] ڪنهن سين نه ڪري.

## ١٣

مٽيي[١٦] متي[١٧] موهجي[١٨]، موڙهي[١٩] ڪئو[٢٠] مرڪُ[٢١]،
چئي[٢٢] چنيسر جام[٢٣] سين، وڏو تو فرقُ[٢٤]،
وري وئو[٢٥] ورقُ[٢٦]، تي[٢٧] آيئي[٢٨] ڏنءُ[٢٩] ڏهاڳ[٣٠] جو.

## ١٤

مٽيي متي موهجي، هاري[٣١] ڳيئڙءِ[٣٢] هارُ،
ڪوڙين[٣٣] ڪئا ڪيترا، انهيءَ ڪر[٣٤] خوارُ[٣٥]،
پري[٣٦] وئو پتارُ، تي آيئي ڏنءُ ڏهاڳ جو.

## ١٥

مٽيي متي موهجي، هاري پاتئي[٣٧] هسُ[٣٨]،
تو پانيان مون سان هوندا، راڳ[٣٩] رهاٽيون[٤٠] رسُ[٤١]،

١. سمجهيو. ٢. موتين جي مالها يا ڪنٺو. ٣. ڏکن، عذابن، دردن، تڪليفن. ٤. جو. ٥. سنگهر، زنجير، ڳٽ. ٦. ليلان جي مڙس جو نالو. ٧. دل، من (پيار). ٨. هٿائي. ٩. نوڪريائيءَ، ٻانهپ (ڪونئروءَ، جيڪا ليلان جي رقيب هئي). ١٠. طرفدار، حامي، مددگار، دوست. ١١. نه، کان سواءِ، بغير. ١٢. چاهه، پيار (اڻ وٽت = اڻبٽت، ناراضگي). ١٣. روش، دستور، هلت. ١٤. خدا ڪري. ١٥. مڙس، ڀتار (چنيسر). ١٦. موتيءَ (موتين مان ٺهيل هار يعني مالها). ١٧. تي. ١٨. هرکي، موهت ٿي، فريفته ٿي. ١٩. اي موڙهل، اي موڳي، اي نادان. ٢٠. تو ڪئو. ٢١. فخر، لاڏ، وڏائي، خوشي. ٢٢. ڳالهائي، زبان سان ڪڇي، وات پٽي، بحث ڪري. ٢٣. سردار (سمن بادشاهن ۽ سردارن جو لقب). ٢٤. نفاق، ويڇو، جدائي. ٢٥. وري وئو = اٿلي وئو، ابتو ٿئو. ٢٦. پنو (قسمت جو). ٢٧. تنهن ڪري. ٢٨. توکي آيو. ٢٩. تڏ، تپش، گرمائش، ساڙ، جلَ، ٻارڻ. ٣٠. مڙس کان جدائيءَ. ٣١. اي هاري، اي نادان. ٣٢. تو ڳڏو، تو ورتو يا خريد ڪئو. ٣٣. ڪروڙن جي تعداد ۾. ٣٤. گڏهه. ٣٥. ذليل، رُسوا. ٣٦. ڦري، منهن ڦيري (پري وئو = ناراض ٿي وئو). ٣٧. تو پاتو، تو وڌو. ٣٨. زالن جي ڳچيءَ ۾ پائڻ جو ڳهه يا زيورُ. ٣٩. راڳ جون، ڳائڻ جون. ٤٠. ڪچهريون، مجلسون. ٤١. مزا، لطف.

وَرِي[1] وِبِيئِي[2] وَسَ،[3] تَ[4]ـي آيُئِي[5] ڏَنءُ[6] ڏُهَاڳَ[7] جو.

## ١٦

مَـٽِيـي[8] مَتِي مُوهِجِي[9]، چَرِئو[10] چِتُ[11] تُنءُ[12][13]،
هَارِي[14] ڪِنِئِيءَ[15] هُوڙ ڪان،[16] ڪَچَازو[17] سَرِئُوءِ[18]،
اڳهِين[19] اَنَگُ[20] وِنَگوءِ[21]، تي آيُئِي ڏَنءُ ڏُهَاڳَ جو.

## ١٧

تُوڙِي[22] ڏِيِين ڏُهاڳُ، تَہ سَئُو[23] سُهَاڳَنِ[24] پَانِيَان،
مُون ڪي تُنهِنجو سُپِرِين[25]، سَيُوئِي سَيَاڳُ،
دوسِتَ تُنهِنجو داغُ[26]، ڏُئَان[27] ڏوتو نَہ لَهِي.

## ١٨

سُهَاڳُ پَڻِ سَنبِران[28]، ڏُهَاڳُ پَڻِ ڏِنُومِ[29]،
هَيِ[30] اَيَاڳِي[31] حَالَ[32] ڪِي، هَتِين[33] هُارُ[34] چُتُومِ[35]،
تِنهَان[36] پوءِ تِئُومِ[37]، قَدُرُ[38] ڪَاڻِيَارِن[39] جو.

## ١٩

سُهَاڳُ پِہ سَنبِران، ڏُهَاڳُ پِہ ڏِنُومِ،

١. موٽي، واپس ٿي، ٢. توکان ويئي، ٣. خوشحالي، آسودگي، قسمت، ۴. تنهن ڪري، ۵. توکي آيو، توکي مليو، ٦. تؤ، تپش، گرمائش، ساڙ، جلَ، ٻارڻ، ٧. مڙس کان جدائيءَ، ٨. موتيءَ (موتين مان ٺهيل مالها يا هارَ)، ٩. تي، ١٠. هرڪي، موهت ٿي، فريفتہ ٿي، عاشق ٿي، ١١. مست، ديوانو، پاڳل، ١٢. دل، من، ١٣. تنهنجو ٿئو، ١۴. اي هاري، اي هارايل يا شڪست کاڌلَ، اي نادان، ١۵. خراب، بچڙيءَ، ١٦. شرط، بازيءَ، ١٧. ڇا، ١٨. توکي سرئو يا مِلئو، ١٩. پهريائين، اول، شروع ۾، ٢٠. ڀاڳَ، نصيب، ٢١. ڏنگو، ٽيڙو، خرابَ، ٢٢. جيتوڻيڪ، جيڪڏهين، ٢٣. سوَن جو تعداد، تمامُ گهڻو تعداد، ٢۴. سهاڳن جو (سهاڳ = سڀاڳ، بخت، نصيب، مڙس جو پيار)، ٢۵. اي سپرين، اي پرين، اي محبوب، اي دوست، ٢٦. (فراق يا ڏهاڳ جو) ٽڪو، چٽو، ڏبو، ڪلنڪ، ٢٧. صفا ڪريان، ميسارئان، ميٽيان، ٢٨. مونکي ياد آهي، ٢٩. مون ڏٺو، ٣٠. افسوس، ٣١. نڀاڳي، بدنصيب، ٣٢. حالت، گت، ڪيفيت، نموني، ٣٣. هٿن سان، ٣۴. هار کي، ٣۵. مون ڇُهيو، مون ورتو يا ڪنيو، ٣٦. تنهن کان، ٣٧. مونکي ٿئو، ٣٨. اندازو، اهميت جي ڄاڻ، حال جي خبر، ٣٩. عرضمندن، حاجتمندن، قصور وارن.

سَرتيُون[1] ڪَنهن[2] سَياڳَ[3] ڪيُ[4]، هَتيَن[5] هَارُ[6] چُتومِ[7]،
ڍيلي[8] ڍولُ[9] وِئومِ[10]، سَندا[11] جويَن[12] ڏينهَڙا.

## ٢٠

ڏسي ڏنءُ[13] ڏُهَاڳَ[14] جو، ڍولئا[15] آئُون ڍائي[16]،
ڪَانڌَ[17] نَہ ڪونيُئي[18] ڪَڍهين، بَر[19] بَر بَاجَهائي[20]،
پَائي[21] پَانڊُ[22] ڳِچيءَ[23] ۾، آئُون اگڻ[24] تو[25] آئي،
واربين[26] نَہ وائي[27]، دِلاسي[28] جي داسَڙا[29].

## ٢١

ڏُبَريُون[30] ڏُهَاڳِڻيُون[31]، ميرا[32] مُنهَن[33] سَندان[34]،
ويهي وَرَ[35] سيڻَان[36]، ڪَانڌَ نہ اورِئو[37] ڪَڍهين.

## ٢٢

ڏُهَاڳَان[38] سُهَاڳَڻيُون[39]، سَدا[40] تيُون ڪَنبَن[41]،
ڪوهُہ[42] جَاڻَان ڪي ڪَنِ[43]، وارو ڏيندو[44] وَلَهو[45].

## ٢٣

ڏُهَاڳَان سُهَاڳَڻيُون، ڪِهَڙي ڏوهہ[46] ڪَنبَن،

---

١. اي سرتيون، اي جيڏيون. ٢. ڪهڙي. ٣. نصيب، بخت (پر هتي معنيٰ نيندي نياڳ). ۴. لاءِ. واسطي. ۵. هتن سان. ٦. (موتين جو). ڪنڊلو، طوق، مالها. ٧. مون ڇهيو، مون ورتو يا ڪنيو. ٨. ڇڏي، ڏڪاري، وساري. ٩. محبوب (چنيسر). ١٠. مون کي وئو. ١١. جا. ١٢. جوانيءَ. ١٣. تڏَ. تپش، گرمائش. ١۴. مڙس جي جدائيءَ. ١۵. اي ڍول. ١٦. ٻَر تي (پيٽ ڀري)، راضي يا خوش ٿي (طنز جو اظهار). ١٧. اي ڪانڌ. اي مڙس. اي ڀتارَ. ١٨. تو مونکي ڪونيو يا سڏيو. ١٩. هاءِ افسوس. ٢٠. ٻاجهہ ڪري، ڪهل يا رحم ڪري. ٢١. وجهي. ٢٢. پلاند يا پٽڪو (پوتي، ڪپڙو). ٢٣. ڳلي، سسيءَ (پائي پاند = ڳچيءَ ۾ ڪپڙو وجهي منت ڪئي). ٢۴. اڱڻ تي، گهر جي پڌر تي، حضور ۾. ٢۵. تنهنجي. ٢٦. ورائين، ڪرين. ٢٧. ڳالهہ، پچار. ٢٨. آسري، ڏڍ، سهاري. ٢٩. اي داسڙا، اي (منهنجا مڙس) چنيسر (ليلان جو مڙس چنيسر، سومري گهراڻي جي داسڙي قبيلي مان هو ءِ سندس پيءُ جو نالو بہ ڄام داسڙو هو). ٣٠. ڪمزور، لاغر، هيڻيون، ضعيف. ٣١. ڏهاڳ (مڙس کان جدائيءَ) واريون عورتون. ٣٢. گدلا، خراب، مٽيءَ لڳل. ٣٣. چهرا، شڪليون، صورتون. ٣۴. انهن جا. ٣۵. مڙس، ڀتارَ. ڪانڌ. ٣٦. ساڻن، انهن سان. ٣٧. رهاڻ ڪئي، ڳالهہ ٻولهہ ڪئي. ٣٨. ڏهاڳ کان. ٣٩. سهاڳ واريون عورتون (جن سان مڙس پيار ڪندو هجي). ۴٠. هميشہ. ۴١. ڏڄن، خوفزده ٿين. ۴٢. ڪوهہ ڄاڻان = مونکي ڄاڻ خبر نہ آهي. ۴٣. ڪهڙين. ۴۴. موقعو، وجهہ. ۴۵. مڙس، ڀتار. ۴٦. ڏوهہ کان، قصور کان، سبب کان.

وَرُ[1] وِڏوٽو[2] ايَهِين[3]، جِيئَن[4] جِيئَن پاڻُ[5] پَسَنِ[6].

٢٤

سُهَاڳَان[7] ڏُهَاڳِٽِيُون[8]، ڪِهڙِي ڏوهِ[9] تِين،
وَرُ وِڏوهي[10] ايَهِين، جِيئَن پَاڻُ پَسَنِ.

٢٥

ڏوري[11] لَهُه[12] ڏُهَاڳُ، جَنهِن[13] ڪَرلاهُو[14] داسَڙو[15]،
گهورِئو[16] سو سُهَاڳُ، جَنهِن ۾ پَسِين پَاڻَ ڪي.

٢٦

سَيِيئِي[19] سُهَاڳِٽِيُون، سَيِنِي[17] ڳِچِيءَ[18] هَارَ،
پَسَڻَ ڪَارَڻِ پِرِينءَ[20] جي[21]، ڪَنِ سَهسِين[22] پِتين[23] سِينگَارَ[24]،
ڊولُ[25] تَنِي جِيءَ ڊارَ[26]، هِينَاهِيُون[27] هَلَنِ جي.

٢٧

سَيِيئِي سُهَاڳِٽِيُون، سَيِنِي ڳِچِيءَ هَسَ[28]،
پَسَڻَ ڪَارَڻِ پِرِينءَ جي، وَڏا ڪَئائُون وَسَ[29]،
ڊولُ تَنِي جي گَسَ[30]، هِينَاهِيُون هَلَنِ جي.

---

١. ڀتار، مڙس، پتي، خاوند، ولهو. ٢. ڪاوڙيو، ناراض يا رنج ٿئو. ٣. انهيءَ ڪري. ۴. جيئَن جيئَن = ڇاڪاڻ، جنهن صورت ۾. ۵. خودي، آپو. ٦. ڏسن، خيال يا ڌيان ۾ رکن. ٧. سهاڳ ڪان يعني مڙس جي هيڪاند يا پيار کان. ٨. ڏهاڳ (مڙس کان جدائيءَ واريءَ حالت) واريون عورتون. ٩. ڏوهہ جي ڪري، قصور يا خطا جي سبب. ١٠. ڪاوڙجي، ناراض ٿئي. ١١. ڳولي. ١٢. هٿ ڪر، حاصل ڪر. ١٣. جنهن ۾، جنهن جي سبب. ١۴. ڪر لهندڙ، سار يا سنڀال لهندڙ. ١۵. ليلان جو مڙس چنيسر (جيڪو سومرا گهرائي جي داسڙي قبيلي مان هو ۽ سندس پيءُ جو نالو پڻ ڄام داسڙو هو). ١٦. صدقو يا قربان ٿئو، ڪوءِ ٿئو. ١٧. سيني جي. ١٨. ڳچيءَ ۾، ڳلي ۾. ١٩. (موتين جون) مالهائون، ڪنڊلا، طوق. ٢٠. واسطي. ٢١. محبوب. ٢٢. سوين، تمام گهڻن. ٢٣. پتين جا، قسمن جا، نمونن جا. ٢۴. ٺاهہ ٺوهہ، جنسار، زيب زينتون. ٢۵. محبوب. ٢٦. ڊار تي، رستي تي، ماڳ تي، طريقي تي. ٢٧. هيٺ ٿي، نمي يا نئڙي، نياز نئڙت سان. ٢٨. عورتن جي ڳچيءَ جا زيور، دهريون. ٢٩. حيلا، ڪوششون. ٣٠. گس تي، رستي تي.

## ٢٨

سَيبيئِي سُهَاڳَڻِيُون[1]، سَيَنِيَ[2] مُنهِن[3] جَڙاءُ[4]،
سَڀَ ڪَنهِن پَانيو[5] پَاڻَ[6] ڪي، ايندو مُون ڳَرِ[7] راءُ[8]،
تَان[9] پيِنو[10] تَنِ[11] دَران[12]، جي پَسِي[13] پَاڻُ[14] لَجَايُون[15].

## ٢٩

چَنيسَر[16] سين چَاءُ[17]، مَتَان ڪَا مُنڊَ[18] ڪري،
جو تو پوري[19] پَانيو، اِيءُ رِبسَاٽو[20] راءُ،
پَاڻ[21] ذاران[22] پَربَاءُ[23]، ڪَانڌَ[24] ڪَهِين جو نَه وَڻي[25].

## ٣٠

چَنيسَر سين چَاءُ، مَتَان ڪَا مُنڊَ ڪَري،
ڪَانڌُ ڪُوڙيءَ[26] جو نَه وَڻي، ڳيرَبُ[27] ءِ ڳَاءُ[28]،
تِڙي[29] تُورَڙِبَاءُ[30]، دوسِتَ[31] ڏَسَائي[32] داسَڙو[33].

## ٣١

چَنيسَر سين چَاڳُ[34]، مَچُڻُ ڪَا مُنڊَ ڪَري،
جَان[35] مُون پوءِ پَرُوڙِئو[36]، اِيءُ نَه مَاٽي[37] مَاڳُ[38]،

---

١. سهاڳڻ (مڙس جو پيار ءِ ان سان هيڪاند) واريون عورتون. ٢. سيني جي. ٣. منهن تي، پيشانيءَ تي، نراڙ تي. ٤. سونهن سوڀيا واري رونق. ٥. سمجهيو، خيال ڪئو. ٦. پاڻ ڪي = پاڻمرادو، خودبخود. ٧. وٽ. ٨. راجا. ٩. آخر. ١٠. ڪهڙيو، آيو، داخل ٿئو. ١١. تن جي. ١٢. در ڪان (گهر ۾). ١٣. ڏسي. ١٤. پنهنجا عيب. ١٥. شرمسار ٿيون. ١٦. ليلان جي مڙس جو نالو (محبوب). ١٧. چائٺ، دغا، ٻيائي، ڪپٽ. ١٨. اي منڊ، اي عورت. ١٩. اي پوري، اي موڳي، اي نادان يا وسوڙل. ٢٠. ريس وارو، غيرتمند. ٢١. خود، پنهنجي پاڻ. ٢٢. ڪان سواءِ. ٢٣. سمجهہ، رسم، ريت، خيال. ٢٤. ڪانڌ کي، مڙس کي، پتار کي. ٢٥. پسند اچي. ٢٦. بي وڙيءَ، نالائق، بدافعال، ڪميڻيءَ. ٢٧. هٺ، مغروري، وڏائي، فخر، هستي. ٢٨. گوڻناٺ، نٺ نٺاءِ. ٢٩. پاسيرو ٿئي، (ڪاوڙجي). ٣٠. ٿورو، ذري برابر. ٣١. دوستن کي، پيارن کي. ٣٢. ليٽارائي، مارائي. ٣٣. ليلان جو مڙس چنيسر سومرا گهراڻي داسڙي قبيلي مان هو. ٣٤. ماڻو، ناز نخرو، انگل. ٣٥. جيئن تہ. ٣٦. سمجهيو، ڄاتو. ٣٧. ماڻي جو، انگل آري جو. ٣٨. هنڌ، جاءِ.

ذَمَرِئو[1] ڏُهاڳُ[2]، سِڳهو[3] ڏي سُهاڳِٽِين[4].

## ٣٢

أو[5] ذَمَرِئو[6] ڏِسُ، هيءُ حِيلو[7] هُونَهين[8] هارَ[9] جو،
سُٽو[10] سَبِ سَرتِيُون[11]، ايءُ وَرُ[12] نَہ ڪَنهِين[13] وَسُ[14]،
دَعوي[15] پِهرِئين[16] ڏِسِ، پَجِئو[17] تو پورا[18] ڪَري.

## ٣٣

ڪوڙِين[19] تُنهِنجُون ڪامَٽِيُون[20]، تُون ڪوڙِن سَندو[21] ڪانڌُ،
مُون ڪي ڏِيلِ[22] مَ وَلَها[23]، تَہ وَرَ[24] وَجَان[25] نَہ وڙُواندُ[26]،
مُون[27] ڳِچِيءَ[28] ۾ پَاندُ[29]، تو[30] چَنيسَرَ[31] هَٿَ[32] ۾.

## ٣٤

ڍولا[33] ڪُجَاڙَئَا[34]، پولايو[35] پوڏُ[36] چَئِين،
آئُون تو[37] پِيرانديَان[38]، ڪَرَ[39] مُوڙِئو[40] وَرَ[41] اُٿِيَان.

## (٣٥)

ڍولا اولا[42] نَہ سَهان[43][44]، آڏا اڏيئي[45] جي،
ڪانڌَ[46] ڪَميٽيءَ[47] ڪي، نيئي[48] وِهارِجِ وِجَ ۾.

---

١. ڪاوڙ جئو، ناراض ٿئو، ٢. مڙس يا پتيءَ کان جدائي، رناپڻ، ٣. هڪدم، جلد، ٤. سهاڳڻين کي، مڙس سان پيار ۾ رهندڙ زالن کي، ٥. ليلان جي مڙس چنيسر ڏانهن اشارو، ٦. (اڳيئي) ڪاوڙ ۾ هو، ٧. بهانو، عذر، ڪوڙو سبب، ٨. اجايو، ٩. (موتين جي) مالها، ڪنڊلي، ١٠. ٻڌو، ١١. جيڏيون، سهيليون، ١٢. مڙس، ٻتار، پتي، خاوند، ڪانڌ، ١٣. ڪنهن جي، ١٤. وس ۾، قبضي ۾، قابوءِ ۾، ١٥. حجت، حقداري، ١٦. پيري، دفعي، ١٧. توڙئو، چنئو، ١٨. پور پور، ذرا ذرا، ٽڪر، پرزا، ١٩. ڪروڙن جي تعداد ۾، اڪيچار، ٢٠. (حسين) زالون، (سهڻيون) عورتون، ٢١. جو، ٢٢. چِڏ، وسار، ٢٣. اي ولها، اي ڪانڌ، ٢٤. اي ور، ٢٥. ٿيان، ٢٦. وٺواند، خراب خوار، مهٽي هاب، ٢٧. منهنجي، ٢٨. گلي، ڪنڌ، سسيءَ، ٢٩. پلئه يا پلاند (پوتيءَ يا ڪپڙي جو) (منٿ ڪرڻ جو طريقو)، ٣٠. تنهنجي، ٣١. اي چنيسر، ٣٢. اختيار، وس، ٣٣. اي ڍولئا، اي محبوب، ٣٤. ڇا جي لاءِ، ڇو، ٣٥. سڏيو، گهرايو، ٣٦. نفرت يا ڏڪار جي واسطي ڪم ايندڙ لفظ، ڦوٽ، ٣٧. تنهنجي، ٣٨. پيرانديءَ کان، پيرن واري پاسي کان، ٣٩. عضوا، لڱ، ٤٠. پڃئو (ڪر موڙئو = بدن نمايو، نئڙت ڪريو)، ٤١. اي ورَ، ٤٢. اوٽون، پڪا، پينگا، ٤٣. برداشت ڪريان، ٤٤. اڳئان، سامهون، ٤٥. تو اڏيا، تو ٺاهيا يا جوڙيا، ٤٦. اي ڪانڌ، ٤٧. نڪمي، بدافعال، بڇڙيءَ، ٤٨. ڪٺي، وٺي.

## ۳٦

ڊُولا اولا نَہ سَهان، آڏا اَڏيئي جي،
تو وَرَ وَهُون ڪيترِيُون، مُون وَرُ تُون وَري،
پِرتَئُون پير پَري، مَلهائيجِ مِسڪينِ کي.

## ۳۷

ڊولِئا ڊِيلِ مَرَ مُون، ڪَانڌَ ڪَميٽي آهيان،
سِڪَ تُنهِنجيءَ سُپِرين، پيري وِڏِيس پُون،
مُون وَرُ تُونهِين تُون، تو وَرَ وَهُون ڪيترِيُون.

## ۳۸

تو وَرَ وَهُون ڪيترِيُون، مُون وَرُ تُون، وَريجِ،
پِرتَئُون پيرَ پَريجِ، مَلهائيجِ مِسڪينِ کي.

## ۳۹

جي وارو نَہ ڏي، توءِ مُنهنجو وَلهو،
آئُون تَنهِن آسَاري، وِبنِي وِلهُون گهارِيَان.

---

۱. اي ڊولئا، اي محبوب (اي منهنجا مڙس چنيسر)، ۲. پردا، اوٽون، پونگا، پڪا، ۳. برداشت ڪريان، ۴. اڳيان، سامهون (تنهنجي ءِ منهنجي وچ ۾)، ۵. تو اڏيا، تو ٺاهيا، تو جوڙيا، ٦. تنهنجون، توکي، ۷. اي ور، اي مڙس، اي پتار، ۸. زالون، ۹. گهڻيون، ۱۰. منهنجو، ۱۱. وري بہ، صرف، ۱۲. پرت مان، پيار مان، ۱۳. قدم، وکون، ۱۴. ڪٽي (پير پري = منهنجي طرف اچڻ جي تڪليف ڪري)، ۱۵. سرخرو ڪج، عزت يا مانَ وارو ڪج، ۱٦. غريب، نمائيءَ ويچاريءَ، ۱۷. اي ڊولئا، ۱۸. ڇڏ، وسار، ڏڪاري پري ڪر، ۱۹. مونکي، ۲۰. اي ڪانڌ، اي پتار، ۲۱. نڪمي، بيڪار، خسيس، عيبدار، ۲۲. پيار، اڪير، محبت، ۲۳. اي سپرين، اي پرين، اي محبوب، ۲۴. ڦيرائي، ڪيرائي، سٽي، دسي، ۲۵. آئون وڏي، مونکي وڏو، ۲٦. پونءِ تي، زمين تي، پٽ تي، ۲۷. منهنجو، ۲۸. ورج، موٽج، وري راضي ٿج، ۲۹. جيتوڻيڪ، ۳۰. موقعو يا وجهہ (ملڻ جو)، ۳۱. تہ بہ، تنهن هوندي بہ، ۳۲. مڙس، خاوند، ۲۳. أن، ۳۴. آسري يا اميد تي، ۳۵. واحد ولهہ = ٿڌ، سردي، ڪلي هوا (ولهون گهاريان = بنان اجهي ڏينهن گذاريان).

## ۴

تُوءِ[1] مُنهِنجو[2] وَلَهو، جي[3] وارو[4] نَہ ڏي،
آئُون تَنهِن[5] پِلَي[6] کي، پاڻُ[7] پَرَنيان[8] کيتِرو.

## ۴۱

جي[9] وِلهِي[10] کَرِيِين[11] وَلَها[12]، تَہ[13] اڱَڻِ[14] تُو[15] آئي،
کانڌَ[16] کُونجِ[17] کَڍِهين، بَرِ[18] بَرِ باجَهائي[19]،
وارِج[20] کا وائِي[21]، دِلاسي[22] جي داسَڙا[23].

## ۴۲

دِلاسي جي داسَڙا، تَان کا وائيءَ وارِ،
جِيئَن تُون مُنهِنجو وَلَهو، تِيئَن[24] آئُون تو ۾ طَمعدارِ[25][26]،
ڍَکِي[27] ڍولَ[28] گُذارِ[29]، لَجَ[30] مُنهِنجي لوکَ[31] ۾.

## ۴۳

نَئُون[32] نِينهُن[33] لَڳُوم[34]، رات رَمَندي[35] ڍولَ سين،
سو سِينگارُ[36] تِئُومِ[37]، صُباحِ[38] وِچِ[39] سَرتِيين[40].

---

۱. تنهن هوندي بہ. ۲. مڙس، پتار، پتي، ڪانڌ. ۳. جيتوڻيڪ. ۴. وجهہ يا موقعو (ملڻ جو). ۵. ان (ولهي ڏي اشارو). ۶. چڱي،نيڪ، ڀلاري، بزرگ. ۷. خود. ۸. سپرد ڪريان، حوالي ڪريان. ۹. جيڪڏهين. ۱۰. اڪيلي، بي وارث، نڌڻڪي، سڪڻي. ۱۱. ڪندين. ۱۲. اي ولها. ۱۳. تڏهين بہ. ۱۴. اڱڻ ۾، گهر جي آڳر ۾، گهر ۾. ۱۵. تنهنجي. ۱۶. اي ڪانڌ. ۱۷. سڏ ج، سڏ ڪج، گهرائج (پاڻ وٽ). ۱۸. هاءِ افسوس. ۱۹. ٻاجهہ يا رحم ڪري، مهرباني ڪري. ۲۰. وري ڪج. ۲۱. ڳالهہ، ٻولي، پچار. ۲۲. آسري، ڏڍ، سهاري. ۲۳. اي داسڙا، اي منهنجا مڙس چنيسر (ليلان جو مڙس چنيسر سومرا گهراڻي جي داسڙي قبيلي مان هو ۽ سندس پيءُ جو نالو بہ ڄام داسڙو هو). ۲۴. ڄاڪاڻ تہ. ۲۵. تنهنڪري. ۲۶. اميدوار، آسائتي. ۲۷. ڍڪيل يا لڪل حالت ۾، مخفي نموني، ڳجهہ ڳوهہ ۾. ۲۸. اي ڍول، اي محبوب. ۲۹. نباهہ. (ڍڪيل حالت ۾) ڇڏي ڏي. ۳۰. پت، عزت، شرم. ۳۱. ماڻهن. ۳۲. تازو. ۳۳. عشق، محبت. ۳۴. مونکي لڳو. ۳۵. هلندي، گهمندي، ڦرندي. ۳۶. جنسار، زيب، زينت، سونهن. ۳۷. منهنجو ٿئو. ۳۸. صبح جو. ۳۹. وچ ۾. ۴۰. سرتين جي، جيڏين يا سهيلين جي.

## ٤٤

نَـهـي[١] بَـڌي رؤءِ[٢]، اڱـڻِ[٣] جهـيـڪـئو[٤] ڪَرَهَا[٥]،
ڪـو چَـنـيـسَـرَ[٦] چـوءِ[٧]، تَـه وَڃـي لِـيـلان لَـڏئو[٨].

## ٤٥

لَـڏي تَـه لَـڏَڻُ ڏئو، ايءَ مُـنـڌَ[٩] مَ دِوهِـئـو[١٠] مَـاڻُـهـوئـا[١١]،
ايءَ اِهَـڙي سَـبَـرَ[١٢] جـوءِ[١٣]، جِـنهِـن مَـٽـيي[١٤] تي وَرُ[١٥] مَـٽـئـو[١٦].

## وائي

آءُ پِرِيـن[١٧] گـهـرَ[١٨] پيـهِيُ[١٩]، مِيَانُ[٢٠] چَـنـيـسَـرَ، هَارُ[٢١] هَـٿَـان[٢٢] مُون ڇـڏئو،
پُڇَـنِ[٢٣] لِـيـلان[٢٤] هُـوءِ ڪَـنِ حِـيـلا[٢٥]، ٻَـهـرَان[٢٦] اَچـئـو ٻـيـئـي[٢٧]،
دوسـتُ[٢٨] نـئَـائُـون[٢٩] داسَـڙو[٣٠]، ويـسَـاهـي[٣١] وَرُ ويـهـي[٣٢]،
اوگُـڻَ[٣٣] عَـيـبَ مَـنَـايُون، مُـنـهِـنـجُـون ڍولا[٣٤] ڍَڪِ سَـپـيـئي[٣٥]،
تـو[٣٦] دَرِ[٣٧] اَچـي داسَـڙا[٣٨]، آرَ[٣٩] ڪَـرِبـنـديـسِ[٤٠] ڪـيـهـي[٤١].

---

١. (سامان يا تيز تاڙي) ٻڌي، ويڙهي. ٢. روئي. ٣. اڱڻ ۾، گهر جي اڱر يا ٻڌر ۾، گهر ۾. ٤. هُشايو، وهارئو. ٥. اٺ. ٦. چنيسر (ليلان جي مڙس) کي. ٧. چوي، ٻڌائي. ٨. گهر کي ڇڏئو، الوداع ڪئو. ٩. عورت، زال. ١٠. روڪئو. ١١. اي ماڻهوئا، اي لوڪو. ١٢. ڏاڍي، سگهاري، طاقتور. ١٣. زال. ١٤. موتيءَ (موتين جي نهيل مالها يا ڪنٺي). ١٥. مڙس، پتي، پتار. ١٦. بدلايو، مٽايو. ١٧. اي پرين، اي محبوب. ١٨. گهر ۾. ١٩. گهڙي. ٢٠. سردار. ٢١. موتين مان نهيل مالها. ٢٢. هٿ مان. ٢٣. خبر چار لهن، حال احوال وٺن. ٢٤. ليلان جو. ٢٥. ڪوششون، تجويزون، سازشون. ٢٦. (ليلان جي محلات جي) ٻاهران. ٢٧. ليلان جي رقيب ڪونئرو (جيڪا چنيسر تي عاشق هئي) ءَ ان جي ماءُ. ٢٨. يار، سڄڻ. ٢٩. وٺي ويون، سي ويون. ٣٠. چنيسر (جيڪو سومرا گهراڻي جي داسڙي قبيلي مان هو). ٣١. ويساهه يا اعتبار ڏيڻ کان پوءِ ٺڳي، دغا ڪري، ڪپٽ ڪري. ٣٢. محلات ۾ ويهي يا ٽِڪي يا رَهي. ٣٣. بڇڙايون، برايون، مٺايون، مدايون، عيب، ڏوھ، گناھ. ٣٤. اي ڍولا، اي محبوب. ٣٥. لڪاءِ، ڇُپاءِ. ٣٦. تنهنجي. ٣٧. در تي، دروازي تي. ٣٨. اي داسڙا، اي چنيسر. ٣٩. آنگل. ٤٠. آئون ڪندي. ٤١. ڪهڙي.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُرُ لِيلا

## داستان ٻيو

### ۱

لِيلان[1] لَڪَڻَ[2] پَانهِنجَا، سَارِجِ[3] سَيئِي،[4]
وَرَ سِين وِڙهِئو[5] اُتيين، ڏوراپَا[6] ڏيئِي،
نَہ[7] ڄَاڻَان ڪيهِي،[8] چَنيسَرَ[9] جي چِتَ[10] ۾.

### ۲

لِيلان جِمَ[11] لَڪَائِيين،[12] سُوپِيي[13] سَاڻُ سُڄَاڻِ،[14]
آهِيين گهَڻُو اَڄَاڻِ،[15] مَڇُڻُ پُوري[16] نَہ پَئِين.

### ۳

لِيلان جِمَ لَڪَائِيين، چَئِي[17] چَنيسَرَ سَاڻُ،
جو تو پَانيو[18] پَانهِنجو،[19] سو ريسَاڻُون[20] رَاڄَاڻُ،[21]
پَاڻَان[22] ڌَارَ[23] پَرِيَاڻُ،[24] ڪَانَڌَ[25] ڪِنهِين جو نَہ وَڻِي.[26]

---

۱. اي ليلان، ۲. لڇڻ، خصلتون، عادتون، افعال، ۳. سنڀالج، ياد ڪج، ڌيان ۾ رکج، ۴. ڪانڌ، مڙس، ڀتار، ۵. جهيڙو يا تڪرار ڪرئو، ۶. اوڀالا، ميارون، شڪايتون، ۷. نہ ڄاڻان = مونکي ڄاڻ يعني خبر نہ آهي، ۸. ڪهڙي ڳالهہ، ۹. ليلان جي مڙس جو نالو، ۱۰. دل، من، ۱۱. متان، مڃڻ، ۱۲. لڪا ڏيين، پاڻ کي ظاهر يا پڌرو ڪريين يا ڏنو ڪريين، ۱۳. اي سوڀي، اي سوڀياوان، اي بختاور، ۱۴. هوشيار، ڄاڻوءَ، داناءَ (چنيسر)، ۱۵. بي سمجهہ، نادان، ۱۶. پوري نہ پئين = پهچي يا پڄي نہ سگهين، مقابلو نہ ڪري سگهين، ۱۷. ڳالهائي، بحث مباحثو ڪري، ۱۸. سمجهيو، ڄاتو، ۱۹. قرابت يا عزازت وارو، دوست، ۲۰. ريس وارو، غيرتمند، ۲۱. راڄا، ۲۲. پاڻ کان، خود کان، ۲۳. سواءِ، بغير، ۲۴. صلاح، مصلحت، خيال، ۲۵. ڪانڌ (چنيسر) کي، ۲۶. پسند اچي.

**۴**

ليلان[1] جمَ[2] لکائيين[3]، چئي[4] چنيسر[5] ساڻ،
وَرَ[6] سين وڙهئو[7] اُٺيين[8]، مُوڙهي[9] مُنئي[10] پاڻ[11]،
پوري[12] کيئي[13] پاڻ[14]، آيئي[15] ڏنءُ[16] ڏهاڳَ جو[17].

**۵**

چئي چنيسر جامَ[18] سين، ليلان تُون مَ لکاءِ،
دوستُ[19] تُنهنجو داسڙو[20]، کانڌ[21] وَڏيائي[22] کاءِ[23]،
ڊولئو[24] ڍَڪَ سنديا‌ءِ[25]، تو[26] عَيبن[27] کي[28] آڏو اَچي[29].

**٦**

چئي چنيسر جامَ سين، ليلان لکاءِ مَ تُون،
تو جو پانيو[30] پانهنجو، تَنهن[31] سين آئُون نہ[32] کا تون،
رُونديون ڏِنيون[33] مُون، اِنَ دَرَ مَٽي[34] داڌليون[35].

**۷**

چئي چنيسر جامَ سين، ليلان لکايوءِ[36]،
تو پانيو پانهنجو، تنهن جو پرو[37] کونہ پيئوءِ[38]،

---

١. اي ليلان. ٢. مچڻ، متان. ٣. لکا ڏيين، پاڻ کي پڌرو يا ظاهر کرين يا ڏنو کرين. ۴. ڳالهائي، بحث مباحثو کري. ۵. ليلان جي مڙس جو نالو. ٦. مڙس، کانڌ، پتار. ٧. جهيڙو يا تکرار کرئو. ٨. اٺئو هلي وڃين. ٩. اي موڙهي، اي موکي يا بي سمجهہ، اي نادان. ١٠. تو مُنو يعني مصيبت ۾ وڌءِ. ١١. خود (کي). ١٢. اي پوري، اي نادان. ١٣. تو کئو. ١۴. خودي، آپو، پاڻ پٽو، هٺ، وڏائي. ١۵. توکي آيو. ١٦. توءُ، تپش، گرمائش، ساڙ، جل، پارڻ. ١٧. مڙس کان، جُدائيءَ، رَنايپ. ١٨. سردار (سما قوم جي سردار کي جام چوندا هئا). ١٩. يارُ، سڄڻ، محبوب. ٢٠. چنيسر (جيکو سومرا گهراڻي جي داسڙي قبيلي مان هو). ٢١. صبر، تحمل، ڌيرج، برباد باري. ٢٢. وڏي، جهجهي. ٢٣. کائي، سهي، اختيار کري. ٢۴. ڊولُ، محبوب (چنيسر). ٢۵. پردو، پناهہ. ٢٦. تُنهنجي. ٢٧. تُنهنجي. ٢٨. خطائن، مداين، براين، ڏوهن، گناهن. ٢٩. اڳئان (آڏو اچي = ڍکي ڇڏي). ٣٠. سمجهيو، ڄاتو. ٣١. قرابت يا عزازت وارو، پيارو، دوست. ٣٢. آئون نہ کاتون = کوبہ بحث مباحثو يا تکرار نہ. ٣٣. اکين مان ڳوڙها يا لڙڪ وهائيندئيون. آهہ و زاري کنديون. ٣۴. تي. ٣۵. دل گهريون، پياريون، لاڏليون. ٣٦. تو لکايو. ٣٧. خبر، سُڌ، پتو. ٣٨. توکي پئو.

ڪَونئُروءَ[١] ڪَانڌُ[٢] سَندوءِ[٣]، دَستِ[٤] ڪِئو داسَڙو[٥]،

## ٨

لِيلان[٦] لُڇُ[٧] مَ ايتِرو، اُتي اڱَڻُ[٨] سُورِ[٩]،
ابُو[١٠] ڏاڏو[١١] گهورِ[١٢]، پَاڻَ[١٣] سُوڌِوئي[١٤] پِرِيَنءَ[١٥] تَان.

## ٩

اُتي سُورِ بُهَارِ، لِيلان لُڇُ مَ ايتِرو،
ڍولَو[١٦] اڱَڻَ[١٧] بُهَارِ[١٨]، ڪَانڌُ ڪَمِيڻي[١٩] آيو.

## ١٠

لِيلان لُڇُ مَ ايتِرو، وِيئي ڳَالهه[٢٠] هَٿَان[٢١]،
چَنيسَرَ ڪَانڌا[٢٢]، ڪونَ پُنو[٢٣] تَو[٢٤] ڪاجَڙو[٢٥].

## ١١

پِينرُ[٢٦] پِنيءَ رَاتِ[٢٧]، مُون[٢٨] چَنيسَرُ چِتَ ۾[٢٩]،
سُتو[٣٠] لوڪُ[٣١] نِندُون ڪَري، مُون[٣٢] پرِيَان[٣٣] جِي تَاتِ[٣٤]،
سَجَڻُ[٣٥] سِينءَ[٣٦] پِرِيَاتِ[٣٧]، مَنَان[٣٨] مُورِ[٣٩] نَه وِسَري[٤٠].

---

١. ليلان جي رقيب عورت جو نالو جيڪا ليلان جي مڙس چنيسر تي عاشق هئي، ٢. مڙس، پتار، ٣. تنهنجو، ۴. دست ۾، هٿ ۾، قبضي ۾، ۵. چنيسر (جيڪو سومرا گهرائي جي داسڙي قبيلي مان هو)، ٦. اي ليلان، ٧. ڦٿڪ، بي صبري ٿيءُ، ٨. گهر جو ٻڌر يا صحن، گهر، ٩. (چنيسر جي اچڻ جي اميد ۾)، صاف ڪر، ٻُهار، ١٠. پيءُ، بابو، ١١. پيءُ جو پيءُ، ١٢. قربان يا صدقي ڪر، ١٣. خود، پنڊ، ١۴. سميت، ١۵. محبوب (چنيسر)، ١٦. ڍول، محبوب، ١٧. اڱڻ جي، گهر جي، ٻڌر يا صحن جي، گهر جي، ١٨. ٻاهر، ٻاهران، ٻهرين پاسي، ١٩. اي ڪميڻي، اي بدافعال، اي ٻجڙي، ٢٠. مامرو، معاملو، وجهه، ٢١. هٿ مان، وس يا اختيار مان، ٢٢. ڪانڌ سان، ٢٣. پورو ٿئو، نبهئو، بحال ٿئو، ٢۴. تنهنجو، ٢۵. ڪاڄ، شاديءَ جو جشن، محفل، ڪچهري، ٢٦. اي پينر، اي اديون، ٢٧. پوئين رات جو، فجر جو، ٢٨. مونکي (ياد پئو)، ٢٩. دل ۾، من ۾، ٣٠. سمهيو، ٣١. عام ماڻهو، ٣٢. مونکي، ٣٣. پرينءَ، محبوب (چنيسر)، ٣۴. يادگيري، ٣۵. دوست، محبوب (چنيسر)، ٣٦. تائين، ٣٧. فجر، اسر، پرهه ڦٽيءَ، ٣٨. من مان، ٣٩. اصل، بنهه، ۴٠. لَهي، اُتري، ٻلجي.

## ١٢

چَنيسَرُ[1] چَؤُرَنگُ[2]، ٻِہ[3] رَنگُ لوڪُ[4] ٻِئو،
تَنهِن سين چِنِئو[5] سَنگُ[6]، وَجِئو هارُ[7] هَٿ[8] چُهين[9].

## ١٣

هُئَا ليلان جا اڳهين[10]، مَٿي[11] ماڙِيءَ[12] ماڳَ[13]،
چَئِي[14] چَنيسَرَ چاڙهي[15]، لَکين[16] ڏِيئي لاڳَ[17]،
ٻِيون راءَ[18] پِرَ[19] کَنبَنِ[20] راڻيُون[21]، هِيءَ[22] سويي مَنجهہ سُهاڳَ[23]،
جيلاهَہ پِرُ[24] ڏِنائين پاڳَ[25]، تَي[26] آيسِ[27] ڏَنءُ[28] ڏُهاڳَ[29] جو[30].

## ١٤

ڪَتُوري[31] چَئِين[32] پَلَئين[33]، تَوءِ[34] ڏُهاڳِڻِ[35] هوءِ[36]،
تَہ پَڻِ سُهاڳِڻِ[37] اڳِري[38]، توڻي مُنهُن نہ ڏوءِ.*

## ١٥

وَڏيري[39] هُيَاسِ[40]، ميڙو[41] مُون[42] گهر[43] سَرَتين[44]،
هَٿَ چُهڻَ[45] هارَ جي، ڪَڙي[46] ڪانڌَ[47] تِئَاسِ[48]،
جَڏهين ڊولي[49] ڊِيلَئَاسِ[50]، آيَمِ ڏَنءُ ڏُهاڳَ جو.

١. ليلان جي مڙس جو نالو. ٢. چئن رنگن وارو، گهڻن گڻن يا رمزن وارو، هوشيار، ڪيڏاري. ٣. ٻن رنگن وارو، ٻهروپي، پاکنڊي، ڪوڙو، منافق، ٻچاپڙو. ٤. عام، ماڻهو، عام خلق. ٥. توڙئو. ٦. واسطو. لاڳاپو. ناتو. ٧. موتين جي مالها يا ڪنڊلو. ٨. هٿ ۾. ٩. ڪٽين، ونين. ١٠. شروعات کان، ٻهريائين. ١١. تي. ١٢. جاءِ جي مٿان ٺهيل ٻيءَ جاءِ، محل، محلات. ١٣. آستانَ، رهائشون. ١٤. (عَلَي الاعلان يا وڏي سڏ)، ٻڌائي، عالم آشڪار اعلان ڪري. ١٥. مٿي ڪنئي يا مٿي ني (ماڙيءَ تي رهائڻ لاءِ). ١٦. لکن جي تعداد ۾، تمام گهڻا. ١٧. (شاديءَ جي وقت ماڻهن کي ڏنل) دانَ، بخششون. ١٨. راجا (چنيسر). ١٩. کان. ٢٠. ڊڄن، خوفزدهہ ٿين. ٢١. راجا جون زالون. ٢٢. سوپياوان،سهٽي. ٢٣. مڙس جو پيار حاصل هجڻ واري حالت. ٢٤. جيئن تہ، چاڪاڻ. ٢٥. نازَ، وڏائي، ايمان، هٺ، غرور. ٢٦. پاڳ تي، نصيب تي، خوشحاليءَ تي (پر ڏنائين پاڳ = فخر يا وڏائي ڪيائين، گهمنڊ ڪيائين). ٢٧. تنهن ڪري. ٢٨. ان (ليلان) کي آيو. ٢٩. توءُ، تپش، گرمائش، پارڻ. ٣٠. مڙس کان جدائيءَ، رناپڻ. ٣١. ٻنان سگن هرڻ جي دن مان نڪتل خوشبودار مادو، مشڪ. ٣٢. چئن. ٣٣. (پوتيءَ يا چُنيءَ جي) پلئن ۾، پاندن ۾. (پوتيءَ جي) ڪندن ۾. ٢٤. جيڪڏهين. ٢٥. ڏهاڳڻ (مڙس کان جدا ٿيل يا ور ڇڙيل زال) کي. ٣٦. هجي. ٣٧. سهاڳ واري عورت. ٣٨. وڏيڪ. سرس* جيتوڻيڪ گدلي يا ڪوجهي هجي. ٣٩. مالڪڻ، سائڻ. ٤٠. آئون هيس. ٤١. ميڙاڪو، هُجوم. ٤٢. منهنجي. ٤٣. گهر ۾. ٤٤. سرتين جو، جيڏين جو. ٤٥. هٿ جي ڇهڻ سان. هٿ جي لڳائڻ سان. ٤٦. ان وٽندڙ. ٤٧. ڪانڌ کي، مڙس (چنيسر) کي. ٤٨. آئون ٿي. ٤٩. ڊول، محبوب. ٥٠. مونکي ڊيليو يعني ڇڏيو.

## ١٦

وَڏيرِي[١] هُيَاس[٢]، چَنيسَرَ[٣] جي راجَ ۾[٤]،
ڏُهلَن[٥] دَمامَن[٦] نُقرِين[٧]، پَرِ[٨] ۾ پُڇِيَاس[٩]،
جيلاهَہ[١٠] ڊولي[١١] ڊِيلِيَاس[١٢]، تي[١٣] تِيَس[١٤] ڏُهاڳڻ[١٥] ڏيهَہ[١٦] ۾.

## ١٧

وَڏيرِي هُيَاس، چَنيسَرَ جي راجَ ۾،
دائِين[١٧]، ٻَائِين[١٨] دَربَانِين[١٩]، تي پَرِ ۾ پُڇِيَاس،
ڏُهلِين دَمامِين نُقرِين، تي وِڄَ ۾ وِهارِيَاس[٢٠]،
هُيَس[٢١] دادُلِي[٢٢] دوسِت[٢٣] جي، هَلِڪِي[٢٤] هَارَ[٢٥] ڪِئَاس[٢٦]،
تِهَان[٢٧] پوءِ تِئَاس، ڪَانِيَارِي[٢٨] ڪَانڌَ[٢٩] جي.

## ١٨

ڪَانڌَ[٣٠] ڪَمِيٽِي[٣١] آهِيَان، هَلايَان نَہ حُجَتَ[٣٢]،
چَنيسَرَ جي چِتَ[٣٣]، ڪَتُ[٣٤] نَہ لايَان ڪَڏهِين.

وائي

مُون تي وَهرَ وَرِي[٣٥]، وَرَ وَرِي[٣٦]، وارو[٣٧] ڏِينڊُومِ وَلَهو[٣٨]،

---

١. مالڪڻ، سائڻ، رئيسياڻي، مکياڻي، ٢. آئون هئي، ٣. ليلان جي مڙس جو نالو. ۴. حڪومت ملڪ. ۵. دهلن (دهل هڪ ساز جو قسم آهي جو شادين يا خوشيءَ جي ٻئن موقعن تي وڄائبو آهي) وڄڻ وقت يعني شادين مرادين جي وقت. ٦. دمامن (دمامو دهل جو هڪ قسم آهي)، وڄڻ وقت. ٧. نقرن (شرنائين يا توتارين) جي وڄڻ مهل * شادين يا خوشيءَ جي ٻين موقعن تي، ٨. پر ۾ / رازداريءَ يا ادب سان، ٩. مون کي پڇيو ويندو هو يا مون سان ڳالهايو ويندو هو، ١٠. جيئن تہ، جنهن صورت ۾،* ١١. ڊول، محبوب (چنيسر)، ١٢. مونکي ڇڏي ڏنو يا ڏڪاري ڇڏيو، ١٣. تنهن ڪري، ١۴. آئون ٿي، ١۵. مڙس کان جدا ٿيل يا وڇڙيل، ١٦. ملڪ، ديس، ١٧. داين يعني نوڪرياڻين يا ٻانهين، ١٨. ٻاين يعني رئيسياڻين يا وڏيرين، ١٩. دربانين يعني در تي ويٺل عورتن، ٢٠. وڄ ۾ وهارياس = مونکي عورتن جي وڄ ۾ وهاريو ويندو هو، مونکي اهميت ڏني ويندي هئي، ٢١. آئون هئي، ٢٢. لاڏلي، پياري، ٢٣. يار، سڄڻ، محبوب (چنيسر)، ٢۴. بي عزت، بي ماني، ٢۵. موتين جي مالها، ڪنڌلي يا طوق، ٢٦. مون کي ڪئو، ٢٧. تنهن کان، ٢٨. ميارڻِ، حرفياڻي، قصور وارِ، ٢٩. مڙس، ڀتار (چنيسر)، ٣٠. اي ڪانڌ، ٣١. نڪمي، ٻڇڙي، بدافعال، ٣٢. دعويداري، حقداري، ٣٣. چت ڪَي، دل ڪَي، ٣۴. زنگ، ميل، ٽِڪو، ٣۵. واهر، ور، مدد، ٣٦. موٽي (ٿيندي)، ٣٧. موقعو، وَجهہ، ٣٨. مڙس، ڪانڌ، ڀتار.

تُوکي سَارِئُو[1] سُپِرِين[2]، پُونديَسِ[3] مَاگِ[4] مَرِي[5]،
اَسَان تُو رِي[6] نَاهِہ کَا، بِي ڳُجَهاندَرِ[7] ڳَرِي[8]،
تُوکي سَرِي[9] سُپِرِين، اَسَان تَان نَہ سَرِي،
اُپَتِ[10] کَا اِحسَانَ[11] جِي، مِيَان[12] دَستَگِيرَ[13] دَرِي[14].

١. ياد ڪرئو، سنڀالئو. ٢. اي سپرين، اي پرين، محبوب. ٣. آئون پوندي. ۴. ماڳ تي، ماڳهن بلڪل، اتي جو اُتي، اُڦٽ، هڪدم. ۵. ساهہ نڪتل ٿي، بي جان ٿي. ٦. ڪان سواءِ. ٧. ڳجهاندر جي، ڳجهہ يعني راز (اورڻ يا ظاهر ڪرڻ) جي. ٨. واٽ، رستو، چارو، واهہ. ٩. گذارو ٿئي. ١٠. ڪول. ١١. مهربانيءَ، مهر، ٻاجهہ. ١٢. اي ميان، اي سردار. ١٣. هٿ وٺندڙ، ٻانهن ٻيلي، رهبر، اڳواڻ. ١۴. لوڳهو (اچڻ وڃڻ لاءِ)، لنگهہ، واهہ، واٽ.

بِسمِ اللهِ الرَّحمٰنِ الرَّحِيمِ

# سُرُ لِيلا

## داستان ٽيون

### ١

اَوگڻَ[1] ڪَري اَپارَ[2]، تو[3] دَرِ[4] آيَسِ[5] داسڙا[6]،
جي[7] تو[8] رُسَڻَ[9] سَندي[10] رُوح[11] ۾، تِيئَن[12] مُون[13] پِيٽي[14] نَاهِ پَتارَ[15]،
سَائِينءَ[16] لَڳِ[17] سَتارَ[18]، مَيٽِ[19] مَدايُون مُنهنجُون.

### ٢

پَائي[20] آيَس پَاندَ[21] ۾، تو دَرِ عَيبَ اَپارَ،
جي تو رُسَڻَ سَندي رُوح ۾، تِيئَن مُون پِيٽي نَاهِ پَتارَ،
اَڻَ وٽِ[22] جَا آچارَ[23]، شَالَ[24] ڪَانڌُ ڪَري مَ ڪَنهن سين.

### ٣

جي مَان[25] مُوڙهي[26] مَتِ[27]، تَہ پَاڻُ[28] سُڃَاڻج[29] سُپرِين[30]،
اَصلِ[31] اَوايُن[32] جَا، عَيبَ ڍَڪِين[33] تُون اَتِ[34]،
اِيءَ پِرِين تُنهنجي پَتِ[35]، جِيئَن وِلهيُون[36] ڍَڪِين[37] وَلَها[38].

١. خطائون، قصور، عيب، گناهہ، برايون، مدايون، ٢. بي حد، تمام گهڻا، ٣. تنهنجي، ۴. در تي، دروازي تي، ۵. آئون آئي آهيان، ٦. اي داسڙا، اي (منهنجا مڙس) چنيسر (ليلان جو مڙس چنيسر سومرا گهراڻي جي داسڙي قبيلي مان هو)، ٧. جيڪڏهين، ٨. توکي، ٩. ناراض يا رنج ٿيڻ، ١٠. جي (رسڻ سندي = رسڻ جي کا ڳالهہ آهي)، ١١. دل، من، ١٢. تہ، تنهن صورت ۾، ١٣. مون لاءِ، منهنجي لاءِ يا واسطي، ١۴. وسيلو، واهر، (پناهہ جي) جاءِ، ١۵. اي پتارَ، اي ڪانڌ، اي ولها، ١٦. ڌڻيءَ، مالڪ، خدا، ١٧. جي واسطي، ڪارڻ، ١٨. اي ستار، اي سترڪندڙ، اي پردو رکندڙ، اي عيب ڍڪيندڙ، ١٩. ڍاهہ، ميسار، معاف ڪر، ٢٠. وجهي، ٢١. (پوتيءَ جي) پلاند يا پلئہ، جهوليءَ، ٢٢. اڻبڻت، ناپسنديءَ، ناراضگيءَ، ٢٣. نياءَ، نبيرا، فيصلا، معاملا، ٢۴. خدا ڪري، ٢۵. منهنجي، ٢٦. منجهي پئي، خطا تي، گمر ٿي، ٢٧. ٻڌ، سمجهہ، عقل، هوش، سوچ، ٢٨. پنهنجي ذات، خود، ٢٩. اوڪج، پروڙج، ٣٠. اي سپرين، اي پرين، اي محبوب، ٣١. اصل کان، اول يا شروعات کان، ٣٢. گمراهہ يا پليل عورتن، ٣٣. لڪائين، ٣۴. گهڻا، بي شمار، ٣۵. شان، ساک، ٣٦. اڪيليون، بي وارث عورتون، نڌڻڪيون، لوڻيون، ٣٧. پردي ۾ رکين، ٣٨. اي ولها.

### ۴

عَيبَ[1] نَه اَچڻُ ڏِينِ، مُون کي مُون[2] پِرِيَنِ[3] ڏي.
اڳِئَان اکِيُنِ سَامُهَان، اُيَائِي[4] آهِين،
اَوڳُڻَ پَاسي[5] تِينِ، تَه ڏولا[6] ڪِنهِن ڏِنگَ[7] ٿِئَان.

### ۵

هَيبَتَ[8] کَانَه هُيَاسِ[9]، کَا دِلِ[10] مَتِيندو[11] داسَڙو[12]،
پَروُڙي[13] پشيمَانُ[14] ٿي، جَڏهِين هَتَان[15] ڳالهه[16] وَيَاس[17]،
سُورَ[18] پرايَائِين[19] سَيدُ چئي، پوءِ ٿي ڪُلَ[20] پَتئَاسِ[21]،
ڪُوٽَڻ[22] هَارَ[23] ڪِئَاسِ[24]، تي چَري[25] چَنيسَرَ[26] جَام[27] ري.

### ٦

لَکَڻَ[28] ڪِيمَ ڳَڻيجِ[29]، جِيئَن مُورائين[30] نَاهه مُون[31]،
مونکي مَلهَائيجِ[32]، وارو[33] ڏيئي وَلهَا[34].

### ٧

ليلان[35]! حيلا[36] ڇڏِ[37]، جي[38] تُون سُوپي[39] سکين[40]،
پَائي[41] پَانڌُ[42] ڳچيءَ[43] ۾، پَاڻُ[44] غَريبيءَ[45] ڳڏِ[46]،

---

١. اوڻايون، خطائون، ڏوهه، اوڳڻ" ٢. منهنجي، ٣. محبوبن، ۴. بيئائي، ۵. پري، ٦. اي ڏولئا، اي ڏول، اي محبوب، ٧. ڏنگ سان، سليقي سان، طور يا طريقي سان، رستي راهه سان. ٨. خوف، ڊپ. ٩. هن (ليلان) کي هئي، ١٠. من، چت، ١١. ڦيرائيندو، بدليندو، ڪٺندو، ١٢. (ليلان جو مڙس) چنيسر، جيڪو سومرا گهراڻي جي داسڙي قبيلي مان هو، ١٣. سمجهي، پرکي، سڃاڻي، ١۴. نادم، پڇتائيندڙ، شرمسار، ١۵. هت کان، وس کان، ١٦. معاملو، ماجرا، ١٧. ان کان وئي، ١٨. عذاب، تڪليفون، ڏک، ١٩. حاصل ڪئائين، پرايت ٽيس، ٢٠. (بدن جي) چمڙي، ٢١. اُن پٽي، اُن ڪُٽي يا سٽي (کل پٽڻ = ارمان ڪرڻ)،٢٢. اٿبٽت، ڦيٽارو، ناسازي، ڏهاڳ (مڙس کان جدائيءَ يا وڇوڙي واري حالت)، ٢٣. موتين جي مالها، ڪنڍلي، طوق، ٢۴. ان (ليلان) سان ڪئي، ٢۵. ديواني، پاڳل، ٢٦. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب)، ٢٧. کان سواءِ، ٢٨. لڇڻ، خصلتون، گڻ، عادتون، افعال، ٢٩. تون ڳڻج يا شمار ڪج، ويچار ۾ آڻج، ڏسج، ٣٠. بلڪل، بنهه، ٣١. مون وٽ، ٣٢. سرخرو ڪج، سرفراز ڪج، نوازج، پلائج، ٣٣. وجهه، موقعو، ٣۴. اي ولها، اي ڪانڌ، اي پتار، ٣۵. اي ليلان، ٣٦. بهانا، عذر، ٣٧. ترڪ ڪر، ٣٨. جيڪي، ٣٩. اي سوپي، اي سوڀياوان، اي بختاور، ۴٠. سکي آهين، (تو) پرايا يا حاصل ڪئا آهن، ۴١. وجهي، ۴٢. (پوتيءَ جو) پلئه يا پلانڊ، ۴٣. گلي، ڳچيءَ، ۴۴. خود، ۴۵. غريبيءَ ۾، نهٺائي يا نئڙت ۾، ۴٦. شامل ڪر.

هَڏِ نَہ چُونديءَ لَڏِ، جي ڪَارُون آڙِئَا ڪَانڌَ ڪي.

٨

جي ڪَارُون آڙِئَا ڪَانڌَ ڪي، تَہ روئِي رِيجهائيجِ،
لِيلان لِيلائيجِ، اَٽيئِي مَاڳُ مِنَتَ جو.

٩

جي لِيلا ئي نَہ لَهين، تَہ پُڻِ لِيلائيجِ،
سُوِپِي اِنَ سُهاڳَ کي، يُوري يَرُ مَ ڏيجِ،
آسَرَ مَ لاهيجِ، سَجَڻُ ٻَاجَهارا گهڻو.

١٠

تِزِڪِي پَسِي تُوڪُ، تِرڪِي تَڪَبُرَ مِ پَئِي،
اَچِئو اَچِئو اڳَلِي، چَئي لِيلان کي لُوڪُ،
اَندَرُ اويِالَنِ سين، سَازِي ڪِئَائُونسِ سُوڪُ،
ٻَالاَپَڻَ جو ٻُوڪُ، وِئو وِيچَارِيءَ وِسَرِي.

١١

نَڪِي ٻَانهَڙِيُنِ مِ، نَڪِي ڳَرِ هومِ،

١. هرگز، اصل، بنهہ، ٢. توکي چوندا، ٣. هتان وڃ، ۴. جيڪڏهين، ۵. منٿون، نيزاريون، عرض، سوال، ٦. اٿزيا، پسند پئا، وڻئا، قبول پئا، ٧. مڙس، ور، پتار، پتيءَ، ٨. اکين مان ڳوڙها يا لڙک وهائي، ٩. پرچائج، راضي ڪج، ١٠. اي ليلان، ١١. آزيون ڪج، نيزاريون ڪج، منٿون ڪج، ١٢. جاءِ، هنڌ، ١٣. حاصل ڪرين، لهين، ١۴. وري بہ، ١۵. اي سوپي، اي سوپيا وان، اي بختاور (ليلان)، ١٦. مڙس جي پيار يا راضپي واري حالت، ١٧. اي پوري، اي موڳي، اي نادان، اي بي عقل، ١٨. ٽيڪ، پروسو (پر مَ ڏيج = پروسو نہ ڪج)، ١٩. آسرو، اميد، تمنا، ٢٠. ختم ڪج، ٢١. پيارا، دوست، گهڻگهرا، محبوب، ٢٢. ٻاجهہ وارا، ٻاجهہ ڪندڙ، مهربان، رحمدل، ٢٣. لڏي، ٿڙي، ٿاٻڙجي، ٢۴. ڏسي، ٢۵. قيمتي شيءِ (موتين جو هار يا ڪنيلو)، ٢٦. ڦسڪي، گسڪي، ڦسلي، ٢٧. هٺَ، غرورَ، ٢٨. گدلي، ميري، گنهگار، قصور وار، بڇڙي، خراب، ٢٩. جهان جا ماڻهو، خلق، ٣٠. دل، جان، جند، ٣١. ڏوراپن، طعنن، ميهڻن، ٣٢. جلائي، ڪانئي، ٣٣. انجو ڪيائون، ٣۴. لُوٺ، ڪڙڪ، ٣۵. ٻاراڻي عمر، ٻاراڻي اوستا، ننڍپڻ، جواني، ٣٦. چلولائي، انگل، آرو، ٣٧. ويچاري کي، عاجز يا بي واهيءَ يا هاڻيءَ کي، ٣٨. ڀُلجي، دل تان لهي، ٣٩. ٻانهن، ٻازن، هٿ جي ڪراين، ۴٠. ڳچيءَ يا گلي، ۴١. مونکي هو.

نَہ سُرمُون[1] نَہ سُونَهَن[2] ڪَا، نَہ سِينگَارُ[3] ڪِئُومِ[4]،
تَڏهِين پِرِينِ[5] سَندومِ[6]، رُڪُوئي[7] رَءِ[8] ڪَٽِي[9].

۱۲

سُونَا[10] ڪُرَ[11] ڪَنَنِ ۾، ڳِچِيءَ[12] ڳَاڙهَا[13] هَارَ[14]،
ٻَانهُوتَا[15] ٻَانهنِ ۾، سِينڌِ[16] سَٽِيَا[17] وارَ،
تَڏهِين پِيءَ[18] پَچَارَ[19]، ڪَانڌَ[20] مُنهنجي ڇَڏِي.

۱۳

ڏِڪَڻَ[21] مَٿِي[22] ڏِولَ[23] جَا، جَڏهِين پُوچَا[24] ڏَنَم پيرَ[25]،
مُون پَانيو تَنهِن[26] وِيرَ[27]، تَہ ڪوجِهي[28] ڪَندو پِرِيَرِي[29].

۱۴

سَاهيڙِيُون ۽ سَرتِيُون[30]، ڪِلَنِ[31] سَڀِ مَٿَامِ[32]،
جيڪُس[33] ڪَمَ[34] سَندامِ[35]، جُونَا[36] ڏِنَا جيڏيِن[37].

۱۵

سُورِيءَ سُتَرِيَا، پَڪو سَهو وِلائو،
چَنيسَرَ[38] ڪَانڌا[39]، تَان[40] مُون هِينئَن[41] نَہ پَانيو[42].

۱. نہ منهنجي اکين ۾ سرمون آهي، ۲. نڪا مون ۾ سونهن يعني حُسن آهي، ۳. زيب زينت، ٺاهہ ٺوهہ، ۴. مون ڪئو، ۵. محبوب، ۶. منهنجو، ۷. اٿيوئي، ٻنان ڇڻَ مک يا هار سينگار، ۸. تحقيق، بلاشڪ، ۹. ونئي، قبول ڪري، ۱۰. سون (هڪ قسم جي قيمتي ڌاتوءَ) مان ٺهيل، ۱۱. ڪنن ۾ پائڻ جا زيور، پنڙا، والا، دُرَ، ۱۲. ڳچيءَ ۾، ڳلي يا سيءَ ۾، ۱۳. لالَ، سهڻا، ۱۴. موتين جون مالهائون، ڪنڊلا، طوق، ۱۵. ٻانهن ۾ پائڻ جا زيور، چُوڙا، ٻانهين، ۱٦. سينڌ (پيشاني کان سڌو مٿي جي چوٽيءَ تائين وارن جي وچان خط يا ليک) جا، مٿي جا، ۱۷. تيل لڳل، ۱۸. پرينءَ، محبوب، ۱۹. تات، ڳالهہ، يادگيري (پچار ڇڏي = واسطو ٽوڙيو، ناتو ختم ڪئو)، ۲۰. مڙس، ڀتار، پتيءَ، ور، ۲۱. ڪنهن ٿانءَ يا برتن جي منهن بند ڪرڻ لاءِ ٿانءَ، ٺڪر جي ڦيلهيءَ يا ننڍي ڍاٽ (سنڌ ۾ ڪن هندن توڙي مسلمانن ۾ هڪ رسم آهي جنهن موجب شاديءَ رات ڪنوار جي گهر جي در وٽ ٺڪر جي ڦيلهي رکي ويندي آهي جنهن کي گهوٽ پيرُ هڻي ڀڃندو آهي)، ۲۲. تي، ۲۳. محبوب، (چنيسر) ۲۴. ڏنگا، ڦڏا، آهستي، اڻ لڪا، ۲۵. قدم، پڳ، ۲٦. سمجهيو، پروڙئو، ۲۷. مهل، وقت، ۲۸. ڪني، ڪسي، اڻ پوري، ۲۹. پريت، محبت، ۳۰. سرتيون، جيڏيون، سهيليون، ۳۱. چڙون يا ٽوڪون ڪن، ۳۲. منهنجي مٿان، ۳۳. شايد، ۳۴. فعل، افعال، لڇڻ، ۳۵. منهنجا، ۳٦. ڪوتا، خراب، ۳۷. جيڏين، ۳۸. ليلان جي محبوب جو نالو، ۳۹. ڪانڌ ڪان، مڙس ڪان، ۴۰. اصل، هرگز، ۴۱. هن نموني يا ريت، ۴۲. سمجهئو.

**١٦**

هُيَس[1] هِندورَن[2] ۾، پيَم[3] ڪانَ پَروڙ[4]،
مَٺِيي[5] سَندي[6] مامِري[7]، ڪوجهي[8] وڏِيَس[9] ڪُوڙ[10]،
سامُهان[11] ٿيئم[12] سُور[13]، وِئو وِلِتي[14] وَلَهو[15].

**١٧**

هُيَس هِندورَن ۾، سَرَهِي[16] سانجهيءَ وير[17]،
سُڻو[18] سَپِ سَرتِيُون[19]، پُرَن[20] اهڙا پير[21]،
پِرهَ[22] اُڪاڙِيَس[23] پير، هَلِي دانهيَاٽي[24] ڏانهَن داسَڙي[25].

**١٨**

هُيَس هِندورَن ۾، سَرَهِي سَجِي رات،
چانڪِ[26] هار ڪُتَندِيَس[27] هوڏَ[28] ۾، ڏِيهُ[29] پَڻِ لَهندِيَس ذات[30]،
تَه وِهاڻيءَ[31] پِرِيات[32]، مَندي[33] اُپِين[34] مامِرو.

**١٩**

چانڪِ چَڙهَندِيَس ڪَٽَ[35] تي، رِبچَهائِيندِيَس[36] راءُ[37]،
اهڙوئي اَلله، پورهِيَتُون[38] ٿو پيش[39] ڪري.

---

١. ائون هئي، ٢.بينگهن، جهولن، ٣. مونکي پيئي، ۴. سڌ، خبر، ڄاڻ، سمڪ، ٥. موتين جي هار يا مالها، ٦. جي، ٧. معاملي، تڪرار، روئداد، حادثي، ڳالهه، ٨. ڪني، خراب، ڪسي، خسيس، ٩. مونکي وڌو، ١٠. ڪوڙ ۾، ڪپٽ ۾، ١١. آڏو، درپيش، اڳئان، بالمقابل، ١٢. مونکي ٿئا، ١٣. ڏک، عذاب، تڪليفون، ١۴. ڦري، ٻٽ ڏيئي، رسي، ١٥. پيتار، مڙس، ور، پتي، ١٦. خوش، ١٧. سانجهي وير = سانجهيءَ جي مهل، سج لهڻ جي مهل، نما شام يا سنجها جي وقت، ١٨. ٻڌو، ١٩. اي سرتيون، اي جيڏيون، ٢٠. ڦرن، ورن، بدلجن، مٽان پون، ٢١. جڪر، ڊول، نمونا، ٢٢. صبوح جيءَ مهل، فجر، پرڀات، ٢٣. اڪاڙيس پير = هن جا پير اکاڙئا يعني پير پٽيا، هن ڪي بي دخل ڪئو (گهر مان)، ٢۴. فريادڻ، ٢٥. چنيسر (جيڪو ليلان جو مڙس هو ۽ سومرا گهراڻي جي داسڙي خاندان مان هو)، ٢٦. مون سمجهيو، مون ڀانيو، مون (دل ۾) چيو، منهنجي ليکي، ٢٧. حاصل ڪنديس، لهنديس، ٢٨. شرط، بازيءَ، ٢٩. ملڪ، راڄ ڀاڳ، بادشاهي، ٣٠. ذات ۾، بخشش ۾، انعام ۾، ٣١. فجر، پرڀات، ٣٢. پرڀات جي مهل، ٣٣. ڪڙو ڪري، تيار ڪري، ٣۴. تون اپين، تون بيٺين، (چنيسر ڏانهن اشارو)، ٣٥. پلنگ، سيج يعني گهوٽ ۽ ڪنوار لاءِ شاديءَ جي وقت سينگاريل کٽ، ٣٦. راضي ڪنديس، پرچائينديس، ٣٧. راجا (چنيسر)، ٣٨. نوڪرياڻيون، ٻانهيون، ٣٩. وڏيڪ عزت واريون.

## ٢٠

هُيَئِينءَ تَه گَهَڻُو هُوشِيَارُ[1]، ڪَلَ[2] پِه هُيَئِي ڪَانڌَ[3] جي،
تو پَانيُو[4] مُوچَارِي[5] ٿِئَان، ڳَچِيءَ[6] پَائِي[7] هَارُ[8]،
ڪَانڌَ[9] ڪُوڙِيءَ[10] جو نَه وَڻِي[11]، سَهَسِين[12] پَنِين[13] سِينگَارُ[14]،
وَهِمَ[15] لَهِي[16] وِينجَهَارُ[17]، دِلِيُون[18] پَرِکِي[19] دَاسَڙو[20].

## ٢١

ڏَاهِي هُيَسِ[21] ڏِيهَه[22] ۾، سَرتِيَن[23] ۾ سُجَاڻِ[24]،
ڪَا جَا[25] پِيئيمِ[26] ڪَاڻِ[27]، جِئَن[28] مُنهُن[29] مَٿَاهُون[30] نَه ڪَٿَان[31].

## ٢٢

اَلا[32] ڏَاهِي مَ ٿِئَان[33]، ڏَاهِيُون ڏُکَ ڏِسَنِ،
مُون سِين مُون[34] پِرِيَنِ[35]، پُورائِيءَ[36] ۾ پَالَ[37] ڪِئَا.

## ٢٣

ڪَارَا ڪَرِي ڪِيسَ[38]، مَتَان[39] ڪَا مُنڌَ[40] حَرِصِي[41]،
ڪَانڌُ تَنِي جو ڪُوڙِيُو[42]، جي وَتَنِ[43] وِلِهِي[44] وِيسِ[45][46]،
لالَڻُ ڏِسي نَه لِبِيسَ[47]، دِلِيُون پَرَکِي دَاسَڙو.

---

١. ڏاهي، داناءُ. ٢. خبر، سُڌ. ٣. مڙس، پتيءَ، ور. ۴. سمجهيو، خيال ڪئو، گمان ڪئو. ۵. ملوڪ، سٺي، سُهڻي. ٦. ڳچيءَ ۾، ڳلي يا سسيءَ ۾. ٧. وجهي. ٨. موتين جي مالها يا ڪنٺلو، طوق. ٩. ڪانڌ ڪي. ١٠. بي وزيءَ، نالائق، بدافعال. ١١. پسند اچي. ١٢. سون، گهڻن. ١٣. پنين جو، قسمن يا نمونن جو. ١۴. زيب زينت، ٺاهه ٺوهه، جنسار. ١۵. دل جا خيال، راز. ١٦. پروڙي، جاچي. ١٧. هيرن ۽ موتين جو پارکو، قابل، داناءُ، هوشيار. ١٨. دلين يا من جو راز. ١٩. جاچي. ٢٠. چنيسرجيڪو ليلان جو مڙس هو ۽ سومرا گهرائي جي داسڙي خاندان مان هو. ٢١. آئون هئي. ٢٢. ملڪ، ديس. ٢٣. سهيلين، هڪ جيڏين. ٢۴. داناءُ. ٢۵. اهڙي. ٢٦. مونکان پيئي يا ٿي. ٢٧. خطا، ڀُل، چُڪ، ڏوهه. ٢٨. جو. ٢٩. چهرو، مک، پيشاني. ٣٠. مٿي، اوچو. ٣١. ڪريان (شرم يا حياءَ جي ڪري). ٣٢. اي الله. ٣٣. تڪليفون. ٣۴. منهنجي. ٣۵. محبوبن. ٣٦. ناداني‌ءَ، جاهليتي. ٣٧. ٿورا، احسان، مهربانيون. ٣٨. وار (ڪارا ڪري ڪيس = وارن کي ڪارو خضاب هڻي يعني هار سينگار ڪري). ٣٩. مجن. ۴٠. عورت. ۴١. حرص ڪري، وڏائي ڪري. ۴٢. خواهان، طالبو، شائق، چاهيندڙ. ۴٣. هلن، گذارو ڪن. ۴۴. پرائي، قاتل، سادي. ۴۵. ويس ۾، پوشاڪ ۾. ۴٦. محبوب. ۴٧. لباسُ، پوشاڪ، هار سينگار.

## ٢۴

نوٽي[١] تون هميشه[٢]، ڪانڌ[٣] نہ مون کي ڪوٺيين[۴]،
نہ دوس[٥] تنهنجو داسڙا[٦]، ور نہ لاهيان ويس[٧]،
گهورئو[٨] هيءُ پرديس[٩]، پاڙي[١٠] پيئي گهاريان[١١].

## ٢٥

توهان[١٢] ٿُتي[١٣] ڌار، ڪنهن[١۴] هزارين[١٥] هار ڏنا[١٦]،
توءِ[١٧] تنهنجو نہ ڏيان، ويهون واٿو[١٨] وار[١٩]،
هاري[٢٠] متي[٢١] هار، دوس متايئي[٢٢] داسڙو.

## ٢٦

جان[٢٣] مون پوءِ پروڙئو[٢۴]، ايءُ وڏوٽو[٢٥] واپار[٢٦]،
هاٽي ڪڻ هيءُ پنهنجو هار، واري[٢٧] ڏي مون[٢٨] ولهو[٢٩].

## ٢٧

جڏهين جَر[٣٠] هارئو[٣١] تي جکري[٣٢]، رنوءِ[٣٣] ڏئري[٣۴] ڊار[٣٥]،
دولي[٣٦] تنڌهين ڊيليئيءِ[٣٧]، سوپي[٣٨] تيئي[٣٩] نہ سار[۴٠]،
چنيسر پتار، حيلو[۴١] ڪئو هار جو.

١. جيتوڻيڪ. ٢. هميشہ لاءِ، سڄي عمر لاءِ. ٣. اي ڪانڌ. اي مڙس. اي ڀتار. اي ور. ۴. سڏين. گهرائين. ٥. اي دوس. اي دوست. اي محبوب. ٦. اي داسڙا. اي چنيسر (ليلان جو مڙس چنيسر سومرا گهراڻي جي داسڙي قبيلي مان هو). ٧. پوشاڪ. وڳو. لباس. ٨. صدقي يا قربان ٿئو. ڪوءِ يا ٻن پئو. ٩. ڌاريون ديس يا ملڪ. ١٠. (تنهنجي) پاڙي ۾. پر ۾. پاسي ۾. ١١. گذاريان. رهان. ١٢. توکان. ١٣. ٿُتي ڌار = ٿِتي ڌار ٿيڻ کان پوءِ. ڇڄي جدا ٿيڻ کانپوءِ. ١۴. جيڪڏهين ڪنهن بہ. ١٥. هزارن جي تعداد ۾. جهجها. ١٦. موتين جون مالهائون يا ڪنيلا. طوق. ١٧. تنهن هوندي بہ. ١٨. حصو. پتي. ڀاڱو. ١٩. وارَ جو (متي جي). ٢٠. اي هاري. اي هارايل. اي شڪست کاڌل. اي نادان. اي موڳي. ٢١. تي. ٢٢. تو متايو. تو بدلايو. ٢٣. جيئن تہ. ٢۴. سمجهيو. ڇاتو. ٢٥. خراب. گهاٽي وارو. ٢٦. سودو. دوستي. ٢٧. موٽائي. ٢٨. منهنجو. مونکي. ٢٩. مڙس. ٣٠. ڀاڻي. اکين جا ڳوڙها. ٣١. وهايو (جرهارئو = رنو). ٣٢. چنيسر جي وزير جو نالو (جنهن ڪونئرو جي سفارش چنيسر کي روئي ڪئي هئي). ٣٣. رُنو. ٣۴. ڏئري جي. ڏئليءَ جي. محلات جي. ٣٥. پر ۾. پاسي ۾. ٣٦. ڊول. محبوب (چنيسر). ٣٧. توکي ڊيلئو. توکي وساريو. توکي دل تان لاٿو. ٣٨. اي سوڀي. اي سوڀيا وان. اي بختاور. ٣٩. توکي ٿي. ۴٠. سنڀال. سجاڳي. هوش. ۴١. بهانو. عذر.

## ٢٨

سَگُو[1] ڏِسِي سُهِڻو[2]، مَگِّي[3] آندو مُون،
لَڳِي کَنِ[4] ڪُونئُڙوءَ[5] جِي، تِپِي[6] وِبنين تُون،
اَکُ ڏِکِيندو[7] هُون، کَانڌَ[8] ڪَڇَايُون[9] ڪيتِرِيُون.

## وائي

مُون نِمَاڻِيءَ[10] کي، يَا اَلا[11]، ڍولِيو[12] مَ ڏِيلِي[13]،
ڍولِيو ڏِيلَڻَ سَندِيُون[14]، وايُون[15] وَرُ[16] ڪَري،
مَ[17] چُڻُ عَيبَ اُپَتِيين[18]، ڍولِيَا[19] جي[20] ڏِکِيئي[21]،
جِيئَن[22] مُنهَن مِ[23] مَدِيُون نَ ڏِسِن، تَو[24] دَرِ[25] آيَس[26] تِي[27].

١. تند، تار (موتين جو هار، مالها)، ٢. سنو، موچارو، ٣. گهُري، سوال ڪري، منٿون ڪري، ۴. ڪن تي، چوڻ تي، ۵. ليلان جي رقيب عورت جو نالو جيڪا چنيسر تي عاشق هئي، ٦. گرم ٿي، ناراض ٿي، ٧. تون ڏکيندو هئين، تون لڪائيندو هئين، ٨. اي ڪانڌ، اي مڙس، اي ڀتار، ٩. خطائون، عيب، مديون، ڏوهه. ١٠. ويچاريءَ، اڏين، عاجز. ١١. اي الله، ١٢. ڍول، محبوب (چنيسر)، ١٣. ڇڏي، ڌڪاري، ١۴. جون، ١۵. ڳالهيون، ١٦. ڀتار، ١٧. متان، ١٨. کولين، ظاهر ڪرين، ١٩. اي ڍولئا، اي محبوب، ٢٠. جيڪي، ٢١. تو ڍڪئا يا لڪايا، ٢٢. جنهن صورت م، ٢٣. منهن م = اڏيون، اڳٿان، ٢۴. تنهنجي، ٢۵. در تي، ٢٦. آئون آئي، ٢٧. تنهنڪري.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُرِ ليلا

## داستان چوٿون

**①**

وبني وهسيس[1] وڃ ۾، سرهي[2] ساري رات،
سرهيون سهاڳڻيون[3]، مون[4] جيڏيون[5] مون[6] ذات،
مون کي ڪنهن[7] سياڳ[8]، ڪڏي ڪاٽيارو[9] ڪيو.

**②**

مون جيئن مُنئي[10] ولهي[11]، ڪڏهين[12] ڪانه هُئي،
سا آئون ڪڙي[13] ڪانڌ[14] تي، هت چهڻ[15] هار جي.

**③**

جيڪر[16] پانيان[17] ايئن، ته دل[18] متيندو[19] داسڙو[20]،
ته سوڙهه[21] لڳندي[22] سيڻ[23]، هوند[24] هٽين[25][26] هار نه جهليان[27].

**④**

لکين[28] ليلائون[29]، چنيسر جي راڄ ۾،

---

١. خوش ٿيس، خوشيون يا جشن ڪئم. ٢. حوش. ٣. سهاڳ (مڙس جي پيار حاصل هجڻ واري) واريون عورتون. ۴. منهنجون. ۵. سرتيون، سهيليون، همر عمر. ٦. مون ذات = منهنجي ذات واريون يا قوم واريون. ٧. ڪهڙي. ٨. قسمت، نصيب (ير هت معنيٰ ٿيندي نياڳ يعني بدبختيءَ ٩. مياري، حرفي، ڏوهاري، محتاج، ڪاڻ وارو. ١٠. وانگر. ١١. مصيبت يا آزار ۾ وڌي. ١٢. ور، مڙس، ڀتار، ڪانڌ. ١٣. ناپسند، اڻ وڻندڙ. ١۴. ڪانڌ ڪي. ١۵. هت چهڻ = هٿ سان ڇهڻ جي ڪري، هٿ لڳائڻ جي ڪري. ١٦. جيڪڏهين. ١٧. پانيان ها، سمجهان يا ڄاڻان ها. ١٨. من. ١٩. ڦيرائيندو (دل متيندو = ناراض ٿيندو، ڪاوڙبو). ٢٠. چنيسر (ليلان جو مڙس جيڪو سومرا گهراڻي جي داسڙي قبيلي جو هو). ٢١. سمڪ، سمجهه، ڄاڻ. ٢٢. ٿيڻ، شرط. ٢٣. سان ئي، شرط. ٢۴. شايد. ٢۵. هٿن ۾. ٢٦. موتين جي مالها، طوق. ٢٧. رکان. ٢٨. لکن جي تعداد ۾. ٢٩. حڪومت، بادشاهيءَ، ملڪ.

بِيُون سَبِ سُگَلِيُون،[١] اگَلِي[٢] آئُون،
صِدقُ[٣] صَدائُون،[٤] کِهَڙِيُون کَرِيان تَن سين.

⑤

هيئَن کَرئو هُونئَن کَرين*، هيءَ کَنهن آچيئي[٥] گَتِ،[٦]
وَرَ[٧] وِسُوڙِي[٨] آهِيان، پَسِي[٩] تُنهنجي پَتِ،[١٠]
مُون کي آئِي مَتِ،[١١] بِيُون کنبنديُون[١٢] کيتريُون.[١٣]

⑥

اَسان[١٤] تُونهِين تُون،● تُوهَه[١٥] تُنهنجو آسَرو،[١٦]
تَن[١٧] اَندَر[١٨] تَعويذُ[١٩] کَري، مَڙهئو[٢٠] آهي مُون،
مَچُڻ[٢١] پانئين[٢٢] تُون، تَه کِ[٢٣] وِبَرِين[٢٤] وِسَري.[٢٥]

⑦

لِيلان[٢٦] چَڏِ لِهورُ،[٢٧] وَڃُ پَنهنجي مائٽين،[٢٨]
اَبو[٢٩] ڏاڏو[٣٠] پانهنجو، مَتان[٣١] چَنيسَرَ گهورِ،[٣٢]
زارِيءَ[٣٣] ڏاران[٣٤] زورُ،[٣٥] کِينَ هَلَندو کانَذَ سين.

---

١. سٺيون، سهڻيون، موچاريون، پاڪباز، ٢. گدلي، ميري، بڇڙي، بدڪار، ٣. صدق جون، سچائيءَ جون، سٺيا جون، ٤. ڳالهيون، گفتا، سخن * عذر يا بهانا ڪرين، نت نئا ڪرين، ٥. توکي آچي، توکي سيکاري،٦. عادت، هلت، روش، ٧. اي ور، اي ڪانڌ، اي پتار، ٨. وسوڙل، ويساهه يا يقين ۾ آيل، ٩. ڏسي، ١٠. ساک، مانُ، عزت، انجام، واعدو، ١١. سمجهه، هوش، عقل، سزا، سيکت، ١٢. ڏڄنديون، ڏڪنديون، خوفزده ٿينديون، ١٣. گهڻيون، ١٤. اسان کي (مون کي)، ● صرف تون (ياد) آهين، ١٥. مهرباني، فضل، ڪرم، احسان، ١٦. ڏڍ، ڀروسو، سهارو، ١٧. دل، من، ١٨. ۾، ١٩. خير سلامتيءَ يا ڪاميابي واسطي لکيل دعا جو ڪاغذ (جوڳچيءَ يا ٻانهن ۾ ٻڌبو آهي)، ٢٠. جڙيو، چنبڙايو، (سوگهو ڪري) ٻڌو، ٢١. متان، ٢٢. سمجهين، ٢٣. ڪو، ٢٤. تون وڃين، ٢٥. دل تان لهي، ٢٦. اي ليلان، ٢٧. ڳوٺ يا شهر جو نالو جتي ليلان جو مڙس چنيسر حڪومت ڪندو هو، ٢٨. مائٽن ۾، پيڪن ۾ (ماءُ ٻيءُ وٽ)، ٢٩. ٻيءُ، بابو، ٣٠. پيءُ جو ٻيءُ، ٣١. تان، ٣٢. صدقي يا قربان ڪر، ٣٣. آزي، نيازي، عاجزي، منٿ ميڙ، التجا، ٣٤. ڪان سواءِ، بغير، ٣٥. طاقت، سگهه.

(٨)

لِيلان چَئِي لِهورُ، وَڃُ پَنهِنجي مَائِٽين،
هَارَ[1] مَنجَهان را هَورُ[2]، تو سُوبِي[3] سُورُ[4] پِرايو[5].

(٩)

آيَمِ[6] مَنجِهه[7] ڏُهَاڳَ[8]، سَندا[9] جويَن[10] ڏِينهَڙا،
مَٽِيي سَندي[11] مَامِري[12]، لَکين[13] پَگا[14] لاڳَ[15]،
آئُون سِڪَان[16] کي سُهاڳَ[17]، پِرين پَرچڻ[18] جي نہ ڪَري.

(١٠)

ڀَاڙُ[19] سُڄَاڻي[20] ڪَانڌُ[21]، پَاڻيهي[22] پيهي[23] آيو،
ڏِنُو ڍولِئي[24] پَانڌُ[25]، وِئو سُورُ وَرِهين[26] کي.

(١١)

جيڪي چَئين[27] ٿِي هيرَ[28]، تَنهِنجي اَنين پَتي جي اَگُ چَيئِي،
تَہ خُون[29] سَبيئي بَخشِيانءِ[30]، مَن[31] ۾ آڻي مَهيرَ[32]،
جِهڙا کَنيئِي پيرَ[33]، تِهڙا موٽي آيئي مُنهَن[34] ۾.

١. (موتين جي) مالها، ڪنڍلي، طوق، ٢. گونڌر، غم، ڳڻتي، ٣. اي سوڀي، اي سوڀياوان، اي بختاور، ٤. ڏک، درد، ٥. حاصل ڪئو، وهايو، ٦. مونکي آيا، ٧. ۾، ٨. مڙس کان جدائيءَ يا وڇوڙي واري حالت، رناپڻ، ٩. جيڪي، ١٠. جوانيءَ، ١١. هار، ١٢. معاملي، تڪرار، واقعي، روئداد، ١٣. لکن جي تعداد ۾، گهڻا، ١٤. ٽوڙيا، ڇنا، ١٥. واسطا، تعلق، ناتا، لاڳاپا، ١٦. واجهايان، اسڙڪان، ١٧. مڙس جي پيار حاصل هجڻ واري حالت، ١٨. راضي ٿيڻ، سرچڻ، ريجهڻ، ١٩. خود، پنڌ، ٢٠. اوکي، صحيح ڪري، ٢١. مڙس، ڀتار، ور، ٢٢. خود بہ خود، ياڻمرادو، ٢٣. گهر ۾ گهڙي، ٢٤. ڍول، محبوب (جنيسر)، ٢٥. (ڪپڙي جو) پلاند، پلئہ (ڍڪ)، ٢٦. ورهين کي = هميشہ لاءِ، ٢٧. چوين، ٢٨. هاڻي، ٢٩. ڏوهہ، خطائون، ٣٠. معاف ڪريان، ٣١. دل، ٣٢. مهر، رحم، ڪهل، ٣٣. قدم، پير (کنيئي پير = هلت ڪيئي)، ٣٤. منهن ۾ = آڏا.

(۱۲)

هَئِي ڦٽو ڪَرِ هارُ، سُونَ ڦُلَنِ سين ڪنجرو،
ڪُوءِ اُهَنڌَڙُ پَٽَ جو، جنهن مان وڏُوٽو وارُ،
ڪيَڙُئِي جو ڪارُون ڪري، سُورن جو سينگارُ،
تُون منڌَ مُنِي بيمارُ، چو ڳَچِيءَ جو ڳهٽو ڪرين.

(۱۳)

هُلِي هارُ وِئو، هو بَهانُو بوڄَ جو،
وَرَ تُون تو وِلهِيُون ڪَرِيين، ڏوريا سَا ڏئو،
هَتان مُون پِئو*، تُون ڪَمين نہ ڪانڍيلا سُپرين.

(۱۴)

پينر پيرئو داسڙو، چَنيسر چُئِي،
هِيءُ جو ڏنبُ ڏهاڪَ جو، سَگَهان ڪونہ سَهِي،
مُون کان تان پَئِي، تُون ڪَمين نہ ڪانڌيلا سُپِرين.

(۱۵)

آهِين سُونهُون سَاٿَ جو، هِنتي هُنتي تُون،

۱. آئي، اڙي (زالن کي سڏ ڪرڻ جو لفظ)، ۲. ڦٽو ڪر = اڇلاءِ، پٽ سان هڻ. ۳. (موتين جي) مالها، ڪنٺلو، طوق. ۴. سون جي، زريءَ جي. ۵. گلن. ٦. پرت پريل زالن جي پائڻ لاءِ هڪ قسم جو چولو جو صرف ڇاتيءَ اڌ پيٽ ڍڪي، گڄ، انگي، سيني پوش، گهاگهرو. ۷. ڪوهہ پر. ڪڏ پر. ٻَنَ پر. ۸. ڪپڙن جو جوڙو، وڳو. ۹. ريشم. ۱۰. خراب، گهاٽي وارو. ۱۱. سودو، دوستي. ۱۲. تو ڪئو. ۱۳. منٿون، ايلاز، نيزاريون، وينتيون. ۱۴. دردن، ڏکن، عذابن. ۱۵. زيب زينت، ٺاهہ ٺوهہ، جنسارَ. ۱٦. اي منڌ، اي عورت (ليلان). ۱۷. مصيبت پر ڦاٿي، آزار پر پئي. ۱۸. اگهي، ناچاڪ. ۱۹. گلي، سِسيءَ. ۲۰. زيور. ۲۱. هُلي وئو = مشهور ٿئو، ظاهر ٿئو. ۲۲. عذر يا حيلو يا سبب (اصل پر). ۲۳. بڇڙائيءَ، بديءَ، گناهہ. ۲۴. اي ور، اي مڙس، اي ڀتار. ۲۵. اڪيليون، نڌڻڪيون، لاوارث. ۲٦. ڏورايا، ميارون. ۲۷. هت کان. ۲۸. منهنجي * خطا يا ڏوهہ مونکان ٿئو. ۲۹. ڌيرج يا تحمل ڪرين، معاف ڪرين. ۳۰. ڪانڌ وارا، صبر ڪندڙ، ڌيرج ڪندڙ. ۳۱. اي سپرين، اي محبوب (چنيسر)، ۳۲. اي پينر يا اديون. ۳۳. ڦيرايو، موٽايو. ۳۴. چنيسر (جيڪو ليلان جو مڙس هو ۽ سومرا گهراڻي جي داسڙي قبيلي مان هو)، ۳۵. منت يا عرض ڪري. ۳٦. داغ، ٽڪو، ڪلنڪ. ۳۷. مڙس کان جدا ٿي، رنايل.

گُناهَ[1] نَہ بَخشِيِن[2] مُون[3]، تُون ڏِٽيَمِ[4] آهِين داسَڙا[5].

**(١٦)**

هُيَسِ[6] دادلِي[7] دوُسَ[8] جي، پئو وَرَ[9] جو هُومِ[10] واءُ[11]،
چانَڪ کِلِيَ[12] چَڙهَندِيَس[13] کَٽَ[14] تي، رِيجهائِيندِيَس[15] راءُ[16]،
ڪَونئُروءَ[17] جِهڙِيُون ڪيتريُون[18]، دايُون[19] دَرَ[20] مَهندان[21]،
اِهڙو ئِي اَللهُ، جِنهن ڪِلنديءَ[22] ڪان وَرُ ڪَسئو[23].

**(١٧)**

تو ڪوني[24] تو ڏوهي[25]، تو ڏِکِي[26] ڪِيَسِ[27] ڌارَ[28]،
پئي رَهِئا پَٽَ[29] ۾[30]، سوپِيءَ[31] جا سينگارَ[32]،
مَٽِيي[33] مُنِيَسِ[34] جِيڏِيُون[35]، هائيءَ[36] وِڌِيَسِ[37] هارَ،
دوستَنئُون[38] ڏورِ[39] ڪِيَسِ[40]، هِنَ ڪُوڙي[41] ڪَٺَهارَ[42]،
آهِيان عَيبِدارَ[43]، سڪان[44] تي سُهاڳَ[45] ڪي.

**(١٨)**

تو ڪوني تو ڏوهي، ڏنو تو ڏُهاڳُ[46]،
دوستَ تُنهنجو داسَڙا، دِلِ[47] اَندَرِ[48] مُون[49] داڳُ[50]،

---

١. ڏوهہ، خطائون. ٢. معاف ڪريين. ٣. مونکي. ۴. منهنجو ڏڻي، منهنجو مالڪ. ۵. اي داسڙا، اي چنيسر (جيڪو ليلان جو مڙس هو ۽ سومرا گهراڻي جي داسڙي خاندان مان هو). ٦. آئون هئي. ٧. پياري، لاڏلي. ٨. دوست، يارَ، سڄڻ، محبوب (چنيسر). ٩. مڙس، ڀتار، پتي، ڪانڌ. ١٠. مونکي هو. ١١. وڏائي، هٺ، فخر. ١٢. مون چيو تہ، مون ڀانيو تہ، منهنجي ليکي. ١٣. خوش ٿي، مرڪي. ١۴. سيج يعني پلنگ جنهن کي شاديءَ جي وقت گهوٽ ڪنوار لاءِ سينگاريو ويندو آهي. ١۵. راضي ڪنديس، پرچائينديس. ١٦. راجا (چنيسر). ١٧. ليلان جي رقيب عورت جو نالو جيڪا چنيسر تي عاشق هئي. ١٨. ڪيئيون. ١٩. نوڪرياڻيون. ٢٠. در جي. ٢١. اڳيان. ٢٢. فخر ڪندڙ. ٢٣. توڙي جدا ڪئو. ٢۴. سڌي، گهرائي. ٢۵. روڪي. ٢٦. لوڏي، ٽيلهي. ٢٧. آئون ڪئي، مون کي ڪئو. ٢٨. جُدا. ٢٩. ۾ين. ٣٠. تي. ٣١. سوڀيان وان، سهڻيءَ (ليلان). ٣٢. هار جنسار، ناهہ نوهہ، زيب زينتون. ٣٣. موتين جي هار. ٣۴. مونکي مَنو، مونکي مصيبت يا آزار ۾ وڌو. ٣۵. اي جيڏيون، اي سرتيون. ٣٦. هائيءَ ۾، هاويءَ (دوزخ) ۾، باهہ ۾. ٣٧. مونکي وڌو. ٣٨. دوستن کان. ٣٩. پري. ۴٠. مونکي ڪئو. ۴١. ڪوٽي، نقليءَ. ۴٢. ڪٺن يا مٽين جي هار. ۴٣. عيبن واري، گنهگار، خطا وار. ۴۴. واجهايان، اُسڙڪان، اڪنڊ مان. ۴۵. مڙس جي پيار حاصل هجڻ واري حالت. ۴٦. (مڙس کان) جدائي. ۴٧. من. ۴٨. ۾. ۴٩. منهنجي. ۵٠. ٽڪو، ڪلنڪ، ڦٽ، ڏنڀ.

يَانيَان[١] سَبِ سُهَاڳُ[٢]، جِنّي[٣] مُون کي وَرَ[٤] وِهَارِيِن.

(١٩)

جي مُون کي وَرَ وِهَارِيِن، مَٿِّي[٥] هَٿُ ڏِيئِي،
پَاڙِي[٦] پِر پِيئِي، هُوندَ[٧] کَانڌَ[٨] کَمِيٽِي[٩] گهَارِئَان[١٠].

(٢٠)

ڏِيئِي جي ڏُهَاڳُ[١١]، مُون کي وَرَ وِهَارِيِن،
مُون کي تُنهنجو سُپِرِين[١٢]، سَيِوئِي سُهَاڳُ،
اَجهو[١٣] تُون آڳُ[١٤]، وَڏو آهِينِم[١٥] وَلَهَا[١٦].

(٢١)

ڳوڙهَن[١٧] ڳَاٽُ[١٨] پَري[١٩]، جَان[٢٠] آيَس[٢١] اڳُوٽِيءَ[٢٢] هِيرَ[٢٣]،
تَان نَہ[٢٤] آنڻُ[٢٥] نَہ جيڏِيُون[٢٦]، پَلَنگ[٢٧] ڏِيَان[٢٨] کِيئَن پِيرَ[٢٩]،
هاڻ گهِيڙ[٣٠] گهُمَندي کِيرَ، جِيئَن[٣١] سَرَتيِن[٣٢] سَانگُ[٣٣] سِڌارِئو[٣٤].

(٢٢)

کَلِيّ[٣٥] هَارُ[٣٦] هَٿَ[٣٧] کَئُوءِ، تِيئَن سَرَهِي[٣٨] سَانجهِيءَ[٣٩] وِيرَ[٤٠]،
خَبَرَ[٤١] نَہ پِيئِي[٤٢] تِهِيرَ[٤٣]، نَہ پِرهَہ[٤٤] ٽِيِندِيِنءَ پَڌري[٤٥]،

١. سمجهان، ٢. مڙس جي پيار حاصل هجڻ واري حالت، ٣ جيڪڏهين، ۴. اي ور، اي ڪانڌ، اي ولها، ۵. مٿي تي، سر تي (مٿي تي هٿ ڏيئي = پيار ڪري، محبت ڪري، مهرباني ڪري)، ٦. پاسي، پر، ٧. جيڪر، ٨. اي ڪانڌ، ٩. نڪمي، بدافعال، بڇڙي، ١٠. گذاريان، حياتيءَ جا ڏينهن پورا ڪيان، ١١. (مڙس کان) جدائي، وڇوڙو، ١٢. اي سپرين، اي پرين، اي محبوب، ١٣. پناهہ، ڍڪ، ١۴. آڌار، ڀروسو، ڀرجهلو، ١۵. مونکي آهين، ١٦. اي ولها، ١٧. ڳوڙهن سان، (اکين جي) لڙڪن يا آنسن سان، ١٨. ڳچي، گلو، سينو، ١٩. ڀسائي، ٢٠. جيئن ئي، ٢١. آئون آئي، ٢٢. اڳ واريءَ، پهرئين، ٢٣. هير موجب، عادت يا گت موجب، دستور موجب، ٢۴. تہ، ٢۵. جاءِ جتي عورتون گڏجي ڪپهہ ڪتي سٽ ٺاهينديون آهن، ٢٦. سرتيون، سهيليون، ٢٧. پلنگ تي، چپر کٽ يا سيج تي، ٢٨. رکان، ٢٩. قدم (پير ڏيان = چڙهان يا سمهان)، ٣٠. لنگهہ، گهاٽ، رستا، گهٽيون، ٣١. جنهن صورت ۾، ٣٢. جيڏين، ٣٣. پرڏيهہ، سفر، ٣۴. روانيون ٿيون، لڏي ويون (سانگ سڌارئو = وفات ڪري ويون)، ٣۵. خوش ٿي، مرڪي، ٣٦. موتين جي مالها، طوق، ڪنٺلو، ٣٧. هٿ ۾ (هٿ ڪئوءِ = تو ڪنيو)، ٣٨. خوش، ٣٩. سانجهيءَ جي، ۴٠. مهل (سانجهيءَ وير = سج لهڻ وقت)، ۴١. سڌ، ۴٢. توکي پيئي، ۴٣. تنهن وير يا مهل، ۴۴. پرهہ جي وقت، فجر جي مهل، ۴۵. ظاهر.

(٢٣)

هي جي ڏُونڙَ[١] ڏُجَاڻِيُون[٢]، سي اَللهَ[٣] ڪِيمَ[٤] اَچَنِ،
مُنهَن[٥] تي مِنِيُون[٦] چِنِيُون، پَرِيُنِ[٧] پَچَارُون[٨] ڪَنِ،
تَنِ ڪَاپَائِتِيَنِ[٩]، جِيڏِيُون[١٠] مُون سين جَاڙ[١١] ڪِيِ[١٢].

(٢٤)

سي ڪَاپَائِتِيُون ڪِيئَن[١٣]، هَارُ[١٤] جَنِي جي هَٿَ[١٥]،
ڏِنِيئِي نَہ ڏُونڙَ ڏُجَاڻِيِنِ[١٦]، پِشِيمَانِيءَ[١٧] جي پَٽَ[١٨]،
مُنِي[١٩] مُوڙِهِيئِي[٢٠] مَتِ[٢١]، جِيئَن[٢٢] دوسَتُ[٢٣] وِڃَايُئِي[٢٤] داسَڙو[٢٥].

(٢٥)

ڪَونئُروءَ[٢٦] ڪوسو[٢٧] چَاڙِهئو، تُون لِيلان پَنهنجو لاهہ،
سَندي هَارَ[٢٨] اُهَاءِ[٢٩]، وَڃِي[٣٠] اورِ اَرٽَ[٣٢] سين.

(٢٦)

تَاسَرِيءَ[٣٢] تِيلُ[٣٣] پِئو، ڪوسو چَڙهِئو چُلهہ[٣٤]،
راتِ[٣٥] هُئين ڪَنهِن مُلِ[٣٦]، آءُ لِيلان جَا وَلَها[٣٧].

---

١. ڏوڙَ، پيٺيون، ہٺيون، جهجهيون، وڏيون، سخت، ٢. دشمن عورتون، ٣. اي الله، ۴. شل نہ. ٥. منهن تي = روبرو، ٦. مٺيون چٺيون = مٺو يا نرم ڳالهائيندڙ، مهربانيءَ يا شفقت سان ڳالهائيندڙ. ٧. ٻويان، غير حاضريءَ ۾، ٨. گلائون، نندائون. ٩. ڪاپو ڪندڙ عورتن، سٽ ڪتيندڙ عورتن، ١٠. اي جيڏيون، اي سرتيون، ١١. جٺ، ظلم، ١٢. ڪئي، ١٣. ڪهڙيءَ طرح، ١۴. (موتين جي) مالها، ڪنٺلو، طوق، ١٥. هٿ ۾، ١٦. ڏجاڻين کي، ١٧. شرمساريءَ، پڇتاءَ، ١٨. ويساهہ، اعتبار، پڪ، يقين، ١٩. اي مُني، اي مصيبت جي ماريل، ٢٠. تنهنجي موڙهي، تنهنجي خطا تي يا ڪم ني، ٢١. سمجهہ، هوش، عقل، ٢٢. جيئن تہ، چاڪاڻ تہ، ٢٣. يارُ، سڄڻ، محبوبُ ٢۴. تو وڃايو، ٢٥. ليلان جو مڙس چنيسر، جيڪو سومري گهراڻي جي داسڙي قبيلي مان هو، ٢٦. ليلان جي رقيب عورت جو نالو، جيڪا چنيسر تي عاشق هئي، ٢٧. گرم ٻاڦي (چنيسر جي وهنجڻ لاءِ)، ٢٨. جي، ٢٩. اهاءِ ۾، روشنيءَ ۾، سوجهري ۾، ٣٠. مشغول ٿيءُ، ٣١. سٽ ڪتڻ جي ڪاٺ جي اوزار، چرخي، ٣٢. تاسريءَ ۾، ڪنجهي جي تراڪڙيءَ وٽيءَ يا ننڍڙي ٿالهيءَ ۾، ٣٣. ڪنهن تيلي ٻج جهڙوڪ ڄانبي يا سرنهہ مان نڪتل سٺيي ٻاٺيات جيڪا وارن ۾ مکجي، ٣۴. چلهہ تي، باهہ (ٻارڻ واريءَ جاءِ) تي، ٣٥. گذريل رات جو، ٣٦. وٽ، ٣٧. مڙس، ڪانڌ.

### (٢٧)

وارِيءَ[1] جِيئَن وِيئِي، لَڄَ[2] مُنهِنجِي لوڪَ[3] ۾،
جِيئَن اَٽو پَئي پَاڻِيءَ ۾، پَگهرِجي[4] پِيئِي،
مَٿي[5] هَٿُ ڏِيئِي*، ڪَانڌَ[6] نَه ڪُونِي[7] ڪَڍهِين.

### (٢٨)

سَائِين[8] سَمُجهَيس[9] ڪِينَڪي، ڳَٽي[10] گَتِ[11] سَندِيَاءِ[12]،
وَڏائِي[13] واحِدَ[14] رِي[15]، ٻي ڪَنهِن[16] ڪِينَ جُڳَاءِ[17]،
توبَهَ[18] ڪِئَمِ[19] زيوَرَ[20] ذاتِ[21] کان، لوهِيءَ[22] ڇَلِي[23] لاءِ،
مُون کي مَتِ ڏِنِيَاءِ[24]، ٻِيُون[25] ڪَنبَايُئِي[26] ڪِيٽرِيُون[27].

### وائي

پُوري[28] تو پَئُو[29] نَه پَانيو[30]، لِيلان[31] تو لهورُ[32] لَڄَايو[33]،
ڪُوڙِي[34] مَٽِيي[35] ڪَچ تي، مُوڙهِي[36] تو مَردُ[37] مَٽَايو[38]،
هرڪِي[39] وِيئِيين هَارَ تي، تو ڪِيئَن راجَا[40] رُسَايو[41]،
دانَا[42] هو داسڙو[43]، تو ڪِيئَن هِيٺو[44] هُلايو[45]،
اُتي عَبداللطيفؒ کي، مَولا[46] مُحِبُ[47] مِلايو.

---

١. ريتيءَ، ٢. حياءُ، شرم، پت، ٣. دنيا جي ماڻهن، ۴. پاڻيءَ جهڙو پتڙو يا نرم ٿي، ۵. مٿي تي، سر تي * مهرباني، احسان يا وڙ ڪري، ٦. مڙس، پتيءَ، ڀتار (چنيسر)، ٧. پاڻ وٽ) سڏي، گهرائي، ٨. اي سائين، اي ڌڻي، اي مالڪ، ٩. آئون سمجهي، مونکي هوش يا عقل آيو، ١٠. خيال يا ڌيان ۾ آئي، ليکي، ويچاري، ١١. ريت، ڍنگ، ١٢. تنهنجي، ١٣. بزرگي،عظمت، مرتبو، شان، واڪاڻ، ساراهہ. ١۴. هڪڙي، يعني خدا، ١۵. کان سواءِ، ١٦. ڪنهن کي، ١٧. سونهي، مناسب يا لائق ٿئي، ١٨. پڇتاءُ، پشيماني، بس، ١٩. مون ڪئي، ٢٠. زيور جي، ڳهہ جي، ٢١. جنس، ٢٢. لوهہ جي، رُڪ جي، ٢٣. هٿ يا پيرن جي آڱرين ۾ پائڻ جي هڪ زيور، منڊيءَ، ٢۴. عقل، سمجهہ، سزا، سيکت، ٢۵. تو ڏني، ٢٦. تو ڪنبايون يا ڏيڄاريون، يا خوفزدهہ ڪيون، ٢٧. گهڻيون، ٢٨. اي پوري، اي موڳي، اي نادان، اي بي عقل، ٢٩. خوف، ڊپ، ٣٠. سمجهيو، ڄاتو، ٣١. اي ليلان، ٣٢. ڳوٺ يا شهر جو نالو جتي ليلان جو مڙس چنيسر راڄ ڪندو هو، ٣٣. لڄي يا شرمنداڪئا (لهور جا ماڻهو)، ٣۴. ڪچ جي، ڪوڙي، نقلي، ٣۵. موتيءَ (موتين مان ٺهيل هار)، ٣٦. اي موڙهي، اي موڳي، ٣٧. مڙس، ٣٨. بدلايو، ٣٩. تون هرڪي، تون موهت يا فريفتہ ٿي يا عاشق ٿي، ۴٠. راڄ (چنيسر)، ۴١. ناراض يا رنج ڪئو. ۴٢. عقل وارو، سياڻو، ڏاهو، ۴٣. چنيسر، جيڪو، سومري گهراڻي جي داسڙي قبيلي مان هو، ۴۴. ڪمزور، بي وس، بي سمجهہ، ۴۵. مشهور ڪئو، ۴٦. مالڪ، خدا، ۴٧. محبوب، پرين.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ ڏَهَرُ

## داستان پهريون

١

ڪَرِ ڪَنْ[1] ڳالھَڙِيُون[2]، ڪَندا[3] ڊِورَ[4] ڏَٽِيَنِ[5] جُون،
ڪِنهِن[6] پَرِ[7] راتِڙِيُون، ڪِنهِن پَرِ ڏِينهَن گُذارِيِن[8].

٢

ڪَرِ ڪا ويهِي ڳالِهه، ڪَندا ڊِورَ ڏَٽِيَنِ جِي،
هَيْ[9] هِهَڙِي[10] حالِ[11]، ڏُکِئا[12] ڏِينهَن[13] گُذارِيِن.

٣

ڪَندا تُو وَتَانِ[14]، سَچُ[15] ڪِ[16] سِيٽَنِ[17] لَڏئُو[18]،
مَجَرُ[19] تُو مَتانِ[20]، چِٽِئُو[21] پُوئِي[22] چِڳِيِن[23].

۴

تُو جِي[24] هُئَڙُو[25] وِڏُ[26]، ڪَندا[27] ڊِورَ ڏَٽِيَنِ جو،
هُوندَ[28] نَ ڏِيِن ڏُٿُ[29]، مُوري[30] مَجَرَ نَ ڪَرِيِن.

---

١. ڪجهه. ٢. حال احوال، خبرون چارون. ٣. اي ڪندا، ڪندو هڪ قسم جو وڻ آهي (جيڪو شايد شاهه صاحب سفر جي دوران سنڌو درياءَ جي هڪ پراڻي وهڪري جي ڪپ تي ٻه بيٺل ڏٺو هو). ۴. ڍور جي، ڍوري جي، (سنڌو درياهه جي قديم جهوني ڍوري يعني وهڪري جهڙوڪ پراڻ ۽ پٽيهل ڏانهن اشارو آهي. پراڻي سنڌو درياهه جي ميرپورخاص کان ٽنڊباگي تائين واري حصي کي پراڻ جو ڍورو سڏبو آهي ۽ ڪولاڙچيءَ کان سمنڊ تائين واري حصي کي پٽيهل جو ڍورو چئبو آهي). ۵. مالڪن. ٦. ڪهڙي. ٧. نموني، طرح، ريت. ٨. بَسر ڪريِن، ڪاٽئين. ٩. هاءِ افسوس. ١٠. هن. ١١. حال ۾ يا حالت ۾ (ڍور ڏٽين کان سواءِ). ١٢. اي ڏکئا، اي بدحال، اي بدبخت. ١٣. ڏينهن گذارين = جيئرو يا زندهه رهين ٿو يا آهين. ١۴. کان. ١۵. سچي پچي، تحقيق، برابر واقعي. ١٦. ڇا. ١٧. محبوبن. ١٨. نقل مڪاني ڪئي، هجرت ڪئي، پرديس وسايو. ١٩. گوُنچ يا ڪچڙا پن. جيڪي وَڻَ بهار يا ٻيءَ ڪنهن موسم ۾ ڦوٽاڙي جي حالت ۾ ڪڍندو آهي، پنراهه، ٻور. ٢٠. منجهان، مان. ٢١. ڇڇئو، ڪرئو (سيٽن جي غم ۾). ٢٢. پوي. ٢٣. ڇڳن جي صُورت ۾، ڪهٽي انداز ۾. ٢۴. توکي. ٢۵. جيڪڏهين. ٢٦. هو. ٢٧. زخم، ڦٽ، چير، غم، سور، درد. ٢٨. جيڪر، نتيجي ۾. ٢٩. ڦر يا ڦَلُ (سگريون). ٣٠. ڦٽي، ڦوٽاڙو ڪري، گوُنچ ڪڍي.

## ٥

تنوَ[1] جيَ[2] هُئَڙو[3] سُورُ[4]، ڪَندا ڏورَ ڏٽيَنِ جو،
مَتّي[5] لامُنِ[6] ٻُورُ[7]، مُوري[8] مَنجَرَ[9] نَہ ڪَريِن.

## ٦

ڪَندا تُون ڪيِڏو[10]، جَڏهِين پَرِبوئِي[11] ڏورُ وَهي،
جَسودَنَ[12] جيِڏو[13]، تو ڪو ڏِنو پَهيَڙو[14].

## ٧

پَرِئو[15] ڏورَ[16] تَراءُ[17]، پيِنِيُون[18] ڪوٽَ دَرازَئا[19]،
نَہ سي پَاٽيءَ[20] وارِيُون، نَہ سو هُلُ[21] هُڳاءُ،
اَدِيُون[22] آڳَڙِيَا[23]، ڪَٽي ڪِنهن ڪُوڻِ[24] وِئا.*

## ٨

ڏورُ نَہ اڳِيئَن ڏارَ[25]، مَهِندِ[26] مَلاحِنِ[27] لَڪِئو[28]،
مُوڙي[29] چُرِئا[30] مَڪُرا[31]، پَسي پَاٽيءَ[32] پَارَ[33]،
جَسودَنَ جِهَڙا يَارَ، پِئَا وِبِرَ[34] وِمَاسَ[35] ۾.

١. توکي، ٢. جيڪڏهن، ٣. هو، ۴. ڏک، درد، غم، ٥. تي، ۾، ٦. ٽارين، شاخن، ٧. ڪنهن وڻ يا ٻوٽي جي مکڙين يا گلن جي ڪِيِ جهلڻ کان اڳ واري ڦلهار يا داڻ داڻ. ٻنگ، ٻونگر. ٨. ڦٽي، ڦوٽاڙو ڪري، گؤنج ڪري. ٩. گؤنچ يا ڪچڙا پن، جيڪي وڻ بهار يا ٻيءِ ڪنهن موسم ۾ ڦوٽاڙي جي حالت ۾ ڪيندو آهي، ٻُراهہ. ١٠. ڪيتري قد ۽ عمر وارو، ١١. ڪپن يا ڪنارن تائين لڳي وهندڙ، تمٽار. ١٢. هڪ راجا جو نالو جنهن جي حڪومت ترپارڪر ۽ بدين ضلعن جي ڪجهہ ايراضيءَ تي هئي. سندس وڏا لهارڪو ڏنڏو ڪندا هئا ان ڪري ان قبيلي کي آڳڙيا چوندا هئا. ١٣. جهڙو. ١۴. ساٿي، رفيق، همراهہ، ٻيلي، مددگار، پيارو، جوان. ١٥. ڪپن ۽ ڪنارن تائين ڀريل، تمٽار. ١٦. (پٽيهل) ڏورَ يعني ڏوري جو. ١٧. تلاءُ، چشمو. ١٨. ٻينڪون، ڪچهريون. ١٩. ڪوٽ درازئا = ڪوٽ دراز ۾ (ڪوٽ دراز راجا جسودن جي رهائش جو نالو آهي). ٢٠. (ڏوري مان) پاٽيءَ ڀريندڙ عورتون. ٢١. گوڙ، هڳاءُ، گهمسان. ٢٢. اي اديون، اي ڀينر. ٢٣. جسودن (راجا) جي قبيلي وارا. ٢۴. پاسي، طرف. *لڏي ويا. ٢٥. نموني. ٢٦. اڳيئي، بروقت، شروع ۾، پهريائين. ٢٧. ٻيڙي هلائيندڙن، ٻيڙيءَ وارن، ناکئن. ٢٨. پرکئو، پروڙيو، محسوس ڪئو. ٢٩. ڦيرائي، ورائي، موٽائي. ٣٠. هلئا. ٣١. ٻيڙا. ٣٢. پاٽيءَ جا. ٣٣. افعال، نمونا. ٣۴. ڏاها، داناءَ. ٣٥. مونجهاري، ڳڻتيءَ، فڪر.

## ٩

سُکو[١] ڍورُ[٢] ڏَهِيُون[٣] ٿِئو، ڪَنڌِيءَ[٤] ڏِنِي ڪَرَ[٥]،
جَنِ جي پَاڳُنِ[٦] ۾ پَرَ[٧]، سي پِئَا وِٻَرَ[٨] وِمَاسَ[٩] ۾.

## ١٠

سُکِي ڍورُ ڏَهِيُون ٿِئو، ڪَنڌِيءَ ڏُنو ڪَائو،
پَاٽِي پَٽِيهَلَ[١٠] ۾، اِڳِيُون نَہ آئو[١١]،
مَاٿُهُنِ[١٢] مِيڙائو[١٣]، ڪَنِي[١٤] ڪَنِي پِيٽِيِن[١٥].

## ١١

پَٽِيهَلَ تو ۾ پُورُ[١٦]، اِڳِيُون نَہ آهي آبَ جو[١٧]،
سُکِين ڪِهَڙِي سُورِ[١٨]، وارِي[١٩] پِيئِي وِچَ ۾.

## ١٢

پَٽِيهَلُ چَئي پِرِينءَ[٢٠] کي، سَارِي[٢١] آئُون سُکو،
دوسَ[٢٢] دِلاسو[٢٣] دِلِئَان[٢٤]، مَان[٢٥] ڏِي ڪونَہ مُکو[٢٦]،
آهِمِ[٢٧] اولاڪو[٢٨]، جَسودَنَ[٢٩] جو جَانِ[٣٠] ۾.

---

١. خشڪ ٿئو، پاڻيءَ نہ وهڻ واريءَ حالت ۾ ٿئو. ٢. ڍورو (پراڻي سنڌو درياهہ جي هڪ وهڪري ڏانهن اشارو). ٣. ڏٻا ڏٻا، ڇڊا ڇڊا. ٤. ڪناري، ڪپر. ٥. لاٽ، لاهہ، ڪائو، پاڻيءَ جي گهٽجڻ واري حالت. ٦. پٽڪن، دستارن. ٧. ڪنب، پک (پاڳن ۾ پر لڳل = مٿن تي ڪلنگيون يا ڇٽ پهريل). ٨. داناءَ، ڏاها، عقلمند، سياڻا. ٩. مونجهاري، فڪر، ڳڻتيءَ. ١٠. پراڻي سنڌو درياهہ جي پنجن وهڪرن مان هڪ وهڪري جو نالو جيڪو بدين ضلعي جي گولاڙچي شهر وٽان درياهہ مان نڪري سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندو هو. ١١. آيو. ١٢. ماڻهن جو. ١٣. ميڙ، مجموعو. ١٤. ڪني ڪني = ڪِن ڪِن. ١٥. پيٽين تي، جاين تي، ماڳن يا هنڌن تي. ١٦. موج، زورَ. ١٧. پاڻي. ١٨. سور يا ڏک تي، سبب. ١٩. ريتي. ٢٠. محبوب، سڄڻ. ٢١. ياد ڪري، سنڀاري. ٢٢. دوست، يارَ، محبوب. ٢٣.ڏڍ، آٿت، تسلي. ٢٤. دل سان، پيار سان. ٢٥. مون. ٢٦. موڪلئو، روانو ڪئو. ٢٧. مونکي آهي. ٢٨. ڳڻتي، فڪر، اوسيڙو. ٢٩. راجا جو نالو جيڪو ميرپورخاص ۽ بدين ضلعن جي ڪنهن ايراضيءَ تي حڪومت ڪندو هو. ٣٠. دل، من، اندر.

١٣

سَچ ڪِ سُڪو ڊورُ، ڪَنڌيءَ اڪَ ڦُلارئا،
جُنگَنِ چَڌِئو زورُ، سَرُ سُڪو سُونگي گَيا.

١٤

ڪَنڌيين اڪَ ڦُلارئا، سانگ سُڪو گاهُه،
مِهراڻي وَٺان، روبو راجُ رَضا ڪَري،

١٥

جَڏهين ڊاڳي ڊورُ، ٻئي وَهَن ٻَليار ۾،
تَڏهين تازين تورُ، هو جَسودَن سين.

وائي

لائي جا وڙن ڪي، سا ڪانڌ مُنهنجي ڪورَ،
چَپرُ ڪَنٿوري ٿئو، ٻي تازڙي ڦُلن ڦورَ،
اچن پرين پٻڪئا، ڪَرَ ٻابيهو جيئن مورَ،
سيٽين سَرڪَندُ سَپجي، ٻئو عطرُ پرين اتورَ،
ماءِ ماريندم ڪَڏهين، آرياڻيءَ جا هورَ.

١. سچي پچي، واقعي، برابر. ٢. ڇا. ٣. خشڪ ٿئو. پاڻيءَ نه هجڻ واريءَ حالت ۾ ٿئو. ٤. ڊورو، (سنڌو درياهه جي هڪ پراڻي وهڪري جو نالو. ٥. ڪنڌيءَ تي. ڪناري تي. ٦. هڪ قسم جا مشهور وڻ (جن جي ٻڻ ڇنڻ يا ٽارين پڃڻ وقت کير جهڙي پاڻيٺ نڪرندي آهي ۽ انهن جو ڦر ڪچن انبن جهڙو ٿيندو آهي). ٧. ڦٽا، ڇاوا، پيدا ٿيا. ٨. بهادرن (هتي معني "شاهوڪارن" ٿيندي). ٩. (ناٺي جي) توفيق، طاقت. ١٠. تلاءُ. ڍورُ. ١١. محصول يا لاڳ اڳاڙيندڙ. ١٢. هليا ويا. ١٣. ڪنڌين تي. ١٤. سانگ جو (سانگ به هڪ پراڻي وهڪري جو نالو آهي). ١٥. چوپائي مال جي کائڻ جا ڪک ڪانا (ساوا توڙي سڪا). ١٦. راجا جسودن (جيڪو ٿرپارڪر ۽ بدين ضلعن جي ڪجهه ايراضيءَ تي حڪومت ڪندو هو ۽ ان کي مهراڻو به چوندا هئا). ١٧. کان. ١٨. رعيت، ماڻهو. ١٩. خدا جي رضا يعني مرضي ڇٽي موڪلائي (جو نه ڍورن ۾ پاڻيءَ سڪڻ ڪري ملڪ سڄو ويران ٿي ويو ۽ ماڻهن لڏڻ شروع ڪئو). ٢٠. ڊاڳي به هڪ پراڻي وهڪري جو نالو آهي. ٢١. دوآبي (اهو هنڌ جتي ڊاڳي ۽ ڍور به وهڪرا اچي گڏجن). ٢٢. تازين يعني عربي (گهوڙن) جو. ٢٣. گهڻو تعداد. ٢٤. لاڳ، اجورو، انعام. ٢٥. بدڪارن، خسيس ماڻهن، غيرن، ڌارين. ٢٦. منهنجي جي. ٢٧. خواهش، نوازش. ٢٨. ڪنوريءَ جي سرهاڻ سان خوشبودار ٿئو. ٢٩. تازي يعني نورو وقت اڳ حاصل ڪيل. ٣٠. ڦلن جي، گلن جي. ٣١. سڳند، سرهاڻ. ٣٢. ڪندا، خوش ٿيندا. ٣٣. جڻ ته، جهڙوڪ. ٣٤. هڪ نازڪ طبيعت ڳاڙهي رنگ جو پکي جيڪو مينهن جي ڦڙن تي گذران ڪندو آهي، تاڙو (پکي). ٣٥. جهڙو، وانگر. ٣٦. سهڻن ڪنين ۽ سُهڻي پچ سان هڪ پکي. ٣٧. سيڻن يعني محبوبن وٽ. ٣٨. هڪ خوشبودار وکر، صندل، چندن. ٣٩. پيدا ٿئي، موجود آهي. ٤٠. خوشبويون. ٤١. پرينءَ وٽ. ٤٢. اڻ توريون، گهڻيون. ٤٣. فڪر، ڳڻتيون، غم.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ ڏَهَرُ

## داستان پهريو

### ١

اَللهَ[1] جِيئَن[2] نالوءِ[3]، تيئَن[4] مَان[5] وَڏو آسَرو[6]،
خاوَنَدَ[7] تُنهِنجِيءَ کانڌِ[8] جو، پَرو[9] نَه پانڊُ ڪو،
نالو[10] رَبَ[11] سَندوءِ[12]، رَهيو[13] آهي رُوحَ[14] ۾.

### ٢

مَنو[15] جِيئَن نالوءِ، تيئَن مُون وڏو آسَرو،
تُو[16] دَرُ[17] ناهِ جِهو[18]، مُون بِئا دَرَ گهٽا نِهارِئا[19].

### ٣

جيڏو[20] تُنهِنجو نانءُ، ٻاجهه[21] پڻ[22] اوڏِيائي[23] مَگان[24]،
رِءَ[25] ٿَنِپين[26] رِءَ ٿُوٽِين، ڇَپَر[27] تُونهين[28] ڇانءَ[29]،
ڪُجَاڙو[30] ڪَهان[31]، توکي مَعلُومُ[32] سَڀِڪا.

---

١. اي الله، اي معبود، اي خدا. ٢. جهڙيءَ طرح. ٣. تنهنجو نالو (وڏو) آهي. تنهنجي ساراهه يا واکاڻ آهي. ٤. تهڙيءَ طرح. ٥. مان کي، مون کي. ٦. ڏڍُ، آٿت، ڀروسو، سهارو. ٧. اي خاوند، اي مالڪ. ٨. تحمل، بردباريءَ. ٩. حد، ڇيهه، انت، ڇيڙو، پاندُ. ١٠. نانءُ، نامُ. ١١. اي رب، اي پالڻهار، اي پروردگار. ١٢. تنهنجو (صرف). ١٣. موجود، ترسيو، ٽڪيو، جاءِ گزين. ١٤. دل، من. ١٥. وڻندڙ، پيارو. ١٦. تنهنجو. ١٧. دروازو يا چانئٺ (درٻار يا حضور). ١٨. ٻين درن جهڙو يا وانگر. ١٩. ڏٺا، پيٺيا. ٢٠. جيترو (اعليٰ ۽ عظيم). ٢١. مهرباني، ڪرم، نوازش. ٢٢. پڻ. ٢٣. اوتري. ٢٤. گهُران، طلبيان. ٢٥. سواءِ، بغير. ٢٦. ٿنڀن، ٿوڻين، ٽيڪن، آڌارن (گهر جي ڇت کي هيٺان ٽيڪ طور ڏنل ڪاٺيءَ کي ٿنڀ چئبو آهي ۽ ڇپريا ڪکن جي لهيل مُنهن کي ڏنل ٽيڪ کي ٿوڻي چئبو آهي). ٢٧. ڇپر (ککن ڪاٺين مان لهيل مَنهن يا جهوپڙيءَ ) جي. ٢٨. صرف تون. ٢٩. سايو، پاڇو، ڍَڪُ، پردو. ٣٠. ڇا. ٣١. چوان يا بيان ڪريان (زبان سين). ٣٢. روشن، واضح، علم يعني ڄاڻ ۾ آيل.

۴

مِروُن[١] ڪينَ وَلَنِ[٢]، پَڪي ڪَنِ نَہ پورهيو[٣]،
جَان[۴] تُون ڏِيندَڙُ تَنِ[۵]، تَان[٦] آسَ[٧] اَسانهِين[٨] نَہ لَهي[٩].

۵

جَڏهين بُڌوسُون[١٠]، تہ تُو بَخشين[١١] بَدڪارَنِ[١٢] ڪي،
تَڏهين اُتي مُون، وَتو[١٣] ڳسُ[١۴] ڳُناهَہ[١۵] جو.

٦

مَ[١٦] ڪَرِ ڍولَ[١٧] ڍِلو[١٨]، نَاتو[١٩] نِماٽيُن[٢٠] سين،
ڪونهي ڪَميٽيُن[٢١] جو، بِگر[٢٢] تو بِلو[٢٣]،
تُنهِنجو نَاءُ[٢۴] نِلو[٢۵]، وَنِئو وِبِني آهِيَان.

٧

سَتُرُ[٢٦] ڪِج سَتَارَ[٢٧]، آئُون اُگهَاڙي[٢٨] آهِيَان،
ڍَڪين[٢٩] ڍَڪَڻهَارَ[٣٠]، ڏيئي پَاندُ[٣١] پَناهَہ[٣٢] جو.

٨

ڪَرِ ڪو پيرو[٣٣] ڪَانڌَ[٣۴]، مُون نِماڻيءَ جي نِجُهري[٣۵]،

---

١. جانور، ٢. ڪيڙ ڪن، پوکي راهي ڪن، ٣. ڪسب، ڌنڌو، مزدوري، ۴.جيئن تہ، جنهن صورت ۾، ۵. تن کي، ٦. تنهن ڪري، تنهن صورت ۾، ٧. آسرو، اميد، تمنا، ٨. اسان کي، اسان جي، ٩. ختم يا پوري ٿئي، ١٠. اسان ٻڌو، ١١. معاف ڪرين، ١٢. گنهگارن، ڏوهارين، ١٣. ورتو، اختيار ڪئو، ١۴. رستو، واٽ، ١۵. پاپَ، معصيت، ١٦. نَہ، ١٧. اي ڍول، اي محبوبَ، ١٨. گهٽ، ڪَسو ڪم، ١٩. رشتو، واسطو، تعلق، لاڳاپو، ٢٠. مسڪين، ويچارين، بي واهين، عاجز عورتن، ٢١.بدڪار يا خسيس عورتن، ٢٢. بغير، کان سواءِ، ٢٣. آپاءَ، حيلو، وسيلو، واهہ، انتظام، آسرو، علاج، ٢۴. نالو، نامہ، ٢۵. فقط، رڳو، اڪيلو، صرف، ٢٦. پردو، ڍڪُ، ٢٧. اي ستار، اي ستر ڪندڙ، ٢٨. ننگي، عريان، بنان پردي، ٢٩. ڍڪ يا پردو ڪرين، ٣٠. اي ڍڪڻهار، اي ڍڪيندڙ، ٣١. پَلَوَ يا پلاند (ڪپڙي جو)، ٣٢. (گناهن کان) اَمَنَ، اَمانَ، بچاءَ، ٣٣. ڦيرو، موٽُ، ٣۴. اي ڪانڌ، اي پتارَ، اي وَرَ، اي مڙس، ٣۵. نجهري ڏانهن، ڪکائين گهر ڏانهن، جهوپڙيءَ يا پونگيءَ ڏانهن.

پَکي[1] ڇِنَا[2] پَانڌَ[3]، ڳَنڍُ[4] نَہ ڇَاڻي[5] کو ٻِئو.

٩

جِيئَن[6] تُون قَائِمُ[7] ڪَانڌَ[8]، تِيئَن آئُون وَرَ وِلهِي[9] مَ ٿِئَان،
پِرِين[10] تُنهِنجي پَانڌَ[11]، ڍولا ڍَکِي[12] آهِيَان.

١٠

ڪَانڌَ ٻِئَنُون[13] ڪِيتِرا[14]، مُون[15] وَرُ وَڏِي ڪَانڌَ[16]،
پَاڻَان[17] ڍَکِي[18] پَانڌِ[19]، عَيبَ[20] مُنهِنجَا ڍَکِئَا.

١١

ڪَانڌَ ٻِئَنُون ڪِيتِر، مُون وَرُ وَڏِي وَٿُ[21]،
پَاڻَان ڏِيئِي[22] هَٿُ، عَيبَ مُنهِنجَا ڍَکِئَا.

١٢

ڪَانڌَ ٻِئَنُون ڪِيتِرا، مُون وَرُ وَڏِي جُوءِ[23]،
لُوڪَ[24] نَہ آڇِي[25] اُوءِ[26]، ڏِٺَا[27] ڏوهَہ اکِن سين.

١٣

ڪَانڌَ ٻِئَنُون ڪِيتِرا، مُون وَرُ وَڏِي ذات[28]،

---

١. پکي (سَرَ جي ٻوڙي يا ٻي ڪنهن گاهہ جي تيلين يا ڪانن مان ٺهيل ڇپري يا پٽر جيڪا ڪڪائن گهرن يا جهوپڙين ڇانوَ جي ڪم ايندي آهي). ٢. ڇنا، ڦاٽا، ڇڇي وٺا. ٣.پاسا، ڪنارا. ٤. جوڙ، پيوندُ، ميلاپُ، رفوگري. ٥. سمجهي يا پروڙي، اهليت رکي. ٦. جنهن صورت ۾. ٧. هميشہ رهندڙ، موجود، جٽادار، بقا وارو. ٨. اي ڪانڌ، اي مڙس، اي وَرَ، اي ڀتار. ٩. سُڃي، ڪنگال، ٻينگي، مسڪين. ١٠. اي پرين، اي ڍولا، اي محبوب. ١١. پلَوَ يا پلاندَ (ڪپڙي جي). ١٢. پردي ۾ رکي، لڪائي. ١٣. ٻين جا، ٻين کي. ١٤. گهڻا. ١٥. منهنجو. ١٦. (سراپا) صبر، بردباري، سهپ. ١٧. پاڻمرادو، خودبخود. ١٨. لڪائي. ١٩. پاند سان. ٢٠. خطائون، ڏوهہ، گناهہ، وِڏون، اوڻايون. ٢١. شيءِ، وستو، هستي. ٢٢. ڏيئي هَٿَ = واهر ڪري، مدد ڪري، وسيلو بنجي، پردو ڪري. ٢٣. جاءِ، ماڳُ اصطلاحي معنيٰ ڪانڌ. ٢٤. لوڪ کي، ماڻهن کي. ٢٥. ٻڌائي، سڻائي. ٢٦. اُهي (ڏوهہ). ٢٧. ڏسڻ ۾ آيا، ڏٺل، ظاهر، پڌرا. ٢٨. هستي، طاقت، شڪتي.

عَيبَ[١] نَہ آچيءِ[٢] واتَ[٣]، جي ڏِسي[۴] ڏوهَہ اڪِينِ سين.

### ١۴

وَرَ[٥] سين وِجهِئو ڪانَڻِ[٦]، ڪَرَ[٧] سين ڪِلِئو[٨] اُٿيين،
پوريءِ[٩] مُنڌَ[١٠] اَجاڻِ[١١]، ڪَڻَ[١٢] چَڏِئو تُهَہ[١٣] ميڙِيين[١۴].

### ١٥

مُسَنِ[١٥] مُنهَن[١٦] سَنرا[١٧]، ڪَرِئَا[١٨] گهَٽُو ڪِلَنِ،
سي تان وِسِرِئَنِ[١٩]، آئِيا جَنِ ڪَمَنِ[٢٠] لَيءِ.

### ١٦

ڦرِئَا[٢١] پَسي ڦيڻُ[٢٢]، ڪَرِئَنِ ڪِيرُ نَہ چِڪِئو[٢٣]،
دُنِيا[٢۴] ڪارَڻِ[٢٥] دِينُ[٢٦]، وِڃائي[٢٧] وِلَهَا[٢٨] ٿِئَا.

### ١٧

جَرَ[٢٩] تي ڦوٽو[٣٠] جِيئَنِ[٣١]، لَڳي لَهرِ[٣٢] اَڌَ ٿِئي[٣٣]،
تُون پَڻِ آهين تِيئَنِ، دُنِيا ۾ ڪو ڏِينهَڙو.

### ١٨

ويئي ڪالَهہ[٣۴] هَتَانِ[٣٥]، سَا ڪالَهہ نَہ اچي ڪَڏهِين،

---

١. اوڻايون، برايون، خطائون، گناهہ، ڏوهہ. ٢. پڌائي، سڻائي، ظاهر ڪري. ٣. وات سان. ۴. پسي. ٥. مڙس، ڀتار. ڪانڌ. ٦. حاجت، دشمني، اٻڻت، ڪسائي. ٧. رقيب، دشمن، حاسد، ڏاريين. ٨. مُشڪئو، مُرڪئو، خوش ٿئو. ٩. اي پوري، اي نادان، اي موڳي. ١٠. عورت، زال. ١١. اڻ ڄاڻ، بي عقل، بي سمجهہ. ١٢. (اَن جا) داڻا، ڪڻا. ١٣. (ان جي ڪڻن جي مٿان چڙهيل) ڪوپا، ڳلون. ١۴. گڏ ڪرين. ١٥. (شل) مصيبت يا تڪليف ۾ پون. ١٦. (انهن جا) مُنهن، چهرا. ١٧. سَرَها، خوش. ١٨. (اُهي) ٻڇڙا، خوار، بدعادت. ١٩. دل تان لهي وين. ٢٠. ڌنڌن، مقصدن. ٢١. منهن موڙي وڻا يا نٽايائون (ڪنهن ڪم ڪرڻ کان هٽي مراد ٿيندي ڪير چکڻ کان). ٢٢. ڳجي، جيڪا کير جي مٿان ڌمڻ مهل ٿيندي آهي. ٢٣. سواد محسوس ڪرڻ لاءِ زبان تي آندو يا لڳايو. ٢۴. هن جهان (جي مزن)، ٢٥. واسطي. ٢٦. مذهب، عاقبت، آخرت. ٢٧. ضايع ڪري، خراب ڪري. ٢٨. سڃا، سڪڻا، محتاج. ٢٩. پاڻيءَ. ٣٠. ڦوڪڻو، بلبلو، بوڙيو، حباب. ٣١. جهڙيءَ طرح. ٣٢. ڇولي، لوڏو (پاڻيءَ جو). ٣٣. اڌ ٿئي = ڦاٽي يا ڦسي پئي. ٣۴. اڳيون يا گذريل ڏينهن. ٣٥. هت مان، وس مان.

ڪَالُهوٽِيءَ ڪَالَهَا*، وِڏو وِڇُ[١] وَرِهـيَـنِ[٢] ڪـي[٣].

## وائي

مُون سين هوتَ[٤] نہ ڪَندَڙا[٥] هِيئَن[٦] هِيئَن،

مُون[٧] نہ چَڏِيندا چَپَـربن[٨]،

لُڪُون[٩] لَڳِنِ ڪوسِيُون[١٠]، ڏاڍا[١١] تَپَنِ ڏِينهَن[١٢] ڏِينهَن،

چيـڙي[١٣] وِڏِيَس[١٤] چَپَربن، مَاءِ[١٥] ٻَاروچَاٽِي[١٦] نِينهَن[١٧] نِينهَن،

جَا جَڙَ[١٨] لَڳَڙي[١٩] ٻيڙِين[٢٠]، سَا جَڙَ لَڳَڙي نِينهَن نِينهَن،

مُونکي پِرِيَنِ[٢١] ميڙِين[٢٢]، روجَهـڙيُون[٢٣] ميڙِين مِينهَن مِينهَن،

هَوتَنِ جِيءَ هيڪَاندِ[٢٤] لَيءِ[٢٥]، آئُونُ رُئَان راتو[٢٦] ڏِينهَن ڏِينهَن،

مَان[٢٧] نہ وَسَائي مُون[٢٨] ڌَٽِي[٢٩]، ميڙائِي[٣٠] جَا مِينهَن[٣١] مِينهَن.

---

* ڪالهہ واري يعني اڄ کان اڳ واري ڏينهن. ١. وڇوڙو. جدائي. ٢. سالن. گهڻي عرصي. ٣. لاءِ. ۴. محبوب. سڄڻ. ۵. ڪندا. ٦. هن نموني يا طرح. ٧. مونکي. ٨. چپرن ۾. جبلن ۾ (ڪشالن ۾). ٩. اونهاري جي موسم جون گرم هوائون. ١٠. گرم. ١١. سخت. ١٢. گرم ٿين. ١٣. چوري. جوش ڏياري. ١۴. مونکي وڌو. ١۵. اي ماءُ. اي امڙ. ١٦. ٻاروچي جي (سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ جي). ١٧. عشق. ١٨. ميخ. ڪلي. ١٩. لڳي. ٢٠. ٻيڙين ۾. (چورن کي پيچڻ کان روڪڻ لاءِ پيرن ۾ وڌل) زنجيرن ۾. ٢١. پرين سان. محبوبن سان. ٢٢. ملائيين. ٢٣. روجهون. جابلو ڏڳيون يا ڳئون. ٢۴. وصال. ميلاپ. ٢۵. واسطي. ٢٦. رات ۽ ڏينهن. ٢٧. مان نہ = شال. ٢٨. منهنجو. ٢٩. مالڪ (خدا). ٣٠. وصال. ٣١. برساتون.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ ڏَهَرُ

## داستان ٿئو

### ١

ذَڻِي[1] سو وارِين[2] واءُ[3]، جو ميِڙائُو[4] سَڄڻين[5]،
وَنهِينءَ[6] واٽَ[7] مَٿان[8]، هِينئڙي[9] آسَر[10] نَہ لَهي[11]،

### ٢

اڄُ پَٽِ اگَڻُ[12] کيِٽانِ[13]، آسَر[14] لَڳِي سوِريَان[15]،
ڏُونگَرِ[16] ڏِينهَن[17] لَڳانِ[18]، مَان[19] نَہ وَرِ[20] کَنِ سُپِرِين.

### ٣

مَان نَہ وَرِ کَنِ سُپِرِين، ڏُونگَر لَڳِنِ ڏِينهَن،
کِيَسِ[21] نِمَاٽي[22] نِينهَن[23]، آيَلِ[24] بَاروچَنِ[25] جي.

### ۴

نِيڻَ[26] نِهَارا[27] مُون کِئا، مَٿي[28] واٽَڙيُنِ[29]،
اِيندا مَان نَہ پَسَنِ[30]، مَٿان سَڳَر[31] سُپِرِين.

---

١. اي ڌڻي، اي مالڪ، اي خدا. ٢. وَرَائين، موٽائين. ٣. (تيز) هوا يا هير، باد (وارين واءُ = موقعو يا ماحول پيدا ڪرين). ۴. ميڙيندڙ، ملائيندڙ، گڏيندڙ. ۵. سڄڻن سين، محبوبن سين، سپرين سين، پرين سين. ٦. سڌي، سنئين. ٧. گسَ، رستي (ونهين واٽ = سازگار ماحول). ٨. منجهان، مان. ٩. هينئڙي کي، دل کي. ١٠. آسرو، اميد. ١١. ختم ٿئي، پوري ٿئي. ١٢. گهر جو صحن يا پڌر. ١٣. ڪٽن لاءِ، انهن لاءِ. ١۴. (سندن اچڻ جي) آسر تي، آسري يا اميد تي. ١۵. صاف ڪريان، ٻهاريان، سينگاريان. ١٦. ڏونگر ۾، جبل ۾. ١٧. تمام گهڻو عرصو. ١٨. انهن کي لڳي وٺا. ١٩. مان نہ = شال. ٢٠. موٽَ، ڦيرو، مهرباني. ٢١. آئون ڪئي. ٢٢. عاجز، بي وس، ويچاري. ٢٣. عشق، محبت. ٢۴. اي آيل، اي جيجل، اي امڙ. ٢۵. سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ ۽ ان جي مائٽن (جي ذات ٻاروچا يعني بلوچ هئا). ٢٦. اکيون. ٢٧. نهاريندڙ، ڏسندڙ، واجهائيندڙ، ڳوليندڙ. ٢٨. مٿان، تي. ٢٩. واٽن، گسن، رستن. ٣٠. ڏسن. ٣١. رستي، واٽ.

**٥**

نيڻَ[١] نِهارا[٢] مُون ڪِئا، ڪيچِيَنِ[٣] ڪارڻِ[٤] ڪالهه[٥]،
ايندا پَسَنِ[٦] شالَ[٧]، اونٖي[٨] آريءَ[٩] جامَ[١٠] جا.

**٦**

نيڻَ نِهارا مُون ڪِئا، اونيَنِ ڪارڻِ اَجُ،
پُنهُون[١١] جامَ پَهچُ[١٢]، تَہ لاهِيُون[١٣] اُجَ[١٤] اکيُنِ ڪي.

**٧**

نيڻَ جي نِهارِينِ، سي اَجُ نَہ اونِي آيا،
هَنجُون[١٥] نَہ وَسائِينِ[١٦]، پاڻي پُنهُونءَ جامَ ري*.

**٨**

نيڻَ نِهاري مُنهنجا، روئِي ٿِئا رَتُ،
پُنهُونءَ[١٧] هوءِ[١٨] پَهتُ[١٩]، پاري[٢٠] نيڻَ[٢١] پاڻَ سين.

**٩**

نيڻَ نِهاري مُنهنجا، روئِي رَتُ ٿِئا،
جي هَٿان[٢٢] هوتَ[٢٣] وِئا، سي اَچَنِ تَہ آجِي[٢٤] ٿِئان.

---

١. اکيون، ٢. نهاريندڙ، واجهائيندڙ، ڳوليندڙ، ٣. ڪيچ (مڪران رياست جي هڪ مشهور شهر جنهن ۾ سسئيءَ جو محبوب پنهون رهندو هو) جي رهاڪن يعني پنهونءَ ءِ ان جي پائرن، ۴. واسطي، لاءِ، ٥. اڄ کان هڪ ڏينهن اڳ، ٦. ڏسن (نيڻ)، ٧. خدا ايئن ڪري، ٨. اُنن تي سوار ٺيل ماڻهو، اٺن تي چڙهي نياپا يا پيغام آڻيندڙ، ٩. بلوچ قوم جي هوت قبيلي جو سردار، پنهونءَ جي پيءَ جو نالو بہ آري هو، ١٠. سردار (سنڌ جي سمن حاڪمن جو لقب)، ١١. اي پنهون، ١٢. پرچ، راضي ٿيءُ، ١٣. ختم ڪريون، ١۴. پياس، تاس، ١٥. لڙڪ، آنسو، ڳوڙها، ١٦. وهائين، هارين، *منهنجا نيڻ پنهونءَ کان سواءِ (فراق ۾) پاڻيءَ جا رواجي لڙڪ نٿا وهائين بلڪ رت جا ڳوڙها ٿا هارين، ١٧. پنهونءَ جو، ١٨. آهي، ١٩. دستور، لائق، مناسبت، ٢٠. پانهي، گولي، نوڪرياڻي، ٢١. وني وڃڻ، ٢٢. هٿ کان، هٿ مان، ٢٣. محبوب (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو)، ٢۴. (سورن کان) آزاد.

## ۱۰

نينڻَ نهَاري مُنهِنجَا، رَتُ ٽِئَا روئِي،
ڏُکَنِ[1] جِي ڏوئِي[2]، آهي هَٽ[3] اَسُونهِه[4] جي.

## ۱۱

مَدِينيءَ[5] جَا مِير[6]، سُڻُ[7] سَندا[8] مُون سَڏَڙا[9]،
جِي[10] سَرَڻِ[11] تُنهِنجِيءَ سِير[12]، سي پَارِ[13] لَنگهَاءِ[14] پَهِيڙا[15].

## ۱۲

مَدِيني جَا جَامَ[16]، سُڻُ مُنهِنجَا سَڏَڙا،
نَنڍا وَڏا اُمَتِي[17]، اوِيَائِيين[18] اَيَامَ[19]،
سَرَڻِ تُنهِنجِيءَ سَامَ، پَارِ لَنگهَائِيين پَهِيَڙا.

## ۱۳

مَدِيني جَا گهوٽَ[20]، سُڻُ مُنهِنجَا سَڏَڙا،
اَجهي[21] تُنهِنجي اوٽَ، پَارِ لنگهائِيين پَهِيَڙا.

## ۱۴

مَدِيني جَا گهوٽَ، سُڻُ مُنهِنجَا سَڏَڙا،

---

۱. سورن، دردن. ۲. طعام رڌڻ ۽ رڌڻ لاءِ ڪاٺ مان ٺهيل ڪاشڪي يا چمچي جي مثال هڪ اوزار، ڪفگير. ۳. هٽ ۾. ۴. اڻ واقف، بيگانيءَ، بنان رهبر. ۵. مدينو عربستان ۾ هڪ شهر آهي جنهن ۾ اسلام جي پيغمبر حضرت محمد صلعم جن جو مرقد مبارڪ آهي. ٦. امير، سردار، والي، مالڪ. ۷. ٻُڌ. ۸. سندا مون = منهنجا. ۹. سڏ، پڪارون، عرض، سوال. ۱۰. جيڪي. ۱۱. سَرَڻِ ۾، پناهه ۾، رکيا ۾، حفاظت ۾، سَامَ ۾. ۱۲. سير تي، ڏِيِ تي، سهاري تي. ۱۳. (درياهه، واهه وغيره جي) ٻي پاسي، هُن پير، پراڙ. ۱۴. اُڪار، ٽپاءِ، پهچاءِ. ۱۵. واتهڙو، رفيق، ساٿي. ۱٦. سردار. ۱۷. پوئلڳ، پيروي ڪندڙ، اِتباع ڪندڙ. ۱۸. ڇڏائين، آزاد ڪرائين، سلامت رکين. ۱۹. ٻالا ڀولا، بي سمجهه، نادان. ۲۰. (تازو شادي ڪيل) جُوان، سردار. ۲۱. آجهي ۾، اوٽ ۾، پناهه ۾، رکواليءَ ۾.

ڪَرِ مُحَمَّدَ[١] مَوتَ[٢]، عَاصِي[٣] تُنهِجي آسِري[٤].

١٥

مَدِينئي[٥] جَا شِيرَ[٦]، سُڻُ مُنهِنجَا سَڏَڙا،
پَرِ[٧] مُبَارَڪَ[٨] پيرَ[٩]، عاصي تُنهنجي آسري.

١٦

مدينی جا شاهَ[١٠]، سُڻُ مُنهنجا سَڏَڙا،
ڪَارڻِ[١١] لَڳِ اَللهَ، سِگهو[١٢] رَسِجِ[١٣] سيگهه[١٤] ۾.

١٧

مَدِيني جَا ڏَڻي[١٥]، سُڻُ مُنهِنجَا سَڏَڙا،
تُنهِنجي آهِ تَڻي[١٦]، ٻِي ڪَنڌي[١٧] سَارِبَان[١٨] ڪَانَ ڪَا.

١٨

مَدِيني جَا ڏَڻي، سُڻُ مُنهِنجَا سَڏَڙا،
خَطَائُون[١٩] ڪَٽِي[٢٠]، ڏِنَا[٢١] ڏوهَ بَخشِين[٢٢].

١٩

جِتي ٿِيندا پَڌِرا[٢٣]، واعِدا[٢٤] ۽ وَعِيدَ[٢٥]،

---

١. اي (اسلام جا پيغمبر) حضرت محمد صلعم، ٢. واپس ٿيڻ جي حالت، ڀيرو، ڦيرو، گهمرو، واپسي، ٣. گنهگار، ڏوهاري، ۴. آسري تي، سهاري تي، ڀروسي تي، ۵. مدينو عربستان ۾ هڪ شهر آهي جنهن ۾ حضرت محمد صلعم جن جو مرقد مبارڪ آهي، ٦. (شير يعني شينهن جهڙا) بهادر، ٧. ڪڻ يا وڏاءِ (عاصين ڏي)، ٨. سڀوڳا، پاڪ، برڪت وارا، ٩. قدم، وکون، ١٠. بادشاهہ، حاڪم، ١١. واسطي، لڳ، ١٢. ترت، فوراً، بنان دير، يڪدم، ١٣. پهچ، اچج، ١۴. جلديءَ، تيزيءَ، ١۵. مالڪ، سائين، ١٦. تاڻ، ڪشش، ڇڪ، آڪير، سڪ، آڌار، ١٧. اَجهو، بچاءُ، وسيلو، جهلو، ٽيڪ، ١٨. سنبران، سنڀاليان، ١٩. ڏوهہ، گناهہ، ٢٠. ڪٽڻ مصدر جو ماضي معطوفي "بخشيين" فعل کي زور وٺائڻ لاءِ ڪآندو ويو آهي، ٢١. پڌرا، ظاهر ظهور، ٢٢. معاف ڪرين، ٢٣. ظاهر، ٢۴. (چڱن ڪمن جي ثوابن جا) انجام، اقرار، عهد، دلاسا، ٢۵. (برن ڪمن جي سزائن ا) دڙڪا.

سُتِّجِ[1] سَڌَ[2] سَعِيدَ[3]، للهِ[4] لَگُ[5] لَطِيفَ(رح) جا.

(٢٠)

وَنءُ[6] مَدِينِي[7] مَگَنَّا[8]، اکيُون[9] پير کَري،
سُنَتَ[10] سِرُ[11] ڏَرِي[12]، چُمَجِ[13] چانئُنِ[14] رَسُولَ[15] جِي.

(٢١)

مَرَکِئُو[16] مَدِينُو[17]، پَکَّا[18] کوٽَ[19] کُفارَ[20] جا،
کُفُرُ[21] تِئُو هِيٽُو[22]، وَڌيو دِينُ رَسُولَ جو.

## وائي

پَلَيءِ[23] لَکِيَ[24] آهِيان، مُون کي چَپَرَ[25] تان نَه[26] ڇَڏِيجا[27] بارُوچا[28]،
پُنهُونَ مُنهِنجُو آن سِين[29]، اَئين[30] ساٿَ[31] سَلامَتَ[32] نيجا[33]،
چُوري چِنِيءَ[35] آهِيان، مُون کي لَنگهَڻُ[36] چوڙائيجا،
جوڳِيءَ[37] کو[38] وِيسُ[39] کَري، مُنهِنجي[40] سِگهَڙي[41] سارَ لَهِيجا[42]،
مُون تان[43] وَڙُ[44][45] وِڃايو، اَئين کو پَنهنجو وَڙُ[46] کَرِيجا،
آرِياڻي[47] عَبدُاللطِيفُ(رح) چَئي، وَهلَڙي[48] وَهرَ[49] کَرِيجا.

١. تون سڻ، تون ٻڌ، تون اگهاءِ يا قبول کر. ٢. دانهون، واڪا، سوال، عرض. ٣. اي سعيد، اي نيک بخت، اي سعادت وارا، اي مرشد، اي سيد (حضرت محمد صلعم جن ڏانهن اشارو). ۴. الله جي واسطي. ۵. واسطي، ڪارڻ. ٦. وڃ. ٧. مديني ڏي. ٨. اي مگڻا، اي مگڻهار، اي سوالي، اي پينو. ٩. اکيون پير ڪري = محبت سان. ١٠. سُنت ۾. نذراني ۾. ٻيٺا ۾. ١١. مٿو. سسي. ١٢. رکي. پيش ڪري. ١٣. ادب ۽ تعظيم سان نمي چپن سان ڇهج يا لڳائج. ١۴. (روضي جي) دروازي جي چوکٽ جي هيٺين ڪاٺي. ١۵. خدا جي طرفان موڪليل پيغمبر (حضرت محمد صلعم جن). ١٦. ٻهڪئو، سرهو ڏسڻ ۾ آيو، خوش ٿئو. ١٧. مديني جي شهر جا ماڻهو. ١٨. ڪرڙا، ٺٺا، زمين دوز ٿيا. ١٩. قلعا، ڳڙهه. ٢٠. ڪافرن يعني خداءِ ان جي رسول کي نہ مڃيندڙن. ٢١. ڪافرن جو دين يعني مذهب. ٢٢. ڪمزور، نابود. ٢٣. پلئه سان، پلاند سان، دامن سان. ٢۴. لڳل، چهٽل، چنبڙيل. ٢۵. ڇپر ۾، جبل ۾. ٢٦. هرگز، بنهه. ٢٧. اوهين ڇڏ جو. ٢٨. اي ٻاروچا، اي بلوچا، اي پنهونءَ جا ڀائرو (جيڪي بلوچ قوم جا هئا). ٢٩. اوهان. ٣٠. اوهين. ٣١. ساٿ يعني قافلي کي (جنهن ۾ سسئيءَ جو محبوب پنهون آهي). ٣٢. صحيح سالم، بنان نقصان يا تڪليف. ٣٣. ونئو وڃجو. ٣۴. لاوارث (جنهن جو ماءُ پيءُ مري ويو هجي)، يتيم. ٣۵. ڪٽنب کان ڇنل يا جدا ٿيل، اڪيلي. ٣٦. ٻک، فاقو (لنگهڻ چوڙائيجا = کاڌو يا طعام ڏجو). ٣٧. تارڪ الدنيا فقير. ٣٨. جو. ٣٩. لباس، پوشاڪ. ۴٠. سگهي، جلد، ترت. ۴١. خبر، سُڌسماءُ. ۴٢. لهجو، ونجو. ۴٣. تہ. ۴۴. اخلاق، لڄ، شرم، حياءُ. ۴۵. مهرباني، احسان. ۴٦. ڪجو. ۴٧. اي آرياڻي، اي آرياڻيءَ جي خاندان وارئو (پنهونءَ جي پيءُ جو نالو آري هو ڪيس آرياڻي بہ چوندا هئا). ۴٨. تڪڙي، سگهي. ۴٩. واهر، مدد.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ ڏَهَرُ

## داستان چوٿون

١

ڇَڏِئو[1] پِرِينءَ[2] پَچَارَ[3]، سَڄِيُون راتِيُون سُمَهِين،
تو پَانيو[4] سَپِ[5] جَمَارَ[6]، سَڄَڻُ[7] هُوندو[8] مَان[9] گَرِي[10].

٢

هِي[11] تَان[12] ٿورَڙِيُون[13]، جي تُون پُورا[14] پَسِي[15] پِلِيين[16]،
راتِيُون بِيُون گهَٽِيُون، جي تو[17] اِينديُون هيڪَلي[18].

٣

سُتِي[19] نَہ سَرَندِيَاءِ[20]، ڪَرِ پَچَارَ پِرِيَنِ جِي،
وِهَامِي[21] وِنديَاءِ[22]، گهَٽَا هَٿَندِين[23] هَٿَڙا.

٤

سُتَا[24] اُٿِي جَاڳُ[25]، نِنڊَ نَہ ڪِجي اِيتَرِي،
جو[26] تو سَاٿِيهُ[27] پَانيو، سو مَانجَهاندِي[28] مَاڳُ،

١. ترڪ ڪئو، وسارئو، ٢. پرينءَ جي، محبوب جي، ٣. پچر، ياد، تات، ذڪر، ۴. سمجهئو، خيال يا گمان ڪئو، ٥. ساري، سڄي، ٦. عمر، زندگي، ٧. محبوب، ٨. رهندو، جٽيندو، ٩. مون، ١٠. وٽ، ١١.هن دنيا جون راتيون، ١٢. تہ، ١٣. قليل، گهٽ، ڪم، ١۴. اي پورا، اي موڳا، اي نادان، اي ڪم عقل، ١٥. ڏسي، ١٦. مغالطي يعني پولي ۾ پئين، مونجهاري ۾ پئين، ١٧. توکي، ١٨. اڪيلي (قبر ۾). ١٩. سمهڻ سان، ننڊ ڪرڻ سان، ٢٠. تنهنجي سرندي، تنهنجو گذارو ٿيندو، تنهنجو ڪم يا مطلب پورو ٿيندو، ٢١. (حياتي) گذري يا پوري ٿي، ٢٢. تنهنجي ٿي ويندي، ٢٣. هٿندين هٿڙا = ارمان ڪندين، پشيمان ٿيندين، ٢۴. اي سُتا، اي سُتل، اي ننڊ ۾ پيل، ٢٥. سجاڳ يا بيدارُ رَهُہ، ٢٦. جيڪو، ٢٧. وطن، هميشہ رهڻ جي جاءِ يا ماڳ، ٢٨.مانجهاندي جو، سفر ڪندي آخري منزل تي پهچڻ کان اڳ وچ ۾ ٿوري وقت لاءِ آرام يا ڏاپي ڪي مانجهاندو چوندا آهن.

سُلطانِي[١] سُهَا[٢]ڳُ، نِندُونَ[٣] ڪَندي نَہ تِئي.

**٥**

ڪِي[۴] سُمهُہ ڪِي جَا[٥]ڳُ، نِندَ نَہ ڪِجي اينَري،
سيڻَنِ[٦] جو سُهَاڳُ، نِندُون ڪَندي نَہ تِئي.

**٦**

جَاڳَڻَ[٧] مَنجهَان جَسُ[٨]، آهي اَللهَ[٩] جَنِ ڪي،
لاهِي[١٠] تو لَطِيفُ چَئي، مَتَان[١١] قَلبَ[١٢] ڪَسُ[١٣]،
وَرَنهَ[١۴] ڪِجَاهُ[١٥] وَسُ[١٦]، صُبحَ سَاڻُ[١٧] سَيدُ چَئي.

**٧**

سُمَهَڻَان[١٨] سَاڙو[١٩]، جيڏِيُون[٢٠] جيڏوئِي[٢١] تِئو،
پِرِيَنِ[٢٢] سين پَاڙو[٢٣]، مُنهِنجو نِندَ نِبيرِئو[٢۴].

**٨**

سُمَهَڻَان سَاڙو، جيڏِيُون جيڏوئِي تِئو،
هوتَ[٢٥] لَنگهِئو هَاڙهو[٢٦]، تُون[٢٧] اَٿَاسِي[٢٨] اوجَهرِبن[٢٩].

---

١. سلطان جو يعني بادشاهہ جو (ڌڻي تعاليٰ جو)، شهاڻو. ٢. (مڙس يعني ور جو)، قرب، پيار، محبت. ٣. نندون ڪندي = سمهندي، سمهڻ سان. ۴. ڪجهہ، ٿورو. ٥. سجاڳ رَهُہ، بيدار رهہ. ٦. سڄڻن، دوستن، محبوبن. ٧. (عبادت لاءِ) سجاڳ رهڻ. ٨. فائدو، ثواب، ڀلائي. ٩. اي الله. ١٠. (جاڳڻ) ميساري، ختم ڪري. ١١. تان. ١٢. (اُن جي) دل، من. ١٣. زنگ، ڪٽ. ١۴. اي ورنهہ، اي سورهيہ، اي وير، اي داناءُ. ١٥. تون ڪج. ١٦. (ربَ ڪي ريجهائڻ جو) حيلو، ڪوشش، سعيو. ١٧. صبح مهل، فجر جي مهل، پرهہ ڦٽيءَ جي وقت. ١٨. سمهڻ جي سبب، سمهڻ مان يا ڪان. ١٩. ڪامڻ، پچڻ، ڇيهو، گهاٽو، نقصان. ٢٠. اي جيڏيون، اي ڀينر. ٢١. وڏو، جهجهو. ٢٢. محبوبن، دوستن. ٢٣. ويجهڙائي. ٢۴. ختم ڪئو، جدا ڪئو، ٽوڙئو، ڇنو. ٢٥. محبوب. ٢٦. اُڪري وئا، ٽپي وئا. ٢٧. لس ٻيلي جي اولهہ طرف جبلن جي هڪ قطارَ جو نالو. ٢٨. اي اٿاسي، اي اناسي، اي بي نڪي، اي ٻنان ناس پٽي واري، اي نِرلجي. ٢٩. جهوٽا يا ڀنڪيون ڪائين (ننڊ جون).

٩

ڏِگهي[١] اَڏِ[٢] مَ مَنهين[٣]، پَکو اَڏِ مَ لانڍُ[۴]،
اَڏِئو جَنِ وِرانڍُ[٥]، تَنِ سَوارو[٦] لَڏِئو.

(١٠)

اَڏِئو اَڏِيندين ڪيترو، ڪَلَرَ[٧] ڪاڏي پِٽ،
تُون نَہ رَهَندين هِتِ، ڪَهڳَلَ[٨] ڪَريِن ڪَنِ[٩] ڪي.

١١

ڍولَ[١٠] مَ ڪَٽين[١١] ٻانهڙي[١٢]، پِرَهَہ[١٣] مَ ڪَٽين پاندُ[١۴]،
آئُون پانهنجو ڪانڌُ[١٥]، لوڪان[١٦] لِڪي[١٧] رانئيان[١٨].

١٢

پِرَهَہ ڦُٽي[١٩] رات ڳَئي[٢٠]، جهَيٽا[٢١] ٿِئا نَکٽَ[٢٢]،
هاري[٢٣] وِبيئي[٢۴] وَٽَ[٢٥]، ڳَهٽا هَٽَندين[٢٦] هَٽڙا.

(١٣)

پِرَهَہ ڦُٽي رات ڳَئي، اُڀِرِئو[٢٧] تارو،
پُنهُون[٢٨] پاڳارو[٢٩]، ڄاپَندي[٣٠] ڄامُ[٣١] ٿِئو.

---

١. طول ۾ يا پانڌ ۾ وڏي، لام ۾ وڏي، اوچي، اعليٰ. ٢. ناھہ، جوڙ، تعمير ڪر. ٣. جهوپڙي، پونکي، جاءِ يا گهر (ڪکن ڪانن وارو)، پکو. ۴. ڍگهو، وڏو، اوچو. ٥. شام جي وقت. ٦. (صبوح جو) سويل. ٧. ڪاري يا لوڻائيل مٽي، شورُ، شوريدهہ مٽي. ٨. ڳپ ڳارو (جاءِ يا ان جي پٽين جي لنب لاءِ). ٩. ڪن ڪي = ڪهڙن لاءِ، ڇاجي لاءِ. ١٠. ڍول، اي ڍولا، اي محبوب. ١١. ٻري ڪرين يا پاسي ڪرين (منهنجي ڪنڌ هيٺان). ١٢. ٻانهن، ٻازو. ١٣. اي پرهہ، اي پرڀات، اي فجر جي مهل. ١۴. پلاندُ، پلئہ (ڍڪ، پردو). (ڪٽين پاند = ختم نہ ٿئين). ١٥. مڙس، ڀتار. ١٦. لوڪ کان، ماڻهن کان. ١٧. ڇپي، ڳجهہ ڳوهہ ۾، مخفي نموني. ١٨. ريجهايان، راضي ڪريان. ١٩. ظاهر ٿي، اُڀري. ٢٠. وئي. ٢١. خفيف، گهٽ روشنيءَ وارا، جهڪا. ٢٢. تارا. ٢٣. اي هاري، اي ڪڙمي، اي راهڪَ، اي ڪاشتڪار. ٢۴. توکان ضايع ٿي وئي يا ڇڏائي وئي. ٢٥. (زمين يعني ٻنيءَ جي) پوسل، آلاڻ ريجُ. ٢٦. هٽندين هٽڙا = ارمان ڪندين، پشيمان ٿيندين. ٢٧. طلوع ٿئو، ظاهر ٿئو. ٢٨. سسئيءَ جي محبوب جو نالو. ٢٩. پڳدار، سردار. ٣٠. ڄمڻ وقت، جنم وقت، ماءُ جي پيٽ مان نڪرڻ وقت. ٣١. سردارُ (سنڌ جي سمن حاڪن جو لقب) (ڄاپندي ڄام ٿئو = ماءُ جي پيٽ مان ڄمڻ سان ئي يا ننڍيءَ عمر ۾ ئي غير معمولي طاقت جو مالڪ ٿئو).

# وائي

كَالُهُون[1] پوءِ[2] لَڪَنِ[3] مِ، مُنهِنجي نِنڊَ[4] نَہ نيٺَنِ[5] نيٺَنِ،

كَالُهُوٽان[6] اَڄُ گَهَٽِي، ڪَرَ[7] جهورڙِي[8] ڪيٺَنِ[9]،

هِينئَڙو[10] ڏاڙُهُونءَ[11] گُلَ جِيئَن، روئِي رَتَڙو[12] نيٺَنِ،

بِيُون سَبِ واڳيُون[13] وِرَنِ[14] سِين، آئُون جَا واڳڙِي ويٺَنِ[15]،

مُوٽُ[16] تُون آيَلِ[17] مَاءَ مُنهِنجَڙِي[18]، تَان ڪو ڏُکُ[19] نَہ ڪيٺَنِ.

---

١. ڪالهہ ڪان، اڄ ڪان هڪ ڏينهن اڳ ڪان. ٢. بعد. ٣. جبلن. ۴. آرامُ، نومُ، سمهڻ واري حالت. ۵. نيٺن ڪي، اکين ڪي. ٦. ڪالهہ ڪان. ٧. شايد. ٨. جهوري، درد، فڪر، ڳڻتي. ٩. انهن جي. ١٠. هنيون، دل. ١١. ڏاڙهون يعني انار (جي وڻ) جي. ١٢. ڳاڙهو ڪئو. ١٣. ٻڌل، ڳنڍيل. گڏ. ١۴. مڙسن، ڀتارن. ١۵. ويڻن سان، طعنن سان، ميهڻن سان. ١٦. واپس ٿيءُ، وري آءُ. ١٧. اي آيل ما، اي جيجل ماءُ، اي جيجل امان. ١٨. منهنجي. ١٩. درد، سورُ.

بسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُرُ ڏَهَرُ

## داستان پنجون

### ١

روهہ[1] راماڻا[2] ڪَنِ، اڄُ پَڻِ[3] هَلَڻ[4] هارِيُون[5]،
ڪَرڳَلُ[6] ڪُونجَڙِيُنِ[7]، رائي[8] ۾ راتِ ڪِئو.

### ٢

وڳَرَ[9] اُڪِيري[10]، سَرُ[11] سارِئو[12] سُورَ[13] چَري[14]،
جُهري[15] جِهجَندي ڏي، سَنِيها[16] ڪي سَجَڻِيَن[17].

### ٣

وڳَرَ[18] وِساري[19]، وِينِيئَن ڪِيئَن[20] مانَ[21] ڪَري،
ڪِ[22] تُو[23] نَہ ماري، رَڻِ[24] جُهڻِ[25] سَندي[26] سَجَڻِيَن.

### ۴

وڳَرَ وِئا وَهي[27]، ڪالَهہ[28] تُنهنجا ڪُونجَڙي[29]،
ڪَنديءَ ڪُوهہ[30] رَهي[31]، سَرَ ۾ سُپِيرِيَن[32] ري.

١. روهہ ۾، جبل ۾. ٢. خوشيون، دانهون، ڪوڪ. ٣. بہ. ۴. رواني ٿيڻ، اُسهڻ، وڃڻ. ۵. واريون، ارادو رکندڙ. ٦. هل، ڪوڪ، ميڙ. ٧. ڪونجين ڪونج روهہ يعني جبل ۾ رهندڙ ڏکيءَ ڳچيءَ سان سُهڻي پکيءَ جو هڪ قسم آهي جيڪو قد ۾ سرڻ پکيءَ کان ڪجهہ وڏو آهي. ڪونجون سياري جي موسم ۾ سنڌ جي لاڙ واري علائقي ۾ يا ڪڇ جي ملڪ ۾ سارين جي فصل لهڻ کان پوءِ ولرن جي صورت ۾ چوڳي لاءِ ايندڙيون آهن). ٨. رائي واري زمين، جبل، روهہ. ٩. وڳر ڪي، ولر يا ٽوليءَ ڪي. ١٠. اُڪير يا سڪ سان ياد ڪري. ١١. آنَ فصل جي لاباري ڪانپوءِ سَلن جون رهيل ڪٽيون، ٻاڙون ۽ سنگ، ڪانگڙ. ١٢. ڏسئو، جاچئو، تپاسئو. ١٣. عذابَ. ڏکَ. ١۴. ڪائي يعني سهي يا برداشت ڪري. ١۵. غم ۾ ڳرندي، روئندي، جهڄندي. ١٦. نياپا. پيغام. ١٧. سڄڻن، محبوبن، سپيرين. ١٨. وڳر ڪي. ١٩. دل تان لاهي. ٢٠. ڇو، ڪهڙيءَ طرح. ٢١. ڇپ، صبر. ٢٢. ڇا. ٢٣. توکي. ٢۴. فنا يا نابود ڪري. ٢۵. (گذريل زماني ۾ ڪيل) مٺي يا وڻندڙ گفتگو. ٢٦. جي. ٢٧. روانا ٿي، نڪري. ٢٨. اڄ کان هڪ ڏينهن اڳ. ٢٩. اي ڪونجڙي، اي ڪونج. ٣٠. ڇا. ٣١. ترسي، ٽڪي، ويهي. ٣٢. کان سواءِ.

٥

وِڳَرَ[١] ۾ وائِي[٢]، ڪَالَهہ[٣] تُنهِنجِي ڪُونجَڙِي،
سَرَ[٤] ۾ سَارِبَنئِيْ[٥] گهَٽُو، پِيَنَرُ[٦] ۾ پَائِيْ[٧]،
پَسين نَہ قَاهِيْ[٨]، جَا مَاْرِيءَ[٩] سَندي مَنَ ۾.

٦

وِڳَرَ[١٠] وِڇَائِين[١١]، بَاْزَ[١٢] جهُوري[١٣] ڪُونجَڙِي،
بَچَن اِيئَن پانئِين[١٤]، تَہ آيَلِ[١٥] اِيندِي واهِرِي[١٦].

٧

وِڳَرَ ڪِئو وَتَنِ، پِرتِ[١٧] نَہ چِنَنِ[١٨] پَاڻَ ۾،
پَسو پَکِيَڙَنِ، مُاٽُهنِئَان مَيْنُ[١٩] گَهٽُو.

٨

چُٽِي[٢٠] نَہ بِئَنِ گَڏُ، وَڏي وِڳَرَ هيرُئِين،
ڪُونجَ[٢١] ڪَرِيندي[٢٢] سَڏُ[٢٣]، وِيئِي وِهَامِيْ[٢٤] راتَڙِي.

٩

چُٽِي نَہ اُپِئِي[٢٥] رُوءِ[٢٦]، سَارِئو[٢٧] سَارِئو پِريَنِ[٢٨] ڪي،

١. ولر، توليءَ. ٢. پڇار، يادگيري. ٣. اڄ کان هڪ ڏينهن اڳ، گذريل ڏينهن. ۴. ان جي فصل جي لاباري کان پوءِ پنيءَ ۾ سلن جون رهيل کتيون، پاڙون ۽ سنگ. ٥. توکي سارين يا ياد ڪن. ٦. پيئون، اڏيون. ٧. پائر. ٨. پکين ڦاسائڻ جي دامَ. ڪوڙڪو. ٩. پکي ڦاسائيندڙ. شڪاريءَ. ١٠. وِڳر جي. ١١. وڇ مان. ١٢. شڪاري پکيءَ جو هڪ قسم. ١٣. جهپي، جهٽي، ڪنئي. ١۴. سمجهي. ١٥. امڙ، امان. ١٦. واهيري تي. (پکين جي) رهڻ واريءَ جاءِ تي. ١٧. پيار، قرب. ١٨. ٽوڙين، ختم ڪن. ١٩. محبت. ٢٠. چُڳي، آنَ جو داڻو داڻو ڪري کائي، ڪونج کي. ٢٢. ڪندي. ٢٣. آواز، دانهن. ٢۴. گذري، پوري ٿي. ٢٥. بيٺي، پيٺي. ٢٦. دانهون يا آلاپون ڪري. ٢٧. ياد ڪريو، سنڀالئو. ٢٨. محبوبن.

هِنيئِين[1] جِهجِندي چَوءِ[2]، آئُون ڦوڙائِي[3] آهِيان.

**١٠**

وَطَنُ[4] سَنڌُن[5] روهہ[6]، هِت قِسمَتَ[7] آنديُون ڪُونجڙيُون،
ڪِنهِنجو ڪونهي ڏوهہ[8]، رِزقُ[9] رازِقَ[10] هَٿ ۾.

**١١**

ڪَڄَان[11] ڪُونجيُون موتيُون، پُريُون[12] پَراهِين[13] پَنڌَ[14]،
آءُ[15] مِيَان[16] دِلبَندَ[17]، تو لِيءِ نيٽَن[18] نارَ اُپٽِئا[19].

**١٢**

مَ[20] لَئُن[21] ڪُونجي مَانِ ڪَرِ، چُورِ[22] مَ هِنيئِين[23] چاڪَ[24]،
ڦَٽيُون[25] جي فِراقَ، سي گهَرِ[26] گهارِينديُون ڪيترو.

**١٣**

مَ لَئُن ڪُونجي مَانِ ڪَرِ، چُورِ مَ هِنيئِين سَلَ[27]،
ڳُوڙهَا مَتي ڳَلَ، جِمَ[28] وِهاٽِيءَ[29] وَهائِيِين[30].

**١٤**

ڪُونجَڙيءَ ڪالهہ لَنئي، سَجڻَ وڏا چِتِ،

١. هنيئين جهجندي = دل ۾ ڳرندي، ٢. چئي، ٣. وچڙيل، ۴. ديس، ۵. انهن جو، ٦. جبل، ٽڪر، ٧. نصيب، لکئي، ٨. قصور، ٩. روزي، ان پاڻي، کاڌو خوراڪ، ١١. رزق ڏيندڙ يعني خدا تعاليٰ جي، ١١. ڪڄ (ملڪ) ڪان، ١٢. ويئيون، روانيون ٿيون، ١٣. ڏوراهين، پري جي، ١۴. پنڌ تي، سفر تي (پنهنجي وطن ڏانهن)، ١۵. اچ، ١٦. سردار، مڙس، پتي، پتار، ١٧. دل قابو ڪندڙ، دوست، ١٨. ٽنرا، اکين ۾ نک جي پر وارين ڪُنڊن ۾ سوراخ يعني ٽنگ، جن مان رُئڻ مهل لڙڪ يعني ڳوڙها وهندا آهن، ١٩. ڪوليا، وهايا، ٢٠. نہ، ٢١. آلاپ ڪر، ٻولي ڪر، ٢٢. ڇيڙ، ڇرپر ۾ آڻ، ٢٣. هينين جا، دل جا، ٢۴. زخم، ڦٽ، ٢۵. وڍيون، گهايون، وچوڙي، جدائيءَ، ٢٧. سوراخ، ڦٽ، زخم، ٢٨. متان، ٢٩. وهاٽيءَ جو، پوئينءَ رات جو، پرهہ ڦٽيءَ يا پرڀات جو، ٣٠. هاريين.

آئُون هيڪَلِي[١] هِتِ، گَهنگهَرِ[٢] گهارِيَان[٣] ڏِينهَڙا.

١٥

اُتَرَ ڏُونهَن آلاپَ، ڪَالُهُون ڪَرَ ڪُونجَ ڪَري،
پِرِين پَسي ۾ خَواب[٤]، وِهاڻي[٥]ءَ وايُون[٦] ڪَري.

١٦

ڪُونجُون تيُون ڪُٺڪَنِ[٧]، جيڪُسِ[٨] هَلَڻَ[٩] هَارِيُون[١٠]،
بَچَا پِٽوءِ[١١] سَندَنِ[١٢]، وَجَنِ واڏا[١٣] ڪَندِيُون.

١٧

ڪُونجُنِ ڪي ڪِيمَ[١٤] چَؤُ[١٥]، جي بَاجَهارو[١٦] ٻولِين[١٧]،
سَارئو سَانبِيَڙَنِ ڪي، رَڙيُون ڪِئو رُئَنِ،
سَائِين سَندا اُنِ، بَچا مِيڙِين بَاجَهه سين.

١٨

آيُون ڏورِ[١٨] ڏِرِي[١٩]، اَصلَ[٢٠] سَندي آسَري،
ڪَرِيهَرَ[٢١] پُٽونءِ[٢٢] ڪَرِي[٢٣]، پِيرَ ڏُکويا پَکَٽِين.

---

١. اڪيلي. ٢. گهنگهر ۾، مونجهاري ۾، پريشانيءَ ۾. ٣. گذاريان، بسر ڪريان. ۴. ننڊ، سپني، سهڻي. ۵. وهاڻيءَ جو، پوئين رات جو، پرهہ ڦٽيءَ يا پرڀات جو. ٦. دانهون، ورلاپ، آلاپون. ٧. آلاپون يا ورلاپ ڪن، ٻوليون ڪن. ٨. شايد. ٩. وڃڻ، رواني ٿيڻ. ١٠. واريون، ارادو رکندڙ. ١١. پوٺتي، پٺتي، وطن ۾. ١٢. انهن جا. ١٣. دانهون، واڪا. ١۴. نہ. ١۵. ڳالهاءِ، جهٽڪ ڏي، چڙٻ يا دڙڪو ڏي. ١٦. ٻاجهہ يا رحم اچڻ جهڙو، رحم جي لائق. ١٧. آلاپ يا ورلاپ ڪن. ١٨. ڏور تي، ڏوري تي، (ڏور سنڌو درياهہ جي پراڻن پنجن وهڪرن مان هڪ وهڪري جو نالو آهي). ١٩. لهي. ٢٠. اصلي يعني اڳين حالت، پراڻي حالت. ٢١. ڪريهر جي (ڪريهر ڪڇ رياست جو هڪ پيٽ آهي جنهن کي قديم زماني ۾ سنڌو درياهہ جا پراڻا وهڪرا پاڻي پهچائي آباد ڪندا هئا پر بعد ۾ درياهہ جي وهڪري ڦيرائڻ ڪري ويران رهندو اچي ۽ زمين سخت ٿي وئي آهي). ٢٢. زمين. ٢٣. سخت، ڪريل، خراب.

### ١٩

آيُون اڳِيئَن[1] هيرَ[2]، اَصُلَ[3] سَندي[4] آسَري[5]،
پِڙَ[6] ۾ پَسَانِ[7] نَہ پيرَ[8]، سيڻَنِ[9] سَاجُهَرِ[10] لَڏئو[11].

### ٢٠

ڪُونجَ[12] نَہ پَسِين[13] ڪَڪَ[14]، ڏِبُ[15] جَني سين ڏِڪئو،
مَاريءَ[16] مَاري[17] لَکَ، وڳَرَ[18] سَڀِ[19] وِڇُون[20] ڪِئا.

### ٢١

ڪُونجَ نَہ لَکِيُئي[21] بَاڻَ[22]، جو مَاريءَ سَندي مَنَ[23] ۾،
اوچِتي پَريَاڻَ[24]، وڳَرَ هَٽِي وِڇُون ڪِئا.

### ٢٢

مَاري[25] مَربن[26] شَالَ[27]، ڏِبَ[28] پَجَنئي ڏِپِيُون[29]،
جِنهِن[30] تو اَڃي ڪَالَهہ[31]، وڏو وِڇُ[32] وَرهَنِ[33] ڪي.

### ٢٣

بَغَلَ[34] مَنجِهہ بَندُوقَ[35]، مَاريءَ[36] ميرا[37] ڪَپڙا،
مَارئو ميرَ مَلُوڪَ[38]، لَتَاڙئو[39] لَکِ[40] چَڙهي.

---

١. پراڻيءَ، قديم، جهونيءَ، ٢. هير موجب، عادت موجب، ٣. اصلي يعني اڳين آباديءَ واري حالت، ۴. جي، ۵. آسري تي، اميد تي، آڌار تي، ٦. ميدان، سرزمين، ٧. (انهن جا) ڏسان، ٨. قدم، ٩. سڄڻن، محبوبن، ١٠. سويلو ئي، ١١. ڪوچ ڪئو، هجرت ڪئي، نقل مڪاني ڪئي، ١٢. اي ڪونج، ١٣. ڏسين، ١۴. سڪل گاهہ جا، سنها ڪانا ۽ تيليون، ١۵. ڪوڙڪو، دام (پکين ڦاسائڻ لاءِ)، ١٦. پکي مارينڌڙ، شڪاريءَ، ١٧. ڦاسائي، ١٨. لکن جي تعداد ۾ يعني تمام گهڻا (پکي يعني ڪونجون)، ١٩. ولر، ٽوليون، ٢٠. جدا، ڌار، دربدر، ٢١. تو لکئو، تو محسوس ڪئو، تو پروڙئو، ٢٢. منصوبو، رٿ، ٢٣. دل، ٢۴. نشان، ڏک، ٢۵. اي ماري، ٢٦. نابود يا تباهہ ٿئين، ٢٧. خدا ڪري، ٢٨. ڪوڙڪا، دام، ڏپيون، ٢٩. چٽ يا ناس ٿينئي، ٣٠. ڇاڪاڻ تہ، ڇو تہ، ٣١. اڄ ڪان هڪ ڏينهن اڳ، گذريل ڏينهن، ٣٢. جدائي، ٣٣. ورهن ڪي، ورهين لاءِ، سالن لاءِ، هميشہ لاءِ، ٣۴. ڪڇ ۾، ڪلهي ۾، ٣۵. جامڪي، تفنگ، ٣٦. ماريءَ ڪي (عزرائيل ڏي اشارو)، ٣٧. مٽيءَ سان پريل (ميرا ڪپڙا = خراب نيت)، ٣٨. سهڻا، خوبصورت، ٣٩. پيرن هيٺ ڪريو، ۴٠. لڪ تي، جبل تي (لڪ چڙهي = بيپرواهيءَ سان هلئو وڃي).

## ٢٤

چَڏئو چَپَر[١] وَٽِ[٢]، رِڙهئو[٣] ربجاٽيءَ[٤] چُٽيءِ[٥]،
کُهِي[٦] کينارِي[٧] چاڙهيُون، پييُون وِڪامَنِ[٨] هَٽِ[٩]،
تَنهِن سَرَ[١٠] مَٿان سَٽِ[١١]، ڏِهاڙي ماري[١٢] کَري.

## ٢٥

چيتا[١٣] ڪِئو چُٽيج[١٤]، بَدامَاٽيءَ[١٥] پُٽ ۾[١٦]،
نيٽين[١٧] نِندَ مَ ڏيج، چيڙون[١٨] چَپَرِ آيُون[١٩].

## وائي

رُوهَ[٢٠] نَه وِيئين رات، ڪُونجَلَ[٢١] ڪوهُ[٢٢] ڪُٽڪين[٢٣]،
ٻَچا ٻاتاڙا[٢٤] ٿِئا، وائي[٢٥] ڪَنِ نَه واتَ[٢٦]،
سَرَ ۾ ساريَنئي[٢٧] گهَٽُو، تو[٢٨] جَني جي تاتَ[٢٩]،
يَڳا[٣٠] ڪوٽَ[٣١] ڪُفارَ جا[٣٢]، حَيدَر[٣٣] ع جي حِمَاتَ[٣٤].

---

١. چپر جي، جبل يا ٽڪر جي، ٢. پر، پاسو، ڪنار، ڪنڌي، ٣. سرٽو، اچٿو، وڌٿو، ۴. ربجاٽيءَ ۾، ربج (پوکڻ کان اڳ پاٽيءَ ڏنل) واريءَ زمين ۾، پڌري ميدان ۾، ۵. چڪي، ٦. ذبح ڪري، ٧. کيناري ۾ (ٽن ڪانين مان ٺهيل اڏو يا ماندانو جنهن ۾ ڪاسائي گوشت ٽنگيندا آهن ان کي کينارو چئبو آهي)، ٨. فروخت ٿين، ٩. هٽ تي، دڪان تي، ١٠. آن جي فصل جي لاباري ڪانپوءِ پنيءَ ۾ سلن جون رهيل ڪتيون، پاڙون ۽ سنگ، ڪانگڙ، ١١. ڪاهہ، حملو، مارو، ١٢. شڪاري، ١٣. چيتُ، ڌيان، خبرداري، ١٣. چڳج، داٽا ڪائج، ١۵. بدامر (بدين ضلعي جي ٽنڊي باگي تعلقي ۽ ميرپور ضلعي جي ڊگري تعلقي جي ڏاکڻي پاسي واري علائقي)، جي. ١٦. ويرانيءَ، ١٧. نيٽن ڪي، اکين ڪي، ١٨. (شڪارين جون) ٽوليون، ١٩. چپر ۾، جبل ۾، ٢٠. روهہ ڏانهن، جبل ڏانهن (روهہ ڪونجن جو اصل وطن آهي)، ٢١. اي ڪونجل، اي ڪونج (ڪونج روهہ يعني جبل ۾ رهندڙ ڊگهيءَ ڳچيءَ سان سهڻي قسم جو هڪ پکي آهي جيڪو سياري جي موسم ۾ ولرن جي صورت ۾ سنڌ جي لاڙ واري علائقي ۽ ڪڇ ملڪ ۾ سارين جي فصل جي لاباري ڪانپوءِ چوڳي جي سانگي ايندو آهي)، ٢٢. چو، ٢٣. آلاپ يا ورلاپ ڪرين، ٢۴. اباٽڪا، اداس، پريشان، ٢۵. ٻولي،٢٦. وات مان، ٢٧. توکي سارين يا ياد ڪن، ٢٨. توکي، ٢٩. يادگيري، ساروٽي، ٣٠. ڪرٽا، نابود ٿٿا، ٣١. قلعا، ٣٢. ڪافرن، خدا کي نہ مڃيندڙن، ٣٣. حضرت علي ع (جنهن جو لقب حيدر هو)، ٣۴. حمايت سان، مدد سان.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ ڏَهَرُ

## داستان ڇهون

### ۱

سَنگهارَن[1] ساري[2]، سَاٿي[3] ڏيجِ سَنيهڙو[4]،
سَا هيڪلِي[5] گهاري[6]، مُنڌ[7] ڪاڇي[8] ڪنڌين[9].

### ۲

ڪاڇي[10] پيئي ڪوڪَ[11]، سَچُ[12] ڪِ[13] سَنگهارَن لَڌئو[14]،
مَادَرِ[15] هُئا مَلُوڪَ[16]، اُني[17] وِئڙا[18] اُڪري[19].

### ۳

ڪاڇي[20] ڪاهِيائون[21]، سَچُ ڪِ سَنگهارَن لَڌئو،
مَان[22] تَنُ[23] مَارِئائون[24]، پَاٽان[25] وِجهي گُوندرين[26].

### ۴

ڪاڇو ۽ ڪوهيارُ[27]، ڏُونگرُ[28] سَنڌُن[29] ڏيهڙو[30]،
سَاجُهرِ[31] نَهي[32] بَارُ[33]، ڪوهہ[34] نہ وِئيَن اُنِ سين.

---

۱. سنگهارن کي، انهن ماڻهن کي جيڪي چوپائي مال جي سنڀ لاءِ ڪڏهين ڪٿي ڪڏهين ڪٿي وڃي رهندا آهن، مالوندن کي. ۲. ياد ڪري، سنڀالي، خبرداريءَ سان. ۳. اي ساٿي، اي رفيق. ۴. پيغام، نياپو. ۵. اڪيلي. ۶. گذاري، رهي. ۷. عورت. ۸. ڪاڇي جي (لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعي جي الهندي طرف وارن جبلن جي پرسان واقع ميدانن کي ڪاڇو چئبو آهي). ۹. ڪنڌين تي، پاسن تي، سرحدن تي. ۱۰. ڪاڇي ۾. ۱۱. دانهن، رڙ (خبر، سڌ). ۱۲. سچي پچي، واقعي، تحقيق، برابر. ۱۳. ڇا. ۱۴. پرڏيهہ ڏانهن پڌارئو، هجرت ڪئي، نقل مڪاني ڪئي. ۱۵. اي مادر، اي امڙ. ۱۶. عمدا انسان، ڀلمانس، شريف ماڻهو. ۱۷. اُتي ڏانهن، برسات يا مينهن پوڻ (واري هنڌ) ڏانهن. ۱۸. ويا. ۱۹. لنگهي، پنڌ ڪري. ۲۰. ڪاڇي مان. ۲۱. چوپايو مال ڪاهي هلئا ويا. ۲۲. منهنجو. ۲۳. دل، سرير، جان. ۲۴. ناس يا نابود ڪيائون. ۲۵. پنهنجي هٿن سان، خود، پاڻ. ۲۶. گوندرن ۾، غمن ۾. ۲۷. ڪاڇي جي الهندي طرف واريءَ سرحد جي ڀر وارو علائقو. ۲۸. جبل، ڪوهستان. ۲۹. انهن جو. ۳۰. ڏيهہ، وطن. ۲۱. سوير، صبوح جي مهل. ۲۲. ٻڏي. ۳۳. سامان، مال اسباب. ۳۴. ڇو.

**٥**

کَاڏي[١] وِئَا سَنگھَارَ[٢]، جي ھِت ھُئَا ھِن پيٽَين[٣]،
کَاچِي[۴] پِنِھِي پَارِ[۵]، ڏورِ[٦] تَہ ڏوربُون اُنِ کي.

**٦**

جِيَنِ[٧] سي سَنگھَارَ، اَجھي[٨] جَنِ جي گَھارِيَان[٩]،
مَان[١٠] نَہ لَھَنِھُون[١١] سَارَ[١٢]، وِچ[١٣] وِلِھِي[١۴] ڏِينھَڙِين[١۵].

**٧**

جِيَنِ سي سَنگھَارَ، اَجھي جَنِ جي گَھارِيَان،
جَنِي سَندا[١٦] بَارَ[١٧]، اَنَئِي[١٨] پَھرَ اَگُوندرا[١٩].

**٨**

ڏَنُ[٢٠] ڏارَڻُ[٢١] ڏارَ[٢٢] رَھَڻُ، اِيءَ نَہ سَنگھَارَنِ[٢٣] سَٽَ[٢۴]،
کَاھِي[٢۵] اِيندا کَڏھين، مَتِي[٢٦] وانڍِ[٢٧] وَھَٽَ[٢٨]،
جي[٢٩] ھَاڻُوَ[٣٠] ھُونَئِي[٣١] مِٽَ[٣٢]، تَہ پِہ اُڌو[٣٣] لاھِہ مَ اُنِ جو.

**٩**

کيرَ کَرِينِدي رِيسَ[٣۴]، آيَلِ[٣۵] سَنگھَارَنِ سين،

---

١. کيڏانهن، ڪهڙي طرف. ٢. مالوند (اهي ماڻهو جيڪي چوپائي مال جي سڻي لاءِ ڪڏهين ڪٿي ڪڏهين ڪٿي وڃي رهندا آهن). ٣. پيٽين تي، هنڌن تي، ماڳن تي. ۴. ڪاڇي جي. ۵. پارن تي، پاسن تي، طرفن تي. ٦. ڳول.نهار. ٧. حياتي هجين، زندهہ يا جيئرا هجن. ٨. اجهي ۾، پناهہ ۾. ٩. گذاريان، حياتي بسر ڪريان. ١٠. مان نہ = شل. ١١. اسان جي لهن، اسان جي ڪن. ١٢. سنڀال، پرداخت، يادگيري. ١٣. ۾. ١۴. سُڃائيءَ وارن، غربت وارن. ١۵. ڏينهن ۾. ١٦. جا. ١٧. ٻار ٻچا، اهل عيال. ١٨. انئي پهر = هميشہ، سدائين. ١٩. ٻي گوندرا، ٻنان گوندر، ٻنان غم، خوش. ٢٠. (چوپائي مال جو) وڳ، ولَرَ. ٢١. پالڻ. ٢٢. جدا. ٢٣. سنگهارن جي. ٢۴. ريت، پر، دستور. ٢۵. وٺي. ٢٦. تي. ٢٧. (جهنگ جي) وٿاڻ، پاٽيءَ جي ڪڏ. ٢٨. چوپايو مال. ٢٩. جيڪڏهين. ٣٠. چورَ، ڌاڙيل چوپايو مال هٿندڙ (چوري ڪندڙ). ٣١. تنهنجا هجن. ٣٢. مائٽ، عزيز. ٣٣. اُڌڪو، خوف، ڊپُ. ٣۴. برابري، همسري، مقابلو. ٣۵. اي آيل، اي امڙ.

جَنِي جِيءَ خَمِيسَ[1]، واڙِيُون[2] وارِيَ[3] چَڏِيُون.

**١٠**

جِهِجَان[4] پَسِئو[5] جِهُوڪَ[6]، آيَلِ سَنگهارَنِ جِي،
جَنِ تي پَهِيِن[7] پِيَارِئو، مَنجِهان مَتَنِ[8] مُوڪَ[9]،
لَڏي[10] وِچَان[11] لوڪَ[12]، اُنِّي[13] وِتّا[14] اُڪِرِي[15].

**١١**

جهوڪُون نَـ جُهٽِڪَنِ[16]، وِڳَ[17] نَـ پَسان وَتِ[18] ۾،
آيَلِ سَنگهارَنِ، جِيڪُسِ[19] چِتَاٽُو[20] چِتِ[21] ڪِئو.

**١٢**

مَنڌِيءَ[22] مَتَ گُڙَنِ[23]، وِڳَ نَـ پَسان وَتِ ۾،
آيَلِ سَنگهارَنِ، جيڪُسِ چِتَاٽُو چِتِ ڪِئو.

**١٣**

مَنڌِيءَ مَتَ گُڙَنِ، جهوڪُنِ[24] سُونهَن[25] پَهِيَڙا[26]،
سَنڌِي[27] سَنگهارَنِ، جُوءِ[28] جِيَارِي[29] جَڏڙا[30].

---

١. جمعي جي رات، ٢. چوپائي مال جي رات جي وهارڻ يا بند ڪرڻ جون جايون، وٿاڻ. ٣. قربان ڪري، صدقي ڪري، (واڙيون واري چڏيون = واڙين ۾ بيٺل مال جو ڪير خيرات ڪري ڇڏئو، اڳيئن زماني ۾ مالوند ماڻهن جو دستورهوندو هو تہ خميس جي ڏينهن يعني جمعي جي رات وارو ڪير وڪڻندا نہ هئا پر خيرات ڪندا هئا). ٤. نجهران، ڳران. ٥. ڏسئو. ٦. چوپائي مال جي وهارڻ جي جاءِ، وٿاڻ. ٧. پهين ڪي، واٽهڙن ڪي، مسافرن ڪي، مهمانن ڪي. ٨. ماٽين، (ڪير ڏهڻ لاءِ يا ولوڙڻ لاءِ) ٺڪر جي وڏن ٿانئن. ٩. جام. ١٠. هجرت ڪري، نقل مڪاني ڪري، ١١. وٿان، ١٢. عام ماڻهن، ١٣. اٺي ڏانهن، برسات يا مينهن واري هنڌ يا ماڳ ڏانهن. ١٤. وٺا ١٥. لنگهي، پنڌ ڪري، ١٦. آواز ڪن (نہ جهٽڪن = خالي آهن)، ١٧. (چوپائي مال جا) ڌڻ، ولر. ١٨. ٿر ضلعي جي ڏيپلي ۾ مٺي تعلقن جي ڪڇ جي رڻ واري لاڳيتيءَ پٽيءَ کي "وٽ" چئبو آهي، ١٩. شايد، ٢٠. چتاٽو جنهن کي چوتاٽو يا چوتاڻ بہ چوندا آهن اهو "وٽ" واري خطي سان لڳ ننگر پارڪر تعلقي جي الهندئين ۾ مٺيءَ تعلقي جي ابرندئين پاسي واري ايراضيءَ تي مشتمل آهي، ٢١. چت ۾، دل ۾، ڏيان ۾. ٢٢. منڌيءَ (ڪير ولوڙڻ لاءِ ڪاٺ جي هڪ اوزار) سان، ٢٣. گرڙاٽ ڪن، ٢٤. جهوڪن ۾. ٢٥. وڻن، سهڻا لڳن، ٢٦. مسافر، واٽهڙو،مهمان، ٢٧. جي، ٢٨. جاءِ، ٢٩. جيئرو يا زندهہ ڪري، ٣٠. جڏا، بيمار.

(١٤)

جي[1] ڀائين[2] وَسَ[3] چَران[4]، تَہ سَنگهارَنِ[5] سين لَڏِ[6]،
تَہ هاجي[7] سَنڌي[8] هَڏِ[9]، ڪُوڪَ[10] نَہ سُٽين[11] ڪَڍهين.

١٥

جي ڀانئين وَسَ چَران، تَہ سَنگهارَنِ سين لَڏِ،
جَنِي سَندي سَڏِ[12]، چورُ نَہ ڇُهي[13] وَڇَڙا[14].

(١٦)

جي ڀانئين وَسَ چَران، تہ رَهُہ[15] سَنگهارَنِ[16] پاڙي[17]،
جَنِي جي واڙي[18]، چورُ نَہ ڇُهي وَڇَڙا.

(١٧)

جي ڀانئين وَسَ چَران، تَہ سَنگهارَنِ سين گهارِ[19]،
جَنِي سَنديءَ واڙِ، چورُ نَہ اَچي ڪَڍهين.

(١٨)

جي ڀانئين وَسَ چَران، تہ رَهُہ سَنگهارَنِ سيڙهي[20]،
جَنِي جي ڪِيري[21]، چورُ نَہ ڇُهي وَڇَڙا.

---

١. جيڪڏهين، ٢. چاهينئو، خواهش ڪرين ٿو، ٣. ميڻهن جي ذريعي چاول گاھُ. ٤. ڪان (چوپائي مال کي چاريان يا ڪارايان)، ٥. مالوندن، چوپائي مال جي مالڪن، ٦. وس ڏانهن (مال ڪاهي) وڃ، ٧. ظلم (چوپائي مال ڦريندڙن جي)، ٨. جي، ٩. بنھ، مُور، ١٠. ڏانهن، خبر، اطلاع، ١١. ٻڌين، ١٢. سڏ جي ڪري، هڪل جي ڪري، مدد يا حمايت جي ڪري، ١٣. هٿ لائي (چورائي)، ١٤. چوپائي مال (ڍورن) جا ڦر يا ننڍا ٻچا، ١٥. ويھ، ١٦. سنگهارن جي، ١٧. پاڙي ۾، پاسي ۾، پر ۾، ١٨. واڙي يا واڙ مان، وٿاڻ مان، مال ويهارڻ جي جاءِ مان، ١٩. (گڏ) گذار يا رَهُہ، ٢٠. سيڙهي ۾، پاسي ۾، گاھ پيدا ڪرڻ لاءِ آباد زمين جي ڀر واري ٽڪر ۾، ٢١. ڪيري (مال ٻڌڻ لاءِ زمين ۾ کوڙيل ڪاٺيءَ) تان، ڪلي تان.

(١٩)

وانءُ[١] ڪُنديُون[٢]، ڪَاهي[٣]، سيڙهي[٤] سَنگهَارَن[٥] جي،
مينهن[٦] نَہ مَتَائي[٧]، اُنهين سَندا[٨] پَڪَڙا[٩].

(٢٠)

آيَلِ[١٠] سَنگهَارَن سين، جيڪَا گهَاري[١١] مَاءِ،
توٽي[١٢] هوءِ[١٣] اَوگُٽي[١٤]، تَہ پِر رُڪو[١٥] مُور[١٦] نَہ ڪَاءِ[١٧].

(٢١)

وَنهين[١٨] سَنگهَارَن جي، سُونهَاري[١٩] سَانجَاڻ[٢٠]،
پوءِ ٿَا پِيَنِ[٢١] پَاڻ[٢٢]، پَهرين پِيَارين پَهيَڙا[٢٣].

وائي

وَجَنِ سيڻَ[٢٤] سِڏارئو[٢٥]، پَسئو[٢٦] جُوءِ[٢٧] جهجي[٢٨] هنيون[٢٩]،
حَيفُ[٣٠] مُنهنجي حَالَ[٣١] کي، وَڃڻُ مُون وسَارئو[٣٢]،
ڪَاڇي[٣٣] ٻنهين[٣٤] ڪَنڌين[٣٥]، نيڻَنِ ٿي جَرُ[٣٦] هَارئو[٣٧]،
سيئي مَاري هَلِئا، جيئَڙو[٣٨] جَنِ جيَارئو[٣٩]،
اُتي عَبداللطيفؒ چئي، جهوڪُن[٤٠] ٿي جُهڪَارئو[٤١].

١. وج. ٢. (ڪُندين يعني گول ۽ وريل سگن واريون) مينهيون. ٣. وٺي. ۴. سيڙهي ڏانهن. گاهہ پيدا ڪرڻ لاءِ آباد ڪيل زمين جي پر واري ۽ لاڳيتي زمين جي غيرآباد ٽڪر ڏانهن. ۵. چوپايو مال ڌاريندڙ مالوندن. ٦. برسات. ٧. نظرانداز ڪري، بنان وسڻ جي لنگهي يا متي وڃي. ٨. جا. ٩. (ڪڪائان) گهر، جهوپا، پنگا. ١٠. اي آيل، اي جيجل، اي ماءُ. ١١. (گذ) رهي يا گذاري. ١٢. جيتوڻيڪ. ١٣. هوندي. ١۴. بدلڇڻي، بدڪردار، بدافعال. ١۵. بنان گيهہ مکڻ يا سڻڀ جي طعام. اٽيو طعام. ١٦. اصل. بنهہ. ڪڏهين بہ. ١٧. کائيندي. ١٨. سڪين، ستابن، آسودن، شاهوڪارن. ١٩. پلاري، سٺي. ٢٠. رڌ پچاءُ يعني کاڌي رڌڻ بچائڻ جو ڪم. ٢١. کائين پين. ٢٢. خود. ٢٣. مسافر، واٽهڙو، مهمان. ٢۴. سڄڻ، محبوب. ٢۵. لڏئو، هجرت ڪئو. ٢٦. ڏسئو. ٢٧. (انهن جي رهڻ جي) جاءِ، ماڳ. ٢٨. ارمان يا ڏکَ ڪري، غم ۾ نجهري يا ڳري. ٢٩. دل. ٣٠. افسوس. ٣١. حالت. ٣٢. دل تان لاهي ڇڏئو، ڀُلائي ڇڏئو. ٣٣. ڪاڇي جي. ٣۴. ڪنڌين تي. ٻاسن يا طرفن تي. ٣۵. اکين. ٣٦. پاڻي يعني ڳوڙها يا لڙڪ. ٣٧. وهايو. ٣٨. جيءُ، جان، سرير. ٣٩. جيئرو يا زندهہ ڪئو. ۴٠. چوپائي مال جي وهاڻ جون جايون. ۴١. آواز ڪئو.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ ڌَهَرُ

## داستان ستون

### ١

نَــ سـي ڦُـلَ[١] بَـاغَـنِ[٢] ۾، هَـتـين[٣] نَـ داڻـا[٤]*،
لاڪـي[٥] اَبَـاڻَـا[٦]، لَـڏي[٧] ڪِـنـهِـن[٨] لـوءِ[٩] وَتَـا.

### ٢

مَـنجِـهـ ڪَـبِـرَنِ[١٠][١١] هُـلُ[١٢]، بَـهـران[١٣] لَـمَـن[١٤] چَـمِـڙا[١٥]،
نَـ لاڪـو نَـ ڦُـلُ، گُـجُـهـ[١٦] ڳَـرهِـيَـان[١٧] ڪَـنِ سِـين.

### ٣

لاڪـا[١٨] لَـکَ سُـجَـنِ[١٩][٢٠]، ڦُـلاڻـيءَ[٢١] ڦـيـرُ[٢٢] پِـئـو،
جِـنـهِـن پَـرِ[٢٣] راڻـا[٢٤] راجِـيَـا، ڪـوٽَـنِ[٢٥] ڌَڻـي[٢٦] ڪَـنـبَـنِ[٢٧]،
جَـنـهِـن جـو جَـاڙيجَـنِ[٢٨]، سُـنـئـي[٢٩] سـونـچـو[٣٠] نَـ لَـهـي[٣١].

### ٤

لاڪَـا لَـکَ هُـئَـا، ڦُـلاڻـيءَ ڦـيـرُ پِـئـو،

---

١. گل، ٢. چمن، گلستان، ٣. هتي تي، دڪانن تي، ٤. ان، اناج، کاڌي پيتي جو سامان *ملڪ يا علائقي ۾ هر هنڌ سڃ يا ويراني لڳي پئي آهي. ٥. لاکي جا، لاکو جيڪو پنهنجي پيءُ يا ڏاڏي يا پڙ ڏاڏي جي نالي "ڦل" جي نسبت سان ڪڏهين لاکو ڦل يا ڦلاڻي سڏيو ويندو هو. اهو ڪڇ جي علائقي جو هڪ سورهيہ ۽ سخي سردار هو پر ڪڇ ڀڄ جي حاڪم راءِ ڪنگهار جاڙيجي سمي جي غلط فيصلي سبب جيڪو هن لاکي جي ساٿين "جسي ۽ جسراج" جي قاتلن (جيڪي ذات جا ربِاري هئا) جي حق ۾ ڪئو ڪاوڙجي لوڙائو يعني ڏاڙيل ٿي پيو. لوڙائو ٿيڻ جي دور ۾ هن "جسمان" نالي هڪ اوڏ قوم جي عورت سان شادي ڪئي جيتوڻيڪ ڪيس زال "مهر راڻيءَ" نالي اڳي هئي. ٦. مائٽ، عزيز، ٧. هجرت ڪري، نقل مڪاني ڪري، ٨. ڪنهن ٻي، ٩. لوءِ ڏانهن، ملڪ ڏانهن، ڳوٺ ڏانهن. ١٠. اندر گهرن ۾، ١١. ڪبرن (هڪ قسم جي ٻڪين) جو. ١٢. گوڙ. ١٣. گهرن جي ٻاهران، ١٤. اڏامن. ١٥. هڪ قسم جا پکي جيڪي ڏينهن جو اکين کان نہ ڏسڻ ڪري جاين ۾ لڪا ويٺا هوندا آهن ۽ رات جو ٻاهر نڪري پيا اڏامندا آهن. ١٦. راز، ڀيد. ١٧. اوريان، ظاهر ڪريان. ١٨. لاکي جهڙا (ڏاڙيل يا ڦورو)، ١٩. لکن جي تعداد ۾. ٢٠. ٻڌجن، ٢١. ڦلاڻيءَ جو، ڦل جي خاندان واري لاکي ڏاڙيل جو.٢٢. نمونو، ٢٣. ڪان، ٢٤. راجا، راڄيا، ٢٥. ڪوٽن جا، قلعن يا ڳڙهن جا. ٢٦. مالڪ. ٢٧. ڏڪن، ڏڄن، ٢٨. جاڙيجن کي يعني ڪڇ ڀڄ جي راجا راءِ ڪنگهار جاڙيجي سمي ۽ انجي خاندان کي، ٢٩. سمهڻ جي حالت ۾، ننڊ ۾، ٣٠. خوف، ڊپ، ٣١. ختم ٿئي.

آجَا[1] اوڏ[2] تِئا، پَلّيءِ[3] لَڳِي[4] جِنهِن جي.

٥

لاکا لَکَ سُڄَنِ، آئُون اوڏِڻِ[5] اگَلي[6]،
پَلّيءِ لَڳِي جَنِ[7]، اوڏ پِر آجَا تِئا.

٦

راءَ[8] سين رُنَا[9] جي، تَنِ جَاڙيجَنِ[10] جَاڙ[11] ڪِي[12]،
ڪِيئَن[13] مَاٽِيندا[14] سي، چوڏهَن[15] چَارو ڪَچِڙو[16].

٧

جَاڳُو[17] جَاڙيجَا[18]، سَمَا[19] سُکِ[20] مَ سُمَهو[21]،
پَسو[22] آن[23] پَارِئا[24]، لاکو تو لوڙِيُون[25] ڪَري.

٨

پُڄِئان[26] پُلِي[27] نِڳِئو[28]، ڏِيئي[29] پَابوڙِي[30] پيرُ،
جيسي ۾ جَسراجَ جو، مَتي[31] واندِين[32] ويرُ[33]،
ڪَچِ[34] رَهَندو ڪيرُ، لاکو لوڙائُو[35] تئو.

١. آزاد. ٢. اوڏ قوم جا ماڻهو، جن جي هڪ عورت نالي "جسمان" سان لاکي ڦلاڻيءَ (ڪڇ ڀڄ جي سورهيہ ۽ سخي سردار) شادي ڪئي. ٣. پلئہ سان، پاند سان. ٤. لاڳاپو يا واسطو رکي (پلئہ لڳي = پناهہ ۾ اچي، پناري پئي، نسبت رکي يعني مائٽي ڪري). ٥. اوڏ قوم جي عورت. ٦. گدلي، ميري، ڪني، خراب، بدڪار. ٧. جن جي. ٨. امير يا سردار (لاکي ڦلاڻيءَ). ٩. ڪاوڙئا، ناراض ٿئا. ١٠. ڪڇ جي راجا راءِ ڪنگهار جاڙيجي سمي ۽ انجي خاندان جي ماڻهن. ١١. غلطي. ١٢. ڪئي. ١٣. ڪهڙيءَ طرح. ١٤. هٿ يا قبضي ۾ رکندا. ١٥. چوڏهن چارو = چوڏهن چارن يعني رستن يا واٽن وارو (اهميت جي نشاني). ١٦. ڪڇ جو ملڪ. ١٧. سجاڳ ٿئو، هوشيار ٿيو. ١٨. اي جاڙيجا، اي جاڙيجا سمان (راءِ ڪنگهار ۽ ان جا عزيز). ١٩. سک سان، بي فڪر ٿي. ٢٠. نہ. ٢١. ننڊ ڪرئو. ٢٢. ڏسو. ٢٣. اوهان جي. ٢٤. پار ذي. طرف ذي. ٢٥. ڦريون، رهزنيون. ٢٦. ڪڇ ڀڄ کان. ٢٧. جوش ۾. ٢٨. ڪاوڙجي. ٢٩. نڪتو. ٣٠. وجهي، پابوڙي ۾، پاڳوڙي ۾. (اٺ يا گهوڙي تي پيل پاڪڙي يا هني ۾ لڳل) رڪيب يا رڪاب ۾. ٣١. سان. ٣٢. مال جي وٿاڻ، سنگهارن جي عارضي رهائشن. (ٻي معنيٰ) ڇڙين زالن ڪنوارين عورتن. ٣٣. بدلو، عيوض. ٣٤. ڪڇ ۾. ٣٥. ڌاڙيل، ڦورو.

### ٩

پُجئان پُلي پيرُ، وِڏو[1] راءَ[2] رڪَاب[3] ۾،
ڪَڇ[4] وِهَندو ڪيرُ، لاکو[5] لوڙائُو ٿِئو.

### ١٠

لاکو لوءِ بَہ[6] لوءِ، وڙهي[7] ويلَ[8] سَيَڪنهن،
ڪَرگِلُ[9] مَتني[10] ڪَچڙي[11]، پِرهہ ڦُٽِيءَ پوءِ*،
هَيي[12] تَنِ کي هوءِ[13]، جَنِ اَڻ[14] سَنيوڙي[15] آيو.

### ١١

لاکو نہ لاهي[16]، مَتَان[17] هَني[18] هَتَڙا●،
گهُنيرِيا[19] گهيرُ[20] ڪَري، اُپوئي[21] آهي،
ڪُنڊيون[22] سي ڪَاهي[23]، خاصِيُون[24] جي ڪَنگهارَ[25] جُون.

### ١٢

لاکو لَکِيءَ[26] تي چَڙهي[27]، لَکِي لاکي هيٺِ،
سونَارِيُون[28] سَرِ[29] ڪِئو، پيڙِئو[30] بَڌي بيٺِ[31]،
ڏَمَرُ[32] ڪندو ڏيٺِ[33]، صُبحَ ويلَ سَيَڪنهين[34].

---

١. پاتو، ٢. امير يا سردار (لاکي)، ٣. اٺ يا گهوڙي جي پاکڙي يا زمين جي ٻنهي پاسن کان سوار جي پيرن وجهڻ لاءِ لڙڪندڙ لوهہ جي پيرڙيي، رڪيب، پاڳوڙي، ٤. ڪڇ ۾، ٥. ڪڇ ملڪ جي هڪ سورهيہ ۽ سخي سردار جو نالو جيڪو بعد ۾ ڏاڙيل ٿيو، ٦. لوءِ بہ لوءِ = ڳوٺ ڳوٺ ۾، شهر شهر ۾، هر هنڌ، ٧. جهيڙو يا جنگ ڪري، ٨. مهل، وقت (ويل سيڪنهن = هر وقت)، ٩. هلڻ هنگامون، گوڙ گهمسان، ١٠. تي، ۾، ١١. ڪچڙي ۾ ڪڇ ۾ *پرهہ ڦٽيءَ کان يا پرڀات کانپوءِ يعني صبوح جي مهل کان، ١٢. حيف، افسوس، ١٣. هجي، آهي، ١٤. جن جي مٿان، جن تي، ١٥. اڻ سنيوڙي جي حالت ۾، غفلت جي حالت ۾، ١٦. پري ڪري، ١٧. تان، ١٨. (گهوڙي جي) زين ● هر وقت گهوڙو سواريءَ لاءِ تيار آهي، ١٩. گهنيري (ڪڇ ۾ هڪ مڪان) کان، ٢٠. گهيرو، حملو، ڪاهہ، ٢١. (مٿان) بيٺو، ٢٥٢٢. (ڪنڊين يعني گول ۽ وريل سڱن واريون) مينهيون، ٢٣. هٽي يا زوريءَ وٺي وڃي، ٢٤. موچاريون، سٺيون، ٺاهوڪيون، ٢٥. ڪڇ جي حاڪم جو نالو، ٢٦. لاکي جي گهوڙيءَ جو نالو. لکن جي ملهہ واري گهوڙي، ٢٧. سوار ٿئي، ٢٨. سونن ڳنن واريون، تلوارون، ٢٩. تيار، صحي، ٣٠. چڪئو، ڪشئو، ٣١. چيلهہ يا ڪمر (کي سندرو)، ٣٢. ڪاوڙ، ٣٣. ڏيٺ ۾، گڏجاڻيءَ ۾، ملاقات ۾، ڪچهريءَ يا رهاڻ ۾، ٣٤. سڀ ڪنهن سان.

## ١٣

لاکو[١] لَکيءَ[٢] تي چَڙهي[٣]، لَکي لاکي سَاڻُ،
چَاري[٤] چَاڙهي[٥] آيو، واسي[٦] رات وَٿاڻُ[٧]،
جَاڙيجَنِ[٨] زِيانُ[٩]، کِيڏو[١٠] کِئو کَڇَ سين.

## ١۴

لَکي ءِ لاکو، پَئي مُئا پَاجَهه[١١] تي،
قَادِرَ[١٢] لاٿو[١٣] کَڇَ تان، اَديُون[١۴] اولاکو[١٥]،
وانِدِين[١٦] ۾ واکو[١٧]، ريبَاري[١٨] رَهي[١٩] وِئا.

## ١٥

نَه لاکو نَه لوڙ[٢٠]، نَه آهي اوسيڙو[٢١]،
سُمَهو[٢٢] سَنگهَارِيُون[٢٣] سُکَ[٢۴] تِي، سِرِي[٢٥] ڏيئي سوڙ[٢٦]،
کَاچِي[٢٧] مَتِّي[٢٨] کوڙ[٢٩]، ريبَاري رَهي وِئا.

## ١٦

ريبَارڻ[٣٠] ريجَهاءِ[٣١]، لاکو لُولاٽَن[٣٢] سين،
سَائُو[٣٣] مَان[٣۴] نَه سَنديَاءِ[٣٥]، نَتِ[٣٦] مَتَائي[٣٧] تَاکُرو[٣٨].

---

١. لاکو کڇ جي علائقي جو هڪ سخي ۽ سورهيہ سردار هو. ٢. لاکي جي کهوڙيءَ جو نالو.لکن جي ملهہ واري کهوڙي. ٣. سوار ٿئي. ۴. پهريدار، چوکيدار، جاسوس. ٥. وني. ٦. ڏسي، جاچي. ٧. چوپائي مال جي بيهارڻ جي جاءِ، واڙ، واڙو. ٨. راءِ کنگهار جاڙيجي ۽ انجي عزيزن. ٩. نقصان، هاڃو. ١٠. تمام وڏو. ١١. (خدا جي) مهرباني. ١٢. قدرت واري، سگهاري، خدا تعاليٰ. ١٣. ختم ڪئو. ١۴. اي اديون، اي ڀينر. ١٥. پريشاني، مصيبت، فکر، ڳڻتي، انتظار. ١٦. ڳوٺن ۾ رهندڙ ماڻهن. ١٧. هل يا گوڙ (خوشيءَ وچان). ١٨. ريباري قوم جا ماڻهو جن لاکي جي دوستن جسي ۽ جسراج کي قتل ڪيو هو. ١٩. بچي، سلامت رهجي. ٢٠. ڦر، رهزني. ٢١. انتظار، الڪو، خوف، خطرو. ٢٢. ننڊ ڪرئو، آرام ڪريو. ٢٣. اي سنگهاريون يعني سنگهارن يا مالوندن جون عورتون. ٢۴. سک سان، بي فکر. ٢٥. سري کي، مٿي کي. ٢٦. سوڙ، رضائي، گديلو، پٿرائي. ٢٧. ڪڇ. ٢٨. ۾. ٢٩. کوڙيين، تمام گهڻا. ٣٠. اي ريباري قوم جي عورت (جنهن تي ڪڇ جو حاڪم راءِ کنگهار عاشق هو). ٣١. راضي ڪر، پرچاءِ. ٣٢. آزين نيزارين، منٿن. ٣٣. بهادر (لاکو). ٣۴. مان نہ = شل. ٣٥. تنهنجي. ٣٦. ڳوٺڙو، مال جو وٿاڻ. ٣٧. بدلائي، نظرانداز، ڪري. ٣٨. ٺڪر، راجپوت (لاکو).

## ١٧

رِيبارِڻِ[1] روئِي[2]، واڙِي[3] پاتا[4] وَچِڙا[5]،
سَمُورا[6] سوئِي، هَٽِي[7] سات[8] هيڪلِي[9].

## ١٨

رَڙِي[10] ريبارِڻ روءِ[11]، اُڀي[12] ڍَنگهَرَ[13] جَهلَ[14]،
ٻَڙِي[15] هِتان ٻَلَ[16]، ڪيتَرئون[17] ڪاهي[18] وئا.

## ١٩

رَڙِي ريبارِڻ روءِ، اُڀي ڍَنگهَرَ ڍارَ[19]،
وَڃَنِ اَڄُ وَڳَ[20] هَٽِيو، سُئِمَ[21] جي سُوارَ[22]،
ڪاڇِي[23] ٻِنهِي پارَ[24]، ڏاڪو[25] هِنِ جو ڏِسين[26].

## ٢٠

رَڙِي ريبارِڻ روءِ، واڙِي پايو وَچِڙا،
ڪَرا[27] وينَ[28] ڪَنگهارَ ڪي[29]، چَنچَلِ[30] اُڀي[31] چوءِ[32]،
واڙِي[33] وَڃُ[34] نَه ڪو، لاکو لوڙائِنُ سين.

١. ريباري قوم جي هڪ عورت، جنهن تي ڪڇ جو حاڪم راءِ ڪنگهار عاشق هو. ٢. اکين مان ڳوڙها وهائي، آهہ و ٻڪا ڪري. ٣. واڙي ۾، واڙ ۾، وٿاڻ ۾. ۴. وڌا، پوريا. ۵. چوپائي مال جا ڦر يعني ٻچا. ٦. سڀ. ٧. ڦري، زوريءَ کسي. ٨. چوپائي مال جا ڌڻ يا ولر. ٩. اڪيلي. ١٠. دانهون ڪري، آهہ و فغان ڪري. ١١. روئي. ١٢. بيٺي. ١٣. ڍنگهر (گهر جي چوڌاري بچاءَ لاءِ ٻير وغيره جي وڻ جي ڪنڊن وارين ٽارين جي ڏنل لوڙهي) جي. ١۴. ٻر ۾، پاسي ۾. ١۵. اي ٻڙي، اي ادي، اي ڀيڻ. ١٦. ڪير ڏيندڙ ۽ پليون ڏکيون يا مينهيون. ١٧. تمام گهڻي انداز ۾. ١٨. هٽي، ڦري. ١٩. وٽ، ٻر ۾. ٢٠. چوپائي مال جا ڌڻ يا ولر. ٢١. مون سڻا، مون ٻڌا. ٢٢. انن ۽ گهوڙن تي سوار ٿيل (ڏاڙيل). ٢٣. ڪاڇي جي، ڪڇ ملڪ ۾ جبل جي پاسي واري علائقي ۾. ٢۴. پارن ۾، طرفن ۾. ٢۵. ڏاڪ، خوف، هراس. ٢٦. ڏسين يعني ڏسين ٿائين يا ملڪن ٿائين (پکڙيل). ٢٧. ڏحي، سخت، تکا. ٢٨. طعنا، سخن، ٻول، ڳالهيون. ٢٩. ڪڇ جي حاڪم جو نالو. ٣٠. البيلي، لاڏلي، چلولي، سهڻي. (ريبارڻ قوم جي ان عورت ڏانهن اشارو آهي جنهن تي راءِ ڪنگهار عاشق هو). ٣١. بيٺي، بيٺي. ٣٢. چئي. ٣٣. واڙي يا وٿاڻ ۾. ٣۴. چوپائي مال جو ٻچو يا ڦر.

## ٢١

تَاتوِڪين[١] پَلاڻَ[٢]، سَدا هَٿنِ ڪَرڪَرا[٣]،
لاڪي[۴] لوڙائُن[۵] جا، اهَڙائي[٦] اُهجاڻَ[٧]،
تَنگَن[٨] ڏيئي تاڻَ[٩]، ڪُوڪَ[١٠] ڪارِيندا[١١] ڪَچڙي[١٢].

## ٢٢

لاڪي لَڄَ[١٣] ڪَنئي[١۴]، اَسان اوڏَڻِين[١۵] جي،
ڪَندو ڪانَ ٻِئي[١٦]، اَگَ[١٧] وِسُوڙي[١٨] آهِيان.

## ٢٣

لاڪا[١٩] لَڄَ[٢٠] سَندِياءِ[٢١]، اوڏِ[٢٢] اَگَلِي[٢٣] آهِيان،
پَڪا[٢۴] سي پَرتاءِ[٢۵]، جي اَجهِي[٢٦] تُنهِنجي اَڏَنا[٢٧].

## ٢۴

ڍِنگهَر[٢٨] ڍِلو[٢٩] مَ[٣٠] ٿِئي، اَڏئو جو اوڏِنِ[٣١]،
جَنهِن[٣٢] پِرِ[٣٣] وِهي ڪَنِ، لِيڪو[٣۴] لاڪي جامَ[٣۵] سِين.

## ٢۵

اَڏِيندي[٣٦] اوڏِنِ، لَڏَڻَ[٣٧] جي ڪا[٣٨] نَ ڪِئي[٣٩]،

---

١. چنبڙين ڦوڪين، صاف ڪن. ٢. انن تي بار کڻڻ لاءِ پٺيءَ تي ٻڌڻ لاءِ ڏين ۽ ڪکن سان پريل ڳوٺين جا ڳاڪڙا. ٣. انن يا گهوڙن جي بدن تان مٽي وغيره ڇنڊڻ لاءِ اوزار. ۴. لاکي جي. ۵. ڏاڙيل ساٿين. ٦. ان قسم يا نموني جا. ٧. پار. نشان. ٨. تنگن کي. انن يا گهوڙن جي پلاڻن يا زينن کي، سندن پٺن تي سوگهي ٻڌڻ لاءِ ڏاس يا چمڙي جي پٽن کي. ٩. ڇڪ. ڪشش (تنگن ڏيئي تاڻ = انن يا گهوڙن تي چڙهي). ١٠. دانهن. ١١. ڪرائيندا (ڦريون ڪري يا ڌاڙا هڻي). ١٢. ڪچڙي يعني ڪڇ (جي ماڻهن) کي. ١٣. ننگ. ناموس. عزت. آبرو. ١۴. (پنهنجي) ذمي ڪئي. ١۵. اوڏ قوم جي عورتن (جن مان هڪ سان لاکي شادي ڪئي هئي). ١٦. ٻيءَ طرح، ٻي نموني. ١٧. اڪيئي. ١٨. (مونکي) ويساهه يعني اعتبار يا يقين آهي. ١٩. اي لاکا. ٢٠. زال، ننگ. ٢١. تنهنجي. ٢٢. اوڏڻ. اوڏ قوم جي عورت. ٢٣. گدلي. ڪني. ڪچري. خراب. بدڪار. ٢۴. ڪکن مان ٺهيل گهر. جهوپا. پنگا. ٢۵. توکي پرتا آهن. تنهنجي حوالي يا سپرد آهن. ٢٦. اجهي تي. آسري تي. ڏِڍ تي. ٢٧. ٺهيا. جڙيا. ٢٨. ڍنگهرن يعني ٻير وغيره جي وڻ جي ڪنڊن وارين ٽارين جي ٺهيل لوڙهي يعني عالم پناهه جي وچير اڏيل ڪڪائون گهر. ٢٩. ويران.سڃو. خالي. تباهه. برباد. ٣٠. نه. ٣١. اوڏ قوم جي ماڻهن. مٽيءَ جون پٽيون جوڙيندڙن. ٣٢. جنهن جي. ٣٣. ٻر ۾. ٻاسي ۾. ٣۴. حال احوال. ٣۵. سردار. ٣٦. (گهرن) اڏڻ يا ٺاهڻ وقت. ٣٧. هجرت ڪرڻ يا نقل مڪاني ڪرڻ. ٣٨. ڪا ڳالهه. ٣٩. ڪئي.

لاکو[1] مَتَان تَنِ، اوچِتوئِي[2] آيو[3].

## ٢٦

اَڏي[4] اَڏي اولَ[5]، چَڏي وِئَا پيٽيُون[6]،
تِکَائَا[7] ۽ تُولَ[8]، پِئَا آهِين پَٽَ ۾*.

## ٢٧

اَڏي اَڏي اوڏَ[9]، چَڏي وَهِئَا[10] پيٽيُون،
کوڏارا[11] ۽ کوڏَ[12]، پِئَا آهِين پَٽَ ۾.

## ٢٨

اَڏي وِئَا اوڏَ، حُجرو[13] لاکي جَامَ[14] جو،
پَسُ کوڏارا[15] ۽ کوڏَ، پِئَا آهِين پَٽَ ۾.

## ٢٩

چِنَلَ[16] چَجَ[17] هَتَنِ ۾، کُلَهَنِ[18] کوڏارا،
پورهِيي[19] کَارَڻِ[20] پيٽَ[21] جي، اُٿَيَنِ[22] سَوارا[23]،
اوڏَ پِويچَارا[24]، لاکَا[25] وَجَنِ لَڏِئو[26].

---

١. لاکي نالي کڄ جي علائقي ۾ هڪ سخي ۽ سورهيہ سردار هو. ٢. اچانڪ. اتفاق سان. قسمت سان. ٣. اچي اوڏن جي عورت سان شادي ڪئي. ۴. اڏي اڏي = تمام گهڻي انداز ۾ اڏي. ناهي يا جوڙي. ۵. اولا. ڪکائتان گهر. جهوپڙا. پنگا. ٦. ماڳ. هنڌ. جايون. ٧. تکڻ يعني رهڻ جون جايون. گهر. ٨. سامان. گهرو اسباب * ميدان ۾ خالي لاوارث ٽٽا پٽا آهن. ٩. اوڏ قوم جا ماڻهو جيڪي مٽيءَ جون پٽيون ناهيندا آهن. ١٠. وئا. ١١. ڊگهي منهن وارين لوهہ جي ڪوڏرن جو هڪ قسم جنهن سان اوڏ ڪڏن مان مٽي ڪٽي جاين جون پٽيون جوڙيندا آهن. ١٢. زمين ۾ پيدا ٿيندڙ اچي قسم جا ڪوڏيءَ جي مثال ڪوپا (جيڪي اوڏ جاين ناهڻ وقت مٽيءَ مان ڪڍي اڇلي ڇڏيندا آهن). ١٣. جاءِ. گهر. ١۴. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب). ١۵. ڏس. ١٦. ٽٽل. پراڻا. ١٧. سر جي ٻوٽي جي ڪانن يا لئي جي وڻ جي سنهين ڪانين مان نهيل ٽوڪرا. جن سان ڪڏن مان مٽي ڪٽندا آهن. ١٨. ڪلهن تي. موندن تي. ١٩. ڪمائيءَ. پيٽ قوت. ٢٠. واسطي. لاءِ. ٢١. روزيءَ. ٢٢. نند مان اٿين. ٢٣. سويل. ٢۴. مسڪين. نماڻا. عاجز. بي واها. ٢۵. اي لاکا. ٢٦. هجرت ڪريو. پرديس پڌارئو. نقل مکاني ڪرئو.

## ۳۰

جي[1] تُون اوڏ[2] طَلَبِين[3]، تِئَان[4] هِتِ نَہ کوءِ،
وِئَا لاکي[5] لوءِ[6]، سَنجهي[7] تَنگي[8] تَنگِڙا[9].

## ۳۱

چوري[10] چَنجُورَنِ[11] سين، کوٽي کَنيَائُون کُوهَہ[12]،
لاکي سَنڌِي[13] ڳَالهَڙِي[14]، رکَئَائُون مَنجهہ رُوحَ[15]،
پَڌَرِ[16] نَاهِہ پَابُوهَہ[17]، اَندَرِ[18] اورَڻُ[19] پِريَنءَ[20] سين.

## ۳۲

چَلِئَا[21] کَٽِي چَنجُورَ، اوڏ اُلوڙِي[22] پَکڙا[23]،
کَنيَائُون[24] تَنهِن کُوڻِ[25]، جيڏانهَن لاکي لَڏِئو[26].

## وائي

اوڏِڻِ[27] اوڏِي[28] آءُ، تُوکي لاکي کونِئو[29]،
سَندو[30] مِٽِيءَ[31] مَامرو[32]، لَٿو[33] تو[34] مَٿَان،
راڻِيُون[35] گَهٽِيُون راجَ[36] مِہ، تو تي رِيڌو[37] راءُ[38].

---

١. جيکي، ٢. اوڏ ذات جا ماڻهو جيکي کڏن مان مٽي کڻي ماڻهن جي جاين جون پِڙيون جوڙيندا آهن، ٣. طلب ڪرين ٿو، چاهين ٿو، سڌڻ گهرين ٿو، ۴. تن مان، ۵. لاکي جي، ٦. لوءِ ڏانهن، ڳوٺ ڏانهن، ملڪ ڏانهن، ٧. سنجهي يعني سنجها جي مهل ٿي، سج لهڻ مهل ٿي، ٨. گڏهن تي ٻڌي يا لڙڪائي، ٩. نوڙين مان نهيل چاريدار خرزينون، جيکي اوڏ گڏهن تي رکي انهن ۾ جاين ٺاهڻ لاءِ مٽي کڻندا آهن، ١٠. تحرڪ ۾ يا چرپر ۾ آڻي، ١١. ٽيڪمن، لوهہ جي اوزارن جو هڪ قسم جن سان زمين ۾ کڏون کوٽيبيون آهن، ١٢. زمين اندر، پاڻيءَ حاصل ڪرڻ لاءِ کوٽيل اونهيون کڏون، چاهہ، ١٣. جي، ١۴. ڳالهہ، گفتگو، سخن، ڪلامُ، ١۵. دل، من، ١٦. ظاهر، ١٧. مرڪ، مشڪ، چپن ۾ کل، ١٨. اندر ۾، ڳجهي نموني، دل ۾، ١٩. اظهار ڪرڻ، بيان ڪرڻ، ٢٠. محبوب، ٢١. هلئا، ٢٢. پٺي، ڏاهي، ٢٣. ککن جا گهر، ڇپر، جهوپڙا، پڱا، ٢۴. کڻي وئا، لڏي وئا، ٢۵. پاسي، طرف، ٢٦.نقل مڪاني ڪئي، ٢٧. اي اوڏ قوم جي عورت (جنهن سان لاکي شادي ڪئي هئي)، ٢٨. ويجهي، نزديڪ، ٢٩. سڏيو، گهرايو، ٣٠. جو، ٣١. خاڪ يعني قبر، ٣٢. معاملو، آزار، مصيبت، ٣٣. ختم ٿئو، ٣۴ تنهنجي، ٣۵. راجائن يا بادشاهن جون زالون، ٣٦. ملڪ، ٣٧. راضي ٿئو، ٣٨. امير يا سردار (لاکو).

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُرُ ڏَهَرُ

## داستان انون

### ١

وَڳَ[1] نَہ وارِئَائُون[2]، چَارِيءَ[3] جو چَيو[4] ڪَري[5]،
تَڏِهِين سَارِئَائُون[6]، جَڏِهِين هَيِنِ[7] جو هُلُ[8] ٿئو.

### ٢

وَڳَ مَ[9] وِسَارِيجِ[10]، هَاڻُو[11] ٿو هُلي[12]،
مَٿي[13] پُيَجَ[14] پُلي[15]، لاکو[16] لوڙائُنِ[17] سين.

### ٣

خَبَرَ[18] ٿِئي کِلَن[19]، سُٽِي[20] پَوُ[21] نَہ پَجِڻَان[22]،
چَارِيءَ مَٿَان[23] چَتَرُون[24]، پَاڻَا[25] اُپَا[26] ڪَنِ،
لاکو مَٿَان تَنِ، اَڻَ[27] سَنِيُوڙي آيو[28].

### ۴

وَالِي[29] وَڳَ مَ ڊِارِ[30]، هِنَ پَرائي[31] ديسَ[32] ۾،

---

١. چوپائي مال جا ڌڻ يا ولر. ٢. واپس ڪئائون، موٽايائون (غفلت سبب). ٣. چوڪيدار، خبر ڏيندڙ، جاسوس. ۴. چوڻ، صلاح. ۵. مڃي، قبولي. ٦. هنن سارئو يا سنڀاليو يا خيال ڪئو. ٧. مڻن يا ملن يا مصيبت پين (ڌاڙيوالن). ٨. گوڙ، ڳالهاءُ. ٩. نہ. ١٠. تون وسارج يا پوئتي ڇڏج يا پاڻ کان ڌار ڪج. ١١. ڦورو، ڌاڙيوال، مال هڻندڙ يعني چورائيندڙ. ١٢. سُڄي، ٻُڌجي. ١٣. ۾. ١۴. ڪڇ ڀڄ جي ملڪ. ١۵. تاب يا ڪاوڙ ڪري، پٺي، هلي. ١٦. لاکو ڪڇ جي علائقي جو هڪ سخي ۽ سورهيہ سردار هو. ١٧. ڌاڙيلن سائين. ١٨. سڌ. ١٩. مزاق ڪن، چٿرون ڪن، ٺوڪون ڪن، خندو ڪن. ٢٠. ٻڌي. ٢١. ڀَوَ يعني خوف يا خطري جي خبر. ٢٢. ڀڄڻ يعني فرار ٿيڻ جو خيال ڪن. ٢٣. تان. ٢۴. ٺوڪون. ٢۵. پاڻ، ويتر. ٢٦. بيٺا، پيا. ٢٧. اڻ سنيوڙيءَ حالت ۾، غفلت جي حالت ۾، اوچتو. ٢٨. حملي آور ٿئو. ٢٩. اي والي، اي ڀاڳيا، اي چوپائي جا ڌڻي. ٣٠. تر ساءِ، روڪي وهار، رهاءِ. ٣١. ڌاريين، ٻين جي، غيرن جي. ٣٢. ملڪ، ڏيهہ.

چيٖهو[1] چلڙ[2] چڪَ[3] تي[4]، وڳَ[5] اتائين[6] وارِ[7]،
ڏُئُمِ[8] ڪالهه[9] پرارِ[10]، لاکو[11] لوڙائُنِ[12] سين.

٥

جُهري[13] ڏيئي[14] جهوڪَ[15]، ٻَنِئان[16] ٻاهرَ[17] مَ نِڪرو،
لُوٽي[18] مَتان[19] لوڪَ[20]، لاکي گهٽا لَڏائيا[21].

٦

چَڪَرُ[22] چَوري[23] ڊارَ، لِکَ[24] سِيءَ[25] لاکي جامَ[26] جو،
گهوڙا گهوٽَ سُوارَ*، ڪُوهُه[27] جاڻان ڪيئن[28] ويا.

٧

هيٺ[29] ڪَتو[30] ميرو[31] مَتو[32]، لڳَ[33] ٻڪُلِئا[34] ڌُوڙِ[35]،
اُٿيِنِ جي اَسُورِ[36]، لاکا[37] جَمَ[38] لَڄائيين[39].

٨

وِٿي[40] مَنجهه وَٿاڻَ[41]، ڪَنڌَ[42] جهلبين[43] ٻڪرا[44]،
تو تي تو[45] ڏٿين[46] جي، آهي اهائي آڻَ[47]،
اوچتا پَرٻاڻَ[48]، آهين ڏڻَ[49] ڏٿين جا.

---

١. ڳاهه جو هڪ قسم. جيڪو مينهن جي اوائلي وسڪاري تي ابرندو آهي، ان جو رس ڳاڙهي رنگ جو ٿيندو آهي. ٢. ڳاهه جو هڪ قسم. ٣. ڳهٽو. جام. ٤. اٿيئي، تو وٽ آهي. ٥. وڳ کي چوپائي مال جي ڌڻ يا ولر کي. ٦. هن جاءِ تان ئي، هن ماڳ تان ئي. ٧. موٽاءِ، واپس ڪر. ٨. مون ڏنو. ٩. اڄ کان هڪ ڏينهن اڳ، گذريل ڏينهن. ١٠. پرئين پار، ٻي پار يا طرف. ١١. لاکو ڪڇ جي علائقي جو هڪ سخي ۽ سورهيه سردار هو. ١٢. ڌاڙيل ساٿين. ١٣. جُهري ۾ (جهرو ڪڇ جو هڪ جبل آهي). ١٤. ڪري. ١٥. وهڪ. منزل. وٿاڻ. ١٦. ٻنيءَ کان (سنڌ ۽ ڪڇ جي ٿر واريءَ ايراضيءَ ۾ هڪ علائقو آهي جنهن کي ٻنيءَ جي نالي سان سڏبو آهي. جنهن کي "ڏاڏي آدم جي ٻني" بہ چوندا آهن). ١٧. ٻاهر. ١٨. ڪڇ ۾ هڪ جبل. ١٩. تان. ٢٠. ماڻهو. خلق. ٢١. ڊوڙائي يا هڪالي ڇڏيا. ٢٢. ڦيرو. گهمرو. حملو. ٢٣. اوڏ قوم جي عورت جي (جنهن سان لاکي شادي ڪئي) ڪکائين گهر (جيڪو بناوٽ ۾ گول ٿئي ۽ ان جي ڇت خرطومي ٿئي). ٢٤. وٽ. ٢٥. لِک سِيءَ = ٿوري وقت ۾. هر هر. ٢٦. سردار. *گهوڙا ۽ انهن تي سوار ٿيل گهوٽ يعني جوان. ٢٧. ڪوهه ڄاڻان = خبر نہ آهي. ٢٨. ڪيڏانهن. ٢٩. بدن جي هيٺين حصي تي. ٣٠. ڪٽي (سادي ڪپڙي) جي گوڏ. ٣١. مٽيءَ سان ڀريل. ٣٢. سِرُ. ٣٣. (بدن جا) عضوا. ٣٤. ڀريل. ٣٥. ڌوڙ يعني مٽيءَ سان. ٣٦. اسر جي مهل. فجر جو (ٻوڙهيي لاءِ). ٣٧. اي لاکا. ٣٨. متان. ٣٩. شرمسار ڪرين. ٤٠. وهڻ جي حالت ۾. ٤١. چوپائي مال وهارڻ جي جاءِ. ٤٢. ڪنڌ مان، سسيءَ مان. ٤٣. وٺبين. پڪڙيو ويندين. ٤٤. اي ٻڪر. ٤٥. تنهجي. ٤٦. مالڪن. ٤٧. بندُ. روڪ. جهل. ٤٨. ٻهہ. خيال. ٤٩. ڌڻ جي، ولر جي، وڳ جي.

٩

اَڄُ[1] ڳُهرجين[2] يَارَ[3]، بَدامَاڻي[4] بُنِرا،
ڪَاڇِي[5] بَئي بَارَ[6]، اَڇي وِيرِيَنِ[7] وِيڙهِئَا[8].

١٠

اَڄُ ڳُهرجين تُون هِتِ، بَدامَاڻي بُنِرا،
پَڪِي[9] پِيئِي[10] پِتِ[11]، واتُون[12] وِيرِيَنِ لايُون.

(١١)

اَڄُ ڳُهرجين تُون، بَدامَاڻي بُنِرا،
مَٿَان اَڇي مُون[13]، وِيرِيَنِ واتُون لايُون.

(١٢)

اُتي اُتي لاهِه[14]، ڊولا ڪَرِ پَاهَرِيُون[15]،
بَابَلَ[16] مينهَڙِيُون، تو[17] پَهِيَاجُرَ[18] ڏِنِيُون.

١٣

پُورِبين[19] پَانَدَ[20] تَمَنِ[21]، جَهگَهُه[22] جَهاڳي[23] آيُون،
ڪَاڇو مينهَڙِيُنِ[24]، مُندائِتو[25] مَاڻِئو[26].

---

١. اڄوڪي ڏينهن تي، هن وقت، هينئر. ٢. ڪيين. ٣. اي يار، اي دوست. ۴. بدام جا حاڪم (بدين ضلعي جي ٽنڊي باگي تعلقي جي اترئين اڌ ۽ ميرپور خاص ضلعي جي ڏگري تعلقي جي ڏاکڻين اڌ کي بدام چئبو آهي جتي پراڻي زماني ۾ ٻنرو (ٻنرو) نالي هڪ سردار راڄ ڪندو هو ۽ اوکيءَ ويل آس پاس جي ماڻهن جي واهر ڪندو هو ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن بہ پاڙي واري کي تڪليف ٿيندي هئي تہ ٻنري کي پڪاريندو هو)، ۵. ڪاڇي جا. (ڪڇ ۾ جبل جي پاسي واري علائقي)، ٦. پاسا، طرف، ٧. دشمن، ٨. گهيري ۾ ڪئا، ٩. پکي (ککن جي ٺهيل گهر) کي، پکي ۾. ١٠. لڳي، ١١. (ڪلراٺي) مٽي، ڪلر (پکي پيئي پت = پکو يعني پنگو ڪمزور ٿي ويو آهي)، ١٢. رستا، گس، پيچرا (واتون لايون = حملا شروع ڪئا)، ١٣. منهنجي، ١۴. ڪول (مينهن جي واري جو در)، ١۵. روانيون (جهنگ ۾ چرڻ لاءِ)، ١٦. بابي يعني پيءُ (منهنجي)، ١٧. توکي، ١٨. پهاجر طور، کير پيئڻ لاءِ (اُکيون نہ)، ١٩. پورن وارين جا، سڱن وارين (مينهين) جا، ٢٠. پاسا، ٢١. پاڻي تمائين يا ڦڙ ڦڙو ڪري ڳاڙين، ٢٢. اونهون پاڻي، درياهہ، جهاڳ پاڻي، ٢٣. تري، لتاڙي، لنگهي، ٢۴. مينهين، ٢۵. وقتائتو، مهلائتو، پوري يا صحي وقت يا مهل ۾، ٢٦. لطف يا مزي سان چري ڍؤ ڪئو، مزي يا آرام سان لتاڙيو يا پيلئو.

## وائي ١

وهَان[1] ڪيئَن[2] ڀَنڀورَ[3] ۾، مُنهِنجو سَاهُه[4] وَهيو[5] سيڻَان[6] آيل آيل[7]!،
مَادَرِ[8] پَايو[9] مُنديُون، ڪُوڪيَان[10] وَرُ[11] ڪيڻَان[12]،
سو ڪيئَن هِينئَڙو[13] جَهلِئَان[14]، جهجِي[15] جو ڪيڻَان[16]،
مُون ڪي وِئَڙا[17] نَه وِسرِي[18]، هُو جي نِينهَن[19] پَرِئَا[20] نيڻَان[21].

## وائي ٢

هَاڙهي[22] ويندا هوتَ[23] مُئيءَ[24] جَا، آيَلِ[25] جيجَلِ آن ڪي ڏِنَا[26]،
بَرَ[27] ۾ بِرَهمَڻِ[28] ڪي، چِپَر[29] تان[30] نَه چَڏِيندا،
مُوتِي هِنَ ڀَنڀورَ ۾، وَاڳَ[31] شَالَ[32] وارِيندا[33].

١. ترسان، رهان، ٢. ڪهڙيءَ طرح، ٣. ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڀرسان هڪ ڳوٺ ڪان ڪجهه مفاصلو پري اولهه طرف هڪ ڳوٺ جتي سسئي رهندي هئي، ۴. جان، محبوب، ۵. ويو، ٦. انهن (پنهونءَجي پائرن) سان، ٧. اي آيل، اي امڙ، اي جيجل، ٨. اي مادر، اي امڙ، ٩. پايو منڊيون = هڪ هٿ جون آڱريون ٻي هٿ جي آڱرين سان ملايو، هٿ ادب جا ٻڌيو، منٿون يا آزيون ڪيو، ١٠. واڪا ڪريان، دانهون ڪيان، سڏ ڪريان، ١١. بهتر، ١٢.ڪٿن ڪي، انهن ڪي، ١٣. هنيون، دل، من، ١۴. روڪيان، پليان، ١۵. غم يا ڳٽتيءَ ۾ ڳري، نجهري، ١٦. انهن لاءِ، ١٧. وئا، ١٨. دل تان لهي، ١٩. نينهن سان، محبت يا پيار سان، ٢٠. پريل، ٺمٺار، چڪار، ٢١. انهن جا نيڻ، انهن جون اکيون، ٢٢. هاڙهي جبل ڏانهن، ٢٣. محبوب، ٢۴. (عشق جي) ماريل، فنا ڪيل، ٢۵. اي آيل، اي جيجل، اي امڙ، ٢٦. اوهان، ٢٧. رڻ پٽ، بيابان، ٢٨. سَسئيءَ (جيڪا ذات جي برهمڻ هئي)، ٢٩. ڇپر ۾، جبل ۾، ٣٠. اصل، هرگز، ٣١. مهار، اٺ کي هلائڻ لاءِ ان جي نڪ ۾ ٻڌل نوڙي يا ڏور، ٣٢. مان نـه، من، خدا ايئن ڪري، ٣٣. ڦيرائيندا، واپس ڪندا.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ جَاجڪَاڻي عرف وهاڳڙو

## داستان پهريون

### ١

مُوڙهو[1] پُٺين[2] مَگَنَا[3]، ڪيڏانهَن[4] هُئين ڪالَهہ[5]،
لَنگهَا ڇَڏ لطيف چَئي، اُجهَڻ جَا افعالَ[6]،
سَبَڙَ[7] دَرِ[8] سُوالَ[9]، ڪَرِ تَہ قِيمَتَ[10] ميڙين[11].

### ٢

سَبَڙُ سَاهَہ[12] پَسَاهَہ، جَاجَڪَ[13] جِمَ[14] وِسَارِين[15]،
ريهي[16] رُپي[17] سَنديُون[18]، تَندُون[19] تُنبي[20] ڪي پَاءِ[21]،
لَنگهَا تُون لِيلاءِ[22]، اَڳيئان اُنَڙ جَامَ جي.

### ٣

ڪَا ڪِيرَتِ[23] سَنيَاهَہ[24]، چَارَڻَ[25] چوتَاٽيءَ[26] مَٽي[27]،
وائِي[28] جَاٽي[29] سَيَڪَا، جيڪَا ڪَرِين سَا،
لَنگهَا تُون لِيلاءِ، اَڳيئان اُنَڙَ جَامَ جي.

---

١. موڳو ٿيو، ملول يا غمگين ٿئو. ٢. ڦرين، رُلين، اُجهين. ٣. اي مگڻا. اي مگڻهار، اي لنگها، اي جاجڪ. اي پينار يعني پنڻا فقير. ۴. ڪٿي. ۵. اڄ ڪان هڪ ڏينهن اڳ (جڏهين سنڌ جي مشهور "سما" گهراڻي جي سخي حاڪم ڄام سپڙ. جيڪو اُنڙ ڄام جي نالي سان بہ مشهور هو ۽ جيڪو ڪڇ جي رڻ ۾ ڪڇ واري ڪناري جي قريب "پيلي" جي پيٽ سان گڏ ننگر پارڪر تعلقي واري الهندين ڀاڱي ۽ مٺي تعلقي جي اڀرندين ڀاڱي واريءَ ايراضيءَ تي جنهنکي "چوتاٽو يا چوتاڻ" سڏيندا هئا تي حڪومت ڪندو هو ان خيرات ۽ دان پئي وراهيا)، ٦. ڪَمَ، عادتون، ٧. سما گهراڻي جي مشهور سخي سردار سپڙ يا سبڙ جي، ٨. در تي، ٩. عرض، صدائون، ١٠. قيمتي يا بي بها بخششون يا دان، مال خزانا، ١١. حاصل ڪرين، ١٢. ساهہ پساهہ جي برابر، گهڙيءَ برابر، ڪنَ برابر، ١٣. اي جاجڪ، ١۴. متان، مڇڻ، ١۵. دل تان لاهين، ١٦. پگهاري، رجائي، (توڏيئي) نرم ڪري، ١٧. چانديءَ، ١٨. جون، ١٩. تارون، ٢٠. وڄائڻ جي سازَ، سُرندي، ٢١. لڳاءِ، ٢٢. آزي نيزاري ڪر، منٿ ڪر، عاجزي ڪر، ٢٣. وڄائڻ جو ساز، قصيدو، مداحَ، راڳٽي، ٢۴. تيارُ ڪري هل، ٢۵. اي چارڻَ، اي راڳيندڙ فقير، اي مگڻهارَ فقير، ٢٦. ڄام سبڙ، جنهنکي "چوتاڻ يا چوتاٽي" تي حڪومت ڪرڻ جي حوالي سان چوتاٽي چوندا هئا، ٢٧. ذانهن، ٢٨. ڳالهہ، گفتگو، (خيرات لاءِ)، صدا يا سوال، ٢٩. پروڙي، سمجهي.

### ٤

اُٺي وَرَ[1] اونَاءِ[2]، دانهُون[3] دَنبُورَنِ[4] جُون،
اَگِئان اُنڙَ[5] جامَ جي، لَنگهَا[6] تُون لِيلاءِ[7]،
جُوڙِ[8] تَندُون[9] کَرِ جاءِ[10]، مَتان سَبَڙَ جو سَڌُ[11] ٿِئي.

### ٥

مِيرا پِسي[12] مَگَڻا[13]، سَبَڙَ سَڌَ کِئا،
سَپوجَهنِ[14] سُئا[15]، اَپوجَهنِ[16] جو آسِرو[17].

### ٦

اُٿئو اَپوجَها[18]، سَبَڙَ جو سَڌُ ٿئو،
جِيئَن[19] اَئِين[20] کِيرَتِ[21] کَٿُ[22] نَہ سِکِئا، تِيئَن[23] پاڻان[24] رِيذو[25] راءُ[26]،
مَگُو[27] مُون مُلان[28]، اَئُون اَوَهان جو آهِيان.

### ٧

تُون سَبَڙُ آئُون سِيکِڙُو[29]، تُون صاحِبُ[30] آئُون سَگُ[31]،
پُڇِي[32] تُنهِنجو پَگُ[33]، کُلِهي[34] پاتُمِ[35] کِينرو[36].

---

١. اي ور، اي دوست، اي يار. ٢. سَنُ، ٻڌ. ٣. آواز. ۴. سرندن. ۵. سنڌ جي "سما" گهراڻي جي سخي سردار "ڄام سبڙ" جيڪو ڪڇ جي رڻ ۾ ڪڇ جي ڪناري جي قريب "ٻيلي" جي ٻيٽ سان گڏ ننگر پارڪر تعلقي جي الهندئين ڀاڱي ۽ مٺي تعلقي جي اڀرندئين ڀاڱي واريءَ ابراضيءَ تي حڪومت ڪندو هو. ان کي "اُنڙ ڄام" بہ چوندا هئا. ٦. اي لنگها. اي مگڻهار، اي مگڻا. ٧. آزي نيزاري ڪر. منٿ يا عاجزي ڪر. ٨. صحي يا درست ڪر. ٩. تارون. ١٠. جاء تي. ٻوري يا صحي هنڌ تي. ١١. ٻڌڪار، طلب. ١٢. گدلا. ڪنا. ڪچرا. بدصورت. ١٣. ڏسي. ١۴. هوش يا سمجهہ وارن. ١۵. ٻڌا. ١٦. ٻنان سمجهہ وارن. ٻورڙن. ڳهيلن. ١٧. اميد. ڏڍ. سهارو. ١٨. اي اٻوجها، اي بي سمجهو. ١٩. جيتوڻيڪ. ٢٠. اوهين. ٢١. بادشاهن جي شان ۾ مداح، راڳ. ٢٢. هرگز، مور. ٢٣. تنهن هوندي بہ. ٢۴. ازخود. خودبخود. ٢۵. راضي ٿئو. ٻرڇي پئو. ٢٦. راڄا (ڄام سبڙ). ٢٧. گهُرو، پنو. ٢٨. ڪان. ٢٩. سوالي. گهرجائو. پينو فقير. ٣٠. مالڪ. ڌڻي. ٣١. ڪُتو (تنهنجي درَ جو). ٣٢. معلوم ڪري. ٣٣. ٻير (ڏس. پتو). ٣۴. ڪلهي ۾. مونڊي ۾. ٣۵. مون پاتو. مون وڌو. ٣٦. وڄائڻ جو ساز. سرندو. تنبو.

## ٨

تُون سَبَزُ آئُون سيڪِڙُو، تُون پارِسُ[1] آئُون پينارُ[2]،

ڏِسَندي[3] ڏاتارُ[4]، ڪُلهي[5] پاتُمِ[6] ڪينِرو[7].

## ٩

تُون سَبَزُ آئُون سيڪِڙُو، تُون ڏاتَرُ آئُون ڏڏُ[8]،

سُٽِي تُنهِنجو سَڏُ، ڪُلهي پاتُمِ ڪينِرو.

## ١٠

تُون سَبَزُ آئُون سيڪِڙُو، تُون ڏاتَرُ آئُون ڏوهُہ[9]،

تُون پارِسُ آئُون لوهُہ[10]، جي[11] سَجِيين[12] تہ سونُ ٿِئان.

## ١١

ڏاتارُ تہ تُون، ٻِيا مِڙيئِي[13] مَڱَنَّا[14]،

مِينهن[15] تہ مُنديُن[16] وَسَنَّا[17]، سَدا[18] وَسين[19] تُون،

جي گهرِ[20] اَچين[21] مُون[22]، تہ ميرِيائي[23] مانُ[24] لَهان[25].

## ١٢

ڏاتِ[26] نہ آهي ذاتِ[27] تي، جو وَهي[28] سو لَهي،

١. پٿر جو هڪ قسم جنهن سان لوهہ گسي سون ٿي پوندو آهي (ماهرن جي تحقيق موجب هيءُ پٿر ناياب آهي). ٢. پنڻو فقير. ٣. ڏسڻ سان ئي. ٤. ڏاتر. ڏان يعني دان ڏيندڙ. سخي. داتا. ٥. ڪلهي ۾. مونڍي ۾. ٦. مون پاتو. مون وڌو. ٧. وڄائڻ جو ساز. سرندو. ٨. اڻ ڄاڻ. بي عقل. نادان. جاهل. ٩. سراپا ڏوهہ. ڏوهن يا گناهن جو مجسمو. ١٠. ڪاري رنگ جي ڏاتوءَ جو هڪ قسم. ١١. جيڪڏهين. ١٢. لڳائين يا گسائين (مون سان پنهنجو پاڻ). ١٣. سڀيئي. ١٤. سوالي. پينو فقير. پينار. ١٥. برساتون. ١٦. (برسات جي) مند يا موسم ۾. ١٧. وسن ٿا. ١٨. هميشہ. هر وقت. ١٩. وسڪارو يا پالوٽ ڪرين (ڏانن يا بخشش جي). ٢٠. گهر ۾. مڪان ۾. ٢١. وارد ٿيئن. ٢٢. منهنجي. ٢٣. ميراڻ يا گدلاڻ جي حالت ۾ ئي. بدڪاريءَ جي حالت ۾ ئي. ٢٤. عزت. آبرو. شرف. ٢٥. حاصل ڪريان. ٢٦. ڏانُ. (خدائي) عنايت يا بخشش. ٢٧. خاندان يا گهراڻي. ٢٨. محنت ڪري. ٻين جي مدد ڪري. ڪمائي ڪري.

رِءَ[١] رُونجهاٽيءَ[٢] راڄيي[٣]، ايهين كيرُ كَري،
آريُون[٤] اَبوجَهڻ[٥] جُون، سَبَڙُ جَامُ سَهي[٦]،
جو راءَ وَتِ[٧] راتِ رَهي، تَنهِن كي جُكِي[٨] جَانكِيتَا[٩] نَہ ٿِئي.

## ١٣

ٻولِيُون[١٠] ٻيلي[١١] جُون كَري، پَاسي پَرِ پِئو،
سُٺائي[١٢] سُتَنِ[١٣] كي، وِهَاٽيءَ[١٤] وِئو،
جَاڻي[١٥] كِينَ ٻِئو، سُرُ[١٦] سِكِئوئي[١٧] هيكِڙو.

## ١٤

پَسي پَرِ پِئو، ٻولِيُون ٻيلي جُون كَري،
چَارڻُ[١٨] چَاڙهي[١٩] چَوڏولَ[٢٠] ۾، نِمَاڻو[٢١] نِهو[٢٢]،
رُونجهي[٢٣] راتِ كِئو، سَرفِرازُ[٢٤] سَيدُ (رح) چَئي.

## ١٥

چَارَڻُ لَنگهو[٢٥] پَنڌُ[٢٦] گهَڻو، كِي[٢٧] چوتَاڻيءَ[٢٨] چئيجِ،
هِتِ كِي هَلائيجِ[٢٩]، اِتي آئون نَہ اَچِڻو[٣٠].

١. سواءِ. ٢. سبڙ ڄام، جيڪو سنڌ جي "سمان" گهراڻي جو هڪ سخي سردار هو ۽ جيڪو ڪڇ جي رڻ ۾ ڪڇ جي ڪناري جي قريب "ٻيلي" ٻيٽ سان گڏ سنڌ جي ننگر پارڪر تعلقي جي الهندئين ياڱي ۽ مٺي تعلقي جي ايرندئين ياڱي واري ايراضيءَ تي، جنهن کي چوٽاڻ يا چوٽاڻو چوندا هئا، حڪومت ڪندو هو. ان کي رونجهو يا رونجهائي بہ چوندا هئا. ٣. راڄا. ٤. آرا، انگل، ماڻا، ناز نخرا. ٥. بي سمجهن، اڻ ڄاڻن، ٻوڙن. ٦. برداشت ڪري. ٧. راڄا (سبڙ ڄام). ٨. ٻُڪَ، لنگهڻ، ڏک سور. ٩. عمر ڀر. ڪڏهين. ١٠. ڳالهيون، حال احوال، خبرون. ١١. ٻيلي ٻيٽ (جتي سبڙ ڄام حڪومت ڪندو هو). ١٢. ٻُڌائي. ١٣. ننڊ ۾ ٻيلن، غافلن. ١٤. وهاٽيءَ جي وقت، فجر جي مهل، آسر جي مهل، پرڀات جو. ١٥. (ان کي) معلوم آهي. ١٦. راڳ يعني (ٻيلي جي ڏٽيءَ سبڙ ڄام جي) ساراهہ جو قصيدو. ١٧. (ان کي) معلوم آهي يا (ان کي) اچي ٿو. ١٨. راڳيندڙ فقيرُ، مڱڻهار. ١٩. ڪٽي. ٢٠. ڏوليءَ، ڪجائي، پالڪيءَ. ٢١. عاجز، مسڪين، اڏين. ٢٢. (سبڙ ڄام) وٺي وئو، ڪٽي وئو. ٢٣. سبڙ ڄام. ٢٤. سرخرو، ممتاز، عزت يا شان وارو، اعليٰ. ٢٥. جڏو، بيمار، ڪمزور. ٢٦. مفاصلو، سفر. ٢٧. ڪجهہ. ٢٨. چوٽاڻيءَ کي، ڄام سبڙ (چوٽاڻيءَ جي حاڪم) کي. ٢٩. (دان ڏيڻ جو) بندوبست ڪج. ٣٠. اچي نٿو سگهان.

## ١٦

تُنيرو[1] تاڻي[2]، چارڻُ[3] چوٽاٽيءَ[4] مَٽي[5]،
اَتارا[6] آٽي، جَنهِن نَمَاٽِئا[7] مَگَّٽي[8].

## ١٧

اُنَڙَ[9] ۾ آسَ گَهَٽي[10]، تِهان[11] وَڏيرو[12] ڊَپُ[13]،
مَگَّٽهارَنِ[14] مَپُ[15]، جو نَه موٽائي[16] مَگَّٽا.

## ١٨

ڪَڙَهَه[17] اَگِئان[18] ڪَپُ[19]، ڏَهاڙي[20] ڏاتارَ[21] جي،
لاهه ۾[22] لَنگهَا[23] لِڪَ[24] سِينءَ[25]، مَتان[26] چانئُنِ[27] چِٽُ[28]،
مَگَّٽهارَنِ مَپُ، ڪِيرَتِ[29] رِءَ[30] ڪونَه پِئو.

## ١٩

اُت ڪا ڪمي[31] ڪيرَتِ جي، ڪيرَتِ ڪَرِين ڪوهُه[32]،
بندو[33] جو ڪَمُ[34] ڪَري، سو سيوئي ڏوهُه[35]،
تون پارِسُ آئُون لوهُه، سَڀِين تان سونُ ٿِئان.

---

١. وڄائڻ جي ساز جو هڪ قسم، تنبو، سرندو. ٢. ڇڪي (تندن کي)، تيار ڪري. ٣. راڳيندڙ فقير، مڱڻهار. ٤. چوٽاٽيءَ ڏانهن (سبز چام کي چوٽاٽو يا چوٽاڻ چوندا هئا). ٥. وَجي. ٦. املهه ماڻڪ، موتي. ٧. گهورڻا، ورڪا ڪٽا. ٨. مڱڻي تي، چارڻ تي. ٩. سبز چام کي چام انڙ به سڏيو ويندو هو. ١٠. اميد، آسرو. ١١. تنهن کان. ١٢. وڏيڪ، وڏو، گهڻو. ١٣. خوف. ١٤. مڱڻهارن کي. ١٥. يقين، اعتبار، ويساهه. ١٦. وايس ڪري، نااميد ڪري. ١٧. (گهر يا مڪان ۾ وڃڻ لاءِ لوڙهي يا ديوار ۾ ڇڏيل) گهٽيءَ يا لنگهه يا دروازي، ١٨. وٽ، تي. ١٩. روءِ ۽ زاري ڪر. ٢٠. روزانو، هر وقت. ٢١. ڏاتر، داتا، سخيءَ، دان ڏيندڙ. ٢٢. پري ڪر، ڪڍ. ٢٣. نه. ٢٤. اي لنگها، اي مڱڻا، اي مڱڻهار. ٢٥. لک سينءَ = ٿوري وقت لاءِ، گهڙيءَ ساعت لاءِ به. ٢٦. تان. ٢٧. دروازي جي چوڪٺ جي هيٺينءَ ڪاٺيءَ. ٢٨. ڌيان. ٢٩. راڳ، راڳ جي ذريعي عاجزي ڪرڻ، بندگي. ٣٠. کان سواءِ. ٣١. کهٽتائي، کوٽ. ٣٢. ڇو. ٣٣. انسان، ماڻهو. ٣٤. ڪرت، ڌنڌو، فعل. ٣٥. گناهه، پاپ.

٢٠

كيرت[1] راهہ[2] گمر[3] كي، جاڻ[4] وجايو ڏاڻ[5]،
جي[6] سجاڻين[7] پاڻ[8]، تہ سپوئي سبحان[9] تيين.

(٢١)

چارڻ[10] وس[11] نہ كا[12]، تہ كا كيرت جي كري،
جني سندو[13] مگڻو، هٿ[14] تني جي آهہ،
جي ڳارائينس[15] تہ ڳاءِ[16]، جي سمهارينس[17] تہ سمهي.

(٢٢)

كيرت هڏهين[18] گهور[19]، كر كيرت جي كا نہ كا،
جنهن سين ربجهي[20] راجئو[21]، سا تون تند[22] چور[23]،
كارڻ[24] ڏاڻ مر ڏور[25]، لنگهي[26] تي لج[27] مري.

٢٣

جيئن[28] تون ڏڏ[29] تئو، تيئن[30] لنگهي تي لج مري،
سيان[31] سياكو[32]، صحي[33] مڙندو[34] مگڻا[35].

---

١. راڳُ، راڳ جي ذريعي عاجزي كرڻ، بندگيءَ. ٢. واٽ، رستو. ٣. گمر كي = گم كئي، وڃائي. ۴. سمجهہ، عقل. ۵. دان، بخشش. ٦. جيكڏهين. ٧. پركيين، اوكيين. ٨. خود. ٩. پاكُ، پوتر، ساراهہ جو لائق. ١٠. چارڻ جي، ڳائيندڙ فقير جي، مگڻي يا مگڻهار جي. ١١. وس ۾. اختيار ۾. ١٢. كجهہ بہ. ١٣. جو. ١۴. هٿ ۾. وس ۾. ١۵. اهي هُن كي ڳارائين. ١٦. ڳائي. ١٧. اهي هن كي سمهارين يعني ننڊ يا آرام كرائين. ١٨. صفا. بنهہ. ١٩. ڇڏ. ڦٽي كر. ٢٠. پرچي، راضي ٿئي. ٢١. راجا. ٢٢. تارَ. ٢٣. ڇيڙ. وڄاءِ. ٢۴. واسطي، لاءِ. ٢۵. پنڌ كر، ڳولا كر. كوشش كر. ٢٦. لنگهي يعني مگڻهار جي زال. ٢٧. لج مري = لڄي ٿئي، شرمسار ٿئي (تہ سندس مڙس پني پيو). ٢٨. جنهن صورت ۾. ٢٩. اڻ ڄاڻ، نادان، جاهل (راڳ نہ ڄاڻندڙ). ٣٠. تنهن صورت ۾. ٣١. ٻٽي ڏينهن تي، سياڻي. ٣٢. (لنگهي جي) سياڻ يعني برادريءَ مٿن مائٽن جو (خاص طور عورتن جو) ميڙ. ٣٣. نيك. برابر. ٣۴. گڏبو. ٣۵. اي مگڻا، اي مگڻهار.

**٢٤**

جيڪي ڏڌن[١] ڏي، ڳُجهائين[٢] ڳُجهہ ۾،
سو جو سُٽين[٣] ڪَڌهين، ڪيرت وارا[٤] ڪي،
تَہ سازَ[٥] مِزيئي سي، پِٿُون[٦] ڪَن پَلڪَ[٧] ۾.

**٢٥**

ڏَڏُ وَڏو ڏَڏُ، پَاڻُ ڪونَائي[٨] مَگَٽُو[٩]،
نَہ ڪَنهِن نئو پَاڻَ سين، نَہ ڪَنهِن ڪئو گڏُ،
سَبَزَ[١٠] ڪَري[١١] سَڏُ، ڪَٽي ڏَڏُ ڏُئِليءَ[١٢] چَاڙهِئو.

**٢٦**

ڏَڏُ تِي ڏانُ[١٣] گُهرُ، چَڏِ وِجَا[١٤] جي وائِي[١٥]،
سَمي[١٦] رات سَنبَاهِئَا[١٧]، تَازِي[١٨] تو[١٩] لائِي[٢٠]،
جو ڄَاٽي نَہ ڳَائِي[٢١]، تنهِن سين ٻيلي ڏَٽي[٢٢] ٻَاجهہ[٢٣] ڪي.

**٢٧**

جَاٽين[٢٤] تَوءِ[٢٥] مَ جَاڻُ[٢٦]، اي دَرُ[٢٧] اَبوجهَن[٢٨] جو،
اَنَ دَرِ[٢٩] سيئي اَگهَئَا[٣٠]، جَن نَہ پَانيو پَاڻُ*،

١. ڏڌن کي، اڻ ڄاڻن کي (راڳ نہ ڄاڻندڙ) بي هنرن کي، ٢. ڳجهائين ڳجهہ ۾ = لڪ ڇپ ۾، لڪائي، ٣. ٻڌن، ٤. ڪيرت وارا = راڳ ڳائيندڙ، چارڻ، مڱڻا، ٥. وڄائڻ جا اوزار، سرود، ٦. پرزا پرزا، پور پور، ڇيهون ڇيهون، ٧. گهڙيءَ ساعت، ٿوري وقت (پلڪ ۾= هڪدم)، ٨. سڏائي، چوائي، ٩. راڳ ڳائيندڙ، ١٠. سبڙ ڄام، (جيڪو سنڌ جي "سما" گهراڻي جو هڪ سخي سردار هو ۽ ڪڇ جي رڻ ۾ ڪڇ جي ڪناري جي "ٻيلي" جي ٻيٽ مان سنڌ جي چوٽاڻ واري علائقي تي حڪومت ڪندو هو)، ١١. ڪري سڏ = ڪوٺي، گهرائي، ١٢. ڏٺليءَ ۾، ڏوليءَ ۾، پالڪيءَ ۾، محلات ۾، ١٣. دان، بخشش، ١٤. (راڳ جي) ڄاڻ، گيان، دانائيءَ، ١٥. پچار، ڳالهہ ٻولهہ، چؤ پچؤ، ١٦. سبڙ ڄام (جيڪو "سما" گهراڻي مان هو)، ١٧. سنبرايا، تيار ڪئا، ١٨. تازي يعني عربي گهوڙا (دان ۾ ڏيڻ لاءِ)، ١٩. تنهنجي، ٢٠. واسطي، ٢١. ڳائي (راڳ)، ٢٢. ٻيلي ڏٽيءَ = ڪڇ جي ڪناري تي واقع ٻيلي جي ٻيٽ جي حاڪم يعني سبڙ ڄام، ٢٣. مهرباني، ٢٤. ڄاڻ يا خبر اٿئي، ٢٥. تنهن هوندي بہ، ٢٦. م ڄاڻ = بي خبر ٿيءُ، ڇڏ يا اڻ ڄاڻ ٿيءُ، ٢٧. دروازو (سبڙ ڄام جي دربار)، ٢٨. اڻ ڄاڻن، نادانن، ٢٩. در تي، دروازي تي، ٣٠. قبول پيا، * جن خودي يا آپو يا هٺ نہ ڪئو.

رُونجهاڻِي[1] راڄاڻُ[2]، آهي اَبوجهن[3] جو.

**٢٨**

ٻُجهان[4] ٻاجهہ[5] تي، ٻاجهاڻو[6] ٻيلي[7] ڏٺي[8]،
سَبَزَ سَنا[9] سُئِي[10]، جا چارڻ[11] جي چِتَ[12] ۾.

**(٢٩)**

مُنجهي ويهہ[13] م مَگَڻا[14]، ڪَنجهين[15] لاهہ ڪُس[16]،
ٻيلي ۾ ٻاجهون ٿيون، رِڙهي[17] رُونجهاڻيءَ[18] رس[19]،
پاڻ[20] پهرئا[21] پس[22]، ڏڏن[23] ڏاتيون[24] لَڌيون[25].

**٣٠**

ايءُ نہ ٻانِ[26] ٻيرُ[27]، جيئن ڪيريءَ[28] تَنگيين[29] ڪينرو[30]،
سَبَزَ جي سَلامَ[31] سين، وِجهي وينين وير[32]،
توکي چوندو ڪيرُ، ڪيرَتِ[33] ڏاران[34] مگڻو.

**٣١**

اُپِرئو[35] تارو، اُٿي[36] وَرَ وِهاڳُ[37] ڏي[38]،
سَبَزُ رِبسارو[39]، چِتَ[40] پَرڪي[41] مگڻين.

---

١. سبز جام، جنهن کي رونجهو يا رونجهاڻي بہ چيو ويندو هو. ٢. راڄا. ٣. اڻ ڄاڻن، پورڙن، بي سمجهن، جاهلن. ٤. سمجهان ٿو، مونکي خبر پئي آهي. ٥. مهرباني. ٦. مهربان ٿئو، راضي ٿئو. ٧. ٻيلي جو. ٨. مالڪ (ٻيلي ڏڻي = سبز جام). ٩. اها ڳالهہ. ١٠. ٻڌي. ١١. راڳيندڙ فقير، مڱڻهار. ١٢. دل، من. ١٣. موڙهو يا موڳو ٿي، سست ٿي. ١۴. اي مڱڻا، اي چارڻ. ١٥. ڪنجهين جي، وڄائڻ جي سازن ۽ سرودن جي. ١٦. ڪٽ، زنگ (ڪنجهين لاهہ ڪس = ڪنجهيون تيار ڪر). ١٧. سري، ٻنڌ ڪري. ١٨. رونجهاڻيءَ کي. ١٩. پهچ. ٢٠. مڱڻهار، ٻينو فقير. ٢١. روانا ٿئا (رونجهاڻيءَ ڏي). ٢٢. ڏس. ٢٣. ڄڻن، بي هنرن، اڻ ڄاڻن. ٢۴. ڏان، بخشون. ٢٥. حاصل ڪيون. ٢٦. ٻانن جو، مڱڻهارن جو. چارڻن جو. ٢٧. دستور، عادت. ٢٨. (ٻت ۾ ياتنب ۾ لڳل) ڪيريءَ يعني ڪليءَ يا کوڪي ۾. ٢٩. تون تنگين يا لتڪائين يا ٻڌين. ٣٠. وڄائڻ جو ساز، سرندو وغيره. ٣١. ملاقات، زيارت. ٣٢. دشمني، عداوت. ٣٣. راڳ ڳائڻ، مداح يا قصيدو چوڻ. ٣۴. ڪان سواءِ. ٣٥. اپرئو تارو = فجر يا پريات ٿي آهي. ٣٦. اي ور، اي يار، اي دوست. ٣٧. اَسُر وارو راڳُ. ٣٨. ڳاءِ. ٣٩. غيرتمند. ۴٠. دليون (دلين جا راز). ۴١. پروڙي.

## ۳۲

پِئو لِيٽين[۱] لُٽَ،[۲] سَڄِيُون راتيُون سُمَهين،[۳]
اُٺي آڏِيءَ نہ ڪَرِين، سَبَز[۴] سَاڻُ سَهتَ،[۵]
رُونجهي رات اُپَٽِئا،[۶] پِيٽِيائين[۷] پاٽِيَنَ،[۸]
تِنئَان[۹] مِيڙِي[۱۰] مُنَ،[۱۱] چُونڊي پَرئَا[۱۲] چارَٽِين.[۱۳]

## ۳۳

سُتو ڪِئَن[۱۴] نِندون ڪَرِين، وَرَ[۱۵] وِهاڻيءَ[۱۶] ووءِ،[۱۷]
صُبَاحَ[۱۸] سَاجُ[۱۹] سَندوءِ،[۲۰] پِئو هُوندو پَٽَ[۲۱] ۾.

## ۳۴

صُبُوحَ جو سُپِراجُ،[۲۲] ڪَرِ داتا[۲۳] جي دَرَ تي،
سَندو[۲۴] ڪوجَهِن[۲۵] ڪاجُ،[۲۶] آهي حاتِمَ[۲۷] هَٿَ ۾.

## ۳۵

داتا سَندي دَرَ تي، پَلَئِيءِ[۲۸] پاتائُون،[۲۹]
وَتئائِين[۳۰] جي وَڙَنِ[۳۱] سين، اَمُلَ[۳۲] آندائُون،
ڪَندُون[۳۳] ڪاڏائُون، پائي[۳۴] چِڪُ[۳۵] چانئُٺ[۳۶] ۾.

---

۱. بسترِي تي آسيرو پاسيرو ٿئو آرام ڪرين. ۲. ڪُهٺو. ۳. ننڊ ڪرين. ۴. سنڌ جي، "سما" خاندان جي هڪ سخي سردار جو نالو (جنهن کي رونجهو بہ چوندا هئا). ۵. وندر، ورونهن، رهاڻ. ٦. پٽئا، کولئا. ۷. پيٽين مان، صندوقن مان. ۸. آبدار موتي، جواهر. ۹. تن مان. ۱۰. چونڊي، ريڙهي، گڏ ڪري. ۱۱. (آگرين وريل) هٿ، مٺيون، لپون. ۱۲. پَر ڪئا، چڪار ڪئا. ۱۳. چارڻن، راڳ ڳائينيدڙن، مڱڻهارن. ۱۴. ڪهڙي طرح، ڇو. ۱۵. اي ور، اي دوست، اي يار. ۱٦. وهاڻيءَ جي وقت، فجر جي مهل، پرات جي مهل. ۱۷. افسوس. ۱۸. سپاڻي، ايندڙ ڏينهن تي (جڏهين تون هن دنيا ۾ ڪونہ هوندين). ۱۹. وڄائڻ وارو ساز، سرندو وغيره. ۲۰. تنهنجو. ۲۱. پٽ ۾ = پٽ تي (لاوارث ٿيو). ۲۲. وهاڳ، پرڀات يعني اَسُرَ وارو راڳ، ڪيرت، ساراهہ. ۲۳. سخيءَ، ڏاتار. ۲۴. جو. ۲۵. بدصورت ماڻهن، بڇڙن، ڪچرن، ڪنن، گنهگارن. ۲٦. ڪمُ، مطلبُ. ۲۷. حاتم جي، سخيءَ جي (حاتم عربستان ۾ هڪ وڏو سخي مرد هو)، هتي حاتم مان مراد سبڙ ڄام آهي. ۲۸. پلاند يا جهولي (خيرات يا دان وٺڻ لاءِ). ۲۹. وڌائون. ۳۰. ورهايائين، ونڊيائين. ۳۱. بدڪارن، بڇڙن، غيرن، ڏارين. ۳۲. موتي، جواهر. ۳۳. واحد ڪند = شڪر، چيني، مصري، مناڻ (ڪندُون ڪاڏائون = مزو يا لطف ورتائون). ۳۴. رکي. ۳۵. وات، چپ. ۳٦. دروازي جي چوڪاٺي واري هيٺين ڪاٺيءَ (پائي چڪ چانئٺ ۾ = چانئٺ کي چمي).

### ٣٦

کَر تَنِي جِي ڪَا[1]، جَاجِڪُ[2] آهِين جَن جو،
سَبَزَ[3] گهَڻو[4] سُهَاءِ[5]، تَندُ[6] تُنهِنجِي مَگڻا[7].

### ٣٧

ڪَٿُ[8] نَہ جَاڻي ڪِي[9] بِئو، مَندو[10] ءِ موڳو[11]،
جو مَاڻي[12] نَہ جوڳو[13]، تَنهِن ڪِي مَولو[14] مَليندا[15] ڏِي.

### ٣٨

جَاجِڪَ جَاڻَن جَا، سَا پَرِ[16] آئُون نَہ سِڪِئو،
پَانَ[17] نَہ نِيَنِم[18] پَاڻَ سِين، سَگَا[19] جِي سِيَاءَ[20]،
سُڻُ[21] رُونجهَاڻي[22] رَاءَ[23]، تو رِءَ[24] تَارِي[25] نَاهِہ ڪَا.

### ٣٩

چوتَاڻي[26] چوٽَ[27][34] وَهِي[28][33]، سُڪَا[29] سَانگَ[30] پَري[31]،
ڪوڏُئون[32] ڏَانَ ڏَڏِن ڪِي، سَبَزُ سَهِجِي[35][36] ڏِي،
اِنَ رَاهَہ مَتي[37] رُونجهِي[38]، مَاڻِڪَ[39] اُڇِلئَا مِينهَن[40] جِيئَن.

---

١. (ڪُجهہ) يادگيري = ڳالهہ، ٻچار. ٢. چارڻ، ڳائيندڙ فقير، مڱڻو، مڱڻهار. ٣. سبز ڪي. ۴. جهجهو، زيادهہ. ۵. وڻي ٿي، پسند اچي ٿي. ٦. (سرندي وغيره جي) تار، وجت. ٧. اي مڱڻا. ٨. هرگز، صفا، ٻنهہ. ٩. ڪجهہ. ١٠. ٻرو، ڪنو، ٻڇڙو، مداين ۾ ٻريل. ١١. ٻورو. ان جاڻ، ٻي سمجهہ. ١٢. حاصل ڪري. ١٣. (ضرورت آهر يا گهربل) ڪاڏو يا طعام. ١۴. مولي، خدا، مالڪ. ١۵. سٺا ء سٺا طعام. ١٦. ريت. ١٧. چارڻ، ڳائڻا فقير. ١٨. مونکي نين يا ولي وڃن. ١٩. حقيقي، سچا، هڪڙي ڏاڏي جو اولاد. ٢٠. مائٽ، عزيز. ٢١. ٻڌ. ٢٢. اي رونجهاڻي، اي سبز ڄام. ٢٣. راڄا. ٢۴. ڪان سواءِ. ٢۵. آڌار، ڀروسو، سهارو. ٢٦. سبز ڄام. ٢٧. چوٽيءَ تائين، ڀرپور. ٢٨. (دريا، وانگر) جاري آهي خيرات ڏيڻ ۾. ٢٩. سڪل، خشڪ، پاڻيءَ نہ هجڻ واريءَ حالت. ٣٠. واهڙ، ڍورا. ٣١. ٻر ڪري. ٣٢. ڪوڏ مان، شوق يا هيج مان. ٣٣. ڏان، خيراتون. ٣۴. ٻي هنرن، اڻ ڄاڻن. ٣۵. سرچي، راضي ٿي. ٣٦. طريقي، نموني. ٣٧. موجب. ٣٨. سبز ڄام (جنهنکي رونجهو بہ چوندا هئا). ٣٩. موتي، جواهر. ۴٠. برسات.

۴۰

کَاڏي[1] سي تُنبِيرَ[2]، جَن رِڀجَهايو[3] راڄئو[4]،
وِئا وَڏيءَ ويرَ[5]، کُلَهَن[6] مَٿي[7] کِينِرا[8].

۴۱

تُنبِيرَنِ[9] تَنوارَ[10]، اَڄُ نَه سُڄي[11] ڳَنجَڙي[12]،
مَڙهِيُون[13] مَڱڻهارَ، پُوري[14] پَراهَان[15] وِئا.

۴۲

اَڳهَئا[16] ويڻَ[17] وَهاڳَ[18]، ڏَنگا[19] ڦِڏا ڏَڏَ[20] جَا،
مَٿي مُوٽِئا[21] مَڱڻين[22]، سَندا ڏِينهَن[23] سُهاڳَ[24]،
رُوءِ[25] تِئو ڏاران[26] راڄَ[27]، سَبَڙَ راتِ سَمَگِئو[28].

۴۳

ڳُنگي[29] جي ٻُجَهن[30]، اَدَبُ[31] کِجي اُن جو،
سَنڌي وَڏي ڳالهَڙي، سَجڻ[32] تَا سَمجهن،
تُون کِيئَن[33] اڳِئان تَنِ، وَڃِئو وِلَلِين[34] وات سِين.

١. ڪٿي (آهن)، ٢. تنبو يعني سرندو وغيره وڄائيندڙ، مگڻهار، مگڻا. ٣. راضي ڪئو، پرچايو. ۴. راڄا يعني سبڙ ڄام، جيڪو سنڌ جي "سمان" خاندان جو هڪ سخي سردار هو. ۵. وڏيءَ وير = سوير، ساجهر. ٦. مونڍين. ٧. تي. ٨. وڄائڻ جا ساز، سرندا وغيره. ٩. تنبيرن جي. ١٠. آلاپ، آواز. ١١. ٻڌ جي. ١٢. (سبڙ ڄام جي) ڳنجڙي تي، دروازي تي، ڪچهريءَ يا درٻار ۾. ١٣. آستان، تڪاٽا. ١۴. بند ڪري. ١۵. (تمام) پري، ڏور. ١٦. قبول پيا. ١٧. ٻول، مداحون، قصيدا. ١٨. وهاڳ يعني فجر يا آسر واري راڳ جا. ١٩. ابتا سبتا، رواجي. ٢٠. انّ ڄاڻ. ٢١. واپس ٿيا. ٢٢. مگڻن، مگڻهارن. ٢٣. جا. ٢۴. مڙس جي پيار، بخت، خوشيءَ، سُکَ. ٢۵. (پنهنجي) روءِ يعني منهن، اڪيلو. ٢٦. ڪان سواءِ. ٢٧. قوم، برادريءَ، متن ماڻن. ٢٨. راضي ڪئو، خوش ڪئو. ٢٩. نہ ڳالهائڻ واريءَ حالت ۾، ماٺ واريءَ حالت ۾. ٣٠. سمجهن، پروڙين. ٣١. عزت، احترام. ٣٢. محبوب، دوست. ٣٣. چو. ٣۴. اظهار ڪرين، ڳالهائين، حال بيان ڪرين، اجايون سجايون ڳالهيون ڪرين.

## ٤٤

جَنِ[1] سُکوئِي[2] ناھِہ کو، چارَڻَ[3] سي چَئِجَنِ،
رُونجھي[4] راھَہ[5] پُڇَنِ[6]، مَتَني[7] کُلَهَنِ[8] کِينِرو[9].

## ٤٥

جاجِڪَ[10] جيڏا[11] پَسُ[12]، وِئا سَوارا[13] سازَ کَٽي*،
تو سَرَتا[14] تو[15] سَمَ[16] گَئا[17]، پاڻَ پَرَهِئا[18] پَسُ[19]،
تو گِھرَنديءَ[20] مَسُ[21]، لَجَ[22] لَنگھَہ[23] کَي[24] چَڏي.

## ٤٦

مَيُون مَڱَٽَهارَ کي، جَڏهين[25] مُنجَهائي[26]،
اُونڌِيُون[27] کَري پانئي[28]، سَنيُون[29] سِڌيُون ڳالِهڙيُون.

## ٤٧

مَيُون مَڱَٽَهارَ کي، جَڏهين سَمُجَهائي[30]،
کِيرَتِيُون[31] قُلُوبَ[32] ۾، پاٽَهين[33] تو پائي[34].

## ٤٨

طَمَعَ[35] جي تَنوارَ[36]، مَتَان کَرِين مَڱَٽا[37]،

---

١. جن کي. ٢. سُک ئي، آرام ئي، ننڊ ئي. ٣. راڳ ڳائيندڙ فقير، مڱڻهار، مڱڻا، جاجڪ. ٤. رونجهي جي = سبڙ چام جي (جنھن کي رونجھو يا رونجھائي بہ جوندا ھئا). ٥. وات، رستو. ٦. معلوم ڪن. ٧. تي. ٨. موندين. ٩. وڄائڻ جو ساز، سرندو وغيره. ١٠. اي جاجڪ، اي مڱڻهار. ١١. (تنهنجا) جيڏا يعني ھم عمر (تنهنجا) دوست، يار. ١٢. ڏس. ١٣. سويل، ساجھر، پرڀات يا فجر جي وقت
*سبڙ چام جي در تي سرندا وغيره کڻي راڳ ڳائڻ لاءِ. ١٤. جيڏا. ١٥. تنهنجي. ١٦. ھم عمر، سن جيترا. ١٧. وئا. ١٨. جارڻ. ١٩. ويندا. ٢٠. لڳنديئي، ايندئي. ٢١. ڏاڙھي (ڪاري)، جوانيءَ جي نشاني. ٢٢. ادب، حيا، شرم. ٢٣. لنگھن، مڱڻهارن. ٢٤. جي، واري. ٢٥.سردار، خدا. ٢٦. گمراھہ ڪري، ڀُلائي. ٢٧. ابتيون، ڏنگيون، اجايون، غلط. ٢٨. سمجھي. ٢٩. سڌيون، صحيح، نيڪ، درست. ٣٠. عقل يا ھوش ڏي، سڌي وات ڏيکاري. ٣١. راڳٽيون، بندگيون (راڳ ڳائڻ يا بندگي ڪرڻ جا ھنر). ٣٢. قلب جو جمع پر ھتي واحد طور ڪم آيل آھي، ھن جي معنيٰ ٿيندي دل يا من. ٣٣. ازخود، پاڻمرادو. ٣٤. وجھي. ٣٥. لالچ، لوڀ. ٣٦. ڳالھہ، پچار. ٣٧. اي مڱڻا.

ڏِکي[١] ڪَنڌَءِ[٢] ڏارَ[٣]، مَاڻِڪُ[٤] ڏِيئِي مُٺِ[٥] مِ.

٤٩

پَاڻَ[٦] مَتي[٧] مَڱَڻي[٨]، ڏاتَرَ[٩] ڏُکَ[١٠] ڪِئَا،
مُون[١١] دَرُ چِڏِئو مَڱَڻَا، پِنين ڪوهُہ[١٢] بِئَا[١٣]،
تيلاهِين[١٤] پِئَاءِ[١٥]، وِچِ[١٦] وِلَهَا[١٧] ڏِينهڙا.

٥٠

پُورِئَا[١٨] دَرَ[١٩] مَ[٢٠] پِنُ[٢١]، جَنِ[٢٢] پِنيي[٢٣] پُورَتَ[٢٤] نَہ ٿِئي،
ڏِيهَہ[٢٥] مِ ڏاتَرُ هيڪِڙو، نَانءُ[٢٦] تَنهِين جو ڳُنهہ[٢٧]،
جو ربَن[٢٨] رَسَائي[٢٩] دِنُ[٣٠]، ڏِيئي ڏُرمَائي[٣١] ڪِين[٣٢] ڪِي.

٥١

ڏُرمَن جي ڏِيئي، سيئي مَڱُ مَ مَڱَڻَا،
سَبزَ[٣٣] سَندي دَرَ تي، ڪَرِ وِينتيُون[٣٤] وِيهي[٣٥]،
پُڇي نَہ ڏِيئي، وَرِي لِيکو[٣٦] نَہ ڪَري.

٥٢

مَڱُ تَنهِن کَان مَڱڻا، جو ڏِهَاڙِي[٣٧] ٿو ڏِي،

---

١. لوڏي، ڏڪاري، هڪالي، ٢. توکي ڪندا. ٣. جدا، پري، ۴. سچو موتي (دان ۾)، ٥. هٿ. ٦. خود، پنهنجي طرف، ٧. تي، ٨. مڱڻهار، پينار، پينو فقير، ٩. ڏاتار، داتا، سخيءَ (خدا)، ١٠. ڏورايا، شڪايتون، اوپالا. ١١. منهنجو، ١٢. جو، ١٣. پٽن جي درن تان، ١۴. تنهنڪري، ١٥. توکي پٽا، ١٦. وچ ۾، ١٧. ڏک جا، غربت جا، سُڃا، سڪڻا، ١٨. پوريل، بند ٿيل، ١٩. درن تان، ٢٠. نہ، ٢١. خيرات گهر، ٢٢. جن کان، ٢٣. پنڻ يا گهرڻ سان، ٢۴. پورائي، کوٽ يا ڪمي ختم ٿيڻ واري حالت. آسودگي، ٢٥. ملڪ، ٢٦. نامُ، نالو، ٢٧. وٿ، اُچار، ٢٨. جيڪو، ٢٩. رين جو، رات جو، ٣٠. پهچائي، (رزق)، ٣١. ڏينهن (جو بہ)، ٣٢. ڪُرڪي، ارهو ٿئي، ناخوش ٿئي، دل من هٽي (ڏيڻ کان پوءِ)، ٣٣. سبز ڄام (جيڪو سنڌ جي "سمي" گهراڻي جو هڪ سخي حاڪم هو)، ٣۴. جي، ٣٥. ازيون نيزاريون، عرض، سوالَ، ٣٦. حساب ڪتاب، ٣٧. هر روز، روزانو.

كُوڙا[1] دَرَ[2] دُنيا[3] جا، جاچڪَ[4] مَڱڻ[5] جي،
صُبَاحَ[6] توئي کي، مُوتي[7] ڏيندا[8] مُنهَن ۾.

### وائي ١

ٻي[9] دَرِ[10] وانءُ[11] مَ[12] ڪيڏانهين[13]، جو[14] تُون جامُ[15] مَڱندين مَڱڻا[16]،
قِيرِ[17] مَ ڪَنڌُ[18] ڪِيَاڙِي[19]، تِيندي حَاجَ[20] هِنئَائين[21]،
مَاڻڪَ موتي[22] مَالَ[23] خَزانا[24]، ڏِيندءِ[25] ٻيلي سَائين[26]،
ورچِي[27] تُون وِهَاڱَ[28] ڪَان، مَتَان ڏِيين پَانهين[29]،
دَرِ[30] داتَا[31] مَڱَ[32] مَگتَا[33]، اَنڌا[34] هوئج ايڏاهين،
مُذڪَرَ[35] مَتَان چَڏيين، هَتَان هيڪڙائي[36]،
اَچج اُلُوهِيَتَ[37] ڏي، چَڏِ ٻَارِث ٻِيَائي[38]،
ٻِيُون ڏيئي ٻَن[39] کي، ڪَرُ سَمُون[40] سَوائي[41]،
انَ اللهَ وِترُ يحِبُ الوتر*، وَحدَتَ[42] واڳَ وِڌائين[43]،
پَنهنجي طَرَفِ پَاڻهين[44]، سَائِلَ[45] سَڏئَائين،
جِتي جُوانَن[46] کي، ڪُونِي ڪُتَائين[47]،
اُتي عُشَاقَن[48] کي، اُلُفَتَ[49] اُهجُ[50] ڏنَائين.

---

١. كوڙا، دغاباز، بي ڀروسا، ٢. دروازا، گهر. ٣. دنيا يعني جهان (جي ماڻهن). ۴. اي جاچڪ، اي مگتا، اي پنڻا، اي پينو فقير.۵. پنڻ يا خيرات وٺڻ لاءِ ڪنڪائين. ٦. سڀاڻي، قيامت جي ڏينهن. ٧. ڦري، ورائي. ٨. ڏيندا منهن ۾ = مهڻا يا طعنا ڏيندا. ٩. ٻي جي. ١٠. در تي. ١١. وڃ. ١٢. نہ. ١٣. ڪنهن طرف. ١۴. جيئن تہ. ١۵. سردار يعني سبز ڄام، جيڪو سنڌي "سما" خاندان جو هڪ سخي سردار هو. ١٦. اي مگتا، اي مگڻهار، اي پينو فقير، اي ٻارث. ١٧. ڦيراءِ، وراءِ، موڙ. ١٨. ڳچي، گردن، مٿو. ١٩. ڪنڌ يا ڳچيءَ جو پويون حصو. ٢٠. ڪم، مطلب. ٢١. هتان، هن هنڌان (ڄام وٽان). ٢٢. قيمتي موتي. ٢٣. ملڪيت، ڌن، دولت، خزانا. ٢۴. توکي ڏيندو. ٢۵. ٻيلي (ٻيڻ جيڪو ڪڇ ۾ آهي ۽ جتي ڄام سبز حڪومت ڪندو هو) جو. ٢٦. مالڪ، ڌڻي (ڄام سبز). ٢٧. ڪڪ يا بيزار ٿي. ٢٨. صبوح جي راڳ (سبز ڄام جي ساراهہ جي). ٢٩. ڀُني. ٣٠. در تي، دروازي تي. ٣١. داتا جي، سخيءَ جي. ٣٢. خيرات يا دان گهر. ٣٣. اي مگتا، اي مگتا. ٣۴. اي انڌا، اي انڌ ڄاڻ. ٣۵. اي مذڪر، اي مرد. ٣٦. وحدانيت (خدا جي). ٣٧. وحدت، خدا جي ذات. ٣٨. دوئي، ٻين کي خدا جو شريڪ يا برابر مڃڻ واري حالت. ٣٩. ٻن کي = ڌڪ يا ڪوهہ ۾. ۴٠. سبز ڄام جيڪو سمي قبيلي جو هو. ۴١. ٻين ڪان وڌيڪ *تحقيق الله هڪڙو آهي ۽ اهو هڪڙائي پسند ڪري ٿو (حديث). ۴٢. وحدت جي، هيڪڙائيءَ جي. ۴٣. رسو، نوڙي، ٻنڌڻ، تعلق. ۴۴. سوالي، عرضدار. ۴۵. بهادرن. ۴٦. گهرائي. ۴٧. قتل ڪئائين. ۴٨. عاشقن. ۴٩. الفت جو، محبت جو. ۵٠. ڏس، پتو.

تُنبُو[1] ڪَڻُ مَ تيڏانهين، جيفو[2] آهه جيڏانهين،
ڪيرَتِ[3] ڪَر قُربَ[4] سين، خُلَتَ[5] ڪَاجُ[6] ڏِنائين،
اَلانسَانُ سِرِي وَاَنَا سِرُهُ*، اِنَ پَرِ[7] اُتَائين[8]،
گُجُهه[9] گُجَهاندَرَ گَالهيون،رازُ نه رکَائين[10]،
پِسو[11] پِينَارَن[12] جي پَتَ[13] ۾، پَنهنجو پَاڻُ[14] وڌائين.

وائي ۲

وَڏڙا[15] ڏانَ[16] ڏِنائين، ڪَنيَائين رَختُ[17] ريزالَن[18] جو،
ڏاتيُون[19] ڏي ڏڏَن[20] کي، سونُ[21] سَراهيُون[22] سَائين،
اَنڌا[23] مَنڊا[24] آئيَا، سَخَا[25] سَڌُ[26] وڌائين[27]،
ڪينَ[28] مَنجهان ئي ڪِي[29] ڪَرِي[30]، سو نه سَاراهيِن[31] سَائين[32]،
وَتُعِزُ مَن تَشَآءُ وَ تُذِلُّ مَن تَشَاءُ#، آهي سَي اُتَائين[33]،
نَوازِيائين[34] نُطفو[35]، مَنجَهان ڪينَ ڪيَائين،
حِرفَتَ[36] حَرِيفَن[37] جي، پَجِي[38] سَيَ پَگَائين[39]،
حَاسِدَ[40] سَبِ حُزنَ[41] ۾، مُدعِي[42] پَاڻُ[43] مُنَائين[44].

---

۱. وڄائڻ جو ساز، سرندو وغيره، ۲. مردار يعني مري ويل جانور جو لاش، ڍونڍ، دنيا جنهن کي بني پاڪ ﷺ جي حديث (الدنيا جيفة = دنيا ڍونڍ آهي) موجب ڍونڍ يعني حرام ۽ بدبوءِ دار گوشت سڙيو ويو آهي، ۳. (خدا جي تعريف وارو) راڳُ، ۴. محبت. پيار. ۵. خلت جو، دوستيءَ جو، ٦. کاڌو، خوراڪ، طعام * انسان منهنجو (خدا جو) ڳجهه آهي ۽ آئون (خدا) ان جو ڳجهه آهيان (حديث)، ۷. طرح، ريت، ۸. چيائين، ۹. راز، ڀيد، ڳجهاندر، ۱۰. هُن رکئو، هن سانڍيو، ۱۱. ڏسو، ۱۲. پينو فقيرن، مڱڻهارن، ۱۳. ڪشڪول، ڪشتي، ۱۴. خود، پنڊ (دان جي عيوض ۾)، ۱۵. وڏا، گهڻا، ۱٦. دان، ۱۷. سامان، سمر، مڏي، کاڌو پيتو، ۱۸. ڪميڻن، نالائقن، (ڪنيائين رخت ريزالن جو = نالائق ماڻهن جو ڏمو پاڻ تي ڪنيائين)، ۱۹. ڏان، دان، بخششون، ۲۰.اڻ ڄاڻن، ڄٽن، بي هنرن، ۲۱. زرد رنگ جو قيمتي ڌاتو جنهن مان زيور ٺهندا آهن، طلا، ۲۲. دلاسا، مبارڪون، خوشخبريون، ۲۳. نابين، ڪورَ ۲۴. لنگڙا، جڏا، ۲۵. سخا جو، سخاوت جو، خيرات جو، ۲٦. پڙهو، ڍونڍورو، اعلان، ۲۷. ڪرايائين، ۲۸. نيستيءَ، عدمَ، ۲۹. ڪجهه، هستي، بودوباش، ۳۰. پيدا ڪري، خلقي،۳۱. واکاڻين، ۳۲. مالڪ، ڌڻي، خدا# ۽ جنهن کي گهرين ان کي عزت يعني مانوارو ڪرين ۽ جنهن کي وڻيئي ذليل يعني بي مانو ڪرين (قرآن پاڪ جي سورت آل عمران جي آيت ۲٦)، ۳۳. انهيءَ هنڌ کان (خدا وٽان)، ۳۴. اوج تي رسايائين، سربلند ڪئائين، عزت وارو ڪئائين، ۳۵. منيءَ جو قطرو يا ڦڙو، ۳٦.ڪاريگري، چالاڪي، هوشياري، سياڻپ، ۳۷. دشمنن، رقيبن، ڏاهن، عقلمندن، ۳۸. ٽوڙي، ۳۹. ناس يا نابود ڪئائين، ۴۰. اڻ سهو، حسد ڪندڙ، دشمن، ۴۱. ڏک، غم، افسوس، ۴۲. ڪوڙا دعويدار، ۴۳. خود، ۴۴. مصيبت ۾ وڌائين.

## وائي ٣

ڪيچ[1] جيڏاهين[2] جيڏيون[3]، آهيم[4] آسَ[5] اوڏاهين،
بنديءَ[6] جي بازار[7] ۾، شالَ[8] مَ[9] پوي[10] پانهين[11]،
هاڙهي[12] وَجي هوتَ[13] ڏي، تيندِيس ڏاهه[14] ڏاهي[15]،
پير[16] سُڃاتم[17] پِرينءَ[18] جو، موٽان[19] نہ پانهين[20]،
پَسڻ[21] ڪارڻ[22] پِرينءَ جي، وينديس اَت[23] اڳاهين[24].

## وائي ٤

اَللهَ باجھون[25] ڪَوڻُ[26] ساتي[27]، ڦرندي[28] آئي، مَين[29] چُپ چُپاتي[30]،
سِڪَ[31] شاهہ[32] رانجهن[33] ڏي[34] ميان[35]، ڏينهان[36] جو راتين،
آکي[37] لطيف فقيرُ غريبي[38] ڪيجي[39]، صبر[40] شُڪر[41] دي گهُنٽي[42] پيجي،
دل[43] ڪُون[44] چا[45] نصيحت[46] ڪيجي، نَفسَ[47] ڪُني ڪُون مارڻ ڪاتي،
آکي لطيف فقيرُ مين پيا حُجري[48]، ڪنلي[49] سال[50] ڳٽيندي[51] ڳُذري[52]،
اَجا نہ پهتي[53] پيّ[54] ڪي[55] مُجري[56]، مَن[57] ڪناريءَ[58] لاتي[59].

---

١. رياست مڪران جو هڪ مشهور شهر، جتي سسئيءَ جو محبوب پنهون رهندو هو، ٢. جنهن طرف، جنهن پاسي، ٣. اي جيڏيون، اي سرتيون، ۴. مونکي آهي، ۵. آسرو، اميد، ٦. بانهيءَ، گوليءَ، ٧. سودي وايار جي هنڌ يا مرڪز، قيامت جو ميدان، ٨. خداڪري، ٩. نہ، ١٠. ٿئي، ١١. گهٽتائي، شڪايت، ١٢. هاڙهي ۾ (هاڙهو، لس بيلي جي اولهہ طرف هڪ جبلن جي قطار جو نالو آهي)، ١٣. محبوب (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو)، ١۴. گولي، نوڪرياڻي، ١۵. سياڻي، ١٦. پير جو نشان، ١٧. مون سڃاتو، مون صحي ڪئو، ١٨. محبوب، ١٩. واپس ٿيان، ٢٠. بويان، ٻئي، ٢١. ڏسڻ، ٢٢. واسطي، ٢٣. گهڻو، جهجهو، ٢۴. بري، ٢۵. ڪان سواءِ، ٢٦. ڪير، ٢٧. مددگار، حمايتي، حامي، ٢٨. ڪهمندي، ٢٩. آئون، ٣٠. چپ چپاتي = ماٺ ڪري، ٣١. اُڪنڊ اڪير، ٣٢. بادشاهہ، سلطان، مالڪ، ٣٣. محبوب، ٣۴. جي، ٣۵. اي ميان، اي مالڪ، ٣٦. ڏينهان جوراتين = ڏينهن توڙي رات جو، هر وقت، ٣٧. چئي، ٣٨. نيازنئڙت، هيڻاهين، عاجزي، ٣٩. ڪجي، ۴٠. ماٺ، چُپ، ۴١. شڪراني، ۴٢. ڍُڪ، ۴٣. من، ۴۴. ڪي، ۴۵. ڪٿي، ۴٦. هدايت، ۴٧. خودي، ۴٨. حجري ۾، آستان ۾، مڪان ۾، ۴٩. ڪيترا، گهڻا، ۵٠. ورهيہ، ۵١. شمار ڪندي، ۵٢. لنگهي وئا، ۵٣. رسي، ۵۴. محبوب، ۵۵. جي، ۵٦. مجري لاءِ، سلام يا زيارت لاءِ، ۵٧. من کي، دل کي، ۵٨. ياسي، ۵٩. ڪري، رکي.

بِسمِ اللّٰهِ الرَّحمٰنِ الرَّحِيمِ

# سُرُ ڪَاپَائِتي

## داستان پهريون

**١**

تُوٽي[١] تُون ڪَاتَارِ[٢] جِمَ[٣] هيڪَلي[٤] پيرِين[٥]،
ڏِني ڪَا ڏُئَارِ[٦]، صَرافَ[٧] تُنهِنجي سُتَ ۾.

**٢**

جَني هيڪَلي پيرِئو، تَني ميڙِئو[٨] مَاءِ[٩]،
تَندُ[١٠] اهِڙي[١١] سَاءِ[١٢]، مُون[١٣] آتَڻِ[١٤] هَڏِ[١٥] نَه اُجَهي[١٦].

**٣**

چَرکو[١٧] چوري[١٨] هَٿَ[١٩] ڪَرِ، هِيءَ[٢٠] هَڏِ[٢١] وِهَاڻي[٢٢]،
ڪَاپَائِتي[٢٣] سَيَڪَا، ڪِتي[٢٤] سيبَاڻي[٢٥]،
جَاتو[٢٦] جَنِ جَاڻي[٢٧]، تَنِ پَهِي[٢٨] هَٿَان[٢٩] نَه چَڏي.

**٤**

جَان[٣٠] ڪَتَنديئَڙ[٣١] تَان[٣٢] ڪَتُ، هِيءَ هَڏِ وَهَاڻي،
ڪو پَنهِنجي عِيدَ[٣٣] لَيءِ[٣٤]، پيري[٣٥] ڪَجِ[٣٦] پَرتُ[٣٧]،

---

١. جيتوڻيڪ، ٢. ڪيهہ مان ست ڪتڻ واري (ڪتڻ جي ماهر)، ٣. متان، ٤. اڪيلي، پنهنجي منهن، ڇڙي، رهبر کان سواءِ، ٥. ارٽ يا چرخو ڦيرائيين يا هلائيين. ٦. خرابي، وِڏ. نقص. عيب. ٧. دولت جي متاستا جي ڏنڌي ڪندڙ. پارکوءِ. پرکيندڙ. ماهر. سون چانديءَ جي پرک رکندڙ. (ست جي) سوداگر يا واپاريءَ. ٨. (ناڻو يا دولت) گڏ ڪئي، ٩. اي ماءُ، اي امان، اي آيل. ١٠. ست جو ڌاڳو. ١١. انهيءَ. ١٢. نموني (ٻئن سان گڏ). ١٣. مون کان. ١٤. آتڻ ۾، (اُن) جاءِ ۾، جتي عورتون ست ڪتنديون آهن. ١٥. هرگز. اصل. ١٦. اکلي، ڪتي سگهجي. ١٧. ارٽ. ١٨. ونى، ڪٽي، ١٩. هٿ ۾ قبضي ۾. ٢٠. هيءَ مهل، هيءُ وقت، هيءَ رات. هيءَ حياتي، ٢١. بلڪل. ٢٢. گذري وئي، پوري يا ختم ٿي وئي. ٢٣. ڪيهہ ڪتڻ واري عورت. ٢٤. ڪتي مطابق. ڪتيل ست مطابق. ٢٥. سُونهي، وڻي، پسند اچي، مَرکي. ٢٦. پروڙيو، سمجهيو. ٢٧. چڱي طرح. ٢٨. (ڪيهہ جي) پوٽي، پهو، مَجو، پُرو. ٢٩. هٿ مان. ٣٠. جيستائين. ٣١. (ڪيهہ) ڪتي، آتيئي. ٣٢. تہ. ٣٣. خوشيءَ واري ڏينهن. ٣٤. واسطي. ٣٥. چرخو هلائي. ٣٦. تيار ڪج. ٣٧. سامان. توشو.

مَتان روئين رَتُ، صُباحَ وِچِ سَرتيين.

**٥**

ڪَتَڻَ جي ڪانَ ڪَرِين، سُتِي ساهِين هَڏَ،
صُباحَ ايندِيئِي اوچِتِي، عِيدَ اُگهاڙن گَڏَ،
جِتِ سَرَتِيُون ڪَنديُون سَڏَ، اُتِ سِڪَنديئِ سينگارَ کي.

**٦**

ڪَتي نَ ڪُوڙِي، پائي ڏورِ اَرَٽَ ۾،
وِهاڻِ جي واڏائيين، پُٽي سَنيُوڙي،
مَٿي جَنهِن مُوڙِي، سا ڪِيئَن وِهي وِبِسَرِي.

**٧**

نَڪِي ڪِتوئِي ڪالَهہ، اَڄُ پَڻِ اُجَهڻَ ڪي مَرِبِن،
مُونا اَتِجِي اُڪَڙئا، اَرَٽَ ڍِرَڪِي مالَهہ،
هي تُنهِنجي حالَ، جيئَن ڪاپي مان ڪِين ڪِيوءِ.

**٨**

اَڄُ پَڻِ اُجَهڻَ ڪي مَرِبن، نَڪِي ڪِتُئِي ڪالَهہ،

١. مَبادا. محڙ. ٢. روئين رت = رت جا ڳوڙها اکين مان وهائيين. تمام گهڻو رُئين. ٣. سيائي يعني عيد جي ڏينهن. ٤. وچ ۾. ٥. سرتين جي. هڪ جيڏين يا سهيلين جي. ٦. ارٽ جي ذريعي ڪپهہ مان سُٽ ناهڻ. ٧. ڪا نہ ڪرين = ڪا اون يا ڪوشش نٿي ڪرين. ٨. سمهڻ جي حالت ۾، بستري يا هنڌ تي ليٽڻ جي حالت ۾. ٩. تون ساهين. تون ٿاڪين يا اوري پري ڪرين. ١٠. هڏ کي، جسم يا بدن کي. ١١. توکي ايندي. ١٢. اچانڪ، بنان ڄاڻ يا اطلاع جي. ١٣. عيد جو ڏينهن، خوشيءَ جو ڏينهن. ١٤. (غافل) عورتن، جن سُستيءَ سبب سُٽ نہ ڪتيو ۽ نتيجي ۾ عيد جي ڏينهن ڪپڙن يعني پوشاڪن کان محروم ٿي ويون. ١٥. ساڻ. ١٦. هڪ جيڏيون، سهيليون. ١٧. ڪنديئي سڏ = توکي (ڪچهريءَ يا رهاڻ وغيره لاءِ) سڏينديون يا گهرائينديون. ١٨. توکي ضرورت يا گهرج ٿيندي. ١٩. ڪپڙي لٽي، ويس وڳي. ٢٠. ارٽ يا چرخي جي ذريعي ڪپهہ مان سٽ تيار ڪري. ٢١. ڪو سرات، ڪم ڪوس سُست يا ٽوٽڻ. ٢٢. سٽ جي تند يا ڌاڳو. ٢٣. وهاڻ ۾. شاديءَ ۾. ٢٤. توڙي. ٢٥. واڏائين يعني مبارڪن (ڏڻ) جي محفلن ۾" ٢٦. وڃي، گهمي ڦري. ٢٧. سنبريو يا تيار ٿيو (پراڻن ڪپڙن ۾). ٢٨. مٿي تي، سر تي. ٢٩. جنهن جي. ٣٠. بوجهہ يا بار يا وزن (دنيا داريءَ جو). ٣١. حو. ٣٢. غافل. سست. ٣٣. تو ڪتيو. ٣٤. اڄ ڪان هڪ ڏينهن اڳ. گذريل ڏينهن. ٣٥. رُلڻ، پنڻ، ٿڪڻ. ٣٦. لاءِ. ٣٧. بيتاب يا بي قرار يا اُتي آهين. ٣٨. ابيون ڪاٺيون، جن تي ارٽ جو ڦڪرو ٻيڙل هوندو آهي. ٣٩. وٽ يا موڙ ڪاٺي. ٤٠. نڪري ويئا. ڌار ٿيا. ٤١. ارٽ جي. ٤٢. لڙڪي پيئي. ٤٣. اهو ڌاڳو يا تند جيڪا ارٽ جي جوڏاري ڦرندي آهي. ٤٤. حيف. ٤٥. حال تي، حالت تي.

ارٽَ[1] اوڏِيَائِي[2] نَہ وَهِين[3]، مَحڪُمُ[4] وَتِيِين نَہ مَالَهَہ[5]،
پُورِي[6] تو سين پَالَ[7]، ڪَانڌُ[8] ڪَرِينڊو[9] ڪيترا.

٩

سي تو وَهيءَ[10] وِڃَايا[11]، جي ڪَتڻَ[12] سَندا ڏِينهَن[13]،
اَرٽَ اوڏِيَائي نَہ تِيين، پُوري پُورو[14] سِيئَن[15]،
تَندُ پَسَنديڻءَ[16] ڪِيئَن[17]، هَاٽي تُون وَڏِي[18] ٿِي.

١٠

توٽي تُون[19] وَڏِي ٿِي، تَہ اُتي آتڻ[20] آءُ[21]،
ٿِيءُ پيڙِي[22] پيرمَ[23] وارِين[24]، پِي[25] هَڏ[26] ڪَرِمَ[27] ڪَاءِ[28]،
نَہ صَرافُ[29] تو[30] صُباح[31]، ڪوني[32] ڪَاتَارِن[33] سين.

١١

تو[34] هَٽَڙا[35] سون جَا[36]، ڪوهُ[37] نَہ ڪَتين رڏ[38]،
وِيهي ڪَاپُو ڪَرِين[39] نَہ ڪُندَ مِ[40]، ڪَتيون ڳالهيون[41] چِڏ،
تَہ صَرافَاٽي[42] سَڏِ[43]، مَرڪِئو[44] هُوندَ مَتَائِيين[45].

---

١. ارٽ جي، چرخي جي، ٢. ويجهو، ٣. وڃين، ۴. مضبوط، سخت، پختو، ۵. ڏاڳو يا تند جيڪا ارٽ جي چوڏاري ويڙهبي آهي، ٦. اي پوري، اي موڳي، اي نادان، ۵. مهربانيون، ڀلايون، ٿورا، احسان، ٨. مڙس، ڀتار، ڌڻي، مالڪ، ٩. ڪندو، ١٠. وهيءَ جا، جوانيءَ جا، جوڀن جا، عمر جا، ١١. ضايع ڪيا، ١٢. ارٽ جي ذريعي ڪپهہ مان سٽ ڪتڻ جي ڪم، ١٣. جا، ١۴. ٿوري وقت، ١۵. تائين، ١٦. ڏسنديڻءَ، ١٧. ڪهڙيءَ طرح، ١٨. پوڙهي، پيرسن، ١٩. جيتوڻيڪ، ٢٠. آتڻ ۾، (ان) جاءِ ۾، جتي عورتون ارٽ جي ذريعي ڪپهہ مان سٽ ٺاهينديون آهن، ٢١. اچ، ٢٢. ويجهو، ڳڌ، ٢٣. ارٽ، چرخي، ٢۴. وارين سان، ٢۵. ٻي ڳالهہ، ٢٦. اصل، بنهہ، ٢٧. نہ، ٢٨. ڪابہ، ٢٩. ناڻي يا دولت جي مٺاسنا جو ڏنڌو ڪندڙ (سونءِ چانديءَ جو) پارکو يا پرکيندڙ (سٽ جو) سوداگر، واپاري، ٣٠. توکي، ٣١. سباڻي، ٣٢. سڏي، گهرائي، ٣٣. ارٽ جي ذريعي ڪپهہ مان سٽ تيار ڪندڙ عورتن، ٣۴. تنهنجا، ٣۵. هٿ، ٣٦. سون جا= (هڪ زردي رنگ جو قيمتي ڌاتو) جهڙا سُهڻا (بنائيندڙ يا ٺاهيندڙ)، تجربيڪار، ٣٧. چو، ٣٨. اي رڏ، اي بي عقل، اي نادان، اي رڏي ڪندڙ، ٣٩. سٽ ڪتڻ جو ڪم، ۴٠. اڻ وڻندڙ، بي سود، اجايون، ۴١. معاملا، ۴٣. صراف جي، ۴٣. سڏ تي، ڪوٺ يا دعوت تي، مجلس ۾، ۴۴. خوش ٿئو، سرهي ٿئو، ۴۵. (ناڻو) سٽ جي عيوض ۾ وٺين.

## ١٢

ٿُلُهو[1] سَنُهو[2] اَگهِئو[3]، ڪِي[4] جِي[5] ڪِتائِين[6]،
تَہ مَرَڪِئو[7] مَتِئائِين[8]، صُباحَ[9] وِڃِ[10] سَرَتِيِن[11].

## ١٣

ڀَڳوئِي[12] ڀيرِ[13]، جانسِينءَ[14] رَنُو[15] راسِ[16] ٿِئي،
ٻُرِيءَ[17] ٻيڪارِيءَ[18] سين، هارِي[19] هَڏُ[20] مَ هيرِ[21]،
ڪَٽُ[22] ڪَتَندِيُون ڪيرِ، نَئِين[23] سين نِجاٽِجي[24].

## ١۴

ڀيرِين[25] ۽ ڀانيِين[26]، اِيئَن وِڏُو هِيئِي[27] ڪانڌُ[28]،
وِٻِنِي اورِ اَرَٽَ[29] سين، ڳِچِيءَ[30] ڀايو ڀانڌُ[31]،
تَہ تُنهِنجو وِڙوانڌُ[32]، ڪِتو[33] وِتو[34] نَہ ٿِئي.

## ١۵

ڀيرَڻَ[35] ڪان جَنِ ڀانيو[36]، تَن ڪاپائِتِيَن[37] ڪاڻِ[38]،
تُنهِنجو تِسَئِين[39] مَٿي[40] تُرانِ[41]، هِتِ ٿِيُون ڏُکَنِ[42] ڏَهہ سَئِين[43] واريون.

---

١. سادو يا بي ڍولو، ٢. عمدو، سهڻو، سنو، ٣. قبول پئو، منظور ٿئو، ۴. ڪجهہ، ٿورو، ۵. جيڪڏهين، ٦. هن ڪتئو، ٧. خوش ٿئو، سرهي ٿئو، فخر ڪئو، ٨. بدلايائين يعني ناٺو سٽ جي عيوض ۾ ورتائين، ٩. سڀاڻي، ايندڙ ڏينهن تي، ١٠. ۾، ١١. سرتين، هڪ جيڏين، سهيلين، ١٢. ڀڳل ٽٽل يا ڀراٽو (چرخو يا ارٽ)، ١٣. ڦيراءِ، هلاءِ، ١۴. جيستائين، ١۵. ڳاڙهو يا سهڻو (چرخو)، ١٦. نئون چرخو، (نهي) تيار يا مڪمل، ١٧. بڇڙيءَ، بدچال، بدڪار، ١٨. نڪميءَ، نڪمٽيءَ، ڪاهل يا سُست (عورتَ)، ١٩. اي هاري، اي نادان، ٢٠. جسم، بدن، ٢١. هيراءِ، عادي ڪر، ٢٢. تون ڪتندي رهہ (ڀڳل ارٽ سين)، ٢٣. نئين ارٽ، ٢۴. خبر ناهي، ٢۵. ارٽ هلائيين، ٢٦. ڀاڻ ڪرين يا وڏائي ڪرين، ٢٧. تو وڏوهيو، تو ناراض ڪئو، ٢٨. مڙس، ڀتار، مالڪ، ٢٩. رهاڻ ڪر، دل وندراءِ، ٣٠. ڳچيءَ ۾، ٣١. ڪپڙي جو ڀلاند، ڪپڙو (ڳچيءَ ڀايو ڀاند = آزري نيزاري ڪريو، عاجزي ڪريو)، ٣٢. اجايو، ضايع، ٣٣. ڪتيل سُٽ، ٣۴. خراب، ضايع، ٣۵. ارٽ هلائڻ، ٣٦. (فائدو) سمجهيو، ٣٨. ڪاپائتين ڪي، سٽ ڪتندڙ عورتن ڪي، ٣٨. ندامت، پشيماني، شرمساري، ٣٩. ٽي سؤ تندن جي ڀيٽي وارو ڪپڙو، ۴٠. تي، ۴١. ترازي، ساهميءَ، ترازيءَ، ۴٢. ڪنبن، ڌڄن، ۴٣. ڏهہ سؤ تندن جي ڀيٽي سان ڪپڙي، اوچي ڪپڙي.

### ١٦

نَفِيءَ[1] جي نَانهَن[2] سين، پَهِي[3] پِجِئائُون[4]،
پِڙا[5] جي پَانئَڻ[6] جَا، پِيري[7] پَڳائُون[8]،
هُو جو وَڻُ[9] هُئَڻ[10] جو، وَڍِي[11] وڌائُون[12]،
اَسِين ۾[13] آئُون، آتَڻِ[14] اُنِ[15] نَہ اُجَهي[16].

### ١٧

مَچُڻُ[17] پَاڳَ[18] پَرُ[19] ڏِين، ڪَتُ[20] ڪَبَنڌي[21] آءُ،
جَڏهين تَڏهين مَاءِ[22]، پِرَنِ[23] پيرَمَ[24] وارِيُون.

### ١٨

چَائُتِ[25] رکي چِتَ[26] ۾، سَنُهو[27] ڪِتو[28] جَنِ،
تَنِ جو صَرافَنِ[29]، ڏُڪو[30] داخِلُ نَہ[31] ڪِئو.

### ١٩

مَحَبَتَ[32] پَائي مَنَ[33] ۾، رَنڌِيا[34] روڙِئا[35] جَنِ،
تَنِ جو صَرافَنِ، اَڻَ تورِئو[36] اگهايو[37].

---

١. "لا اِلہَ" (ڪوبہ عبادت جي لائق نہ آهي)، ٢. (پنهنجي وجود جي) انڪار، ٣. (ڪپهہ جو) پهو، پُڙو يا پوٽي، ۴. صاف ڪئائون (ڦوندا ڦوندا ڪري)، ۵. (ڪپهہ جي سٽ جي تندن ۾) ڳنڍيون يا ڳوڙها، ٦. خودي، آپي، ٧. ورائي، سَٽ ڏيئي، ٨. ڪڍيائون، ٩. درخت، ١٠. خوديءَ، هستيءَ، ١١. ڪٽي، ڪپي، ١٢. ڇڏيائون، ١٣. اسين ۾ آئون = اهنڪار، انانيت، خودي، ١۴. آتڻ ۾، (اُن) جاءِ ۾، جتي عورتون ارٽ جي ذريعي ڪپهہ مان سَٽ ناهينديون آهن، ١۵. اُن ڪان، ١٦. ادا ٿئي، ظاهر ٿئي، ١٧. متان، ١٨. ڀاڳ تي، بخت تي، نصيب تي، ١٩. ڀروسو، زور، آسرو (ڀر ڏيِن = ڀروسو ڪرين، آسرو رکين، زور ڏين)، ٢٠. (ڪپهہ) ڪتڻ جو پورهيوڪر، ٢١. ڏچندي، ڏڪندي، ڊپ يا خوف ڪندي، ٢٢. اي ماءُ، اي امان، اي امڙ، ٢٣. واپس ٿين، موٽيو وڃن، رد ٿين، گهاٽي يا نقصان ۾ پون، ٢۴. چرخي يا ارٽ (ڪتڻ واريون)، ٢۵. بيائي، بغض، ڪدورت، ٢٦. دل، من، ٢٧. باريڪ، نفيس، سهڻو، سنُو، ٢٨. ڪَتئو، ٢٩. ناڻي يا دولت جي مناسبتا جو ڏنڌو ڪندڙن چانديءَ يا سون جي پارکن، سوداگرن، واپارين، ٣٠. ڏڪي يعني سير وزن جي اسي (٨٠) ڀاڱي جي برابر، تمام ٿورو، ٣١. داخل نہ ڪئو = قبول يامنظور نہ ڪئو، ٣٢. پيار، قرب، سڪ، ٣٣. رکي، ٣۴. (ڪپهہ جون) ڳنڍيون يا ڳوڙها، ٣۵. (تڪڙ ۾ ڪپهہ جي ڏاڳن مان) لاٿا، پٽيا، ڪوهي جدا ڪئا، (رنڌيا روڙِئا = تڪڙ ۾ سادو يا ٿلهو سٽ ڪتئو)، ٣٦. بنان تورڻ جي (بنان ڇڪاس يا تپاس جي)، ٣٧. قبول ڪئو.

## ۲۰

جَي[1] سَنُهُو نَہ سِکَي[2]، تَہ مَرُ[3] رَنديائي روڙي،
سُٽُ اُنهِيءَ جو سَيَدُ چَئي، وِئا تَرازِيءَ[4] توري[5]،
تُلِهِي[6] ۾ توري، وِيچاريءَ[7] سين وَڙُ[8] تِئو.

## ۲۱

کو جو[9] وَهُہ[10] کاپائتيين[11]، کَنبَن[12] ۾ کَتَنِ،
کارَڻِ سُودَ[13] سَواريُون[14]، آتَڻَ[15] مَنجهہ اَچَنِ،
اُنَ جي سُونهَن[16] سَيَدُ چَئي، صَرافَ[17] ئي سِکَنِ[18]،
اگِهَئا[19] سُٽَ سَنَدَنِ[20]، پائي[21] تَرازِيءَ نَہ تورِئا.

## ۲۲

سُٽُ اُنهِين جو سَفِرو[22]، جي پَرَ[23] ۾ پَچائين[24]،
آوازُ[25] اَرٽَ جو، ساهَہ[26] نَہ سُٽائين[27]،
لِکايو[28] لَطِيفُ چَئي، کَنبِئو کَتائين،
جَي[29] ماڻِکَ[30] موٽائين[31]، تَہ[32] مُلُهہ[33] مَهانگو[34] اُن[35] جو.

---

۱. جيکڏهين، ۲. (کتڻ) نٿي ڄاڻي، نٿو اچيس، ۳. ڀل، بيشڪ، ۴. ترازيءَ ۾، ساهميءَ ۾، ۵. ماپي، وزن ڪري، ٦. ٿلهي ۾ ٿوري = سادي ۽ گهٽ وزن واري سٽ هوندي بہ، ۷. نماڻيءَ، مسڪين، ۸. مهرباني، نوازش، ۹. اهڙو،۱۰. لاچار، ڪاڍو، سڪ، محبت، ۱۱. ڪاپائتين کي، ڪاپي يعني سَٽَ ڪتڻ جي پورهيي ڪندڙن عورتن کي، ۱۲. ڊڄن، ڏکن، ٿڙڪن، ۱۳. نفعي، فائدي، ۱۴. سويل، پرڀات جو، ۱۵. جاءِ جتي عورتون ارٽ جي ذريعي سٽ ڪتن، ١٦. سونهن لاءِ، سوڀيا لاءِ، حُسن لاءِ، ۱۷. ناڻي ۽ دولت جي مٽاسٽا جو ڌنڌو ڪندڙ، سون ۽ چانديءَ جا پارکو، واپاري، سوداگر، ۱۸. واجهائين، اسڙڪن، ۱۹. قبول ٿيا، پسند پيا، ۲۰. انهن جا، ۲۱. وجهي، ۲۲. سٺو، قيمتي، ۲۳. لڪ ڇپ ۾، ڳجهہ ڳوهہ ۾، ۲۴. (ڪيهہ) صاف ڪرائين، ۲۵. ڪڙڪو، ڇيڇاٽ، ۲٦. ساهہ کي، پساهہ کي، جيءَ کي، جان کي، ۲۷. ٻڌائين، ۲۸. ڇپايو، ۲۹. جيڪڏهين، ۳۰. موتي، جواهر، ۳۱. واپس ڪن، ۳۲. تنهن هوندي بہ، ۳۳. بها، اگهہ، قيمت، ۴۷. آڪرو، ڳرو، ڀاري، ۳۵. انهن (جي سٽ).

## ٢٣

تُنبائي[١] تاڪيد[٢] سين، جن پڇايو[٣] پاءُ[۴]،
لَسي[٥] تَندُ[٦] لطيف چئي، هَلي[٧] تَن[٨] هٽان[٩]،
مَلمَل مَنجهان[١٠] ماءَ[١١]، جي سڪيون تن سونُ ڪيو[١٢].

## ٢۴

ڪي اوبين[١٣] عَرب[١۴] ۾، ڪي[١٥] ڪابل[١٦] منجهہ ڪتن[١٧]،
سُٽُ اُنهين جو سَفرو[١٨]، متئو[١٩] ماٽڪن[٢٠]،
قادر[٢١] ڪين ڪڍن، تيلهي ٿُلهي[٢٢] واريون[٢٣].

## ٢٥

سَجڻ[٢۴] ڏنو جن، تن ارٽ[٢٥] اولاٽي[٢٦] ڇڏئا،
متي مونن[٢٧] هٽڙا[٢٨]، اڪيون ڏانهن پرين[٢٩]،
توٽي[٣٠] ڪين ڪتن، ته بہ ڪانڌُ[٣١] اُن جو ڪوڏئو[٣٢].

## ٢٦

چَرڪو[٣٣] پنهنجي چت[٣۴] ۾، پيءِ[٣٥] پيريو[٣٦] جن،
توٽي ڪين ڪتن، ته بہ ڪانڌُ اُن جو ڪوڏئو.

---

١. ڪپهہ کي پڃڻ يعني دز ۽ متي ڪڍڻ لاءِ (پين ڪان) هتن سان ذرا ذرا ڪرائي يا ڏار ڪرائي. ٢. خبرداريءَ، سچيتائيءَ. ٣. صاف ڪرايو. ۴. سير جو چوٿون حصو (ڪپهہ جو ٿورو مقدار). ٥. بنان ڳنڍين ۽ روڙن. ٦. ڌاڳو (سٽ جو). ٧. ٿهندي يا جُڙندي وئي. ٨. تن جي. ٩. هٿ سان. ١٠. لسي ۽ سنهي ڪپڙي جي هڪ قسم، شبنم جي ڪپڙي (ململ منجهان = ململ جي ڪپڙي ٺاهڻ جي ڏنڌي مان). (ململ جي ٻي معنيٰ ٽيندي وري وري مهٽڻ يا صاف ڪرڻجي عمل). ١١. اي ماءُ، اي امان، اي امڙ. ١٢. سون ڪئو = سون حاصل ڪئو، گهڻو ناڻو ڪمايو. ١٣. ڦوري يا ڊيري ٺاهڻ لاءِ، سٽ کي اوبريءَ (سٽ ويڙهڻ جي اوزار) تي ويڙهين. ١۴. عربستان جي ملڪ ۾ ١٥. ڪجهہ. ١٦. افغانستان ۾ هڪ شهر جو نالو. ١٧. ارٽ جي ذريعي ڪپهہ مان سٽ ٺاهين. ١٨. سٺو، قيمتي. ١٩. وڪائو وڪرو ٿئو. ٢٠. ماٽڪن (سچن موتين يا جواهرن) جي عيوض ۾ يعني قيمت ۾. ٢١. وَس وارا، شاهوڪار، واپاري، سوداگر. ٢٢. ڏڪي، ٢٣. سادي (سنٽَ). ٢۴. محبوب. ٢٥. چرخا. ٢٦. (هلائڻ) بند ڪري، اکوڙي، اُڪيلي. ٢٧. تي. ٢٨. ارٽ جي تري واري ڪاٺ جي تختي ۾ لڳل يا ڪتل ٻن ابين ڪاٺين (جن تي ارٽ جو ياندو بيٺل هوندو آهي). ٢٩. محبوبن. ٣٠. جيتوڻيڪ. ٣١. پتار، مڙس، خاوند، مالڪ. ٣٢. چاهيندڙ، شائق. ٣٣. چرخو، ارٽ. ٣۴. دل، من. ٣٥. پوَ ۾، ڊپ ۾. ٣٦. ڦيرايو، هلايو.

## ٢٧

جي[1] ڪنبن[2] ۾ ڪتن[3]، انئي[4] پهر ارٽ سين،
تن جو صرافن[5]، قورو[6] قولهئو[7] ڪين ڪي.

## ٢٨

ڪاپٽي[8] مان ڪين[9] تئو، جان[10] پيرئم[11] پلئ[12] پت[13]،
سڌ[14] نه آيم[15] ست[16] جي، پاٽان[17] موڙهئم[18] مت[19]،
اندر[20] وهي[21] ابت[22]، سپيرين[23] جي ڳالهڙي[24].

## ٢٩

پلئ[25] پايو[26] پوٽيون[27]، در[28] در پيرا[29] ڏي،
ڪا مون[30] ڪتائي[31]، ڪاپائتي[32] آهيان.

## ٣٠

پوٽيون پايو پاند ۾، در در پيرا ڏي،
ڪاپائتي سپڪا، ڪا مون ڪتائي.

## ٣١

پائي پاند[33] ڪپاهه، مون آتڻ[34] سڀ نهارئا[35]،

---

١. جيڪي. ٢. ڊجن، ڏڪن، ٿرڪن. ٣. ارٽ جي ذريعي ڪپهه مان سٽ ٺاهين. ۴. انئي پهر = سمورو يا سارو وقت. ۵. سوداگرن، ساهوڪارن، واپارين. ٦. (سٽ جو) ڍيرو، ويڙهو. ٧. (تپاس لاءِ) کوليو. ٨. ڪتڻ. ٩. ڪجهه به نه، ١٠. جيتوڻيڪ، ١١. مون پيريو يعني ارٽ هلايو. ١٢. چڱيءَ، ١٣. ريت، نموني (پلئ پت = خبرداريءَ يا ڌيان سان). ١۴. خبر، ڄاڻ. ١۵. مونکي آئي، مونکي پيئي، ١٦. ڌاڳي. ١٧. ويتر، وڌيڪ. ١٨. منهنجي موڙهي يا مَنجهي وئي. ١٩. سمجهه، هوش، عقل. ٢٠. اندر ۾، دل ۾. ٢١. هلي. ٢٢. ابتي، سمجهه کان ٻاهر. ٢٣. سپرين، محبوبن. ٢۴. پچار، تات، ياد. ٢۵. پلئ ۾، پاند ۾، جهوليءَ ۾. ٢٦. وجهئو. ڪٽئو. ٢٧. (ڪپهه جا ٻجيل يعني صاف نيل) پها، ٻڙا، ذرا. ٢٨. در در تي، گهر گهر جي دروازي تي. ٢٩. ڦيرا، چڪر. ٣٠. مون کي. ٣١. ڪتڻ ۾ مدد ڪري. ٣٢. سٽ ڪتندڙ. ٣٣. پاند ۾. ٣۴. ڪتڻ جون جايون. ٣۵. ڏونڊيا. ڄاڄيا.

کَٽي کَا نَہ پَساهَہ، سَرَتيُون[١] وَڃي[٢] سُتيُون[٣].

## ٣٢

وِيُون کَنهن وِگَهَہ[٤] تَڙ[٥]، پيِرا[٦] پَڃي[٧] مَاءِ[٨]،
آتَڻ[٩] مَٽي[١٠] اُسِري[١١]، آيَس[١٢] اُنين لاءِ،
نِئَان[١٣] هِتِ[١٤] نَہ کَا، آتَڻِ کِتُمِ[١٥] جَنِ سِين.

## ٣٣

کيڏانهَن[١٦] کَتَڻَ وارِيُون، اولاٽيَن[١٧] اَرَٽَ[١٨]،
لُڙجَن[١٩] لاکيٽيُن[٢٠] جُون، پَهِيُون[٢١] مَٽي پَٽَ[٢٢]،
اوبَڻَ ۽[٢٣] اَرَٽَ، چَڏي[٢٤] پيِنيُون چَپَرِين[٢٥].

## ٣٤

سي اَڄُ نَہ آتَڻِ آيُون، جَنِي کِتو کالهَہ[٢٦]،
اَرَٽَ[٢٧] اُکَلِيَّ[٢٨] مَالهَہ[٢٩]، پُوري[٣٠] وِيُون نِجُهرا[٣١].

## ٣٥

کَتي کَتي کالهَہ، اَڄُ نَہ آتُڻِ آيُون،
اَرَٽَ اُکَلِيَن مَالهَہ، چَرکا[٣٢] چُوري[٣٣] وِيُون.

---

١. ساهَہ، دم (کٽي کانہ پساهہ = کابہ جيئري يا حيات نہ آهي)، ٢. جيڏيون، ساهيڙيون، ٣. آرامي ٿيون (قبرن ۾)، ۴. وِگهہ جي،ڏک جي، ۵. سبب. ٦. ملاقاتون، اچ وڃ، ٧. ختم ڪري، بند ڪري، ٨. اي ماءُ، اي امڙ، ٩. جاءِ يا هنڌ، جتي عورتون ارٽ ذريعي ڪپهہ مان سٽ ٺاهينديون آهن، ١٠. تي، ١١. سري، رڙهي، ١٢. آئون آئي، ١٣. تن مان، ١۴. آتڻ ۾، ١۵. مون (سُٽ) ڪتيو، ١٦. ڪٿي، ڪهڙي طرف، ١٧. (انهن جا) اولاٽئا، (هلڻ ڪان) بند ٿي ويا، ١٨. چرخا، ١٩. (مٽيءَ ۾) لتجن يا خراب ٿين، ٢٠. لکن جي مٽ يا برابر عورتن سهڻين يا خوبصورت عورتن، ٢١. (صاف ٿيل ڪپهہ جا) پها، ڏرا، ڀُڙا، مُڇا، ٢٢. زمين، ڌرتيءَ، ٢٣. سٽ جي سُوڏَڻ يا ويڙهڻ جو اوزارُ، ٢۴. ڳهڙيون، وييون، ٢۵. ڇپرن ۾، جبلن ۾، ٢٦. اچ کان هڪ ڏينهن اڳ، گذريل ڏينهن، ٢٧. ارٽ جي، ٢٨. ڳلي، ٽٽي، جدا ٿي، ٢٩. ارٽ جي ڀانڊي کي ويڙهڻ لاءِ ڏور يا تند، ٣٠. بند ڪري، ٣١. جهوپڙا، ڀنگا، گهر، آستان، ٣٢. چرخا، ٣٣. ڪٽي.

## ۳٦

نَ سي وِوڻَ[1] وَٽَنِ[2] ۾، نَ سي ڪَاتَارِبُون[3]،
پَسِئو[4] بَازارِبُون[5]، هِينئَڙو[6] مُون[7] لُوڻَ[8] لَهي[9].

## ۳۷

جَنِي ڪتو[10] ڪَالَهَه[11]، سي پَاٽَان[12] پيِيُون مَامِري[13]،
جَنِي[14] تَڪُ[15] نَ مَالَهَه[16]، سَرَهِيُون[17] سي صَرافَ[18] سين.

## ۳۸

تَڪُ وِنگِي[19] وَرَ[20] گَهَٽَا، ڪَتَان ڪُڄَاڙو[21]،
ڪَاپِي[22] مَتَان[23] ڪيتِرو، آٽِيَان اُڌارو[24]،
جِي[25] وَرُ[26] ڏي وارو[27]، تَ سُونهَان[28] سَرَتِيَنِ[29] وِچ ۾.

## ۳۹

ڪَتِي[30] مَتِي آيُون[31]، ڪَري تَندُ[32] تَيَارُ[33]،
اُتَلَ[34] اوڏاهِين تِئي، جيڏانهَن پِريِنءَ[35] پَارُ[36]،
ڪَاپَائِتِيءَ قَرارُ[37]، مَنجَهان پورِهئي[38] پِرايو[39].

---

۱. ڪپهه پيدا ڪندڙ بوٽا. ۲. جهنگن، ٻنين. ۳. سٽ ڪتندڙ عورتون، ڪاپائتيون. ۴. ڏسئو. ۵. جايون يا دڪان، جتي سٽ جو واپار هلندو هو. ٦. هنيون. دل. ۷. منهنجو. ۸. لوڻ جيئن يا وانگر. ۹. ڳري. ۱۰. (ڪپهه مان) سٽ ناهيو. ۱۱. اڄ کان هڪ ڏينهن اڳ. ۱۲. پاڻ. خود. ۱۳. مامري ۾. مونجهاري ۾. فڪر يا ڳڻتيءَ ۾. ۱۴. جن کي. ۱۵. لوهه جي سنهي شيخ. جنهن تي سٽ جو ڍيرو هلندو آهي. ۱٦. ارٽ جي ٻانڊي کي ويڙهڻ لاءِ ڏور يا تند (تڪ ءمالهه = ارٽ جو سامان). ۱۷. خوش. راضي. ۱۸. سوداگر. واپاريءَ. ۱۹. ڏنگي. ۲۰. وڪڙ. پيچ. ۲۱. ڇا. ۲۲. ڪتڻ جي مزدوري. ڪتڻ جي پورهيي. ۲۳. تان. ۲۴. اوڌر يا قرض تي. ۲۵. جيڪڏهين. ۲٦. ڪانڌ. پتار. مڙس. مالڪ. ۲۷. وجهه (وارو ڏي = مهرباني يا ڀلائي ڪري. وڙ ڪري. ڀاڳ ڀلو ڪري). ۲۸. مرڪان. فخرڪريان. ۲۹. جيڏين. سهيلين. ۳۰. ڪتي ڪي. (ڪپهه مان) ڪتيل سٽ ڪي. ۳۱. متائي. (ناٽي تي) وڪرو ڪري. ۳۲. سٽ جي تند يعني ڌاڳو. سَٽُ. ۳۳. موجود. مڪمل. پورو. بي عيب. ۳۴. تورڻ ۾ وزن جي هڪ پاسي جي واڌ يا سرسي. لاڙو ڳوراڻ. ۳۵. پرينءَ جو. محبوب جو. ۳٦. راز. حمايت. طرفداري. ۳۷. آرامُ. سک. فرحت. ۳۸. محنت. (سٽ ڪتڻ جي) ڪم. ڌنڌي. ۳۹. حاصل ڪئو.

## ٤٠

ڪُنُم[1] سَبَ[2] جِمَارَ[3]، تَہ پَاندي[4] پُورِي[5] نَہ ٿِئي،
جِيئي[6] مُون[7] پِتَارُ[8]، جو ڪُوني[9] ڏِيندُمِ[10] ڪَپِڙا.

## ٤١

چَرڪُو[11] ڏي نَہ چَسَ[12]، پِيرِيَان[13] پِيرِئو نَہ پِري،
مُون ڪي مَاري مَسَ[14]، ڪَتَائِينديُون ڪِيتِرو.

## ٤٢

تَاجِي[15] تورِئَائُون[16]، نَہ عَيبَ[17] نِڪَتَا[18] اڳِئَان[19]،
ڪُوني ڪَاپَائِتِيَن[20] ڪي، پَرِ[21] ۾ پُڇِئَائُون[22]،
اڳَلِي[23] آئُون، مُون ڪَان پِڙا[24] پِيَڳَا[25] نَہ ٿِئَا.

## ٤٣

پِرِيَان[26] سَنديءَ[27] هَنجَ[28] ۾، سُتِي[29] جَا پَئِي،
سَا[30] ڪُوهُہ پُڇِي[31] راتِ ڪَي[32]، تَہ ڪِيتِري ڳَئِي[33].

## وائي ١

ڪَا هِنيِين[34] سِين[35] لاءِ پُورِي[36]، ڪَا هِنيِين سِين لاءِ،

١. مون (ستَ) ڪتيو. ٢. سڄي، سموري. ٣. عمر، حياتي، زندگي. ٤. تڪَ (لوھ جي سنهي شيخ جنهن تي ستَ ويڙهبو آهي) تي ويڙهيل ستَ يعني ڪچي ڌاڳي جي ڍيري. ٥. مڪمل، راس (پاندي پوري نہ ٿئي = خرچ جو پورائو نہ ٿئي يعني ڪمائي گهٽ خرچ گهڻو. ٦. شال جيئرو يا حيات هجي. ٧. منهنجو. ٨. مڙس، ڪانڌ، ور. ٩. سڏي، گهرائي. ١٠. مون کي ڏيندو. ١١. چرخو، ارٽ. ١٢. مزو. ١٣. ڦيرايان، هلايان. ١٤. مس ۾، لڄ يا شرم ۾ (ماري مس = لڄي يا شرمسار ڪري). ١٥. اٺاوت جي اڏي يعني آڏائي ۾ پکيڙيل تندن جو ڍڳهو پٽو تاڃيءَ جي ٻنِي ۾ پيل سُٽَ. ١٦. (ساهميءَ ۾) وزن ڪئائون، جاچيائون، تياس ڪئائون. ١٧. اوڻايون، نقص، سُقم. ١٨. ظاهر ٿئا. ١٩. روبرو، سامهون. ٢٠. ستَ ڪتندڙن عورتن يعني ڪاتارين. ٢١. ٻنهنجي منهن، اڪيلو، ڳجهہ ڳوھ. ٢٢. پڇا ڳاڇا يا سوال جواب ڪئائون. ٢٣. ٻري، ٻڇڙي، ڪري، مدي، ڪنهگار. ٢٤. ڳنڍيون، ڳوڙها. ٢٥. روڙيا، ڪوهيا، ڇني جدا يا ڌار. ٢٦. محبوب. ٢٧. جي. ٢٨. جهوليءَ. ٢٩. ننڊ يا آرام جي حالت ۾. ٣٠. ڇو. ٣١. معلوم ڪري. ٣٢. بابت، متعلق. ٣٣. گذري. ٣٤. دل. ٣٥. هنداءِ. ٣٦. اي پوري، اي موڪي.

پَهيُون[1] تُنهنجُون جهرڪِن[2] جَهتيُون[3]، ٻيُون اُڏايُون[4] واءَ[5]،
اَرٽُ[6] پَسي[7] اوجهرين[8]، توکي سُمَهڻَ[9] آيو سَاءُ[10]،
سَنجهي سُمَهين صُبحِ سُمَهين، وَهيُ[11] سَپِ وَهيَاءِ[12]،
جَڙَ[13] جَنيِ جي جَانِ[14] ۾، سي لوچَنِ[15] لالَڻَ لاءِ،
تُنبَائين[16] تَاڪيدَ[17] سين، جَنِ پِڃَايو پَاءُ،
لَسِي تَنَدُ لَطيفُ چَئي، هَلِي تَنِ هَٿَان.

## وائي ٢

ڪوئي[18] ڏُونگرُ[19] ڏوريَان[20]، ڪوئي جَبَلُ جَهاڳيَان،
پَهچَان[21] وو پَهچَان شَالَ[22] پِربَنِ[23] ڪي،
يَڳُو[24] پيريَان[25] نَہ پِري، چَرڪي[26] لَڳَڙي ڪَا[27]،
وَاڍِي[28] وِنگُو[29] وَاٽِئو[30]، مَاءُ[31] مُنهنجَڙي[32] لاءِ.

## وائي ٣

آئُون جَاويندَڙي پَارِ[33] پِربَنِ جي، مون کي آيل[34] جَهلَ[35] مَ[36] پَاءِ[37]،
جَهلُون پَلُون پَائيين، پَاڻَان[38] مَتِ[39] نَہ آچيِين[40] مَاءِ،
وِئو ٻَاروچو[41] نِڪري، مُون کي سُورَ[42] چِڪائي سَاءُ،
مُنهنجَا ڪَمَ ڪَريمَ تي، ريٻي[43] تَان مَ رَهَاءِ.

---

١. (ڪپهہ جا صاف ٿيل) پها، ڌرا، ٻڙا، ٢. واحد جهرڪي = هڪ قسم جي ننڍڙي پکيءَ جي مادي، ٣. جهپيون، ڪنيون، ٤. غائب يا گم ڪيون، ٥. هوا، واچ، ٦. چرخو، ٧. ڏسي، ٨. (ننڊ جي سبب) جهوٽا کائين، پنڪيون کائين، ٩. سمهڻ مان، ننڊ مان، ١٠. مزو، لطف، سواد، ١١. عمر، ڄمار، حياتي، ١٢. توکان وهي يعني هلي وئي، گذري وئي، ١٣. (محبت جي) ڪلي، ميخ، ١٤. سرير، جيءَ، ١٥. بي آرام يا بي قرار ٿين، پريشان ٿين، ١٦. ڪپهہ کي پڃائڻ يعني صاف ڪرائڻ لاءِ ذرا ذرا ڪري، ١٧. خبرداريءَ، ڌيان، ١٨. ڪهڙو بہ (ڏڪئو)، ١٩. جبل، ٢٠. جهاڳيان، ووڙيان، ڍونڍيان، ٢١. رسان، ٢٢. خدا ڪري، ٢٣. محبوبن، ٢٤. پڳل يا ٽٽل (پراڻو) چرخو، ٢٥. هلايان، ڦيرايان، ٢٦. چرڪي ڪي، چرخي ڪي، ٢٧. ڪهڙيءَ ڳالهہ جو اثر ٿئو، ٢٨. ڪاٺ جي سامان ٺاهيندڙ، ڊکڻ، ٢٩. ڏنگو، خراب، ٣٠. ٺاهيو، ٣١. اي ماءُ، اي امڙ، ٣٢. منهنجي، ٣٣. طرف، پاسي، ٣٤. اي آيل، اي امڙ، ٣٥. پل، روڪ، ٣٦. نہ، ٣٧. وجهہ، ٣٨. ٻاڻ، خود، ٣٩. صلاح، نصيحت، هدايت، ٤٠. مونکي آڇين، مونکي ڏين، ٤١. ٻروچ يا بلوچ (سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ جي قبيلي جو نالو)، ٤٢. سور جو، درد جو، ٤٣. فريب ڏيئي، دوکو ڏيئي، دولاب ڪري.

بِسمِ اللہِ الرحمٰنِ الرحيمِ

# سُرِ رِپَ

## داستان پهريون

### ١

گُوندَرَ[١] ڪِئو غَرَقُ[٢]، مَاءَ[٣] مُنهِنجو جِندڙو[٤]،
ڏوڪوبِنِ[٥] مَرَڪُ[٦]، مَتي[٧] سَگَرُ[٨] پَنڌَڙا[٩].

### ٢

گُوندَرَ گَڏِيَاسِ[١٠]، صِحَتَ[١١] نِيَڙَمِ[١٢] سَجَڻين[١٣]،
مَادَرِ[١٤] مَارِيَاسِ[١٥]، قُوڙائي[١٦] پِرِيَنِ[١٧] جي.

### ٣

گُوندَرَ[١٨] هَٿَ نَہ[١٩] پيرَ، وِرهُ[٢٠] مَنجِهين[٢١] وَهَٽو[٢٢]،
ڪُڙهِہ[٢٣] ۾ قَطَارُون[٢٤] ڪَري، سُورَنِ[٢٥] لايا[٢٦] سيرَ[٢٧]،
مُون جِيئَنِ[٢٨] گَهَاري[٢٩] ڪيرَ، هيڪَلي[٣٠] رِءَ[٣١] سَجَڻين[٣٢].

### ۴

گُوندَرَ وِڌو پيچُ[٣٣]، مَاءَ[٣۴] مُنهِنجي جِيءَ[٣٥] ڪي،

---

١. غم اندوھ، فڪر. ٢. ويچار ۾ گم يا غلطان يا ٻڏل، بي حال، ناسَ. ٣. اي ماءُ، اي امڙ، اي مادر. ۴. جان، جيءُ، سرير. ٥. ڏکوئڻ کي، ڏک يا غم جي ستايل عورتن کي. ٦. لائق، مناسب، زيبا، وڻندڙ. ٧. تي. ٨. واٽ، رستي. ٩. پنڌ، اچ وڃ. ١٠. مونکي پاڻ سان گڏي يا شامل ڪري هڪ ڪري ڇڏيو يعني آئون سراپا گوندر ٿي پيئي آهيان. ١١. تندرستي، سگهائي، چڱڀلائي. ١٢. منهنجي نيئي ويا، منهنجي کڻي يا وٺي ويا. ١٣. سڄڻ، محبوب. ١۴. اي مادر. ١٥. آئون ماري آهيان، آئون تباھ يا برباد ڪئي آهيان. ١٦. فراق، جدائيءَ. ١٧. محبوبن. ١٨. گوندر کي. ١٩. هٿ نہ پير = جسم يا مادو نہ آهي. ٢٠. جدائيءَ جو غم يا درد. ٢١. اندر ۾، دل ۾. ٢٢. وهندڙ، وهنل، رهندڙ، موجود. ٢٣. بدن، سرير، جسم، جان، دل. ٢۴. صفون، لانڊون. ٢٥. ڏکن، دردن، غمن. ٢٦. ڪٽا. ٢٧. رستا، واٽون، گس. ٢٨. وانگر. ٢٩. گذاري، رهي. ٣٠. اڪيلي. ٣١. کان سواءِ. ٣٢. سڄڻن. ٣٣. ور، وڪڙ. ٣۴. اي ماءَ، اي امان. ٣٥. جان.

ڏُکوبُنِ[1] جو ڏيجُ[2]، رُوئَڻُ رَتُ[3] پِريَنِ[4] لَئيءِ[5].

**٥**

گُوندَرَ[6] وَڏو[7] وَرُ[8]، مُون[9] کي پِريَنِ جي،
اَچِي دوسِتَ[10] ڏَرِ[11]، مَٿي[12] مُٺِيءَ[13] هَٿَڙا.

**٦**

اُنِّي[14] جِيئَن[15] مُورَنِ[16]، اوٻِٽِڙَ[17] وَلَهارَنِ[18] ۾،
سَا پَٽِ[19] گُوندَرَ کَنِ، جُهـ[20] قُوڙايو[21] سَجَڻينِ[22].

**٧**

لائي[23] جو وِئَا، سو مَنجهين[24] ٿو مَچُ[25] ٻَرِي[26]،
سو اُجَهامِي[27] ڪِئَا[28]، جَنهِن[29] سُورِبَندَلُ[30] سُپِرِيَنِ.

**٨**

ڪَهَڻُ[31] نَہ ڪَچَائي[32]، سُورَ نَہ سَاندِڻُ[33] سُٿِرا[34]،
اَچَا[35] نَہ آئِي[36]، ڏِيلَ[37] مُنهِنجي ڏُکَ سِين.

**٩**

اُيَرِئَامِ[38] اَنگُورَ[39]، سُٿِي[40] سُپِرِيَنِ جَا،

---

١. ڏکين يا ڏک جي ستايل عورتن. درد جي ستايل عورتن. ٢. شاديءَ جي وقت ڪنوار کي مائٽن يا ساهرن کان مليل ڪپڙا. زيور وغيره. ڏاج. بخشش. دان. ٣. رت رئڻ = اکين مان رت جا ڳوڙها وهائڻ. زاروزار رئڻ. ۴. محبوبن. سڄڻن. سيبرين. ۵. لاءِ. واسطي. ٦. غم. اندوهہ. فکر. ٧. ياتو. ٨. بيچ. وکڙ. ونگ. ٩. منهنجي. ١٠. اي دوست. اي يار. اي محبوب. ١١. رڪ. ١٢. مٿي تي. سر تي. ١٣. مٺيءَ جي. مصيبت جي ماريل جي (هٿڙا ڏر = سار لهہ. پرگهور لهہ. واهر ڪر. مدد ڪر. حفاظت يا بچاءُ ڪر). ١۴. مينهن يا برسات جي وسڻ سان. ١۵. جهڙيءَ طرح. ١٦. ايرن. چمن. پيدا ٿين. ١٧. وٽن جا ٻوٽا. گاهہ جا سلا. ١٨. چراگاهن. گاهہ ۽ وٽڪار وارن ميدانن يا زمين. ١٩. ڪار. هلت. ٢٠. جڏهين. جيڪڏهين. ٢١. جدائي ڪئي. وڇوڙو ڏنو. ٢٢. سڄڻن. ٢٣. لڳائي. ڏيئي. دکائي. ٢۴. اندر ۾. دل ۾. ٢۵. (عشق جي) باهہ. آڳ. ٢٦. ذکي. جلي. ٢٧. وسامي. ختم ٿئي. ٢٨. ڪيئن. ڪهڙيءَ طرح. ٢٩. جنهن ۾. ٣٠. (ڪاليون) سوريندڙ يعني وڄهندڙ يا جهوڪيندڙ. ٣١. سلڻ. ٻڌائڻ. اظهار ڪرڻ. ٣٢. بي عقلي. بيوقوفي. ڪچو ڪم. ڏوهہ جهڙو ڪم. ٣٣. لڪائڻ. نہ ظاهر ڪرڻ. ٣۴. سولا. آسان. ٣۵. هاڻ تہ. هينئر تہ. ٣٦. واسطو يا شروعات (ٿي آهي). ٣٧. ڏيل جي = جسم يا بدن جي. ٣٨. مون ۾ يعني منهنجي دل ۾ ايرئا. سرئا يا پيدا ٿئا. ٣٩. سلا يا گونچ (سورن جا). ۴٠. نند ۾. سمهڻ واريءَ حالت ۾.

كَـــايـُو[1] كَـــايـُو[2] سُـــورَ[3]، لُـچِـــئـُو[4] لـوچِـــئـُو[5] اُٿـــيَـــان.

۱۰

گَـــرِيُـــنِ[6] مَ[7] گَـــرَهِـــيَـــجِ[8]، رُوئِـــي[9] ڪِـــجِ مَ پَـــڌرا[10]،
تَـــان[11] سُـــوراٽِـي[12] سَـــهِـــيَـــجِ[13]، جَـــان[14] لاهِـــيَـــنـدڙُ[15] ڪـو لَـــهِـيــن[16].

۱۱

گَـــرَهــ[17] مَ گُـــجِـــهـــو[18] رُوَ[19]، پَـــڌَرِ وِجُـــهـــ مَ پِـــرِيـَـڙِي[20]،
سُـــورَن[21] سُـــپِـــيـــرَ[22] هـُـو[23]، هِـيـنـئَـــڙَا[24] ڪُـمَ[25] ڪَـــٽَـــنِ[26] جِـــيـــئَـــن[27].

۱۲

لاهِـــ[28] مَ پَـــچَـــارانِ[29]، سُـــکَ[30] مَ سُـــمَـــهُـــ جِـــنـدڙا[31]،
ڪَـرِ جِـــهُـــورِي[32] ڪِـــيـــتَـــانِ[33]، ڪَالُـهُـــوٽِـئَـــا[34] اَجُ گـــهَـــٽِـي.

۱۳

جِـــهـــورِي جِـــهـــجَـــڻُ[35] جَـــهـــانءِ[36]، مُـــون[37] جَـــنِـي جـــو نَـــہ لَـــهِـي،
آيَـــلِ[38] اِيـــئَـــن مَ يَـــانءِ[39]، تَـــہ آئُـــون جِـــيَـــئَـــنـدِي[40] اُن ري[41].

۱۴

جِـــهـــجِـي[42] جَـــهـــانءِ ڪَـري، مَـــانَ[43] نَـــہ اچِي مُـــون[44] هِـــنـيِـيـن[45]،

---

١. سهيو، برداشت ڪيو. ٢.بار بار پئي سهان. ٣. عذاب، تڪليفون. ۴. ڦٿڪئو، پاسا ورايو. ۵.ڳوليو، ڍونڍيو، تلاش ڪئو. ٦. ڳرين م، گلين م، گهٽين م. ٧. نہ. ٨. سلج، ٻڌائج، بيان ڪج. ٩. اکين مان لڙک يا ڳوڙها وهائي. ١٠. ظاهر (سورن کي). ١١. تيستائين. ١٢. سور، ڏک. ١٣. برداشت ڪج، پوڳج (نہ ٻڌائج). ١۴. جيستئين. ١۵. (سورن کي) هٽائيندڙ، دور ڪندڙ، ختم ڪندڙ. ١٦. ڏسين، لهين. ١٧. ٻڌاءِ، بيان ڪر. ١٨. لک ڇپ م. ڳجهہ ڳوهہ م. ١٩. اکين مان پاڻي وهاءِ. ٢٠. محبت، پريت. ٢١. سورن م. ٢٢. مضبوط، جيڙهالو، ٻاجهڙ، پرپور. ٢٣. هونئج، ٿيءُ. ٢۴. اي هينئڙا، اي هنيان، اي دل. ٢۵. ڪُم جي پيڻ جي، پاٽيءَ م ٿيندڙ ناڙي (ڪوٽيءَ) جي ڦر يا ڦل جي. ٢٦. داٽن. ٢٧. وانگر. ٢٨. وسار، ختم ڪر. ٢٩. انهن جي، پچار، انهن جي ياد يا تات. ٣٠. سک سان، آرام سان. ٣١. اي جندڙا، اي جند، اي جان، اي دل. ٣٢. ڳتني، فڪر، اون. ٣٣. انهنجي. ٣۴. ڪالهوڪي ڏينهن کان، گذريل ڏينهن کان. ٣۵. ڳاراٿو، غم. ٣٦. روح رازو. ٣٧. مونکي. ٣٨. اي آيل، اي امڙ، اي جيجل. ٣٩. سمجهہ، گمان ڪر. ۴٠. جيئري يا زندهہ رهندي. ۴١ کان سواءِ. ۴٢. ڳري. ۴٣. آرام، صبر. ۴۴. منهنجي. ۴۵. هنين کي.

سَجڻَ سي سَارِي، هو جَنِي جو هيرئُون.

## ١٥

جَاءِ نَہ سَجو ڏِينهُن، هِنيُون اونِي وڳَ جِيئَن،
مُون پِريَان سين نِينهُن، چِنَڻَ ڪَارڻِ نَہ ڪِئو.

## ١٦

پَل پَل ٿي پَليَانسِ، پَلڪُ نَہ رَهي پِرينءَ ري،
جَنهِن جهوريءَ ڪان جَهليَانسِ، جِهجِئو تَنهِن جهوريءَ پَئي.

## ١٧

ڪَڪَرَ مَنجِهہ ڪَپَارَ، جُهڙُ نيٽَنئُون نَہ لَهي،
رات مُنهِنجي رُوحَ ۾، اُتَا پِرين اَپَارَ،
آءُ سَاجَنَ لَهُہ سَارَ، وِرهہ وِبڙِهي آهِيَان.

## ١٨

مُون مَنجِهين مِينهُن، ڪوهہ ڪَرِينديَس ڪَڪَرين،
سَرَلُو سارو ڏِينهُن، مُون پِريَانَ جو نَہ لَهي.

---

١. محبوب، پرين. ٢. سنڀالي، ياد ڪري. ٣. هيريل، هيرايل، پيارو. ۴. (هڪ) جاءِ يا هنڌ تي، آرام ۾، قرار ۾. ۵. دل، من. ٦. انهن جي. ٧. ولر، ڌڻ. ٨. وانگر. ٩. پرينءَ. ١٠. محبت، عشق. ١١. توڙڻ. ١٢. لاءِ، واسطي. ١٣. هر هر، هر گهڙيءَ. ١۴. آئون ان (هنيين) کي ٻليان يا روڪيان. ١۵. ذري ساعت، ٿورو وقت. ١٦. ترسي، رُڪجي، جهلجي. ١٧. ڪان سواءِ. ١٨. ڳڻتيءَ، اندوهہ، فڪر. ١٩. آئون ان کي جهليان يا ٻليان. ٢٠. ڳريو، بي حال ٿئو، رويو رڙيو. ٢١. جهوريءَ ۾. ٢٢. بادل، ابر. ٢٣. ۾. ٢۴. نراڙ، پيشانيءَ، مٿي. ٢۵. آڪر، مينگهہ. ٢٦. نيٽن يا اکين مان. ٢٧. ختم ٿئي. ٢٨. دل. ٢٩. وسڻا، برسڻا، ياد پئا. ٣٠. تمام گهڻو، بي حد. ٣١. سجڻ، سنڀال، خبر. ٣٢. برهہ، فراق، عشق. ٣۴. وڪوڙي، قابو يا سوگهي ڪئي. ٣۵. منهنجي. ٣٦. اندر ۾. ٣٧. برسات. ٣٨. جا. ٣٩. آئون ڪنديس. ۴٠. ڪڪرن کي. ۴١. جهڙ، (غم هو) غبار. ۴٢. مون تان، منهنجي مٿان. ۴٣. پرينءَ.

## ١٩

سَڄڻ[١] سَنڀِرِئَامِ[٢]، پِيَمِ[٣] کَرَ[٤] ڪَپارَ[٥] ۾،
جهَڙي تِهَڙي حَالَ[٦] سين، پِرين نَہ وِسَرِئَامِ[٧]،
هَرِئَا[٨] هَٿَ تِئَامِ[٩]، نيٽِنئون[١٠] نِيرُ[١١] وَهي.

## ٢٠

سُتي[١٢] سَنڀِرِئُومِ[١٣]، ڪو ڳُڻُ[١٤] ٻَاروچَنِ[١٥] جو،
ڪَنڌِ[١٦] وِهَاٽُو[١٧] پِنُو[١٨]، هَرِئُو هَٿُ تِئُومِ[١٩]،
سَڄڻ يَادِ پِئُومِ[٢٠]، جَاڙَ[٢١] جِيَان[٢٢] تِي جِيڏُيُون[٢٣].

## ٢١

سَنڀِرِئو[٢٤] جِيَان، ڳَالِهيُون[٢٥] پِرِيمِ[٢٦] تُنهِنجُون،
ڳُڻَ ڪيتِرا ڳَڻِيَان[٢٧]، تُورَنِ[٢٨] مَتُو[٢٩] نَاهِ ڪو.

## ٢٢

جُڏهن[٣٠] سي سَنڀِرجَنِ[٣١]، سُهَا[٣٢] جَنِ سين اُوريَانِ[٣٣]،
لُنءَ[٣٤] لُنءَ هِيِنءَ وَجَنِ[٣٥]، رِڳُون[٣٦] رَبَابَنِ[٣٧] جِيئَنِ[٣٨].

---

١. محبوب، پرين، ٢. مون سنڀاليا، مون ياد ڪيا، ٣. مونکي پيئي، ٤. کل، يادگيري، خبر،٥. مٿي، دماغ، ٦. حالت، ٧.مونکي، وسريا، مون کان دل تان لهي ويا، ٨. آلا، پنل، ٩. منهنجا ٿيا، ١٠. نيڻن مان، اکين مان، ١١. پاڻي، لڙڪ، ڳوڙها، ١٢. سمهندي، سمهڻ جي حالت ۾، بستري تي ليٽڻ وقت، ١٣. مون سنڀاليو، مون ياد ڪيو، ١٤. پلائي، مهرباني، احسان، ٿورو، ١٥. ٻروچن، بلوچن، اصطلاحي معنيٰ محبوبن، سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن يا مائٽن، جيڪي بلوچ قوم جا هئا، ١٦. ڪنڌ يعني مٿي يا سر جي هيٺان، ١٧. تڪيو، سراڻو، طول، ١٨. آلو ٿئو (اکين مان لڙڪن وهڻ ڪري)، ١٩. منهنجو ٿئو، ٢٠. مونکي پئو، ٢١. اجايو، بي فائدي، ٢٢. جيئري يا زندهہ رهان، ٢٣. اي جيڏيون، اي اديون، ٢٤. ياد ڪرئو، ٢٥. سخن، قول، گفتا، ٢٦. اي منهنجا پرين، ٢٧. شمار ڪريان، ٢٨. ٿورن جو، مهربانين جو، ٢٩. ڇيهہ، حد، انت، ٣٠. جڏهين، جيڪڏهين، ٣١. ياد پون، ٣٢. سورَ، تڪليفون، ٣٣. سليان، بيان ڪريان، ٣٤. لنءَ لنءَ = (بدن جي) وار وار، ٣٥. آواز يا آلاپون ڪن، ٣٦. نسون، نبضون، نارون، ٣٧. سرودن (جي تندن)، ٣٨. وانگر.

٢٣

چِتُر[١] رَهي[٢] نَه چِتُ[٣]، ويڻُن[٤] واڳيئو[٥] نَه رهي،
رَئيءَ[٦] لَتِجي[٧] نِتُ[٨]، هِنيُون[٩] واتَ[١٠] وِرگهُه[١١] جيئَن[١٢].

٢٤

چوري[١٣] چوري چِتُ، جَان[١٤] نَي[١٥] وهَاٽيءَ[١٦] نِڪران[١٧]،
نينهُن[١٨] ڪُرائي[١٩] نِتُ، پِريَان[٢٠] سَندي[٢١] پير[٢٢] ۾.

٢٥

چيتَارئو[٢٣] چُوندياس[٢٤]، ڳَالهيُون[٢٥] ڪي سَجڻين[٢٦]،
جُه[٢٧] مُقابِلِ[٢٨] تِياس[٢٩]، تَه سَبِ وَجَنمُ[٣٠] وِسري[٣١].

٢٦

چيتَارِئَان[٣٢] جُڪنِ[٣٣]، سَنيَارِيَانِ[٣٤] صَحيِ[٣٥]،
اَندرِ رُوحَ رَهِي، مُون ڪي صُورتَ سُپريَنِ جي.

---

١. چتر سان، چٽ سان، حرفت سان، ڏتار سان، ڏاڏر سان، ريهڻ يا ريبڻ سان، ٢. ترسي، رُڪجي، جهلجي، ٣. دل، من، ٤. ويڻن سان، ڳالهين سان، ٥. ٻڌو، جڪڙئو، ٦. رئي سان، دز يا مٽيءَ سان، ٧. پرجي، ميرو ٿئي، ٨. هر دم، هر وقت، ٩. دل، ١٠. واٽ يا رستي تي بيٺل، ١١. وڻ، ١٢. جهڙيءَ طرح، ١٣. پرپائي، ريجهائي، ١٤. جنهن صورت ۾، ١٥. رات، ١٦. وهاٽيءَ جي وقت، گذرڻ جي مهل (نَي وهاٽيءَ = پريات جي مهل، فجر جي مهل)، ١٧. (گهر کان) ٻاهر وڃان، ١٨. عشق، محبت، ١٩. ڏکوئي، ايذائي، ٢٠. پرينءَ، سڄڻ، ٢١. جي، ٢٢. رستي، گس، واٽ، ٢٣. سارئو، سنڀالئو، ياد ڪرئو، ٢٤.آئون چونديس، آئون ٻڌائينديس، ٢٥. حال احوال، ٢٦. سڄڻن، ٢٧. جڏهين، ٢٨. روبرو، سامهون، ٢٩. ٿيس، آئون ٿي، ٣٠. مونکي وڃن، ٣١. دل تان لهي، ٣٢. چيت تي آڻيان، ڌيان تي، ٣٣. ياد پون، هُرن، ٣٤. آئون انهن کي سنڀاليان يا ياد ڪريان، ٣٥. جڳيءَ طرح، برابر.

## ۲۷

چيتاريان چُٽِڪَنِ، وِساريان نَہ وَري،
وِيڙوتارِ ڏُکَنِ، سَڄَڻَ پيڳي هَڏُ جِيئَنِ.

## ۲۸

ڏُکَ نَہ ڏُکويو، هِينئَڙو پِريان کَڌِهينِ،
سُکَنِ جَان پِئو، تان قوزايو سَڄَڻين.

### وائي ۱

جو نَوازي ڏَڏَ، آسَرَ لاهِ مَ اُنَ جِي،
اوڏايان اوڏو گهَڻُو، کِهَڙا کَرِين سَڏَ،
وِيهُہ داتا جي دَرَ تي، لَنگهَا لاهي لَڏَ،
اگَلَنِ کي اوڏو وهي، گَندا کَري گَڏَ،
کِهڙا جَڏَ جَڏوئيين، جُودَ مَهَندان جَڏَ،
اڳئان عَجِيبَنِ جي، مُشُڪِلُ ڪينهي مَڏَ،
آدَمُ تِئان خَلقِئو، هُوءَ جا کَجِي منجَهان کَڏَ،
سَمي سيئي سَيڻَ کِئا، هيٺا جَنِ جا هَڏَ،

---

۱. ساريان، سنڀاليان، ۲. ياد پون، هرن، ۳. انهن کي وساريان يا دل تان لاهيان، ۴. (ڪجهہ بہ) حاصل ٿئي يا ملي، ۵. هميشہ، هر وقت، ۶. ڏکَ يا سورَ ڪن، ۷. پرين، محبوب، ۸. پڳلَ، ۹. هڏو، عضوو (بدن جو)، ۱۰. جهڙيءَ طرح (ڏڪوئي يا سورَ ڪري)، ۱۱. ڏڪ سان، ۱۲. ايذايو، ۱۳. هنيون، دل، ۱۴. پرين، ۱۵. سکن ۾، آرام ۾، چين ۾، راحت ۾، ۱۶. جنهن وقت، ۱۷. تنهن وقت، ۱۸. جدائي ڪئي، وڇوڙو وڌو، ۱۹. سڄڻن، ۲۰. جيڪو، ۲۱. سرفراز ڪري، سرخرو ڪري، ورسائي، ۲۲. اڻ ڄاڻ، بي هنر، ڇت، ۲۳. آسرو، ۲۴. اوڏايان اوڏو = ويجهي کان ويجهو. قريب کان، قريب تر، ۲۵. ڇا جي لاءِ، ۲۶. دانهون، پڪارون، التجائون، سوال، ۲۷. سخيءَ، ۲۸. (گهر جي) دروازي تي، ۲۹. اي لنگها، اي مڱڻا، اي مڱڻهار، اي پينو فقير، ۳۰. لڏو، سارو سامان، ۳۱. گدلن، ٻچڙن، ڪچرن، گندن، ڪنن، ڪوجهن، ۳۲. ڪنا، پيڙا، شامل، ۳۳. جڏا ڪم، خراب يا بُرا ڪم، ۳۴. تون رڻين، ۳۵. جود جي يا سخا جي يعني سخيءَ جي، ۳۶. اڳيان، سامهون، ۳۷. اي جڏا، اي بيڪار، اي بدافعال، ۳۸. محبوبن، ۳۹. ڏکئا، تڪليف ڏيندڙ، ۴۰. مڏيون، مال اسباب، سامان، وڏا ڪم، ۴۱. حضرت آدم عليہ السلام (پهرئين پيغمبر جو نالو)، انسان، ۴۲. تنهن مان، ان مان، ۴۳. پيدا ٿئو، ۴۴. ڪوتجي، ۴۵. زمين ۾ ڪوتيل اونهون پورَ يا پوڙَ يا خالَ (جا ڪجي منجهان ڪڏ = مٽي)، ۴۶. جام تماچي، جيڪو "سمان" خاندان مان هوءَ سنڌ جو حاڪم هو، ۴۷. مائٽ، عزيز، ۴۸. ڪمزور، ۴۹. بدن جا عضوا، جسم.

سانگيئڙن[١] جي سيد چئي، ڄام[٢] پرتئي[٣] لڏ[٤]،
جيءُ[٥] جيءُ تماچي ڪري، سُٺئو[٦] نوريءَ[٧] سڏ[٨]،
ادا[٩] انهيءَ پار[١٠] جا، موڙي[١١] اچو مڏ[١٢]،
غافلي[١٣] ڪفري[١٤]، ايڪ[١٥] نہ سُئيءَ[١٦] سڏ،
هوءِ جُنبئا[١٧] جابانَ[١٨] ڏي، تون سُتو[١٩] ساهين[٢٠] هڏ[٢١].

## وائي ٢

سرتيون[٢٢] سُتڙيون، ساربان[٢٣] پير[٢٤] پانهنجو[٢٥]،
جاڳو[٢٦] اڪڙيون[٢٧]،
لالڻيءَ[٢٨] جي لوءِ[٢٩] ۾، ساري رات سُيون[٣٠]،
توبهہ[٣١] آهي تن کان، هٿان[٣٢] جي ٿيون[٣٣]،
مون کي ڏيين نہ مُنهن[٣٤] ۾، جي مون ڪالهہ ڪيون*،
هنڌ[٣٥] نہ آهي هيڪڙي، ميمڻ[٣٦] جو هنيون[٣٧]،
ڪوهہ[٣٨] ڪريو[٣٩] تن کي، جني منجهہ ڪيون[٤٠]،
حُسن[٤١] راهومن[٤٢] جو، منهنجو آهہ ميون[٤٣]،
منهنجا ڪم[٤٤] ڪريم[٤٥] تي، پئا ڪن پيون،
اَرتو[٤٦] اوتڻ[٤٧] سڪيون، عادت[٤٨] اڪڙيون.

١. هڪ هنڌ ڪان لڏي ٻي هنڌ ڏانهن ويندڙن، سڄهہ تي ڳڏارو ڪندڙن، مسافرن، پرديسين، مارو ماڻهن. ٢. اي ڄام، اي سردار (هتي مراد ڄام تماچي آهي. جيڪو "سمان" گهراڻي جو هو ۽ سنڌ جو حاڪم ٿي رهيو جنهن جو هڪ مهاڻيءَ ذات جي عورت نالي "نوري" سان عشق ٿيو). ٣. توکي پرتي، توکي سپرد ٿي، تنهنجي حوالي ٿي. ۴. (مهاڻا قوم جو) آل عيال، گهر ٻار. ۵. سڏ جي جواب ۾ ڪم ايندڙ ادب جو لفظ. ٦. ٻڌئو. ٧. نوريءَ جا. ٨. آواز، پڪارون. ٩. اي ادا، اي ڀائرو. ١٠. طرف، پاسي، ڪنڌيءَ يا ڪناري. ١١. ورائي. ١٢. ٻيڙيون، ڪشتيون. ١٣. غفلت، سستي، لاپرواهي. ١۴. ڪفر يا بي ديني (آهي). ١۵. ايڪ جا. هڪڙي يعني واحد جا، خدا جا. ١٦. تو سُڻا. تو ٻڌا. ١٧. وِڻا. ١٨. گهٽي ڏٺ واري جاء. ١٩. سمهيو. ٢٠. تاڻين، موڙين، ورائين. اوري پري ڪرين. ٢١. لڱ يا عضوا. ٢٢. سهيليون، جيڏيون. ٢٣. ستل آهن. ننڊ ۾ آهن. ٢۴. ياد ڪريان، سنڀاليان. ٢۵. مرشد، رهبر. ٢٦. سجاڳ ٿئو. ٢٧. اي (منهنجيون) اکيون. ٢٨. حضرت شاهہ عبدالڪريم (شاهہ ڪريم جي پيءُ جو نالو لال محمد شاهہ هو جنهنکي للو پير بہ ڪري سڏيندا هئا اهڙيءَ طرح شاهہ ڪريم کي "لالڻي" بہ چوندا هئا). ٢٩. ملڪ ٣٠. سُيُون وييون. ٻڏڻ ۾ آيون. ٻُڏيون وييون. موجود هُيون. ٣١. پڇتاءُ. پشيماني. ٣٢. هٿ ڪان (منهنجي). ٣٣. خطائون ٿيون. ٣۴. آڏيون. اڳڻان * منهنجا ڪيل گناهہ . ٣۵. هنڌ تي، جاءِ تي. ٣٦. فرمانبردار، چئيوان، سدوري، نيڪ بخت. ٣٧. دل،من. ٣٨. ڇا. ٣٩. ڪبو. ۴٠. سرندڙ جيت جو هڪ قسم. ۴١. سونهن، سو ڀيا. ۴٢. بلوچ قوم جي راهوم قبيلي وارن. ۴٣. سردار. ۴۴. حاجتون. ۴۵. ڪريم تي = ڪرم ڪندڙ يعني خدا جي حوالي. ۴٦. ڳاڙهو پاڻي، رت جا ڳوڙها. ۴٧. اوتڻ جي. وهائڻ جي. ۴٨. هلت، ٻر. روش.

بِسمِ اللهِ الرَّحمٰنِ الرَّحِيم

# سُرِ رِپَ

## داستان ٻئو

۱

نيڻَ[۱] نَہ[۲] ننڊُون ڪَنِ، پَڳو[۳] آرسُ[۴] اکين[۵]،
اُڃهامِئو[۶] پرَنِ[۷]، توکي سارِئو[۸] سُپرِين[۹].

۲

سَنئين[۱۰] نَہ سيٺانِ[۱۱]، ناهہ اُبُتي[۱۲] اُن سين،
وَنءُ[۱۳] سَهِي[۱۴] ويٺانِ[۱۵]، تو[۱۶] نَہ سَرَندو[۱۷] تَنِ ري[۱۸].

۳

گَبَرِين[۱۹] ۽ گُونِين[۲۰]، پِرِين[۲۱] پَٽائين[۲۲] گَجَ[۲۳] جِيئَنِ[۲۴]،
جي مَنَ[۲۵] اَندرِ[۲۶] مَجُونِي[۲۷]، سي ڪِيئَنَ[۲۸] وَجَنِ وِسَرِي[۲۹].

۴

اَندرَ[۳۰] اَندرِيُون[۳۱]، جِيئَن سي وانجهيءَ[۳۲] لَٺِ[۳۳] ۾،
جُہ[۳۴] تَنَ[۳۵] تيتَرِيُون[۳۶]، تَہ ڪِيئَن مِلبو[۳۷] سَڄَڻين[۳۸].

---

۱. اکيون. ۲. ننڊون ڪن = سمهن، آرام ڪن. ۳. ڇڏئو، ختم ڪئو. ۴. سستي، ننڊ. ۵. اکين. ٦. مانا يا جهڪا ٿئو، وسامئو، گل ٿئو. ۷. ڏکن، جلن، سڙن، ٻچن. ۸. ياد ڪرئو. ۹. اي سپرين، اي پرين. ۱۰. سڌي يا صحي (هلت). ۱۱. انهن سان. ۱۲. ڏنگي، ڏکي، اوکي، الٽي (هلت). ۱۳. وڃ. ۱۴. برداشت ڪري. ۱۵. انهن جا وينڻ يعني طعنا يا ميهڻا. ۱٦. تنهنجو. ۱۷. گذارو ٿيندو. ۱۸. ڪان سواءِ. ۱۹. مورت ۾، صورت ۾. ۲۰. رنگ ۾، رونق ۾. ۲۱. محبوب. ۲۲. پٽ جي، ريشم جي. ۲۳. هڪ قسم جي ڳاڙهي رنگ جي زناني چولي (جنهن سان ڇاتي ۽ پيٽ ڍڪيل هوندا آهن ۽ پٺا اگهاڙا هوندا آهن) ڪنجري. ۲۴. وانگر. ۲۵. دل. ۲٦. ۾. ۲۷. شوخ، بي پرواهہ. ۲۸. ڪهڙيءَ طرح. ۲۹. دل تان لهي. ۳۰. اندر ۾، سرير ۾، جسم ۾. ۳۱. ڳريون، ڳنڍيون، جوڙ، سنڌ. ۳۲. وانجهيءَ جي يعني ونجهہ (ٻيڙيءَ کي هلائڻ لاءِ بانس جي وڻ جي ڳريدار يا ڳنڍيدار لڪڙي) هلائيندڙ جي. ۳۳. لڪڙيءَ. ۳۴. جيڪڏهين. ۳۵. تَنَ ۾، دل ۾، منَ ۾. ۳٦. اوتريون يا ان مقدار جيتريون (ڳريون). ۳۷. گڏبو، ملاقات ڪبي. ۳۸. سڄڻ سان، محبوبن سان.

## ۵

جيئَن[1] سي ڪُوهيءَ[2] نارَ[3]، وَهَنِ[4] واريءَ[5] گاڏُئان[6]،
هِينئَڙو[7] پِريان[8] ڌارَ[9]، نِبيرِياسِ[10] نَه نِبري.

## ۶

جِيئَن سو تَيئَ[11] تَرو[12]، ڪامي[13] ڪُوري وِچَ ۾[14]،
مُون کي ڏِنو سَجَڻين[15]، مَنجَهان سِڪَ[16] سَرو[17]،
وَرُ[18] جِهيڻو[19] بَرو[20]، مَرَ[21] ڦوڙائو[22] سَجَڻين[23].

## ۷

سُبُرُ سِيءُ[24] پِئو[25]، نَه مُون[26] سوڙِ[27] نَه گِبرو[28]،
نَه مُون ڪانڌُ نَه قُوتِ[29] کِي[30]، جوڀَنُ[31] وَهِي[32] وِئو،
تَني[33] حالُ[34] کِهو[35]، جَنِي[36] نِڌَرَ[37] نِجُهرا[38].

## ۸

اُتَرُ[39] اوتُون ڏي[40]، نَه مُون سوڙِ نَه گِبرو،
سِيءُ سارِبنديُون[41] سي، جَنِي نِڌَرَ نِجُهرا.

---

۱. جهڙيءَ طرح، ۲. ڪوهيءَ (زمين ۾ پاڻي هٿ ڪرڻ لاءِ کوٽيل کڏ) جا، ۳. ڪوهيءَ جي اندر پاڻيءَ جا سيما، ۴. جاري ٿين، ۵. واريءَ يعني ريتيءَ سان، ٦. گڏ، شامل ۷. هنيون، دل، ۸. پرينءَ ڪان، ۹. جدا، پري، ۱۰. آئون ان کي نبيريان يعني جدا يا پاسي ڪريان، سرچايان، ۱۱. تئيءَ جو، ڪٽيءَ جو، ڪنهيءَ جو، ترٽيءَ جو، ۱۲. تري وارو پاسو، هيٺيون پاسو، ۱۳.جلي، سڙي، ۱۴. مچ، باهہ، چلهہ. ۱۵. سڄڻن، محبوبن، ١٦. پيار، محبت، ۱۷. شراب جي سُرڪي، ۱۸. بهتر، چڱو، مبارڪ، ۱۹. هلڪو، ۲۰. تپ، بخار، ۲۱. (مگر) شل نہ ٿئي، ۲۲. جدائي، وڇوڙو، ۲۳. سڄڻن سين، ۲۴. ڏاڍو، سخت، زبردست، ۲۵. سردي، ٿڌ، پارو، ٺار، ۲٦. مون کي، ۲۷. ڪپهہ ڀيل تُلهي رلي، رضائي، ۲۸. ننڍو گاديلو، رلي، ۲۹. ڀتار، مڙس، ور، ۳۰. کاڌي پيتي جو سامان، خوراڪ، ۳۱. جواني، ۳۲. گذري، ختم ٿي، ۳۳. تني جو، ۳۴. حالت، ۳۵. کهڙو، ۳٦. جنجا، ۳۷. ٻنان ڌر، ٻنان آڌار، ڪمزور، ضعيف، ۳۸. ڀنگا، جهوپڙا، ککن کانن جا گهر. ۳۹. اتر طرف جو واءُ، ۴۰. پالوٽون، اڌما (اوتون ڏي = زور سان لڳي)، ۴۱. محسوس ڪنديون.

## ٩

اُتَرَ[١] ڏِني اوتَ،[٢] نَہ مُون سوڙ[٣] نَہ گبرو[٤]،
چَاربِئي چُنِيءَ[٥] پوتَ[٦]، ريڙهِيندي[٧] راتِ گئي[٨].

## ١٠

نيڻ[٩] نِهائِڻِءَ[١٠] جان[١١]، سُتي[١٢] لوڪ[١٣] ڏِگِئا[١٤]،
اُجَهامِئو[١٥] بِران[١٦]، توکي سارِئو[١٧] سُپِرين[١٨].

## ١١

نِهائِڻِءَ کان نينهن[١٩]، سِڪ[٢٠] مُنهنجا سُپرين،
سڙي سارو ڏِينهن، ٻِهرِ ٻاقَ[٢١] نَہ نِڪري.

## ١٢

نينهن نِهائِڻِءَ جان، ڏِکِئو[٢٢] کوهُہ[٢٣] نَہ ڏِکِين،
جَر[٢٤] جيري[٢٥] جَڏي، تَہ کيئن[٢٦] پَچَندا تانءَ،
سَندي[٢٧] کُنياران[٢٨]، کَن[٢٩] کَريجا ڳالهڙي[٣٠].

## ١٣

نينهن نِهائِڻِءَ جيئن، ڏِکِئو کوهُہ نَہ ڏِکِين،

١. اتر طرف جي واءَ يا هوا. ٢. پالوٽ، اُڌمو (ڏني اوت = زور سان لڳو). ٣. ڪپهہ سان پريل ٿلهي رلي، رضائي. ۴. گاديلو، رلي. ۵. چنيءَ جا. پوتيءَ جا. زناني مٿي کي ڍڪڻ تي گنديءَ جا. ٦. پلوَ. پلاند. پاند. ٧. سيريندي، ويڙهيندي، سميٽيندي، ڪنجيندي. ٨. گذري، ختم ٿي. ٩. اکيون. ١٠. ڪنيرن جي مٽيءَ مان ٺهيل ٿانون يا برتنن جي پچائڻ جي ڪوريءَ يا ڀٺيءَ. آويءَ. ١١. وانگر. ١٢. سمهڻ يا ننڊ ڪرڻ واريءَ حالت ۾. ١٣. لوڪ جي، ماڻهن جي. ١۴. ٻريا. جليا. (باهہ وانگر) چمڪيا. ١۵. وسامئو يا گل ٿئو (باهہ وانگر). ١٦. سڙان. پچان. ١٧. ياد ڪرئو. ١٨. اي سپرين. اي پرين. اي محبوب. ١٩. پيار. عشق. ٢٠. پراءِ. حاصل ڪر. ٢١. دونهون. دونهاٽ. ڪارو غبار. ڳجهہ. راز. ٢٢. لڪايو. ٢٣. چو. ٢۴. توُ. گرمائش. تپش. ٢۵. باهہ. ٢٦. ڪهڙيءَ طرح. ٢٧. جي. ٢٨. ڪنيارن. ٢٩. ڪن ڪريجا = تون ڏيان سان ٻڌج يا هنڌائج. ٣٠. ڳالهہ. حڪايت. حالُ.

جَـرَ جـيـري چِـڏي، تَـہ رَڄَ پَـچَـنـدا ڪـيـئَـن،
ٿُون پَڻ ڪَرَڄِ تيـئَـن، جِـيئَـن ڪُنـيَـارَ ڪَرِينِ ڪَمَ سِين.

١۴

ڪِـي جـو ڪُـنـيَـارَن، مِـٽـيءَ پَـائـي مَـنـئـو،
تَـنـهِين مَـان تَـرَ جـيـتَـرِي، جـي پَـئـي خَـبَـرَ ڪَـرَنِ،
هِـي تَـان هُـونـدَ مَـرَنِ، هُـنِ اگَـٽِ اوراتـو ٿـئـي.

١٥

وَڻَ جـيـئَـن ورهَـہ وَڏَن، شَـاخُـون ڪـئـو سَـرِيـرَ ۾،
سَـڄَڻ مُـون نَـہ مِـلَـنِ، ڳُـجُـهَـہ ڳَـرَهِـيَـان ڪَـنِ سِين.

١٦

سَـڄَڻ نَـہ سَـانـيـتَ، ڳُـجُـهَـہ ڳَـرَهِـيَـان ڪَـنِ سِين،
ڳَـالِـهِـيُـون انـدَرِ پـيـتَ، سَـلا مـوري سُـڪِـيُـون.

١٧

ڳَـالِـهِـيُـون پـيـتَ وَرَنِ ۾، وَڏِي وَڻَ ٿِـيُـون،
پَـرَ سِـين مُـون نَـہ ڪِـيُـون، گـوشـي پِـرِيـن نَـہ گَـڏِئَـا.

---

١ تؤ. تپش، گرمائش. ٢. باهہ. ٣. ٿانو. برتن. ۴. ڪهڙيءَ طرح. ٥. ڪچ. ٦. مٽيءَ مان ٿانو ٺاهيندڙ. ٧. ڪن. ٨. ڪرت، ڌنڌي (جهڙيءَ طرح ٻنيءَ کي باهہ ڏيئي مٽان ڍڪ ڏيئي ڇڏين). ٩. ڪجهہ مصالحو يا شيءِ. ١٠. مٽيءَ ۾. ١١. وجهي. ١٢. ملايو. ڳوهيو. ١٣. تر (هڪ قسم جي تيلي ٻج) جي داڻي،ذري. ١۴. جيڪڏهين. ١٥. سُڌ. ١٦. ڪرن کي، دشمن کي، رقيبن کي. ١٧. ڪرن ڏانهن اشارو. ١٨. تہ. ١٩. شايد. جيڪر. ٢٠. دم ڏين. ٢١. هُن (ڪنيارن) جي. ٢٢. اگڻ ۾. گهر ۾. ٢٣. غم. ڏک. ماتم. ٢۴. (جدائيءَ يا وڇوڙي جا) سورَ. غم. ڏک. ٢٥. اُسرن. ابرن. پکڙن. ڦهلجن. ٢٦. ٽاريون. ٽارَ. ڏارَ. ٢٧. جسم. بدن. ٢٨. محبوب. پرين. ٢٩. مون کي. ٣٠. گڏجن. ٣١. راز. ڀيد. ٣٢. اوريان. ونديان. بيان ڪريان. ٣٣. گڏ. شامل. ٣۴. قصا يا داستان. ٣٥. ۾. ٣٦. شڪم. معدي. دل. ٣٧. ڳوڙهن. انگورَ. گوشا. ٣٨. جهلي. ڪدي. اياري. ٣٩. خشڪ ٿيون. ۴٠. پيٽ جي. ۴١. وڪڙن. ۴٢. اُسري. اُبري. ۴٣. (وڻن وانگر) ڏکهيون. وڌيون. ۴۴. ڌارئين. غير. اجنبيءَ. ۴٥. گوشي ۾. اڪيلائيءَ ۾.

## وائي ١

جي[1] سيڻاني[2] سڱ[3]، تي[4] تي ڏونگر[5] ڏوربان[6]،
وئو ٻاروچو[7] نڪري، انگهن[8] چاڙهي[9] انگ[10]،
اُنَ مَ[11] پلاڻئو[12] اونيا[13]، تان ڪئو[14] دمئو[15] دم[16]،
ميڙي[17] ميندي[18] گُلڙا[19]، رات رتائون[20] رنگ[21]،
ٻانهي[22] ٻاروچن جي، پلئي[23] لڳڙي وڄ،
مون توهين سين نه ڪئو، چنن[24] ڪارڻ[25] سنگ،
جان[26] ڪوهيارو[27] ڪيچ[28] ۾، تان[29] مون[30] پئي نه پنگ[31].

## وائي ٢

هاڙهو[32] ڳاڙهو[33] هوت[34]، ڪيچي ڪاله لنگهي ويا،
سڪ ٻاروچي نه لهي، متي[35] تائين موت[36]،
لڳندي لڪن[37] ۾، پاٽان[38] تيس[39] پوت[40]،
متان مون کي ڇڏيين، هت هتي جا هوت،
ڏينديس ڏاڍين[41] ڏونگرين[42]، توهين[43] ڪارڻ جهوت[44].

١. جيئن ته، ٢. سائڻ، انهن سان، ٣. مائٽي، عزازت، دوستي، لاڳاپو، ناتو، ۴. تنهن ڪري، ۵. جبل، ٦. ڪوليان، ڍونڍيان، ووڙيان، جهاڳيان، ٧. ٻروچ، بلوچ (سسئيءَ جو محبوب پنهون، جيڪو بلوچ قوم مان هو)، ٨. انگهن تي، سائيءَ يا سڪيءَ ڪاٺيءَ جي ٻاهر نڪتل نوڪدار ۽ وريل ڪٽين تي، جن ۾ ڪا شيءِ ٽنگجي، ٩. تنگي، لٽڪائي، ١٠. بدن، جسم (انگهن چاڙهي انگ = تڪليف يا ايذاءُ ڏئي)، ١١. نه، ١٢. (اٺن جي پٺين تي) پلاڻ يا پاکڙا رکي هلڻ لاءِ تيار ڪريو، ١٣. اي اوٺيا، اي اٺن وارئو، اي جتئو، اي پنهونءَ جا ڀائرو، ١۴. ڪجهه وقت تائين، ١۵. ترسو، ١٦. ٿورو وقت، ١٧. چونڊي، گڏ ڪري، ١٨. ميندي جا (ميندي هڪ قسم جو ٻوٽو آهي جنهن جي پن کي سڪائي، پيهي ۽ پاڻيءَ ۾ پسائي هٿن پيرن يا مٿي جي وارن کي هڻبو ته ڳاڙها ٿيندا)، ١٩. گل ڦل، ٢٠. ڳاڙهو ڪئائون، ٢١. روپ، ورڻ، ٢٢. اي ٻانهي، اي گولي، اي نوڪرياڻي، ٢٣. پلئه سان، پاند سان (گڏ، شامل)، ٢۴. توڙڻ، ٢۵. واسطي، ٢٦. جيستائين، ٢٧. ڪوهيار يعني جبل جو رهاڪو (پنهون)، ٢٨. رياست مڪران جي هڪ شهر جو نالو (پنهونءَ جو ڳوٺ)، ٢٩. تيستائين، ٣٠. مون کي، ٣١. خوف، ڊپ، خطرو، پنڪ، ٣٢. لس ٻيلي جي اولهه ۾ هڪ جبل، ٣٣. هاڙهي جو ڏوڙي لفظ، ٣۴. پنهون ۽ ان جا ڀائر، جيڪي بلوچ قوم جي هوت قبيلي جا هئا، ٣۵. تائين، ٣٦. مرڻ، وفات، ٣٧. جبلن ۾، ٣٨. ويتر، اٿلندو، ٣٩. آئون ٿي، ۴٠. (ڪپڙي جا) ٽڪر، ٻرزا ٻرزا، چيهون، ۴١. ڏاڍن، جاڏن، اوکن، ڏکين، ۴٢. ڏونگرن ۾، جبلن ۾، ۴٣. تنهنجي، ۴۴. جهاتي،لياڪو، سڌ، نهار، تلاش، ڳولا.

## وائي ٣

جيئري[1] زيارت[2]، جي[3] مون[4] هوءِ[5] پريَنِ[6] سين،
سدر[7] منهنجا سپرين[8]، مون تان لاهه م هَٽ*،
مولي[9] مون کي ميڙيئين[10]، سپيريان جي سٿ[11]،
چنديان[12] کيهه[13] اکين[14] سين، پيرين[15] وجهان هٿ[16]،
ڏوران[17] ڏنم[18] سپرين، هيم[19] جني جي سِڪ[20].

## وائي ٤

جيئري سانڍ جتن[21]، لڳو ناتو[22] نينهن[23] جو،
ڏاڙي[24] ڪارڻ ڏارئا[25]، بغدي[26] بلوچن[27]،
مئي[28] ماري هلئا[29]، باجهه[30] نه باروچن[31]،
اونين اُن پلاٽئا[32]، ڪرها[33] ڪيچ[34] ڏٽين[35]،
آسر[36] پري[37] آهيان، مولي[38] مان[39] نه ملن[40].

---

١. جيئري يعني زنده رهڻ واريءَ حالت ۾، حياتيءَ ۾، زندگيءَ ۾. ٢. ملاقات، ديدار. ٣. جيڪڏهين. ٤. منهنجي، مون کي. ٥. ٿئي. ٦. محبوبن، سپيرين. ٧. طاقتور. ٨. اي سپرين * لاڳاپو يا ناتو نه ڇن. ٩. اي مولا. اي مالڪ اي خدا. ١٠. ملاءِ. ١١. سٿ سين، ساٿ سين. قافلي سين. جماعت سين. ١٢. صفا ڪريان يا لاهيان (محبوب جي بدن تان). ١٣. دز، مٽي. ١٤. چشمن، نيڻن. ١٥. پيرن تي (محبوب جي). ١٦. رکان. ١٧. ڏور کان، پري کان. ١٨. مون ڏٺا. ١٩. مونکي هئي. ٢٠. اڪنډ، اڪير. ٢١. اوٺين، اٺن جي مالڪن، سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ ۽ انجي ڀائرن وغيره. ٢٢. واسطو، تعلق، نسبت، رشتو. ٢٣. عشق، محبت. ٢٤. ڦر لٽ، چوريءَ. ٢٥. پاليا، رکيا. ٢٦. وڏا مضبوط لاڏو (جن تي باز ڪنجي) اٺَ. ٢٧. پنهونءَ جي ڀائرن جيڪي بلوچ قوم جا هئا. ٢٨. مٿيءَ کي، مٿل کي، ناس ٽيل کي. ٢٩. ناس يا ڇٽ ڪري. ٣٠. رحم، ڪهل، قياس. ٣١. بلوچن. ٣٢. پٺين تي پلاڻ يا پاکڙا رکي هلڻ لاءِ تيار ڪئا. ٣٣. اٺ. ٣٤. ڪيچ (رياست مڪران ۾ هڪ شهر جو نالو) جي. ٣٥. مالڪن (پنهونءَ جي ڀائرن جيڪي ڪيچ شهر جا رهندڙ هئا). ٣٦. آسري، اميد، ٣٧. واري. ٣٨. اي مولا. اي مالڪ. اي خدا. ٣٩. شال. ٤٠. گڏجن (محبوب).

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُرُ آسَا

## داستان پهريون

### ١

کَجي آسَ[1] اَللهَ جي، پِئي[2] نَہ وِجھ[3] جي پاڻُ[4]،
سَچُو[5] جَنِ[6] پَرِباڻُ[7]، لَنگھي[8] سي پار[9] پِئا.

### ٢

آسا[10] سَيکَنهِين[11] وَلَهي[12]، آسا[13] کَنهِين[14] مَ[15] بَنگُ[16]،
هَرِڻا[17] باڻُ[18] مَ لَگُ[19]، ماري[20] خالي[21] نَہ وَري[22].

### ٣

لوچان[23] ٿي لاحَدَ[24] ۾، هادِيءَ[25] لَهان[26] نَہ حَدُ[27]،
سُپِرِيَان[28] جي سُونهَن[29] جو، نَکو قَدَ[30] نَہ مَدُ،
هِتِ[31] سِکَڻُ[32] بي عَدَدُ[33]، هُتِ پِرِينءَ[34] پَرواهَہ[35] نَاهِہ کَا.

### ٤

هُئڻُ[36] تو[37] حِجابُ[38]، لَنگھہ[39] نَہ لَهين[40] سُپِرِين،

---

١. آسرو، ڀروسو، تمنا، خواهش. ٢. ٻيءَ ۾، پريت ۾، محبت ۾. ٣. داخل ڪجي. ۴. خودي، وڏائي، آپو. ۵. صحي، کرو، درست، نيڪ. ٦. جن جو. ٧. ڌيان، خيال. ٨. اُڪري، مٿي. ٩. ٻي طرف ڏانهن، ٻي ڪپ يا ڪناري ڏانهن. ١٠. راڳڻيءَ جو نالو. ١١. سيڪنهن کي، هر ڪنهن کي، هر هڪ کي. ١٢. پياري، وڻندڙ. ١٣. آسا جو. ١۴. ڪنهن سان. ١۵. نہ. ١٦. ونگ، پيچ، پيار. ١٧. هرڻ (جانور جو هڪ قسم) کي، مرگھہ يا آهُوءَ کي. ١٨. ڪان، تير. ١٩. لڳي. ٢٠. شڪاري. ٢١. ٺلهو، سکڻو. شڪار ڪرڻ کان سواءِ، جانور مارڻ کان سواءِ. ٢٢. موٽي. ٢٣. ڳوليان، تلاش ڪريان. ٢۴.بنان حد يا ڇيڙي واريءَ جاءِ. ٢۵. هاديءَ جو، رهبر جو، خدا جو. ٢٦. ڏسان. ٢٧. انت، ڇيهہ، ڇيڙو. ٢٨. سپرينءَ، پرينءَ، محبوب. ٢٩. حُسن، جمال. ٣٠. ڊيگهہ. مَدَ (قدمد = سنڌو، سيڙهو، نهايت، پڇاڙي، پڇڙي). ٣١. عاشق جي دل ۾. ٣٢. سڪ،پيار، اُڪنڊ، اُڪير. ٣٣. بي شمار، ڳاڻيٽي کان ٻاهر. ٣۴. پرينءَ کي. ٣۵. ڪاڻ، حاجت، فڪر. ٣٦. هستي، بود، آپو، خودي. ٣٧. توکي. ٣٨. پردو، روڪ، رنڊڪ. ٣٩. پاسي ڪر، ٽپي وڃ. ۴٠. ڏسين.

اَلـصَـلاةُ مِـنَ الـصَـلاتِ*، كـامِـلي[1] تـيءُ خَـرابُ[2]،
جِـسـمُ[3] دوزَخُ دابُ[4]، كَـلُ[5] كَـائِـنُ[6] دَاخِـلـين.

٥

"آئـون"[7] سـين اِنَ پَـارِ[8]، كَـڏهـين تَـان كـونَـم پـئـو،
اِنَ اللهَ وِتـر و يُـحِـبُ الـوِتـرَ،* نـيـئـي[9] بِـيَـائـي[10] بَـارِ[11]،
هـيـڪِـڙَيَـائِـيءَ[12] وَتِ[13] هَـارِ[14]، هَـنـجُـون[15] جـي هُـئَـڻَ[16] جُـون.

٦

"آئُـون" اورِيَـان[17] جَـهـلِ[18] تُـون[19]، چَـڏِيَـمِ[20] پَـاڻَ[21] پَـچَـارَ[22]،
شِـرڪَ سَـاڻُ سَـتَـارَ[23]، گَـهَـٽَـا گـهَـارِيَـمِ ڏِيـنـهَـڙا.

٧

بَـڻِ[24] بِـيَـائـي سِـپِـرِيـن[25]، پَـاڻَـان[26] مُـونـكـي پَـلِ،
"آئُـون" اورِيَـان جَـهـلِ، "تـو" كـي رَسـي[27] "تُـون" ڏَٽـي[28].

٨

"تـو" كـي رَسـي "تُـون" ڏَٽـي، سَـيـئـي[29] جَـمَـالُ[30]،
كـونـهـي بِـيـو خِـيَـالُ[31]، جِـي[32] شَـارِڪُ[33] شَـڪُ[34] وِجَـائـيـين.

*نماز مان نماز يعني هڪ نماز جي بعد ٻي نماز (مسلسل پڙهندو رهہ). ١. جلي، سڙي، ٻجي. ٢. تباهہ، ڀسم، برباد، فنا. ٣. بدن، هستي. ۴. شان، غرور، عادت، طريقو، دستور. ۵. ٽڪ، ماندگي، خاتمو. ٦. هستي، بود. ٧. ضمير واحد متڪلم لاءِ استعمال ٿيندڙ لفظ. خوديءَ، آبي يا اهنڪار. ٨. طرف، ڏانهن. (ان پار = خدا جي طرف ڏانهن) *تحقيق الله اڪيلو يعني هڪ آهي ءِ اڪيلائيءَ يعني هيڪڙائي پسند ڪري ٿو (حديث شريف). ٩. ڪٿي، ونئي. ١٠. دوئي، شرڪ (ٻيءَ ڪنهن هستيءَ کي خدا جو مٽ يا ثاني سمجهڻ واري حالت). ١١. جلاءِ، ساڙ، ختم ڪر. ١٢. خدا کي هڪ سمجهڻ واري حالت، وحدانيت. ١٣.اڪيان، سامهون. ١۴. وهاءِ، جاري ڪر. ١۵. لڙڪ يا ڳوڙها (اکين جا). ١٦.هستيءَ، بود، خوديءَ، آپي. ١٧. ويجهو، منزل مقصود کي پهچڻ کان اڳ. ١٨. روڪ، پل، رنڊ. ١٩. ضمير حاضر واحد لاءِ ڪم ايندڙ لفظ. اي تون (خدا). ٢٠. مون ڇڏي، مون ترڪ ڪئي. ٢١. پاڻ جي، خوديءَ جي. ٢٢. ذڪر، ثنات، ڳالهہ، واسطو. ٢٣. اي ستار، اي ستر ڪندڙ، اي عيب ڍڪيندڙ، اي خدا. ٢۴. ڪوءِ، ڪڏ پر، يا ڪوهہ پر (پوي). ٢۵. اي سپرين، اي پرين، اي خدا. ٢٦. پاڻ ڪان، خوديءَ ڪان. ٢٧. جڳائي، مناسب آهي. ٢٨. اي ڏٽي، اي مالڪ، اي خدا. ٢٩. (جيڪو) سڀ جو سڀ، ڪل، مطلق. ٣٠. سونهن، حسن. ٣١. تصور، سمجهہ. ٣٢. جيڪڏهين. ٣٣. اي شارڪ، اي شرڪ ڪندڙ. ٣۴. غير يقيني حالت. وهم، گمان، ٻيائيءَ.

## ۹

عَينُ[1] شِرکُ[2] اِيءُ، جِيئَن بي[3] شِرکُ يَانيين[4] پَاڻَ[5] کي،
وِجَائِي[6] وجُودَ[7] کي، پَاڻَان[8] پَاسِي[9] ٿيءُ،
هَڏِهين[10] کونهي هِيءُ[11]، هُو[12] پڻ کونهي هِن[13] ري[14].

## ۱۰

هِيءُ نَہ آهي هُنَ ري، هُو نَہ هِنئَان ڌارَ،
اَلانسَانُ سِري واَنَا سِرهُ*، پَروڙِ[15] پَچَارَ[16]،
کَندا وِئَا تَنوارَ[17]، عَالِمَ[18] عَارِفَ[19] اِهڙي.

## ۱۱

اَنَا[20] عَبدُ[21] مَعبُودُ[22] تُون، اِتِ[23] شِرکُ نَکو شَکُ[24]،
پَچَارُون[25] پِرِينِ جُون، مَحَبتِينِ[26] مَرکُ[27]،
سو سَيوئِي حَقُ[28]، جَنهن ۾ پَسَنِ پِرِينءَ کي.

## ۱۲

صُورتَ[29] سوجِهہ[30] ۾ تِنهِنجِي، تُون پِيءُ[31] پُڇين[32] جو،
سُخنُ[33] آهي سو، مُنهَن[34] مُقَابِل[35] نَہ ٿيي●.

---

۱. نسورو، خالص، اصل. ۲.کنهن ٻيءَ شيءِ کي خدا تعاليٰ جي برابر يا مٽ سمجهڻ واري حالت. ۳. بي شرکَ = بنان شرک، شرک کان سواءِ، مُوَحِدَ. ۴. سمجهين. ۵. خود. ٦. ناس ياڃٽ ڪري. ۷. هستيءَ. ۸. پاڻ کان، خوديءَ کان. ۹. پري، دور. ۱۰. بنهہ، هرگز، بلڪل. ۱۱. انسان جو وجود يا هستي. ۱۲. خدا. ۱۳. انساني وجود يا هستيءَ. ۱۴. جُدا * انسان منهنجو راز يعني ڳجهہ آهي ۽ آئون (خدا) هُن (انسان) جو راز آهيان (حديث قدسي). ۱۵. تون پروڙ، تون سمجهہ، تون ڄاڻُ. ۱٦. وائي، سخن. ۱۷. ڳالهہ، ذڪر، بيان. ۱۸. علم وارا، ڄاڻو. ۱۹. پڙهيل. ۲۰. خدا کي سڃاڻندڙ. ۲۱. آئون. ۲۱. بندگي ڪندڙ، عبادت ڪندڙ، بندو، ٻانهون. ۲۲. عبادت يا بندگيءَ جو لائق. جنهن جي عبادت ڪجي. ۲۳. انهيءَ جاءِ تي يعني انهيءَ ڳالهہ ۾. ۲۴. گمان يا وهم (خدا جي هيڪڙائيءَ ۾). ۲۵. ڳالهيون. ذڪر اذڪار. ۲٦. محبتين جو، محبت ڪندڙن يعني عاشقن جو. ۲۷. فخر، لائق، زيبُ، واجب. ۲۸. سچ، صحيح، درست. ۲۹. شڪل، چهرو، روپ. ۳۰. ڳول، ڏيان ۾ آڻ، بحث مباحثي ۾ آڻ. ۳۱. محبوب. ۳۲. ڳولين. ۳۳. (سچي يا صحيح) ڳالهہ، گفتو، قول. ۳۴. منهن جي. ۳۵. اڳيان (منهن مقابل = آمهون سامهون، روبرو). ●اهو سخن يعني محبوب جي صورت سوجهڻ جو مسئلو علمي يا رواجي دليل بازيءَ سان نہ نبرندو.

١٣

سُجَاپِي[1] نَہ صُورَتَ[2] رِي[3]، صُورَتَ هَٿَ مَ سُوجھہ[4]،
تِيءُ بَاراٽِيءَ[5] بُوجھہ[6]، وِڃَائِي[7] وُجُودَ[8] کِي.

(١٤)

وَقتُ[9] وِڃَائِي[10] وِيھُہ، قَضَا[11] جِي ڪَا[12] مَ ڪَرِ[13]،
هِيءُ تَنِي جو ڏِيھُہ[14]، بَئِي[15] جَنِي ڇَڏِيُون.

١٥

قَضَا جِي ڪَامَ ڪَرِ، وَقتَ وِڃَائِي ڇَڏِ،
"آئُون" "آسِين"[16] ڪَنِ جِي، پَاسِي[17] تَنِ[18] مَ اَڏِ[19].

١٦

وَقتُ جو وَجِي، سو قَضَا ٿِئِي ڪِيئَن،
جَا پَرِ[20] عَزازِيلَ[21] جِي، تَان[22] نَہ گُھُرِجِي[23] تِيئَن.

١٧

پَڙهَن وَقتَ نِمَازَ جَا ۽ قَضَا سَارِي ڪَن،
پَايو مُنھُن مُصحَفَ[24] ۾، رَاتو ڏِينھَن[25] رُڙَن[26]،

---

١. سڃاڻڻ ۾ اچي، اوڪجي، معلوم ٿئي، ٢. شڪل، چهري، روپ، ٣. کان سواءِ، ٤. ڏيان ۾ آڻ. بحث مباحثي ۾ آڻ. ڳول. ٥. ٻارن جي، ٦. ٻوجھہ وارو. ٻڌ وارو. سمجھہ وارو (ٻاراٽيءَ ٻوجھہ = ابوجھہ. ڪم عقل. اڻ ڄاڻ. نادان). ٧. ناس ڪري، نابود ڪري، ٨. هستيءَ کي. هئڻ کي. ٩. مهل (نماز جي). ١٠. ٽاري. گسائي. ١١. مقرر وقت تي نہ پڙهيل نماز وقت گذرڻ کان پوءِ پڙهڻ. ١٢. ڪا اون يا ڳڻتي. ١٣. نہ. ١٤. ملڪ. هنڌ. جاءِ. ١٥. ادا (يعني نماز کي وقت تي پڙهڻ) ۽ قضا. ١٦. آئون ۽ اسين = اهنڪار، انانيت. خودبيني. ١٧. پاسي ۾، پر ۾. ڀاڙي ۾. ١٨. تن جي. ١٩. گھر ٺاهہ. مڪان تعمير ڪر. ويهہ. ٢٠. ريت. ڪار. هلت. (ضد يا هٺ ڪرڻ جي). ٢١. ابليس. شيطان. ٢٢. هرگز. بنهہ. ٢٣. (ڪرڻ) ڪجي. ٢٤. قرآن. ٢٥. راتو ڏينهن = رات توڙي ڏينهن. هميشہ. هر وقت. ٢٦. روئن. آهہ زاري ڪن.

اُوءِ مُنَا[1] کِيئَن مَرکَن،[2] اَندَرِ[3] اُونداهِيَ[4] جَنِ کَي.

۱۸

نَکِي پَڙهَنِ نَمَازَ کِي، نَکِي قَضَا[5] کَنِ،
سَارِئو[6] سُپِيرِيَنِ[7] کِي، سِڪَنِ[8] ۽ سَڙَنِ[9]،
پَڙهَندَلَ[10] پَوءِ[11] رَهَنِ[12]، هُوءِ[13] اَگِهَيِن هُونِ اُتَهِين.

۱۹

سِرُ[14] نَايِئو[15] سَجدا[16] کَرِيِن، تَنَ[17] تَواضُعُ[18] تَئو[19] نَه،
هُو جو مَٽِکو[20] مَنَ[21] جو، جَانِ[22] سُوڌو[23] سُورِئِيُ[24] سو نَه،
کُوڙا[25] تِيندءِ[26] کُونَه، اِنَ قُوکِيءَ[27] ڏوتِيَ[28] فَائدو[29].

۲۰

روزا[30] ۽ نَمَازُون، کِي کُذاتِي[31] کَنِ،
پَايو مُنهُنِ مُصحَفَ[32] مِ، کَافِرَ[33] تِي پَڙهَنِ،
اَسِين مَنجَهَان تَنِ، جَنِ بِيٺِ[34] نَه ڏِنِي هيکَڙي.

۲۱

روزا ۽ نَمَازُون، اِيءُ پَڻ وَڏو کَمُ[35]،

۱. مصيبت ۾ پيل نپاڳا (بي نمازي)، ۲. خوش يا سرها ٿين، فخر ڪن، ڪامياب ٿين. ۳. اندر ۾، دل ۾. ۴. تاريڪي، روشنيءَ يا سوجهري جي غير موجودگي، گمراهي. ۵. مقرر ڪيل وقت يا مهل تي نہ پڙهيل نماز کي وقت گذرڻ کانپوءِ پڙهڻ. ٦. سنيالئو، ياد ڪرئو. ۷. پرين، محبوبن. ۸. واجهائين، اڪندجن. ۹. جلن، ڪامن، پچن. ۱۰. نماز پڙهندڙ. ۱۱. پوءِ تي، پٺتي، پويان. ۱۲. رڪجئو يا رنڊجئو پون. ۱۳. نماز نہ پڙهندڙ. ۱۴. مٿو، ڪنڌ. ۱۵. نمايو. ۱٦. واحد سجدو = خدا جي اڳيان ڪعبت الله کي سامهون ٿي مٿو زمين تي رکڻ واري حالت (سجدا ڪريين = نمازون پڙهين). ۱۷. تن ۾، دل ۾. ۱۸. نهٺائي، نياز نئڙت. ۱۹. توکي. ۲۰. مٽيون، موتي، داڻو (تسبيح جو). ۲۱. دل. ۲۲. جيئن تہ، جنهن صورت ۾. ۲۳. صحي، درست. ۲۴. تو سورئو، تو ڦيرايو، تو هلايو. ۲۵. اي ڪوڙا، اي جوٺا، اي دوکي باز. ۲٦. توکي ٿيندو. ۲۷. ڳَٺيءَ، مقعد، ڪديا. ۲۸. ڌٿڻ سان (ڌاٿيءَ سان) صاف يا پاڪ ڪرڻ سان. ۲۹. نفعو، لاڀ. ۳۰. واحد روزو = ڏينهن جو نہ کائڻ پيئڻ واري حالت. ۳۱. ڪم ذات يا ڪهٽ ذات وارا، اوچا. مليچ. ۳۲. قران. ۳۳. خدا کي نہ مڃيندڙ. خدا جي هيڪڙائيءَ جا انڪاري. ۳۴. ٻينڪ. سجدو. ۳۵. عمل، فعل.

أُو ڪو ٻئو فَهمُ[١]، جِنهِن مَان پَسَڻ[٢] پِرِينءَ[٣] ڪي.

**٢٢**

وِردَ[٤] وَظِيفَا وِسَرِئَا، نَڪَا رَهِي نَمَازَ،
هِينئَڙو[٥] بَحرِيءَ[٦] بَازَ، چَاتي[٧] ڪِئو چَنبَن[٨] ۾.

**٢٣**

جَان[٩] جَان پَسين پَاڻَ[١٠] ڪي، تَان تَان نَاهِ نَمَازَ،
سَڀِ وِڃَائي[١١] سَازَ[١٢]، تِهَان[١٣] پوءِ تَڪبِير[١٤] چَوُ.

**٢٤**

جَان جَان پَسين پَاڻَ ڪي، تَان تَان نَاهِ سُجُودُ[١٥]،
وِڃَائي وِجُودُ[١٦]، تِهَان پوءِ تَڪبِيرَ چَوُ.

**٢٥**

جَنِ وِڃَايو وِجُودُ، سي فَانِي[١٧] ٿِئَا فِي الله[١٨] ۾،
نَہ قِيَامُ[١٩] نَہ قَاعِدو[٢٠]، نَڪو ڪَنِ سُجُودُ،
جِيلاهِ[٢١] ٿِئَا نَابُودُ[٢٢]، تِيلاهِ[٢٣] رَسِئَا[٢٤] بُودَ[٢٥] ڪي.

---

١. علم، گيان، عمل، فعل. ٢. ڏسن. ٣. محبوب. ۴. وظيفا، روزاني ڪرڻ واريون عبادتون، پوڄائون يا دُعائون. ۵. هنيون، دل. ٦. مشهور شڪاري پکيءَ، بازَ پکيءَ جو هڪ قسم (بحريءَ باز = عشق). ٧. جهٽي، ڪٽي. ٨. (پکيءَ جي) پيرن، قبضي. ٩. جيسين، جيستائين. ١٠. خود (پسين پاڻ ڪي = تو ۾ خودي يا آبو موجود آهي). ١١. ناس يا چٽ ڪري، نابود ڪري. ١٢. اوزار، حيلا وسيلا، ذريعا. ١٣. تنهنکان. ١۴. نماز پڙهڻ جي شروعات ۾ "الله اڪبرُ" جا لفظ چوڻ. ١۵. سجدو (خدا جي اڳيان ڪعبت الله جي سامهون ٿي زمين تي پيشاني يعني مٿو رکڻ)، نماز. ١٦. هستي، هئڻ. ١٧. محوُ، گم. ١٨. الله = الله تعالي جي ذات ۾. ١٩. نماز ۾ بيهڻ واري حالت. ٢٠. نماز ۾ وهڻ واري حالت. ٢١. جنهن صورت ۾. ٢٢. نيست، معدوم، فنا. ٢٣. تنهن صورت ۾. ٢۴. پهتا. ٢۵. بقا، هميشہ هجڻ واري حالت.

## ٢٦

نَابُودِيءَ[1] نيستي[2]، عَبدَ[3] کي اَعليٰ[4] ڪِئو،
جي مُورتَ[5] مِ مَخفي[6] ٿِئا، صُورتَ[7] پَڻِ سيئي،
ڪِبي اِتِ ڪيهي[8]، ڳَالهِ[9] پِريَان[10] جي ڳُجَهہ[11] جي.

## ٢٧

ڳَالهہ پِريَان جي ڳُجَهہ جي، ڳَالهہ مڙَبَائي[12] ڳُجهہ،
هِينئَڙا[13] اُجهہ[14] مَ[15] بُجهہ[16]، تَہ پِرينئون[17] پِرين[18] ٿِئين.

## وائي

پِرينئُون[19] پوءِ[20]، موٽِي[21] موٽِي نَہ وهَاءِ[22] رات،
راهَ[23] رَمَندَڙي[24] روءِ[25]،
ڦوڙائو[26] فَقيرِ[27] کي، قَادرَ[28] ڪُوهُہ[29] ڏنوءِ[30]،
چَڙهِئَا ڏَاڍِين[31] ڏُونگرين[32]، سيڻَنِ[33] سَانگُ[34] نَہ ڪوءِ،
اَچِي اوراهُون[35] ٿِئي، سَيدَ[36] سَانگُ[37] سَندوءِ[38].

---

١. نيستيءَ، عدم، فنا في الله واريءَ حالت، ٢. ڪٿي، ٣. ٻانهي، بندي، ۴. اوچو، مٿاهون، وڏي يا بلند مرتبي وارو، ۵. تصوير، شبيهہ، مِثلَ، ٦. سمايل، لڪل، پوشيدا، نامعلوم، ٧. اصلي صورت يا شڪل ۾، ٨. ڪهڙي، ٩. بيان، ١٠.پرينءَ، ١١. راز، ڀيد، ١٢. نسورو ئي، خالص، ١٣. اي هينئڙا، اي هنيان، اي دل، اي من، ١۴. رُل، ڀٽڪ، دربدر ٿيءُ، ١۵. نہ، ١٦. سمجهہ، پروڙ، عقل ڪم آڻ، ١٧. پرين يعني محبوبن جي طرفان، ١٨. پيارو، ١٩. پرين کان، ٢٠. بعد، ٢١. واپس ٿي، ٢٢. گذار، ٢٣. راهہ تي، رستي تي، واٽ تي، ٢۴. هلندي يا پنڌ ڪندي وچ، ٢۵. روئي، اکين مان ڳوڙها وهائي، ٢٦. جدائي، وڇوڙو، ٢٧. مسڪين، نماڻيءَ، عاجز، ٢٨. اي قادر، اي سگهہ وارا، اي خدا، ٢٩. ڇو، ٣٠. تو ڏنو، ٣١. ڏاڍن، جاڏن، اوکن، ڏکين، ٣٢. ڏونگرن تي، جبلن تي، ٣٣. سيڻن کي، سڄڻن کي، محبوبن کي، ٣۴. سانگو، پرواهہ، ٣۵. ويجهو، ٣٦. اي سيد صہ، اي سردار صہ (حضرت محمد مصطفيٰ صلعم)، ٣٧. جاءِ، مڪان، ساٿ، قافلو، ٣٨. تنهنجو.

بِسمِ اللہِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ آسَا

## داستان پهريون

١

اُپِرَنديٰ سِجِ[1]، پِرِين[2] جي[3] نَہ پَسَنديُون[4]،
بِيئِي[5] ڪَدِي ڏِجِ، اڪَڙيُون ڪانگَنِ[6] ڪِي.

٢

اُپِرَندي سِجَ سَان، پِرِين جي نَہ پَسَنديُون،
ڪَدِي ڪي ڪانگان[7]، نيوالا[8] نِينءَ[9] ڏِيَان.

٣

اڪَڙيُون پِرِيَن رِي[10]، جي[11] ڪِي[12] پِئو پَسَنِ،
ڪَدِي ڪي ڪانگَنِ، نيوالا نِينءَ ڏِيَان.

٤

نيرانا[13] ئي نيڻَ، نيئي[14] آڇِ[15] پِرِيَن ڪِي،
سَتَر[16] ڪاذا[17] ڪَيڻَ[18]، جي[19] ڏِنو[20] مُنهن[21] مَحبُوبَ جو.

١. اُپرندي سج = (عشق جي) سج اُڀرڻ مهل يا طلوع ٿيڻ وقت يا (عشق جي) سورج نڪرڻ وقت. ٢. محبوب، سجڻ. ٣. جيڪي (اکيون). ۴. ڏسنديون، سڃاڻنديون. ٥. ڀئي (اکيون). ٦. ڪاري رنگ جي هڪ قسم جي پکين، ڪانئن، زاغ. ٧. ڪانگن. ٨. گرهہ، گراهہ، لقما (مانيءَ يا طعامَ جا). ٩. اکيون. ١٠. ڪان سواءِ. ١١. جيڪڏهن. ١٢. ڪجهہ. ١٣. ٻکيائي، صبوح جي ڪاڌي کائڻ يا ناشتي ڪرڻ کان سواءِ يعني ٻيءَ ڪنهن بہ شيءِ ڏسڻ کان اڳ. ١۴. ڪٽي. ١٥. پيش ڪر، ڏي. ١٦. تمام گهڻا. ١٧. تناول ڪئا، واپرايا، نوش جان ڪئا. ١٨. طعام، کاڄ، کاڌا. ١٩. جيڪڏهن. ٢٠. ديکٺو، پسئو وٺو. ٢١. صورت، شڪل چهرو.

**٥**

تَن نيڻَنِ[١] ڪِي[٢] نيَرانِ[٣]، جَنِ[٤] سَاجُهرِ[٥] سَڄڻ[٦] سانيِڻيئا[٧]،
جڳيءَ[٨] جُسي ۾ جَانِ*، ڪَرَ[٩] حُضُوري[١٠] حَجُ[١١] ڪِيو.

**٦**

اکِيُون تَان[١٢] عِيدَ[١٣]، ڪَانِهي عِيدَ اکِيَنِ ري[١٤]،
خُوشِي ۾ خَرِيدَ[١٥]، ڳِنِهئو[١٦] وَڃَنِ پَاڻَ سين.

**٧**

ڪِي جو[١٧] وَڃي اَڄُ[١٨]، اکِيُون پَسي[١٩] آيُون،
سيڻَنِ جي سَهَجَ[٢٠]، لالُون[٢١] ڪِيُون لطيفَ چئي.

**٨**

ڪِي جو وَڃي ڪَالهہ[٢٢]، اکِيُون پَسِي آيُون،
لالُون ڪِيُون لطيف چئي، جَانِبَ[٢٣] جي جَمَالَ[٢٤]،
سي ٿِئا نيڻَ نِهَالَ[٢٥]، جَنِي دِلبَرُ[٢٦] ديکِئو[٢٧].

**٩**

ڪِي جو ڪيڏانهِين[٢٨]، اکِيُون پَسِي آيُون،

---

١. اکين، ٢. ڪئي، ٣. نيرن، ناشتو، ۴. جن ڪي، ۵. سويل ئي، صبوح سان، ٦. سڄڻ، محبوب، ٧. مليا، گڏيا، ٨. جند، جان، دل، جسي، جسم * سڄي يا سموري بدن، ٩. ڇڻ، ١٠. تمام ويجهو، روبرو، آمهون سامهون، خود خدا جو، ١١. عربستان جي مڪي شهر ۾ واقع ڪعبة الله (خدا جي گهر) جي چوڌاري طواف يعني ڦرڻ ڪي حج چئبو آهي پر هتي معنيٰ ٿيندي (محبوب جو) ديدار يا زيارت، ١٢. تہ، ١٣. خوشي، راحت، فرحت، آرام، ١۴. ڪان سواءِ، ١۵. مزو، لطف، ١٦. ونئو، ڪٽئو، ١٧. ڪجهہ، ١٨. اهڙو، ١٩. ڏسي، ٢٠. سڪ، پيار، چاهہ، شوق، صحبت، ڪچهريءَ، ٢١. لالن (ڳاڙهي رنگ جي سهڻن ۽ قيمتي موتين يعني ياقوتن) جهڙيون ڳاڙهيون، وٽندڙ، ٢٢. اڄ کان هڪ ڏينهن اڳ، ٢٣. جانيءَ، محبوب، ٢۴. سونهن، حُسن، ٢۵. خوش، راضي، قرار، ٢٦. محبوب، ٢٧. ڏٺو، ٢٨. ڪنهن هنڌ، ڪنهن طرف، ڪنهن جاءِ تي.

تَاڻِين[1] تيذانهِين[2]، پيئُون پَاڻَ[3] مُهازِبُون.

۱۰

ڪِي[4] جهو[5] ڪَنهِين پَارِ[6]، اڪِيُون پَسِي[7] آيُون،
هِڪُ ديوانِيُون[8] دِل ۾، پِي اَپَرِ[9] لَڳِيَن[10] آرَ[11]،
تِهَان[12] پوءِ قَرارِ[13]، سُتِيُون[14] ڪِينَ سَيِدُ چَئِي.

۱۱

اڪِيُون ڪي اُتومِ[15]، مَتَان اِت اَڙو[16]،
ڪُنجِي[17] ڪُرفُ[18] ڪَڙو[19]، تيئِي[20] هَٿِ[21] حَبِيبَ[22] جي.

۱۲

اَکَڙِيُنِ آرو[23]، مُونهَان[24] پُڇِي[25] نَہ ڪِئو،
وَڃِي اُتي اَڙِيُون[26]، جِت چَوڻَ[27] نَہ چَارو[28]،
هِينئَڙو[29] وِبچَارو[30]، واٿون جَهلِئو[31] وِنجهلِي[32].

۱۳

اَکِيَن پَانهِنجي مَتِ[33]، پَاڻَ سين پَاٿهين ڪِي،
اُتي وَڃِي اَڙِيُون، جِتي جَان[34] ڪَپِتِ[35]،

---

۱. هلن، اڳتي وڌن. ۲. تنهن هنڌ يا طرف ڏانهن، تنهن جاءِ ڏانهن. ۳. پاڻ مهازبون = پاڻمرادو، خودبخود. ۴. ڪجهہ. ۵. اهڙو ديدار، ٦. پاسي، طرف. ۷. ڏسي. ۸. مستانيون، چريون. ۹. بي حد، گهڻي. ۱۰. انهن کي لڳي. ۱۱. سڪ، اُڪنڊ، نينهن. ۱۲. تنهن کان. ۱۳. قرار سان، آرام سان، چين يا سڪ سان. ۱۴. ننڊ ڪئائون. ۱۵. مون اُتو، مون چيو. ۱٦. ڦاسو، جهلجي پئو. ۱۷. چابي، ڪليد، مفتاح. ۱۸. ڪلف، قفل، تالو، جندو. ۱۹. در جي طاقن کي سوگهي ڪرڻ لاءِ لوهہ جو ڪنڊو. ۲۰. ٽيئي اوزار (سوگهي ڪرڻ يا ڦاسائڻ جا). ۲۱. هٿ ۾. ۲۲. دوست، محبوب. ۲۳. پيار، محبت. ۲۴. مون کان، مون سان. ۲۵. صلاح مشورو ڪري. ۲۹. ڦاٿيون، اٽڪيون. ۲۷. چوڻ جو، ڳالهائڻ جو. ۲۸. رستو، گس، واٽ، ڏگ، مجال. ۲۹. هنيون، دل. ۳۰. نماڻو، عاجز، لاچار. ۳۱. ونئو. ۳۲. ڳتيون ڪائي، نجهري، ڳري. ۳۳. سوچ، ڳڻ، صلاح. ۳۴. جان جي، جيءَ جي، سرير جي، مَنَ جي. ۳۵. ڪاپارو، جوکو، نقصان.

نَڪَا ڳَالِهِ[١] نَ ڳَت، جِيءَ[٢] ڏِني[٣] رِءَ[۴] نَ جُڙِيْ[۵].

## ١۴

اَڪَڙِيُنِ ڪي آهِينِ، عَجَبَ[٦] جَهَڙِيُون عَادَتُون[٧]،
سُورَ[٨] پَرائي[٩] سَاتَ[١٠] جَا، وَجِئو وِهَائِين[١١]،
اُتي لَنءُ[١٢] لائِينِ[١٣]، جِتِ حَاجَتَ[١۴] نَاهِ هَتيَارَ[١۵] جي.

## ١۵

اَڪيُنِ ڪي آهِينِ، وَڏا[١٦] واجهَ[١٧] وِڙهَڻَ[١٨] جَا،
اُپِيُون مَندي[١٩] مَامِرو[٢٠]، جَهيڙو[٢١] نَ لاهِينِ[٢٢]،
جِيئَنِ سي ڪَڪَرَ[٢٣] اَپَ مِرِ[٢۴]، تِيئَنِ آڱمَيُون[٢۵] آهِينِ،
جُهڙُ[٢٦] ڦُڙُ نَ لاهِينِ، وَسَنِ[٢٧] سَانُوڻَ[٢٨] مِينهَن[٢٩] جِيئَن.

## ١٦

وَسَنِ ءِ وِهَسَنِ[٣٠]، ڏَهَاڙِي[٣١] ڏَسَڻَ[٣٢] لاءِ،
جِيئَنِ جِيئَن[٣٣] پِرِين[٣۴] پَسَنِ، تِيئَنِ تِيئَن[٣۵] نشا[٣٦] نِينهَن[٣٧] جَا.

## ١٧

جِيئَنِ جِيئَن ڏَمَرَ[٣٨] ڪَنِ، تِيئَن نَشَا نِينهَن جَا،

---

١. ڳالهه ڳت = ڳالهه ٻول، قيل و قال، بحث مباحثو، خبرچار، پڇا ڳاڇا. ٢. جان، جسم، دل. ٣. ڏيڻ، قربان يا صدقي ڪرڻ. ۴.ڪان سواءِ. ۵. ملي يا حاصل ٿئي (محبوب جو وصال). ٦. حيرت، اچرج، تپرس. ٧. خصلتون، نمونا، گڻَ. ٨. ڏکَ، درد، تڪليفون. ٩. ٻي، ڌارئين. ١٠. جماعت، ٽولي، گروهه. ١١. سودين، ڳنهن، خريد ڪن. ١٢. محبت، پيار. ١٣. ڪَن. ١۴. واهه، مجال. ١۵. جهيڙي يا جنگ ڪرڻ لاءِ اوزار جهڙوڪ لٺ، ڏڪو، لوڙهه، ڪهاڙي، تلوار. ١٦. اتم، اعليٰ، خطرناڪ. ١٧. وجهه، نمونا، انڪلون. ڦَنَ. ١٨. جهيڙي ڪرڻ. ١٩. ٻيٺيون. ٢٠. سِٽي، تياز ڪري، سنباهي. ٢١. جهيڙو، تڪرار، ڦڏو، فساد. ٢٢. ختم ڪن. ٢٣. بادل، ميگهه، ابر. ٢۴. آسمان. ٢۵. آڱميون آهين = جهڙ يا ملار ڪيو اٿن. ٢٦. جهڙ جو ڏوڙي اکر جهڙيءَ طرح چريو ڪريو يا حساب ڪتاب. ٢٧. وسڪارو ڪن.لڙڪ وهائين. ٢٨. سانوڻ (مينهن پوڻ جي مند) جي. ٢٩. برسات.٣٠. خوش يا سرهيون ٿين. ٣١. هر روز، روزانو. ٣٢. پسڻ. ٣٣. جيئن جيئن = جيترو گهڻو. ٣۴. محبوب. ٣۵. اوترا زيادهه يا وڌيڪ. ٣٦. خمارَ، ڪيفَ. ٣٧. عشق، محبت. ٣٨. ڪاوڙيون، غصا، جوش، تيزايون.

مَحَبَتَ[1] مَحبُوبَنِ[2]، ماڻي[3] مان مَعلُومُ[4] ٿي.

## ١٨

ڏِسي[5] ڏِسي آيُون، توءِ[6] تَلاشُون[7] ڪَنِ،
ڍايُون[8] نَه ڍاپَنِ[9]، ڪا جَا[10] اُڃَ[11] اکِيُنِ کي.

## ١٩

ڏِسَنِ ڏَهاڙِي[12]، توءِ تَرسَنِ[13] اوڏِهِين[14]،
آيا سُجاڻي[15]، نيڻَ[16] نِهاري[17] پِرِينءَ کي.

## ٢٠

ڪُتيُون[18] ڪِينَ ڪَسَنِ[19]، ڪِنهن جِنهن[20] عادَتَ[21] اُپِيُون[22]،
نيڻين[23] جهيڙئو[24] پاڻَ ۾، ويڻين[25] ڪِينَ وڙهن[26]،
اکِيُنِ ءِ پِرِينِ، پُورِي[27] پاتِي[28] پاڻَ ۾.

## ٢١

ڪُتيُون ڪِينَ ڪَسَنِ، ڪِنهن جِنهن عادَتَ اُپِيُون،
پيِيُون پَچَنِ[29] پَرِ[30] ۾، ڪُورِي[31] جيئَن ڪامَنِ،
لاٽُون[32] ڪِئو لُوسَنِ[33]، لالَنَ[34] لاءِ لطيف چئي.

---

١. پيار، سڪ. ٢. محبوبن جي، پرين جي. ٣. آري، انگل، نخري، رُسَڻ. ۴. معلوم ٿي = پڌري ٿي، ظاهر ٿي، روشن ٿي. ۵. پسي، (هر هر). ٦. تنهن هوندي بہ. ٧. ڳولائون. ٨. ڍؤ ڪرائجين ٿو يا سيراب ڪجين ٿو (محبوب جي ديدارَ سان). ٩. ڍَر ٿين، سيرُ ٿين. ١٠. اهڙي (گهڻي). ١١. پياس، تاس. ١٢. هر روز، روزانو. ١٣. واجهائين، نهارين، انتظار ڪن. ١۴. ان طرف ڏانهن، محبوبن جي طرف ڏي. ١۵. اوڪي، پڇائي، سهي ڪري. ١٦. اکيون. ١٧. ڏسي.١٨. ڪپيلون، لڳلون يعني آمهون سامهون ٿيلون. ١٩. هٽن، مڙن، ڪسڪن، پري ٿين. ٢٠. اهڙيءَ. ٢١. عادت جي ڪري، هيرَ يا گٽ جي ڪري. ٢٢. بيٺيون آهن. (محبوب ڏي) پيبون نهارين. ٢٣. (عاشق ءِ معشوق جي) اکين. ٢۴. جهيڙو يا جنگ ڪئي، ويڙهہ ڪئي. ٢۵. ويڻن سان، گفتن سان، لفظن سان. ٢٦. جهيڙو ڪن. ٢٧. مڪمل طور. ٢٨. ڪؤنس يا اڇاٽ شروع ڪئي. ٢٩. سڙن، ڪامن. ٣٠. ڳجهہ ڳوهہ ۾ اندر ۾. ٣١. باهہ جي مچ. ٣٢.شعلا، چڀيون. ٣٣. سڙن، جلن، ٻرن. ٣۴. محبوب.

## ٢٢

اکيُنِ کي آئُون، جَانِ[1] کي جَهلُون[2] پايانِ[3]،
لوڪُ[4] لَتَاڙيِ[5] نندَ[6] ۾، وَجي سَاجَنُ[7] سُونَائُون[8]،
مُونکي مَارِيَائُون[9]، پَاڻ پَرچِي[10] آيُون.

## ٢٣

اکيُنِ کي آئُون، جَانِ کي جَهلُون پايانِ،
رَءَ[11] جَنهن جي رَتِيُون[12]، سُوجهِي[13] سُونَائُون،
پَسَنِ[14] پَراهُون[15]، اورانگهِئو عَالَمَ[16] تَانِ.

## ٢۴

اکيُون عَلي الصَبَاحَ[17]، دوسْتُ[18] ڏيکَڻَ[19] آيُون،
اُپِيَندي[20] اَرداسَ[21] ۾، ٻِي نَہ کَنديُون کَا،
رَچَنديُون رَءَ[22] پَاهِہ[23]، پَرچَنديُون پِريَنِ سين.

## ٢٥

اکَڙيُون اکَڙيُنِ تي، ڏَمَرَ[24] ڏُکَ[25] کَريِنِ،
جيلاهَہ[26] سَکَڻُ[27] سِکيُون، تَنِي[28] دَعوَيٰ[29] مَنجهہ دَڙِين[30]،

١. جيئن، جيترو، ٢. روڪون، رنڊڪون، پلون، ٣. وجهان، ۴. ماڻهو، ۵. اورانگهي، ڇڏي، نظرانداز ڪري، ٦. سمهڻ واريءَ حالت، ٧. سڄڻ، محبوب، پرين، ٨. ڏنائون، لڌائون، ٩. تباهہ يا برباد ڪئائون، مصيبت ۾ وڌائون، موت ڏنائون، ١٠. سرچي، ناهہ ڪري، صلح ڪري، ١١. رءَ سان، رنگ سان، لالائيءَ سان، ١٢. رڱيون، رچيون، ڳاڙهيون ٿيون، ١٣. جاچي، تلاش ڪري، ڳولي، ١۴. ڏسن، ديدار ڪن، ١۵. پري، ڏور، اڳاهون، ١٦. دنيا يا جهان (جي ماڻهن جنهن مهل هو ننڊ ۾ هوندا آهن)، ١٧. صبوح جو سويل، اسريا فجر جي مهل، ١٨. يار، محبوب، ١٩. ڏسڻ، ٢٠. ٻيهندي، ٢١. التجا، عرض، سوال، منٿ، عاجزيءَ، ٻندگيءَ، ٢٢. ڪان سواءِ، ٢٣. رنگ، ٢۴. ڪاوڙيون، غصا، چڙون، ناراضگيون، ٢۵. ڏوراپا، اوپالا، ٢٦. جنهن صورت ۾، ٢٧. پيار ڪرڻ، اڪيرڻ، اڪنڊجڻ، ٢٨. تنهن صورت ۾، ٢٩. معاملي، مطالبي، حجت، حقداريءَ، ٣٠.دليل بازي ڪن.

کِلَنِ[1] ۽ کَنزِيِنِ[2]، رُسَنِ[3] پَرچَنِ[4] پاڻَ ۾.

### ٢٦

کوجَهَا[5] نَظَرَ[6] کَنِ، اکِيُنِ اَدَبُ[7] ڇَڏئو،
کَرَنِ[8] سَاڻُ کِلَنِ، وَهِہ[9] پَيو[10] وڙَنِ سين.

### ٢٧

مُون کي اَکَنزِيُنِ[11]، وَڏا تَورا[12] لائِيَا،
کَتَان جي[13] کَرَ سَامُهِيُون[14]، تَہ پُڻِ پِرِين[15] پَسَنِ[16].

### ٢٨

اکِيُون سيئي ڌار[17]، جَنِ سين پَسين پِرِينءَ کي،
ٻي ڏانهَن کِيمَ[18] نِهَارِ[19]، گَهَڻُو[20] رِبِسَارا[21] سُپِرِين[22].

### ٢٩

اَکِ اُلِتي[23] ڌار، وَنءُ[24] اُلِتو عَامَ[25] سين،
لاهُئَارو[26] لوکُ وَهِي[27]، تُون اوچو[28] وَهُ اوپَارِ[29]،
مَنجِهَان نُوچَ[30] نِهَارِ[31]، وِبِهُ پُنِيرو[32] پِرِينءَ ڏي.

---

١. خوش ٿين، ٢. چڙن، خفي ٿين، ٣. ڪاوڙجن، ناراض ٿين، ۴. راضي ٿين، سرچن، ۵. ميرا، بڇڙا، بد، ٦. نظرون، نگاهون، ٧. حياءُ، شرم، ٨. دشمن، رقيبن، غيرن، ڌارين، وڙن، ٩. وَهہ ۾، ١٠. شوق ۾، مستيءَ ۾، ١١. اڇئو، ١٢. ڳرا، ڀاري، ١٣. احسان، مهربانيون، ١۴. جيڪڏهين، ١۵. ڏانهن، ١٦. محبوب، سڄڻ، ١٧. ڏسن، ١٨. (پاڻ وٽ) رک، جهل، ١٩. نہ، ٢٠. ڏس، ٢١. بي حد، ٢٢. غيرتمند، محبوب، ٢٣. ابتي، ٢۴. وڃ، هل، هلت يا ورتاءُ ڪر، ٢۵. ماڻهن، لوڪ، ٢٦. هيٺاهين پاسي ڏانهن (جنهن طرف پاڻي وهي)، ٢٧. وڃي، هلي، ٢٨. مٿاهون، بلند، ٢٩. مٿاهين پاسي ڏانهن (ابتي پاسي)، ٣٠. هڪ جاءِ يا هنڌ ڏانهن نظر ڄمائي يا ڪپائي وهڻ واري حالت، ڄُوهہ ماري وهڻ واري حالت، تيڏيءَ اک سان، ٣١. ڏس، ٣٢. پٺ ڏيئي، پاسيرو.

## ٣٠

سَدا سامُهان پِرِين، پُنيِرا سُونهَن،
سَنئُون وَرائي سُپِرِين، جي مُنهَن مان ذُونهَن ڪَنِ،
رڳُون سَڀِ رَچَنِ، تَنَ ۾ تازائي ٿئي.

## ٣١

جهڙا مُنهَن مُهاڙِ، تهڙا پُنيِرا سُپِرِين،
نَظَرُ ڪَري نِهارِ، تَہ سَڀِ ڪَنهِن ڏانهَن سامُهان.

## وائي

اي مِيان سَجَڻ، تو ري ڪِيئَن رَهندا نيڻَ مُنهنجا،
جن جو آذارُ تُون،
جِئائِين اُلهي اُيَري، توڙي تِئائِين پَري،
نئو وَجِبو تَنِ ڏي، اکِڙِيُون پيرَ ڪَري*،
بَخشِين بوڇ بُڇايُون، ڪَڇايُون ڪوڙِيِن،
ڏاڍو نيرُ نيِنهَنُ جو، سَگهان آئُون نَہ ڇوري.

---

١. هميشہ. ٢. مُنهن مقابل. ٣. محبوب، سجڻ، سپرين. ۴. پٺ يا پٺي ڏيئي ويٺل يا بيٺل. ٥. وٺن، پيارا لڳن، سهڻا لڳن. ٩. سڌو، سامهون. ٧. ڦيرائي. ٨. رخ، چهرو. ٩. مون. ١٠. ڏي. ١١. (بدن جون) نسون، نبضون، تنتون. ١٢. لال يعني ڳاڙهيون ٿين (خوشيءَ سبب رت زيادهہ ٿئي. ١٣. بدن، جسم، سرير. ١۴. تازگي، توانائي، طاقت. ١٥. منهن مهاڙ = آمهون سامهون، روبرو. ١٦. نگاهہ. ١٧. ڏس. ١٨. سردار، مالڪ. ١٩. ڪان سواءِ. ٢٠. (روئڻ ڪان) جهلبا يا رڪبا. ٢١. اکيون. ٢٢. پرجهلو، وسيلو، ٽيڪ، ڏڍ. ٢٢. جنهن جاءِ تان، جتان. ٢۴. (سج) لهي. ٢٥. يا. ٢٦. تنهن جاءِ کان. ٢٧. ڏور، دور. ٢٨. تنهن هوندي بہ (گنج ۾ "توڻي" لکيل آهي)، ٢٩. گنج ۾ "ري" لکيل آهي * گهٽيءَ محبت سان. ٣٠. معاف ڪرين. ٣١. برايون، بڇڙايون، مدايون، بڇايون، ڏوهہ گناهہ. ٣٢. ڪچا ڪم، برايون. ٣٣. ڪروڙن جي تعداد ۾، بي شمار. ٣۴. سخت، مضبوط. ٣٥. زنجير. ٣٦. عشق، محبت. ٣٧. ڇري يا جدا ڪري، لاهي.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ آسَا

## داستان ٽئو

١

ڏيکِ[1] مَ[2] تُون سڀِن تَنِ، جي مَجَازِيَاٽِيُون[3] مُنهَن[4] ۾،
ڪِينَ سُجَاتُو[5] سُپِرِين[6]، نِهَاري[7] نيٽَنِ[8]،
پِرِين سي پَسَنِ، ٻِيئي[9] جَنِي ٻُوتِيُون[10].

٢

پُورِبُون[11] پِرِين پَسَنِ، اُپَٽيَان[12] تَہ اَنڌِيُون[13]،
وِجِئو روز[14] رَسَنِ[15]، حَبِيبَاٽي[16] حُجري[17].

٣

حَبِيبَاٽي حُجري، ڪِئَا اکِيُنِ اوتارا[18]،
پِرِيَنِ جي پَاران[19]، راتِ رگِجِي[20] آيُون.

٤

راتِ رگِجِي آيُون، پَاران پِرِيَنِ جي،

---

١. پسَ، ڏسَ. ٢. نہ. ٣. ظاهري محبت واريون (اکيون). ٤. چهري، مُکَ، مٿي، نرڙ. ٥. سهي ڪئو. ٦. پرين، محبوب. ٧. ڏسي. ٨. (ظاهري) اکين. ٩. ٻئي اکيون. ١٠. بند ڪيون. ١١. پوريل، بند ڪيل. ١٢. کوليان. ١٣. نابين، جيڪي ڏسي نہ سگهن، ڪور. ١٤. هر روز، روزانو. ڏهاڙي. ١٥. پهچن. ١٦. حبيب جي، محبوب جي. ١٧. حجري ۾، ڪوٺيءَ ۾، رهائش گاهہ ۾، حضور ۾. ١٨. آستانا، ٻيئڪون. ١٩. پار ڪان، طرف کان. ٢٠. لال ٿي، ڳاڙهيون ٿي، سرخرو ٿي.

سَينَ[١] پِہ كَنديُون سي، مُورتَ[٢] جَنِ جي موهِيُون[٣].

٥

مُون كي مَاءِ[٤] مَجَازَ[٥]، پِينجَارِي[٦] جِيئَن پِجِئو[٧]،
هَٿَنِ چِڏِي حَاجَ[٨]، وِيئِي سَار[٩] سَنڌَنِ[١٠] مَان.

٦

مَارِينڊُ[١١] مَجَازُ، گَهڻي ٿوري ڏِينهڙِين*،
هَٿَان[١٢] چَڏِ[١٣] مَ[١٤] بَازُ[١٥]، هَارِي[١٦] حَقِيقَتَ[١٧] جو.

٧

حَقِيقَتَ هَٽِي[١٨]، مُنهِنجِي جَانِ[١٩] جُدا[٢٠] كِي[٢١]،
هيڪو[٢٢] پَسَاهُ پِرِينءَ[٢٣] رِي[٢٤]، سَگهَان تَان نہ كَٽِي[٢٥]،
ڏَٽِي[٢٦] ۽ ڏَٽِي، اَچِي رَهِئو[٢٧] رُوحَ[٢٨] ۾.

٨

پَسَاهَ[٢٩] سين پَسَان[٣٠] پِرِين، سَاهَ[٣١] سين سُجَاڻان[٣٢]،
اِهِيئِي بَہ ٿَاڻَان[٣٣]، اَچِي رَهِئا رُوحَ ۾.

---

١. دوست، يار، ٢. شڪل، شبيهہ، صورت، ٣. مست ڪيون، متواليون ڪيون، چريون ڪيون، ديوانيون يا عاشق ڪيون، ۴. اي ماءُ، اي امان، اي امڙ، ۵. مجازي عشق، ظاهر جي عشق، ٦. ڪپهہ پڃڻ وارو يا ڪپهہ صاف ڪندڙ (ذرا ذرا ڪري)، ٧. ذرا ذرا ڪري سٽئو يا ڪُٽِئو، ٨. ڪم، ڪار، ٩. طاقت، ١٠. (بدن جي) جوڙن يا ڳنڍين، عضون، لڱن، ١١. توکي ماريندو، توکي تباهہ يا برباد ڪندو * ڪنهن نہ ڪنهن مهل، ڪهڙي بہ وقت، ١٢. هٿ مان، قبضي مان، وس مان، ١٣. ڦٽو ڪر، ترڪ ڪر، ١۴. نہ، ١۵. هڪ قسم جو شڪاري پکي، ١١. اي هاري، اي نادان يا موڳي، ١٧. حق، سچ، سچائي، باطني يعني سچي عشق، صوفين جي اصطلاح ۾ سلوڪ جي ٻيو نمبر منزل، ١٨. سٽي، ڪٽي، ١٩. دَمُ، پساهُ، ٢٠. ڌار، علحدو (بدن يا جسم کان)، ٢١. ڪئي، ٢٢. هڪڙو، ٢٣. محبوب، ٢۴. کان سواءِ، ٢۵. اندر يا ٻاهر ڪري، ٢٦. مالڪ، خدا، ٢٧. باقي بچئو، ٢٨. دل، ٢٩. ٻاهر نڪرندڙ دمَ، پوئين دمَ، ٣٠. ڏسان، ٣١. اندر ويندڙ دَمُ، شروعاتي دَمُ، ٣٢. سهي ڪريان، ٣٣. وقت، مهلون، سَمَا، اهڃاڻ، حيلا.

## ٩

تَعظِيمَا[١] تَرَڪُ[٢] تِئا، واجَهائَا[٣] وِئا[٤]،
وَڃِي تِت پِئا، جِت نِهَايَتَ[٥] نَاهِ ڪَا.

## ١٠

سوئِي اوڃڻُ[٦] اَنگڙِين[٧]، سوئِي ڪَاجُ[٨] سَندونِ[٩]،
ڪُفرَ[١٠] ۽ اِسلامَ[١١] ڪَان، پَري[١٢] پيرُ[١٣] پِئونِ[١٤]،
اُتي آهيرونِ[١٥]، جِتي آهِ[١٦] نَہ نَاهِ[١٧] ڪَا.

## ١١

سَنئين[١٨] سُونهَائِي[١٩] سَيڪَا، ڪَا مُون[٢٠] مُنجَهائِي[٢١]،
طَلَبَ[٢٢] ۽ تَحصِيلَ[٢٣]، اِيءَ اورئَان[٢٤] ئِي آهي،
مَان[٢٥] تَنُ[٢٦] تِت لائِي[٢٧]، جِت آهِ نَہ نَاهِ ڪَا.

## ١٢

جِت آهِ نَہ نَاهِ ڪَا، ايءُ خَاڪِيءَ[٢٨] جو خَيَالُ[٢٩]،
جَانِبَ[٣٠] جو جَمَالُ[٣١]، پَسَڻان[٣٢] ئِي پَري ٿئو[٣٣].

---

١. تعظيم ڪان، عزت ڪان، وڏائيءَ ڪان، ٢. علحدا، لاپرواهه، پري، جُدا، ٣. (ماڻهن جي) واجهائڻ ڪان، سارا هجڻ جي انتظار ڪرڻ ڪان، سڪ ڪان، بندگي ڪرڻ ڪان، ۴. بس ڪئائون، ۵. انتها، ڇيهه، ڇيڙو، پڇاڙي، حد، ٦. (بدن تي پائڻ جو) ڪپڙو، ٧. انگڙن جو، عضون جو، لڱن جو، بدن جو، ٨. خوراڪ، کڌو، طعام، ٩. انهن جو، ١٠. خدا جي وجود ۽ حضرت محمد ﷺ جن جي خدا جي طرفان رسول هجڻ جي انڪار واري حالت، ١١. خدا تعاليٰ جو حضرت محمد ﷺ جي معرفت انسان ذات ڏانهن موڪليل دين يا شريعت، مسلمانيءَ، ١٢. دور، ڏور، ١٣. قدم، ١۴. انهن جو پٽو يا ٿئو، ١۵. انهن جو آهيرو يعني آستان يا جاءِ، ١٦. هستي، بودوباش، جيوت، زندگي، ١٧. نيستي، فنا، ١٨. سڌي (واٽ يا راهه)، ١٩. ڏيکاري، ٢٠. مون کي، ٢١. ابتي واٽ ڏيکاري، ٢٢. ڳولا، سڪ، تمنا، خواهش، ٢٣. حاصلات يا حاصل ڪرڻ واري حالت، (محبوب جي) ديدار نصيب ٿيڻ يا ميلاپ، ٢۴. تمام ويجهو يا آسان، ٢۵. منهنجو، ٢٦. من، دل، ٢٧. (نينهن يا محبت) لڳائي، ٢٨. خاڪ يعني مٽيءَ مان ٺهيل انسان، ٢٩. سوچ، سمجهه، گمان، راءِ، ٣٠. جانيءَ، محبوب، ٣١. حسن، سونهن، ٣٢. پسڻ ڪان، ڏسڻ ڪان، ٣٣. پري ٿئو = ايترو گهڻو آهي جو ان ڏانهن نهاري نٿو سگهجي، (ناممڪن).

(١٣)

جِتي آهِہ[١] نَہ ناهِہ[٢] کَا، اِيءُ خِيالُ[٣] خاکِيَ[٤]،
پِرِيَنِ[٥] جي پاکِيَ[٦]، پَسَڻَ[٧] ان پَرِي[٨] ٿِي.

١٤

نَظَرُ[٩] نَزدِيکُونِ[١٠]، آئُون سَهِي[١١] نَہ سَگهَان ساعَتَ[١٢] سِيَنءَ[١٣]،
پَسَڻَ پَرِي ٿِئُونِ، آئُون نالي ڳِيِڙي[١٤] نِجُهَرانَ[١٥].

١٥

نِيڻين[١٦] نَظَرَ[١٧] نِينهَنَ[١٨]، جَڙَ[١٩] جِتي جُوڙجَنِ[٢٠]،
ساهَہ[٢١] اُنِين تان صَدَقي[٢٢]، اَندَرُ[٢٣] سِين[٢٤] عُضَوَنِ[٢٥]،
لاهي[٢٦] تَنِ[٢٧] لَطِيفُ چَئي، اَنگَ[٢٨] پُڻِ آڇِجَنِ[٢٩]،
قَلبُ[٣٠] قُربانِي کَريان، مَتَان دِلِ دوستَنِ،
هِنِيين ۽ اکِينِ، ڦاهي[٣١] کاڙي پِرِينءَ لَئِي.

(١٦)

مُورکَ[٣٢] مامَرَ[٣٣] نَہ بُجهَا[٣٤]، آکَا[٣٥] جِيهَا[٣٦] اَکَ[٣٧]،
پَکَا[٣٨] جي نَہ سِپَکَ[٣٩]، مَ[٤٠] کَرِ مِيڙو[٤١] تَنِ سِين.

---

١. هستي، بودوباش، جيوت، زندگي، ٢. نيستي، فنا، ٣. سوچ، سمجهہ، گمانَ، راءِ، ٤. انساني (خاڪ يعني مٽيءَ مان ٺهيل جو)، ٥. محبوبن، ٦. پاڪائي، اوجلائي، سهڻائي، حسن، ٧. پسڻ کان، ڏسڻ کان، ٨. پري ٿي = ايتري تہ گهٽي آهي جو ان ڏانهن نهاري نٿو سگهجي، ٩. نظارو، لقاءُ، ديدار، ١٠. انهن جي نزديڪيءَ وارو، ١١. برداشت ڪري،١٢. ٿوريءَ دير، گهڙيءَ، پلڪَ، ١٣. تائين، لاءِ، ١٤. ڳنهندي، وٺندي، (وات سان) اُچاريندي، ١٥. ڳران، ١٦. نيڻن ۾، اکين ۾، ١٧. جيوت، روشني، نور، ١٨. نينهن جي، عشق جي، ١٩. جڙون، ميخون، ڪليون (محبت جون)، ٢٠. ڪپن، لڳن، ٢١. جيءُ، جان، ٢٢. قربان، گهورَ، ٢٣. دل، ٢٤. سميت، سوڌو، ٢٥. لڱن، بدن جي ڀاڱن، بدن، ٢٦. ڪاٽي، وڍي، ٢٧. تن (پرين، دوستن) جي اڳيان، ٢٨. عضوا، لڱَ، ٢٩. پيش ڪجن، رکجن، ٣٠. دل، منَ، هنيون، ٣١. ڀاڻ ڪي (ڦاهي وجهي يعني ڳچيءَ ۾ رسو يا نوڙي ويڙهي گهٽي ڏيڻ سان) ماريو، ٣٢. بيوقوف، نادان، ٣٣. مامرَ ڪي، راز ڪي، ڳجهہ ڪي، ٣٤. ٻجهندڙ، سمجهندڙ، سهي ڪندڙ، ٣٥. ڪچا (ناتجربيڪار)، اڻ پڪل، ٽاڪڙَ، ٣٦. جهڙا، ٣٧. وڻ جو هڪ قسم جنهن مان ٻڻ ۽ ٽارين چنڻ سان کير جهڙي اڇي رطوبت وهندي آهي، ٣٨. (مٽيءَ جي ٿانون وانگر باهہ ۾) پچي پختا ٿيا، ٣٩. چڱي طرح پڪل، ٤٠. نہ، ٤١. ميلو، گڏجاڻي، ملاقات.

## ۱۷

جَان[1] تَنُ[2] ڪِنُوءِ[3] نَہ تِبِئَن[4]، سُوئِيُڙَبائِين[5] سَنِهڙو[6]،
پِرِبن[7] پَائِيُندا[8] ڪِيئَن[9]، توڪي اڪَڙئِن ۾.

## وائي

اَللهَ[10] سَائِين[11]، پُئَان[12] پِرِيَنئُون[13] مَ[14] پَاهِين[15]،
وَڏِي[16] آسَرَ[17] آهِين اَسَانهِين[18]،
جِتي ڏيرو[19] دوسِتَ[20] جو، سَا ڪِيئَن پُون[21] اڳاهِين[22]،
يَنِٻِيُون[23] پِرِي[24] آيُون، آيَلِ[25] مُون[26] اُتَاهِين[27]،
قَلَمُ[28] جَنِ جي هَٿَ ۾، سي سَيڻَ[29] سَبَاجَها[30] سَائِين،
بَنديءَ[31] جِي بَازارَ[32] ۾، شَالَ مَ لِڪَنِ لائِين[33].

---

۱. جيستائين، ۲. بدن، جسم، ۳. تو کئو، ۴. تهڙيءَ ريت يا طرح، ۵. ننڍڙيءَ سُئيءَ کان، ڪوهستاني لهجي موجب "سرمي کان" ٦. باريڪ، پتلو، سوڙهو، ۷. محبوب، ۸. وجهندا، وهاريندا، ۹. ڪهڙيءَ طرح، ۱۰. اي الله، اي خدا، ۱۱. مالڪ، ڌڻي، ۱۲. پوان،۱۳. پرين کان، ۱۴. نہ، ۱۵. پنتي،پري (عشق ۾)، ۱٦. گهڻي، تمام جهجهي، ۱۷. آسرو، اميد، سهارو، ڏڍ، ۱۸. اسانهين جو يعني اسان جو، ۱۹. آستان، مڪان، ۲۰. محبوب، ۲۱. زمين، جاءِ، ۲۲. پري، ۲۳. اکيون، ۲۴. ڦري، گهمي، چڪر ڏيئي، ۲۵. اي آيل، اي امڙ، اي جيجل، ۲٦. منهنجي (آيل)، (ٻي معنيٰ) منهنجون (اکيون)، ۲۷. ان جاءِ تان، ۲۸. ليکڻ، لکٽي، ڪلڪ، لکڻ لاءِ ڪانهہ جي ٻوڙي جو گهڙيل ڪانو، ۲۹. محبوب، سڄڻ، ۳۰. ٻاجهہ وارا، ٻاجهارا، رحمدل، ۳۱. ٻانهيءَ، نوڪرياڻي، ۳۲. سودي، واپار واري هنڌ يا جاءِ، ليکي واري هنڌ، قيامت، ۳۳. ڪسي يا گهٽتائيءَ واري ڳالهہ، ڪچائي، مدائي.

بِسمِ اللهِ الرَّحمٰنِ الرَّحِيم

# سُرُ آسَا

## داستان چوٿون

### ١

کَرانَ[١] وِجُهہ مَ[٢] واتِ[٣]، ڏولَ[٤] هَمَاري[٥] ڳالَهڙيِ[٦]،
مَيچُڻُ[٧] رَتِي[٨] راتِ، کَا اُورَڻَ[٩] ۾ اوٺِي[١٠] ٿِئي.

### ٢

سِکَ[١١] سِکَائي[١٢] سِکُ، سِکَ نَہ آهي سُتِري[١٣]،
لِکَ لِکوتِيءَ[١٤] لِکُ[١٥]، تَہ خَبَرَ تِئي نَہ کَرَنِ کي.

### ٣

خَبَرَ تِئي کَرَنِ کي، تَہ مُون کي کَندا کُوهُہ[١٦]،
صُورَتَ[١٧] سُپِيرِيَنِ جِي، ڏِنِي[١٨] کُونَہ ڏوهُہ[١٩]،
لُوري[٢٠] لَڳُمِ[٢١] لُوهُہ[٢٢]، جَنهِين رَتَ[٢٣] رُئَاڙِئُو.

### ٤

کَرَ جَا کَذَ[٢٤] کَنئِي[٢٥]، پَوَنَ[٢٦] کَارَڻِ[٢٧] پِرِيَنءَ جِي،

---

١. کرن جي، دشمن جي، رقيبن جي. ٢. نہ. ٣. وات ۾ (زبان تي). ۴. اي ڏول، اي محبوب، اي سپرين، اي پرين. ۵. اسان جي، منهنجي. ٦. خبر، سڌ، ذکر، پچار. ٧. متان. ٨. رتي رات = رات جو پڇاڙيءَ وارو تمام ٿورو حصو. ٩. حال احوال کرڻ، ڏکن ڏوراپن بيان کرڻ، سورن سلڻ. ١٠. اڻ پوري، ناقص، کوٽي. ١١. پيارُ، اُڪند، اُڪيرَ. ١٢. انتظار يا اوسيڙو ڪرڻ سان. ١٣. آسان، سولي. ١۴. لک لکوٽيءَ وانگر (لک لکوٽي، هڪ راند جو نالو آهي جنهن ۾ هڪڙو ٻارُ اکيون پوريندو آهي تہ ٻئا لکي وڃن ۽ پوءِ هو لکل ٻارن کي ڳوليندو آهي). ١۵. لکي يعني ڇپي وڃ، گم ٿي وڃ. ١٦. ڇا. ١٧. شڪل، چهري، منهن. ١٨. ڏسندي، پسندي. ١٩. گناهہ، خطا. ٢٠. تير، ڪان. ٢١. مونکي لڳو. ٢٢. (لوهہ جو ٺهيل) تير. ٢٣. رت جا لڙڪ يا ڳوڙها (اکين مان) وَهائيا يا هارايا. ٢۴. ڏرو، چلهو. ٢۵. کوٽي (زمين ۾). ٢٦. ڪرڻ. ٢٧. واسطي.

تِنهن ۾ پاڻَ[1] پَئي[2]، غِيبَتي[3] غارُ[4] ٿِئو.

**٥**

اَللهَ[5] ڪَرَ[6] جِيَنِ[7]، مَدي[8] جَنِ جي مَنَ[9] ۾،
اَسان ۽ پِريَنِ[10] جُون، اُميدُون[11] پَسَنِ[12]،
تِهان[13] پوءِ مَرَنِ[14]، سَڙي[15] اِنهين سُورَ[16] ۾.

**٦**

اَللهَ ڪَرَ جِيَنِ، جي پاڙي[17] رَهَنِ پِريَنءَ جي،
پُنيُون[18] مانَ[19] نَہ پَسَنِ، اُميدون سين سَڄَڻين[20].

**٧**

ڪَرُ ڪاريندو[21] سي، مانُو[22] جَنِ[23] پِريَنِ سين،
جوشَ[24] جَلاَيا[25] جي، ماري[26] تَنِ موٽايو[27].

**٨**

ڪَرَ ڪي ڪَپُرُ[28] ڪاءِ[29]، نانگُ مَٽِيارو[30] نَڪري،
اُپي[31] جو اوناءِ[32]، سُڻ[33] پُڻ[34] سَندي سَڄَڻين[35].

١. خود، ٢. ڪري، ٣. گلا خور، لائي چائي يعني ننداڪندڙ، ۴. غرق، چٽ، ناس، نابود، ۵. اي الله، اي خدا، ٦. دشمن، رقيب، ٧. جيئرا يا زندھ هجن، ٨. برائي، ڪينو، ساڙ، ٩. دل، ١٠. محبوبن،١١. آسون، ڪاميابيون، دل جون مرادون، ١٢. ڏسن، ١٣. تنهن کان، ١۴. دم يا ساھ ڏين، فوت ٿين، ١۵. پچي، جلي، ڪامي، ١٦. ڏک، درد، ١٧. پاڙي ۾، پاسي ۾، پر ۾، ١٨. (مرادون) پوريون يا مڪمل ٿيل، سڌ ٿيل، ١٩. مان نہ = شل، ٢٠. سڄڻن، محبوبن، ٢١. بگاڙيندو، ڦٽائيندو، ٢٢. جهڪو يا گهٽ (پيار يا محبت)، ٢٣. جن جو، ٢۴. (عشق جي) گرمائش ياتپش، ٢۵. گرم ڪئا، پچائي، پڪا ڪئا، ساڙئا، ٢٦. سَٽي، ڪُٽي، موچڙا هڻي، ٢٧. واپس ڪئو، مڪائئو، ٢٨. زهريلي نانگ جو هڪ قسم، ٢٩. ڪائي، چڪ هڻي، ڏنگ هڻي، ٣٠. مڻ وارو يعني ڪارو واسينگ نانگ. (ڪاري واسينگ نانگ جي مٿي مان هڪ ٽِڪي نڪرندي آهي جنهنکي مڻ چوندا آهن. أها مڻ جيڪڏهين نانگ جي ڏنگيل ماڻهوءَ جي ڏنگ واريءَ جاءِ تي رکبي تہ زهر چوسي ٻاهر ڪڍندي)، ٣١. ٻيهي، ٣٢. ٻڌي، ٣٣. سُر پور، ڪن جي ڳالهہ، جهيٽي گفتگو، ٣۴. جي، ٣۵. سڄڻن.

### ٩

كَرَ[١] ٿو كَرايُون[٢] كَرِين، هَرَ[٣] هَرَ هَچَارا[٤]،
پُورِيُءِ[٥] گَلِيُون[٦] پِرِيَنِ[٧] جُون، چَوڌارِي[٨] چارا،
مَرِين[٩] مُنهَن[١٠] كَارا، سَڙِي[١١] اُنهِين سُورَ[١٢] ۾.

### ١٠

سَجَڻَ[١٣] سَنيُون[١٤] كَن، لوكَان[١٥] ليكِي[١٦] ڏِنگيُون[١٧]،
سَندِي[١٨] سُپيرِيَنِ[١٩]، پَرِ[٢٠] پَرُوڙَڻُ[٢١] ڏاكِڙو[٢٢].

### ١١

نَكو مُنهُن نَ مُهاڙِ[٢٣] كَا، نَكو ڊِيگهُه[٢٤] نَ وِيلُ[٢٥]،
اِيءُ اِهوئِي كَيلُ[٢٦]، كَورُ[٢٧] پَرُوڙِي كِينَ كِي.

### ١٢

حَوصِلو[٢٨] حَيرَتَ[٢٩] جو، آهِ نَ مَتِّي[٣٠] عامَ[٣١]،
سَندِي مَحَبَتَ[٣٢] مامَ[٣٣]، كورُ پَرُوڙِي كِينَ كِي.

### ١٣

حَوصِلو حَيرَتَ ۾، وَجِي ٿِئو وِيچُون[٣٤]،

---

١. اي كر، اي دشمن، اي رقيب، ٢. گڏهپائي، لچائي، شرارت، بدمعاشي، ٣. هر هر = هر بار، هر دفعي، هر وقت، گهڙي گهڙيءَ، نت نت، سدائين، ۴. هچا پئا، چٽيءَ پئا، مصيبت پئا، ظالم، پاپي، لعنتي، ۵. تو پوريون، تو بند كيون، ٦. گليون، گهٽيون، رستا، واٽون، چارا، ٧. محبوبن، ٨. هر طرف، چوطرف، ٩. شل فوت ٿئين، شل هلاڪ ٿيئن، دم يا ساهہ وڃيئي، ١٠. اي منهن كارا، اي بدافعال، اي بدنام، اي ذليل، ١١. پچي، كامي، جلي، ١٢. ڏک، درد، ١٣. محبوب، ١۴. سڌيون يا صحيح يا درست (كم كاريون يا حاجتون يا كارج)، ١۵. لوڪ جي، ماڻهن جي، ١٦. ليكي موجب،حساب موجب، سمجهہ موجب، ١٧. ڏنگيون، نامناسب، ١٨. جي، ١٩. پرين، ٢٠. ريت، كار، هلت، ٢١. سمجهڻ، ٢٢. ڏكي، مشكل، ٢٣. شكل، صُورت، چهرو، مُک، مهاڙ، ٢۴. ڊگهائي، لمبائي، طول، ٢۵. ويكر، ويكرائي، چوڙائي، موكرائي، بَرُ، ٢٦. راند، بازي، كيڏ، تماشو، (بيچونيءَ يعني "لَيسَ كَمِثله"وارو معاملو)، ٢٧. انڌو، نابين، ٢٨. سمجهہ، پروڙ، ڀڄ، ٢٩. محبوب جي حسن ڏسڻ سان پيدا ٿيل بدحواسي، ٣٠. تي، ٣١. عام ماڻهن، عوام، ٣٢. پيار، عشق، ٣٣. رمز، پرولي، مام، راز، ڳجهہ، ٣۴. پريشان، غمگين، حيران.

مَحَبَّتَ[1] جُون مَيچُون[2]، کُورُ[3] پَروُڙي[4] کِينَ کِي.

۱۴

حوصِلو[5] حَيرَتَ[6] ۾، کَري کونَ دَرَکُ[7]،
جو حُسنَ[8] سَندو[9] حَقُ[10]، کورُ پَروڙي کِينَ کِي.

۱۵

حوصِلو حَيرَتَ ۾، وَجِي لَڄائُو[11]،
وِيچارو[12] کائُو[13]، ڏِسي تِئو ڏِسَڻَ[14] کي.

۱٦

ڏِسَڻُ ڏِسين جي[15]، تَہ هَمَہ[16] کي حَقُ[17] چَئين،
شارِکَ[18] شَکُ[19] مَ[20] ني[21]، اَنذا[22] اِنهِيءَ ڳالِهہ ۾.

۱۷

تَکَ[23] مَ رَهِجِ[24] تَنِپِجي[25]، تَرِيءَ[26] پاسِ[27] تَرِي[28]،
بيلِيَنِ[29] ساڻُ بَري[30]، مُنهُن[31] پِتي مَربِجِ[32] تُون.

وائي

جيڏِيُون[33] آئُون کَاَ پاڻَ وَهِيٽِي[34] آهِيان، کَا[35] مُون[36] سارَ[37] لَهِيجا[38]،

---

۱. پيار، عشق، ۲. اشارا، ۳. نابين. انڌو، ۴. سمجهي، چاٿي، ۵. سمجهہ، پروڙ، ٻڌ، ٦. محبوب جي حسن ڏسڻ سان پيدا ٿيل بدحواسيءَ يا پريشانيءَ، ۷. احساس، ۸. (محبوب جي) جمال، ۹. جو، ۱۰. قدر، اهميت، لائق، واجب، عيوضو، ۱۱. شرمسار ٿئو، ۱۲. نماڻو، مسکين، عاجز، ۱۳. جيکو هک اک سان ڏسي سگهي (ٻيءَ اک جي خراب هئڻ کري) هتي معنيٰ ٿيندي انڌو، ۱۴. (محبوب جي) ديدار، ۱۵. جيکڏهين، ۱٦. سڀکنهن، ۱۷. خدا، ۱۸. اي شارک، اي شرک کندڙ يعني ٻيءَ مخلوق کي خدا جي برابر سمجهڻ وارا، ۱۹. گمان، وهم، ۲۰. نہ، ۲۱. کر، ۲۲. اي انڌا، اي نابين، ۲۳. بي وس، نااميد، لاچار، ۲۴. ٽِج، ۲۵. سرديءَ ۾ يا ٿڌ ۾ سُکِي يا ساٿو ٿي، ۲٦. ٿڌ يا سرديءَ جي، ۲۷. ويجهو، نزديک، ۲۸. ٿڌو ٿي، سست ٿي، ۲۹. ساٿين، رفيقن، همراهن، ۳۰. جلي، کامي، پچي، ۳۱. منهن پٽي = آهہ وَ زاري کري، ۳۲. دم ڏج، ساهہ ڏج، فوت ٿج، ۳۳. اي جيڏيون، اي سرتيون، ۳۴. پاڻ وهيٽي = پنهنجي وس يا اختيار واري، ۳۵. کجهہ، ۳٦. منهنجي، ۳۷. خبر، سڌ، سنڀال، پرگهور، ۳۸. اوهين لهجو، اوهين کجو.

جيڏانهن[١] هَلائينم[٢] سُپرين[٣]، پير[٤] اوڏاهين[٥] پايان[٦]،
قَلَمُ[٧] ڪاتب[٨] هَٿَ ۾، آئُون ڪا[٩] لکئي[١٠] مان[١١] لک لاهيان[١٢]،
واڳَ[١٣] ڏَٿين[١٤] هَٿَ ۾، ڪيڏانهن[١٥] ڪَرَهَلُ[١٦] ڪاهيان[١٧].

## وائي ٢

ڏيرن[١٨] مُل[١٩] ڏاڍائي[٢٠]، يا الهي[٢١]، آئُون اَسُونهين[٢٢] اوتَڙ[٢٣] آڏا[٢٤]،
چُوٽُو[٢٥] چُٽَن[٢٦] آئيا، پکيڙا[٢٧] پَرڏيهي[٢٨]،
سَولي[٢٩] ڪَرين سَچا[٣٠] ڏٿي[٣١]، اڳئان اُونداهي[٣٢]،
آهي اَياڳُ[٣٣] اُن ڪي، جَني واٽَ[٣٤] وڃائي[٣٥]،
ري[٣٦] فَضُلَ[٣٧] رَبَ[٣٨] جي، مُوران[٣٩] ماڙ[٤٠] نَه ڪائي،
آيا مَلڪَ[٤١] الله جا، هَي هَي[٤٢] ڪَندا هيڪائي[٤٣]،
آئون سِنڌي[٤٤] هُو[٤٥] عَرَبي[٤٦]، ڪيئن پَروڙبي[٤٧] وائي[٤٨].

---

١. جنهن طرف ڏانهن، ٢. مونکي هلائين يا وٺي وڃن، ٣. پرين، محبوب، ۴. قدمَ، وکون، ٥. ان طرف ڏانهن، ٦. رکان، وجهان، ٧. ليکڻ، لکڻي، کلک، لکڻ لاءِ ڪانهن جي ٻوڙي جو گهڙيل تيلو يا ڪانو، ٨. ڪاتب جي، لکندڙ جي (خدا جي)، ٩. ڪيئن، ١٠. قسمت، تقدير، ١١. ذرو، ١٢. گهٽايان، ڪاٽيان، ١٣. مهارَ، اٺ کي هلائڻ لاءِ ان جي نڪ ۾ پيل نوڙي، ١۴. ڏٿين جي، مالڪن جي، ١٥. ڪهڙي پاسي ڏي، ١٦. اُٺ، ١٧. هڪليان، هلايان، ١٨. مڙس جي ڀائرن، ١٩. وٺ، ٢٠. ظلم، انڌير، جبر، سختي، ڪٺور پائي، ٢١. اي منهنجا الله، ٢٢. اڻ واقف، ٢٣. اڙانگا تڙ، آوکا تڙ (درياهه يا پاڻيءَ جي ڪنهن وهڪري جي ڪپ تي جنهن هنڌ يا جاءِ تي ماڻهن يا مال جي آمدرفت هجي ان هنڌ يا جاءِ يا جبل جي گهيڙ کي تڙ چئبو آهي)، ٢۴. اڳيان، مهندان، ٢٥. (پکين جو) ڪاڌو، ٢٦. داڻو داڻو ڪري کائڻ، چڳڻ، ٢٧. پکي، ٢٨. پرديسي، ٢٩. آسان، سهل، ٣٠. پاڪَ، ٣١. مالڪ، خدا، ٣٢. تاريڪي (قبر جي)، ٣٣. نياڳ، بدبختي، ٣۴. راهه، رستو، ٣٥. ڀلائي، ڇڏي، ٣٦. سواءِ، ٣٧. مهربانيءَ، ٣٨. پالڻهار، خدا، ٣٩. بنهه، اصل، ۴٠. مدد، حمايت، همراهي، ۴١. فرشتا، ملائڪ، ۴٢. هاءِ هاءِ، افسوس، ۴٣. هڪ هڪائي، فيصلو، ۴۴. سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙ، ۴٥. ملائڪ، ۴٦. عربي ٻولي ڳالهائيندڙ، ۴٧. سمجهبي، ۴٨. ڳالهه.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر آسَا

## داستان پنجون

### ١

ديکِيندي[1] ديدارَ[2] کي، کِينَ سُجَاتو[3] کُلَ[4]،
تَازِيٓ[5] طَوِيلَنِ[6] ۾، آهِ اِحَاطو[7] جُهلَ[8]،
هُئَا جي اَمُلَ[9]، سي حِسَابَان[10] هَجِي[11] وِئا.

### ٢

ديکِيندي ديدارَ کي، کُلَ سُجَاتو کِينَ،
تَازِي طَوِيلَنِ ۾، آهِ اِحَاطو زِينَ[12]،
هُئَا جي اَمِينَ[13]، سي حِسَابَان هَجِي وِئا.

### ٣

ديکِيندي ديدارَ کي، کُلَ سُجَاتو کِينَ[14]؟
جَانِبَ[15] مَنجَهاجِينَ[16]، مَحرُومَ[17] ئِي مَرِي[18] وِئا.

---

١. ڏسندي، ڏسڻ سان. ٢. (محبوب جي) منهن، روپ، لقاءَ، جلوي. ٣. ڄاتو، معلوم ڪيو، سهي ڪئو. ۴. هر هڪ، سيڪنهن. ۵. عربي (گهوڙا). ٦. (جيڪي) طويلن يعني گهوڙي ٻڌڻ جي جاين يعني طبيلن ۽ ڪُڙهين ۾ آهن. ٧. (انهنجو) احاطو يعني ڳاٽيٽي جو اندازو. ٨. جُهلن جي يعني گهوڙن جي پٺيءَ تي رکڻ لاءِ ڪپڙن مان (ٽيندو). ٩. بي بها (وڏي مرتبي تي پهتل روحاني شخص). ١٠. حساب يعني اندازي ڪرڻ کان. ١١. ڏڇي وئا، هيسجي وئا، عاجز ٿي وئا. ١٢. زين جو يعني گهوڙي جي پٺيءَ تي رکڻ جي هڪ قسم جي سنج جو. (چمڙي جي) هني جو. ١٣. امانتدار، عادل، پاڪباز. ١۴. ڪجهہ، ٿورو. ١۵. ڄاني، دوست. ١٦. منجهہ جا ڄاڻندڙ يا واقف، راز يا ڳجهہ جا ڄاڻو، رازدان. حال محرم. ١٧. ڪجهہ حاصل ٿيڻ کان سواءِ، نااميد يا نراس، وانجهيَلَ. ١٨. فوت ٿي، انتقال ڪري.

٤

مَحرُومَ[١] ئِي مَرِي[٢] وِئَا، مَاهِرَ[٣] تِي نَہ مُئَا،
چِٽِيءَ[٤] جِيئَن چُهِنجَ[٥] هَٽِيءِ[٦]، لَڏِئَائُون[٧] لُئَا[٨]،
حُبَابَ[٩] ئِي هُئَا، اِنهِيءَ وادِيءَ[١٠] وِچِ ۾.

٥

نَڪَا اِبتِدا[١١] عَبدَ[١٢] جِي، نَڪَا اِنتَهَا[١٣]،
جَنِ سُجَاتو[١٤] سُپِرِين[١٥]، سي وَجَڻَ ڪِي[١٦] وِئَا.

٦

وَجِي[١٧] رَسُ[١٨] وَجَڻَ[١٩] ڪِي، وَجَڻَ ڪَنَانَ[٢٠] وَجُ[٢١]،
آهي اِيءُ[٢٢] اُهُجُ، سُٽِي[٢٣] سُٽَائِيجِ[٢٤] تُون.

٧

تَرڪُ[٢٥] ڪَرِ تَرڪَ[٢٦] ڪِي، وَجَڻَ ڪَنَانَ وَجُ،
آهي اِيءُ اُهُجُ، سُٽِي سُٽَائِيجِ تُون.

٨

وَجِي رَسُ وَجَڻَ ڪِي، وَجَڻُ پُڻ وِجَاءِ[٢٧]،

---

١. ڪجهہ حاصل ڪرڻ کان سواءِ، وانجهيل، نااميد، نراس، ٢. فوت ٿي، انتقال ڪري، ٣. ڄاڻو، قابل، ڪامل، ۴. جهرڪيءَ (هڪ ننڍي پکيءَ جو قسم)، ٥. چهنب، ٦. (اَنَ جي داڻي ۾) وجهي، ٧. لڏو (سامان يا ٽپڙ ٽاڙي) کنيائون، هجرت ڪئائون (هن دنيا مان)، ٨. لوڻان، لوءِ مان، ملڪ مان، ٩. پاڻيءَ جا ڦوٽا، پاڻيءَ جا ڦوڪڻا، بُد بُدا، بُلڙا، بوڙيا، ١٠. پاڻيءَ جي ناليءَ، ١١. شروعات، ١٢. ٻانهي يعني انسان، ١٣. ڇيهہ، پڇاڙي (جيئن تہ انسان ۾ خدا پنهنجو روح وڌو ان ڪري هو لافاني آهي)، ١۴. پروڙيو، سهي ڪئو، ١٥. پرين، محبوب، ١٦. وڃڻ کي وڻا = مري وڻا، وري نہ موٽندا، ١٧. پند ڪري، ١٨. پهچ، ١٩. موتَ، ٢٠. کان، ٢١. اڳتي ٿيءُ، اڳتي وڌ، ٢٢. نشاني، ٢٣. ٻڌي، ٢۴. ٻڌائج، ٢٥. ڦٽو ڪر، ڇڏ، ٢٦. ويراڳ، تياڳُ، جدائي، علحدگي، ٢٧. نابود يا ناس ڪر.

لوڪان[1] پاڻُ[2] لِڪاءِ[3]، لِڪئان[4] پُڻ لِڪيجِ تُون.

٩

لوڪان لِڪي سَيُڪو، لِڪئان لِڪي ڪونہ،
اُتِي[5] وِيئِي اونَ،[6] اِنَ اُلتِيءَ[7] ڳالِهِ جِي.

١٠

هَٿَنِ سِين حَاجَ[8] ڪَرِ، نيڻَنِ[9] سين نِهَارِ[10]،
اُيَا[11] اڱڻَ[12] بَهارِ[13]، پَسُ[14] پَنهِنجا سُپِرين[15].

١١

جي[16] ڪيڙِيءَ[17] پَرِ[18] ڪَنبَنِ[19]، نَانگَ نَمَنِ[20] اُنِ[21] ڪي،
آڱو[22] اُمُن[23] اُنِ[24] ڪَري، جي اِنهِينءَ پَيَّءِ[25] پَجَنِ[26]،
اِنَ اَولِيَائِي تَحتَ قَبَائِي، *مُوڙها[27] مَان نَہ[28] بُڌَنِ،
ڳُجهان[29] ڳجهہ وَجَنِ[30]، اَحَدَ[31] جي اِسَرارَ[32] ۾.

١٢

اَحَدَ جي اِسَرارَ ڪي، جُنبِي[33][34] ڏِنو جَنِ،
سي مُوتِي ڪِينَ پَسَنِ، ڏاران ڏَٺي[35] ڪِي[36] بِئو.

١. لوڪ ڪان، عام ماڻهن ڪان. ٢. خود. ٣. ڇپاءِ، ڳجهو ٿي رھہ. ۴. لڪ ڪان، لڪڻ ڪان، لڪل ڪان، مخفيءَ ڪان، خدا ڪان. ٥. اٿي ويئي = ختم يا پوري ٿي وئي. ٦. فڪر، ڳڻتي. ٧. ابتيءَ، پُراسرار. ٨. ڪم، ڪار. ٩. اکين. ١٠. ڏسُ. ١١. بيٺا، بيٺل. ١٢. اڱڻ جي، صحن يا پڌر جي، گهر جي. ١٣. ٻهران، ٻاهران، ٻاهرئين پاسي. ١۴. ڏسُ. ١٥. پرين، محبوب. ١٦. جيڪي. ١٧. ماڪوڙيءَ، ڪِئليءَ، ڪِوليءَ، ننڍي جيت جو هڪ قسم. ١٨. ڪان. ١٩. ڏڄن، خوف ڪن. ٢٠. هڪ قسم جا سُرنڊڙ زهريلا جيت. بلائون، سانپ، سپ. ٢١. جُهڪن، سلام ڪن. ٢٢. خدا. ٢٣. بچاءَ، حفاظت. ٢۴. ان جو. ٢٥. پَوَ ۾، دٻَ ۾. ٢٦. هلن *بيشڪ منهنجا اولياءَ يعني دوست منهنجي قبا يعني پناھہ هيٺ آهن (حديث قدسي). ٢٧. موڙهل، موڳا، نادان. ٢٨. مان نہ = شل. ٢٩. ڳجهان ڳجهہ = ڳجهہ ڳوھہ ۾، لڪ ڇپ ۾. ٣٠. داخل ٿين، گهڙن. ٣١. هڪڙي يعني خدا. ٣٢. ڳجهہ، راز، ڀيد. ٣٣. جنبش ۾ اچي، جوش ۾ اچي، محو ٿي. ٣۴. ڪان سواءِ. ٣٥. مالڪ خدا. ٣٦. ڪجھہ.

(۱۳)

اَحَدان[1] اڳي جَا هُئِي، سُوڌِي[2] سَا صِفَتَ[3]،
اَپَرِ[4] اِشَارَتَ[5]، سِڌَ[6] نَہ آهي سُتِرِي[7].

۱۴

صِفَتَ[8] سَنگُ[9] اَحَدَ سين، اَحَدُ صِفَتَ رِءَ[10] ناهِ،
اُنهُ[11] ءِ آهَ[12]، بَئِي بِئَائِي[13] ٿِئا.

(۱۵)

اَحَدُ[14] اَحَمَّدُ[15] پَاڙَ[16] ۾، وِچَان[17] مِيمُ[18] فَرَقُ[19]،
آهي مُستَغَرَقَ[20]، عَالَمُ[21] اَنهِيءَ ڳالهِ ۾.

(۱٦)

سو ئِي اَحَمَّدُ سو مُحَمَّدُ، سو عَينُ[22] اَللهُ،
نَحنُ اَقرَبُ اِلَيهِ مِن حَبلِ الوَرِيدِ*، اِيءُ پَروڙِجِ[23] پَسَاهُ[24]،
جِنهِن جي رُوحَ[25] سُڃَاتو[26] راهُ[27]، تِنهِن کي پِرِينءَ[28] رِءَ پَسَڻُ[29] ناهِ ڪِي.

(۱۷)

اَلتِيَمَ[30] جَا هنِيَان[31]، سَا نَہ سَلتِيَمَ[32] سَاهَ کِي،

---

۱. احد يعني خدا (ڪان آيل صِفت) ڪان، ۲. صحيح، نيڪ، برابر، درست، ۳. خاصيت، خصلت، خوبي، ۴. بلند، اعليٰ، مٿاهان، ۵. اشارا، ڪنايا، رمزون، راز، ڳجهہ، ٦. سڌائي سچائي، صداقت، ۷. سولي، سَوکي، آسان، ۸. صفت جو، ساراهہ جو، ۹. تعلق، واسطو، ۱۰. ڪان سواءِ، ۱۱. انڪار جي ورندي يا جواب (لا اِلہَ)، ۱۲. اقرار جي ورندي (اِلا اللهُ)، ۱۳. هڪ ٻئي ڪان جدا، ۱۴. هڪڙو يعني خدا، ۱۵. اسلام جي پيغمبر حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جو ازلي نالو، ۱٦. پاڙ ۾ = گڏ، مليل، ۱۷. وچير، مابين، ۱۸. "م" جو اکر، ۱۹. جدا ڪرڻ واري حالت، ۲۰. غرق ٿيل، غلطان، ۲۱. دنيا يا جهان، ۲۲. هوبهو، خود *اسين هن کي ڪنڌ جي ٻنڌين (شهہ رڳ) کان بہ وڌيڪ ويجها آهيون (قرآن شريف جي سورت "ق" جي ۱٦ آيت)، ۲۳. سهي ڪج، سمجهج، ۲۴. ساهہ، دم، پويون ساهہ يا دم، ۲۵. دل، ۲٦. پروڙئو، سهي ڪئو، ۲۷. رستو، واٽ، ۲۸. محبوبن، ۲۹. ڏسڻ، ديدار، ۳۰. مون کي التي، مونکي ٻڌائي، ۳۱. هينئين، دل، ۳۲. مون سلتي، مون (چڱيءَ طرح) سلي يا ٻڌائي.

سُپيرِيَان[۱] جِي ڳَالَهَڙِي[۲]، لِڪَايَمِ[۳] لوڪَان[۴]،
وِيئِي جِي[۵] وَسَان[۶]، پَڌَرِ[۷] پيئِي پِريِنءَ رِي[۸].

## ۱۸

مُون تَان لِڪَائِي گهَٽُو، رُوئَڻَ ڪِئي[۹] روشَنُ[۱۰]،
رَسِئو[۱۱] رِيزَالَنِ[۱۲] ڪي، زَردِيءَ[۱۳] مَنجهَان ظَنُ[۱۴]،
وِيرِي[۱۵] مُون[۱۶] وَرَنُ[۱۷]، ڳَالِهہ ڪِئَائِين ڳُجَهہ جِي.

## ۱۹

عَاشِقُ يَانئين[۱۸] ايئَن، تَہ سِڪَ[۱۹] ڪِنهن ڪي نَہ سَلَانُ[۲۰]،
وَهَنِ[۲۱] اکِيُون وِرجِي[۲۲] هِنيُون[۲۳]، وِچِ[۲۴] رَهَندِي[۲۵] ڪِيئَن.

## ۲۰

سُپيرِيَان جِي ڳَالَهَڙِي، اَندَرِ رَهِي نَہ گهَٽَ[۲۶]،
جُہ[۲۷] مَهرَاڻَ[۲۸] مَوجَ[۲۹] ڪِي، تَہ چَاڳَرِ[۳۰] سَهِي[۳۱] نَہ سَتَ[۳۲].

## ۲۱

لَکين[۳۳] سَئين[۳۴] مَهَرَاڻَ، جي اُنوهَہ[۳۵] سين اُڌَمِئَا[۳۶]،
سَڙئَا[۳۷] مَنجهين[۳۸] مَاڻَ[۳۹]، ٻَهرِ[۴۰] ٻَاڦَ[۴۱] نَہ نِڪَري.

۱. پرينءَ، محبوب. ۲. خبرچار، ذڪر، حال احوال. ۳.مون لڪائي يا ڇپائي. ۴. لوڪ کان، ماڻهن کان. ۵. جيڪڏهين. ٦. وس کان، اختيار کان. ۷. ظاهر ٿي، کُلي. ۸. کان سواءِ (پرينءَ ري = پرينءَ جي وڇوڙي يا جدائيءَ سبب). ۹. ڪئي. ۱۰. ظاهر، پڌري، عيان. ۱۱. پهتو، ٿئو. ۱۲. رذيلن، ڪميڻن، بداخلاقن، رقيبن. ۱۳. (منهن جي) پيلاڻ. ۱۴. شڪ، گمان. ۱۵. دشمن. ١٦. منهنجو. ۱۷. (منهن جو) رنگ يعني پيلاڻ. ۱۸. سوچي، خيال ڪري. ۱۹. پيار، محبت. ۲۰. ٻڌايان. ۲۱. پاڻي وهائين، روئن. ۲۲. ڳري، نجهري. ۲۳. دل، من. ۲۴. وچ ۾، اندر ۾. ۲۵. ٽڪندي، ترسندي، لڪندي. ۲٦. دل،من، نڙيءَ. ۲۷. جيڪڏهين. ۲۸. (عشق جي) درياءَ (مهراڻ، سنڌو درياءَ جو قديم نالو آهي). ۲۹. مستي، اٿل، پلٽ. ۳۰. ننڍي ڏنڍ يا تلاءُ. ۳۱. برداشت ڪري. ۳۲. زور، دٻاءُ (وهڪري جو). ۳۳. لکن جي تعداد ۾. ۳۴. سون جي انداز ۾. ۳۵. زور، چاڙهہ. ۳٦. اُپاميا، اٿليا، پلٽيا. ۳۷. جليا، ناس ٿيا. ۳۸. اندر ۾. ۳۹. اُپاءَ، رٿون، تجويزون. ۴۰. ٻاهر. ۴۱. اُپ، بخار،سڙڻ يا جلڻ جو اثر.

## ٢٢

عِلَتيءَ[1] آرامُ[2]، پَسي[3] عِلَتَ[4] آيو،
حُسنُ[5] پَسيئو حَقَ[6] جو، خامي[7] پانئين خامُ[8]،
اَچي تِئا اِسلامُ[9]، ڪُفرُ[10] ڪافِرُ[11] پاڻَ[12] ۾.

## ٢٣

ڪُوڙو[13] تُون ڪُفرَ سين، ڪافِرُ مَ ڪوناءِ[14]،
هِندُو[15] هَڏ[16] نَه آهين، جَڻيُو[17] تو نَه جُڳاءِ[18]،
تِلڪُ[19] تَني[20] لاءِ[21]، سَچا[22] جي شِرڪَ[23] سين.

## ٢٤

ڪافِرُ ٿيءُ تَه اُبَهين[24]، بابَ[25] شَرا[26] جا ڇَڏِ[27]،
مَنُ[28] مُشرِڪَنِ[29] گَڏِ[30]، تَه وِجهو[31] ٿِيين وِصالَ[32] ڪي.

## ٢٥

ڪَلِمي گو[33] ڪونائيين، اِنَ پَرِ[34] نَه ايمانُ[35]،
دَغا[36] تُنهنجي دِل ۾، شِرڪُ ۽ شيطانُ[37]،
مُنهَن[38] ۾ مُسلمانُ، اَندَر[39] آذَرُ[40] آهين.

---

١. علتيءَ کي، بيمار يا اڪهي کي، ٢. فرحت، مرض ۾ افاقو، يا ڪهتائي، صحت، چاڪائي، ٣. محسوس ڪري، ۴. (ٻي جي) علت مان يا بيماريءَ مان، ۵. سونهن، جمال، ٦. حق تعاليٰ، خدا، ٧. نقص، ڪچائي، ٨. ناقص، ٩. الله تعاليٰ جو حضرت محمد صلعم جن جي معرفت سچيءَ انسان ذات لاءِ موڪليل دين يا مذهب يا ڌرم، ١٠. الله تعاليٰ جو حضرت محمد ﷺ جن جي خدا جي طرفان رسول هجڻ کي نہ مڃڻ واري حالت، ١١. حضرت محمد ﷺ جن جي خدا جي طرفان رسول هجڻ کي نہ مڃيندڙ، ١٢. پاڻ ۾= گڏ، ١٣. بي وفا، ١۴. سڏاءِ، چواءِ، ١۵. براهمڻي يعني برهمڻ جي، مذهب يا ڌرم جو پوئلڳ، ١٦. اصل، بنهہ، ١٧. ڌاڳو جيڪو هندو هڪ ڌرمي رسم موجب ڳچيءَ ۾ وجهندا آهن، ١٨. سونهي، زيب ڏي، ١٩. نڪ جي مٿان ۽ ڀرن جي وچ يا مٿي نراڙ تي شادين يا ٻين ڌرمي رسمن بجا آڻڻ لاءِ سينگار طور هندو عورتن يا مردن کي سينڌر يا ڪنهن ٻيءَ شيءِ سان لڳل ٽڪو يانشان، ٢٠. تني کي، ٢١. جڳاءِ، ٢٢. وفادار، ٢٣. ڪنهن ٻيءَ شيءِ کي خدا جو شريڪ يا مٽ سمجهڻ واري حالت، ٢۴. ڇوٽڪارو حاصل ڪرين، ٢۵. در، رستا، ٢٦. شرع، شريعت، اسلامي قانون، ٢٧. ترڪ يا ڦٽا ڪر، ٢٨. دل، ٢٩. شرڪ ڪندڙن (سان)، ٣٠. لڳاءِ، ٣١. قريب، نزديڪ، ٣٢. (محبوب جي) ميلاپ، وصل، ٣٣. ڪلمي گو= ڪلمي (لَا اِلٰہَ اِلا اللهُ محمدٌ رَسُولُ الله) جو چوندڙ، ٣۴. ريت، نموني، ٣۵. خدا ۽ انجي پيغمبرن کي مڃڻ واري حالت، ٣٦. فريب، ڪوڙ، دولاب، ٣٧. هڪ فرشتو جنهن حضرت آدم کي سجدي ڪرڻ واري خدا جي حڪم جي نافرماني ڪئي، ابليس، ٣٨. چهري، شڪل (ظاهري طرح)، ٣٩. اندرم، دل ۾، ۴٠. حضرت ابراهيم جي چاچي جو نالو جيڪو بت پرست هو.

٢٦

كَنِ[1] گُهُرجي[2] كَلِمُون[3]، لَغُو[4] لَهُو[5] لاءِ،
فِكُرَ[6] سين قُيِراءِ[7]، تَه هَمَه[8] كي حَقُ[9] جُوئِين[10].

٢٧

نَكي پَڙهَنِ كَلِمُون، نَكي پُڌَنِ بانگَ[11]،
وِچَان واري[12] لانگَ[13]، اُوءِ[14] آذُوتِي[15] عَدُمُ[16] تِئا.

٢٨

كَلِمُون پَڙهَان تَه كَافِرُ[17] تِئَان، كَلِمُون پَڙهي كيرُ،
جيڏانهَن راهَ[18] رَسُولَ[19] جي، تيڏانهَن پَرِبَان[20] نَه پيرُ[21]،
مُون[22] تَنِ سين وِيرُ[23]، جَنِ جو كَمُ[24] قُريشِيءَ[25] سين.

٢٩

كَلِمي[26] مُون كي كِينَ كِئو، مُوران[27] مُسلمَان،
اَحمَدَ[28] كونَه آندو، عَرَبَ كَان ايمَانُ[29]،
ايءُ سِرُ[30] آهي سُبحَانُ[31]، آدَمُ[32] لَيكي[33] آدمي[34].

١. كن ماڻهن كي، ٢. كپي، ضروري آهي، ٣. مسلمان جي عقيدي موجب اسلام جو پهريون ركن "لا اِلہ اِلاّ الله محمد رسولُ الله" ٤. بيهودگي، بكواس، جهڳ، ٥. راند روند، كيل تماشي، تفريح، ٦. سوچ، ويچار، غور، خوض، ڌيان، ٧. ڦيراءِ يا پڙهہ (كلمي كي)، ٨. هر شيءِ، ٩. حق تعاليٰ، ١٠. چوين، ١١. نماز جو سڏ، اذان، ١٢. ڦيرائي، ١٣. ٻن ٽنگن جي سٿرن وارو حصو (واري لانگ = كنهن شيءِ تي ٽپو يا ٻچال هڻي چڙهڻ)، ١٤. آهي، ١٥. دنيا كي تياڳ كندڙ، تارك الدنيا، ١٦. ناپيدا، بي وجود، ١٧. خدا ۽ ان جي پيغمبر حضرت محمد ﷺ جن كي نہ مڃيندڙ، ١٨. واٽ، رستو، ١٩. پيغمبر حضرت محمد ﷺ جن، ٢٠. وڃهان، پايان، ٢١. قدمُ، وک، ٢٢. منهنجو، ٢٣. دشمني، ٢٤. واسطو، تعلق، ٢٥. حضرت محمد ﷺ جن، جيكو عربن جي قريشي قبيلي مان هو، ٢٦. لا اِلہ اِلا الله محمد رسولُ الله يعني كونهي كو عبادت جي لائق سواءِ الله جي محمد ﷺ ان جو رسول آهي جي جملي، ٢٧. مور، بنهہ، اصل،٢٨. حضرت محمد ﷺ مصطفيٰ صلعم جن جو ٻئو نالو، ٢٩. عقيدو، اعتقاد، ٣٠. مٿو يعني انسان ٣١. پاك، ساراهہ جي لائق، خدا، ٣٢. آدم جي، ماڻهن جي، ٣٣. ليكي ۾، حساب ۾، سمجهہ ۾، ٣٤. ماڻهو.

## ٣٠

دوزَخُ[1] دِلِ قَبُولِئو[2]، مُون[3] بِهِشتَنِئا[4] بَسْ[5]،
جي[6] پُنيرا[7] پيرَنِ[8] کي، ڌاتَرَ[9] مُون کي ڏَسْ[10]،
جي[11] هُئان[12] پَنهِنجي وَسِ[13]، تَہ کِئانِ[14] حَرامُ[15] هَٿَنِ[16] سين.

## ٣١

مُنهَن[17] تَہ مُوسيٰ[18] جِهَڙو، عادَتَ[19] ۾ اِبلِيسُ[20]،
اِهَڙو خامُ[21] خَبِيثُ[22]، کَڏِي کوهُہ[23] نَہ ڇَڏِيين.

## ٣٢

مُنهَن تَہ موسيٰ جِهَڙو، سِيرَتَ[24] شَيطاني[25]،
بازي[26] بيراني[27]، کَڏِي کوهُہ نَہ ڇَڏِيين.

## ٣٣

مُنهُن آهيريءَ[28] جيئَن[29] اُجَري[30]، قَلبَ[31] ۾ کارو[32]،
بَهران[33] زيبُ[34] زَبانَ[35] سين، دِلِ ۾ هَچارو[36]،
اِنَ پَرِ[37] ويچارو[38]، ويجهو[39] ناهِ وِصالَ[40] کي.

---

١. گنهگار انسانن کي قيامت جي ڏينهن خدا جي فيصلي موجب مليل سزا ڀوڳڻ لاءِ خدا جي طرفان ٺاهيل عذاب گهر، جهنم، نرڳ، ٢. منظور ڪئو، سر تي هموار ڪئو، ٣. مون کي، ۴. بهشتن کان، جنتن کان، سرڳن کان، ۵. بان، توبهہ، بيزاري، لا دعوائي، ٦. جيڪي (ماڻهو)، ٧. بيزار، ناراض، ٨. مرشدن، ٩. اي ڌاتر، اي ڌاتار، اي خدا، ١٠. ٻڌاءِ، ١١. جيڪڏهين، ١٢. هجان، ١٣. وس ۾، اختيار ۾، ١۴. کان، واپريان، تناول ڪريان، ١۵. خدا جي طرفان منع ٿيل شيون يا طعام، مردار يعني مئل ساهوارا، غير مباح، ١٦. هٿن سان = پاڻ، خود، ١٧. منهن ۾، چهري ۾، شڪل ۾، ١٨. يهودين جي هڪ پيغمبر جو نالو، ١٩. لڇڻ، خصلت، سڀاءَ، سيرت، ٢٠. فرشتي جو نالو، جنهن حضرت آدم کي سجدي ڪرڻ بابت خدا جي حڪم جي انحرافي ڪئي، شيطان، عزازيل، ٢١. خراب، نالائق، ٢٢. پليت، ناپاڪ، بدڪار، ٢٣. ڇو، ٢۴. نمونو، ڍنگ، چال، حالت، ٢۵. شيطان جهڙي، ٢٦. حرفت، ٺڳي، دولاب، ٢٧. ويراني، بي سود، بي فائدي، ٢٨. آرسيءَ، آئيني، ٢٩. وانگر، ٣٠. چمڪي، جلڪي، ٣١. دل، ٣٢. سياهہ، کوٽو، ٣٣. ظاهري طرح، ٣۴. زينت، خوشنمائي، سهڻائي، ٣۵. گفتگو، ڪلام، ٣٦. ظالم، قهار، پاپي، گنهگار، ٣٧. ريت، نموني، ٣٨. نياڳو، بدبخت، ٣٩. قريب، نزديڪ، ۴٠. (محبوب يعني خدا جي) وصل، ميلاپ.

## ۳۴

کَا تُون کَانِ[1]ي پَ[2]اءِ، وَنِ[3]ن ۾ وِصَ[4]الَ جي،
دوبِ[5]ينائِي دُو[6]رِ کَري، مَعرِ[7]فَتَ مَلِهَ[8]اءِ،
سُپِيرِ[9]يَان جي سُونهَ[10]ن ۾، رُخُنُ[11]و کونہ رِهَاءِ،[12]
اَکِ[13] اَشهَدُ[14] چَ[15]اءِ، تہ مُسلِمَانِي مَاڻِيِن[16].

## ۳۵

سُرمُون سِيَاهِيءَ[17] جو، رَنُ[18]ن کي رِهَاءِ،
کَانِي کَارائِيءَ جي، مُ[19]ڙس تِي مَ پَ[20]اءِ،
اکِيُن ۾ اَتِکَاءِ، لالائِي[21] لالَ[22]ڻَ جي.

## ۳٦

سُرمُون لالائِيءَ جو، جَذهِين وِڌو جَ[23]نِ،
تَذهِين ڏِنِي تَنِ، رَونَقَ[24]، رِبتِي[25] جِهَڙِي.

## ۳۷

سُرمُون سُفَيدِيءَ[26] جو، جَذهِين وِڌو جَنِ،
تَذهِين ڏِنِي تَنِ، اَجَائِي عَالَ[27]مَ ۾.

۱. (سرمي يا سوئيري يعني اکين ۾ وجهڻ لاءِ هڪ ڪاري رنگ جي پٿر کي اکين ۾ وجهڻ لاءِ) سرائي. ۲. وجهہ. ۳. اکين جي پنبڻين يعني اکين. ۴. (محبوب جي) وصل، ميلاپ. ۵. ٻيائي، دوئي، شرک يعني ٻيءَ ڪنهن شيءِ کي خدا جي برابر سمجهڻ. ٦. ڏور، پري. ۷. خدا شناسي، صوفي طريقي جي چوٿين منزل. ۸. (حاصل ڪري) سرخرو ٿيءُ يا مَرکُ. ۹. سپرينءَ، پرينءَ، محبوب. ۱۰. حسن، جمال. ۱۱. رنڊڪ، ٻيڪڙي. ۱۲. جڳاءِ، رهائي، واجب آهي، سونهي. ۱۳. اک کي. ۱۴. شهادت جو ڪلمو يعني اَشهَدُ اَن لاَ اِلٰہَ اللهُ وَحدَہ لاَشَرِيکَ لَہ وَاَشهَدُ اَنَ مُحمَدً عَبدَہ وَ رَسُوله (آئون شاهدي ٿو ڏيان تہ الله جيڪو واحد يعني هڪڙو آهي ۽ انجو ڪو مٽ يا شريڪ نہ آهي، ان ڪان سواءِ ڪوبہ معبود يا عبادت جي لائق ناهي ۽ شاهدي ٿو ڏيان تہ محمد ﷺ ان جو ٻانهون (بندو) ۽ رسول آهي). ۱۵. چواءِ. ۱٦. حاصل ڪرين. ۱۷. ڪارائيءَ، ڪاراڻ، ڪاري رنگ وارو. ۱۸. زالن، عورتن. ۱۹. مڙد. ۲۰. وجهہ، پاءِ. ۲۱. لالاڻ، ڳاڙهاڻ، سرخي. ۲۲. محبوب. ۲۳. پاتو. ۲۴. جلوو، سونهن، صورت، چهچٽو، روپ. ۲۵. حلواڻ يعني ڳاڙهي رنگ واري ڪپڙي. ۲٦. اڇاڻ، اڇائي. ۲۷. جهان، دنيا.

(٣٨)

نَظَرُ[١] اَکَڙِيُنِ[٢]، وَجِي پِئُو لاکَ[٣] تِي،
کَارو[٤] کِينَ پَسَنِ[٥]، مِڙوئِي ڳَاڙهو[٦] ٿِئو.

(٣٩)

ڳاڙهو ئِي ڳاڙهو، کَارو پَسَن کِينَڪِي،
اَکَڙِيُنِ آرو[٧]، وَجِي کِئو لاکَ سِين.

وائي

وَجِهَہ[٨] مَنجهہ خَلِيلُ[٩]، اَندَرِ[١٠] آذَرُ[١١] آهِيِن،
مُنهَن ۾ مُسلِمَانُ تُون، قَلبُ[١٢] تَان قَلِيلُ[١٣]،
سَڌَ[١٤] مَ کَرِ صِحَتَ[١٥] جِي، اَجَا تُون عَلِيلُ[١٦]،
وِترَ[١٧] جي وِصَالَ[١٨] ۾، دُئِي[١٩] نَاهِ دَلِيلُ[٢٠]،
نَالو نَاهِ نِفَاقَ[٢١] جو، جِنِي رَبُّ[٢٢] جَلِيلُ[٢٣].

١. نگاهہ. ٢. اکڙين جو، اکين جو. ٣. ٻير وغيره جي وڻ جي ٽارين مان نکرندڙ رس جنهن مان کپڙن رڱڻ جو ڳاڙهو رنگ ٺهندو آهي، ڳاڙهاڻ، سرخيءَ. ٤. سياهہ (رنگ) يعني بُرائي، ٥. ڏسن. ٦. سرخ (رنگ) يعني چڱائي، ٧. آر، پيار، محبت. ٨. منهن، شڪل، صورت. ٩. حضرت ابراهيم (جيڪو خدا جو پيغمبر هو ۽ جنهن کي خليل الله يعني خدا جي دوست جو لقب مليل هو). ١٠. اندر ۾، دل ۾، قلب ۾. ١١. حضرت ابراهيم جي چاچي جو نالو (جيڪو بت پرست ۽ ڪافر هو). ١٢. تہ. ١٣. ٿورو، تنگ، سوڙهو. ١٤. خواهش، تمنا. ١٥. تندرستيءَ، چڱيلائيءَ. ١٦. بيمار، مريض، جڏو. ١٧. اِڪيءَ يعني هڪڙي (خدا). ١٨. وصل، ميلاپ. ١٩. ٻيائي، شرڪ يعني ٻي ڪنهن شيءِ کي خدا جي برابر سمجهڻ. ٢٠. واٽ ڏيکاريندڙ، سونهون، رهبر. ٢١. ٻيائيءَ، منافقيءَ، ناسازيءَ، جهيڙي فساد. ٢٢. پالڻهار، خدا. ٢٣. جلال وارو، وڏي شان وارو (خدا جو صفاتي نالو).

بسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر آسَا

## داستان ڇهون

### ۱

لُڏي آيا لالَ، پَابُوهي پَيدا ٿئا،
سَاجَنُ اکيون جي کَٽي، کوڙين پَانيان پَالَ،
مُنهنجي نَاهہ مَجَالَ، تہ کو وِڻُ وَرايان تَن کي.

### ۲

لوڏاٽي لَکُ لَهي، پَابُوهِئو کروڙَ،
اکَڙيون پُرپُورَ، جي سَجِين تَوءِ سَهَاڳيون.

### ۳

قَيرِ مَ تُون اُبَتِ، کَڻُ سُبتيون سُپرين،
مُون کي مُوهي جَنِ سين، مَاري ڳَيڙِيئي مَتِ،
اِيءَ پِرين تُنهنجي پَتِ، هَاڻِ جَڏو جِيئي نَہ مَري.

---

۱. لڏندا، لمندا، تِلندا، پهڪندا، خوش ٿيندا. ۲. محبوب. ۳. مُشڪي، مرڪي، ٽڙي، کلي. ۴. پيدا ٿئا = ظاهر ٿئا، نمودار ٿئا، پرگهٽ ٿئا، آيا. ۵. سڄڻ، محبوب. ٦. جيڪڏهين. ۷. متي ڪري (مون ڏي نهاري). ۸. ڪروڙن جي تعداد ۾، بي حد، گهڻا. ۹. سمجهان، ڄاڻان. ۱۰. احسان، ڀلايون، مهربانيون. ۱۱. طاقت، پهچ، دسترس، پڄندي، حيثيت، وسُ. ۱۲. قول، سخن، ڳالهہ (ويڻ ورايان = سوال جواب ڪريان). ۱۳. لوڏاٽي ۾ يعني ناز نخري سان هلڻ ۾. ۱۴. سؤ هزارن. ۱۵. برابر آهي. (لک لهي = بي بها يعني لکن جو مٺ آهي). ۱٦. مُشڪئو، مُرڪئو، کِلئو. ۱۷. ڪروڙن (جي برابر). ۱۸. پوريون، ڪامل، سموريون، سڀيون. ۱۹.، مِلائِين (منهنجين اکين سان). ۲۰. تہ بہ. ۲۱. وٽنديون، نهنديون. ۲۲. (ناراض ٿي)، ڦيراءِ، وراءِ. ۲۳. نہ. ۲۴. اُبتيون، پاسيريون، پري. ۲۵. مٿي ڪر. ۲٦. سڌيون، (مونکي سامهون). ۲۷. اي سپرين، اي محبوب. ۲۸. ڏٺاري، مست ڪري. ۲۹. سٺي، ڪٺي. ۳۰. تو ڳيڙي، توڪسي، تو ڦري ۳۱. عقل، هوشُ. ۳۲. محبوب. ۳۳. عزت، مان. ۳۴. بيمار. ۳۵. جيئي نہ مري = نڪي زندهہ يعني جيئرو آهي ۽ نڪي مري ٿو.

۴

سَجَڻُ[1] سَاهَ[2] پَسَاهَ ۾، پِرِين پَاڻُ[3] پَسَاهُ،
جي ٿِيي هيڪَاندِ[4] حَبِيبَ سين، وَحدَتَ تَنهِين[5] واهُ،[6]
وَ فِي اَنفُسِكُم اَفَلا تُبصِرُون*، سَچُو[7] اِيءَ[8] گَواهُ.[9]

۵

اَسِين سِڪَهُون[10] جَن کي، اَسِين تَان سِيئِي،
لَم يَلِد وَلَم يُولَد●، وانءُ[11] اوڏاهِين[12] پِيهِي.[13]

٦

سَپِ[14] ٿِئَاسُون سُپِرِين، وَٿَاسُون[15] پَاڻَان،[16]
پَانهِنجي جَاڻَان،[17] رَتِي[18] رَهِي[19] نَه هيڪَڙي.

۷

مُون[20] مُونهِين کي جُڳَاءِ،[21] مُون[22] مُونهِين ۾ سَپَجي،[23]
مُونهِين مُنجهَان مُون[24] ٿِي، مُونهِين[25] جي[26] سَاجَاءِ،[27]
هَاڻِ چُئَڻَ[28] کَانهِي جَاءِ،[29] کيڏانهِن کَرِيَان پَنڌَڙو.[30]

---

١. محبوب، پرين، حبيب، سپرين، ٢. ساهہ ۾، پساهہ ۾، جيءَ ۾ (موجود آهي)، ٣. خود، ۴. ميلاپ، وصل، وصالُ، گڏجاڻي، وحدت، ۵. تنهن کي، ٦. جس، آفرين، شاباس * ۽ خود اوهان ۾ بہ (خدا جي قدرت جون نشانيون) موجود آهن ۽ پوءِ ڇا توهان نٿا ڏسو؟ (قرآن شريف جي سورت ذاريات جي ٢١ آيت)، ۷. پڪو، کرو، صحيح، ٨. ايءَ اها، ٩. شاهد، ساکي، ١٠. سڪون، واجهايائون، اڪنڊجون، ●نہ هن (خدا) ڪنهن کي ڄڻيو (جنم ڏنو) آهي ۽ نڪي هو (خدا) ڄڻيو ويو آهي (قرآن شريف جي سورت اخلاص جي ٣ آيت)، ١١. وڃ، ١٢. ان طرف ڏانهن، ان پاسي ڏانهن ١٣. گهڙي، داخل ٿي (سمائجي)، ١۴. مڪمل، ١۵. پري ٿياسون، جدا ٿياسون، ١٦. پاڻ کان، خوديءَ کان، ١٧. ڄاڻ مان، علم مان، هستيءَ يا وجود مان، ١٨. ذرو، ١٩. بچي يا باقي رهي، ٢٠. (ضمير متڪلم واحد ۾ ڪم ايندڙ لفظ)، خودي، آپو، ٢١. صرف مون (خدا)، ٢٢. سونهي، زيب ڏي، مناسب آهي، ٢٣. پيدا ٿئي، اسري، اپري، ٢۴. مون کي، ٢۵. خوديءَ، ٢٦. گنج ۾ "کي" لکيل آهي، ٢٧. واقفيت، سڃاڻپ، ٢٨. چوڻ جي، ڳالهائڻ جي، ٢٩. مجال، طاقت، وس، ٣٠. پنڌ.

## ٨

پَاڻُ[1] پَردو[2] پَاڻَ[3] کي، سُڻي[4] کَر سَنڀَالَ[5]،
وِڇَان[6] جو[7] وِصَالَ[8]، سو تَانْ[9] هُئَڻُ[10] هِنَ[11] جو.

## ٩

پَاڻُ پَردو پَاڻَ کي، طَالِبَ[12] سُڻِج تُون،
نَکَا[13] هَان نَہ هُون[14]، پَردا سَڀِ پَاسِي[15] ٿِئا.

## ١٠

کِهَڙو تِئو سُنَّتَ[16] جو، طَالِبَ مَٿي[17] تَاءُ[18]،
پَرڻُو[19] قَاهِيَ[20] جِندَڙِي[21]، مَنجِهہ[22] مُنجَهائي[23] سَاهُہ[24]،
گُهُري[25] جو اَللهُ، سو هِنيُون[26] هُورَنِ[27] گَڏِئو.

## ١١

مُحِيطَا[28] مَوجَ[29] تِي، تَوحِيدُ[30] تِئو تَمَامُ[31]،
اَلانسَانُ سِرِي وَاَنَا سِرُّهُ*، تَان نَہ پَروڙي[32] عَامُ[33]،
مَحَبَّتِيَنِ[34] مُدامُ[35]، اَچِي رَهِئو[36] رُوحَ[37] ۾.

---

١. خودي، هستي، هئڻ، ٢. حجاب، رنڊڪ، آڏ، روڪ، ٣. خود، ۴. ٻڌي، ٥. خبرداري، هوشياري، ٦. وڇير، ٧. جيڪو پردو، ٨. وصال جي، ميلاپ جي، ٩. تہ، ١٠. وجود، ١١. يعني خوديءَ، ١٢. اي طالب، اي (محبوب جا) گهورا يا ڳولائو، اي سالڪ، ١٣. هائوڪار، قبوليت، اقرار، ١۴. ناڪار، انڪار، ١٥. پري، ١٦. حضرت محمد مصطفيٰ صلعم جن جي پيرويءَ، ١٧. تي، ١٨. سِڪ، تؤ، تپش، زور، دٻاءُ، ١٩. شادي، نڪاح، ٢٠. قاسي، ڳچيءَ جي چوڌاري نوڙي يا رسي ويڙهي ڪنهنکي مارڻ جو عمل، ٢١. جندڙيءَ جي، جان جي، ٢٢. اندر ۾، دل ۾، ٢٣. پوساتي، گهٽي، بند ڪري، ٢۴. دم، پساهہ، ٢٥. طلبي، چاهي، ٢٦. دل، ٢٧. هورن کي، ڳڻتين يا فڪرن کي، ٢٨. محيطن کي، (علم جي) گهيري ڪندڙن يا ڄاڻن يعني عالمن کي، ٢٩. (علم جو) اپار، جهجهائي، گهڻائي، ٣٠. خدا کي هڪ ڪري مڃڻ جو عقيدو، ٣١. مڪمل، راس * انسان منهنجو (مون خدا جو) ڳجهہ يا راز آهي ۽ آئون ان جو راز آهيان (حديث قدسي)، ٣٢. سمجهي، ٣٣. عام ماڻهو، ٣۴. محبتين کي، عاشقن کي، ٣٥. سدائين يا هميشہ، ٣٦. ٽڪيو، ترسيو، ٣٧. دل، من.

## ١٢

تَازَ[1] چَڏي تُون چَاڻُ[2] سِڪُ[3]، مَتيُون[4] سَڀ مُنجَهَاءِ[5]،
پهرين پَاڻُ[6] ڦِٽو ڪري، پِرِين[7] پوءِ پُڇَاءِ[8]،
وَحدَتُ[9] سَاڻُ وِجَاءِ[10]، ڪَثَافَتَ[11] ڪَثرَتَ[12] جي.

## ١٣

مَچُڻُ[13] يَانيِين[14] تُون، تَہ تِيَس سَاجَارِي[15] سين سَجَڻين[16]،
رُونديُون[17] ڏِنِيُون مُون، اِنَ دَرَ مَتِّي[18] دادُلِيُون[19].

## ١٤

ايئَن چَوَندي ڪيرَ، تَہ تِيَس سَاجَارِي سين سَجَڻين،
دائِمُ[20] اِنَ دَرِبَارِ[21] جَا، ڦَران[22] پَسِئو[23] ڦيرَ[24]،
جَنِ[25] حُضُورِي[26] هيرَ[27]، ڪَري تَغِيرُون تَنِ سين.

## ١٥

هُتِّي[28] تَان نَہ هُئَا[29]، هِتَ[30] وِيتُون[31] ڪَنِ وَڏيُون،
بُڏِي[32] تَان نَہ مُئَا، ڏِڪَڻَ[33] مِ ڏُڪُ پَرِي.

---

١. انتظاري، خبرداري، ٢. علم، عقل، ٣. پراءِ، ۴. حوصلا، حواس، ٥. گم ڪر، ڦٽيون ڪر، تباهہ ڪر، ٦. خودي، نفس، ٧. محبوب، ٨. ڳول، تلاش ڪر، ٩. هيڪڙائي، ايڪتا، يڪ وجودي،ميلاپ، ١٠. ختم ڪر، ڦٽو ڪر، ١١. غلاظت، گدلائي، ١٢. گهڻائيءَ، ١٣. متان، ١۴. سمجهين، فخر ڪرين، ١٥. واقف ڪار،ڄاڻو سڃاڻو، دوست، ١٦. سڄڻن، محبوبن، ١٧. اکين مان لڙڪ يا ڳوڙها وهائينديون، دانهون ڪنديون، ٻاڪارينديون، ١٨. تي، ١٩. پياريون، ٢٠. هميشہ، سدائين، ٢١. (امير يا بادشاهہ جي) ڪچهريءَ، مجلس، بارگاهہ، ٢٢. ڏڪان، ٿڙڪان، ٢٣. ڏسئو، ٢۴. ڦيرا، چڪر، انقلاب، تبديليون، تغيريون، ٢٥. جن ڪي، ٢٦. حضور جي، بادشاهہ جي دربار يا ڪچهريءَ جي، ٢٧. عادت، گت، چشڪو، مزو، ٢٨. هُن هنڌ يا جاءِ تي، محبوب وٽ، ٢٩. اصل، ٣٠. هن جاءِ تي يعني ماڻهن جي روبرو، ٣١. رٿون، تجويزون، منصوبا، ٣٢. غرق ٿي، ٣٣. نڪر جو طباخ يا پيالو، ڪنهن ٿانءَ يا برتن جي منهن تي رکڻ جو ننڍو ٿانءُ (ڍڪڻ ۾ ڍڪ پري مرڻ = شرمسار ٿيڻ).

(١٦)

اَندَرِ وِهَارِيِن ڪَانءُ، بَهَرِ بِولِيٌ هَنَجَ جِي،
اِهڙو نَلِهو تَانءُ، پَجِي پِورا نَہ ڪَرِيِن.

(١٧)

ڪَانءُ ڪُوهُہ پَرُوڙي، ڪِ پَڙهِئا گَڏهَہ ڪِتَابَا،
اَنڌو آهيِڙِئا، مَٿُر دَخُلُ ڪَري دانگِيءَ ۾.

١٨

"آئُون اَسِين" جَنِ، هَميِشَہ هُوندو،
تَنِي کي پُوندو، لِڱو آهہ لطيف چَئي.

١٩

مُون تُون آئُون اَسِين، چَارِئِي چِتَان لاهہ،
تہ تُو اوڏِيائي نَہ وَجِي، سَندِي مَگَر باهہ.

وائي

مَوتَ مُندَ نَہ آهي، تَائِبَ تِئُو تَکَڙا،
وِڏائِين وَدِڻَ لَيءِ، گَنُ ڪُهَاڙِيءَ پَاهِي،

١. اندر ۾. دل ۾. ٢. ڪاري رنگ جي پکيءَ جو هڪ قسم. ڪانگ، زاغ، غراب. ٣. ٻاهران، ظاهر ۾. ۴. لات، آواز. ۵. پاڻيءَ جي هڪ قسم جي سهڻي پکيءَ. ٦. سڪتو. خالي، پورو. پنيلائيندڙ يعني دوکي ۾ وجهندڙ. ٧. برتن (دل). ٨. توڙي. ٩. ذرا، تکر. ١٠. ڇو، ڇا. ١١. سمجهي، ڄاڻي. ١٢. جيڪڏهين. ١٣. گڏهہ ڪتابا = گڏهہ تي ڪتڻ جيترا ڪتاب، تمام گهڻا ڪتاب ١۴. بي پرواهہ. بي خبر. ١۵.آهيڙين ڪان، شڪارين ڪان. ١٦. پلي، ١٧. قبضو. ١٨. مانيءَ پچائڻ لاءِ تکر جي تئي. ١٩. آئون اسين = هستي، خودبيني. ٢٠. جن سين. ٢١. سدائين. ٢٢. هٿ جون ٻنجئي آڱريون ڪولي ڪنهن جي سامهون جهلڻ، ٻجو (پوندو لڱو = شڪست ائي، هار ڏسڻي پئي). ٢٣. جت مان، دل مان. ٢۴. ڪڍ، ختم ڪر. ٢۵. توکي. ٢٦. ويجهي، نزديڪ. ٢٧. جي. ٢٨. منگل يا ڪوري (دوزخ). ٢٩. آگ، آتش. ٣٠. موت جي، مرڻ جي. ٣١. موسم. ٣٢. توبهہ ڪندڙ يا پڇتاءَ ڪندڙ (گناهن ڪان). ٣٣. جلد، سگها. ٣۴. ڪپڻ. ڪتڻ. ٣۵. واسطي. ٣٦. ڪاٺ جو ڏندو. ٣٧. ڪهاڙيءَ (ڪاٺ وڍڻ لاءِ لوهہ جو اوزار) جي. ٣٨. پاهي ۾. (ڪهاڙيءَ کي ڪن وجهڻ واري) سوراخ ۾.

اَجَلُ[١] اَسارَنِ[٢] کي، کامَ[٣] وَنِئو ٿو کاهي[٤]،
عِمارَتَ[٥] اَنڌَنِ[٦] جي، ڊانائِين[٧] ٿو ڊاهي[٨]،
عَجِلُوا بِالتَوبَةِ قَبلَ المَوتِ*، وِبهُ تُون وِيرَمَ[٩] لاهي[١٠]،
پِريَان[١١] کارَڻِ[١٢] پاڻَ کي، سِگهو[١٣] وِبهُ سَنباهي[١٤]،
نِبَا[١٥] گهوٽ[١٦] گهَرَنِ[١٧] ڏي، وَڏِيءَ[١٨] ويرَ وَناهي[١٩]،
اُتي عَبداللطيفؒ چئي، نِبَا[٢٠] کَفَنَ پَراهي[٢١].

---

١. موت. ٢. ويسرن، غافلن. ٣. لکڻ يا ڏندو (ڪاٺ جو)، ٤. هڪالي، ٥. جاء، گهر، ٦. نابينن، (اخلاقي)، ٧. ڪيراياڻين، ٨. ڪيرائي، زمين دوز ڪري *موت کان اڳي توبهہ (گناهن کان پڇتاءَ) جي تڪڙ ڪريو، ٩. دير، اوير، ١٠. ڦٽي ڪري، ١١. پرينءَ، محبوب، ١٢. واسطي، ١٣. جلدي، تڪڙو، ١٤. تيار ڪري، سنبرائي، ١٥. نيا ويندا، ولي وڃبا، ١٦. سهڻا جوان (تازي شادي ڪيل جوان) پهلوان، ١٧. قبرن ڏانهن اشارو، ١٨. وڏيءَ ويل = سويل، ساجهر، ١٩. سينگاري، ٢٠. جنازي يعني مئل ماڻهوءَ تي وڌل ڪپڙو، ٢١. پهرائي، ڍڪائي.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُرُ آسَا

## داستان ستون

## ١

مُون کي مُون[1] پِرِيَنِ[2]، مِيري[3] ڪَري نَه مَتِئو[4]،
هَڪَا[5] ڳُڻَ[6] ڳَچِيءَ[7] ۾، ٻِئَا[8] سِيرانديَان[9] سُونهَنِ[10]،
آئُون ڪِيئَن سَندِي[11] تَنِ[12]، ڪُلهَنِئَان[13] ڪِيرَتِ لاهِئَان[14].

## ٢

مُون کي مُون پِرِيَنِ، ٻَڌِي[15] وِڌو[16] تَارِ[17] ۾،
اُيَا[18] اِيئَن چَوَنِ، تَه مَچُڻُ[19] پَاندُ[20] پُسَائِين[21].

## ٣

پئو جو پَاتَارِ[22]، سو ڪِيئَن پُسَڻَان[23] پَالهو[24] رَهي،
سَالِڪَ[25] مُون[26] سيڪارِ[27]،ڪو پَهُه[28] اِنهِيءَ پَاندَ جو.

## ۴

ڪِجِ طَرِيقَتَ[29] تَڪِيو[30]، شَرِيعَتَ[31] سُڃَاڻُ[32]،

١. منهنجي، ٢. محبوبن، ٣. گدلي، اگلي، بڇڙي، بدڪار، بدافعال، ۴. نظرانداز ڪئو، وسارئو، ۵. هڪڙا، ٦. ڀلايون، مهربانيون، ٽورا، ٧. گلي، ڪنڌ، گردن، ٨. ٻئا ڳڻَ، ٩. سيرانديءَ واري پاسي کان، سِرِ يعني مٿي واري پاسي کان، ١٠. زيب ڏين، سهڻا لڳن، ١١. جي، ١٢. انهن (محبوبن)، ١٣. ڪلهن مان، مونڊين مان، ١۴. (مدح ڳائڻ لاءِ) هڪ قسم جو ساز، ١۵. نوڙيءَ يا رسيءَ وغيره سان جڪڙي يا ويڙهي، ١٦. اڇليو، ١٧. اونهي پاڻيءَ ۾، ١٨. بيٺا، بيا، اٿلندو، ١٩. متان، ٢٠. پلاندُ يا ڪناري (پوتيءَ يا چُنيءَ جو)، ٢١. آلو ڪرين، پچائين، ٢٢. پاتارَ ۾، اونهي پاڻيءَ جي تري ۾، ٢٣. پسڻ کان، ٢۴. آجو، پري، خالي، ٢۵. اي سالڪ، اي (عشق جي) رستي جا واقف، ٢٦. مونکي، ٢٧. ڏس، ٻڌاءِ، ٢٨.رستو، پهو، واٽ، رمز،تجويز، ٢٩. تصوف جي ٻي منزل يا درجو، ٣٠. آڌار، پرجهلو،ٽيڪ، پناهه جي جاءِ، ٣١. شريعت (اسلامي قانون) ڪي، تصوف جي پهرين منزل، ٣٢. سهي ڪر، پرک، معلوم ڪر.

هِنيُون[1] حَقِيقَتَ[2] هيرِ[3] تُون، مَاڪُ[4] مَعْرِفَتَ[5] جَاڻُ[6]،
هُوئِجِ[7] ثَابُوتِيءَ[8] سَاڻُ، تَہ پُسَڻَ[9] ڪَان پَالهُو[10] رهين.

**٥**

ڪُوڙي[11] ڪِجِ مَ ڪَڌهين، ڦِڪي[12] پَانئِجِ[13] ڦَانگَ[14]،
سَاري[15] سَنَاسِين[16] جِيئَن[17]، لائِقُ[18] رکِجِ لانگَ[19]،
تَہ چَاربِئِي چُنِيءَ[20] پَاندَ[21]،اوسَا[22] گِنهِي[23] اُڪَربَن[24].

**٦**

مَاءِ[25] مُنهِنجو[26] جِندڙو، ڪَنِي مَنجَهان نَاهِ،
صَبَاحَ[27] وِچِ[28] وِهَاڻِ[29]، ڪَاتِي[30] هُوندو ڪَنِ سِين.

**٧**

مَارِي[31] ڪُتِي مُون، هِنَ وَهَتَ[32] سِين وَسَ ڪَئا[33]،
نَاتِ[34] سِيڪارِينسِ[35] تُون، مُنهِنجِيءَ[36] سُوارِيءَ سَنئُون[37] نَہ ڪِئو.

**٨**

اَڏوڪَارو[38] اَنَ سِين، ڪِي ٿُورو[39] گَاهُہ ڏِينسِ،
آڏِيءَ[40] اِستِغفَارَ[41] جو، ڪَرڙو[42] خَاصُ[43] هَٽِينسِ[44]،

---

١. دل، من. ٢. حقيقت (تصوف جي ٽين منزل) سان. ٣. هيراءِ، عادي ڪر. ۴. منزل. ۵. معرفت (تصوف جي چوٿين منزل) جو. ٦. پروڙ، سڃاڻ. ٧. هُج، رَهہ، ٿيءُ. ٨. ثابت يعني صحيح سلامت رهڻ واري يا جٽادار عقيدي ۽ ايمان. ٩. پڇڻ يا آلي ٿيڻ کان (ڪپڙن جي). ١٠. آجو، سلامت. ١١. ڪوڙي يعني ڪوٽي يا جوٺي (ڳالهہ). ١٢. بي سوادي، بي سائي، بي لطف، الوٹي. ١٣. تون پانءِ، تون سمجهہ، تون ڄاڻ. ١۴. (ميوي وغيره جي) ڦاڪ يا ڦار، ماني يا طعام، ٻٽاڪ، ڊاڙ، لاف زني، گهڻو ڳالهائڻ. ١۵. سنڀالي، خبرداري يا هوشياري ڪري. ١٦. تارڪ الدنيا فقيرن. جوڳين. ١٧. وانگر. ١٨. ٺيڪ. صحيح. سلامت. ١٩. ٻنهي ٽنگن جي ٻنهي سٿرن يعني رانن جي وچ وارو بدن جو حصو. گوڏ يا لانگوٽي (شرمگاهہ). ٢٠. چُنيءَ جا. پوتيءَ جا. عورت جي مٿي کي ڍڪڻ جي گنديءَ جا. ٢١. پلوَ. پلاند. ڪناريون. پاسا. ٢٢. سڪل. خشڪ. ٢٣. جهلي. ڪٽي. ٢۴. پار ٽيئن. لنگهي وڃين. ٢۵. اي ماءِ. اي امان. اي جيجل. ٢٦. جند. جان. سرير. دل. ٢٧. سپاٽي. ٢٨. ۾. ٢٩. شاديءَ. ماٺهن جي ميڙ. ٣٠. کهڙي هند. ٣١. سٽي. ڪٽي. لکڻ هٽي. ٣٢. سواريءَ ۾ ڪتب ايندڙ جانور. گهوڙي (نفس). ٣٣.حيلا. ڪوششون. ٣۴. تابعداري. ٣۵. ان کي سيکار يا مڃاءِ. ٣٦. وهٽ تي چڙهڻ واري حالت. چڙهيءَ. ٣٧. سڌو. ٺيڪ. فرمان بردار. ٣٨. اڏو ڪارو = اڻ پوري. ٿوري. ٣٩. داڻي. (گهوڙي جي) ڪاڄ. ۴٠. آڌيءَ جي مهل. اڌ رات جي مهل. ۴١. توبهہ جي ڪلمي. ۴٢. ڪرڪرو. گهوڙي جي ٻت کي صاف ڪرڻ جي لوهي ڦٽي. ۴٣. سنو. چڱيءَ طرح. ۴۴. ان کي هڻ.

تَوبَه[١] تَلُ[٢]، ثَاهَرَ[٣] تَڙا[٤]، حَقِيقَتَ[٥] هَنُو، تَوَڪَلَ[٦] تَنگُ[٧] ڪِدِ ينسُ[٨]،
اِنَ اللهَ مَعَ الصَابِرِينَ*، اِيءَ واٽَ[٩] ڪَرِيَاڙِي[١٠] ڏِينسُ[١١]،
لاحَولَ وَلاقُوَةَ الا بِاللهِ●، اِيءُ چَابُڪُ[١٢] چَڪائِينسُ[١٣]،
مَحَبَتَ[١٤] جي مَيدانَ[١٥] ۾، توري[١٦] تَهلائِينسُ[١٧]،
اِنهِين حَالِ[١٨] هَلائِينسُ[١٩]، تَہ سُوڌو[٢٠] وَجي سِيدُ (رح) چَئي.

٩

اَوگُڻِ[٢١] رُسي سَيُڪو[٢٢]، گُڻين[٢٣] پِرين[٢٤] رُنَامِ[٢٥]،
لِيڪئِمِ[٢٦] جي لِسَانَ[٢٧] سين، سي ڪَرَ[٢٨] ڪِينَ ڪِئَامِ[٢٩]،
پَاڻُ[٣٠] وِجَائي[٣١] پَانهِنجَا، تورا[٣٢] ٽُڪَ[٣٣] هَنيَامِ[٣٤]،
بَندگي[٣٥] اَفگَندگي شَرمِندگي[٣٦]، اهَا مِيڙ[٣٧] مُڪِيَامِ[٣٨]،
پِرين تَبِ[٣٩] پَرچِئَامِ[٤٠]، آئُون[٤١] جَبِ[٤٢] اُنَ[٤٣] گئِي.

١٠

اَوگُڻِ رُسي سَيُڪو[٤٤]، گُڻين پِرين رُنَامِ،
بَهُون بَاروتَڻِ[٤٥] ۾، ڪي ڪَبِيرَ[٤٦] ڪِئَامِ،
سِيئي سي سَرِئَامِ، سُڪَنئُون سُورَ گَهَٽا.

---

١. توبهہ جو، گناهن کان پڇتاءَ جو. ٢. جانورن جي وارن مان نهيل ٿلهو ڪَڏيلو، جيڪو گهوڙي جي پٺيءَ تي وجهي مٿان هنو (ڪاٺ جو نهيل چونڪو) رکجي. ٣. ٿاهر جا، صبر جا. ۴. گهوڙي جي پٺيءَ تي تل جي مٿان ۽ هني جي هيٺان رکڻ لاءِ ڳوڻ يا ڪپڙن وغيره جون ليڙون وجهي ٺاهيل پيڙهو، پني. ٥. حقيقت (تصوف جي ٽين منزل) جو. ٦. توڪل جو، (خدا تي) ڀروسي جو. ٧. بار بردار يا سواريءَ واري وهٽ تي رکيل سنجن کي قابو ڀڌڻ لاءِ ڏاس يا چمڙي مان نهيل پٽو. ٨. تون ان کي ٻڌ *بيشڪ الله صبر ڪندڙن سان آهي (قرآن شريف جي سورت بقر جي ١٥٣ آيت). ٩. واٽ ۾. ١٠. لغام. ١١. ان کي ڏي. ●الله کان سواءِ ڪي ڪابہ طاقت يا سگهہ نہ اهي. ١٢. لڪڻ، چهبڪ. ١٣. ان کي چڪاءِ يعني هڻ. ١۴. پيار. ١٥. آڪاڙي. ١٦. هلائي، ڪاهي، پنڌ ڪرائي. ١٧. ان کي تهلاءِ يعني ڪهماءِ ڦيراءِ. ١٨. حال ۾، حالت ۾. ١٩. ان کي هلاءِ يا پنڌ ڪراءِ. ٢٠. سنئون، نيڪ، سڌو، فرمانبردار ٿي. ٢١. اوڳڻ جي سبب، گناهن يا خطائن جي سبب، بڇڙاين يا بدعادتن جي سبب. ٢٢. ناراض ٿئي، ڪاوڙجي. ٢٣. ڳڻن جي سبب، چڱين عادتن يا خصلتن جي سبب. ٢۴. محبوب. ٢٥. مون کان رٺا يا ڪاوڙيا. ٢٦. مون ليکيا يا شمار ڪئا. (پنهنجا چڱا ڪم). ٢٧. زبان. ٢٨. جڻ. ٢٩. مون ڪئا. ٣٠. خودي. ٣١. ڪڍي. ٣٢. چڱايون، ڀلايون، ثواب. ٣٣. ٽڪ ۾، وات مان نڪتل ڦڪ يا پاڻياٺي رطوبت ۾. ڪانگهاري ۾. ٣۴. مون هنيا يا اُڇلايا (ٿُڪ هنيام = مون خسيس سمجها). ٢٥. ٻانهپ، نياز، نئڙت، عجز، افندگي. ٣٦. شرمساري، ندامت، پشيماني. ٣٧. منٿ ڪرڻ لاءِ وفد. ٣٨. مون موڪلي. ٣٩. تڏهين. ۴٠. مون سين پرچيا يا راضي ٿيا. ۴١. خودي. ۴٢. جڏهين. ۴٣. اُٿ گئي =هلي وئي. ۴۴. گهٽا. ۴٥. ٻاراٺيءَ عمر ۾، ننڍپڻ ۾. ۴٦. وڏا گناهہ.

## ۱۱

رُنّي[۱] جا[۲] رِهاڻِ[۳]، سا پَهنّي[۴] نہ ٿيي،
ڪِنهِن ڪَرَ[۵] وِجهي ڪاڻِ[٦]، پاٽان[۷] نينهُن[۸] نِڪالئو[۹].

## ۱۲

رُنّي رَهي[۱۰] نہ رِيتِ[۱۱]، پَرچڻ[۱۲] پاهَتُ[۱۳] ناهہ ڪو،
پَسو[۱۴] مَنجِهہ پرِيتِ[۱۵]، جيهائي[۱٦] جوڙَ[۱۷] وَهي[۱۸].

## ۱۳

سُتوئِي[۱۹] سيجَ[۲۰] گُهرين[۲۱]، جَفا[۲۲] ڏِين[۲۳] نہ جِيءَ[۲۴]،
پَهني[۲۵] ڏاران[۲٦] پِيءَ[۲۷]، مَتان[۲۸] نُونڌين[۲۹] نہ چَڙهين.

## ۱۴

سُتوئي سيجَ گُهرين، جَفا ڏِين نہ جانِ،
صُلحَ[۳۰] رِءَ[۳۱] سيٽانِ[۳۲]، مَتان نُونڌين نہ چَڙهين.

## ۱۵

صُلحُ جَنِ سَجڻَ[۳۳] سين، سيجَ ماڻيندا[۳۴] سي،
اَلَذِينَ آمَنُوا وكَانُوا يَتَّقُونَ*، اِنَ پَرِ[۳۵] اُيا[۳٦] جي،

---

۱. رنّي ۾، رسڻ ۾، ۲. جيڪا، ۳. محبت، قرب، ۴. پهني ۾، پهنڻ ۾، پرچڻ ۾، راضي هجڻ ۾، ۵. دشمن، رقيب، ٦. تفاوت، ويڇو، فرق، نفاق، ۷. اٿلندو، ويتر، ۸. محبت، قرب، ۹. چمڪايو، وڌايو، نڪاريو، ۱۰. بچي، ۱۱. مرجان، لڄ، شرم، عزت، مان، ۱۲. راضي ٿيڻ، ۱۳. مصلحت، سياٽپ، چڱائي، ۱۴. ڏسو، ۱۵. پيار، محبت، ۱٦. اهڙيائي، اهڙي يا ان قسم جي، ۱۷. سٽ، سٽا، (ڪائنات جي) ترتيب ۽ جوڙجڪ، ۱۸. هلي، جاري رهي، ۱۹. سمهڻ واريءَ حالت ۾، سُک يا آرام واريءَ حالت ۾، ۲۰. شاديءَ جي وقت گهوٽ ۽ ڪنوار لاءِ سينگاريل کٽ ۽ بسترو (ڪاميابي، ڪامراني)، ۲۱. طلبين، چاهين، ۲۲. تڪليف، ۲۳. تون ڏين، ۲۴. جيءَ کي، جان کي، بدن کي، ۲۵. پرچڻ، راضي ٿيڻ، ۲٦. کان سواءِ، ۲۷. پيءَ جي، محبوب جي، ۲۸. مڇڻ، شايد، ۲۹. نوڌي تي، سيج تي، ۳۰. ٺاهہ، پرچاءَ، راضي پي، ۳۱. کان سواءِ، ۳۲. انهن (محبوبن) سان، ۳۳. محبوب، ۳۴. حاصل ڪندا، استعمال ۾ آڻيندا *جن ايمان آندو ۽ پرهيزگار يا متقي (خدا کان ڊڄندڙ) آهن (قرآن شريف جي سورت يونس جي ٦۳ آيت)، ۳۵. اان پر= هڙي ريت، ۳٦. بيٺا، قائم رهڻا.

نيئي[1] نُوڏي[2] تي، ڏِکي[3] چِتي چاڙهئا.

## ١٦

سُمَهَڻُ[4] تَنِ[5] ثوابُ، جي تِئا[6] حَلُ[7] حَبيبَ[8] سين،
نيڻَ[9] هيرائي[10] نندَ سين، خُوشِ[11] ڪئائون[12] خوابُ،
اوسِيڙو[13] عذابُ[14]، دِلِئان[15] تَنِي[16] دُورِ[17] تِئو.

## ١٧

سُتِي[18] جَا[19] ساجَاءِ[20]، سا جاگندي[21] نَہ تِيي،
تِهَان[22] پوءِ[23] مُون[24] ماءِ، نيڻَ هيرايا نِندَ سين.

## ١٨

مَنُ[25] مَٽڪو[26] تَنُ[27] تَسبيحَ[28]، دِلِ دَنبُورو[29] جَنِ[30]،
تَندُون[31] جي طَلَبَ[32] جُون، وَحدَتَ[33] ساڻُ وَجَنِ،
وَحدَہُ لا شَريڪَ لَہُ*، اِهو راڳُ[34] رڳُنِ[35]،
سي سُتائِي[36] سُونهَنِ[37]، نِندَ عِبادَتَ[38] اُنِ جي.

## ١٩

گولو[39] تَوءِ[40] غُلامُ، جي فارِسي[41] سڪئو[42]،

١. وني، ڪٿي، ٢. سيج، شاديءَ جي وقت گهوٽ ۽ ڪنوار لاءِ سينگاريل ڪٽ ۽ بستري، ٣. چٽي، سينگاري، ٤. ننڊ ڪرڻ، ٥. تن ڪي، ٦. نيڪ ڪر، چڱو ڪم، ٧. ملي هڪ ٿئا، ٨. محبوب، ٩. اکيون، ١٠. عادي ڪري، ١١. سٺو، چڱيءَ طرح، ١٢. ننڊ، ١٣. انتظار، ١٤. درد، سور، ڏکُ، ١٥. دل ڪان، من ڪان يا تان، ١٦. تني جي، ١٧. پري، ١٨. سمهڻ واريءَ حالت ۾، ننڊ ۾، ١٩. جيڪا، ٢٠. واقفيت، سڃاڻپ، معرفت، خدا شناسي، سمجهہ، عقل، ٢١. سجاڳ يا بيدار رهندي، ٢٢. تنهن ڪان، ٢٣. بعد، ٢٤. اي ماءُ، اي امان، اي جيجل، ٢٥. دل، هنيون، ٢٦. مٽيون يا داٿو (تسبيح جو)، ٢٧. بدن، سرير، ٢٨. مالها، ٢٩. هڪ قسم جو ساز، تنبورو، ٣٠. جن جي، ٣١. (محبت جون) تارون، ٣٢. ڳولا يا تلاش (محبوب جي)، ٣٣. هيڪڙائيءَ جي ٻوليءَ يا آواز *هو (خدا) هڪڙو آهي، سندس (ان جو) ڪوبہ شريڪ يا برابر ڪونهي، ٣٤. سرود، نغمو، ڳانو، ذڪر، ٣٥. رڳن جو، (بدن جي) نسن يا تنتن جو، ٣٦. ستل ئي، ننڊ ڪنديئي، ٣٧. وڻن، پسند پون، ٣٨. بندگي، پوڄا، ٣٩. ٻانهون، نوڪر، غلام، ٤٠. تہ بہ، تنهن هوندي بہ، ٤١. جيڪڏهين، ٤٢. پارسي ٻولي، حاڪمن جي ٻولي (فارسي سکئو = اعليٰ يا مٿاهين مرتبي کي رسئو. وڏي مان ۽ عزت وارو ٿئو).

بَڌو[1] جو[2] بِن ڳالهين[3]، سو ڪيئن[4] ڇائي[5] جام[6]،
اُجئو[7] ته آبُ[8] گهُري[9]، بُکئو[10] تان[11] طعام[12]،
اِيءُ عامين[13] سندو[14] عام، خاصن[15] منجهان نه ٿئو.

## ٢٠

گُنديءَ[16] نينهن[17] نه سَپجي[18]، تُهه[19] نه پَچي[20] ماهه[21]،
اِنَ[22] ڪَچيءَ[23] پَر[24] ڪِئان، ٿئي سَما[25] جوڳُ سين سَجڻين[26].

## ٢١

گُنديءَ نينهن نه سَپجي، تُهه نه پَچي ماهه،
ٻڻُ[27] جنهن جيءَ ذاتِ[28] جو، اُتي آهه اللهُ،
اُنَ[29] ڪي اُوءَ[30] جُڳاءِ[31]، آن[32] ڪي ايئن نه چئڻو[33].

## ٢٢

آڏو[34] جو اثبات[35] ڪي، سو شِرڪُ[36] لاهي شڪُ،
هُئي[37] جنهن ۾ حَقُ[38]، تنهن نفيءَ[39] جهڙو ناهه ڪي.

## ٢٣

وَڏي[40] تان[41] اِنَ واٽ[42] ۾، ٻيلپ[43] ٻئائي[44]،

١. ٻڌل، جڪڙيل، قاتل، ٢. جيڪو، ٣. ڳالهين ۾، شرطن ۾، ۴. ڪهڙيءَ طرح، ۵. چوائي، ڪوٺائي (پاڻ کي)، ٦. سردار (سنڌ جي سمن حاڪمن جو لقب)، ٧. پياسو، ٨. پاڻي، ٩. طلبي، ١٠. بکايل، خالي پيٽ سان، ١١. تہ، ١٢. کاڌو، ١٣. عام يعني رواجي ماڻهن، اڻ ڄاڻن، جاهلن، ١۴. جهڙو، ١۵. امير ماڻهن، ١٦. گنديءَ ۾، (ان رکڻ لاءِ) مٽيءَ مان ٺهيل گندلي يا پيپ ۾، ١٧. عشق، ١٨. پيدائشي، پلجي، پروان چڙهي، ١٩. ٿهن ۾، آن جي داڻن جي مٿان لٿل ڇلڪن ياکلن ۾، ٢٠. سيڪجي، پچي، ٢١. گوشت، ماس، ٢٢. اڻ سُهائيندڙ، غلط، بي جاءِ، ٢٣. طرح، ريت، نموني ٢۴. ڪيئن، ٢۵. ميلاپ، ٢٦. سڄڻن، محبوبن، ٢٧. بنياد، نسل، ٢٨. خمير، خلقت، وجود، ٢٩. ذٽي تعاليٰ ڏانهن اشارو، ٣٠. اُنءَ، ايئن، ان طرح، ٣١. جڳائي، سونهين، مناسب ٿئي، ٣٢. اوهان (انسانن)، ٣٣. چوڻو، ٣۴. آڏ، رنڊڪ (شڪُ)، ٣۵. الله تعاليٰ جي هستيءَ جي اقرار، ٣٦. ڪنهن ٻئي کي الله تعاليٰ سان شريڪ يعني برابر سمجهڻ واري حالت، ٣٧. هُجي، ٿئي، آهي، ٣٨. سچ، سچائي، ٣٩. الله تعاليٰ جي هستيءَ جو انڪار، ۴٠. مها، اتم، اعليٰ، گهڻي سڀ کان مٿي، ۴١. تہ، ۴٢. (خدا جي) راهہ، رستي، ۴٣. (ٻن ڄڻن جي) رفاقت، شراڪت، ۴۴. دوئي، شرڪ.

آهي اُونداهِيءَ[1] جو، شِرڪُ[2] سَهائي[3]،
چِتِي[4] چِتائي، اَلِفَ[5] جي عَينَڪَ[6] ۾.

٢٤

زاهِدَ[7] عابِدَ[8] اوريان[9]، عارِفَ[10] عينُ[11] مَگَنِ[12]،
هُو[13] رَوادارَ[14] رِڪَتِ[15] جا، هِي[16] هَتان[17] هَتِ گهُرَنِ،
ساعَتَ[18] سالَ[19] چَوَنِ[20]، پَسَڻَ[21] ذاران[22] پِرِينءَ[23] جي.

٢٥

پَسَڻَ ذاران پِرِينءَ جي، تَفَرَقو[24] طُورُ[25]،
جي[26] نَظَرَ[27] ۾ نُورُ[28]، تَہ مِهتَ[29] مَڙهِي[30] سَڀِ هِڪِڙي.

٢٦

هَرَ[31] هَرَ هوءِ[32] ٻِئو[33]، رَنگُ[34] فاقِيري[35] رُوحَ[36] جو،
ڪِنهِن جِنهِن[37] پاهِہ[38] پِئو، جيئَن رڱي[39] رَنگَ سَپيڪَنهِن[40].

٢٧

پِٿُون[41] پَروڙِي[42] جَنِ، جَرا هَٿِي جَڪورِئا[43]،
تُون ڪَيئَن اِڳئان تَن، پُورا پاسَنگَ[44] پائِيِن.

١. تاريڪيءَ يا ظلمت (ڪفر يعني خدا ۽ اسلام جي پيغمبر حضرت محمد ﷺ جن کي نہ مڃڻ جي حالت). ٢. ڪنهن ٻئي کي خدا جو شريڪ يا برابر سمجهڻ. ٣. روشني، سوجهرو، چٽائي. ۴. صاف، پڌري، ظاهر. ٥. الف ب جو پهريون اکر جنهن مان مراد الله آهي. ٦. (اکين جي) چشمي. ٧. پرهيزگار، متقي، تارڪ الدنيا، لوڪ تياڳي. ٨. عبادت يا بندگي ڪندڙ. ٩. اوري، ويجها (منزل مقصود کان اوري رهجي ويل يا عبادت جي ڦل حاصل ڪرڻ ۾ تڪڙ يا جلد بازي نہ ڪندڙ). ١٠. خدا جي معرفت وارا، گياني. ١١. بروقت، روڪڙو، نقد. ١٢. گهرن، طلبين. ١٣. زاهدن ۽ عابدن ڏانهن اشارو. ١۴. رضامند. ١٥. اوڌر. ١٦. عارفن ڏانهن اشارو. ١٧. هتان هت = اتي جو اتي، بروقت، روڪڙو. ١٨. ساعت کي، ٿوري وقت کي، گهڙيءَ پلڪ کي. ١٩. ورهيہ، تمام گهڻو وقت. ٢٠. سمجهن. ٢١. ڏسڻ. ٢٢. کان سواءِ. ٢٣. محبوب. ٢۴. انتشار، ڏڦير، جدائي. ٢٥. جبل، جبل جيڏو وڏو. ٢٦. جيڪڏهين. ٢٧. نگاهہ، اکين. ٢٨. روشني، سوجهرو. ٢٩. مسجد. ٣٠. هندن جو تڪائو. ٣١. هر هر = ٿوري ٿوري وقت کان پوءِ. ٣٢. ٿئي ٿو. ٣٣. جدا جدا. ٣۴. نمونو، ڍنگ. ٣٥. فقيرن جي، درويشن جي. ٣٦. دل، من، جيءَ، ساهہ. ٣٧. اهڙي. ٣٨. پاهہ ۾ (پاهہ هڪ قسم جو مصالحو آهي جنهن ۾ رڱجڻ واري ڪپڙي کي رڱڻ کان اڳ رنگريز ٻوڙيندا آهن). ٣٩. رنگجي. ۴٠. هر رنگ ۾. ۴١. موتي. ۴٢. سڃاڻي، پرکي. ۴٣. لسا ڪٽا، چمڪايا، برابر ڪٽا. ۴۴. ننڍڙا پٿرن يا پٿرن جا ذرا جي ساهميءَ جي ٻڙن ۾ ڪاٽ ڪڍڻ لاءِ وجهبا آهن.

## ٢٨

اَللهُ سُجاڻُ[1] سُترو[2]، جي[3] هِنيُون[4] ڇَڏيئي[5] هورُ[6]،
تہ ڪِرپا[7] تِيبيئي[8] ڪَڪَنِ[9] ۾، ڪونَہ ڪونيئي[10] چورُ.

## ٢٩

جَندُ[11] وَهِي جِيئَن ڪَري، مَتي[12] ڪِيسُ[13] ڪَٽَنِ[14]،
داٽا جي دَوارَ[15] ۾، پِيسُئو[16] سي پَونِ،
ڳاري[17] ڪِينَ ڳُرَنِ[18]، جي قائِمُ[19] داٽا ڪِيرَ[20] سين.

## ٣٠

جَندُ وَهِي جِيئَن ڪَري، مَتي پِيهَہ[21] پَئي[22]،
ڪَٽا جي ڪُمَرَ[23] ۾، سي وَجَنِ ڪِينَ وَهِي[24]،
اُو ثابِتُ[25] هُونِ صَحِي[26]، جي قائِمُ داٽا ڪِيرَ سين.

## ٣١

واڳيئا[27] جي وَجَهہ[28] سين، رَبُ نَہ سُجاڻَنِ[29]،
ميڙِيان[30] ميڙِيان ڪَنِ[31]، اِيءَ ميڙُ[32] مُهَندِيَنِ ڪَڏهين[33].

---

١. پروڙڻ، ڄاڻڻ، آسان، سولو، سهل، ٣. جيڪڏهين، ۴. دل، من، ۵. (تنهنجو هنيون)، ڇڏي، ٦. وسوسو، وهم، شڪ، ٧. مهرباني، ڀلائي، نوازش، ٨. توکي ڏئي، ٩. (ڪکن جي نهيل) جهوپڙيءَ، گهرَ، ١٠. توکي ڪوئي، توکي ڇئي، ١١. ڇَڪي (اٽي پيهڻ جي)، ١٢. تي، ١٣. ظلم، قهر، ١۴. اَن جي داڻن، ١۵. جنڊ جي ٻنهي پُڙن جي وچ، ١٦. اٽو ٿئو، سنها ۽ باريڪ ذرا ٿئو، پائمال ٿئو، ١٧. ڳاري ۾، جند جي مٿيئن پڙ جي وچ واري خال ۾ (جنهن ۾ ان وجهبو آهي)، ١٨. پيسجن، اٽو ٿين، پائمال ٿين، ١٩. هڪ هنڌ بيٺل، نہ چرندڙ، ٢٠. جنڊ جي هيٺين پڙ جي وچ ۾ کتل لوهہ جي ڪلي (جنهن جي چوڌاري مٿيون پُڙ ڦرندو آهي)، ٢١. ان جي پيسجڻ واري حالت، ٢٢. سختي، ڪوسَ، ظلم، ٢٣. ڳاري، (جنڊ ۾) ان وجهڻ واري جاءِ، ٢۴. نڪري، ڪسڪي، ٢۵. سلامت، صحي، سالم، ٢٦. ٿين، رهن، بچن، ٢٧. واڳيل، ڳنڍيل، ٻڌل، واسطو يا تعلق رکندڙ، ٢٨. موقعي، ٽڻ، حيلي، اٽڪل، فريب، ٢٩. پالڻهار، خدا، ٣٠. گڏ ڪريان، جمع ڪريان، ٣١. چون، ٣٢. ميڙڻ يا جمع ڪرڻ واري حالت، ٣٣. انهن کي مُهندي، انهن کي مصيبت ۾ وجهندي.

## وائي ١

كِٰي[1] اُنهين ۾ آهي، هُوءِ جي جُهُونا[2] پَسْجَن[3] جُهوپِڙا[4]،
ذاريَانْ[5] پانئِيين[6] ذاريُون، پاڻَ[7] پِرِينءَ[8] سين كائِي[9]،
اِنَ دَرِ[10] سيئِي اگهئا[11]، جَنِ كي كو نَہ چِتائي[12]،
پَنهنجُون[13] چَڏي پُٺِ[14] ۾، رُڙهُہ[15] اُنهيءَ جي راهي[16]،
خِذمَتَ[17] كَرِ خُلُقَ[18] سين، پاندُ[19] ڳِچِيءَ[20] ۾ پائي[21]،
اِنَ اَولِيائِي تَحتَ قَبائِي*، پَنهنجا پاڻَ پَراهي،
لايَعرِفُهُم غَيرِي●، پَرَ[22] كي كِينَ پَسائي.

## وائي ٢

پانڌِي[23] سو مِڙئوم[24]، هادِيءَ[25] هَٿُ[26] ڏنوم، سائين[27]،
سو سَچُومِ[28] مِيُون[29] سو مَنومِ[30]، جنهن كي گهڻُو[31] ساريان،
اگڻِ[32] آيا سُپرين[33]، كوڙين[34] كاجُ[35] ٿئوم[36]،
قائِمُ[37] جو قُلُوبَ[38] ۾، پَسڻُ سو پِئوم[39]،
جَنهين[40] گهوري[41] آهيان، سو لائِقُ[42] پِرِين لَذوم[43]،
جَنهين جهڙو ناهہ كو، ڏسڻُ[44] سو ڏنوم،

١. كجھہ (امانت. مٿيا). ٢. پراڻا. كهنا. ٣. ڏسجن. ۴. ككن كانن جا ٺهيل آستانا. ۵. غير، اُڻتو، اوپرا، اجنبي. ٦. سمجهن. ٧. خود. ٨. محبوب. ٩. طعام يعني كاڌو تناول كري. ١٠. در تي. ١١. قبول پيئا. پسند پيئا. ١٢. اهميت جي نظر سان ڏسي. ١٣. پنهنجون مرضيون يا خواهشون. ١۴. پُٺ ۾ = پوئتي. پري. دور. ١۵. پند كر. ١٦. راهہ سان. واٽ سان (مرضيءَ سان). ١٧. ٻانهپ. شيوا. چاكري. نوكري. ١٨. اخلاق. سلڇڻائيءَ. ١٩. پلاند يا پلوُ (گنديءَ جو يا كپڙي جو). كپڙو. (مٿي تي ڍكڻ جي) پوتي يا گندي. ٢٠. گلي. كنڌ. سسيءَ. ٢١. وجهي (پاند ڳچيءَ ۾ پائي = نئڙت يا عاجزيءَ سان) * بيشڪ منهنجا اولياءَ (دوست) منهنجي چولي هيٺ آهن يعني منهنجيءَ حفاظت ۾ آهن (حديث قدسي) ● مون كان سواءِ ٻيو انهن (اوليائن) كي كوبہ ٿو سڃاڻي (حديث قدسي). ٢٢. ڌاريئن. اُڻتوءَ ماڻهوءَ. ٢٣. قاصد. پيغام آڻيندڙ. ٢۴. مونكي مڙئو. مونكي مليو. ٢۵. رهبر. هدايت كندڙ. ٢٦. هٿ ڏنوم = مونكي هٿ ڏنو. منهنجي مدد كئي. ٢٧. مالڪ. ڌڻي. ٢٨. منهنجو سچو يا اصيل. منهنجو پاڪ يا پوتر. ٢٩. سردار. ٣٠. منهنجو مڃو يا پيارو. ٣١. ياد كريان. ٣٢. اگڻ ۾. گهر جي صحن ۾. گهر ۾. ٣٣. پرين. محبوب. ٣۴. بي حد گهڻو. ٣۵. كم. مطلب. مراد. ٣٦. منهنجو ٿئو. ٣٧. هميشہ رهندڙ. ٣٨. (قلب جو جمع پر معنيٰ ۾ واحد) دل. من. ٣٩. مونكي پيئو يا ٿئو. ۴٠. جنهن جي. ۴١. ڳولائو. ۴٢. لائق پريو. ڳڻن وارو. مهرباني كندڙ. ۴٣. مون لڌو. مونكي مليو. ۴۴. ديدار. مشاهدو.

جَڏا[1] جِيَاري[2] ڪونَہ وِسَاري[3]، صَاحِبُ[4] سو سَندومِ[5]،
سَگهَا[6] ۽ صِحَتِئَا[7]، ڪَرِيمُ[8] پِيرُ[9] ڪَندومِ[10]،
لَقَا[11] جو لطِيف[12] جو، شِفَا[13] سو تئُومِ[14].

## وائي ٣

سَمِيعُ[15] بَصِيرُ[16] عَلِيمُ، حَيُ[17] هَمِيشَہ[18]، سو شَيءُ[19] سَائِرُ سَدائِين[20]،
هيڏي هوڏي هَٿَڙا، ڇَاڪَي[21] ڇو پَائِين[22]،
وَ فِي اَنفُسِڪُم اَفَلا تُبصِرُونَ*، ڏَسَڙو[23] ڏَنَائِين،
جَانِ[24] ڪو جِيئِين[25] ڏِينهَڙو، تَان[26] ڏوري[27] لَهُہ[28] مَنجهَائِين[29].

١. بيمار، اگها، ٢. سلامت يا زندهہ رکي، ٣. دل تان لاهي، ڀُلائي، ٤. مالڪ، ڌڻي، ٥. منهنجو، ٦. چڱا ڀلا، تندرست، صحتمند، ٧. صحتياب، تندرست، ٨. ڪرم ڪندڙ، مهرباني يا ٻاجهہ ڪندڙ، ٩. مرشد، ١٠. مونکي ڪندو، ١١.ديدار، زيارت، ١٢. لطف يا مهرباني ڪندڙ، خدا، ١٣. دوا، علاج، ڇوٽڪارو ڏيندڙ، ١٤. منهنجو ٿئو، ١٥. ٻڌندڙ، ١٦. ڏسندڙ، ١٧. ڄاڻندڙ، ١٨. حيات، زندهہ، ١٩. شيءُ سائر = ڀيو ٻہ سڀڪجهہ، ٢٠. هميشہ، دائمي، ٢١. ڪهڙي سبب، ڇو، ٢٢. وجهين * ۽ خود اوهان ۾ ٻہ (خدا جي قدرت جون نشانيون) موجود آهن ۽ پوءِ ڇا توهان نٿا ڏسو؟ (قرآن شريف جي سورت ذاريات جي ٢١ آيت)، ٢٣. پتو، ڏسَ، ٢٤. جيستائين، ٢٥. زندهہ يا حيات رهين، ٢٦. تيستائين، ٢٧. ڳولي، ٢٨. هٿ ڪر، ٢٩. اندر مان، دل مان.

بِسمِ اللهِ الرَّحمٰنِ الرَّحِيم

# سُرُ گهاتو

## داستان پهريون

### ١

گهنگهرئا[1] گهڻ جاڻ[2]، مُوڙهي[3] مَت[4] مهائيين[5]،
وئا گڏجي[6] ويڙ[7] ۾، پئا مُنهن[8] مهراڻ[9]،
اڳئان پويان تاڻ[10]، وئا ويچارين[11] وسري[12].

### ٢

ماڪ[13] پڄاين[14] مولهيا[15]، متان[16] رات پئي،
اُجهڻ لڳيون[17] اوليون[18]، وئن ونجهه وهي[19]،
ڪلاچيان[20] ڪهي[21]، ڪڏهين ڪونه آئيو.

### ٣

ڪو جو قهر[22] ڪُن ۾، جو[23] گهڙي[24] سو[25] ني[26]،
خبر[27] ڪونه[28] ڏي، ته رڃ[29] ڪُجاڙي[30] رنڌئا[31].

### ٤

جي هُئا سونين[32] سنگهرين[33]، سي هت نه پسان هاڻ،

---

١. گهنگهر ۾ پئا، پريشانيءَ ۾ پئا، منجهي پئا، مونجهاري ۾ پئجي وئا. ٢. گهڻ جاڻ = گهڻيءَ ڄاڻ وارا، هوشيار، داناءَ، عقلمند. ٣. منجهي وئي، خطا ٿي وئي. ۴. هوش، عقل، ٻڌ. ٥. مهاڻين جي، ڏاهن جي، ويرن جي، بهادرن جي. ٦. شامل ٿي، غرق ٿي، ٻڏي. ٧. سج يا چنڊ جي ڪشش سبب سمنڊ جي پاڻيءَ جي چاڙهه، سمنڊ جي وڏيءَ لهر، سمنڊ جي پاڻيءَ. ٨. منهن ۾، پيٽ ۾. ٩. مهراڻ جي، ساگر جي، سمنڊ جي. ١٠. حيلا، اٽڪلون، مهلون، وقت. ١١. ويچارن کي، عاجزن کي، ٻي واهن کي. ١٢. دل تان لهي، ڀُلجي. ١٣. شبنم، اوس. ١۴. انهن جا پڄايا، انهن جا پَسايا. ١٥. پٽڪا، پڳون. ١٦. اٽلندو، ويتر، وڌيڪ. ١٧. اوري پري، ٽيڻ، لڙهڻ. ١٨. ٻيڙين کي هلائڻ لاءِ ڪاٺ جا لڙها، ونجهه. ١٩. پاڻيءَ جي وهڪري ۾ گهلجي يا لڙهي وئا. ٢٠. ڪلاچيءَ کان (ڪلاچي، ڪراچيءَ کان اٽڪل سوا سَؤ ميل پري لس ٻيلي جي حد ۽ عربي سمنڊ ۾ هڪ ڪن آهي يعني اونهو ڪوهه آهي جتي سمنڊ جو پاڻي چڪر پيو ڏيندو آهي). ٢١. واپس موٽي، پنڌ ڪري. ٢٢. ظلم، انڌير، مصيبت. ٢٣. جيڪو ماڻهو. ٢۴. (ان ۾) داخل ٿئي. ٢٥. تنهنکي. ٢٦. غرق ڪريو يعني ٻوڙيو ڇڏي. ٢٧. سُڌ، ڪل. ٢٨. ڪير به. ٢٩. مڇيءَ ڦاسائڻ جا ڄارَ. ٣٠. ڪنهن، ڇا جي لاءِ، ڪهڙي سبب جي ڪري. ٣١. روڪيا. ٣٢. سون (زردي رنگ جي قيمتي ڌاتوءَ) جي. ٣٣. سنگهرن سان، زنجيرن سان. (سنگهر يعني زنجير زيور جو هڪ قسم آهي).

اُونهي[1] ۾ عَبدُاللطيفُ چَئي، وِئا پَڪي[2] ڪنهن پرياڻ[3]،
سَائو[4] سَنجَڻ[5] سَاڻ، ڪُن[6] ڪُجَاڙي[7] جَهلئا[8].

## ٥

تَرپُون[9] پَسَان[10] نہ تَار ۾[11]، جُهگا[12] جاءِ نہ ڪَن[13]،
مَادَرِ[14] مَلاحَن[15]، مَاڳِ[16] نہ ڏِوِيا[17] مَڪُرا[18].

## ٦

ڏَهَاڙي[19] ڏُنمِ[20] ڪيترا[21]، مَارئو[22] جَني مُوڪ[23]،
گهَرَ ۾ گهَاتُوئَڙن[24] جَا، تَا مَارِينمِ[25] تُوڪَ[26]،
لَڏي[27] وِڃَان[28] لوڪَ[29]، اُونِهي[30] وِئَڙا اوهَري[31].

## ٧

ڪَالَهہ ڪَلاچِيءَ[32] وِئَا، گهَاتُو ڪَري گهُورَ[33]،
مَادَرِ مَلاحَن جَا، وِبنِي سَهَان[34] سُورَ[35]،
مُون کي ڪَري مَلُورَ[36]، اونِهي وِئَڙا اوهَري.

## ٨

ڪَالَهہ ڪَلاچِيءَ وِئَا، چِتيُون[37] ڪَٽي چُڳيرَ[38]،

---

١. اونهي يعني عميق پاڻيءَ ۾، سمنڊ ۾، مهراڻ ۾. ٢. پختي، مضبوط، ڏاڍي. ٣. پرياڻ سان، ارادي سان، عزم سان. ۴. بهادر، پهلوان، دلير. ۵. اوزارن، هٿيارن (مڇيءَ ڦاسائڻ جي رڇن يعني ڄارن). ٦. سمنڊ ۾ پاڻيءَ جي اونهي هنڌ يا ڪوهہ (جتي پاڻي چڪر کائي)، گرداب، ڀنوري ٧. ڪڄاڙي لاءِ، ڇا جي لاءِ، ڪهڙي سبب ڪري. ٨. روڪيا، رنڊڻا. ٩. ترها، ڪکن، ڪاٺين ۽ ڪانن جا نوڙين ۽ رسين سان تر ٻڌي ٺاهيل منجا جيڪي پاڻيءَ ۾ ترڻ لاءِ ٻيڙيءَ جو ڪم ڏين، ننڍڙيون ٻيڙيون، مڇُڻا. ١٠. ڏسان. ١١. اونهي پاڻيءَ يعني سمنڊ ۾. ١٢. هڪ قسم جا رڇ يعني مڇيءَ ڦاسائڻ لاءِ ڄار جيڪي پيشگير (عورتن جي پڙي) جيڏا ٿيندا آهن جن کي مهاڻا ٽوڻين تي رکي پاڻيءَ ۾ اڇلائيندا آهن. ١٣. جاءِ نہ ڪن = (رڇن جي سُڪڻ واريءَ) جاءِ تي يا هنڌ تي موجود نہ آهن. ١۴. اي مادر، اي امان، اي امڙ. ١۵. مهاڻن، ٻيڙياتن، ٻيڙين وارن. ١٦. ماڳ ڏانهن، ٻيڙين بهارڻ جي جاءِ ڏانهن. ١٧. واپس ڪٺا، موٽايا. ١٨. ٻيڙا، ٻيڙيون. ١٩. روزانو، هر روز. ٢٠. مون کي ڏنائون. ٢١. جهجها يا گهڻا (ڏنيرا هڪ قسم جون مڇيون). ٢٢. (مڇين جو) شڪار ڪئو. ٢٣. گهڻي انداز ۾، آل جال. ٢۴. مڇي مارينڊڙن، مهاڻن. ٢۵. مونکي مارين، مونکي تباهہ يا چٽ ڪن. ٢٦. شيون، سامان. ٢٧. هجرت ڪري، نقل مڪاني ڪري، وفات ڪري. ٢٨. منجهان، مان. ٢٩. دنيا، ماڻهن. ٣٠. اونهي (پاڻيءَ) ڏانهن. ٣١. اُسهي، ٻيڙيون ڪاهي. ٣٢. ڪلاچيءَ جي ڪن ڏانهن. ٣٣. اونو، خيال. ٣۴. برداشت ڪريان. ٣۵. عذاب (وڇوڙي جا). ٣٦. اداسي، ملول، غمگين. ٣٧. مڇيءَ مارڻ جا سُوئا (شيخون). ٣٨. ڪلنگيدار، سردار (مورڙي جا پائر).

يَائُنِ[1] پِيرو[2] نَہ کِئو، اَدَنِ کِي اَوبَرَ[3]،
اِهَڙِي خَاصِي[4] کَيرَ[5]، کُنَ وَرائِي جَهِلِي.

٩

أُپِي[6] اوسَڙان[7] اُسَ ۾، جَهِلئو کُنَ[8] کِنارَ[9]،
گهَاتُو[10] گهَرِ نَہ آيا، وَڏِي لَڳِيَن[11] وارَ[12]،
هُيَسِ[13] جَنِي هَارَ[14]، سي مُوڙِي[15] چُرِئا[16] مَکُرا[17].

١٠

کِلِي[18] جَان[19] کِيکَارِيَان[20]، تَان[21] سَاتِي[22] سَنگُ[23] نَہ کَنِ،
وارِئو[24] وَهِتَ[25] وَجَنِ، کَنِ سَيَاگَنِ[26] سَامُهَان.

١١

جِني گهورِئو[27] گهَاتُوئِين، تِني وارِيءَ بُٺَ[28]،
سَرُ[29] سُکو سُونگِي[30] ڳِيَا[31]، سَهسِين[32] سَاتِي مُنَ[33]،
سي پِڙ[34] پَسِئو پَٽَ، مَاٺُهو وَجَنِ موتِئَا.

١٢

نَکَا بُوءِ[35] بَازارَ[36] ۾، نَکَا چِلُرَ[37] چَتَ،

---

١. ياٺرن، ادن. ٢. ڦيرو، کهمرو، موٽ. ٣. دير. ٤. سڻي، موچاري. ٥. جماعت، ٽولي. ٦. ٻيٺي، پيٺي. ٧. (اس يعني ڏپ ۾) پٽڪان، رلان، اسڙڪان، انتظار ڪريان (گنج ۾ "اوسڙي" لکيل آهي). ٨. ڪُنَ جي، سمنڊ جي. ٩. ڪنڌي، ڪنارو. ١٠. مڇي مارينڌڙ، مهاڻا، ملاح. ١١. انهن کي لڳي. ١٢. اوير، دير. ١٣. آئون هئي. ١٤. آهار، آسري، پروسي. ١٥. ڦيرائي، ورائي، موٽائي. ١٦. هلڻا، وڻا. ١٧. ٻيڙا، ٻيڙيون. ١٨. خوش ٿي، مُرڪي. ١٩. جيڪڏهين. ٢٠. آڌر ڀاءُ يا مرحبا ڪريان، "ڀلي ڪري آيا" چوان. ٢١. تنهن هوندي بہ. ٢٢. مڇي وڪڻندڙ، مهاڻا. ٢٣. واسطو، لاڳاپو، دوستي. ٢٤. موٽايو، ڦيرايو. ٢٥. بار کڻندڙ جانور (گهوڙا يا گڏهہ جن تي ساٿي مڇين جو واپار ڪندا هئا. ٢٦. ڀاڳ وارن، سدورن يا نصيب وارن (جن کان ساٿي مڇيون وٺن اهي سڀاڳا آهن). ٢٧. (سمنڊ ۾ مڇيءَ جي) ڳولا ڪئي. ٢٨. ڏڙا، ڍڳ. ٢٩. ٽلاءُ، درياهہ، سمنڊ. ٣٠. محصول وٺندڙ. ٣١. وٺا. ٣٢. سون جي تعداد ۾. ٣٣. مُنا، تڪليف زدهہ ٿئا، غمگين ٿئا. ٣٤. پٽ، ميدان، هنڌ. ٣٥. بانس يا ڇٽ (مڇين جي). ٣٦. (مڇيءَ جي) واپار جي مرڪز، ڍنڍ يا سمنڊ جي ڪناري تي مڇي مارينڌڙن جي بستي، مياڻ. ٣٧. چلر جي، مڇيءَ جي بدن تي چلڪي جي.

جِتي ذَنيرِبُنِ[1] جي، اڳي هُئِي اڪُٽَ[2]،
سي پِڙَ پَسِئو پَٽَ، مَاڻُهُو وَڃَنِ موٽِئا.

١٣

مُون اُذارئا[3] مَچِڙا[4]، اَللهَ گهاٽُو[5] آڻِ،
مِيان[6] مُدارَنِ[7] سين، مُون کي قَادِرَ[8] وِجُهہ مَ ڪَاڻِ[9]،
هَٺَ[10] مُنهِنجي هَاڻِ، پِئو قَدرُ[11] جَنِ ري.

١٤

اوري هُئا تَہ آيا، جيڪُس[12] وِئا پَري،
سَاتِي[13] سَڏَ[14] ڪَري، مَاڳَ[15] نِهاري[16] موٽِئا.

١٥

اِيءَ پِرِ[17] نَہ گهاتُوئَڙَنِ جي، اَئِين[18] جا لُڏو[19] لوڏَ[20]،
ڪُنَ ڪَلاچِيءَ[21] ڪوڏَ[22]، سُکِ[23] نَہ سُتا ڪَڏهِين.

١٦

گهوريندي[24] گهورِ[25] پِئا، اَگهورُ[26] گهورِئائُون،
مَيگَرُ[27] مَارِئائُون[28]، مَلاحَنِ[29] مُنهَن[30] سَنِرا[31].

١. مڇيءَ جي هڪ قسم. ٢. گهٽائي، جهجهائي. ٣. اوڌر يعني رکت تي ورتا (غربت سبب). ۴. مڇيون. ۵. مڇي ماريندڙ. ٦. اي ميان، اي الله. ٧. معاملي ڪندڙن يا واپارين (جن کان اڌارو مال ونجي). ٨. اي قادر، اي سگهارا، اي خدا. ٩. غرض، احتياج. ١٠. هٿ کي، جسم يا سرير کي. ١١. (اهميت جي) خبر يا احساس يا اندازو. ١٢. شايد. ١٣. مڇيون وٺندڙ. ١۴. واڪا، آواز. ١۵. (مهاڻن جي) مڇيءَ مارڻ جون جايون يا هنڌ. ١٦. ڏسي، ڳولي. ١٧. ريت، دستور. ١٨. اوهان. ١٩. هلڻ ۾ اختيار ڪرئو. ٢٠. چال، رفتار، ڊولَ. ٢١. ڪلاڇيءَ جي. ٢٢. ڪوڏ ۾، شوق يا چاهہ ۾. ٢٣. سک سان، آرام سان، فرحت سان. ٢۴. (مڇيءَ کي) ڳوليندي، تلاش ڪندي. ٢۵. گهورَ ۾. ٢٦. ڪُنَ ۾. ٢٧. جيڪو گهوري يا تلاشي نہ سگهجي يعني سمنڊ. ٢٧. مانگر مڇ. ٢٨. ڦاسايائون. ٢٩. ملاحن جا، مهاڻن جا، گهاتن جا. ٣٠. چهرا، مکَ. ٣١. خوش، سرها.

## ١٧

جَان گِهڙندائو گهاتُوئا، تان رَچَڻَ ڏِئو رَنگَ،
سَڳايُون ۽ سَنگَ، ڪَلاچِيءَ ڪِينَ ڪَري.

## ١٨

گَهَہ اُهي گَهاتو ڳَيا، گهوري نَہ جانِ،
جَنهِن پِرِ مَڃَ مَرَنِ، سا پِرِ هِي نَہ سِڪَئا.

## ١٩

جِيئَن جُهڳا پائِين جهولَ ۾، ايئَن نَہ مَرَنِ مَڃَ،
سَنڌَرَ لهَر سَمُندَ جي، ڪي رائُو رڳج رَڃَ،
هي ڃَاڙُوَن ۽ ڃَڃَ، اَجَا اوڙاهُہ اڳاهُون ٿِئو.

## ٢٠

جَان واهُڙَ ۾ وَهُہ، تَان تُون مَڃَ نَہ موٽِئو،
ڪَائي ۾ ڪوهُہ ڪَرِين، پوءِ موٽَڻَ جو پُهُہ،
سِرَ مَٿي تُون سَهُہ، مَهميزُون مَلاحَنِ جُون.

١. جيڪڏهين، ٢. اوهين گهڙندا يا داخل ٿيندا (سمنڊ ۾)، ٣. اي گهاتوئا. اي مڇين مارڻ وارئو، ۴. تہ پوءِ، ۵. رچن کي، مڇين ڦاسائڻ وارن ڄارن کي، ٦. رنگ (مضبوطيءَ لاءِ)، ٧. سنگَ. متيون مائٽيون. عزازتون، ٨. ڪلاچيءَ جو ڪُنُ، ٩. مڇين ڦاسائڻ جا رَڃَ، ١٠. ساڳيا، ١١. (مڇي) ڳولي، تلاش ڪري، ١٢. ريت، نموني، ١٣. مانگر مڇ، هڪڙي قسم جون وڏيون مڇيون، ۱۴. ڦاسن، ١۵. جنهن صورت ۾، ١٦. هڪڙي قسم جا رڃ يعني مڇين ڦاسائڻ جا ڄار (جيڪي عورتن جي پيشگير يعني پڙي جيڏا ٿين ۽ جن کي مهاڻا ٿونئين تي رکي پاڻيءَ ۾ اُڇلائيندا آهن)، ١٧. تون پائين، تون وجهين، ١٨. درياهہ جي جهول (درياهہ لهڻ بعد ڪنهن گوشي يعني ڪنڊ ۾ بيٺل پاڻيءَ)، ١٩. سٽاٽي، جبري، طاقتور، ٢٠. ڇولي، موج، ٢١. اي رائو. اي شهزادا. اي جوان. مهاڻا (ٻي معنيٰ ٿيندي، وڏا رڃ)، ٢٢. ڪاريون يا سمنڊ جون شاخون (جن ۾ پاڻي تانگهو هوندو آهي)، ٢٣. درياهَہ جون تانگهيون ڊنڊيون (جن ۾ مڇيون ڦاسائيبيون آهن)، ٢۴. سمنڊ، ٢۵. اڳئي، پري، ٢٦. جيستائين، ٢٧. (درياهہ جي) ڊوري، ڊنڊ، ٢٨. پاڻيءَ جو وهڪرو، ٢٩. تيستائين، ٣٠. پاڻيءَ جي لهڻ يا گهٽجڻ واريءَ حالت. پاڻيءَ جي لاٽ، ٣١. ڇو، ٣٢. خيال، ٣٣. مٿي، جسم، جان، سرير، ٣۴. تي، ٣۵. برداشت ڪر، ٣٦. ڪُنڍا، سُوئا. ڏڪَ، مڇيءَ کي مٿي ۾ سوئي هڻڻ جي حالت، ٣٧. مهاڻن.

## ٢١

تَان[١] تُون مَڇَ[٢] نَہ موتِئو، جَان[٣] جَرُ[۴] هُئَڙو جَالَ[۵]،
پُونِئي[٦] اَڄُ ڪِ[٧] ڪَالَهَہ[٨]، سَانِيُوبُون[٩] سَانگُنِ[١٠] ۾.

## ٢٢

تَان تُون مَڇَ نَہ موتِئو، جَان جَرُ هُئَڙو سِيرَ[١١]،
آڏا[١٢] مَنڊي[١٣] ڪِيرَ[١۴]، گهَٽَ[١۵] پِہ جَهِلِيَئِي[١٦] گهَاتُئين[١٧].

## ٢٣

سَاوَڻَ[١٨] مَڇَ نَہ موتِيين، بَدِي[١٩] ڪِيَئِي[٢٠] اُڪِيرَ[٢١]،
گهَٽَ ۾ گهَاتُوئَڙَنِ جَا، ڪُتَئِي ڪِلا ڪِيرَ،
تَنڌِهِين سَارِيَئِي[٢٢] سِيرَ[٢٣]، جَنڌِهِين مَڇَ قَاتِين[٢۴] رَڃَ[٢۵] ۾.

## ٢۴

جِيئَن[٢٦] تُون مَڇَ نَہ موتِئو، پَلُو[٢٧] پَلُو مَڇَ،
جَا تو ڏِني اَڄَ[٢٨]، تِنهِن پَاٽِيءَ[٢٩] پُنَا[٣٠] ڏِينهَڙا[٣١].

## ٢۵

ٿُلُهو[٣٢] تو ٿُونَا[٣٣] هَٿِين[٣۴]، مَتو آهِين مَڇَ،

---

١. تيستائين، ٢. اي مڇ، اي مانگر مڇ. ٣. جيستائين. ۴. پاڻي. ۵. گهٽو. ٦. متان توکي پون. ٧. يا. ٨. سياڻي (اڄ ڪِ ڪالهہ = ڪنهن بہ وقت)، ٩. مڇيءَ ڦاسائڻ جا رڇ، ڄار. ١١. سير ۾ (واهڙ جي) وهڪري جي ۾، اونهون، تارِ، گهڻو، ١٢. اڳيان، سامهون، ١٣. ڪوڙي، هٺي، ١۴. ڪِلا. ١۵. (ٻاهر نڪرڻ يا ڀڄڻ جا) رستا، واٽون، راهون، ١٦. تنهنجا جهليا، روڪيا، بند ڪيا، ١٧. گهاتن، مڇي ماريندڙ مهاڻن، ١٨. سانوڻ ۾ يعني مينهن پوڻ واري مهيني ۾ جڏهين مينهن پوڻ ڪري واهڙن ۾ پاڻي جام هوندو آهي، ١٩. بدي (جي مهيني) ۾، جڏهين واهڙن ۾ پاڻي لهي ويندو آهي، ٢٠. تو ڪيئي، ٢١. (واهڙ مان) ٻاهر نڪرڻ جي سڪ يا خيالَ، ٢٢. تو ساري، تو ياد ڪيئي، ٢٣. پاڻيءَ جي جهجهائيءَ واري حالت، ٢۴. ڦابو يا سوگهو ٿئين، ٢۵. مڇين ڦاسائڻ جي ڄار، ٢٦. جنهن صورت ۾، ٢٧. پلو پلو = خراب ڪم، ٢٨. اڄاڻ يا سفيدي، ٢٩. پاڻيءَ جا، ٣٠. پورا ٿيا، ختم ٿيا، ٣١. عمر، حياتي، ٣٢. متارو، متو، موٽو، دنبو، ٣٣. ٿئو، ٣۴. ٿڪرَ، ڊمون، اکلون (ٿونا هٿين = مستيءَ ۾ اچڻو واهڙ جي ڪندن پاسن ۾ منهن جي دوناڙ سان ڪوٽا ڪوٽي ڪرين).

باب تنهنجي رڄ، لکيا لوح قلم ۾.

٢٦

ڪنڍي ڪليُن وچ ۾، جوڙي هنئي جن،
مون کي مون پرين، ڪڍڻ جي ڪاڻ ڪئي.

٢٧

ڪنڍي ڪليُن وچ ۾، جڏهين هنيائُون،
موت نه ماريائُون، ڏور ڏيئي وِيا ڏکَ جي.

وائي

گهاتوئڙا اَدا، متان ائين رڄ وڃايو،
گهوري ماري گهاتوئا، رڄن رنگ ڏڄائو،
مهندان اَن مُلڪَ جو، ائين ڪو ڏپ ڪجائو،
ڪري صلاح سيد چئي، اونهي اهريجائو.

---

١. بابت، واسطي، ٢. مڇين ڦاسائڻ جا چارَ، ٣. لوح قلم = ڀاڳ، قسمت، نصيب، ۴. مڇيءَ ڦاسائڻ لاءِ رڪ جو ٺهيل هڪ اوزار، ڪانٽو، ڪنڍو، سُوئو، ۵. ڳلاڦن، نڙيءَ، ٦. پوريءَ طرح چٽائي، ٺاهي نوڪي، ٧. منهنجي، ٨. محبوبن، ٩. قدرتي طور موت (ڏيڻ) سان، ١٠. فنا ڪئائون، ساهه ڪڍيائون، ١١. رسي يا نوڙي (ڪنڍيءَ ۾ ٻڌڻ جي)، ١٢. سور، درد، ١٣. اي گهاتوئڙا، اي گهاتو، اي مڇي ماريندڙو، ١۴. ڀائو، ١۵. مڇڻ، ١٦. اوهين، ١٧. خراب ڪريو، ضايع ڪريو، ١٨. ڳولي، ڊونڊي، ١٩. (مڇي) ڦاسائي، ٢٠. رڃن ڪي، ٢١. رنگ، ٢٢. اوهين ڏجو، ٢٣. اڳئان، ٢۴. ديس، ڏيهه (آخرت)، ٢۵. خوف، ٢٦. ڪجو، ٢٧. مشورو، مصلحت، ٢٨. اونهي ڌانهن (سمنڊ ڌانهن)، ٢٩. اوهين (ٻيڙيون ڪاهي) هلجو.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيمِ

# سُرُ شِينهن ڪيڏارو

## داستان پهريون

### ١

مَتي[١] جَنهَن[٢] مَدارُ[٣]، ڪانڌ[۴] تَنهنجو تَڪيو[۵]،
پانَ[٦] اُوچو[٧] عادَتَ نيچي[٨]، سِينهان[٩] ايءَ پَروارُ[١٠]،
ڪَرِ ڪَيسَرِ[١١] جو جِهارُ[١٢]، ذِني[١٣] جِنهِن[١۴] ذارَتِ[١۵] لَهي[١٦].

### ٢

مُوران[١٧] ماٺو نَه[١٨] ٿِيي، تازي[١٩] جو تُوڙان[٢٠]،
هاٿي[٢١] جي[٢٢] هيٺو[٢٣] وَهي[٢۴]، تَه گهَڻ[٢۵] مُلهو[٢٦] گهوڙان[٢٧].

### ٣

ڇوٽيءَ[٢٨] نَريءَ[٢٩] مُڪِتيءَ[٣٠] تَريءَ[٣١]، ڇوٽو ڪيهَرِ[٣٢] پاڻ،
گَجي[٣٣] تَه گينورَ هَٽي[٣۴]، بِيا[٣۵] مِرون[٣٦] آسان[٣٧].

### ۴

سَهسين[٣٨] مِڙي[٣٩] سِيارڙا[۴٠]، جَنبُو جاڳَر[۴١] ڪَنِ،
ڪيهَرَ[۴٢] ڪَنُ نَه اُڏڪي[۴٣]، ڏاءِ[۴۴] نَه ڏِجي تَنِ[۴۵]،

---

١. متي تي، سِر تي. ٢. جنهن جي. ٣. ذميواري، جوابداري. ۴. صبر، تحمل، بردباري، سهپ يعني برداشت جو مادو. ۵. آستان، رهڻ جي جاءِ، عادت، خصلت، ڪڻ. ٦. خود. ٧. اتم، اعليٰ. ٨. سادي، خسيس، معمولي، غريباڻي، ادنيٰ. ٩. سينهن يعني شينهن جو. ١٠. دستور، طريقو، طور. ١١. شينهن، شير. ١٢. سلام، ساراهه. ١٣. ڏسڻ سان. ١۴. جنهنجي. ١۵. بک، اڃا، سڌ. ١٦. پوري ٿئي، ختم ٿئي. ١٧. اصل، بنهه، هرگز. ١٨. ڍرو، بي زورو، جهڪو، ڍلو، خاموش. ١٩. تکو، تيز. ٢٠. توڙ کان، اصل کان، بنياد کان، شروعات کان. ٢١. جانور جو هڪ قسم، گينڊو، فيل، پيل، هاٿي. ٢٢. جيڪڏهن. ٢٣. ڍرو، آهستي. ٢۴. هلي، پنڌ ڪري. ٢۵. گهڻي، جهجهي. ٢٦. ملهه وارو، قيمت وارو. ٢٧. گهوڙن کان. ٢٨. ننڍيءَ. ٢٩. نريءَ (نونڻ ۽ هٿ جي وچ واري ۽ ٽنگ جي گوڏي کان پير جي مُريي تائين واري هڏي)، سان. ٣٠. موڪريءَ، ويڪريءَ. ٣١. هٿ جي سنئين پاسي واري ۽ پير جي هيٺئين پاسي واري حصي (سان). ٣٢. شينهن، شير. ٣٣. گجگوڙ يا گجڪار ڪري، آواز ڪري. ٣۴. ڊيڄاري، خوفزده ڪري. ٣۵. باقي رهيل. ٣٦. جانور. ٣٧. سولا يا سوکا (مارڻ يا شڪار ڪرڻ ۾). ٣٨. سون جي تعداد ۾. جهجهي انداز ۾. ٣٩. ملي، گڏجي. ۴٠. جهنگ جا جانور، جنبو، گدڙ، شغال. ۴١. ميڙو، گڏجاڻي. ۴٢. ڪيهر جو. ۴٣. الڪو يا ڪنڪو ڪري، فڪر يا اون ڪري. ۴۴. ڏاءَ کان، ڏپ کان. ۴۵. تن جي.

گِدَڙَ مَرُ گِرَنِ، سِينهَن نَہ ذيجو دلِ کي.

٥

کُرَهو کيهَرِيا، پَسو واگُهہ ولاڙئو،
بيتو بَاپَ مُلان، ذَرو ضَايَع نَہ کَري.

٦

بيتو بَاپَان وِتَرو، کَرَهو کيهَرِ جو پَسُ،
آپُ چَپَاوَڙُ پَرُ مَارَڙُ، ذاتَ سِينهَان جي جَسُ،
جِتَ لَگِي دَمَامَنِ دَسُ، اُتِ مَتي اَڙِبَنِ اُسِري.

٧

اِيءَ کَيسَر جي کَارِ، جيئَن هَاتيءَ کي هَٿُ هَٿي،
جِي وِيهَنِ واڳِينِ ويڙهئو، تَوءِ لانجهو کِيمَ نِهَارِ،
کِلي وِبَرَ قَرارِ، رِءَ کِلي تِيي کَهَرو.

٨

اِيءُ کيهَرِ جو کَمُ، جيئَن هَاتيءَ جو هَڏُ گُهَرِي،
نِهوڙي نَايُنِ سِينِ، دَمَائِيسِ نَہ دَمُ،

---

١. هڪ قسم جا جهنگلي جانور. سيارڙا. سيال. جنبو. ٢. پلي. ٣. گيرت ڪن. ڪيڪرات ڪن. ۴. سينهن جي. شينهن جي. شير جي. ۵. ڊپ. خوف. ادڪو. ٦. پچو. ڦر. ٧. ڪيهر جو. شينهن جو. شير جو. ٨. ڏسو. ٩. (جيتو) شينهن. ١٠. ڪاوڙئو. ڏمرئو. ١١. پٽ. ١٢. باپ. پيءُ. ١٣. منجهان. ١۴. ٿورو. ١۵. گهٽ. ڪم. ١٦. باپ ڪان. باب ڪان. پيءُ ڪان. ١٧. وڌيڪ. بهتر. ١٨. خود. ١٩. لڪائڻ. ٢٠. پئو. ڌاريون. ٢١. شڪار ڪرڻ. ڦاسائڻ. ٢٢. ذات ڪي. قوم ڪي. آڪهہ ڪي. ٢٣. سينهن. سينهن. ٢۴. آفرين. شاباس. ٢۵. وڄي. ٢٦. دمامن جو. دهلن جو. ٢٧. واڄو (لڳي دمامن دس = لڙائيءَ جو بگل يا نقارو وڄي). ٢٨. تي. ٢٩. ترارين جي نوڪن يا چنهنبن. ٣٠. متان پئي. ٣١. ڪيهر. شينهن. شير. ٣٢. ڪم. ڪرتب. ڏاهپ. ڪاريگري. ٣٣. هڪ قسم جي جانور. گينور. فيل. ٻيل. ٣۴. هٽ هٽي = پڪڙي يا جنبڙي (جهيڙي ڪرڻ لاءِ). ٣۵. جيڪڏهين. ٣٦. ويهن جي تعداد ۾. تمام گهڻين. ٣٧. واڳن ۾. رسين يا نوڙين ۾. ٣٨. ويڙهيل. ٻڌل. ٣٩. تنهن هوندي. ۴٠. هيٺو. ڪمزور. بي همت. ڪم طاقت. ۴١. نہ. ۴٢. ڏسُ. ۴٣. ڪلي جي. جنگ يا لڙائيءَ جي. ۴۴. وقت. مهل. ۴۵. ڪرڙو. جاڏو. مضبوط. سگهارو. اڻ موٽ. ۴٦. ڪان سواءِ. ۴٧. سست. ڪاهل. ۴٨. جسم. بدن. ۴٩. طلبي. ۵٠. زور سان جهلي. ناس ڪري. چٽ ڪري. نابود ڪري. ۵١. چنبن. ۵٢. ان کي دمائي. ان کي ساهہ کڻائي. ان کي فرصت ڏي. ۵٣. ٿورو وقت.

ڪِلي[1] ويرَ[2] قَدَمُ[3]، ڪوڙي[4] پَرَ[5] ڪَٽي[6] نَهين[7].

## ٩

ڪيهَرِ[8] ڪوڙي[9] لَکُ[10]، جو[11] هاٿيءَ[12] جو هَڏُ[13] گُهري[14]،
پَسي[15] وَڏو[16] وَڳُ[17]، جَنبُو[18] جِمَ[19] جُهارِين[20].

## ١٠

ڪُرَها[21] ڪيسَرِئا[22]، وَرِيومِ[23] آهِين بُڪئو[24]،
لاهي[25] هامَ[26] هِنيان[27]، جَنبُو جِم جُهارِين.

## ١١

جَنبُو نَ جُهونجارُ[28]، سِينهَن[29] وَڏيئي[30] سَتَ[31] سين،
وَڪو[32] ويرِيُن[33] ويڙهيئو[34]، توءِ[35] هَٽائي[36] هَزارَ[37]،
ڪَيسَرِ ڪِلي[38] وارَ[39]، تو گَسَ[40] نِهاري[41] گينورِين[42].

## ١٢

جَنبُو نَ جُهونجارَ، سِينهَن وَڏيئي سَتَ سين،
ڪيهَرِ ڪِلي وارَ، هَرِ[43] دَمُ هَٽي[44] هَٿَ[45] سين.

١. ڪلي جي، لڙائيءَ جي، جنگ جي، جهيڙي جي، ٢. ويل، وقت، مهل، ٣. پيرُ، پڳُ، ۴. ڪپائي، چمائي، برقرار رکي، ۵. مگر، ٦. هٽائي، پري ڪري، ٧. نہ، ٨. ڪيهر جي، شينهن يا شير جي، ٩. ڪوڙيءَ سان، ڇاتيءَ سان، سيني سان، ١٠. مل، گڏج، ١١. جيڪو، ١٢. هڪ قسم جي جانور، گينور، فيل، پيل، ١٣. بدن، جسم، جان، ١۴. طلبي، ١۵. ڏسي، ١٦. گهٽي عدد يا تعداد وارو، ١٧. ولر يا ڌڻ يا ٽولو، ١٨. گدڙ (هڪڙي قسم جا چالاڪ جهنگلي جانور)، ١٩. متان، مڃڻ، ٢٠. ساراهيين، واکاڻيين، ڏيان يا خيال ۾ آڻيين سگهہ، ٢١. اي ڪرها، اي ٻچا، ٢٢. ڪيسر جا، ڪيهر جا، شينهن جا، ٢٣. تون مون ڏانهن وريو يعني موٽيو آهين، ٢۴. خالي پيٽ، لنگهڻ، ٢۵. هاري، ختم ڪري، ٢٦. همت، ٢٧. هنيين مان، دل مان، ٢٨. بهادرُ، پهلوان، ٢٩. شينهن، ٣٠. جهجهيءَ، ٣١. طاقت، سگهہ، ٣٢. بهادر (شينهن)، ٣٣. دشمن، ٣۴. گهيري ۾ ڪئو، وڪوڙئو، ٣۵. تنهن هوندي بہ، ٣٦. ڀڄائي، ڊوڙائي پري ڪري، ٣٧. هزارن جي تعداد ۾، ٣٨. ڪلي جي، ٣٩. وير، ۴٠. رستا، واٽون، ۴١. ڏسي، تڪي، ۴٢. گينورن جا، هاٿين جا، ۴٣. هر وقت، ۴۴. ماري، سٽي، ۴۵. چنبي.

## ١٣

هَاتِي[1] هِمَتَ[2] سين هَٽِي[3]، هَرَڻَا[4] هَٿُ نَہ ڏي[5]،
سَامُهُون[6] اَچي جَنِ کي، سي نِهوڙي[7] نِٿي[8]،
اِنَ کيهَرِ[9] کَنَان[10] کي[11]، پَگَا[12] پاڳين[13] اُبهَنِ[14].

## ١٤

کيهَرِ چوتو[15] کَنَ کُرا[16]، کَنڌَ[17] کَرِيبو[18] کوهُہ[19]،
کُرَ[20] ري[21] کَرِهُ[22] نَہ تِئي[23]، پِتَ رِءَ چِٽُ[24] نَہ هوءِ[25]،

## ١٥

سَگِيٽِي[26] تَہ اُوچَ[27] سَگِيٽِي، نِيچَ[28] سَگِيٽِي تَہ کِرتِ وراهُہ[29]،
جِيلانِهَن[30] کيهَرِ سين مَائِٽي، تِيلانهَن[31] کَنسَرَ[32] چَري گاهُہ.

## ١٦

ڳَئُون مَارِئو ڳَرِ چَڙهي، ڳَرِ چَڙهئو ڳَئُون کاءِ،
کيهَرِ پَلاٽِي[33] جي سَهي[34]، تَہ لُنءَ[35] لُنءَ لاکَ[36] وِکاءِ[37].

## ١٧

روجَهہ[38] نَہ پَکڙِجَن[39]، مَتَا[40] جي مَاهِ[41] ڳَهٽِين[42]،

---

١. هاٿيءَ کي، ٢. طاقت، زور، سگهہ، بهادري، ٣. ماري، شڪار ڪري، ۴. هرڻ کي، مرگهہ کي، آهوءَ کي، ۵. هٿ نہ ڏي = نظرانداز ڪري، ٦. اڏو، اڳيان، ٧. زور سان جهلي يا ٻڪڙي، ناس يا جٽ ڪري، ٨. وٺي يا ڪٽي وجي، ٩. شينهن، شبر، ١٠. ڪان، ١١. ٿورا (جانور)، ١٢. فرار ٿئا، ڊوڙي ڀاسي ٿئا، ١٣. ڀاڳن سان، خوش قسمتيءَ سان، نصيبن سان، ١۴. بچن، سلامت رهن، ١۵. (قد جو) ننڍو، بندرو، هلڪو، ١٦. ننڍا، ١٧. ڪنڌ کي، ڳچيءَ کي، سسيءَ کي، ١٨. ڪبو، ١٩. چا، ٢٠. نسل، ٻڻ، بنياد، حسب نسب، ٢١. ڪان سواءِ، ٢٢. جنگ، لڙائي، ٢٣. جيتجي، کٽجي، فتح ڪجي، ٢۴. نقش، گلڪاري، ٢۵. ٿئي، ٢٦. عزازت، مائٽي، دوستي، ٢٧. اوچ سان، اعليٰ سان، ٢٨. نيچ سان، ادنيٰ سان، ٢٩. وٿاهہ، دائمي فڪر، ٣٠. جنهن صورت ۾، ٣١. تنهن ڪري، ٣٢. ڳانءِ، ڳئون، ڍڳي، ٣٣. پلاڻ، (بار کڻڻ لاءِ) اٺ جي پٺيءَ تي رکڻ لاءِ هڪ قسم جو سنج يا ساز، ٣۴. برداشت ڪري، ٣۵. لنءَ لنءَ = وارُ وارُ (بدن جو)، ٣٦. لکن ۾، ٣٧. وڪرو ٿئي، وڪامي، ٣٨. جهنگلي يا جابلو ڍڳيون، ٣٩. (دوستيءَ لاءِ) هٿ ڪجن، ۴٠. ٿلها يا متارا ٿئا، ۴١. ماهہ سين، گوشت سين، ماس سين، ۴٢. جهجهي.

ڪِـجـي سَـڱُ[1] سِـيـنـهَـنِ[2] سين، واڪـي[3] جـي وَرَنِ[4].

(۱۸)

ڪُرَهَا[5] جي ڪيـهَـرِ[6] جَا، هيـڪَـلائي[7] هَلَنِ[8]،
اَتَنِ[9] شَوقُ[10] شِڪَارَ[11] جو، مَارَڻُ آهِين[12] مَنِ[13]،
ڇَڏئُو[14] جَهنگُ مُرَنِ[15]، ڪيهَرِ جي ڪُرَ واسَ[16] سين.

۱۹

ڪيهَرِ[17] قَصَدُ[18] ڪَبَابَ[19] سين، مَچِي مُورَ[20] نَه ڪَاءِ[21]،
جي[22] سِينهَانِ[23] سُؤُ[24] لَنگهَڻين[25]، تُوءِ[26] نَه لِڪَ[27] لَڪَاءِ[28]،
پيرُ[29] تِنَهِين پَاءِ[30]، جِتِ نَاهِه مَجَالَ[31] مُرُونءَ[32] جي.

۲۰

نِينهَن[33] سِيچَاڻي[34]، سِينهَن، تِنهِي قَصَدُ ڪَبَابَ سين،
رَاتِ ڪَاڏَائُون ڏِينهَنِ، تَه پُڙ پُٽَنِ[35] بُکِئَا[36].

۲۱

آهي عَاشِقَنِ کي، ڪَاڙهو[37] مَنجهه ڪُرِيزَ[38]،
جي مَٿي[39] وَڃي[40] ڳِجهه[41]، تُوءِ نِهَارِي[42] ڏُوندَ[43] ڏي.

---

۱. مائٽي، دوستي، ۲. شينهن، شيرن، ۳. واڪي تي، سڏ تي، پڪار تي، دانهن تي، ۴. اڇن (مدد لاءِ)، ۵. ٻچا، ۶. شينهن، شير، ۷. اڪيلا. ۸. گهمن، ڦرن، ۹. انهن کي آهي، ۱۰. چاهه، خيال، سَڌ، خواهش، ۱۱. جانورن جي مارڻ جو ڪم، ۱۲. انهن کي آهي، ۱۳. من ۾، دل ۾، ۱۴. ترڪ ڪئو، خالي ڪئو، ۱۵. جانورن، ۱۶. آمد، رهائش، ۱۷. ڪيهر جو، ۱۸. آرزو، مستقل ارادو، چاهه، ۱۹. گوشت، ماس، ماهه، ۲۰. اصل، بنهه، ۲۱. ڪائي، ۲۲. جيڪڏهين، ۲۳. شينهن، شير، ۲۴. سون جي تعداد ۾، تمام گهڻن، ۲۵. لنگهڻن سان، بکن سان، فاقن سان، ۲۶. تنهن هوندي به، ته به، ۲۷. ذرو، ۲۸. لڪائي، محسوس ڪرائي، ڏيکاري ڏي، ۲۹. قدم، وک، ۳۰. پائي، وجهي، ۳۱. وسَ، پڄندي، پهچ، قدرت، همت، جرئت، ۳۲. (ٻي ڪنهن) جانور، ۳۳. عشق، محبت، پيارَ، ۳۴. هڪ قسم جي شڪاري، پکيءَ، باز پکيءَ، ۳۵. وتن، هلن، ڦرن، ۳۶. خالي پيٽ، بنان کاڌي، لنگهڻ، ۳۷. عذاب، آزار، درد، ۳۸. پکيءَ جا پراڻا کنڀ ڇڻڻ يا کومڻ کان بعد وارو عرصو جنهن ۾ وري نوان کنڀ ڄمندا آهن، ۳۹. آسمان ڏانهن، ۴۰. اڏامي، ۴۱. هڪ مشهور ڊوند يا مردار کائيندڙ وڏو پکي، ڪرڪس، ڳجهه، ۴۲. ڳولي، ڏسي، نگاهه ڪري، ۴۳. مئل جانورن جي لاشن.

## ٢٢

عَاشِقُ توءِ آزارَ سين، جي مَتي وَجي ڳِيجَهہ،
جي وِينو مَنجِهہ ڪُرِبَ، توءِ سِيچَاٽِي شِڪَارَ سين.

## ٢٣

ڪَڻُ[1] بوِرائُو[2] بَازَ ڪي، ڳِجَهہ ڪي ڏِجِ مَ ڳَلُ[3]،
تُون هُمَا[4] ءَ ڏي هَلُ[5]، شِڪرو[6] سَاڻُ ڪَٽِي.

## ٢٤

ڪَڻُ بورائو بَازَ ڪي، ڳِجَهہ جي ڪِجِ مَ ڳولَ[7]،
ڍُوڙَ[8] جَنهين ڍُونڍَ ڏي، رِڻَ[9] ۾ وَتي[10] رولَ[11]،
جو بَهُون[12] پَاري[13] ٻولَ[14]، سو هَٿَان[15] ڇَڏِ مَ شِڪرو.

## ٢٥

ڪَڻُ بورائُو بَازَ ڪي، ڳِجَهہ مَ ڳَري[16] لاءِ،
آهي اِنَ اَنڌِيءَ[17] جي، جِيفي[18] پَاسي[19] جَاءِ[20]،
ڪَاجُ[21] اُهوئِي ڪَاءِ[22]، هُو جو قُوتُ[23] ڪِلابَ[24] جو.

---

١. وٺ، هٿ ڪر. ٢. راهہ يا رستو ڏيکاريندڙ، رهنما، رهبر. ٣. پاسو (ڏج مَ ڳل = واسطو نہ رکج). ۴. هڪ خيالي پکي (ماڻهن جو عقيدو آهي تہ جنهن ماڻهوءَ تي هما جو پاڇو پوندو اهو بادشاهہ ٿيندو ). ۵. پنڌ ڪر، وڃ. ٦. باز جو هڪ قسم. ٧. تلاش. ٨. ڍُڪَ، پڄ، پنڌ. ٩. سڃ، بيابان، برپٽ. ١٠. هلي، ڦري. ١١. آواري، دربدر، بي ٺا نيڪي، بي ماڳي. ١٢. گهڻي انداز ۾. جهجها. ١٣. پورا ڪري، نباهي، وفا ڪري. ١۴. قول، انجام، اقرار، سخن. ١۵. هٿ مان. هٿ ڪان، قبضي مان. ١٦. ڳري سان، ڇاتيءَ سان، ڳلي سان. ١٧. نابين، نياڳيءَ، بدبخت. ١٨. جيفي جي، ڍوندي جي. ١٩. پاسي ۾، ڀر ۾. ٢٠. ماڳُ، هنڌ. ٢١. ڪاڄو. ٢٢. ڪائي، تناول ڪري. ٢٣. خوراڪ، ڪاڌو، غذا. ٢۴. ڪتن.

## وائي

اُونِي[١] مَتي[٢] لَڪَ[٣]، مُون ٻاروچَا[۴] ڀانيا[۵]،
تَازو[٦] پير[٧] پُنهُونءَ جو، نَہ ڪنهن جهورِئو[٨] جَهڪَ[٩]،
مُون کي چَڏي[١٠] هَلِئا، ذَرُّ[١١] ذُٽِئو[١٢] تنهن ذَڪَ[١٣]،
ڪَانُ[١۴] ڪوهِيَاري[١۵] جو هَنيو[١٦]، رُئَاڙِيس[١٧] اُنَهيءَ رُڪَ[١٨]،
آگا[١٩] عَبداللطيف رح چَئي، مُون کي هَادي[٢٠] ميڙِين[٢١] حَقَ[٢٢].

---

١. اٺن وارو، جت، سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ جا ڀائر، ٢. مٿان، تي، ٣. جبل، ۴. ٻروچ، بلوچ، پنهونءَ جا ڀائر (جيڪي بلوچ قوم جا هئا)، ۵. سمجهئا، ٦. هاٺوڪو، ٿورو وقت يا دير اڳ وجود ۾ آيل، ٧. (پير جو) نشان، ٨. ڊڪئو، ڊانو، ڦٽايو، ٩. تيز هوا، طوفان، ١٠. ڦٽو ڪري، ١١. جسم، جان، سرير، ١٢. لوڏئو، ڌوڏئو، ڌونڌاڙئو، لرزايو، ڌڪايو، ١٣. چوٽ، صدمي، ١۴. تير، ٻاڻ،١۵. ڪوهيار يعني جابلو علائقي جي رهڻ واري (پنهونءَ)، ١٦. لڳايو، ١٧. مونکي رئاڙيو، مونکي اکين مان لڙڪ وهايا، ١٨. (رُڪ مان ٺهيل) ڪانَ، ١٩. اي آگا، اي مالڪ، اي خدا، ٢٠. هدايت ڪندڙ، رهبر، ٢١. ملائين، ٢٢. حق جو، سچ جو.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُرُ مَارُئِي

## داستان پهريون

### ①

اَوَلُ[1] نَامُ[2] اَللهَ جو، مِڙنئُون[3] مَٿاهُون[4]،
ڪيئَن[5] ڪَري قَبُولِئَان[6]، عُمَرَ[7] ڪي آئُون،
رازِقَ[8] رَضَائُون[9]، مُون مَٿي[10] اُتي[11] مَجِيُون[12].

### ②

وَطَنُ[13] مُون مَلِيرُ[14]، قَضَا[15] آندِيَس[16] ڪوٽَ[17][18] ۾،
اَصلِ[19] مُنهِنجي اَنگَ[20] ۾، جُڙِئو[21] هو زَنجِيرُ[22]،
چَانڪ[23] پِيئَندِيَس پِرِينءَ[24] سين، پَائُرَ[25] جو پَنِيرُ[26]،
هَاجَا[27] ڪِئو حَمِيرُ[28]، بِاللهِ[29] نَي[30] ٿو بَندَ[31] ۾.

### ③

بِاللهِ آهِيَان بَندَ ۾، ڏُئَان[32] ڪيئَن ڏَبِرُ[33]،
وِڻَ[34] وَراڻي[35] نَاهِ ڪَا، سُومَرو[36] سَبِرُ[37]،

---

١. پهريائين، سڀ کان اڳ. ٢. نالو. ٣. مڙني (شين) کان، سڀني (شين) کان. ۴. بلند، اوچو، افضل، پلو. ۵. ڪهڙيءَ طرح، ڇو. ٦. آئون قبول ڪريان، آئون (مڙس يا شوهر) مڃيان. ٧. سومرا خاندان جي سنڌ جي هڪ حڪمران جو نالو جيڪو سنڌ جي ٿر علائقي مان مارئي نالي هڪ ڇوڪري اغوا ڪري پنهنجي گاديءَ واري شهر عمر ڪوٽ ۾ کڻي آيو. ٨. رازق يعني رزق ڏيندڙ جون، خدا جون. ٩. حڪم، امر. ١٠. سِر. ١١. تي. ١٢. قبول ڪيون. ١٣. ديس، ملڪ. ١۴. منهنجو. ١۵. سنڌ جي ٿر علائقي ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو جتي مارئي رهندي هئي. ١٦. تقدير، قسمت. ١٧. مون کي آندو. ١٨. عمر ڪوٽ. ١٩. اصل کان، ازل کان، عاد کان، شروع کان. ٢٠. قسمت. ٢١. ٺهيو، تيار ٿيو، لکيو، مقرر ٿيو. ٢٢. نير، لوهه مان ٺهيل ڪڙين واري رسي (هتي معنيٰ ٿيندي قيد يا بند). ٢٣. اميد اٿم، مون ليکي، سمجهان ٿي. ٢۴. محبوب. ٢۵. ٿر علائقي جي ڏکڻ واري حصي جو نالو پر هتي سڄو ٿر علائقو مراد آهي. ٢٦. سڪل ڏڌ يا لسيءَ ۾ پاڻي وجهي ان کي باهه تي ڪاڙهڻ بعد پنير ٺهندو آهي جوڏاڍو لذيذ ٿيندو آهي. ٢٧. ظلم، ڏاڍايون. ٢٨. امير، سردار (عمر سومرو). ٢٩. الله جو قسم. ٣٠. وٺي يا ڪٽي وڃي. ٣١. قيد. ٣٢. (پاڻيءَ جي ذريعي) صاف ڪريان. ٣٣. ڪٽي، لوئي، گودڙ، رلي. ٣۴. وِڻ جي، ڳالهه جي، ڏورابي يا اوپالي جي. ٣۵. وراڻي جي (جاءِ يا مجال)، وراڻيءَ يا ورنديءَ يا سوال جواب جي (جاءِ يا مجال). ٣٦. عمر بادشاهه جيڪو سومرا خاندان مان هو. ٣٧. گهڻي ٻر وارو، زور وارو، طاقتور، سگهارو.

مِيان[1] مَهربانُ[2] ڪَرِبين[3]، الاهِي[4] عُمَرُ[5]،
ويڙهِـ[6] پَسان[7] سو ورُ[8]، جيڏانهن[9] عالَم آسرو[10].

۴

جيڪِس[11] جيئلاهِين[12]، مارُو[13] ناهِـ مَليرَ[14] ۾،
مُنهِنجِي تيئلاهِين[15]، اَچِئو ڪَرَ[16] ڪونهِ لَهِي[17].

۵

ڪوءِ[18] آسون[19] عُمَرَ ڪوٽَ جُون، وَرُ[20] جَهنگَلَ[21] ۾ جُهوپِي[22]،
جيَ[23] اَباڻَنِ[24] اَڏِئا[25]، ڳُڻَنِ[26] سين گُوپِي[27]،
ويندِيَس ويڙهِيچَنِ[28] ڏي، لوهَـ[29] پَيجي[30] لُوپِي[31]،
چِپِڙَ[32] آئُون چُوپِي[33]، سِڪَ[34] لاهِيندي سُومرا.

۶

ڪوءِ آسون عُمَرَ ڪوٽَ جُون، وَرُ وَهَڻُ[35] وَسڪاري[36]،
مُنهِنجو تُورُ[37] تَلِيَنِ[38] ۾، چِيهَا[39] تو چَاري[40]،
مَرِي ويندِيَس ماڳِهين، ساهيڙِيُون سَاري،
ڏيئي[41] ڏِتَ[42] ڏاري[43]، آهِم[44] اُنِّي[45] مِينهڙِين[46].

---

١. اي ميان، اي خدا. ٢. مهر ڪندڙ، ڪهل يا قياس ڪندڙ، رحمدل، ٻاجهارو. ٣. تون ڪر. ۴. اي الله. ۵. سومرا خاندان جي سنڌ جي هڪ حڪمران جو نالو جنهن مارئيءَ کي سنڌ جي ٿر واري علائقي مان زوريءَ ڪٺي پنهنجي گاديءَ واري شهر عمر ڪوٽ ۾ اچي بند ڪيو. ٦. ويڙهه ۾، جهنگ ۾ (مارئيءَ جي مائٽن مارن جي ملڪ ۾). ٧. ڏسان. ٨. مڙس، ڀتار. ٩. عالم جو، دنيا جو، جهان جو. ١٠. اميد، تمنا، آس. ١١. شايد. ١٢. جيئن تہ، جنهن صورت ۾. ١٣. مالُ چاريندڙ (مارئيءَ جو مڱيندو). ١۴. سنڌ جي ٿر علائقي ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو (جنهن جي مارئي رهاڪو هئي). ١۵. تنهن ڪري. ١٦. خبر، حال احوال، سارَ سنڀال. ١٧. وٺي. ١٨. ٻنِ، ڪڏ ۾، کوهه ۾، (ٻوَن) ١٩. آسائشون، سُکَ، آرام. ٢٠. بهتر، ڀلا. ٢١. قدرتي طرح پيدا ٿيل وڻن ۽ ٻوٽن واري علائقي. ٢٢. ککن ڪانن جا ٺهيل گهر، ڀونگا. ٢٣. جيکي. ٢۴. ابي ڏاڏي جي اولاد يا انهنجي مٽين يا هينئين پيڙهيءَ وارن مائٽن. ٢۵. جوڙيا، ٺاهيا. ٢٦. نيڪين، چڱاين. ٢٧. مضبوط ڪري. ٢٨. ويڙهه يعني جهنگل ۾ رهندڙن، (مارئيءَ جي مائٽن) مارن. ٢٩. لوهه مان ٺهيل زنجيرون ۽ نير. ٣٠. توڙي. ٣١. موڙي. ٣٢. هڪ قسم جا جهنگلي ميوا، متيرا. ٣٣. ڪائي. ٣۴. آس، چِڪ، خواهش. ٣۵. وجڻ. ٣٦. وسڪاري يعني مينهن وسڻ واري جاءِ يا ماڳ ڏانهن. ٣٧. هر عمر جو ڪريون، هڪ جيڏيون، ساهيڙيون، سرتيون. ٣٨. ٻن ڀٽن جي وچ وارن ميدانن (جتي مينهن جو پاڻي گڏ ٿيندو آهي ۽ پاڻيءَ سڪڻ بعد گاهہ يا ٻوڪ ٿيندي آهي)، ترايون. ٣٩. هڪ قسم جو گاهہ. ۴٠. چوپائي مال کي ڪارائي. ۴١. ڏائي، ملاقات جو انجام، وعدو. ۴٢. ٿر جي هڪ وارياسي حصي جو نالو. ۴٣. وٽ، پاسي ۾. ۴۴. منهنجو آهي. ۴۵. وسندي. ۴٦. مينهن يعني برساتن ۾.

٧

مُنهِنجو تُورُ تَليُنِ ۾، اُئون هِت بَنديَاڻيٖ[١]،
مُون[٢] ڏاڏاڻيٖ[٣] ڏيهَ ۾، ڦَرِهَ[٤] ۾ لاڻيٖ[٥]،
ڪَنديَس رِهَاڻِي، مَارُوءَ پَاسِ مَليرَ ۾.

٨

نَنگَان[٦] آهِيُون نِڪَتا[٧]، اَسين مَارُو[٨] لوڪَ[٩]،
تَرِ ڪي پَانِيُون توڪَ[١٠]، جَا ڏِڪَ[١١] ڏاتِيَڙَنِ[١٢] جِي.

٩

سَدا[١٣] جَنِ[١٤] پَريَاڻُ[١٥]، پَانَديءَ[١٦] پَڪي[١٧] لَڏَ[١٨] جو*،
وِتَا ڳُڻَنِ[١٩] سَاڻُ، مَارُوئَڙا تَرُ اُڪِري[٢٠].

١٠

وِتَڙا ڳُڻَنِ سَان، مَارُوئَڙا تَرُ اُڪِري،
تَنِ[٢١] پُڄَاڻَان[٢٢] آنءُ[٢٣]، جَاڙَ[٢٤] جِيَان[٢٥] ٿِي جِيڏِيُون.

١١

مَارُو مَاڳِ[٢٦] نَه هِيڪِڙِي، اوڏا[٢٧] نَه ڳوٺَانِ[٢٨]،

---

١. بند ۾ پيل، قيد ۾ پيل، ٢. منهنجي، ٣. ابن ڏاڏن جي، مائٽن جي، ٤. هڪ قسم جا ٻوٽا (جن جا ڪانا قد ۾ ٣، ۴ فوٽ ٿين ۽ مٿان ننڍا سنگ ٿين ٿا جن ۾ سائوڻ جي داڻن جهڙو انُ ٿئي ٿو)، ٥. ٻوٽي جو هڪ قسم (هن جا ٻه نمونا آهن، هڪ ڪاري لاڻي جنهن کي اٺ کائيندا آهن ۽ ان کي ساڙي ڪپڙن ڌئڻ جي ڪار ڻاهي ويندي آهي ۽ ٻي مٺي لاڻي جنهن کي رڌي ماڻهو ڀاڄيءَ طور کائيندا آهن)، ٦. ننگ ڪان، واسطي يا لاڳاپي ڪان، ذات پات ڪان، ٧. نڪتا، علحدو يا جدا ٿيا، ٨. مالوند، چوپائي مال تي گذران ڪندڙ، ٩. ماڻهو، ١٠. نعمت، سٺي شيءِ، ١١. پناهه، ١٢. ڏٿ (ٿر ملڪ جي هڪ حصي) جي رهاڪن، مارن، ١٣. هميشه هر وقت، ١۴. جن کي، ١٥. خيالُ، ٻورُ، اونو، ١٦. پانڌيءَ جو، (ڪپڙي جي) تاڃيءَ کي سوگهي جهلڻ لاءِ ڪورين جي هڪ اوزار جو، ١٧. (ڪپڙي جي) پيٽي کي پچائڻ لاءِ ڪورين جي هڪ اوزار، ١٨. مال اسباب، * گذر سفر جو اونو، ١٩. نيڪين، چڱاين، ٢٠. لنگهي، مٿي، ٽپي، چڙهي، ٢١. تن کان، ٢٢. پوءِ، بعد، ٢٣. آئون، ٢۴. اجايو، بي سود، بي فائدو، ٢٥. زندهه يا جيئري رهان، ٢٦. ماڳ تي، هنڌ تي، ٢٧. ويجها، نزديڪ، ٢٨. انهن جا ڳوٺ يعني رهڻ جا هنڌ.

جيڏانهن وسن مينهڙا، تيڏانهن سانگ[1] سندان[2]،
جي ميڙي[3] رب[4] ته ملان[5]، نه ته وڇان وڏو وڇ[6] پئو.

## ١٢

اوڏا جان هئا، تان تي نت[7] نياپا آيا،
ماروئڙا[9] ملير ڏي، واري وک[8] وئا،
تني ڏونهن[10] ڪئا[11]، ڏيئي ڏوراپا[12] چائيان[13].

## ١٣

اُوندا[14] گوندا[15] تنديا[16]، نيهيرا[17] نيتا[18]،
چاربن[19] تيون چوڙبربون[20]، پر[21] گهرن[22] گهيتا،
ڪرسن[23] جا ڪيتا[24]، عمر[25] لاهه عڪس[26] جا.

## (١٤)

ڳاڙها ڳن[27] ڪهاڙين[28]، لاڪيون[29] لويون[30] جن[31]،
ميڙي رتيون[32] مڄر[33] مان، پاڳون[34] پنوهارن[35]،
نون ڪيئن سنديون[36] تن، جهنگان[37] آئيو جهليين.

---

١. جايون، مڪان، ماڳ. ٢. انهن جا. ٣. ملائي. ۴. پالڻهار يعني خدا. ۱۵. انهن کي ملان يا گڏجان. ٦. جدائي، وڇوڙو. ٧. هر وقت، وقت بوقت. ٨. ڦيرائي، موٽائي. ٩. چوپائي مال جا ڌڻ يا ولر. ١٠. ڏانهن، ڏي. ١١. ڪهڙيءَ طرح يا ريت. ١٢. ميارون، اوپالا. ١٣. جوائي موڪليان. ١۴. لفظ "گوندا" جو ڏوڙي لفظ جهڙيءَ طرح لفظ "هلڪو" جو ڏوڙي لفظ "سلڪو" ۽ "پت" جو "ست". ١۵. چوپائي مال جي ڦرن کي پورڻ يعني بند ڪرائڻ لاءِ چوڏاري ڏنل ڍنگهرن جا واڙا. ١٦. رسا يا نوڙيون جن ۾ ڳهڻا ٻاڪرا ڦر ڳڏ سلاڙي ٻڌجن (هر هڪ رسي ۾ هڪ ٻن فوٽن بعد هڪ "ڳراهو" نهيل هوندو آهي جيڪو ڦر جي ڳچيءَ ۾ وجهي ڇڏبو آهي ۽ اهڙيءَ طرح هر هڪ رسي ۾ ٻندرهن ويهه ڦر سلهاڙي سگهبا آهن). ١٧. واحد نيهيرو جنهن جي معنيٰ آهي ڏڌ ولوڙڻ لاءِ ماٽيءَ ۾ پيل مانڌاڻيءَ يا منڌيءَ جي رسي کي ڦاسائڻ لاءِ زمين ۾ ڪتل ڪاٺي. ١٨. واحد نيتو يعني ڏڌ ولوڙڻ لاءِ منڌيءَ کي ويڙهيل چمڙي جي وڌي يا سٽ جو رسو. ١٩. چوپائي مال کي گاهه وغيره کارائين. ٢٠. ٻانهينءَ (ٻانهن ۾ پيل چوڙين) واريون عورتون، مارئيءَ جون ساهيڙيون. ٢١. پر ۾، پاسي ۾ ٢٢. گهرن جي. ٢٣. ڪوسڦتاين، حرڪت بازين، شيطان گيرين. ٢۴. معاملا، ڦڏا. ٢۵. اي عمر. ٢٦. ضد، وير، ڪيني. ٢٧. ڪاٺ جا هٿيا. ٢٨. ڪهاڙين (ڪاٺ کي وڍڻ لاءِ لوهه مان نهيل هڪ قسم جي اوزارن) جا. ٢٩. لاک (ٻير وغيره جي وڻ جي ٽارين مان نڪتل رس ۾ رڱيل. لال. ڳاڙهيون. ٣٠. ڪنيون. انَ مان نهيل چادرون. ٣١. جن کي (بدن تي ويڙهيل). ٣٢. ڳاڙهيون ڪيون. ٣٣. ڳاڙهي رنگ جو هڪ پسارڪو وکر. ٣۴. پڳون. پٽڪا. ٣۵. ڌڻون يا ٻڪريون چاريندڙن (مارئيءَ جي مائٽن. مارن). ٣٦. جون (عورتون). ٣٧. جهنگ مان.

## ١٥

ويڙهيون جن پانهن ۾، ڏيرين ٿا ڏيرين،
کوڪڙ پنهنجي قوت لاءِ، وٽن ۾ ووڙين،
پي پيل نہ کا پيلين، تن جي سام پرتيئي سومرا.

## ١٦

ڏيبر کتن ڏيريون، اوچڻ جني اُن،
کيتريون کتن ۾، تاٽئو وجهن ٽُن،
سرتين ساڻ سمن، آهين اُنئي مينهڙين.

## ١٧

ڏيبر کتن ڏيريون، ڏاس جني ڏاجو،
پين پس پنوهاريون، ترن تي تازو،
الله کر آجو، ملڪ ماروءَ جام جو.

## ١٨

جهڻ پيڻ جهنگل رهڻ، ايءُ ماروئڙن جو مرڪ،
کنديں ۾ کتکو، ڏهاڙي ڏرڪ،

١. (وٽن کان اڳ) رڍ جي اُن يا ٻڪريءَ جي ڏاس جا ڦورا يا مُڇا. ٢. جن جي. ٣. ٻانهن ۾ ويڙهيل. ۴. اُن يا ڏاس مان وٽڻ ذريعي نهيل ڌاڳن يا ڏورن جون ويڙهيون يا گولا. ۵. ڦيرائين. ٦. جهنگلي وڻن مان ڇڻي پٽ تي پيل سڪل ميوو جهڙوڪ سڪل پيرون ۽ ٻڪا وغيره. ٧. پيٽ گذر، کاڌي پيتي. ٨. ڳولين. ٩. پرائيءَ پوک کي (چوپائي مال چارڻ ذريعي) نقصان يا لتاڙ. ١٠. لتاڙين، نقصان پهچائين (پرائيءَ پوک کي). ١١. پناهہ ۾ آيل عورت. ١٢. توکي پر تل آهي، تنهنجي حوالي يا سپرد آهي (حفاظت يا پناهہ لاءِ). ١٣. اي سومرا. ١۴. وڏيون، ڏيريون. ١۵. وٽين. ١٦. لباس، ڪپڙو لٽو، ڍڪ. ١٧. جني جي. ١٨. رڍن جا وار (رڍن جي وارن مان نهيل اوڇڻ). ١٩. کتن (اُن مان نهيل چادرن) ۾ ڍڪيل. کتا ڍڪيندڙ يا پائيندڙ عورتون. ٢٠. ڪوليو، ڇڪيو. ٢١. (ڪپڙي يا تاڻيءَ ۾) تنگ يا سوراخ (وجهن ٽُن = سوراخ بند ڪن يا رفو ڪن). ٢٢. ساهيڙين، هڪ جيڏين. ٢٣. ملاقات جا واعدا يا انجام، ڏائيون. ٢۴. وسندي. ٢۵. مينهن ۾. ٢٦. ٻڪريءَ جي بدن جا وار (ٻڪرين جي وارن مان نهيل سامان). ٢٧. ڏيج، جهيز، ملڪيت. ٢٨. تازي ويايل مينهن، ڍڳيءَ، ٻڪريءَ وغيره (حلال جانور) جي پهرين ٻن ٽن ويلن جو کير، ٻڙو. ٢٩. رڍن يا ٻڪرين چاريندڙن جون عورتون. ٣٠. ٿاڪن، ٻينڪن، ڀاڻن، مالوند ماڻهن جي بستين. ٣١. سجر، تورو وقت اڳ ڏڌل. ٣٢. اي الله. ٣٣. واندو، خالي، آزاد (عمر جي آزار کان) ٣۴. ڏيهہ، وطن، ديس. ٣۵. مارئيءَ جي مڱيندي. ٣٦. سردار (سنڌ جي سمن حاڪمن جو لقب). ٣٧. ڏڌ، مهي، لسي. ٣٨. جهنگل ۾، ويڙهہ ۾، وڻن جي جهڳٽن ۾. ٣٩. مارئيءَ جي ماڻن. ۴٠. فخر، وڏائي، لائق، شايان شان. ۴١. هڪ قسم جي وڻن (جن جي ڦرن کي سڱر چئبو آهي). هتي معنيٰ ٿيندي جهنگ. ۴٢. (عمر جي) لشڪر، حملي، ڪاهہ. ۴٣. ڏر، ڊپ.

والِي[١] وارِ[٢] وَرَقُ[٣]، تَہ وِينَا هُونِ وِيڙهہ[٤] ۾.

## ١٩

جَهڻ پِيَڻُ جَهنگَلِ رَهَڻُ، ايءُ غَرِيبَنِ[٥] گُذرانُ[٦]،
اُنَ اوڇڻُ[٨] اُنِ جو[٧]، کَنِ سَائِين[٩] جو سَامَانُ[١٠]،
آگا[١١] کَرِ احسانُ[١٢]، تَہ وِينَا هُونِ وِيڙهہ ۾.

## ٢٠

جَهڻ پِيَڻُ جَهنگَلِ رَهَڻُ، ايءَ غَارِيبِي[١٣] گَتِ[١٤]،
شِيشَا[١٥] لالَ گُلابَ[١٧] جَا[١٦]، پِي نَہ وِجَايَان پَتِ[١٨]،
سُومَرا[١٩] سُپَتِ[٢٠]، کَرِ تَہ نِکِران کوٽَ[٢١] مَان.

## ٢١

جَهڻ پِيَڻُ جَهنگَلِ رَهَڻُ، آهِين ڏَڻَ[٢٢] ڏَٽِي[٢٣]،
مُون کي مَارُوئَڙَنِ[٢٤] جِي، آهِي گَهُرَجَ[٢٥] گَهٽِي،
وِهَان اَڏي[٢٦] وَتِنِ[٢٧] گَڏي، پَرِ[٢٨] ۾ پِٽ[٢٩] هَٽِي،
مُون کي واهہ[٣٠] وَٽِي[٣١]، مَجِلِسِ[٣٢] مَارُوئَڙَنِ جِي.

---

١. اي والي، اي مالڪ، اي خدا، ٢. وراءِ، ڦيراءِ، ٣. ٻنو (قسمت جو، نصيب جو)، ٤. جهنگ (مارئيءَ جي مائٽن مارن جي ملڪ)، ٥. غريبن جو، مسڪينن جو (مارئيءَ جي مائٽن جو)، ٦. گذارو، تڳاءُ، جياپو، پيٽ قوت، ٧. رڍن جا وارَ (رڍن جي وارن مان ٺهيل سامان)، ٨. اوڇڻ، پوشاڪ، ڪپڙو لٽو، ٩. هڪ قسم جي گاهہ (جنهن جو اَن غريب ماڻهو کائيندا آهن)، ١٠. ذخيرو، توشو، ١١. اي آگا، اي مالڪ، اي خدا، ١٢. مهرباني، ڀلائي، ٿورو، ١٣. غريبن جي (مارن جي)، ١٤. غذا، نيم، عادت، ١٥. بوتلون،شيشي يعني ڪاٺي مان ٺهيل ٻاٽليون، (ٻاٽلين ۾ ڀيل پاڻي يا شربت)، ١٦. ڳاڙهي، ١٧. گلاب جي گلن جي رس مان ٺهيل شربت، ١٨. ساک، عزت، آبرو، شرم، عصمت، ١٩. اي سومرا، ٢٠. سچائي، چڱائي، ٢١. قلعي (قيد، بند)، ٢٢. ڏڻ جا، (ٻڪرين ۽ رڍن جي) ولر جا، ٢٣. مالڪ، ٢٤. مارئيءَ جي مائٽن، ٢٥. ضرورت، چڪ، تانگهہ، سڪ، ٢٦. (جاءِ يا گهر) جوڙي، ناهي، ٢٧. انهن وٽ، ٢٨. پاسي، ٢٩. ديوار (ٻِٽ هٽي = گهر ناهي)، ٣٠. خوب، ٣١. پسند آئي، ٣٢. ڪچهري، رهاڻ.

## ٢٢

جَهڻ پيئڻ جهنگل رهڻ، مارُو ڪاهين مالَ،
أُتئو[١] روز رَسُولﷺ[٢] کي، سانگي[٣] ڪَنِ سُوالَ[٤]،
هِهَڙا جَنِي[٥] حالَ، تَنِ سان سَگَ[٦] ڪَرِين تُو سُومرا.

## ٢٣

جَهڻ پيئڻ جهنگل رهڻ، مارُو ناهين[٧] مَڏَ،
پاٽِيءَ[٨] ويل پنوهارِيُون[٩]، سَرَتِيُون ڪَنِ سَڏَ[١٠]،
هِتي مُنهنجا هَڏَ[١١]، رُوحُ[١٢] پَنهنجي راجَ[١٣] ۾.

وائي

ڪارا[١٤] ڪَٻَرَ[١٥] ڪُوهَ[١٦]، ٻيرِيُون[١٧] ۽ ٻُوهَ[١٨]،
هاڻ[١٩] آئُون سيئي وِيني سارِئان[٢٠]،
أَنا[٢١] مينهَن[٢٢] مَلير[٢٣] ۾، تَهِڪي[٢٤] أُيا[٢٥] تُوهَ[٢٦]،
سُتي[٢٧] سَجڻ[٢٨] سارِئا[٢٩]، رات مُنهنجي رُوحَ،
هَلَنِ هيلُون[٣٠] ٻَڌَنِ ٻيلُون[٣١]، مُندَ[٣٢] موچاري[٣٣] مُوهَ[٣٤].

---

١. ڏهاڙي، ٢. حضرت محمد مصطفيٰﷺ، ٣. سانگ وارا يعني مال جي سانگي هڪ هنڌان لڏي ٻي هنڌ ڏانهن ويندڙ، ٤. عرض، وينتيون، ٥. جني جا، ٦. عزازت، مائٽي، ٧. ناهين مڏ= (ڪکن ڪانن جا) جهوپڙا، ڀيهيون جوڙين يعني اڏين، ٨. (کوهن تان) پاڻيءَ جي (ڀرڻ)، جي مهل، ٩. پنوهارن (رڍن يا ٻڪرين چاريندڙن) جون عورتون، ١٠. پڪارون (هڪ ٻئي کي)، ١١. بدن جا ڪنڊا (جسم، بدن)، ١٢. مَنُ، دِلِ، ساهُ، ١٣. عزيزن، مائٽن، ١٤. ڪسارا، ڇهرا يا تکا (سواد يا ذائقي ۾)، ١٥. هڪ قسم جا وڻ، ١٦. پاڻيءَ جا اونها کڏا، ١٧. هڪ قسم جا وڻ جن جي ڦر کي ٻير چئبو آهي، ١٨. هڪ قسم جا ٻوٽا جيڪي وارياسن پٽن ۽ ميدانن تي ٿين، ١٩. هينئر، هن مهل، ٢٠. ياد ڪريان، ٢١. وسئا، ٢٢. برساتون، ٣٣. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو، ٢٤. تڙي، ٢٥. پيدا ٿئا، اپرئا، ٢٦. هڪ قسم جي جهنگ جي ول جا ڦر، ٢٧. ننڊ جي حالت ۾، ٢٨. محبوب (مارو)، ٢٩. ياد ڪئا، ٣٠. عورتن جي پاڻيءَ ڀرڻ وقت ٻہ دلا مٿي تي رکي هلڻ، ٣١. ٻڌن ٻيلون = ٻٽ يعني ٻہ ٻہ ڇٽيون گڏ هلن، ٣٢. موسم، رُتِ، ٣٣. سٺي، ڀلي، چڱي، ٣٤. موهيندڙ، سهڻي.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ مَارُئِي

## داستان پهريون

### ١

"اَلَستُ بِرَبِڪُمرِ" *، جَڏهِين[1] ڪَنِ[2] پِئُومِ[3]،
"قَالُوا بَلىٰ" •قَلبَ[4] سين، تَڏهِين[5] تَت چَيُومِ[6]،
تَهِين وِيرَ[7] ڪِئُومِ[8]، وَچَنُ[9] وِيڙهيچَنِ[10] سين.

### ٢

جَڏهِين "ڪُن فَيَڪُونُ" ،# مَنُ تَڏاهَانڪُون[11] مَارُوئِين[12]،
تُون ڪِيئَن وِجهِين[13] تَنِ ڪي، سُومَرا[14] شَڪُون[15]،
حَمِيرَنِ[16] هَڪُون[17]، جَازَ[18] جُسي ڪي پَاتِيون[19].

### ٣

ڪَهِيَائين[20] سين "ڪُنْ"[21]، "فَيَڪُونُ"[22] فِدا ڪَري[23]،
تَعظِيمَا[24] تَمَامُ[25] ڪَري، پوءِ پَتِيرَئَائين[26] پُون[27]،
مَارُو[28] نِئَائين[29] مُون[30]، پِينَرُ[31] پَاڳي[32] آيو.

---

*چا نہ آهيان آئون اوهان جو ربُ (قرآن شريف جي سورت اعراف جي آيت ١٧٢)، ١. جنهن وقت، جيئن ئي، ٢. ڪن تي، ٣. مونکي پئو، ● چيائون "هائو" (قرآن شريف جي سورت اعراف جي آيت ١٧٦)، ۴. دل، من، ۵. تنهن وقت، تيئن ئي، ٦. مون چيو، ٧. وقت، مهل، ٨. مون ڪئو، ٩. انجام، واعدو، ١٠. ويڙهہ م يعني جهنگن ۾ رهندڙن # ٿيءُ ۽ پوءِ اهو ٿي پوي ٿو (قرآن شريف جي سورت بقر جي آيت ١١٧، سورت آل عمران جون آيتون ۴٧ ۽ ۵٩)، ١١. تنهن وقت کان، ١٢. مارن سان، مارئيءَ جي مائٽن سان، ١٢. پائين، ١۴. اي (عمر) سومرا، ١۵. ڪليون، ڪيريون، زنجير، ١٦. امرين، ١٧. رندڪون، جهلون، بند، ١٨. اجايون، بي سود، ١٩. (منهنجي) بدن، ٢٠. چيائين، حڪم ڪئائين، ٢١. ٿيءُ، ٢٢. پوءِ ٿي پوي ٿو، ٢٣. "فيڪون" جي ادائيگي (جو بندوبست)، ٢۴. تعظيم خاطر يا عزت خاطر (حضرت آدم عہ جي)، ٢۵. راس، پورو، مڪمل، ٢٦. وڇايائين، پکيڙيائين، ٢٧. ڌرتي، زمين، ٢٨. مارئيءَ جو مگيندو، ٢٩. تنهن هنڌان ئي، تنهن وقت کان ئي، ٣٠. مون کي، ٣١. اي پينر، اي پينءَ، اي ادي، ٣٢. ڀاڳي ۾، حصي ۾، نصيب ۾.

**۴**

نَکَا "کُن فَيَکُونُ"[1] هُئي، نَکَا هُونگَ[2] نَہ هُونِ[3]،
سَجَڻ[4] اُنهِين سَاعَتَ[5] ۾، اُپَي[6] ڏِنَاسُون[7]،
مُون[8] تَن[9] تَڏاهَانکُون[10]، مِلِئي[11] مُلاقَاتِ[12] کِئي[13].

**۵**

نَکَا "کُن فَيَکُون" هُئي، نَکو لِڱُ[14] لَحمُ[15]،
بَنِئو هو نَہ بُتَ[16] ۾، اَجَا کِي آدَمُ،
مُون[17] توهِين[18] سِين سَڱُ[19]، اُهَا سَاجَئہ[20] سُپِرِين[21].

**٦**

نَکَا "کُن فَيَکُون" هُئي، نَکَا مُورَتَ[22] مَاهَہ[23]،
نَکَا سُڌِ[24] ثَوابَ[25] جِي، نَکو غَرَضُ[26] گُنَاهَہ[27]،
هيکَائِي[28] هيکُ[29] هُئي، وَحدانِيَتَ واهَہ[30]،
لِکِيائِين[31] لَطِيفُ چَئي، اُن ڳُجھَاندَرَ[32] جِي ڳَاهَہ[33]،
مُون توهِين سِين آهِي، اُهَا سَاجَئہ سُپِرِين.

١. ڪُن فيڪون = ٿيءُ ۽ ٿيءُ ٿي پوي ٿو (قرآن شريف جي سورت بقر جي آيت ١١٧ ۽ سورت آل عمران جون آيتون ۴٧. ۽ ۵٩)، ٢. آواز، هَل، گوڙ شور، ٣. آواز، هُلُ، ۴. محبوبَ. ۵. مهل، وقت. ٦. پٽي، ٧. اسان کي ڏنو. ٨. منهنجي، ٩. من، دل، ١٠. تنهن وقت کان، ١١. گڏجي، ١٢. رهاڻ، ديدار، ١٣. ڪئي، ١۴. عضوو (بدن، جسم)، ١۵. گوشت، ماھُ، ماسُ (جسم)، ١٦. جسم، بدن، ١٧. منهنجو، ١٨. تو، ١٩. واسطو، تعلق، ٢٠. سڄاڻپ، واقفيت، ٢١. اي سپرين، اي پرين، اي محبوب، ٢٢. وجود، صورت، تصوير، ٢٣. ماھ جي، چنڊ جي، ٢۴. خبر، ٢۵. نيڪيءَ، ٢٦. واسطو، حاجت، ٢٧. گناھ جو، پاپ جو، ٢٨. هيڪڙائي يا وحدانيت (خدا جي)، ٢٩. وحدانيت جي، خدا جي هيڪڙائيءَ جي، ٣٠. چرچو، چوٻچوڻ، گفتگو، وائي، ٻچار، ٣١. تحرير ڪئائين، درج ڪئائين، ٣٢. راز، ڳجھ، ٣٣. ڳالھ، رمز.

٧

چَئِي "ڪُن فَيَڪُون"*، تي خَلَقِئا[1] رُوحَ[2] خُدا،
گَڏُ جِت گُذرانُ[3] هو، جَڙَ[4] لَڳي تِنهِن جَاءِ[5]،
مُون[6] توهِين[7] سين آهِه، اُهَا ساجَئِه[8] سُپِرين[9].

٨

قَسمَتَ[10] قَيدُ[11] قَوِي[12]، نَه تَه ڪيرَ اَچي هِنَ ڪوٽَ[13] ۾،
لِکئي[14] آٽي[15] لوحَ[16] جي، هَنڌُ[17] ڏيکارئُم[18] هيءُ،
پَرَچِي[19] ڪين پَنوهَارَ[20] ري[21]، جَانِ[22] جُسو[23] ۽ جيءُ،
راجا[24] راضي[25] ٿيءُ، تَه مارُنِ[26] مِڙي[27] مارُئي.

٩

قَسمَتَ قَيدِ ڪَيَسِ[28]، نَه تَه ڪيرَ اَچي هِنَ ڪوٽَ ۾،
وَنَحنُ اَقرَبُ اِلَيهِ مِن حَبلِ الوَرِيدِ• وَطَنِ[29] آئُون وِسندياس،
مارُنِ کي مِلندياس، ڪونِيُون[30] ڇَڏي ڪَڏهِين.

١٠

قَيدُ[31] السَمَاءِ تئِوم، هِتِ[32] اَڙانگهي[33] گهارِيان[34]،

---

*ٿيءُ ۽ ٿيو ٿي پيو ٿو (قرآن شريف جي سورت بقر جي آيت ١١٧ ۽ سورت آل عمران جون آيتون ٤٧ ۽ ٥٩). ١. پيدا ڪئا. ٢. ساهَه. آتمائون. ٣. بودوباش، رهڻي سهڻي، رهائش. ٤. (محبت جي) ميخ، ڪِلي. ٥. جاءِ تي، هنڌ تي. ٦. منهنجي. ٧. تو. ٨. سڃاڻپ، واقفيت. ٩. اي سپرين، اي پرين، اي محبوب. ١٠. تقدير. ١١. بندُ. ١٢. باري، جبرو، مضبوط، سخت، اڻ ٽر. ١٣. (عمر ڪوٽ جي) قلعي، بند. قيد. ١٤. تقدير. ڪرم. ١٥. وِني. ڳهلي. ١٦. آسمان تي محفوظ رکيل تختي يا پٽي جنهن ۾ انسانن جون تقديرون لکيل آهن. ١٧. جاءِ (عمرڪوٽ جو قيدخانو). ١٨. مون کي ڏيکارئو. ١٩. راضي ٿئي، خوش ٿئي. ٢٠. رڍون يا ٻڪريون چاريندڙ (مارئيءَ جي مڱيندي). ٢١. کان سواءِ. ٢٢. جيءُ، ساهُه. ٢٣. بدن، بت. ٢٤. اي راجا، اي بادشاهه (عمر). ٢٥. رضامند. مهربان. ٢٦. مارن کي (مارئيءَ جي مائٽن کي). ٢٧. ملي، گڏجي. ٢٨. مونکي ڪئو ● ۽ اسين هن کي ڪنڌ جي ٻنڌين (شهه رڳ) کان به وڌيڪ ويجها آهيون (قرآن شريف جي سورت ق جي آيت ١٦). ٢٩. وطن ڏي. (مارن جي) ملڪ ڏي. ٣٠. (قيدخاني جا) صُفا. ڪمرا. ٣١. (آنَ) ياٽيءَ جو قيد. داٽي ياٽيءَجو قيد. ٣٢. مونکي ٿيو (منهنجي نصيب ۾ لکيل آهي). ٣٣. ڏکي. ڏکن ۾. عذابن ۾. مشڪلات ۾. ٣٤. گذاريان.

هُنَاڪَ جِسمِي والفُؤادُ لَدَيڪُمر* ، هِنيُون[1] هُتَ[2] سَندومِ[3]،
قَادِرُ[4] شَالَ[5] ڪَندومِ[6]، ميِڙائو[7] سين مَارُئِينَ[8].

۱۱

قَيدُ[9] المَاءِ ڪَهَنِ[10] جو[11]، سو مُون[12] پَاند[13] پِئو،
جَفَ القَلَمُ بِمَا هُوَ ڪَائِنُ،● وَهِي قَلَمُ[14] وِئو،
اِيءُ قَضَا[15] ڪَمُ[16] ڪِئو، جِيئَن ٿَرِ[17] مَارُو آئُون مَاڙِين[18].

۱۲

جهَڙو قَيدُ المَاءِ، تِهَڙو بَندُ[19] نَہ ڪو پِئو،
جَفَ القَلَمُ بِمَا هُوَ ڪَائِنُ، لَهِي[20] نَہ تِرُ[21] تِئَان[22]،
عُمَرَ[23] تو[24] هَتَان[25]، تِئِي آجَائِي[26] آجَڙِين[27].

۱۳

رَءَ[28] اَعرَابِيَنِ[29] هِتَ[30]، گَهِنگهَرُ[31] گَهَارَڻُ[32] مُون[33] پِئو،
بَڪَتَ العَينَينِ بِمَا هُوَ قَدمَا،# پُجَان[34] سَاڻُ پِرتِ[35]،
مَنُ[36] اَڪِيُون تَنُ تِتِ، جِتِ جَنَبُ[37] جِيڏِيِين[38].

* هتي منهنجو جسم آهي ۽ دل اوهان وٽ آهي (عربي چوٽي)، ۱. دل، مَنُ. ۲. يعني مارئيءَ جي مائٽن مارن وٽ. ۳. منهنجو. ۴. قدرت وارو، خدا تعاليٰ. ۵. الله گهريو تہ. ٦. منهنجو ڪندو. ۷. ميلاپ، ميڙو. ۸. مارن. ۹. داڻي پاڻيءَ جو قيد. ۱۰. چون. ۱۱. جيڪو. ۱۲. مون کي. ۱۳. پاند ۾، نصيب ۾ ● جيڪي ٿيڻو آهي سو لکي قلم سڪي وئو (حديث شريف). ۱۴. لکڻ، ڪلڪ (وهي قلم وئو = جيڪي ٿيڻو هو سوئي ويو). ۱۵. خدا جي امر، خدا جي حڪم. ۱٦. معاملو. ۱۷. ٿر ۾ يا ريگستان (مارئيءَ جي ملڪ) ۾. ۱۸. (عمرڪوٽ جي) ماڙين ۾. ۱۹. قيد. ۲۰. گهڻجي، ڪم ٿئي. ۲۱. تر (هڪ قسم جي تيلي ٻج جي داڻي) جيترو، ٿورو، ذري برابر. ۲۲. تنهن مان. ۲۳. اي عمر. ۲۴. تنهنجي. ۲۵. هٽ ڪان (تو هتان = توڪان). ۲٦. چوٽڪارو. ۲۷. آجڙين جي، ٻڪرارن جي (مارئيءَ جي مائٽن جي). ۲۸. ڪان سواءِ. ۲۹. عربستان جي ٻهراڙيءَ جي رهاڪن (جهانگي ماڻهن، مارئيءَ جي مائٽن مارن). ۳۰. يعني عمرڪوٽ جي قيدخاني ۾. ۳۱. حيران، پريشان. ۳۲. گذارڻ، حياتيءَ جا ڏينهن ڪٽڻ. ۳۳. مونکي # ٻنهي اکين جيڪي اڳي ڪيو ان تي (انهن اکين) رنو (عربي چوٽي). ۳۴. پهچان، رسان. ۳۵. محبت. ۳٦. دل. ۳۷. جنم، جمڻ جو هنڌ. ۳۸. جيڏين جو، ساهيڙين جو.

## ۱۴

هي هَنڌَ[1] ماڙيُون[2] هانِ، ساڙيان سَپِ ڏيهيُن[4] ري[5]،
ڪُلُ شَيءِ يَرجِعُ اِليٰ اَصلِه*، تي جهَجان[6] جهانگيَن[7] ڪانَ[8]،
پِري[9] پَنهِنجي پانِ[10]، پَسان[11] مُلڪُ[12] مَليرَ[13] جو.

## ۱۵

صائِمُ[14] سِڪي[15] جيئَن، اَذانَ[16] جي آوازَ کي،
مُون[17] تَنَ[18] اَندَرِ تيئَن، اُڪَندَ[19] اَباڻَنِ[20] جي.

## وائي

پَرچَنِ[21] شالَ[22] پَنوهارَ[23]، ڏولا[24] مارُو مُون سين،
پائي[25] آيس پاندَ[26] ۾ اوڳڻَ[27] عيبَ اپارَ[28]،
مُون[29] مُورائين[30] مَديُون، آهين سَيڻَ[31] سَتارَ[32]،
اُنا[33] مينهَن[34] مَليرَ ۾، تَڙ تَڙ[35] پيئي تَنوارَ[36]،
عيبَن[37] پَري[38] آهيان، سَتُرُ[39] ڪَرِ سَتارَ[40].

---

۱. جايون، ماڳ، مڪان. ۲. جاين جي مٿان ٺهيل ٻيون جايون، محلات. ۳. جلايان، ڪانيان. ۴. ساڪڻي ڏيهه جي رهاڪن، هم وطن ماڻهن. ۵. کان سواءِ * سڀڪا شيءِ پنهنجي اصل ڏي موٽندي آهي (حديث شريف). ٦. ڳران، تڙفان، نجهران. ۷. جهنگ جي رهندڙن، مارن (مارئيءَ جي ماڻٽن). ۸. واسطي. ۹. وري، موٽي، ڦري. ۱۰. ٻاڻ تي، آستان تي، ماڳ تي. ۱۱. ڏسان. ۱۲. ڏيهه، علائقو، جوءِ. ۱۳. مارئي جي ڳوٺ جو نالو. ۱۴. روزيدار. ۱۵. اُڪندي، واجهائي، انتظار ڪري. ۱٦. بانگ، نماز لاءِ سڏ. ۱۷. منهنجي. ۱۸. دل، من. ۱۹. اُڪير، چڪ، ڪاڏو. ۲۰. ماڻٽن. ۲۱. راضي ٿين، سرچن، ريجهن. ۲۲. من، خدا ائين ڪري. ۲۳. رڍون يا ٻڪريون چاريندڙ، مارو (مارئيءَ جا مائٽ). ۲۴. سهڻا، محبوب، پرين. ۲۵. وجهي. ۲٦. جهوليءَ، پلئه. ۲۷. مٺايون، مديون، بديون، برايون، ڏوهه، عيب. ۲۸. تمام گهڻا، بي حد. ۲۹. مون ۾. ۳۰. مور کان، مُنڍ کان، شروعات کان. ۳۱. سڄڻ، محبوب. ۳۲. (عيب) ڍڪيندڙ. ۳۳. وسڻا. ۳۴. برساتون. ۳۵. تڙ تڙ ۾، ڳوٺ ڳوٺ ۾، هر هنڌ ۾. ۳٦. واڪا، ٻڌار، جوڀون. ۳۷. عيبن سان. ۳۸. ٻريل، چڪار، ٿر. ۳۹. پردو، ڍڪ. ۴۰. اي ستار، اي خدا.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيمِ

# سُر مارُئي

## داستان ٽيون

### ١

پَهْلي[1] سُکَ[2] پيرَبن[3] کيهَہ[4]، کو نينهَن[5] نياپو[6] مارُوئين[7]،
اَتِ[8] اُکَنڊِي[9] آهِيَان، تَنِ[10] آتَڻِ[11] تَن[12] ڏيهَہ[13]،
سَنڌِي[14] جا ساٿيهَہ[15]، کِهَہ کَٿُوري[16] پانيان[17].

### ٢

جو ڏيهَہ[18] ڏاڏاڻان[19] آيو، ڏُنمِ[20] تَنهن طَعنُو[21][25]،
پائي وِٻهُه مَ پَلنگين[22]، ڳِچيءَ[23] سِر[24] ڳانُو،
مَتان لَکَ[26] لَطِيفُ[27] چئي، کاءُ مَ خَزانُو[28]،
سَرَتن[29] سيلُ[30] چَوايو[31]، جورِ[32] هَٿي جانُو[33]،
تو[34] سَنڌُ[35] سَمانُو[36]، حَرفَ[37] لَٽي[38] هيڪِڙي.

### ٣

جو ڏيهَہ ڏاڏاڻان آيو، پيرَبن[39] تنهن[40] پُٺان،

---

١. اي ٻهي، اي قاصد. ٢. سُکَ جي، خير جي، سلامتيءَ جي. ٣. (تنهنجي) پيرن تي، قدمن تي. ٤. کهہ، مٽي، دز، خاڪ. ٥. نينهن جو، محبت جو. ٦. پيغامُ، سنيهو. ٧. مارن (مارئيءَ جي مائٽن) کان. ٨. تمام گهڻي، بي حد. ٩. سڪايل. ١٠. تن (مارن) جي. ١١. آتڻ (جاءِ جتي عورتون سٽ ڪتنديون آهن) کي. ١٢. تن جي. ١٣. ڏيهہ کي، ملڪ کي، وطن کي. ١٤. جي. ١٥. وطن. ١٦. مشڪ. ٻنان سگن واري هرڻ جي دن مان نڪتل خوشبودار شيءِ. ١٧. سمجهان. ١٨. ڏيهہ کان. ١٩. ڏاڏاڻن جي، اباڻن جي. (مارئيءَ جي مائٽن جي). ٢٠. مون کي ڏنو. ٢١. ميهڻو، اوپالو، ڏوراپو. ٢٢. پلنگن تي، کٽن تي. ٢٣. گلي، ڪنڌ. ٢٤. ۾. ٢٥. ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ لاءِ هڪ زيور جو نالو. ٢٦. بدران، عيوض ۾. ٢٧. لڪ جي، چيلهہ يا ڪمر جي (پاڪدامنيءَ ڏانهن اشارو). ٢٨. دولت يا مال ملڪيت (عمر جو). ٢٩. ساهيڙين، هڪ جيڏين. ٣٠. ست يا پاڪدامنيءَ يا عصمت (جي ڳالهہ يا صلاح). ٣١. چوائي موڪلي. ٣٢. جور سان، زور سان، تاڪيد سان. ٣٣. زاري، نيزاري، منٿ. ٣٤. توکي (ٽيندو). ٣٥. ٻڪارَ يا اطلاع (اچڻ جو). ٣٦. مانائتو، مان وارو، عزت وارو. ٣٧. لفظ. پٽڪي. ٣٨. پوري ٽيندي (حرف لٽي هيڪڙي = تمام جلدي). ٣٩. پيرن تي. ٤٠. تنهن کي.

سَانگَاتُوءَ[1] سَيّد[رح] چَئي، سَنديُون[2] چِتَ[3] چُئَان[4]،
هِتي[5] تَان[6] نَہ هُئَان[7]، حَرفَ[8] لَتي[9] هيڪِڙي.

۴

نَڪو ايرُ[10] نَہ پيرُ[11]، نَڪو اوتي[12] آيو،
مُون وَٽِ آيو ڪونَہ ڪو، پَرئَان پَري[13] پيرُ،
ڪِتَابَتُون[14] ڪيرُ، ڏِيندُمِ[15] ڏيهَايَنِ[16] جُون.

۵

نَہ خَبَرَ[17] نَہ خَوابُ[18]، نَڪو اوتي آيو،
هُتي[19] جي هِت اَچِي، ڏِنُو ڪونَہ جَوابُ[20]،
حَمِيرَنِ[21] حِسَابُ[22]، ڪُوهَہ[23] جَاٽَان[24] ڪيئَن[25] ٿِئو.

٦

اُتَان اوتي آيو، خَبَرَ ايءَ ڪَرِي[26]،
وِسَارِجِ مَ وَرَ ڪي[27]، پَؤُ[28] مَ مُنذَ[29] مَرِي[30]،
وِينديِنءَ اُتِ[31] وَرِي[32]، ڪو ڏِينهُن[33] آهِين ڪوٽَ[34] ۾.

---

١. سانگاتوءَ ڪي، سانگَ واري ڪي، واٽهڙوءَ ڪي، قاصد ڪي، ٢. جون، ٣. دل، من (سنديون چت = دل جون ڳالهيون، راز جو احوال)، ۴. ٻڌايان، ۵. يعني عمرڪوٽ جي قيدخاني ۾، ٦. جيڪر، ٧. هجان، ٨. لفظ، اکر، ٻٽڪي، ٩. پوري ٿيندي (حرف لٽي هيڪڙي، هڪ لفظ جي ڳالهائڻ جيترو وقت)، ١٠. اچڻ وارو، ١١. پيري ڪرڻ وارو (ايرپير = اچ وڃ، لاڳاپو، تعلق)، ١٢. اٿ وارو، اٺ تي چڙهي نياپو آڻيندڙ نيندڙ، ١٣. پري پيرُ = اچڻ جي تڪليف وٺي، قدم ڪٽي، مهرباني ڪري، ١۴. خط، چٺيون، ١۵. مون کي ڏيندو، ١٦. (منهنجي) ڏيهہ جي رهاڪن، هم وطن ماڻهن (مارئي جي مائٽن يعني مارن)، ١٧. نياپو، پيغام، سُڌِ، ڪَل، ١٨. خواب يعني سپنو (مون ڏٺو)، ١٩. يعني مارن جي ملڪ جي ماڻهوءَ، ٢٠. ورندي، خبر، ٢١. حميرن جو، اميرن جو يعني عمر سومري جو، ٢٢. ليکو، معاملو، رٿ، ٢٣. ڇا، ٢۴. سمجهان، پروڙيان (ڪوهہ ڇاٽان = مونکي پروڙ يعني خبر نہ آهي)، ٢۵. ڪهڙيءَ طرح، ٢٦. ڪٽي، ٢٧. دل تان لاهج، ٢٨. مڙس، ڀتار، شوهر، ٢٩. اي منڌ، اي عورت (مارئي)، ٣٠. بي حال ٿي، ٣١. يعني مارئيءَ جي مائٽن مارن وٽ، ٣٢. موٽي، واپس ٿي، ٣٣. ڪو ڏينهن = ڪجهہ يعني تمام ٿورو وقت، ٣۴. عمر ڪوٽ (جي قيدخاني) ۾.

## ٧

ڪو[1] ڏينهن آهين ڪوٽَ[2] ۾، لوئي[3] هَڏ[4] ۾ لاهه[5]،
ڪامڻ[6] انهنجي[7] ڪُر[8] جي، آڏ[9] وڏائي[10] آهه،
هِت[11] ۾ پارج[12] هيڪڙو، پائُر[13] جو پساهه[14]،
سَتي[15] سِيلُ[16] نباهه[17]، مليرِ[18] ويندين مارُئي[19].

## ٨

تَران[20] تاريلو[21] آيو، ڏيهَ[22] جو ڏيهائي[23]،
تنهن ويڙهيچي[24] وطن جي، ويهي ڪي وائي[25]،
هيڪ تاڏيل[26] تَرن ۾، هند هند هرائي[27]،
ڳُجهو[28] ڳالهائي، ڳڌجان ڳامووَن[29] سين.

## ٩

اوني[30] ڳوني[31] آئين، ڪو هُتي[32] جو هت هير[33]،
تہ ڪنا[34] جي ڪوٽن[35] جا، تين سُرها[36] سير[37]،
آءُ تہ اکين[38] اگهان[39]، جي پائُر[40] ڏني[41] پير[42]،
لله[43] لڳ لطيفُ چئي[44]، لاءِ م تون اوير[45]،

١. ڪو ڏينهن= ڪجهه يعني تمام ٿورو وقت. ٢. عمرڪوٽ (جي قيدخاني) ۾. ٣. ڪٿي، اَن يعني رڍن جي وارن مان ٺهيل چادر يعني اوڍڻي. ۴. اصل، بنهه. ۵. (مٿي تان) هٽاءِ. ٦. اي ڪامڻ، اي سهڻي منڊ، اي عورت. ٧. اوهان جي. ٨. خاندان، ڪٽنب. ٩. اصل، بنيادي، خانداني، خاص. ١٠. مرتبو، شان، عظمت، خوبي، خصلت، گڻ. ١١. يعني عمرڪوٽ جي قيدخاني ۾. ١٢. برابر يا مَٽَ ڪري پائنج يا سمجهج. ١٣. ٿر جي ڏڪڻ واري پاڱي مگر هتي مراد سڄو ٿر آهي. ١۴. (حياتيءَ جو هڪ) دَمُ يا گهڙي. پساهه يعني ساهه کڻڻ جيترو وقت، تمام ٿورو وقت. ١۵. اي ستي، اي پاڪدامن عورت. ١٦. سَتَ، پاڪدامني، عصمت. ١٧. پڄاڙيءَ يعني حياتيءَ جي آخري دم تائين قائم رک. ١٨. ملير (مارئيءَ جي ڳوٺ) ڏي. ١٩. اي مارئي. ٢٠. ٿر کان. ٢١. ٿر جو رهاڪو، ٿري (اوٺي، قاصد). ٢٢. ملڪ، وطن. ٢٣. ڏيهه جو رهاڪو، هم وطن. ٢۴. ويڙهه جي رهندڙ، جهنگ جي رهندڙ. ٢۵. ڳالهه. ٢٦. ٺڏڪار، ٿڌي موسم، ٺارَ. ٢٧. ساوڪ. ٢٨. مخفي طور، لڪ ڇپ ۾. ٢٩. ڳام يعني ڳوٺ جي رهاڪن. ٣٠. اي اوٺي، اي اٺ وارا، اي قاصد. ٣١. ڳوٺ (ملير) جو ماڻهو. ٣٢. يعني ملير. ٣٣. هاڻ، هن وقت. ٣۴. خراب، بدبوءِدار. ٣۵. قلعن، محلاتن. ٣٦. خوشبوءِ دار. ٣٧. گس، رستا، ماڳ، مڪان. ٣٨. اکين سان. ٣٩. صفا ڪريان. ۴٠. پائر ۾ (ٿر جي ڏاکڻي حصي ڪي پائر چوندا آهن). ۴١. تو ڏنا، تو گهمايا. ۴٢. قدم، پڳ. ۴٣. الله جي لڳ يا واسطي. ۴۴. ڪر، لڳاءِ. ۴۵. دير.

ڪونِيِنِ[1] گهَارِيُ[2] ڪيرَ، مَحلِيِنِ[3] مُنجهي[4] مُونِ[5] هِنيُون[6].

## ١٠

جُهران[7] جِهجَان تيُ[8]، جِيئَن[9] پَسَّائي[10] پَرَي[11] ٿِئا،
اَللهَ[12] اونِي[13] آڻِيِنِ، جو[14] ڪِي[15] جِي خَبَرَ[16] ڏِي،
تَہ مَنَ مُنهِنجي ڪي، واڪو[17] لَهي[18] وِيڙهہ[19] جو.

## ١١

اَللهَ اونِي آڻِيِنِ، جي نِيَاپَا[20] نِينِ[21]،
آئُون[22] اُنهِينِ جي آهِيَان، توڙي[23] مُون[24] نَہ مَجِينِ[25]،
مَسُ[26] مُنهِنجي هَٿَ ۾، ڪَاغَذُ ڪي آڻِينِ،
لُڙڪَ[27] نَہ لِکَڻُ ڏِينِ، ڪِرِئو پُونِ قَلَمَ[28] تي.

## ١٢

ڪَاغَذُ لِکان ڪِيئَن[29]، جِيئَن هَٿِئو اَمرُ[30] اَذَ[31] ڪَري،
واڳِيُون[32] جي وِصَالَ[33] سِين، تَنِ چَاڙهي چِيئَن[34]،
رُئَان راتو ڏِينهَن، اُنِ جي وائِيءَ[35] ۾ وَرَ[36] گهَٽَا.

---

١. ڪونِين ۾. (قيدخاني جي) صُفن ۾. ٢. رهي، ترسي، گذاري. ٣. محلن ۾، محلاتن ۾. ۴. پريشان ٿئي، ويڳاڻو يا وياڪل ٿئي. ۵. منهنجو. ٦. من، دل. ٧. جهجان، نجهران، ڳران، رُئان. ٨. اُن ڪري. ٩. ڇاڪاڻ تہ. ١٠. پسڻ ڪان ٿي، ڏسڻ ڪان ٿي. ١١. دور. ١٢. اي الله. ١٣. اُٺ وارو (قاصد، نياپا آڻيندڙ نيندڙ). ١۴. جيڪو. ١۵. خيريت، خير سلامتيءَ. ١٦. سَڌ. ١٧. فڪر، ڳڻتي. ١٨. ختم ٿئي. ١٩. جهنگ (مارئيءَ جي ملڪ ملير). ٢٠. پيغام، سنيها. ٢١. ڪٿي وڃن. ٢٢. يعني مارن (مارئيءَ جي مائٽن). ٢٣. جيتوڻيڪ. ٢۴. مون کي. ٢۵. قبولين. ٢٦. سياهي (پنهنجي رت ڏانهن اشارو). ٢٧. ڳوڙها، آنسو. ٢٨. ليکڻ، ڪلڪ. ٢٩. ڪهڙيءَ طرح. ٣٠. (خدا جو) حڪم. تقدير. ٣١. ٽڪرا ڪري (قلم کي). ٣٢. ٻڌل، گنڌ. ٣٣. ميلاپ، ميڙائي (ورن يعني مڙسن جي). ٣۴. چيڻن تي، ڏاگهہ يا باهہ جي آڙاهہ ۾، چکيا تي، سوريءَ تي (چاڙهي چيڻن = آزار ۾ وڌي، سورن ۾ وڌي [مهڻا ۽ طعنا ڏيئي]). ٣۵. ڳالهہ. ٣٦. ڦيرا، وٽ، رمزون.

## ١٣

تَنِ وَنهِيَنِ[1] ويڙهيچَنِ[2] کي، رُئان راتو[3] ڏينهَن،
ڪَالهَ پَنوَهَارَنِ[4] لَڏئو[5]، مُون کي چَاڙهي چيئَن[6]،
آئُون جِيئَندِي[7] ڪِيئَن[8]، جُهُ[9] اُنِ ٿَرِ[10] وَجِي ٿَاٽَا[11] ڪِئَا.

## ١۴

عُمَرَ[12] مَارُوئَڙَنِ[13] جو، ٿَرَ ٿَرَ[14] اَندَرِ[15] ٿَاڪُ،
لاٿائُون لطِيفُ چَئي، مَٿَان[16] لوئيءَ[17] لاڪُ[18]،
عُمَرَ[19] آهِيُون آڳُ[20]، پَهِرئو[21] تَي[22] پَنَ[23] چَران[24].

## ١٥

عُمَرَ مَارُوئَڙَنِ جو، ٿَرَ ٿَرَ اَندَرِ ٿَاءُ[25]،
سَپِ تُنهِنجو سُومَرا[26]، وِينَا ڳِنهَنِ[27] نانءُ[28]،
اُتي وِبندِيَسِ آنءُ[29]، لوئي لَجَ[30] مَٿي[31] ڪَري[32].

## ١٦

ڏِٿَينِ[33] پَٽَينِ[34] ڍِيرَ[35]، مَهِيرَ مَارُوئَڙَنِ جَا،
پَائُرُ[36] سَپِ پَچِي[37] پِئو، گَهَرِ[38] گَهَارِينَدِي[39] ڪِيرَ[40]،

---

١. آسودن، سکين ستابن، شاهوڪارن. ٢. ويڙهہ يعني جهنگ ۾ رهندڙن، مارن (مارئيءَ جي مائٽن). ٣. راتو ڏينهن = هر وقت، هميشہ. ۴. رڍون يا ٻڪريون چاريندڙن، مارن. ٥. نقل مڪاني ڪئي. ٦. چيئن تي، ڏاگهہ تي، چڪيا تي، سوريءَ تي (چاڙهي چيئن = ڏکن يعني سورن ۾ وجهي). ٧. زندهہ يا حيات رهندي، جيئري رهندي. ٨. ڪهڙيءَ طرح. ٩. چاڪاڻ. ١٠. ٿر ۾، ريگستان ۾، برپٽ ۾. ١١. نڪاٽا. ٿاڪَ. گهر. ١٢. اي عمر (سنڌ جي سومرا خاندان جي هڪ حاڪم جو نالو جنهن مارئيءَ کي سندس ڳوٺ ملير مان زوريءَ کنيو هو). ١٣. مالوندن (مارئيءَ جي مائٽن). ١۴. ٿر ٿر = هر هڪ ٿر (پاڻيءَ جي سهنج سبب کوهہ جي آسپاس ٻڌل ڳوٺ). ١٥. ۾. ١٦. تان. ١٧. کٿيءَ، رڍن جي وارن مان ٺهيل اوڍڻيءَ يعني چادر. ١٨. (لاکَ يعني ٻير ۽ ڪنديءَ جي وڻن جي ٽارين مان ڳاڙهي رنگ جي رَسَ جو) رنگُ. لالائي. ١٩. اي عمر. ٢٠. مارو (مالوند) ماڻهو، رڍون ۽ ٻڪريون چاريندڙ. ٢١. رڍن يا ٻڪرين کي چارڻ لاءِ جهنگ ڏانهن وٺئو. ٢٢. تنهن ڪري. ٢٣. وڻن جا پتا. ٢۴. (مال کي) چاريان. ٢٥. ٿانَ. گهرَ. ٢٦. اي سومرا (عمر بادشاهہ سنڌ جي سومرا خاندان مان هو). ٢٧. وٺن. ڳائين. ٢٨. نانءُ، نالو، نامُ. ٢٩. آئون. ٣٠. لڄ جي، پرمَ جي، عصمت جي. ٣١. مٿي تي، سر تي. ٣٢. رکي. ٣٣. ڍِٿَ (ٿر علائقي جو هڪ ڀاڱو) جي. ٿر جي. ٣۴. پٽن ۾. ميدانن ۾. ٣٥. انبوهہ. ميڙ. مهيرَ. ٣٦. ٿر علائقي جو ڏاکڻو يعني ڏکڻ وارو حصو (ٿر) هتي معنيٰ ٿيندي پائر يا ٿر جون پوکون يا فصلُ. ٣٧. لاباري لاءِ تيارُ. لڻڻ جي لائق. ٣٨. گهر ۾. ٣٩. رهندي، ترسندي. ۴٠. ڪابہ نہ.

جَنِ[1] هيڪانديءَ[2] هيرَ[3]، تَنِ[4] ڦوڙائو[5] مَ ڏِين.

## ١٧

سَهسين[6] سيبا[7] ڪَنجري[8]، لوئي[9] ليڙو[10] ليڙَ،
واسي[11] وارَ ويڙهيان، وَرُ[12] چاپِئا[13] رَهَنِ چيڙَ[14]،
ماروءَ[15] جي مُهاڙي[16]، پِي[17] اَندر[18] ناهه اُڪيرَ[19]،
هِهَڙو حالُ[20] حَميرَ[21]، وَنِي شالَ[22] ويڙهه[23] وَجان.

## ١٨

سَهسين سيبا ڪَنجري، لوئي ليڙَ[24] تَئام[25]،
آباڻَنِ[26] جي آسري[27]، ڪَتي[28] ڪانَ ڪئام[29]،
ڏِتَ[30] جا ڏِڪيام[31]، تِنهِنجو[32] پَروَرَ[33] پَنُ[34] رَهائيين[35].

## ١٩

اَنگَڙيارو ڪَنجرو، لوئي سين ليڙُن[36]،
هِهَڙو حالُ وَنِي ڪَري، وَجان مَنجهه ٿَرن،
مارُو[37] مان نَه چَوَنِ، هُئي آسان جي آسري.

---

١. جن کي، ٢. گڏ رهڻ يا ميلاپ جي، ٣. عادت، ۴. تن کي، ۵. وڇوڙو، جدائي، ٦. سوين، تمام گهڻا، ٧. ٽوپا، ٽاڪا، چتيون، ٨. ڪنجري کي، گج کي، چولي کي، (زناني) ٩. ڪٿي، رڍ جي وارن يعني اُن مان ٺهيل اوڍڻي يا چادر، ١٠. ليڙو ليڙ = ليڙون ليڙون، چيهون چيهون، پرزا پرزا، لينگهون لينگهون، ڌهيون ڌهيون، ١١. سُرهاڻ لڳائي، سرها تيل مکي، ١٢. مَرُ، ڀلي، ١٣. پٽل، (هڪ ٻئي سان) جهٽل، ١۴. چيڙ جي سبب، وارن ۾ مٽيءَ ء ميل سبب، ١۵. مارئيءَ جي مگيندي، ١٦. صورت، منهن، ١٧. ڪان سواءِ، ١٨. اندر ۾، دل ۾، ١٩. سڪ، محبت، ٢٠. حالت، ڪيفيت، ٢١. اي حمير، اي امير (اي عمر سومرا)، ٢٢. من، خدا ايئن ڪري ته، ٢٣. ويڙهه ڏانهن، جهنگ (مارئيءَ جي ملڪ) ڏانهن، ٢۴. ليڙون، (ڦاٽي) پرزا پرزا، ٢۵. منهنجي ٿي آهي، ٢٦. ماٽن، ٢٧. آسري تي، ڀروسي تي (آباڻن ڏي وڃڻ جي)، ٢٨. نٿين ڪتيل يا اُٿيل (لوئي)، ٢٩. مون (مٿي تي) ڪئي يا ڍڪي، ٣٠. ڍٽ (ٿر علائقي جو هڪ حصو) ۾، ٿر ۾، ٣٠. جيڪا پراڻي ڦاٽل لوئي، ٣٢. مون ڍڪي، مون پهري، ٣٣. اي پرور، اي پروردگار، اي خدا، ٣۴. پردو، لڄ، پرم، عصمت، ٣۵. قائم ڪرين، ٣٦. ڦاٽل، ٽڪر ٽڪر، ذرا ذرا، ٣٧. مارئيءَ جا مائٽ.

## ٢٠

گوريءَ[١] نينهن[٢] نه ڪچوئي[٣]، سبي[٤] سيبا[٥] ڏي،
ڪتيءَ[٦] وتيون[٧] ڪتيون[٨]، ستي[٩] سي سيوي[١٠]،
مچڻ[١١] چونم[١٢] ڪي[١٣]، ته لجائيءِ[١٤] ٿر[١٥] جايون[١٦].

## ٢١

سنهيءَ[١٧] سوئيءَ[١٨] سبئو[١٩]، مون[٢٠] ماروءَ[٢١] سين ساهه[٢٢]،
ويني سارئان[٢٣] سومرا[٢٤]، گولاڙا[٢٥] ءِ گاهه،
هنيون[٢٦] منهنجو[٢٧] هن سين، هت[٢٨] متي[٢٩] ءِ ماهه[٣٠]،
پڪن[٣١] منجهه پساهه[٣٢]، قالب[٣٣] آهي ڪوٽ ۾.

## ٢٢

سنهيءَ سوئيءَ سبئو، مون ماروءَ سين من،
هٽي ڪڻ[٣٤] حلم[٣٥] جا، تهه[٣٦] وڌائون تن[٣٧]،
ڪيئن[٣٨] توپايان[٣٩] ڪن[٤٠]، اباڻيءَ[٤١] ابر[٤٢] ري[٤٣].

## ٢٣

پاچاهي[٤٤] نه پاڙيان[٤٥]، سرتيون سوئيءَ ساڻ،

---

١. ڳوريءَ جو، عورت جو، منڌ جو (مارئيءَ جو)، ٢. محبت، پيار، ٣. ڪچو ٽئي، ڳهتجي، ٤. (ڪتيءَ يعني رڍن جي وارن مان ٺهيل لوئيءَ جا ڦاٽل ٽڪر) ڳنڍي يا جوڙي، توپي، رفو ڪري، ٥. توپا، ٽاڪا، ٦. ڪتيءَ جون، ٧. ڪناريون، پاسا، ٨. ڪسي ويون، ڳري ويون، ڇڃي ويون، ٩. ستيا واري يا پاڪدامن (مارئي)، ١٠. سبي، جوڙي، ڳنڍي، ١١. متان، ١٢. مونکي چون، ١٣. ڪجهه (ماڻهو)، ١٤. تو لڄايون، تو لڄي يعني شرمسار ڪيون، ١٥. ٿر ۾، ريگستان ۾، ١٦. چاول يا پيدا ٿيل (عورتون)، ١٧. باريڪ، ١٨. رڳ مان ٺهيل ڪپڙي سبڻ جو اوزار، سئي، ١٩. ڳنڍيو، ملايو، ٢٠. منهنجو، ٢١. مارئيءَ جي مڱيندي، ٢٢. روح، مَنُ، دل، ٢٣. ياد ڪريان، ٢٤. اي سومرا، ٢٥. هڪ قسم جا ڳاڙهي رنگ جا جهنگلي ميوا، ٢٦. دل، مَنُ، ٢٧. يعني مارن (مارئيءَ جي مائٽن)، ٢٨. يعني عمر ڪوٽ ۾، ٢٩. متيءَ جو، بدن يا جسم، ٣٠. (بدن جو) گوشت، ماس، ٣١. پکن يعني ڪکن ڪانن مان ٺهيل گهرن يا جهوپن، ٣٢. روح، دل، هنيون، ٣٣. بدن (هڏائون پڃرو)، ٣٤. ٽوپا، بخيا، ٣٥. حليمائيءَ، نرميءَ، مهر، ٣٦. تهه ۾، (ڪپڙي جي) پُڙَ ۾، اندرئين پاسي ۾، ٣٧. (منهنجو) بدن، ٣٨. ڪهڙيءَ طرح، ٣٩. سوراخ يا ٽنگ ڪرايان (زيورن يا ڳهڻ پائڻ لاءِ)، ٤٠. ڪن کي، ٤١. اباڻن جي، مائٽن جي، ٤٢. سوئيءَ، ٤٣. ڪان سواءِ، ٤٤. بادشاهي، ٤٥. برابر سمجهان.

ڏِکي[1] اُگهاڙن[2] کي، کين ڏِکيائين پاڻُ[3]،
بِيهر[4] جا پِڻي[5] جاڻُ[6]، اِبر[7] جي اوصاف[8] کي*.

۲۴

جيئن ڳنڌيون[9] مَنجهه ڳنڌيرَ[10]، تيئن مُون[11] مَنُ[12] ماروئڙن[13] سين،
ڏِنيون لَس[14] لطيفُ چئي، هينئڙي[15] کي حمير[16]،
وَجي مَنجهه مليرَ[17]، سَڀ چوڙِينديس سُومَرا[18].

(۲۵)

جيئن ڳنڌيون مَنجهه ڳنڌيرَ، تيئن مُون مَنُ ماروءَ سين،
سي ماروئڙا ٿرِ[19] ٿيا، جي ڳُٽن[20] جا ڳهير[21]،
تني ري[22] حمير[23]، گهنگهر[24] گهاريان[25] ڏينهڙا.

۲۶

اَجا[26] ڪنيي[27] ڪالهه[28]، مُلان آنديم[29] ماروئين[30]،
ساڪيئن لوئي[31] لاهيان، مَتان[32] لڳن[33] لالَ[34]،
مارن[35] ملي[36] شال[37]، ڌهيُون[38] توءِ ڏيکاريان[39].

۱. ڪپڙا (سبي) ڀرائي، ۲. بنان ڪپڙن ماڻهن، ۳. خود، ۴. ٻئو دفعو، ۵. چمي، جنم وني، ٦. سمجهه، سڃاڻ، ۷. سُئيءَ، ۸. گڻن، خاصيتن. وصفن *مرڻ کان اڳي مري وري جيئرو ٿي يعني فنا ٿين ڪانپوءِ بقا حاصل ڪري سُئيءَ جي وصفن کي پروڙ. ۹. سنڌ، جوڙ، ڪنهن به گاهه يا ٻوٽي جي ٻن ڳرين جي وچ وارا هنڌ. ۱۰. ڳنڍيدار يا گريدار هڪ قسم جي گاهه. ۱۱. منهنجو. ۱۲. دل، هنيون. ۱۳. مارن (مارئيءَ جي مائٽن). ۱۴. وڌيڪ يا زيادهه (ڳنڍيون). ۱۵. هنيين، دل. ۱٦. امير (عمر سومري). ۱۷. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو. ۱۸. اي سومرا (عمر سنڌ جي سومرا خاندان جو هڪ حاڪم هو جنهن مارئيءَ کي ان جي ڳوٺ ملير مان اغوا ڪيو هو). ۱۹. ٿر ۾. ريگستان ۾. ۲۰. نيڪين. ڀلاين. ۲۱. شوقين. گرويده. خواهشمند. ۲۲. ڪان سواءِ. ۲۳. اي امير (اي عمر). ۲۴. گهنگهر ۾. پريشانيءَ ۾. ۲۵. گذاريان. بسر ڪريان. ۲٦. اجها. تازي. ۲۷. اَئي. ئاهي. ۲۸. ڪان. ۲۹. مون آندي. ۳۰. مارن. ۳۱. ڪني. رڍن جي وارن يعني ان مان ٺهيل اوڍڻي يا چادر. ۳۲. تان. ۳۳. عضون (بدن. جسم). ۳۴. ڳاڙهي. ۳۵. مارن کي. ۳٦. گڏجي. ۳۷. مَنَ. خدا گهريو ته. ۳۸. ليڙون. (ڪپڙي جون) ڦاٽل يا ڳريل ٽڪر. ۳۹. ته به. تنهن هوندي به.

## ٢٧

كَتِنِيءَ[1] ۾ خِلافُ[2]، رَهِي[3] نَہ رَنِيءَ[4] جيتِرو[5]،
لَتو[6] لوئڙيارِين[7]، گُوندَرَ[8] جو غِلافُ[9]،
مِيرائي[10] لاتَا مَارُوئين[11]، سَبِ اوڍِيائُون[12] صَافُ[13]،
مَلِيرُ[14] مِڙوئي[15] مَعَافُ[16]، عُمَرَ[17] انعامِي[18] كِئو.

وائي

ويڙهِيچَنِ[19] ڏي آئُون ويندي، ڏيهَہ[20] ڏاڏاڻي[21] پَکَڙِينِ[22]،
جُهوپو جَهانگيڙنِ جو، مَاڙيءَ سين نَہ مَتيندي،
پُسِي[23] کِينديَسِ پيٽَ ۾، ڏورا[24] ڏَنُ[25] آئُون ڏيندِي،
ڪوڪَڙِ[26] ڪوڍِيرَنِ[27] ۾، ڦُوڪي[28] ڦَڪَ[29] پَرِيندي،
عُمَرَ اُنهِين ڏيهَہ جَا، ڪوڍِرَ[30] ڦُوٽُ[31] ڪَرِيندي،
سَگَرَ[32] سَاهيڙِيَنِ سين، سَاٿيهَہ مَنجهہ سَتيندي[33]،
ٻَڪَرَ[34] ٻَاٻَاڻَنِ[35] جَا، تَڙَنِ[36] تي آئُون تِڙِيندي[37]،
اُنَا[38] مِينهَن[40] مَلِيرَ ۾، ڏاگا[39] ڏَبَرَ ڏُوندي،
ڳُولُون[41] ڳولاڙن تان، جَهِپِي[42] سَان جَهتيندي[43]،
عيدُن بَرادُن تي، ڪِهَہ[44] مَانداڻُون[45] ڪيندي.

١. لوئيءَ، رڍن جي وارن يعني اُن مان ٺهيل چادر يا اوڍڻيءَ. ٢. کوٽ، نقص، غير، گمان. ٣. بچي، باقي هجي. ۴. ذري. ۵. برابر. ٦. ختم ٿئو. ٧. لوئڙيارين تان، لوئي ڍڪيندڙن عورتن تان (ٻي معنيٰ ٿيندي لوءِ يعني ڳوٺ جي رهاڪن عورتن تان، ڳوٺاڻين عورتن تان). ٨. غم، فڪر. ٩. پوش، لباس. ١٠. ميل لڳل (ڪپڙا)، غليظ يا اوسا (ڪپڙا). ١١. مارن يعني مالوند ماڻهن (مارئيءَ جي مائٽن). ١٢. پاتائون، پهرايون. ١٣. ڏوتل، اُجرا. ١۴. مارئيءَ جي ڳوٺ ملير جو نالو. ١۵. سمورو، ڪل. ١٦. معاف ڪري، ٻي ڏوهي ٺهرائي. ١٧. عمر سومري بادشاهہ جنهن مارئيءَ کي ملير مان اغوا ڪئو. ١٨. انعام يعني بخشش جي لائق. ١٩. ويڙهہ يعني جهنگ جي رهاڪن، جهانگيڙن، مارن. ٢٠. ڏيهہ جي، ساٿيهہ جي، وطن جي. ٢١. اباڻي، اباڻن جي، مائٽن جي. ٢٢. پکڙن يعني پکن ڏانهن، جهوپن ڏانهن، ککن ڪانن مان ٺهيل گهرن ڏانهن. ٢٣. ڪرڙ جي وڻ جا گلَ. ٢۴. ڪرڙ جي وڻن جو ڪچو ڦر. ٢۵. خيرات، دان. ٢٦. سکل (ڦَل). ٢٧. ٿر ۾ برساتن جي وقت ٿيندڙ هڪ قسم جي ولين (جن جو ڦل پٽاٽي جهڙو ٿئي). ٢٨. ڦوکن سان صاف ڪري. ٢٩. کنهن شيءِ سان پريل (چکار) هٿن جون ترپون يا ليون. ٣٠. ڪوڍير ول جو ڦل. ٣١. ڪاڇ، خوراڪ، توشو. ٣٢. کنڊيءَ جي وڻ جو ڦر. ٣٣. چاٽيندي. ٣۴. پاڪرو مال. ٣۵. اباڻن، مائٽن. ٣٦. پاڻيءَ پيارڻ جي جاين. ٣٧. هڪليندي. ٣٨. وسئا. ٣٩. (غريباڻا) ڪپڙا. ۴٠. رليون، گودڙ. ۴١. گولاڙي ول جو ڦر. ۴٢. لاماري، ٽپي. ۴٣. هٿن ۾ وٺندي. ۴۴. کهہ جي گاهہ جو اَنُ. ۴۵. مانداڻي جي گاهہ جو اَنُ.

بِسمِ اللهِ الرَّحمٰنِ الرَّحِيم

# سُرُ مَارُئِي

## داستان چوٿون

### ۱

مِينڌيا[۱] ذُوءِ[۲] نَہ مارُئي، پِيِيَس[۳] پَنُوهارِيُون[۴] چِتِ[۵]،
راجَ[٦] رُئَاڙي[۷] هَنجُون[۸] هاري[۹]، هِيءَ هُتي[۱۰] جي[۱۱] هِتِ[۱۲]،
آهِيَس[۱۳] پائُر[۱۴] پارَ[۱۵] جو، ڪَنجَڻُ[۱٦] ۽ ڪَپَتِ،
وِنگَسِ[۱۷] وِيڙهِيچَنِ[۱۸] رِي[۱۹]، بِي مَسَ[۲۰] سُٽي[۲۱] ڪا مَتِ[۲۲]،
سُومَرا[۲۳] سُپَتِ[۲۴]، ڪَرِ تَہ ڪوٽِئان[۲۵] نِڪِري.

### ۲

مِينڌيا ذُوءِ نَہ مارُئي، آهِيَسِ مَنِ[۲٦] مَلِيرُ،
ڪَدِي نَہ ڪَپاڻِ[۲۷] لَهِي[۲۸]، هِتان هِيءَ خَمِيرُ[۲۹]،
ڪائُر[۳۰] پِيَنِ[۳۱] ڪِيرُ، جي[۳۲] اَمانَتَ[۳۳] اُتِ وَجي.

### ۳

مِينڌيا ذُوءِ نَہ مارُئي، ڪونهي اِنَ[۳۴] اوچاهُ[۳۵]،

---

۱. مٿي جا وار، ۲. ذوئي، ۳. ان کي پيئون، ۴. ٻڪرارن يعني ٻڪريون ڌاريندڙن يا چاريندڙن جون عورتون، ۵. چت ۾، دل ۾، من ۾ (پيس چت = ياد آيس)، ٦. راج جا ماڻهو، قوم جا ماڻهو، عوام جا ماڻهو، ۷. افسوس يعني ارمان ۾ وجهي، ۸. لڙڪ، ڳوڙها، آنسون، ۹. (اکين مان) وهائي، ڳاڙي، ۱۰. يعني مارئي، ۱۱. مارئيءَ جي ملڪ ملير ڏانهن اشارو، ۱۲. يعني عمرڪوٽ ۾، ۱۳. ان کي آهي، ۱۴. ٿر علائقي جي ڏاکڻي حصي جي پر هتي سڄو ٿر مراد آهي، ۱۵. طرف، پاسي، ۱٦. ڳٽني، ونجهل، ڳاراٿو، ڪپت، جهوري، ۱۷. عقلمند عورت، نيڪ عورت (مارئي)، ۱۸. ويڙهہ يعني جهنگ ۾ رهندڙن مارئيءَ جي مائٽ مارن، ۱۹. کان سواءِ، ۲۰. مشڪل سان، ۲۱. ٻڌي، ۲۲. صلاح، ۲۳. اي سومرا، اي عمر (عمر سنڌ جي سومرا خاندان جو هڪ حاڪم هو جيڪو مارئيءَ کي ان ڳوٺ ملير مان زوريءَ کڻي ويو)، ۲۴. سچائي، چڱائي، ڀلائي، ايمانداري، ۲۵. (عمرڪوٽ جي) ڪوٽ مان، قلعي مان، ۲٦. من ۾، ۲۷. ميار، ندامت، پشيماني، ۲۸. ختم ٿئي، ۲۹. امير (عمر)، ۳۰. ڪاٿر ۾ (ٿر علائقي جي اتر واري حصي کي ڪاٿر چوندا آهن پر هتي مراد ٿر آهي)، ۳۱.پين ڪير = خوشيون ڪن، ۳۲. جيڪڏهين، ۳۳. حفاظت ۾ رکڻ لاءِ ملپل شيءِ (مارئي)، ۳۴. ان کي يعني مارئيءَ کي، ۳۵. چاهہ، شوق، وٺت، خوشي، بي فڪري.

عُمَرَ جي اِنصافَ جو، پِئُسِ کَنِ پڙاءُ،
ويـنِي چوءِ اَللهُ، مُون تي مِتَ نَہ مُوتِئا.

## ۴

مِينِديا ڏوءِ نَہ مارُئِي، نَہ کِلِي نَہ کاءِ،
عُمَرَ جي اِنصافَ جا، وينِي واسامَا ڳاءِ،
هِيءَ جا کِيئِي هاءِ، سا مَهِندان اِينديئِي مُنهن ۾.

## ۵

مِينِديا ڏوءِ نَہ مارُئِي، تِيَسِ ڳُڙلُون وارَ،
سَتِيءَ سِيئِي سارِئا، جي پائُرَ جا پَنوهارَ،
عُمَرَ اُنهُون ڌارَ، مُورِ نَہ وِهي مازِيِن.

## ۶

مِينِديا ڏوءِ نَہ مارُئِي، مَحَلِين مارُوئان ڌارَ،
پايو مِيتُ مَلِيرَ ري، مُنڌَ نَہ وِڙهي وارَ،
جا هُنيجَنِ هارَ، سا کِينَ وِهَندي کوٽَ ۾.

۱. سنڌ جي سومرا خاندان جي هڪ حاڪم جو نالو جيڪو مارئيءَ کي سندس ڳوٺ ملير مان زوريءَ کڻي ويو. ۲. عدل، نياءَ. ۳. ان (مارئيءَ) کي پئو. ۴. ڪن تي. ۵. آواز، اعلان. ٦. چوي، ساري، ياد ڪري. ۷. مائٽ. ۸. (مدد لاءِ يا موٽائي وٺي وڃڻ لاءِ)، ورٺا، آيا. ۹. مٽي جا وار. ۱۰. ڌوئي. ۱۱. مُرڪي، خوشي ڪري، خوش ٿئي. ۱۲. ڪاڌو ڪائي. ۱۳. اڊنگايون، اوٺايون. ۱۴. ڳائي، بيان ڪري (دل ٿي دل ۾). ۱۵. تو ڪئي. ١٦. هاجو، ظلم، قهر. ۱۷. اڳتي، قيامت جي ڏينهن تي. ۱۸. توکي ايندي. ۱۹. منهن ۾، آڏي، سامهون (سا مهندان اينديئي منهن ۾ = قيامت جي ڏينهن ان جو توکي حساب ڏيڻو پوندو). ۲۰. اُن جا ٿئا. ۲۱. گول مول، ڳنڍيون ڳوڙها. ۲۲. ست يعني ستيا واري عورت، پاڪدامن عورت (مارئيءَ). ۲۳. ياد ڪئا. ۲۴. ٿر علائقي جي ڏکڻ واري حصي (پر هتي سڄو ٿر مراد آهي). ۲۵. ٻڪرار، ٻڪريون چاريندڙ، ٻڪريون ڌاريندڙ. ۲٦. اي عمر. ۲۷. انهن (پنوهارن) کان. ۲۸. سواءِ، جدا. ۲۹. اصل، ٻنهي. ۳۰. ماڙين ۾، محلاتن ۾. ۳۱. محلن ۾. ۳۲. مارن (مارئيءَ جي مائٽن) کان، مالوند ماڻهن کان. ۳۳. وجهيو. ۳۴. پيلي رنگ جي جابلو مٽي جيڪا نرم چاپوڙن جي صورت ۾ جبلن مان کوٽي ڪڍبي آهي. هيءَ مٽي وهنجڻ جي ڪم ايندي آهي (پايوميٽ = وهنجئو). ۳۵. ڪان سواءِ. ۳٦. عورت (مارئي). ۳۷. ٿاهي (چوٽي ڪرڻ سان). ۳۸. يعني ملير جي رهاڪن جي. ۳۹. آسري يا ڀروسي (آهي). ۴۰. قلعي ۾، بند ۾.

## ٧

مَحَلّين[1] مانديِ[2] مارُئي، ڏِنيَمِ[3] مُنهن[4] مَلُور[5]،
اَٽيو[6] سَٽيو[7] نہ ڪَري*، سُونهَن[8] وِجايَسِ[9] سُور[10]،
پِئَسِ[11] لوهہ[12] لَطِيفُ چئي، لَتَسِ[13] ڪوڏ[14] ڪَپور[15]،
چِتَ[16] جَنِ جا چُور[17]، سي مَکّي[18] مَرَڪُ[19] نہ ڪَنديُون.

## ٨

ڪَرِئو مُهَاڙ[20] مَلِير[21] ڏي، روءِ[22] اُپِي[23] چِوءِ[24]،
سَهجَ[25] سُوري[26] پانِيان[27]، سُومَرا[28] سَندوءِ[29]،
مِلڪَ[30] ماروءَ جي آهِيان[31]، زورِ[32] نہ تِيان جوءِ[33]،
سو قَلبُ ڪُوتِ[34] نہ هوءِ[35]، جو هُتيجَنِ[36] هَٿ ڪِئو[37].

## ٩

ڪَرِئو مُهَاڙ مَلِيرَ ڏي، اُپِيائي[38] آهي،
جا مَتّي[39] ڏِنِيسِ[40] مارُوئين[41]، سا لُوئي[42] نہ لاهي،
سُومَرا[43] ساهِي[44]، تِنهن سَتِيءَ[45] وِجُهہ مَ سَنگهَرُون[46].

---

١. محلن ۾، محلاتن ۾، ٢. عاجز، پريشان، وياڪل، ٣. مون ڏني، ۴. منهن ۾، چهري ۾، شڪل ۾، ۵. ملول، موڳاٽيل، اداس، ٦. ايوڳو، خشڪ (تيل نہ لائڻ سبب)، ٧. تيل لڳل * متي جي خشڪ وارن کي تيل نہ ٿي هٿي، ٨. حسن، جمال، ٩. ان جي وڃائي، ان جي ختم ڪئي، ١٠. (مائٽن کان وڇوڙي جي) ڏک، غمَ، ١١. ان کي پيئا، ١٢. (لوهہ جا نهيل) زنجير، نير، ١٣. ان جا، لتا يا ختم ٿيا، ١۴. شوق، چاهنائون، ١۵. ڪپور، ڪافور جا، سرهاڻين جا، ١٦. دليون، هردا، قلب، ١٧. زبون، تباهہ، برباد، ذرا ذرا، ١٨. (وارن کي) تيل لڳائي، ١٩. لاڏڪوڏ، ناز نخرو، ٢٠. منهن، ٢١. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو، ٢٢. رويو، ٢٣. بيٺي، ٢۴. چوي، ٢۵. سُک، آرام، آسائش، ٢٦. سوريءَ (کوهہ يا کنهن اونهيءَ کڏ جي تري ۾ ڪاٺ جي چوکٺ ۾ ٽنبيل لوهہ جي نوڪدار ڀالن تي اڇلائڻ جي عمل) جي ذريعي موت جي سزا، ٢٧. سمجهان، ٢٨. اي سومرا، اي عمر (عمر سنڌ جي سومرا خاندان جو هڪ حاڪم هو)، ٢٩. تنهنجو، ٣٠. ملڪيت، حق، قبضي واري شيءِ، ٣١. مال چاريندڙ يعني مارئيءَ جي مڱيندي، ٣٢. زور سان، ڏاڍائي سان، زبردستيءَ سان، ٣٣. (تنهنجي) زال، گهر واري، زوجہ، ٣۴. ڪوٺ ۾، بند ۾، ٣۵. هوندو، رهندو، ٣٦. يعني ملير جي رهاڪن يا مارن (مارئيءَ جي مائٽن)، ٣٧. هٿ ۾، قابو، سوگهو، ٣٨. بيٺي، ٣٩. متي تي، سر تي، ۴٠. ان کي ڏني، ۴١. مارن، ۴٢. کٿي، رڍن جي وارن يعني ان مان نهيل چادر يا اوڍڻي، ۴٣. اي سومرا، ۴۴. چڪي، ٿائي، ۴۵. ستيءَ کي، ستيا واريءَ عورت (مارئيءَ) کي، ۴٦. زنجيرون، نير.

## ١٠

ڪَري مُهاڙ[1] مَليرَ[2] ڏي، مَتي[3] ڪوٽَ[4] چَڙهي،
سارِبندي[5] ساهيڙِين[6] کي، ڳوڙها[7] پَئس[8] ڳڙي[9]،
نِڪتي[10] ڪُوڪَ[11] قَلبَ[12] مان، مَنجهان رُوحَ رڙي[13]،
وِيڙهيچِن[14] وَرِي[15]، ڪَرَ[16] نَہ لَڌي[17] ڪَڏهين.

## ١١

جا عُمَرَ[18] تو مُلَ[19] عيدَ[20]، سا اَسان[21] سُوڳَ[22] وَرَتي[23] سُومرا[24]،
وِيئي وِيچارِن[25] وِسري[26]، خُوشيءَ خَريدَ[27]،
سِڪَڻَ[28] ڪِئا شَهيدَ[29]، مارو جي مَليرَ جا.

## ١٢

تَہ ڏُئارئان[30] ڏَبرا[31]، وِبنديَس[32] ڪِنهن[33] وَهاڻءِ[34]،
مُون مُلِ مارو[35] ناهِہ، اَچا[36] اوديان[37] ڪَن[38] کي[39].

## ١٣*

عُمَرَ[40] اَچا ڪَپڙا، ڪاٽيارُون[41] ڪيئن ڪَن،
جَني جا تَرن[42] ۾، وَرَ تَا[43] وِبڻ[44] سَهن[45]،

---

١. منهن، چهرو، رخ. ٢.مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو. ٣. تي. ۴. عمرڪوٽ جي ديوارين يا پٽين. ۵. ياد ڪندي، سنڀاليندي. ٦. سرتين، هڪ جيڏين. ٧. لڙڪ، آنسو. ٨. ان جا پئا. ٩. وهي (اکين مان). ١٠. نڪتي، اُبري. ١١. رڙ، دانهن. ١٢. دل، رُوحَ. ١٣. آواز ڪري. ١۴. ويڙهہ يعني جهنگ ۾ رهندڙن، جهانگيڙن، مارن (مارئيءَ جي مائٽن). ١۵. موٽي، واپس اچي. ١٦. خبر، سُڌ، سماءُ. ١٧. ورتي. ١٨. اي عمر. ١٩. وٽ. ٢٠. خوشي، راحت. ٢١. يعني اسان مارن. ٢٢. سوڳُ، ماتم، ڏکُ. ٢٣. ڀانئين، سمجهي. ٢۴. اي سومرا، اي عمر. ٢۵. ويچارن يعني مسڪين يا غريبن (مارن) کي. ٢٦. دل تان لهي. ٢٧. خريداري (ناٿي سان شين وٺڻ جو ڏندو) ڪرڻ. ڏندو ڏاڙي. ٢٨. (غربت ۽ ڪنگاليءَ سبب ڪنهن شيءِ جي خريد ڪرڻ جي طاقت نہ هجڻ ڪري) خواهش يا تمنا يا آرزوءَ ڪرڻ جي عمل. ٢٩. (بي گناهہ) قتل يا ذبح. ٣٠. ڄو. ٣١. (سفيد) لوبون، ڪپڙا. ٣٢. آئون ويندي. ٣٣. ڪهڙي. ٣۴. وهاڻءِ يا شاديءَ تي. ٣۵. مالوند ماڻهو (مارئيءَ جو مڱيندو). ٣٧. ڏوتل يا اُجرا (ڪپڙا). ٣٧. پايان، پهريان. ٣٨. ڪهڙن (ماڻهن). ٣٩. لاءِ، واسطي * بيت ١٣ جون پهريون ٻہ مصراعون شاهہ عبداللطيف بلڙيءَ واري جون آهن جي هتي تضمين طور ڪم آندل آهن. ۴٠. اي عمر. ۴١. غرضمند يا مياري عورتون، قصور وار يا حرفي عورتون. ۴٢. برپٽ، بيابانن، جهنگلن ۾. ۴٣. مڙس، پتار، شوهر. ۴۴. ميهڻا، طعنا. ۴۵. جهلين، (پاڻ تي) روا رکن.

هُوءِ جي حَقَ پَچَنِ، سي ڪِيئَن سَتِيُون سُومَرا.

## ۱۴

آئُون ڪِيئَن سَوَڙِيُون اوڍِي سُمَهَان، مُون وَرُ گهَاري وِلهَہ،
ڪَتِيَرِيءَ تَان ڪِلَ، عُمَرَ ڪِجِ مَ اِهَڙِي.

## ۱۵

مُون وَرُ گهَاري سُجَ، آئُون ڪِيئَن سَوڙِيُون اوڍِي سُمَهَان،
مَرُ اَبَاڻَنِ سين اُجَ، ڪَوءِ شَرَبتُ تُنهِنجو سُومَرا.

## ۱٦

وَرُ سي وَطَنَ جَايُون، صَحَرا سَتَرُ جَنِ،
گَولاڙا ءِ گُگَرِيُون، اوچَتُ اَبَاڻَنِ،
وِيڙهِيَا گهُمَنِ وَلِيِن، جَهَانگِي مَنجِهہ جَهنگَنِ،
مُون ڪي مَارُوئَڙَنِ، سُجَ ڳَڻَائِي سيج ۾.

## ۱۷

سُجو جي سَاٿيهُہ، تَہ پِہ وَهِينِئَان وِتَرو،
گهورِئو سو پَرَڏيهُہ، توٽي قُلَنِ چَانيو.

---

۱. اهي، ۲. جيڪي، ۳. حق پچن = حقن يعني مڙسن يا پتارن سان بي وفائي ڪن، ۴. ڪهڙيءَ طرح، ۵. ستياوان، پاڪدامن، ٦. اي سومرا، اي عمر، ۷. ڪيهہ پيل تلهيون رليون، رضائيون، ۸. ڍڪي، مٿان وجهي، ۹. منهنجو، ۱۰. مڙس، ڪانڌ، پتار، ۱۱. رهي گذاري، ۱۲. ولهہ ۾، ٿڌ ۾، سيءَ ۾، ۱۳. ڪٿي يا لوئي (رڍن جي وارن يعني ان مان ٺهيل چادر) ڍڪيندڙ عورت (مارئيءَ)، ۱۴. مٿان، ۱۵. ٺٺولي، مذاق، چٿربازي، ۱٦. اي عمر، ۱۷. سيج ۾، بريٺ ۾، بيابان ۾، ۱۸. بهتر، ڀلي، ورَ، ۱۹. پياس، تاس، ۲۱. ڀن، ڪٺ ۾، ڪوهہ ۾، ۲۲. مٿاڻ پيل ٻيڻ جو پاڻي، ۲۳. اي سومرا، ۲۴. وطن جون، ساڳئي ڏيهہ يا ديس جون، ۲۵. چاول يعني پيدا ٿيل عورتون، ۲٦. ٻرَ، جهنگ، بيابان، ۲۷. پردو، بناهہ، ڍڪ، اَجهو، ۲۸. جن جو، ۲۹. هڪ قسم جي جهنگلي ميون جون وليون، ۳۰. هڪ قسم جا جهنگلي ڪؤنرَجا وڻ، ۳۱. ڍڪ، پردو، ۳۲. ڍڪيا، لڪا، ۳۳. ڦرن، هلن، ۳۴. ولين ۾، پٽ تي پکڙندڙن ۽ وڻن جي ٽڙن ۽ ڏارن جي آڌار تي مٿي ايرندڙ ٻوٽن ۾، ۳۵. جهنگ جا رهاڪو، مارو (مارئيءَ جا مائٽ)، ۳٦. ڳڻي يا شمار ڪري ڏني، عطا ڪئي، ۳۷. سيج ۾ = سيج (شاديءَ جي وقت گهوٽ ڪنوار لاءِ ٺاهيل پلنگ يا کٽ) جي بدران، ڏيج ۾، ۳۸. ويران، ڏيج ۾، ۳۹. جيڪڏهين، ۴۰. وطن، ديس، ۴۱. ونهين ڪان، سکين يا آسودن مائهن ڪان، ۴۲. وڌيڪ، چڱو، ۴۳. ڪوءِ، ۴۴. پرديس، پرايو ديس، ۴۵. جيتوڻيڪ، ۴٦. ڦلن سان، گلن سان، ۴۷. چانيل، ڍڪيل.

(١٨)

مُون[١] سَاٿِيهُ[٢] سُڃَ[٣] ۾، وَڻَ وَطَنَ جَا ڏُورِ[٤]،
آنديِ ڪِنهِن ضَرُورَ[٥]، ڪَاٿِيَارِي[٦] مَارُئِي.

(١٩)

سَاٿِيهُ مُون سُڃَ ۾، ڏيهَ[٧] وَڻَ ٿِئَڙَمِ[٨] ڏورِ،
راجَ[٩] لَڏايَا[١٠] سُومَرِي[١١]، عُمَرَ ڪَري اُورِ[١٢]،
ڏَاڍِي[١٣] ڪِنهِن ضَرورِ، آنديِ ڪُهِنبِڙِيارِي[١٤] لوءِ[١٥] مَان.

٢٠

اُنَ[١٦] اوڍِڻُ[١٧] پَلُرُ[١٨] پيَڻُ[١٩]، جَن جَا پيرَ[٢٠] مَٿي[٢١] پَٽَ[٢٢] پَاڪَ[٢٣]،
وهڻُ[٢٤] وَراچَن[٢٥] ۾، اُن جي اَجوڪي[٢٦] اوطاقَ[٢٧]،
سيئي سَارِئَمِ[٢٨] سُومَرَا[٢٩]، ٿَرِ[٣٠] جَن جَا ٿَاڪَ[٣١]،
پَاڻَ نَه پَسَن پَاڻَ ڪي*، ويچَارا[٣٢] بِي[٣٣] بَاڪَ[٣٤]،
عُمَرَ[٣٥] اُوءِ[٣٦] نَه عَاقَ[٣٧]، ڏُکِئَا[٣٨] جِمَ[٣٩] ڏُکوئِين[٤٠].

وائي

مُنهِنجو مَنُ[٤١] مِيَان[٤٢]، واڳِئو[٤٣] ويڙهِيچَن[٤٤] سين،

١. منهنجو، ٢.وطن، ڏيهه، ديس، ٣. بيابان، برپٽ، ٤. پري، ٥. ضرورت، حاجت، مشڪل، ٦. حاجتمند، ضرورتمند، ٧. ڏيهه جا، ٨. مون کان ٿئا، ٩. رعيتون، قومون، (مارن جا) قبيلا، ١٠. وطن کان ٻاهر ڪڍيا، ١١. عمر (عمر سنڌ جي سومرا خاندان جو هڪ حاڪم هو جنهن مارئيءَ کي ان جي ڳوٺ ملير مان زوريءَ کنيو هو)، ١٢. ڪاهه، حملو، چڙهائي، ١٣. وڏي، سخت، ١٤. کهنبي (ڳاڙهي) رنگ لڳل گندي يعني پوتي ڍڪيندڙ عورت (مارئي)، ١٥. ڳوٺ، ١٦. اُن يعني رڍن جي وارن مان ٺهيل ڪپڙا جهڙوڪ ڪٿيون وغيره، ١٧. پوشاڪ، ١٨. مينهن جو پاڻي، ١٩. پيڻ جي شيءِ، ٢٠. قدم، پگ، ٢١. تي، ٢٢. ميدان، ٢٣. صاف، ستري، ٢٤. وهڻ يعني رهڻ جي جاءِ، گهر، ٢٥. ويڙهين، جهنگن، وٿن جي جهڳن، ٢٦. بنان جوکي، بنان خوف خطري، سلامتيءَ واري، ٢٧. رهڻ جي جاءِ، گهر، ٢٨. مون سارئا، ياد ڪئا، ٢٩. اي سومرا، ٣٠. ٿر ۾، ريگستان ۾، ٣١. آستان، گهر * انهن ۾ خوديءَ آپو ڪونهي، ٣٢. مسڪين، غريب، ٣٣. بنان، ٣٤. باڪ جي، خوف جي، ٣٥. اي عمر، ٣٦. اهي، ٣٧. بي حيا، نافرمان، نٺر، ٣٨. ڏکويل، غم زده، ٣٩. متان، ٤٠. آزارين، تڪليف ۾ وجهين، ٤١. دل، ٤٢. اي ميان، اي سردار (عمر)، ٤٣. ٻڌل، ڳنڍيل، سلهاڙيل، ٤٤. ويڙهه ۾ رهندڙن، مارن.

پَهِي[1] پَاڪِي پَتِڙي، پِرِينَ[2] سَانُ پِيَان،
حَرفَ[3] لَتِي[4] هيڪڙي، هِتي تَان نَہ هُئَان[5]،
پِيرُ[6] نَہ چَڏِيَان پِرِينءَ جو، جيسِين[7] ٿي جِيَان[8]،
آئُون ڪِيئن لوئِي[9] لاهِيَان، ڪَارَڻِ[10] بِين[11] ڏِينهَان[12]،
ڪِيرُون[13] ڪَتيرِن[14] ڪي، وَجِي ڏيهِہ[15] ڏِيَان.

۱. ڄڍي يعني پتڙي لسي، پتڙو ڏڌ، پاڪي. ۲. محبوبن (مارن). ۳. لفظ، پڻڪي، گفتي. ۴. پوري ٿيندي (حرف لتي هيڪڙي = هڪ گهڙي يا پل ختم ٿيڻ سان). ۵. هجان. ٦. قدم، پٺ. ۷. جيسيتائين. ۸. زندهہ يا جيئري آهيان. ۹. ڪتي، رڍن جي وارن يعني أن مان ٺهيل چادر يا اوڍڻي. ۱۰. واسطي. ۱۱. ٻن. ۱۲. ڏينهن (ٻين ڏينهان = حياتيءَ جي باقي ٿوري وقت). ۱۳. مبارڪون، واڌايون. ۱۴. ڪتين ڏڪيندڙن. ۱۵. ڏيهہ ۾، وطن ۾.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيمِ

# سُر مَارُئي

## داستان پنجون

### ۱

سُونهَن[1] وِجَايَمِ[2] سُومَرا[3]، مَارُو[4] مَسَّ[5] مَجِين[6]،
ڏُونگهَا[7] ڏاڏي[8] پوٽِيين، کَن ڏِنَا کي ڏِين،
جي[9] مَان[10] لوهَ[11] لاهِين، تَہ کونِيُن[12] ۾ کِين هُئَان[13].

### ۲

سُونهَن وِجَايَمِ سُومَرا، مِيرو[14] مُنهَن[15] تِئُومِ[16]،
وَجَڻُ تِتِ پِئُومِ[17]، جِتِ هَلَڻُ نَاهِ حُسَنَ ري[18].

### ۳

سُونهَن وِجَايَمِ سُومَرا، سِکِرَنِ[19] جِهَڙي سُونهَن،
دِلِ ۾[20] دُکِيَ[21] دُونهَن[22]، مُنهِنجو مُنهَن مِيرو کِئو.

### ۴

سُونهَن وِجَايَمِ سُومَرا، هِتي اَچِي هَاڻِ،

---

۱. حسن، جمال، سوڀيا، ۲. (هتي عمرڪوٽ ۾) مون وڃائي يعني برباد ڪئي آهي، ۳. اي سومرا، ۴. جهانگي يعني جهنگلي ماڻهو، مالوند ماڻهو (مارُئيءَ جا مائٽ)، ۵. مشڪل، ٦. قبول ڪن، ۷. طعنا، ميهڻا، ۸. ڏاڏي پوٽيين = ڏاڏي جي پوٽين، ابي ڏاڏي جي اولاد مان پيدا ٿيل عورتن، ۹. جيڪڏهين، ۱۰. منهنجا، ۱۱. (لوهہ مان ٺهيل) زنجير، نير، ۱۲. قيدخاني جي صفن يعني ڪمرن، ۱۳. هجان، ۱۴. گدلو، گندو، بڇڙو، ۱۵. چهرو، شڪل، صورت، ۱٦. منهنجو ٿئو، ۱۷. مونکي پئو، ۱۸. کان سواءِ، ۱۹. ڳاڙهي ۽ چمڪندڙ رنگ جي هيرن ۽ لالن، ۲۰. من، ۲۱. سرجي، پيدا ٿي، ۲۲. دکندڙ باهہ مان نڪرندڙ ڪاري رنگ جا بخار.

كِيئَن لَهنديَمِ[1] كاڻِ[2]، حُسنُ[3] مُون[4] هِتِ وِئو.

٥

سُونهَن وِجايَمِ سُومَرا، كونئين[5] اَچي كالَ[6]،
كِيئَن پَسنديَس[7] پالَ[8]، حُسنُ مُون هِتِ وِئو.

٦

سُونهَن وِجايَمِ سُومَرا، كوجهو[9] تَئمِ[10] كَمالُ[11]،
وَجان كيئَن وَطَن[12] ڏي، هُهَڙو وَني حالُ[13]،
جي[14] مُون[15] ڏيين جَمالُ[16]، تَہ پَسان مُنهُن[17] پَنوهارَ[18] جو.

٧

سُونهَن وِجايَمِ سُومَرا، وَطَنِ[19] وَجان كيئَن،
حُسنَ ڏاران[20] هِيئَن[21]، پَسان كيئَن پَنوهارَ كي.

٨

سُونهَن وِجايَمِ سُومَرا، پَسان كيئَن پَنوهارُ،
ڏُٺي[22] جا[23] ڏَراڙُ[24]، تِنهِن رُوءَ[25] رِءَ[26] رُچڻُ[27] ناهِ كو.

---

١. منهنجي لهندي، منهنجي ختم ٿيندي، ٢. ميار، احتياج، ٣. سونهن، سوڀيا، ٤. منهنجو، ٥. کوئين ۾، قيدخاني جي صفن ۾، ٦. ڪالهه. گذريل ڏينهن، هڪ ڏينهن اڳ، ٧. آءٌ پسندي يعني ڏسندي، ٨. ٻڪرين يا رڍن جي وارن (ڏاس، اُن) مان ٺهيل فراسين جا ٺهيل گهر، تنبو، جهوپڙا، ٩. ڪهت، ڪر، ڪسو، لانجهو، ١٠. منهنجو ٿئو، ١١. سوڀيا، سونهن، حسن، ١٢. ديس، سائيهه، ١٣. حالت، ڪيفيت، ١٤. جيڪڏهين، ١٥. مون ڪي، ١٦. حسن، سونهن، ١٧. چهرو، شڪل، مک، ١٨. ٻڪرار، ٻڪرين جي مالڪ، ٻڪريون چاريندڙ، مارئيءَ جي مڱيندي، ١٩. وطن ڏي، ٢٠. ڪان سواءِ، ٢١. هن حالت ۾، ٢٢. پسند ڪري، ٢٣. جيڪا، ٢٤. ڌڻ (ٻڪرين يا رڍن جي) جو مالڪ. ڌڻ چاريندڙ (مارئيءَ جو مڱيندو)،٢٥. سونهن، سوڀيا، (جيڪا ڏراڙ پسند ڪري)، ٢٦. ڪان سواءِ، ٢٧. وڻڻ، پسند پوڻ، قبول پوڻ.

۹

سُونهَن وِجَايَمِ، سُومَرا، تِيْنديَسِ[۱] كِيئَن قَبُولُ[۲]،
ڪونهي سُهَڳَ[۳] سُولُ[۴]، پُوڇي[۵] مُنهَن[۶] پَنوهَارَ[۷] ري[۸].

۱۰

سُونهَن وِجَايَمِ سُومَرا، عُمَرَ[۹] تِيَسِ[۱۰] آسِيرَ[۱۱]،
مَارُو[۱۲] مَنجِهه مَلِيرَ[۱۳]، مُون سين هِتِ هيئَن ٿئو.

۱۱

تَن مُنهَن مُوچَارا[۱۴] مَارُوئَين[۱۵]، مَلِيرُ جَنِي[۱۶] مَاڳُ[۱۷]،
نَاقِصَ[۱۸] نَوازِي[۱۹] گَهٽَا، سَندو[۲۰] تَن سَڀَاڳُ[۲۱]،
اَڪرُ[۲۲] مُون[۲۳] اَڀَاڳُ[۲۴]، حُسنُ تَي[۲۵] هِيئَن وِئو.

۱۲

ڪونهي قَادِرُ[۲۶] ڪو ٻِئو، اُنين[۲۷] جو اَيَاڳُ،
قُل لَن يُصِيبَنَا الا مَا ڪَتَبَ اللهُ*، اِيءُ مَعذِرَتَ[۲۸] مَاڳُ[۲۹]،
سَڀوئِي[۳۰] سَڀَاڳُ[۳۱]، مَارُئِيءَ[۳۲] مَسَاوِي[۳۳] ٿئو.

۱. آئون ٿيندي، ۲. پسند، منظور، ۳. سهڳ يعني سهاڳ جو، سک جو، خوشيءَ جو، آرام جو، ۴. فائدو، ۵. ڪوجهي، اڻ وڻندڙ، ٦. منهن سان، شڪل سان، ۷. ريون يا ٻڪريون چاريندڙ، (مارئيءَ جي مڱيندي)، ۸. کان سواءِ، ۹. اي عمر، ۱۰. آئون ٿي آهيان، ۱۱. قيد يائي، بنديائي، ۱۲. مالوند مائهو (مارئيءَ جا مائٽ)، ۱۳. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو، ۱۴. ملوڪ، سهڻا، ۱۵. مارن جا، ۱٦. جن جو، ۱۷. رهڻ جو هنڌ، وطن، ۱۸. عيبدار، گنهگار، ۱۹. سرفراز ڪري، اوج تي رسائي، ۲۰. جو، ۲۱. نيڪ بختي، ۲۲. نصيبُ، ۲۳. منهنجو، ۲۴. بدبختي، ۲۵. تنهن ڪري، ۲٦. قدرت وارو، سگهه وارو، شڪتيوان، خدا، ۲۷. اُنين جو = انهيءَ قادر يعني خدا جو (ڏنل)
*(اي پيغمبر صلي الله عليہ وسلم) چَؤُ تہ اسان کي ڪابہ مصيبت نہ رسندي سواءِ انهيءَ جي جيڪا الله لکي آهي (قرآن شريف جي سورت توبة جي آيت ۵۱)، ۲۸. معذرت جو، عُذر جو، ۲۹. هنڌ، رستو، واٽ، ۳۰. سمورو ئي، ۳۱. تقدير (سڀاڳ توڙي نڀاڳ)، ۳۲. مارئيءَ لاءِ، ۳۳. هڪ جهڙو، برابر.

## ۱۳

مَارُوئَڙيءَ روئِي، ٿَرِ نِيَاپا چَايَا،
آن جو ڳُتو جيڏِيُون، مِينڍِي وَرُ سوئِي،
لاٿُمِ نَہ ڏوئِي، سَانُ سَرَچِي سُومَرِي.

## ۱۴

مُون سين مَارُوئَڙِيُون، کَهَڙِيءَ ريت رُسَنديُون،
چوٽي مِ چيڙهہ پِئو، پِيَنِ رَتُ جَيُون،
نيٺين نِنڊَ وِهُہ ٿي، سَاري سَاڏوهِيُون،
هِتي جي هُيُون، تَہ پِيَنِ سُڌِ هِنَ سِيلَ جِي.

## ۱۵

سُٺي سَاٺِيهَہ ڳَالَهَڙِي، لَهِي وِئا لوهَہ،
اَندَرَ جَا اَندوهَہ، لَٿا ڏُکَ سُکَ ٿِئَا.

## ۱۶

سُٺي سَاٺِيهَہ ڳَالَهَڙِي، وِهسي ويڙهِيچِي،
سَبَ سُڌِ پِيَمِ سُومَرَا، هِتي هُتي جِي،

---

۱. مارئيءَ. ۲. اکين مان لڙک يا ڳوڙها وَهائي. ۳. ٿر (جي رهاڪن يعني مارن) ڏانهن. ۴. سنيها، پيغام. ۵. چوائي موڪليا. ۶. اوهان. ۷. جيڪو. ۸. ڳوپيو، ويڙهيو. وَرُ يا پيچُ ڏنو. ڳتَ ڏني. ۹. اي جيڏيون. اي سرتيون. ۱۰. مينڍي کي، مٿي جي وارن کي يا چڳن کي. ۱۱. ور سوئي= اهو ساڳيو وڪڙ يا پيچ (يعني مون وري نئين سر وار نہ ويڙهيا يا سنوارئا آهن). ۱۲. مون لاٿو (اهو ور يا پيچ). ۱۳. وهنجي. ۱۴. پرچي، راضي ٿي. ۱۵. عمر. ۱۶. مارن يعني ٿر جي مالوند ماڻهن جون عورتون. ۱۷. ڪهڙيءَ ريت = ڪهڙيءَ طرح، ڇا جي لاءِ، ڇو. ۱۸. ڪاوڙبيون. ناراض ٿينديون. ۱۹. مٿي جي وارن. ۲۰. ميل. مٿي. ۲۱. جوسين. ۲۲. خون. ۲۳. هڪ قسم جا جيت. جيڪي وارن يا ميرن ڪپڙن ۾ پيدا ٿين. سنهيون جُون. ۲۴. نيڻن جي. اکين جي. ۲۵. سمهڻ. سمهڻ واري حالت. آرام. ۲۶. زهر (وهہ ٿي = حرام ٿي. ڦٽي). ۲۷. ياد ڪري. سنڀالي. ۲۸. چاربون. هڪڙي قسم جا وڻ جن جو ڦر جنهن کي پيرون چئبو آهي مٺو ٿيندو آهي. ۲۹. يعني عمرڪوٽ جي قيدخاني ۾. ۳۰. جيڪڏهين. ۳۱. هجن ها. ۳۲. خبر. ڪل. ۳۳. سٽ. سٽيا. عصمت. ۳۴. ٻڌي. ۳۵. سانيهہ جي. وطن جي. ۳۶. خبر. حال احوال. ۳۷. ختم ٿي. ۳۸. (لوهہ جا ڏهيل) زنجير. نير. ۳۹. دل. من. ۴۰. غم. ڳڻتيون. فڪر. ۴۱. تڪليفون. ۴۲. فرحتون. ۴۳. خوش ٿئي. سرهي ٿئي. ۴۴. ويڙهہ يعني جهنگ جي رهاڪو عورت (مارئي). ۴۵. مونکي پيئي. ۴۶. اي سومرا. اي عمر. ۴۷. يعني عمر ڪوٽ. ۴۸. يعني ٿر يا ملير.

پينرَ[1] ۽ پيچي[2]، سُوايا[3] سارينِ[4] مُون[5].

### ۱۷

جهجها[6] ڏيجِ[7] جُهارَ[8]، مُنهنجا مَليرَ[9] جائين[10]،
آسر[11] پري[12] آهيان، پرچن[13] مان نہ[14] پنوهارَ[15]،
ويڙهيُون ۽ ولهارَ[16]، ڪہ[17] سُوايا سارينِ مُون.

### ۱۸

سرتينِ سخت[18] جوابو[19]، سيلُ[20] جَني جو سچ[21]،
ستي[22] تُنهنجي ست ۾، ڳالهہ[23] گهُرجي[24] ڳچ[25]،
سارئو سانبيڙَن[26] کي، پر ۾[27] ويني پچ[28]،
ساڻُ امانت[29] اچُ، تہ ٿيين سماني[30] ساٿيهہ[31] ۾.

### ۱۹

ساهيڙيُون سارين تو، سيلُ جَني جو سچُ،
ماروءَ[32] رءَ[33] م مچُ[34]، شيهو[35] پانئجِ[36] سون[37] کي.

### ۲۰

سي ساهيڙيُون سارينِ تو، سچُ جَني جو سيلُ،

---

۱. پيٺون يا اديون (هڪ پيءُ ۽ ماءُ جون ڄائون)، ساهيڙيون، سرتيون، هڪ جيڏيون. ۲. جوڙيوال، گڏ رهندڙ، سانبي، ڏوڙي، همراهہ. ۳. سڪاريا، آسودا، سٺي ماحول وارا. ۴. ياد ڪن، سنڀالين. ۵. مون کي. ٦. گهڻا. ۷. تون ڏج يا پهچائج. ۸. سلام. ۹. ملير (مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو) جي. ۱۰. چاين کي.(رهاڪو) عورتن کي. ۱۱. آسر سان، آس سان، اميد سان. ۱۲. پريل (آسر پري = آس واري، آسائتي، اميد واري). ۱۳. راضي ٿين. ۱۴. مان نہ = شال، خدا ايئن ڪري. ۱۵. ٻڪريون يا رڍون چاريندڙ، ٻڪرار، مالوند، مارو (مارئيءَ جا مائٽ). ۱٦. جهنگ، وٽڪار ۽ ساوڪ وارا ميدان، ولهار، چراگاهہ. ۱۷. ڇا. ۱۸. سختيءَ سان، تاڪيد سان. ۱۹. (نياپو، سنيهو) چوائي موڪلبو. ۲۰. سٺي چال يا عادت، سٺو گڻ يا خصلت. ۲۱. سچائي، ايمانداري، وفاداري، سَتُ، سپت. ۲۲. اي ستي، اي ستياوان. ۲۳. حاج، معاملو. ۲۴. کپي. ۲۵. گهڻي. ۲٦. سانبين، جوڙيوالن. ۲۷. اندر، ڳجهہ. ۲۸. جَلُ، ڪامُ، سَڙُ، ڳرُ، نجهر. ۲۹. حفاظت ۾ رکڻ يا ساندڻ لاءِ مليل شيءِ (سَتُ). ۳۰. ماناٽي، عزت واري، سٺي، مان واري. ۳۱. وطن (ملير) ۾. ۳۲. مالوند (مارئيءَ جي مڱيندي). ۳۳. کان سواءِ. ۳۴. بدن تي ماس چاڙهج، ٿلهي متاري ٿج. ۳۵. سيهو، هڪ سادي قسم جو ڌاتو، ڪَچ. ۳٦. سمجهج، ڄاڻج. ۳۷. سون (هڪ اوچي قسم جي ڌاتوءَ) جي زيورن.

نَہ ڪو قَالُ[1] نَہ قِيلُ[2]، اُنِين جي اَدَبَ[3] ۾.

## ٢١

نَہ ڪي ڏُؤنرا[4] ڏِيهَہَ[5] ۾، نَہ سَرَتِيُون[6] نَہ سِيرُ[7]،
ڪونِيِين[8] ڪُنِي[9] آهِيَان، پِئو زوراوَرُ[10] زَنجِيرُ[11]،
مَارُو[12] سَارِئو[13] مِيرُ[14]، وِينِي ڳُوڙهَا[15] ڳَاڙِيَان[16].

وائي

مَنجِهہ رَهِي مَلِيرَ[17]، مُون تَان[18] ڪوهُہ[19] ڪِئو،
مُون تَان ڪِينَ[20] ڪِئو،
مُون[21] هَٿَان[22] مُنهنجَا ڏَٿِي[23]، سَهسِين[24] ٿِئَا صَغِيرَ[25]،
پَڪِي[26] مَنجِهہ پَنوهَارَ[27] جي، ڪوڙِين[28] ڪِئَم[29] ڪَبِيرَ[30]،
تُون ڏِيِين مُون[31] ڏَٿِي، دلاسو[32] دلگِيرَ[33]،
پُڙو[34] لاهِہ[35] مَ ٻَاجَهہ[36] جو، مُون[37] تَان مُنهنجَا[38] پِيرَ[39]،
ٿَرَ[40] ۾ وَلِيُون[41] ٿَڌِيُون[42]، ڪوڙِين[43] ڪِرڙَ ڪَرِيرَ[44].

---

١. گفتگو، ڳالهہ ٻولهہ، ردڪد، ٽيڪا ٽپڻي، تنقيد، ٢. ساڳي معنيٰ نمبر ١ واري، ٣. لکڻ پڙهڻ جي فن، اخلاق، ٤. ڪرڙ جي وڻ جو ڪچو ڦر، ٥. سائيهہ، وطن، ٦. ساهيڙيون، هڪ جيڏيون، ٧. سيل، سَتُ، سچائي، وفاداري، سپت، ٨. ڪوئين، (قيدخاني جي) صُفن، ٩. ماري (تباهہ يا برباد ڪئي)، ١٠. مضبوط، ١١. نير (قيد، بند)، ١٢. مالوند (مارئيءَ جو مڱيندو)، ١٣. ياد ڪريو، سنڀاليو، ١٤. سردار، ١٥. لڙڪ، آنسو، ١٦. وهايان، هاريان، ١٧. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو، ١٨. تہ، ١٩. ڇا، ٢٠. ڪجهہ نہ، ٢١. منهنجي، ٢٢. هٿ ڪان، طرف کان، ٢٣. اي ڌڻي، اي مالڪ، اي خدا، ٢٤. سوين، تمام گهڻا، ٢٥. ننڍا (گناهہ، ڏوهہ)، ٢٦. ڪکن ڪانن جي ٺهيل جهوپي يا گهر، ٢٧. پڪرار، پڪريون چاريندڙ، (مارئيءَ جي مڱيندي)، ٢٨. ڪروڙن جي انداز ۾، ٢٩. مون ڪيا، ٣٠. وڏا (گناهہ، پاپ)، ٣١. منهنجا، ٣٢. ڏي، آٿت، ڀروسو، ٣٣. دلگير کي، اداس يا ملول کي، ٣٤. ڇٽُ، سايو، پاڇو، (هٿ جي مُنڍيءَ جي ٽِڪَ يا ننگ)، هَٿ، ٣٥. هٽاءِ، پري ڪر، ٣٦. مهر، رحم، ڪرم، ٣٧. منهنجي، ٣٨. مٿان، ٣٩. مرشد، ٤٠. ريگستان (مارئيءَ جي ملڪ ملير)، ٤١. زمين تي پکڙندڙ ٻوٽا (جيڪي ڪڙا يا اُڀا ٿي بيهي نہ سگهن)، ٤٢. اکين ۽ دل کي وڻندڙ، ٤٣. هڪ قسم جا ٻنان ٻڻ جي وڻ (جن جي گلن کي پِـسِي ۽ ڪچي ڦر کي ڏؤنرا چئبو آهي)، ٤٤. ڪرڙ جو ڏوڙي لفظ.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُرُ مارُئي

## داستان ڇهون

### ۱

جِهَڙي آيَس جِيئَن، تِهَڙي وَڃَان تَن ڏي،
لالائيءَ[۱] جَا لَطِيفُ چَئي، مُنديُن[۲] اُنَا[۳] مِينهَن[۴]،
تِيَس کَاٽِيَارِي[۵] کَانڌَ[۶] جِي، هِتي[۷] اَچِي هِيئَن[۸]،
مَارُيءَ[۹] لَڱمِ مِيهَڻُون[۱۰]، سَڀِ جَمَاندَرَ[۱۱] سِيئَن[۱۲]،
کَنڌُ[۱۳] کَٽَنديَسِ کِيئَن، مَنهَن[۱۴] مَارُوئڙن[۱۵] جي.

### ۲

جِهَڙي آيَس جِيئَن، جي تِهَڙي مِلان[۱۶] تَنِ کي،
قُران[۱۷] ڦَرَ[۱۸] چَارِيَان[۱۹]، هِنيُون[۲۰] چَئِيمِ هِيئَن،
وِينديَسِ وَطَنَ[۲۱] سَامُهِين[۲۲]، کَاڻِ[۲۳] لَهَنديَمِ[۲۴] کِيئَن،
مُنڌائِتي مِينهَن[۲۵]، سُونهَان[۲۶] سَرَتِن[۲۷] وِچَ ۾.

---

۱. سرخروئيءَ، ڪاميابيءَ، ڪامرانيءَ، ۲. مندن جا، منڌائتا، موسمي، ۳. وُٺا، وَسيا، ۴. برساتون، ۵. ميارڻ، حرفڻ، قصوروار، ۶. مڙس، ڀتار، ۷. يعني عمرڪوٽ ۾، ۸. هن طرح، ۹. مارُيءَ جو، ۱۰. طعنو، ٽڪو، داغ، ۱۱. عمر، ڄمار، حياتيءَ، ۱۲. تاٿين، ۱۳. ڳاٽ، ڳچي، ڪَرُ. ۱۴. مَنهن ۾، پکي ۾، جهوپي ۾، ۱۵. مارن، مالوندن (مارُئيءَ جي مائٽن). ۱۶. پهچان، گڏجان. ۱۷. گهمان، ۱۸. چوپائي مال (ٻڪرين ۽ رڍن) جا ٻچا، ۱۹. دل، من، ۲۰. مونکي چئي، ۲۱. ساٿيهه، ديس، ۲۲. ڏانهن، ۲۳. ميار، ۲۴. منهنجي لهندي يا ختم ٿيندي، ۲۵. مينهن ۾، مينهن جي مهل، ۲۶. مرڪان، کلان خوش ٿيان، ۲۷. سرتين جي، هڪ جيڏين جي.

٣

هڪُ جي[١] نَہ جَاياسِ[٢]، ٻِئو جَاپَندي[٣] جي مَران[٤]،
گَهنگهَرُ[٥] گهَٽُو تِياسِ[٦]، جَاپِي مَاروئَڙن[٧] کي.

٤

مُارُئِي نَہ جَائِي[٨]، تَہ مَارُو ڄِئا[٩] نَہ مَامِري[١٠]،
جِنهن سَامَائِي[١١]، تيلايا[١٢] ٿَرَن[١٣] ڌَڻي[١٤].

٥

مَارُئِي نَہ جَائِي، تَہ مَارُو نَہ ڄِئا مَامِري،
ديس[١٥] ڇَڏي پَرديس ۾[١٦]، ڪِنهن ايرادي[١٧] آئي،
جا جَاربَنِ[١٨] ۾ جَائِي، تِنهن جو پَرورَ[١٩] پَنُ[٢٠] رَهَائِيين[٢١].

٦

مَ[٢٢] سَپِني مَارُئِي[٢٣]، مُئِي[٢٤] مَ جَائِي،
جِنهن اَچِي عُمَرَ ڪوٽَ ۾، لوئي[٢٥] لَڄَائي[٢٦]،
جا سَانگيَنِ[٢٧] سَڏائِي[٢٨]، سَا ڪِيئَن مَرڪِي[٢٩] مَاڙِيِن[٣٠].

---

١. جيڪر، هوند. ٢. ڄمان ها، پيدا ٿيان ها، جنم وٺان ها. ٣. ڄمندي، پيدا ٿيندي، ڄمڻ يا پيدا ٿيڻ جي مهل. ٤. مران ها. فوت ٿيان ها، دم ڏيان ها. ٥. پريشانيءَ (جو ڪارڻ). ٦. آئون ٿيس. ٧. مارن، مالوندن (مارئيءَ جي مائٽن). ٨. ڄمي ها. ٩. ڄون ها. ١٠. مامري ۾. معاملي ۾. مونجهاري يا پريشانيءَ ۾. ١١. بُلوغت يعني جوانيءَ کي پهچي. ١٢. لوڏايا، ڪڍايا. ١٣. ٿرن جا، برن جا، ريگستاني علائقن جا. ١٤. مالڪ (ٿرن ڌڻي = مارو لوڪ. مارئيءَ جا مائٽ). ١٥. وطن. ساٿيهہ. ڏيهہ. ١٦. پرڏيهہ.ڌارين جي ملڪ. غير جي وطن. ١٧. ايرادي سان. قسمت سان. خدا جي رضا سان. ١٨. هڪ قسم جي جهنگلي وڻن (جن جي ڦر کي پيرون چئبو آهي جيڪو پچڻ بعد مٺو ٿيندو آهي). ١٩. اي پرور، اي پروردگار، اي پالڻهار (خدا). ٢٠. پردو، لڄ، پرم، ست. ٢١. بچائين. محفوظ رکين. ٢٢. نہ. ٢٣. سڀجي ها. پيدا ٿئي ها. ٢٤. بدبخت، نياڳي، ڇنڊي. ٢٥. ڪني، رڍن جي وارن يعني اُن مان ٺهيل چادر يا اوڍڻي. ٢٦. داغدار ڪئي. بي ماني ڪئي. ٢٧. سانگ وارن، خانہ بدوش ماڻهن، مارن. ٢٨. ڳهرائي، ڪوٺائي. ٢٩. وڏائي ڪري، ناز ڪري، ڪلي، خوش ٿئي. ٣٠. ماڙين ۾. محلاتن ۾.

## ۷

هِيءُ مُنهُن[1] ڏِيئِي[2] بَنِ[3]، تُون وِهُ[4] کائِي نَہ [5]مَرين،
تو سين مَليِر[6] جايُون[7]، تان[8] جي سَڳُ[9] نَہ کَنِ،
تُون کِيئَن مَنجهان تَنِ، پاڻُ ڪونائيين مارُئي.

## ۸

عُمَر[10] بَنِ جِيوءِ[11]، ڪوءِ[12] مُنهنجو سُومَرا،
جا پَرِ[13] پَنوهارَنِ[14] جي، مُون سين تيئَن نَہ ڪَئوءِ[15]،
وَنِي مُنهُن[16] کِهو، وَجَان وَطَن[17] سامُهين[18].

## ۹

هِنَ سُٽائِيءَ[19] کان سُومَرا[20]، ناحَقُ[21] تِي جِيان[22]،
موتائي[23] مَليِرَ ڏِي، کِهَڙو نَڪُ[24] نِيان[25]،
جازَ[26] تِي جِيان، مُنهُن نَہ ڏِنمِ[27] مارُوئِين[28].

## ۱۰

جيڪَرَ[29] ڪِينَ[30] جِيان[31]، اِنَ جازَ[32] مُقابِل[33] جِيڏِيُون[34]،
کِهَڙو مُنهُن مَليِرَ ڏِي، ڪَٽِي نَڪُ نِيان،

---

۱. (سهڻو) چهرو، (سهڻي) شڪل، ۲. وجهي، ۳. ڪڏ ۾، کوھ ۾، ۴. زهر، ۵. نہ مرين = (ڇو) نہ مُئي، ٦. ملير (مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو) ۾، ۷. چاول، جميل، پيدائيل (ملير ڄايون = ملير جون عورتون، مارئيءَ جون مائٽياڻيون)، ۸. تان جي = جيڪڏهين، ۹. مائٽي، عزازت، تعلق، لاڳاپو، (سڱ نہ کن = سڱ جو اقرار نہ ڪن)، ۱۰. اي عمر، ۱۱. جيئڻ، حياتي، ۱۲. ڪڏ ۾ پئي، نہ گهرجي، ۱۳. ريت، رسم، ۱۴. ٻڪرارن، ٻڪريون ڌاريندڙن يا چاريندڙن، مارن، ۱۵. تو نہ ڪئو، ١٦. ڪهڙو، ۱۷. ڏيهہ، ساٿيهہ، ۱۸. ڏانهن، ۱۹. بدناميءَ، خواريءَ، سٽيندي‌ءَ، ۲۰. اي سومرا، ۲۱. اجايو، ۲۲. جيئري يا زندھ رهان، ۲۳. ورائي، ۲۴. بدن ۾ ساھ کڻڻ جو هڪ عضوو پر هتي معنيٰ ٿيندي لڄ، شرم، حياءُ، ۲۵. ونڃي يا کڻي وڃان، ٢٦. اجايو، بي فائدو، ۲۷. مون ڏنو، ۲۸. مارن جو، ۲۹. هوند، ۳۰. نہ، ۳۱. جيئري هجان ها، ۳۲. جاڙجي، ڄٽ جي، خواريءَ جي، ۳۳. آمهون سامهون، موجودگيءَ ۾، ۳۴. اي جيڏيون، اي سرتيون.

كِنهِن كي ڏوهَ[1] ڏِيان، جُ اَصُلِ[2] مُنهِنجي اَنگَ[3] ۾.

## ۱۱

اَللهَ[4] ايئَن مَ[5] هوءِ[6]، جيئَن آئُون مَاران[7] بَندَ[8] ۾،
جُسو[9] زَنجيرَنِ[10] ۾، راتو ڏِينهَان روءِ[11]،
پِهَرِين وَجَان لوءِ[12]، پوءِ مَرُ[13] پُجَنِمِ[14] ڏِينهَڙا[15].

## ۱۲

سَكَرَ[16] سيئِي ڏِينهَن، جي مُون گهَارِئا[17] بَندَ ۾،
واجَهائِيَسِ[18] وِصَالَ[19] كي، تَيَسُ[20] تَوانِي[21] تيئَن،
نيَرَ مُنهِنجو نيِنهُن[22]، اُجَارِي[23] اَڇو[24] كِئو.

## ۱۳

بَنديخَانو[25] بُڇڙو[26]، كوٽَ[27] كَشَالو[28] لاهَ[29]،
اَللهَ[30] اِنَ عُمَرَ[31] كي، مِهَرَ[32] مَنَ[33] ۾ پَاءِ[34]،
لوهَ[35] هِنَ كي لاهِ، تَ وَڃي وَطَنَ سَامُهين[36].

## ۱۴

ٿَرِ[37] جي ٿوكَ[38] ٿِيَنِ، سي جي پَسين[39] سُومَرا[40]،

---

۱. الزام، ميار. ۲. اصل كان يا شروع كان (اها خواري). ۳. نصيب، قسمت. ۴. اي الله. ۵. نہ. ٦. ٿئي. ۷. فوت ٿيان، ساهہ يا دم ڏيان. ۸. قيد. ۹. بت، بدن، سرير. ۱۰. نيرن. ۱۱. روئي. ۱۲. لوءِ ڏانهن، وطن ڏانهن. ۱۳. ڀلي. ۱۴. منهنجا پڄن يا پورا ٿين. ۱۵. (حياتيءَ جا) ڏينهن. ۱٦. چڱا. سٺا. ۱۷. گذارئا. ۱۸. (جيئن تہ) مون واجهايو ٿي يا مون اُڪنڊئو ٿي. ۱۹. (مارن جي) ميلاپ، گڏجاڻيءَ، ملاقات. ۲۰. آئون ٿي. ۲۱. چڱي ڀلي، تندرست. ۲۲. محبت. ۲۳. صاف ڪري، ملي، مهٽي. ۲۴. نرمل، پاڪ. ۲۵. قيدخانو. ۲٦. خراب (آهي). ۲۷. ڪوٽ جو، قلعي جو، بند جو، قيد جو. ۲۸. تڪليف، مشڪل، آزار. ۲۹. ختم ڪر. ۳۰. اي الله. ۳۱. سنڌ جي سومرا خاندان جي هڪ حاڪم جو نالو جيڪو مارئيءَ کي زوريءَ کڻي ويو. ۳۲. رحم، ٻاجهہ، ڪهل. ۳۳. دل، قلب. ۳۴. وجهہ. ۳۵. (لوهہ جا ٺهيل) زنجير، نير. ۳٦. ڏانهن. ۳۷. ٿر ۾، ريگستان ۾، مارئيءَ جي وطن ۾. ۳۸. شيون. ۳۹. ڳالهيون. ۳۹. ڏسين. ۴۰. اي سومرا، اي عمر.

هِڪُ مَوتُ بِئو قُوزَائوُ[1]، تِئو سَاٽيهُ[2] ڪي سِڪَنِ[3]،
تُون ڪِيئَن مَتَّان[4] تَنِ، عُمَرَ[5] اَلُولا[6] ڪَرِين.

## ١٥

بَندِي[7] بِئا قَرارِ[8]، اِسِينِ[9] لوچُون لوهَه[10] ۾،
مَتِي[11] تَنِ[12] تَرارِ[13]، سَدا[14] سَانبِيَڙَن[15] جِي.

## ١٦

حَقَائُو هُتِ[16] تِئو[17]، آئُون هِتِ[18] بَندِيَاٽِي[19]،
مُون[20] ڏاڏاٽِي[21] ڏيهَه[22] ڏي، ڦَرهَه[23] ۽ لاٽِي[24]،
ڪَندِيَسِ رِهَاڻِي[25]، مَارُوءَ[26] پَاسِ[27] مَلِيرَ ۾.

## ١٧

حَقَائُو هُتِ تِئو، هِيءَ هِتِ بَندِيَاٽِي،
سَارِي[28] سَاڏوبُنِ[29] ڪي، ڪونِيَنِ[30] ڪُومَاٽِي[31]
لَڳِين لوهَه لَطِيفُ چَئي[32]، وِينِيَسِ[33] وِسَاٽِي[34]،
مُنڌَ[35] مَارُوءَ جي نَه لَهي، ڪَپِتِ[36] ڪَجَاٽِي،
سَمَنِ[37] سَچَاٽِي[38]، اُنِي[39] آهَمِ[40] اُن سِين.

١. جدائي، وڇوڙو. ٢. وطن، ڏيهہ، ديس. ٣. اُڪندن، واجهائين. ۴. تان. ۵. اي عمر. ٦. زبردستيون، ڏاڍ، زوراوريون. ٧. قيدي، باندي. ٨. قرار ۾، آرام ۾. ٩. اسين لوچون = اٿون لوچان، اٿون بي آرام يا ماندي آهيان. ١٠. زنجيرن (لوهہ مان ٺهيل). ١١. تي. ١٢. جسم، بدن، سرير. ١٣. (سڪ جي) تلوار، شمشير. ١۴. هميشہ. ١۵. عزيزن، مائٽن، گڏ رهندڙن، جوڙيوالن. ١٦. مڙس، ڪانڌ، ڀتار. ١٧. يعني ٿر ۾ يا ملير ۾. ١٨. يعني عمرڪوٽ ۾. ١٩. قيدياڻي. ٢٠. منهنجي. ٢١. اباڻي، ابن ڏاڏن جي، مائٽن جي. ٢٢. وطن، ملڪ. ٢٣. هڪ قسم جا ٻوٽا (جن جا ڪانا قد ۾ ٣-۴ فوٽ ڊگها ٿيندا آهن ۽ انهن جي سنگن ۾ سائونءَ جي داڻن جهڙو ان ٿيندو آهي). ٢۴. ٻوٽي جو هڪ قسم (هن جا ٻہ نمونا آهن. هڪ ڪاري لاٽي جنهن کي اٺ کائيندا آهن ۽ ان کي ساڙي ڪيڙن ڏئڻ جي ڪار ٺاهي ويندي آهي ۽ ٻي مٺي لاٽي جنهن کي رڌي ماڻهو ڀاڄيءَ طور کائيندا آهن). ٢۵. رهاڻ، ڪچهري. ٢٦. مارُوءَ (مارئيءَ جي محبوب ڏانهن اشارو) جي. ٢٧. پاسي ۾، ڀر ۾. ٢٨. سنڀالي، ياد ڪري. ٢٩. ڄارين (هڪ قسم جا وڻ جن جي ڦر کي پيرون چئبو آهي جي ذائقي ۾ مٺا ٿين). ٣٠. ڪوٺين ۾، قيد خاني جي صفن ۾. ٣١. اُداس، ملول. ٣٢. لڳن ۾، عضون ۾. ٣٣. اٿون ويٺي آهيان. ٣۴. ٿڪل، ماندي، اُجهاٽل، بي حال. ٣۵. منڌ کي، عورت کي، مارئيءَ کي. ٣٦. جهوري، فڪر، ڪجاٽي. ٣٧. واعدو، انجام. ٣٨. سچ پچ، تحقيق. ٣٩. اُٺي جي (مينهن يا برسات) وسندي جي. ۴٠. مون کي آهي.

## ۱۸

آئُون[1] بَندِياڻي[2] بَندَ[3] ۾، ڪِ[4] ڪَي[5] بَندِ[6] پِئَا،
مُون ڪي ڏيهَان[7] نِڪِرِّبي[8]، ٻَہ[9] تي تُوڪَ[10] ٿِئَا،
هِڪُ مَارُو[11] ٿَرِ[12] ٿِئَا، پِئو[13] عُمَرَ[14] مَندِپو مَامِرو[15].

## ۱۹

آئُون بَندِياڻي بَندَ ۾، مُونهِين[16] پِئو بَندُ،
مَارُّيءَ[17] لَڳُمِ[18] مِيهَڻُون[19]، مُونهِين ڪَڙُو[20] ڪَنڌُ[21]،
مَران[22] جي[23] هِنَ هَندِ[24]، تَہ نِجَاهُہ[25] مَڙُهُ[26] مَليرَ ڏي.

## ۲۰

واجَهائي[27] وَطَنَ ڪي، سَاري[28] ڏِيان سَاهُہ،
ٻَتُ[29] مُنهِنجُو بَندَ ۾، قَيدَ[30] مَ[31] ڪَرِيجاهُہ[32]،
پَرڏيهِياڻيءَ[33] ڪي پِرِين[34] ءَ[35] رِي، ڏارَ[36] مَ ڏَرِيجَاهُہ[37]،
ٿَڌِي وَ[38] سَائيجَاهُہ[39] ٿَرَنِ جي، مِٽِي[40] مُئيءَ[41] مَٿَان،
پُويُون[42] ٿِيِيمِ[43] پَسَاهُہ[44]،* تَہ پُڄِ نِجَاهُہ مَڙُهُ مَليرَ ۾.

---

۱. (رڳو) آئون، ۲. قيدياڻي، ۳. قيد، ۴. يا، ۵. ڪجهہ، ٦. بند ۾ پيل، ۷. ڏيهہ کان، وطن کان، ۸. نڪتي، ۹. ٻہ ٽي = ڪجهہ، ۱۰. ڳالهيون، شيون، ۱۱. مالوند ماڻهو، مارئيءَ جا مائٽ، ۱۲. ٿر ڏي يا ريگستان ڏي (ڏورانهين علائقي ڏي)، ۱۳. سنڌ جي سومرا خاندان جي هڪ حاڪم جو نالو جيڪو مارئيءَ کي سندس ڳوٺ ملير مان زوريءَ کڻي وئو، ۱۴. ڪڙو ڪئو، جوڙئو، تيار ڪئو، ۱۵. معاملو، ڦڏو، تڪرار، مصيبت، اٽڪل، رٿ، ۱٦. صرف مون کي، ۱۷. مارُيءَ جو محلات جو، ۱۸. مون کي لڳو، ۱۹. طعنو، ٽڪو، داغ، الزام، ۲۰. ڳٽ، زنجير، ۲۱. ڪنڌ ۾، ڳچيءَ ۾، ۲۲. فوت ٿيان، ساهُہ يا دَم ڏيان، ۲۳. جيڪڏهين، ۲۴. هن هنڌ = هن جاءِ تي، عمرڪوٽ جي قيد ۾، ۲۵. کڻي وڃج، ۲٦. لاش، ميت، ۲۷. واجهائيندي، سڪندي، ۲۸. سارينديءَ، ياد ڪندي، ۲۹. لاش، ۳۰. قابو (دفن)، ۳۱. نہ، ۳۲. تون ڪج، ۳۳. پرديسياڻيءَ، مسافر، غريب الوطن، ۳۴. محبوب، سڄڻ، ۳۵. کان سواءِ، ۳٦. جدا، ۳۷. (زمين ۾) ڏرج يا رکج، دفن ڪج، ۳۸. ٺريل، (برسات جي پاڻيءَ ۾) رِدل، ڀنل، ۳۹. وسائج، وجهج، ورائج، ۴۰. خاڪ (واري)، ۴۱. مُئيءَ يعني مئلَ (عورت) جي، بدقسمت، (عورت) جي، ۴۲. آخري، پڇاڙيءَ وارو، ۴۳. منهنجو ٿئي، ۴۴. ساهہ، دم *مري وڃان.

## ۲۱

واجَهائي[1] وَطَنَ[2] کي، سَاري[3] سَاهُہ[4] ڏِيَان،
سِڙي[5] سَاٽيهَہ سَامُهين[6]، مُنهِنجي نيجِ[7] مِيَان[8]،
مُقَامِيَاٽي[9] مَارُوئين[10]، وَجي تُرِ[11] تِيَان،
مُيَائي[12] جِيَان[13]، جي[14] نِئَاءَ[15] مَڙُهہ مَلِيرَ ڏي.

## ۲۲

واجهَائي وَطَنَ کي، آئُون جي هِت مُيَاسِ،
تہ گورَ[16] مُنهِنجي سُومَرا[17]، ڪِج پَنُوهَارَنِ[18] پَاسِ[19]،
ڏِج ڏاڏاڻي[20] ڏيهَہ جو، مَنجهَان وَلَڙِنِ[21] واسُ[22]،
تہ ڪَرَ[23] مُيَائي جِيَاسِ، جي وِئو مَڙُهہ مَلِيرَ ڏي.

## ۲۳

ڳِچِيءَ[24] ڳَانَا[25] لوهَہ جَا، زِيرِيُون[26] ۽ زَنجِيرَ،
پَيڪَڙا پيرَنِ ۾، ڪوٺَين[27] اَندَرِ ڪِيرَ[28]،
چَاري[29] چوڳَانَنِ[30] ۾، واهِيَتَ[31] ڪَنِ وَزِيرَ[32]،
چَنِ[33] نَہ چَجي[34] آهِيَان[35]، اِهَڙي[36] سِتَ سَرِيرَ[37]،

---

۱. واجهائيندي، سڪندي، ياد ڪندي، ۲. ساٽيهہ، ڏيهہ، ديس، ۳. سارِيندي، ياد ڪندي، ۴. دم (ساهہ ڏيان = مري وڃان)، ۵. جنازو، لاش، مڙهہ، ميت، ٦. ڏانهن، ۷. ڪٽي وڃج، ۸. اي ميان، اي سردار، اي عمر سومرا، ۹. مقام يعني قبرستان پاياٽي، هڪ ئي قبرستان ۾ پوريل، ۱۰. مارن سان (مارئيءَ جي مائٽن سان)، ۱۱. ٿر ۾، ريگستان ۾، مارئيءَ جي ملڪ (ملير) ۾، ۱۲. مرڻ بعد، ۱۳. جيئري يا زندهہ ٿيان، ۱۴. جيڪڏهين، ۱۵. اوهان نِئو يا ڪٽي وڃا، ۱٦. قبر، ۱۷. اي سومرا، ۱۸. پنوهارن جي، ٻڪريون ڌاريندڙن يا چاريندڙن جي، ٻڪرارن جي، ۱۹. پاسي ۾، ڀر ۾، ۲۰. اباڻي، مائٽن يا عزيزن جي، ۲۱. ولين، زمين تي پکڙندڙ ٻوٽن، ۲۲. (ولين کي ساڙڻ سان نڪرندڙ) دونهون (ڌوپ يا ٻيءَ خوشبودار شين جي بجاءِ)، ۲۳. شايد، جڻ، ۲۴. ڳچيءَ ۾، ڪنڌ ۾، گردن ۾، ۲۵. طوق، ڳٽ، ڪڙا، ڪنڍيون، ۲٦. پيرڪڙيون، پيڪڙا، ٻيڙيون، (قيدين کي پيرن ۾ وجهڻ جا) زنجير، ۲۷. قيدخاني جي صفن، ۲۸. ڪلا، ۲۹. پهريدار، چوڪيدار، جاسوس، ۳۰. چوڪنڊي دالانن، اڱڻن،آڳرن، ۳۱. جاسوسي، رکوالي، پهريداري، ۳۲. (بادشاهن جا) صلاحڪار، مشير، منتري، ۳۳. خوشيءَ سان، ۳۴. ڇڄي ۾، ڇت سان ڊڪيل ڪمري ۾، (محلات جي) ڪوٺين ۾، ۳۵. مٿي ذڪر ڪيل، ۳٦. نموني يا طرح سان، سٽاءَ سان، ۳۷. سرير جي، بدن جي.

مَارُو[1] جَامَ[2] مَلِيرَ[3]، پُڇجِ ڪِي پَنوَهَارِ[4] ڪِي.

۲۴

مَنَان[5] مَارُوئَڙَنِ[6]، ڇَنِ[7] نَہ وِيَسِ وِسَرِي[8]،
قَيدِ ڪَئَڙِيُئِي[9] ڪوٽَ[10] ۾، ڏَاڍَا[11] سِين ڏَاڍِنِ[12]،
پَلئُو پَنوَهَارَنِ[13]، سُوسُ[14] مُنهِنجو سُومَرا[15].

۲۵

ڪُڇَنِ[16] آهِيَان ڪوٽَ ۾، ڇَنِ نَہ ڇَڇِي[17] هِينِ،
لُوئِيءَ[18] سِين لَطِيفُ چَئِي، پِيَڙئُو[19] بَڌَان بِينِ[20]*،
هُتِ[21] سَپِجِي[22] اُنَ سَسَنِ[23] جِي، هِتِ[24] رِچَائِي[25] رِبِنِ[26]،
مَاٽِيَان[27] شَالَ[28] مَلِيرَ جِي، مُندائِتِي[29] مِينِ[30]،
سَرهِيُون[31] سِي سَرتِيُون[32]، وَطَنِ[33] جَنِي[34] وِبِنِ[35]،
ڏِيهِيَا[36] مُون سِين ڏِينِ[37]، ڪَا مَدَتَ[38] ڪَجَاهُ[39] مَاڙِيِن[40].

۲٦

ڇَنِ نَہ ڇَڇِي[41] آهِيَان، ڪُڇَنِ ۾ ڪوٽَنِ،
اِينِدي[42] پِئَڙَمِ[43] اُبَتَا[44]، پَيِڪَڙا[45] پِيرَنِ[46]،

۱. اي مارو (مارئيءَ جي مگيندي ۽ محبوب ڏانهن اشارو)، ۲. سردار، ۳. ملير (مارئيءَ جي ملڪ) جا، ۴. پڪريون چاريندڙ يا ڏاريندڙ عورت يعني مارئيءَ، ۵. من تان، دل تان، ٦. ماروئڙن جي (مارئي جي مائٽن جي)، ۷. ڇاڻي وائي، ارادتاً، ۸. دل تان لهي، ۹. تو مونکي ڪئو، ۱۰. عمر ڪوٽ (جي قيدخاني)، ۱۱. اي ڏاڍا، اي جابر، اي زوراور، ۱۲.ظلمن، ۱۳. لاٿو، ختم ڪئو، ۱۴. آسرو يا اميد (واپس وڃڻ جو)، ۱۵. اي سومرا، ۱٦. بنان مرضيءَ، لاچار، مجبور، ۱۷. ڇاڇي يعني ڇت سان ڍڪيل جاءِ (عمر ڪوٽ جي محلات يا قيدخاني جي ڪوٺين يا صُفن)، ۱۸. ڪٿيءَ، رڍن جي وارن يعني اُن مان ٺهيل چادر يا اوڍڻي، ۱۹. ڇڪئو، ڪسئو، ۲۰. ڪمر، ڇيلهہ * بدن ڇڳيءَ طرح ڍڪيان، ۲۱. يعني ٿر (ملير) ۾، ۲۲. پيداٿئي، ۲۳. رڍن جي ڪير ڏائيندڙ ڦرن، ۲۴. يعني عمر ڪوٽ ۾، ۲۵. رڇن (هڪ قسم جي ڪاري رنگ جي وڏن وارن سان جهنگلي جانورن) جي، ۲٦.راند، رونشو، ۲۷. حاصل ڪريان، واپرايان، (ڪائڻ ۾) استعمال ڪريان ۲۸. مان نہ، خدا ايئن ڪري، ۲۹. موسمي، مند جا، ۳۰. مٺا ميوا، ۳۱.خوش، ۳۲. ساهيڙيون، هڪ جيڏيون، ۳۳. وطن ۾، ساٿيهہ ۾، ملير ۾، ۳۴. جن جي، ۳۵. وهڪ، گهر، ۳٦. اي ڏيهہ جا رهاڪو، اي هم وطنو، ۳۷. ملاقات، سار سنڀال، ۳۸. مدد، واهر، ۳۹. اوهين ڪجو، ۴۰. ماڙين ۾، محلاتن ۾، ۴۱. ڇڇي ۾، ۴۲. اڄڻ شرط، ۴۳. مونکي پئا، ۴۴. الٽا، اڙنگا، ڏکئا، ۴۵. پير ڪڙيون، بيڙيون، ۴٦. پيرن ۾.

هَتَـزِبُون[۱] هَتَنِ[۲]، جَنگهُون[۳] بَانهون كَانَ[۴] ۾.

## ۲۷

هَتين[۵] هت كَڙولَ[۶]، هينئڙي[۷] پئم[۸] اُنِ سين[۹]،
سَانگي[۱۰] سَارئم[۱۱] سُومرا، ڏاتي[۱۲] پاسي[۱۳] ڏولَ[۱۴]،
بَابَاڻنِ[۱۵] سين بولَ[۱۶]، كِئم[۱۷] نَه كوٽَ[۱۸] وهڻ[۱۹] جا.

## ۲۸

بَانهُنِ[۲۰] بِنهي بيڙيُون[۲۱]، مَتي[۲۲] كَانَنِ[۲۳] كَنڌُ[۲۴]،
مَامُنِ[۲۵] سَان مَليرَ[۲۶] جو، وِني پُڇان پَنڌُ[۲۷]،
هُوندَ[۲۸] نَه سَارئم[۲۹] بَندُ[۳۰]، جي كَرَ[۳۱] لَذائُون[۳۲] كَڏهين.

## ۲۹

زيرين[۳۳] بيڙين لوهه[۳۴] ۾، ڳَتنِ[۳۵] كيس ڳاهه[۳۶]،
سَنكي[۳۷] سَندي[۳۸] سُومري[۳۹]، هَڏَ[۴۰] نَه چَاڙهئم[۴۱] مَاهُ[۴۲]،
سَرتيُون[۴۳] دُعا كِجَاهُ[۴۴]، نَه پَرمُ[۴۵] پَاروڙيءَ[۴۶] رهي[۴۷].

## ۳۰

پَرمُ پَاروڙيءَ، جِنهن منجهه اَچي اُنَ،

---

۱. هٿ ڪڙيون، هٿ ڪڙول، ٻانهن جي ڪراين ۾ تالي سان لوهه جا ڪڙا. ۲. هٿن ۾. ۳. ٽنگون. ۴. قيديءَ کي سزا ڏيڻ لاءِ ان جي هٿن ۽ پيرن کي ٻڌڻ لاءِ لوهه جي ڪڙن لڳل ڪاٺ جي ٻنڊ. ۵. هٿن جا. ٦. يعني عمر جا پاتل هٿ ڪڙول. ۷. هينئڙي جا يا دل جا. ۸. مونکي پيا (پيچ يا وڪڙ). ۹. يعني مارن (مارئيءَ جي مائٽن). ۱۰. مال چارڻ جي لاءِ هڪ هنڌان لڏي ٻي هنڌ ويندڙ، مارو. ۱۱. مون سارئا، مون ياد ڪيا يا سنڀاليا. ۱۲. ڏٽ (ٿر علائقي جي هڪ حصي جو نالو) جا رهاڪو، مارو. ۱۳. پاسي ۾، ڀر ۾. ۱۴. ڍول جي، محبوب (مارئيءَ جي مڱيندي) جي. ۱۵. اباڻن، مائٽن. ١٦. واعدا، انجام. ۱۷. مون ڪيا. ۱۸. ڪوٽ ۾، قلعي ۾، قيدخاني ۾. ۱۹. رهڻ، ترسڻ. ۲۰. ٻنهي ٻانهن ۾. ۲۱. هٿڙيون، هٿ ڪڙيون. ۲۲. تي. ۲۳. (ڳچيءَ ۾ پيل) ڳٽن، ڪڙن. ۲۴. ڳچي. ۲۵. اشارن، اهڃاڻن. ۲٦. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو. ۲۷.رستو، ڏس، راهه. ۲۸. جيڪر. ۲۹. مون ساريو، مون محسوس ڪيو. ۳۰. قيد. ۳۱. خبر، سڌ، سماءُ. ۳۲.انهن (مارن) لڏي يا ورتي. ۳۳. زيرين جي، ٻيڙين جي، پير ڪڙين جي.۳۴. زنجيرن يا ڪڙن (لوهه جي). ۳۵. طوقن، ڳچيءَ يا ڪنڌ ۾ پيل ڪڙن. ۳٦. پائمال، تباهه. ۳۷. فڪر، ڳڻتيءَ، خوف. ۳۸. جي. ۳۹. عمر. ۴۰. اصل، بنهه. ۴۱. مون چاڙهيو يا مون وڌايو (بدن تي). ۴۲. ماس، گوشت. ۴۳. اي سرتيون، اي ساهيڙيون. ۴۴. اوهين ڪجو. ۴۵. شرم، لڄ، عزت. ۴٦. پاروڙيءَ جو (اُن مان نهيل) ڪنيءَ جو. ۴۷. بچي، قائم يا سلامت ٿئي.

تَه پُٽ وِبِنِي وِنڍِيان[1]، تُوڙي[2] پَوَنس[3] تُنَ،
غافِلِ[4] رَکُ غَرِيبَ[5] کي، عُمَرَ[6] مَنجهه اَمُنَ[7]،
سَرتِنِ[8] ساڻُ سَمُنَ[9]، آهِمِ[10] اُنِي[11] مينهَڙِينَ[12].

## ٣١

آهِمِ اُنِي مينهَڙِين، سَمُنَ سَرتِنِ ساڻُ،
ڪِنهِن پَرِ[13] لاهِيان ڪاڻِ[14]، وَڃي ويڙهِيچَنِ[15] ۾،

وائي

مارُن[16] پاسي[17] مينهَن اُنا، لَڏي[18] وِبندڙي لُوءِ[19]،
اَللهَ[20] ڪو هت آڻيين، پانڌي[21] پائُرَ[22] جو،
ڪانه ٻُڌيسون[23] ڪَڏهين، زَنجِيرُن[24] ۾ جوءِ[25]،
وَطَنُ[26] جَن وِسارِئو[27]، حَيفُ[28] تَني کي هوءِ[29]،
اُتي[30] عبداللطيف رح چئي، سَدا[31] ساوَڻُ[32] هوءِ.

---

١. رَفو ڪريان، تُنَ (ڪپڙي ۾ سوراخ يا ٽُنگ) سبان يا پريان، ٢.جيتوڻيڪ، ٣. اُن (ڪٽيءَ، ڀارُوڙيءَ) ۾ پون، ۴. بي سمجهه، وسوڙل، موڳيءَ، ۵. ويچاريءَ، مسڪين، ٦. اي عمر، ٧. پناهه، ڍڪ، حفاظت، سلامتي، ٨. ساهيڙين، هڪ جيڏين، ٩. واعدو، انجام، ڏائي، ١٠. منهنجي آهي، ١١. وسندي، ١٢. مينهن جي، برساتن جي، ١٣. ريت، نموني، ١۴. ميارَ، ١۵. ويڙهه يعني جهنگ جي رهاڪن، جهانگين، مارن يعني مالوندن (مارئيءَ جي مائٽن)، ١٦. مارن جي، ١٧. پاسي ڏانهن، طرف ڏانهن، ١٨. نقل مڪاني ڪري، ١٩. لوءِ ڏانهن، ڳوٺ ڏانهن، ملڪ ڏانهن، ٢٠. اي الله، ٢١. قاصد، نياپا آڻيندڙ نيندڙ، ٢٢. ٿر علائقي جي ڏکڻ واري حصي، ۾ هتي مراد سڄو ٿر ٿيندي، ٢٣. اسان ٻڌي، ٢۴. نيرن، قيد، بند، ٢۵. زال، عورت، ٢٦. ساٿيهه، ڏيهه، ديس، ٢٧. دل تان لاٿو، ياد نه ڪئو، ٢٨. ڦٽڪار، ملامت، لعنت، افسوس، ٢٩. هجي، ٣٠. يعني وطن ۾، ٣١. هميشه، ٣٢. مينهن جي موسم.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# سُرُ مَارُئي

## داستان ستون

### ١

جَنِي لاءِ ٿيَاسِ[1]، لِنگَڙيَائِي[2] لوءَ[3] ۾،
تنِي تَان[4] تَرَ[5] جيترو، پَلَڪُ[6] نَہ پُڇِيَاسِ[7]،
جَهروکَنِ[8] جهورئو[9] هِنيُون[10]، کونَنِ[11] آئُون کُٺِيَاسِ[12]،
مَارُنِ[13] مُونجهَہ[14] مُيَاسِ[15]، نَہ تَہ مَاڙِيُنِ مَارِيَسِ[16] کينکي.

### ٢

مَاڙِنِ مَارِيَسِ کِينَکي، مُيَسِ[17] مَارُنِ لاءِ،
ڪَرَ[18] لَهَندا[19] ڪَڏهِين، مُنهِنجي اَچِي مَاءِ[20]،
سَانبِيَڙا[21] سَنداءِ[22]، وِينو واجهہ وِجهي[23] هِنيُون.

### ٣

وِينو واجهہ وِجهي هِنيُون، پَرَ[24] ۾ پَنُوهَارَنِ[25]،
اَتِ[26] اُڪَندي[27] آهيَان، پَائُرِ[28] ۽ پِرِيَنِ[29]،

١. آئون ٿي، ٢. قاتل ڪيڙن واري، اباڻي، ٣. ملڪ، جهان، ڳوٺ، ۴. تہ، ۵. هڪ قسم جي تيلي ٻج جي داڻي (جو تمام ننڍڙو ٿئي)، ذري، ٦. گهڙي ساعت، پلُ، ٧. مونکي پڇيو، منهنجي خبرچار ورتي يا سار سنڀال لڌي، ٨. ماڙين، محلاتن، ٩. ڏکويو، ايذايو، ١٠. دل، قلب، ١١. (قيد خاني جي) ڪُنڊن، ڪمرن، ١٢. مونکي ڪٺو يا قتل ڪيو آهي يعني مونکي تباهہ يا برباد ڪئو آهي، ١٣. مارن يعني مالوندن جي (مارئيءَ جي مائٽن جي)، ١۴. مونجهہ سبب، مونجهاري سبب، فڪر يا ڳڻتيءَ سبب، ١۵. آئون مُئي، آئون فنا ٿي، ١٦. مون کي ماريو، ١٧. آئون مئي، ١٨. خبر، سڌ، سار سنڀال، ١٩. وٺندا، ٢٠. اي ماءِ، اي امڙ، اي امان، ٢١. اي سانبيڙا، اي سانبي، اي رفيق، اي جوڙيوال (مارئيءَ جا مڱيندا)، ٢٢. تنهنجا، ٢٣. واجهہ وجهي = انتظار ڪري، نهاري، ٢۴. لڪ ڇپ، ڳجهہ ڳوهہ، ٢۵. پنوهارن لاءِ، ٻڪريون ڌاريندڙن يا چاريندڙن لاءِ، ٢٦. تمام گهڻي، بي حد، ٢٧. سڪايل، ٢٨. پائر (ٿر جي علائقي جي ڏکڻ واري حصي) ڪي، ٿر ڪي، ٢٩. پرينءَ ڪي، محبوب ڪي (مارئيءَ جي مڱيندي ڪي).

بِـي نَـ ڪَـنـدِيَـسِ[1] ڪَـنِ[2]، وِيـنـدِيَـسِ[3] وَطَـنَ[4] سَـامُـهِـين[5].

٤

وِيـنـدِيَـسِ وَطَـنَ سَـامُـهِين، مَـلِـيُـرُ[6] مُـنـهـنجـو مَـاڳُ[7]،
ڏُٿُ[8] چُـونـڊِيـنـدِيَـسِ[9] ڏِيـهَـم، سَـاڻُ[10] سَـرتِـنِ[11] سَـاڳُ،
تَـ مُـون[12] سَـنـئُون[13] سَـيَـاڳُ[14]، جِيّ[15] وِيـجـهِـي[16] تِـيَـان وَرَ[17] ڪـي.

٥

جي وِيـجـهِـي تِـيَـان وَرَ ڪـي، تَـ سَـيَـاڳُـوم[18] سَـنـئُون،
نِـتُ نِـتُ[19] آهـ نَـئُـون[20]، مُـون ڪـي پَـسَـڻُ[21] پَـنـوَهَـارَنِ[22] جـو.

٦

پَـنـوَهَـارَنِ پَـابُـوهِـيـو[23]، وَرِئَـا[24] وَاهُـونـدا[25]،
سَـارِئَـمِ[26] سَـيـڻَ سَـيـدُ[27] چَـئـي، گَـاڏِيـلِـيُـون[28] ۽ گُـونـدا[29]،
پَـرِ[30] پِـتَـنِ[31] هـوُنـدا، پُـنـگـا[32] پَـڙَ[33] پَـتَـارَ جَـا.

٧

پَـنـوَهَـارَنِ پَـابُـوهِـيـو، ڪِـي[34] وَسَ وَاهُـونـدَنِ[35]،
لَـتـو[36] سِـيُ لـطـيـف چَـئـي، بَـذو[37] ڦَـنُ[38] ڦَـرَنِ[39]،

---

١. ائون ڪندي، ٢. ڪن تي (ڪنديس ڪن = ائون ٻڌندي يا سڻندي)، ٣. ائون ويندي. ۴. سائيهہ، ڏيهہ. ٥. ڏانهن. ٦. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو. ٧. جاءِ. هنڌ. ڳوٺ. ٨. جهنگ جي گاهن ۽ وڻن مان پيدا ٿيندڙ اَنُ ۽ ڦلَ يا ميوا. ٩. آئون چونڊيندي، آئون ميڙيندي يا گڏ ڪندي. ١٠. ساهيڙين، هڪ جيڏين. ١١. ڀاڄي، سبزي، ترڪاري. ١٢. منهنجو. ١٣. سڌو، سنو، چڱو. ١۴. نصيب. ١٥. جيڪڏهين. ١٦. نزديڪ. قريب. ١٧. مڙس، ڪانڌ. ڀتار. ١٨. منهنجو سياڳ. ١٩. نت نت = هر هر، وري وري، روز روز. ٢٠. تازو. ٢١. ڏسڻ، ديدار. ٢٢. ڀڪريون ڏاريندڙن. ٢٣. سرها ٿيا، خوشي ڪئي. ٢۴. موٽي ايا. ٢٥. بهار جي شروعاتي موسم جون الهندي طرف جون هوائون يا مينهن. ٢٦. مون سارئيا، مون ياد ڪيا يا سنياليا. ٢٧. سڄڻ. مالڪ. عزيز. ٢٨. هڪ قسم جي ٻيرين جا وڻ، برسات جي موسم ۾ آسمان تي ڪڪرن جي اچ وڃ، چوپائي مال جي اچ وڃ جا رستا ۽ ڪس. ٢٩. چوپائي مال جي ڦرن ڪي پورڻ يعني بند ڪرڻ لاءِ چوڏاري ڏنل ڍنگهرن جا واڙا. ٣٠. ڀر ۾، پاسي ۾. ٣١. ڀتن جي، واريءَ جي دڙن جي. ٣٢. جهوپڙا. گهر. ٣٣. سگهاري. پهلوان. موچاري. ٣۴. ڪئي. ٣٥. وسڪارو. وسڻ (مينهن پوڻ) جو عمل. ٣٦. ختم ٿئو. ٣٧. سردي. ٣٨. بدن ۾ پرائي. ٿولهہ. ماچ (ٻڌو ڦنَ = ٿلها ۽ متارا ٿيا). ٣٩. چوپائي مال جي ٻچن.

پائُر[1] ڏنيُون[2] پُنيُون، نَنڍَين نوراپَن[3]،
عُمَر[4] اُنَ اگُوندَري[5]، پاسي[6] كانڌَ[7] كَنَن[8]،
اُوءِ[9] تا كورِين[10] كُوَنري[11]، سَرَتيُون[12] مَٿان[13] سَسَن،
كائُر[14] كَتيُون[15] خاصِيُون[16]، اوچي[17] اُتِ اَچَن،
كَڍِئو[18] پيئڻ[19] كَهَن[20]*، مَلير[21] گُهرِجي[22] مارُئي.

## ۸

پَنوهَارَن پابُوهيو، كي واهُوندَن وَسَ،
عُمَر[23] اُنهيںءَ ڏيهَ[24] جا، ڏوٿيَن[25] ڏَنمَ[26] ڏَس[27]،
وَليُون[28] وَڻَ ڦُلارئا[29]، لُلر[30] نگئو[31] لَسَ[32]،
اٽئو وجَهن آهُربن[33]، سَندا[34] ٿُوهَن[35] تَس[36]،
ميوا مَجَرَ[37] ماكِيُون، سَيَكا چَكَن چَسَ[38]●،
مارُِن وِهي مَسَ[39]، مَلير گُهرجي مارُئي.

## ۹

آئُون كيئَن ڇَڏيان سُومَرا، تَن پَنوهارَن پَچارَ،
جَڙَ[40] جَني جي جانِ ۾، لَگي رَءَ لُهارَ،

---

١. پائر (ٿر علائقي جي ڏکڻ واري حصي پر هتي مراد ٿيندي سڄي ٿر) ۾. ٢. رڍن جي جسمن تان ڪتريل وار (ڏنيون پنيون = رڍن اُن ڏني). ٣. رڍ جي ڪير ڏائيندڙ ڦرن، سسن. ۴. اي عمر. ۵. ٻنان گوندر، ٻنان غم، صاف ۽ سٺي جنهن بابت ڪو بہ غم يا فڪر نہ ٿئي. ٦. پاسي ۾" ٻر ۾، ويجهو، قريب. ٧. ڪانڌ جي، پنار جي، مڙس جي. ٨. (ملير جون عورتون) وٺن. ٩. اهي (ملير جا ماڻهو، مارئيءَ جا مائٽ). ١٠. ڪترين. ١١. نرم (اُن). ١٢. اي سرتيون، اي ساهيڙيون. ١٣. تان. ١۴. ڪائر (ٿر علائقي جي اتر واري حصي پر هتي مراد ٿيندي سڄي ٿر) ۾. ١۵. لوئيون، رڍن جي اُن مان ٺهيل چادرون يا اوڍڻيون. ١٦. اعليٰ قسم جون، اوچيون. ١٧. اوچي لاءِ، اچڻ لاءِ، ٺهڻ لاءِ. ١٨. (ياٿيءَ سان ڏوئڻ جي ذريعي) لاهيو، صفا ڪئو. ١٩. چانورن جي پيچي يعني پچ جيڪا ڪوري ڪپڙي کي اُٽن ڪان اڳ ڏاڳن کي پڪي ڪرڻ لاءِ هڻندا آهن. ٢٠. چون *(خوشيءَ جي موقعي تي) نين لوئين يا ٻين ڪپڙن مان پائڻ کان اڳ پيڻ ڪڍئو پيڻيون چون. ٢١. ملير ۾. ٢٢. کپي. ٢٣. اي عمر. ٢۴. ملڪ، ديس. ٢۵. ڏٿ (جهنگ جي گاهن ۽ وڻن جي اَن ۽ ميون) تي گذران ڪندڙن. ٢٦. مون کي ڏنا. ٢٧. خبرون، سڌيون، اطلاع. ٢٨. زمين تي پکڙندڙ ٻوٽا. ٢٩. ٻوڪئا، ٻوردار ٿئا. ٣٠. ٽڙيا. ٣٠. جهنگ جو هڪ ٻوٽو جنهن جي پاڄي رڌي کائبي آهي. ٣١. اپرئو، پيدا ٿئو. ٣٢. تمام گهڻو. ٣٣. آهرن ۾، چوپائي مال کي وٿاڻ تي ڪتر يا گاهہ چارڻ لاءِ ٽڪر جي وڏن ٿانون يعني ڪونارن ۾. ٣۴. جا. ٣۵. گدرن جي مثال هڪ قسم جي ميون (جي ذائقي ۾ سخت ڪڙا ٿين). ٣٦. ڍڳ، انبار، ٽڪرا، ڳترا. ٣٧. وڻن جا گنوڄ، يا ٻور. ٣٨. سواد، ذائقو ● سيڪنهن (ميون، مجر ۽ ماکين) مان ذرو ذرو کائين. ٣٩. مشڪل سان، لاچار سان. ۴٠. ميخ، ڪلي.

مَيخُون[1] مَحَبَتَ[2] سَنديُون[3]، هِينئَڙي[4] مَنجِهه هَزار[5]،
ڪارو[6] پاٽي ڪُوهَريُن[7]، سِنجَئائُون[8] سَوارَ[9]،
عُمَرَ[10] چاريان اُنِ جا، ٻَڪَرَ[11] شالَ[12] ٻِهارَ[13]،
پَڪا ۽ پَنوهارَ[14]، ڏِنَي[15] مُون[16] ڏِينهَن[17] تَئا[18].

(١٠)

پَڪا ۽ پالَ[19]، ڪَٽي ڪِنهِن ڪُوڻِ[20] وِئا،
مُون سين ڪَري ڪالَ[21]، مارُو[22] نَه موٽِئا.

١١

پَڪي مَنجِهه پَرِياڻُ[23]، مارُن مَڙِي[24] جو ڪئو،
ڪالَهه پَنوهارَن لَڏِئو[25]، وَرِئو[26] ڪونَه وَتانِ[27].
عُمَرَ[28] اُنهِين ساڻُ[29]، مُنهِنجو وَجي رُوحُ رِيهُون[30] ڪئو.

١٢

عُمَرَ[31] تَئَمِ[32] اَپارَ، وِرِهُه[33] وَتِيندِيَس[34] ڪَنِ[35] سين[36]،
سي ڏوٿِيَڙا[37] ڏُور[38] تَئا، تَڳان[39] جَنِ[40] تَنوارَ[41]،
سَتائُون[42] سَنگَهارَ[43]، ڪُوهَن تان ڪَٽي وِئا.

---

١. ڪليون، ٢. پيار، ٣. جون، ۴. هنيين، قلب، دل، ۵. هزارن جي تعداد ۾، تمام گهڻيون، ٦. لوڻائيل، نمڪين، ٻاڙو، ٧. ڪوهرن جو، نندين ڪوهن جو، ٨. نوڙين يا رسن ۾ ٻڌل ڏول يا ٻوڪي ذريعي ڪوهه مان پاڻي ڪڍئائون، ٩. سوارو، سويل، ١٠. اي عمر، اي سومرا(عمر، سنڌ جي سومرا خاندان جوهڪ حاڪم هو جيڪو مارئيءَ کي انجي ڳوٺ ملير مان زوريءَ کڻي ويو)، ١١. ٻاڪرو مال، ١٢. خدا ايئن ڪري تہ، ١٣. ٻي ڀيري يا ٻي دفعي (قيد مان ڇٽي)، وري، ١۴. ککن ڪانن جا ٺهيل گهر، جهوپا، ١۵. ٻڪرار، ٻڪريون ڌاريندڙ يا چاريندڙ، ١٦. ڏسندي، ١٧. مون کي، ١٨. گهڻو وقت، ١٩. رڍن جي ان يا ٻڪرين جي ڏاس مان ٺهيل ڪرڙن يا فراسين جا ٺهيل تنبو يا خيما، ٢٠. طرف، پاسي، ٢١. غضب، ستم، ڏاڍايون، ٢٢. مالوند (مارئيءَ جا مائٽ)، ٢٣. صلاح، رٿ، خيال، ارادو، ٢۴. گڏجي، ٢۵. نقل مڪاني ڪئي، ٢٦. موٽئو، واپس ٿئو، ٢٧. انهن وٽان، انهن ڪان، ٢٨. اي عمر، ٢٩. ساهه، دم، دل، جان، (وڃي روح = ساهه، آئون مريو ٿي وڃان)، ٣٠. دانهون، رڙيون، ٣١. اي عمر، ٣٢. مونکي ٿي، ٣٣. اڪيلائي، ڪنهن پهر يعني ماڻهوءَ حاضر نہ هجڻ جي حالت، ٣۴. (مائٽن جي جدائيءَ جو) غم، ڏک، سور، ٣۵. اوريندين، ڳرهينديس، بيان ڪنديس، ٣٦. ڪهڙن (مائهن)، ٣٧. ڏوٿي، ڏٿ (جهنگ جي گاهن ۽ وڻن مان پيدا ٿيندڙ ان ۽ ميون) تي گذران ڪندڙ (مارئيءَ جا مائٽ، مارو)، ٣٨. پري، ٣٩. جيئري يا زندهه رهان، ۴٠. جن جي، ۴١. تنوار سان، نالي وٺڻ سان، ذڪر يا ڳالهه ڪرڻ سان، ۴٢. سامان سڙو، مال اسبابُ، جهوپڙا، مانداڻا، ۴٣. مالوند ماڻهو، ڌنار.

(١٣)

ٿُوهَرَ[1] ڪُوهَرَ[2] ٿَرَ[3]، جِتَ سَانِيڪَا[4] ءِ سَتيُون[5]،
چَارِينِ ٽيُون چَاهَ[6] پِئو، ڦوڳَنِ[7] پَاسِي[8] ڦَرَ[9]،
ڪِيئَن لَهَندَمِ ڪَرَ[10]، جِيئَن مَارُو[11] پَاڻَ[12] اَپَارِيَا[13].

١۴

پَڪَا[14] پَنوَهَارَنِ[15] ذِي، مَيُوا[16] مَجَرَ[17] مَڪَ[18]،
عُمَرَ اَتِ[19] اُڪَندِئو[20]، حَالُ[21] هَمَارِي[22] حَقَ[23]،
لوئِيءَ[24] ءِ لَڪَ[25]، سَمَنَ[26] سُپِيرِيَنِ[27] سِين.

١۵

اِيءَ نَہ مَارُنِ[28] رِيتِ[29]، جِيئَن سِيڻَ[30] مَٽَائِينِ[31] سُونَ[32] سِين،
قَضَا[33] آندِيَسِ ڪوٽَ ۾، ڪَندِيَسِ[34] ڪَانَہ ڪُرِيتَ[35]،
پَکَنِ[36] جِي پِرِيتِ[37]، مَارُئِيءَ مُورِ نَہ مَٽِيَان.

(١٦)

مَارُئِيءَ چَڙهِي ذَنَامِ، پَکَا پَنوَهَارَنِ جَا،
هِڪُ اَڳِيئِي سُهَڻَا، ٻِئو وِيتَرِ مِينهَنِ اُنَانِ،

---

١. ماٿرين يا ترائين ۾ پيدا ٿيندڙ ناڪ جي ڦڻ وانگر چوٽين سان هڪ قسم جا ڪنڊن وارا وڻ، جن جي ٿارين ڪي پچڻ سان هڪ قسم جو کير نڪرندو آهي. ٢. ننڍا ڪوهه. ٣. ٿر ۾، ريگستان ۾ (مارئي جي ملڪ ۾). ۴. سٺ پُرهہ اونها کوهہ (پرهہ جي ماپ ماڻهوءَ جي قد جيتري ٿيندي آهي). ۵. نوڙيون يا رسيون (جيڪي کوهن مان پاڻي ڪڍڻ جي ڏولن يا بوڪن کي ٻڌبيون آهن). ٦. چاهہ ۾، شوق ۾. ٧. ڦوڳن جي، هڪ قسم جي جهنگلي ٻوٽن جي. ٨. پاسي ۾، ڀر ۾، ويجهو، نزديڪ. ٩. (رڍن يا ٻڪرين جا) ننڍا ٻچا. ١٠. خبر، سڌ، سار سنڀال. ١١. مالوند ماڻهو (مارئيءَ جا مائٽ). ١٢. خود. ١٣. گهڻي ڪم وارا. ١۴. پچي وٺا، رسجي (رس وارا ٿي) وٺا. ١۵. ٻڪرارن، ٻڪريون ذاريندڙن يا چاريندڙن. ١٦. قل. ١٧. وڻن جا گونچ (ٻور). ١٨. کٻڙن يا چارين جي وڻن جا ڪجڙا پيرون. ١٩. تمام گهڻو. ٢٠. سڪايل. ٢١. (منهنجي) حالت يا جند جان. ٢٢. منهنجي. ٢٣. حق لاءِ، مڙس لاءِ، ڀتار لاءِ. ٢۴. لوئيءَ (رڍن جي وارن يعني ان مان ٺهيل چادر يا ڪنيءَ) جي نہ لاهڻ جو. ٢۵. لڪ يعني چيلهہ جي (عصمت يا لڄ جي) بچائڻ جو. ٢٦. واعدو، اقرار. ٢٧. پرين، محبوبن. ٢٨. مارن جي، مالوندن جي (مارئيءَ جي مائٽن جي). ٢٩. ڀِر، رسم. ٣٠. سڄڻ، محبوب. ٣١. بدلائين. ٣٢. هڪ قسم جي قيمتي ذاتوءَ (جنهن مان زيور ٺهندا آهن). ٣٣. خدا جي حڪم يا امر. ٣۴. مون کي آندو. ٣۵. کُپر، ٻڇڙي رسم. ٣٦. جهوپڙن، ککن جي ٺهيل گهرن. ٣٧. محبت.

کِهَڙا ڏوهَ[1] ڪِئامِ[2]، جِيئَن هُوَ[3] مَلِيرِ[4] آئُون ماڙِيِن[5].

## ١٧

مَاڙِيءَ[6] چَڙهِي سُومَرا[7]، آئُون هَڏَ[8] لَڄاٽِي[9]،
هَتان[10] مُون[11] مَ هارِيِن[12]، پائُرَ[13] جو پاٽِي[14]،
پولِي[15] پاپاٽِي[16]، وَنِي[17] شالَ[18] وِيڙهِه[19] پِهان[20].

## ١٨

تَنِي ساڏوِيَنِ[21] سَنَڌَ[22] مَران[23]، ڏِنگا[24] جَنِي[25] ڏارَ[26]،
پُٽِي[27] سانُ[28] پَتارَ، پائُرِ[29] پيرُون چُونديان[30].

## ١٩

ڪا جا پَرِ[31] پَنوهارَ[32]، ڪَنِ ويڙهيچا[33] وَٽَنِ سِين،
ڪَپِئو[34] کُهاڙَن[35] سِين، ڏارَئو[36] رڪَنِ ڏارَ،
تَنِ سُڪَنِ[37] کِهَڙِي سارَ[38]، تَہ ڪي[39] اُنا مِينهَن مَلِيرَ تي.

## ٢٠

جي وَڍِي وَڻَ جُدا ڪِئا، ڏُرِيائِين ڏارَ،
تَنِ سُڪَنِ کِهَڙِي سارَ، تَہ ڪي اُنا مِينهَن مَلِيرَ تي.

---

١. گناهہ، پاپ، خطائون، مدايون. ٢. مون ڪئا. ٣. يعني مارو (مارئيءَ جا مائٽ). ٤. ملير (مارئيءَ جي ڳوٺ) ۾. ٥. ماڙين ۾، محلاتن ۾ (قيد). ٦. ماڙيءَ تي. ٧. اي سومرا، اي عمر (عمر سنڌ جي سومرا خاندان جو هڪ حاڪم هو جو مارئيءَ کي ملير مان زوريءَ کڻي وئو). ٨. صفا، بنهہ. ٩. لڄي يا شرمسار ٿي آهيان. ١٠. هٿ مان يا هٿ کان. ١١. منهنجي. ١٢. تون هارين، تون وهائين، تون ڪيرائين، تون زيان ڪرين. ١٣. ٿر علائقي جي ڏکڻ واري حصي ۾ هت مراد ٿيندي سڄي ٿر. ١٤. عزت، نڪ. ١٥. ڳالهہ، عزت، لڄ. ١٦. ابائي، ابن ڏاڏن جي، مائٽن جي. ١٧. ڪٿي. ١٨. خدا، ايئن ڪري. ١٩. ويڙهہ ۾، جهنگ ۾، مارن جي مڪ ملير ۾. ٢٠. گهڙان، داخل ٿيان، وڃان. ٢١. ساڏوين جي، چارين (جي وٽن) جي، جن جي ڦر کي ٻيرون چوندا آهن. ٢٢. سنڌ ۾، سڪ ۾. ٢٣. نجهران، ڳران. ٢٤. ڦڏا، تيڙا، اڻ سڌا. ٢٥. جن جا. ٢٦. ٿار، ٿلهيون، ٽاريون. ٢٧. گهمي ڦري. ٢٨. مڙس، ڪانڌ، ور (مارئيءَ جي مڱيندي). ٢٩. پائر ۾، ٿر ۾. ٣٠. ميڙيان، گڏ ڪريان (چارين مان چاڙي). ٣١. حالت. ٣٢. ٻڪرار، ٻڪريون ڏاريندڙ يا چاريندڙ. ٣٣. ويڙهہ ۾ رهندڙ (پنوهار). ٣٤. وڍئو، ڪٽئو. ٣٥. ڪاٺ وڍڻ لاءِ هڪ قسم جي لوهہ جي اوزارن. ٣٦. چيرئو، ڦوڙئو، جدا جدا ڪئو، وڍئو. ٣٧. سڪن کي، سڪلن کي، وڻن مان ڪپي جدا ڪيل ڏارن کي. ٣٨. خبر، پتو. ٣٩. وسئا.

## ۲۱

جي وَڏي وَڻَ[1] جُدا ڪِئا، ڏُرِبائِين[2] ڏُورِ[3]،
تَنِ سُڪَنِ[4] سَنڌي[5] سُورِ[6]، اَبُرُ[7] اوڪائي[8] وِئو.

## ۲۲

سُڻُ[9] جي اُهِجَ[10] اُڪَتَيانِ[11]، سُومَرا[12] سَندانِ[13]،
لَڪِين[14] بَڌَنِ لوئِيُون[15]، بِئا وِيڙهِيين[16] واهِيرانِ[17]،
سِيئِي سَنبِرِئامِ[18]، عُمَرَ[19] آئُون آتِي[20] مَران[21].

## ۲۳

وَنهِيانِ[22] ٿِيَنِ[23] وَٿانَ[24]، ڏوگاهِي[25] هُئانِ[26] جي،
سِيئِي پِيٽيُون[27] پاڻَ، مُوٽي[28] مارُوئَڙَنِ[29] اَڏئا[30].

### وائي

مارُوئَڙا[31] ٿَرَ[32] جَهلَ[33]، يَا اللهَ،
مِينهَن وَسائِين[34] گُوندَرَ[35] لاهِين،
نَڪو رائُرُ[36] ڏيهَ[37] ۾، نَڪا جَهَلَ[38] نَه پَلَ،
سارِئو[39] سانبِيڙَنِ[40] کي، اَچي آبَ[41] اُچَلَ[42].

---

۱. ڪبي، ۲. ڏر ڪان، اصل ڪان، شروع ڪان، ۳. بري، ڏاڍ، جدا، ۴. وڻن مان ڪبي جدا ڪيل ڏارن، ۵. جي، ۶. سور سبب، ڏک سبب، ۷. مينهن، برسات، ۸. بند ٿي، ۹. ٻُڌ، ۱۰. نشان، ٻار ٻنا، اهڃاڻ، ۱۱. انهن جا اُڪتيا يعني پڌرا يا ظاهر ٿئا، ۱۲. اي سومرا، ۱۳. انهن جا، ۱۴. لڪن تي، چيلهين تي، ۱۵. ڪٿيون، رڍن جي وارن يعني اُن مان ٺهيل چادرون يا اوڍڻيون، ۱۶. ويڙهين ۾، وٿن جي جهڳڻن ۾، جهنگن ۾، ۱۷. انهنجا واهيرا يا آکيرا يعني گهر، جهوپڙا، ۱۸. مون کي سنبرئا يعني ياد پئا، ۱۹. اي عمر، ۲۰. رجيو، ڳريو، جليو، ڪاميو، سڙيو، ۲۱. فنا ٿيان، تباهه يا برباد ٿيان، ۲۲. وسندڙ، آباد، شاداب، ۲۳. انهن جا ٿئا، ۲۴. آستان، پاڙ، ماڳ، مڪان، ۲۵. غيرآباد، ويران، ۲۶. انهن جا هئا، ۲۷. هنڌ، جايون، پاڻ، وٿاڻ، ۲۸. وري، ۲۹. مارن، مارئيءَ جي مائٽن، ۳۰. جوڙيا، ٺاهيا، آباد ڪئا، ۳۱. مارو، ۳۲. ٿر جي، ريگستان جي، ۳۳. پاسي ۾، پر ۾، ۳۴. برساتون، ۳۵. غم، ڳڻتيون، ۳۶. ڏنُ، ڍل، سَنگ يعني اهو محصول جيڪو بادشاهه پنهنجي ملڪن يا سردارن کان وٺي، ۳۷. ملڪ، وطن، ديس، ۳۸. روڪ، رنڊڪ، پل، منع، ممانعت، بندش، ۳۹. ياد ڪرئو، سنڀالئو، ۴۰. سانبين، جوڙيوالن، رفيقن، ۴۱. آب جي، پاڻيءَ جي، ۴۲. پالوٽ، اٿل، اڌمو (اڪين مان).

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر مَارُئي

## داستان اٺون

### ۱

پَٽولا[1] پَنوَهارِيُون[2]، مُورِ[3] نَہ مَٿي[4] ڪَنِ[5]،
جُہ[6] لاکَ[7] رَچَنِ[8] لوئِيُون[9]، تَہ شَالُنئُون[10] سُونهَنِ[11]،
اُنَ[12] ايلاچَنئَان[13] اِگَري[14]، بَخمَلَ[15] بَافِتَنِ[16]،
سَکَرَ[17] پَانيَان[18] سُومَرا[19]، کَٿي[20] کَان کُنهَبَنِ[21]،
جَا ڏِنيمِ[22] ڏاڏاڻَنِ[23]، سَا لاهِيندي[24] لَجَ مَران[25].

### ۲

اَرَمَ[26] هَڏِ نَہ[27] اوڍِيَان[28]، پَٽولا پَٽَ چِيرَ[29]،
بَانڌَڻَائِي[30] بَنِ ڌِيَان[31]، اَرغَجَ[32] ۽ عَبِيرَ[33]،
مَارُوءَ[34] سين مَاڻيَان[35]، کَٿي جِهَڙي[36] کِيرَ،
اَندَرِ[37] اُجَ[38] اُکِيرَ[39]، مُون کي پِرِينءَ[40] پَنوَهارَ[41] جي.

---

۱. پٽ يعني ريشم مان نهيل ڪپڙا. ۲. پنوهارن جون عورتون، ٻڪرارن يعني ٻڪريون چاريندڙن يا ڌاريندڙن جون عورتون. ۳. اصل، بنهہ. ۴. مٿي تي، سر تي. ۵. ڍڪين، پهرن. ٦. جيڪڏهين. ۷. لاک ۾ (ٻير وغيره وڻ جي ٽارين مان نڪرندڙ رس کي لاک چئبو آهي جيڪا ڪپڙن رڱڻ جي ڪم ايندي آهي)، ۸. رڱجن، رنگين ڪن. ۹. ڪنبون، رلڻ جي وارن يعني اُن مان نهيل چادرون يا اوڍڻيون. ۱۰. شالن ڪان، اوچي قسم جي پشم مان نهيل چادرن ڪان. ۱۱. سهڻيون يا موچاريون لڳن. ۱۲. اُن مان نهيل لوئي، ۱۳. ايلاچن ڪان، ريشم مان نهيل هڪ قسم جي پٽا پٽي ڪپڙن، ۱۴. بهتر. ۱۵. بخمل جي ڪپڙن ڪان، ۱٦. بافتن جي ڪپڙن ڪان، ۱۷. سرس، بهتر. ۱۸. سمجهان، ۱۹. اي سومرا، ۲۰. هڪ قسم جي ڳاڙهن ڪپڙن، رنگا رنگي ڪپڙن، ۲۱. ڪٿيءَ ڏانهن اشارو، ۲۲. مون کي ڏني، ۲۳. ابي ڏاڏي جي اولاد. ماڻٽن. ۲۴. (مٿي يا بدن تان) هٽائيندي، پري ڪندي. ۲۵. لڄ مران = لڄي ٿيان، شرمسار ٿيان. ۲٦. هڪ قسم جا اعليٰ اوني يا ريشمي ڪپڙا. ۲۷. اصل، بنهہ. ۲۸. پايان، ڍڪيان، پهريان. ۲۹. پٽ چير = ريشمي ڪپڙا. ۳۰. عورتن جي مٿي تي پائڻ جون رڱيل پوتيون يا چنيون. جن کي رڱڻ کان اڳ ٿوري ٿوري مفاصلي تي ڌاڳن سان ٻيڌيون يعني ڳنڍيون ڏئي ڇڏبيون. اُن لاءِ تہ انهن ڳنڍين وارن هنڌ رنگ نہ چڙهي ۽ اهي هنڌ ڏبڪ ڏبڪ تي گلڪاري ڪري بيهن. ۳۱. ٻن ڌيان = ڪڏ ۾ يا کوهہ ۾ وجهان. ۳۲. هڪ قسم جا عمدا ڪپڙا. ۳۳. آسماني رنگ تي هڪ قسم جا عمدا ڪپڙا. ۳۴. مارئيءَ جي مڱيندي، ۳۵. استعمال ڪريان، پايان، جوڙيان. ۳٦. جهڙي کير = صفا سفيد يا اڇي. ۳۷. اندر ۾، دل ۾. ۳۸. پياس. ۳۹. سڪ. ۴۰. محبوب. ۴۱. ٻڪرار، ٻڪريون ڌاريندڙ يا چاريندڙ.

۳

سُون[1] بَرابَرِ[2] سَڳَڙا[3]، مَاروءَ[4] سَندا[5] مُون[6]،
پَٽولا[7] پَنوهَارِ[8] کي، عُمَر[9] آڄ[10] مَرَ تُون،
وَرُ[11] لوئِيءَ[12] لُون[13]، ڏاڏاڻَنِ[14] ڏِنِيَامِ[15] جا.

۴

سُونَ بَرابَرِ سَڳَڙا، لُوءَ[16] لُنءَ[17] بَرابَرِ لَکُ[18]،
رِپُو[19] جِنهِن رَدُ[20] کِئو، کُوڙَ[21] تَنهِين کي کَکُ[22]،
مُون[23] مَاروءَ جو مَکُ[24]، تيلُ نَہ لائِيَانِ تُنهِنجو.

۵

تيل نَہ لايَان تُنهِنجو، مُون مَارُو مَنِ[25]،
کَرِيَانِ بِئي[26] نَہ کَنِ[27]*، آهَرُ[28] اُنهِيئَنِ[29] آهِيَان.

۶

مُون مَاروءَ سين لَذِيُون، لوئِيءَ مَرَ لائُون[30]،
سُونَ بَرابَرِ سَڳَڙا، مُون کي بَاهُنِ[31] بَذائُون،
عُمَر[32] چَؤُ[33] آئُون، کِيئَن پَٽُ[34] پَرَهِيَان[35] سُومَرا[36].

۱. سون جي، هڪ قسم جي پيلي رنگ جي قيمتي ڌاتوءَ جي (جنهن مان زيور ٺهندا آهن). ۲. مٽ، مثل، مساوي. ۳. (مڱڻي جي وقت) ڪنوار کي گهوٽ جي طرفان ڪراين يعني ٻانهن ۾ ٻڌڻ لاءِ ڳانا. ۴. (مارئيءَ جي) مڱيندي يعني محبوب. ۵. جا. ٦. مون کي. ۷. پٽ جا ڪپڙا، ريشم جا ڪپڙا. ۸. پنوهارن (ٻڪريون چاريندڙن يا ڌاريندڙن) جي عورت يعني مارئيءَ. ۹. اي عمر، اي سومرا. ۱۰. پيش ڪر، ڏيڻ جي خواهش ڪر. ۱۱. بهتر، ڀلي. ۱۲. لوئيءَ جي. کٿيءَ جي. ۱۳. تند، ڌاڳو. ۱۴. ابن ڏاڏن جي اولاد، مائٽن. ۱۵. مون کي ڏني. ۱٦. ذرو هو. ۱۷. لڱ جو. (لوئيءَ جي) تند يا ڌاڳي جو. ۱۸. لک رپين جي ملهہ. ۱۹. رُپي يعني چانديءَ جا زيور، مال ملڪيت. ۲۰. ٺڪرايو، واپس ورايو. ۲۱. ڪروڙ (جي ملڪيت). ۲۲. ڪک يعني تنڪي جي برابر، تڃ برابر. ۲۳. مون کي. ۲۴. (مڱڻي جي وقت) مکيل تيل. ۲۵. من ۾، دل ۾. ۲٦. ٻي ڳالهہ يا ٻي وائي. ۲۷. ڪن ۾ يا ڪن تي. *ٻي ڳالهہ نہ ٻڌنديس. ۲۸. آسري يا ڀروسي تي، ڌڻ تي. ۲۹. انهيءَ جي، ماروءَ جي. ۳۰. شاديءَ جي وقت گهوٽ ۽ ڪنوار جا مٿا پاڻ ۾ ست دفعا ٽڪرائڻ واري حالت (لائون لڌيون = شادي ڪئي). ۳۱. ٻانهن (جي ڪراين) ۾. ۳۲. اي عمر. ۳۳. ٻڌاءِ. ۳۴. پٽ جا ڪپڙا، ريشم جا ڪپڙا. ۳۵. پايان، اوڍايان. ۳٦. اي سومرا.

## ۷

پَٽُ نَہ پَرَهِيَان سُومَرا، جَان ڪِي[1] تَان جِيَان[2]،
آئُون ڪِيئَن لوئِي لاهِيَان، ڪَارڻِ ٻِين[3] ڏِينهَان،
جَان[4] سِين ٿِي جِيَان، ڪَانڌُ[5] نَہ ڪَنڌِيَس ڪو ٻِئو.

## ۸

ڪَتيرُوئِي[6] خُوبُ[7]، ڪَانڌُ نَہ ڪَنڌِيَس ڪو ٻِئو،
ميرُوئِي[8] مَحبُوبُ[9]، اَسَان[10] مَارُو[11] مَجِئو[12].

## ۹

جَنِ[13] ڪَرايُنِ[14] ڪَچَ[15] جَا، وَرُ[16] سَاهيڙِيُون[17] سي،
اَتِ[18] اُڪَنڊِي[19] آهِيَان، مَنَهِن[20] مَارُوءَ جي،
پَڪَنِ سِين نَہ پَاڙِيَان[21]، هَنڌَ[22] هِتي جَا هي،
اَهلَ[23] اَبَاڻَنِ[24] جي، مَرِي شَال[25] مَلهَايَان[26].

## ۱۰

ڪَرايُنِ ڪِروڙَ[27] جَا، چُوڙا ڪُوڙا[28] جَنِ[29]،
سي مَرَڪُ[30] مَارُوئڙَنِ[31]، جِئَان[32] لوڪَ[33] لَڄِ[34] ٿِئي.

---

۱. جان ڪي تان = جيستائين. ۲. جيئري يا زندهہ آهيان. ۳. ٻين ڏينهان = ٻن ڏينهن، حياتيءَ جي باقي ٿوري عرصي. ۴. جان سين = جيستائين. ۵. مڙس، ڀتار، ور. ٦. ڪتي ڏڪيندڙ ئي. ۷. (منهنجي لاءِ) بهتر، چڱو. ۸. مٽيءَ ۾ پريل ئي، ڌوڙ ڀڪليو يا گدلو ئي. ۹. پرين، سڄڻ، پيارو. ۱۰. مون. ۱۱. مارئيءَ جي مڱيندي ڏانهن اشارو. ۱۲. قبول ڪئو. ۱۳. جن جي. ۱۴. ڪراين ۾، هٿن ۽ نونڻين جي وچ وارن جاين ۾. ۱۵. ڪچ جا = شيشي يا ڪاچ جا چوڙا يا ڪنگڻ. ۱٦. بهتر، موچاريون، ڀليون. ۱۷. سرتيون، هڪ جيڏيون. ۱۸. تمام گهڻي. ۱۹. سڪايل. ۲۰. منهن جي، چني جي، جهوپي جي، پکي جي، ڪکن جي ننهيل گهر جي. ۲۱. برابر ڪريان، مٽ سمجهان. ۲۲. جايون، ماڳ. ۲۳. عيال، ڪٽنب، خاندان. ۲۴. مائٽن. ۲۵. خدا ايئن ڪري. ۲٦. موڪيان، سرخرو ڪريان. ۲۷. (مارن جي گمان موجب) ڪروڙن جي ملهہ يا قيمت. ۲۸. ڪچ جا، نقلي، ڪوڙا. ۲۹. جن ڪي. ۳۰. سونهن، سينگار، زينت، فخر. ۳۱. مارن جو، مارئيءَ جي مائٽن جو. ۳۲. جن ڪان. ۳۳. لوڪ ڪي، عامَ مائهن ڪي. ۳۴. شرم، حيا.

## ١١

کَارا کَرايُنِ ۾، سُونُ اَسَان کي سُوءَ،
وَرُ جيڏَنِ سين جُوءَ، فَاقو فَرحَتَ پَانيَان.

## ١٢

فِکرُ ۽ فَاقو، مَرَکُ مَارُوئڙَنِ جو،
کَڏهين کَڏهين ڏُتَ جو، چَکَنِ چُئَاکوَ،
هِکُ اَندَرِ اولاکو، ٻِي وِنجهَلَ وِيڙهيچَنِ جي.

## ١٣

اَجُورا اُتيَنِ جي، مَتِي جَهڻِ جَهاپيَ،
مَارُوئڙا مَليرَ ۾، قَرَنِ سين فَاقي،
اُنِين رِءَ آئُون کي، مُنهن مِنَايُون لايَان.

## ١۴

اَجُ اَڏِنگا وِيڻَ، مُون کي مُکَا جيڏِيين،
هَارِي حَميرَنِ جا، جِکُس کاڏَئي کيڻَ،
سَاڏوهِيُون ۽ سيڻَ، کِ تو وِئڙا وِسَرِي.

---

١. کاري رنگ جا ٻانا يا ڏاڳا، کاري رنگ جا ڪچ جاچوڙا يعني ڪنگڻ. ٢. ويٺين، هٿن ۽ ٺونٺين جي وچ وارين جاين. ٣. يعني سون جا چوڙا. ۴. سوڳُ، افسوس، ڏک، ارمان. ۵. بهتر، ڀلي. ٦. ساهيڙين. ٧. بک، فاقو، لنگهڻ. ٨. آنند، شادمانو، جشن. ٩. سمجهان. ١٠. رنج، ملال، ڏک، غم، ڳڻتي. ١١. سونهن، سينگار، زينت، فخر. ١٢. مارن (مارئيءَ جي مائٽن). مالوندن. ١٣. جهنگ جي پيداوار جهڙوڪ گاهن جي ان ۽ وڻن جي ڦَلَ. ١۴. سواد يا ذائقو وٺن يعني کائين. ١۵. ٿورو، ذري برابر. ١٦. اندر ۾، دل ۾. ١٧. سانڱ، پيچ، کام. ١٨. ڳڻتي، فکر، پريشاني. ١٩. ويڙهہ يعني جهنگ ۾ رهندڙن، جهانگين، مارن، مالوندن. ٢٠. ازورا، هيٺا، ڪمزور، اداس، ملول. ٢١. تي. ٢٢. ڏڌ، لسيءَ. ٢٣. پي (جهڻ جهاپي = ڏڌ لسي پيو). ٢۴. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو. ٢۵. گهمن، هلن، رهن. ٢٦. ڪان سواءِ. ٢٧. ڇا ڪجهہ. ٢٨. منهن کي، وات کي. ٢٩. مٺيون يا سٺيون شيون، مٺا کاڌا. شيرينيون. ٣٠. بي ڊنگا، اڻ سنهائيندڙ، ناشائستا. ٣١. طعنا، ميهڻا. ٣٢. موڪلئا. ٣٣. جيڏين، سرتين، ساهيڙين. ٣۴. اي هاري، اي نادان. ٣۵. اميرن. ٣٦. شايد. ٣٧. تو کاڌا آهن. ٣٨. کاڄ، کاڌا، طعام. ٣٩. ڇارين جا وڻ (جن جي ڦر کي پيرون چئبو آهي). ۴٠. سڄڻ، مارو. ۴١. ڇا. ۴٢. توکي. ۴٣. دل تان لهي.

## ١٥

سَرَتِنِ[1] سَخْتَ[2] سَنيهَڙا، ڏيئِي مُڪا[3] ڏُونهُن[4] مَليرَ[5]،[6]
آهين عُمَرَ ڪوٽَ ۾، ڪَندُ مِنّايُون[7] ڪيرَ،
چَسا[8] ڪائي چُورِمَا[9]، هَريئَن[10] ساڻُ حَميرَ[11]،
ڪَندا[12] ڦُوٽُ[13] ڪَريڙَ[14]، ڪِ[15] تو[16] وِئڙا وِسري[17].

## ١٦

چَشَا[18] چائُرَ[19] چُورِمَا، قِيمُو[20] قَليو[21] اَنُ،
جيڪي آڇي سُومَرو[22]، سو مُورِ[23] نَہ[24] باسي[25] مَنُ[26]،
پوئِينءَ[27] رات پِڙ[28] پَئي، جي[29] مُون[30] مانِيءَ[31] ڪَنُ[32]،
تازو[33] پانِيان[34] تَنُ[35]، سَوَ پيرا[36] ساٽيهَ[37] ۾.

## ١٧

چائُرَ جي چَڪَنِ[38]، ڏِجَنِ ڏوراپا[39] تَنِ کي،
سَرَتِنِ جا سَرِيرَ ۾، دُونهان[40] ٿا دُکَنِ[41]،
هِڪُ ڏُکوبَسِ[42] ڏُکَنِ[43]، پئو مارُو جامُ نَہ وِسري.

---

١. جيڏين، ساهيڙين. ٢. اوڪا، اڊنڪا، دل ڏکوئيندڙ. ٣. پيغام، نياپا. ۴. موڪلئا. ۵. ڪان. ٦. مارئيءَ جي ڪوٽ جو نالو. ٧. شيرينيون. ٨. لذت وارا، ذائقي وارا، سواد وارا. ٩. گيهہ ءِ کنڊ ۾ ڳوهيل يا مهٽيل مانيون، ڪٽيون، چُوريون، مليدا، سٽيا طعام. ١٠. تون هري وئي، تون گهائل مائل يا مانوس ٿي وئي. ١٨. امير يعني عمر سومري. ١٢. ڪنڊن جا وڻ، جن جي ڦر کي سگر يا سگريون چئبو آهي. ١٣. ڪاچ، ڪاڏو، طعام، توشو. ١۴. ڪرڙن جا وڻ جن جي گلن کي ٻَسي چئبو آهي. ١۵. ڇا. ١٦. توکي. ١٧. دل تان لهي. ١٨. چسا، چشڪي وارا، سوادي، مزيدار، وڻندڙ. ١٩. چانور. ٢٠. ڪُتري سنهو ڪيل گوشت. ٢١. ٻِگل، اٻاريل، ٺهڪايل. ٢٢. پيش ڪري، ڏيڻ جي خواهش ڪري. ٢٣. عمر. ٢۴. اصل، بنهہ. ٢۵. مڃي، قبول ڪري، پسند ڪري. ٢٦. دل. ٢٧. پوئين رات جو، آڌيءَ رات ڪانپوءِ. ٢٨. پڙ پئي = ملي. ٢٩. جيڪڏهين. ٣٠. مون کي. ٣١. مانيءَ جو، روٽيءَ جو، چپاتيءَ جو. ٣٢. ڪَنو، ٽورو ڀورُ يا ٽڪر. ٣٣. خوش، تندرست، شاد. ٣۴. سمجهان، محسوس ڪريان. ٣۵. بدن، سرير. ٣٦. سَؤُ پيرا = سَؤ دفعا يا گهمرا، تمام گهڻو. ٣٧. وطن، ڏيهہ. ٣٨. ذائقي يا سواد معلوم واسطي زبان تي رکن يا ٿورو ذرو وات ۾ وجهن، ڪائين. ٣٩. اوپالا، ميارون. ۴٠. (ٻوريءَ طرح باهہ نہ ٻرڻ سبب پيدا ٿيندڙ) غبار، ڪاريون هوائون يا ٻاڦون، دود. ۴١. پيدا ٿين، سرجن (دونهان ٿا دکن = محبت جون باهيون ٻرن). ۴٢. مون کي ڏوکويو، مون کي تڪليف ڏني يا آزاريو. ۴٣. دردن، سورن.

## ۱۸

مَٿن[1] ٿُوهَه[2] تَسَ[3]ڪَڙا، چِ[4]ڪَندڙا اَچَن،
ڪُ[5]ڙيُون ڪَيهَه[6] پَڪُليُون[7]، پَگهَرُ[8] سِر پيرَن،
اِيءُ وَڙُ[9] ويڙهيچَن[10]، مُون لوڏانئي[11] لَڪَئا[12].

## ۱۹

ٽُپِڪَ[13] ٽُپِڪَڙا[14]، ڪَٽي جَرُوڙيُون[15] جُلِئا[16]،
ڏِينهَڪُ[17] وَڃَن ڏُٿَ ڪي[18]، پِٽُن[19] پُٽڪَڙا[20]،
لاڙئِمِ[21] لُڙڪَڙا[22]، سيئي سَاري[23] سُومَرا[24].

## ۲۰

جَائُون[25] ڪُجَائُون، جُهُوپو جَهانِگيَڙَن جو[26]،
سُکَ[27] نَه سُتا ڪَڏهين، پيلاسي[28] پانهُون[29]،
ڏِينهَڪُ وَڃَن ڏُٿَ ڪي، پَارا[30] پَراهُون[31]،
اُنِين ڪي آئُون، گَڏِ[32] تَه گُوندَرِ[33] نَه پَوان.

## ۲۱

آٽِين ۽ چَاڙهِين*، ڪَ[34] ويڙهيچا وارِين[35]،

---

۱. انهن جي مٿان، انهن (جي مٿي) تي. ۲. ٿوهن (هڪ قسم جي ول جي ڦلن جيڪي ذائقي ۾ سخت ڪڙا ٿين) جي. ۳. ٽڪرن يا ڳٽرن سان ڀريل، ٽوڪرا يا ڪارا. ۴. ڀگهر چڪائيندا يعني ڳاڙيندا. ۵. (مائهوءَ جي) پيرن جا ٻويان پاسا. ايڙيون. ٦. مٽيءَ يا دز سان. ۷. ڀريل، لڳل. ۸. تي، تائين. ۹. اُهڃاڻ، نشان، يار. ۱۰. ويڙهيچن جو. ويڙهہ ۾ يعني جهنگ ۾ رهندڙن جو جهانگين جو، مارن جو. ۱۱. لوڏ مان، هلڻ جي ٽور مان. ۱۲. سهي ڪئا، پروڙئا. ۱۳. ڪارا، ٽوڪرا. ۱۴. ننڍا ڪارا. ۱۵. ڏٿ يعني جهنگلي گاهن ۽ وڻن مان پيدا ٿيندڙ ان ۽ ميون جوندڙ يا ميڙڻ لاءِ سنڌ يا ٽانو. ۱٦. هلئا. ۱۷. ڏينهن جو. ڏينهن جي وقت. ۱۸. لاءِ. ۱۹. پٽن ۾. واريءَ جي دڙن ۾. ۲۰. گهمندا. ڦرندا. هلندا. ۲۱. مون لاڙئا. مون وهايا يا ڳاڙئا. ۲۲. لڙڪ. ڳوڙها. آنسو. ۲۳. ياد ڪري، سنڀالي. ۲۴. اي سومرا. اي عمر ۲۵. جائون ڪجائون = موزون يا ناموزون جاءِ تي، هر جاءِ تي، هر هنڌ تي، جتي ڪٿي. ۲٦. ڪکن ڪانن جو نهيل گهرَ. ۲۷. سک سان، آرام سان. ۲۸. ڀاڪر يا ٻک ۾ وجهي. ۲۹. جويون. (نڪاح ۾ آيل) زالون. ۳۰. ڀارن ڪان. (کوهن جي ڀرسان پڊل)، ڳونن ڪان. ۳۱. ڀري، ڏور. ۳۲. ملاءِ. ۳۳. گوندر ۾. غم ۾. فڪر ۾. *جڏهين ڪمائي آٽين يعني ڪو ڏٿ وغيره جوندي اچن تڏهين رڌي پچائي کائين. ۳۴. يا ٻي صورت ۾. ۳۵. ڏينهن وارئو جڏين يعني رڌپچاءَ ڪونہ ڪن ۽ ٻکئا رهن.

سَتَّا[1] کَئُو سُومَرا[2]، سَائُون[3] سُکَائِين،
مَنجَهان لَنبَ[4] لَطِيف چَئِي، چَائُرَ[5] کَئُو[6] چَاڙهِين[7]،
پُلاءُ[8] نَ پَاڙِين[9]، عُمَر[10] آرازِيءَ[11] سِين.

## ۲۲

جُهڙ[12] ڦُڙ مَنتِي[13] مَارُئِين[14]، جِت چِيِهان[15] چِڪَ[16]،
اَندرُ[17] تو اُڃَ[18] مَرِي[19]، سَاهُ اُنِين جِيءَ سِڪَ،
پِيَان شَالَ[20] پِيهِيُون[21] پِرِي، تَئَان[22] ڏِيئِي تِڪَ[23]،
وَرُ[24] پِرِيَان[25] سِين پِڪَ[26]، پِئَا پِيَاڻَ[27] پِرِيائِي[28] گهورِيَان[29].

## ۲۳

جُهڙ ڦُڙ جِت تِيَان[30]، اُت اَڏِئَائُون[31] پِکَڙا[32]،
هِن مُنهِنجِي حَالَ[33] جو، قَدرُ[34] نَ کِيٽَان[35]،
جِيڪُسِ[36] آئُون وِسَرِيَان[37]، مَارُو قُوتِ[38] قَرارِئَا[39].

## ۲۴

تُورِي قُوتِ قَرارِئَا، رَهَن سَبِر[40] سَت[41]،
کَتِيءَ[42] مِ کِيهَ[43] پَکُلِئَا[44]، پُٽَن[45] اَهَڙِيءَ پَٽ[46]،

---

۱. ڍڳ، ڍير، انبار. ۲. اي سومرا. ۳. گاھ جو قسم (جنهن مان ان بہ پيدا ٿئي ء اهو ان مارو مائهو کائيندا آهن). ۴. هڪ قسم جي جهنگلي گاھ جي سنهن داڻن واري ان مان. ۵. جانورن جهڙا داڻا. ۶. کڏئو. ۷. رڌين. بچائين. ۸. جانور ء گوشت گڏ رڌي تيار ڪيل طعام. ۹. برابر سمجهن. ۱۰. اي عمر. ۱۱. سائونء ء نب جي ان مان تيار ڪيل طعام (ڏريو يا پٽ). ڇيڙن جي ڪچرين جي ڪڙهي يا جنٽي. ۱۲. جهڙ ڦڙ = مينهن، برسات. ۱۳. مٿان. ۱۴. مارن جي، مالوندن جي (مارئيء جي مائٽن جي). ۱۵. چيهن جي، هڪ قسم جي گاهن جي. ۱۶. ڪثرت. گهرج کان وڌيڪ انداز. ۱۷. دل، قلب، ساهُ، جان. ۱۸. اُڃ مِ (مارن جي) پياس يا سڪ يا محبت مِ. ۱۹. فنا يا تباھ ٿئي، جُهري، جهجي. ۲۰. خدا ڪري تہ. ۲۱. وٺيون، تاسريون، پياليون. ۲۲. تتان يا اُتان يعني سڪ يا محبت جي چشمي مان. ۲۳. ڳيت، نڙيءَ کي زور ڏيئي وڏن ڍڪن پِڻ جي حالت. ۲۴. بهتر، ڀلي. ۲۵. پرينء، محبوب. ۲۶. سُرڪ، ٿورو ذرو، ننڍو ڍُڪُ. ۲۷. (وڏا) پيالا يا وٽا. ڪٽورا. ۲۸. پريل ٿي. ۲۹. صدقي يا قربان ڪريان. ۳۰. انهن لاءِ ٿئو. ۳۱. ٺاهيائون، جوڙيائون. ۳۲. (ڪکن جا) گهر، جهوپڙا. ۳۳. حالت. ڪيفيت. ۳۴. اندازو، صحيح ڄاڻ، احساس. ۳۵. انهن کي. ۳۶. شايد. ۳۷. انهن کان وسري يعني دل تان لهي وئي. ۳۸. قوت مِ. (حاصل ٿيل) کاڌي پيتي جي شين مِ. ذٽ مِ. ۳۹. راضي آهن. خوش يا بي فڪر آهن. ۴۰. سگهارا، مضبوط، جانٺا. ۴۱. ست مِ. طاقت مِ. ۴۲. لوئي، اُن يعني رڍن جي وارن مان نهيل چادر. ۴۳. مٿي، دز. ۴۴. لڳل، ڀريل. هاٿا. ۴۵. گهمن، ڦرن، هلن. ۴۶. ريت.

ٻَنوهارِکي ٻَٽ، ٻيهي ٻُڄَ مَليرَ ۾.

## ۲۵

وِڃني هِت وَڄايان، جيئن سَناسين سَنگَ،
مُهرُنِ سَندا مِهرِي، لا هَٺَندِي لَکَ،
اُنَ اَسان کي آجِکو، قِيمَتَ ٻانيُون کَکَ،
سَندا ٻيڙِن ٻَکَ، مَاروءَ ڏيکاري مَران.

وائي

جِتني مَارو تِني ٻَانڌِي اَلو! عُمَرَ او ايندو،
ٻُڄان کوءِ، عُمَرَ مِيان وِيندو ٻُڄان لوءِ،
ٻَنڌان کارئو ٻَهيَڙا، کي جو اُيَڙي چوءِ،
مَتي مَاڙيءَ مَارئُي، رُئَاڙي ۽ روءِ،
راڄُ ٻَرَتو رَبَ کي، سُومَرا سَندوءِ،
مِلکَ مَاروءَ جي آهيان، جَورِ نَہ تِيان جوءِ،
سَهڄُ سُورِي ٻَانيَان، سُومَرا سَندوءِ،
کَڌِهين سُئيسُون کَانَہ کَا، زَنجيرَنِ ۾ جوءِ،

---

١. ٻنوهارن جي، ٻڪرارن جي، ٻڪريون چاريندڙن يا ڌاريندڙن جي. ٢. ساک، ناماچار، چڱائي. ٣. گهڙي، داخل ٿي، اندر وڃي. ۴. معلوم ڪر. ۵. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو. ٦. وانگر. ٧. جوڳي فقيرن، سامي فقيرن. ٨. ڪوڏ، توتارا، ڍڳن جي سڱن مان ٺهيل ناد. ٩. سون جي ڳنيُن يعني اشرفين، ڌن، دولت، نائي. ١٠. جا. ١١. عورت، زال (مارئي). ١٢. "لا" ۾، عدم ۾، نيستيءَ يا نابوديءَ ۾. ١٣. اجلي ڦٽا ڪندي. ١۴. لکن جي تعداد ۾. ١۵. رڍن جا وار، پشم. ١٦. توسو، گذر جو سامان. ١٧. قيمت وارا، قيمتي، ڪمائتا، ملهائتا. ١٨. سمجهون، ڄاڻون. ١٩. سڪل گاهه جا تنڪا يا تيلا. ٢٠. قيدين جو ٻانهن يا ٽنگن ۾ وجهڻ لاءِ لوهه جي زنجيرن يا ڪڙن. ٢١. نشان، ڳانون. ٢٢. ماروءَ (مارئيءَ جي مڱيندي) کي. ٢٣. ساهه يا دم ڏيان. ٢۴. پانڌيئڙو، قاصد، نياپا آڻيندڙ نيندڙ. ٢۵. اي عمر (عمر سنڌ جي سومرا خاندان جو هڪ حاڪم هو جيڪو مارئيءَ کي ان جي ڳوٺ ملير مان کڻي ويو هو). ٢٦. معلوم يا دريافت ڪريان، ڄاڃيان. ٢٧. لوءِ، يعني ڳوٺ (ملير) ڏي. ٢٨. پنڌ ڪان، هلڻ ڪان. ٢٩. رنڊئو، روڪئو، سيڙايو، جهلئو (ٿوري دير لاءِ). ٣٠. واٽهڙو، مسافر. ٣١. ڪڄهه. ٣٢. ٻيني. ٣٣. چوي. ٣۴. تي. ٣۵. محلات. ٣٦. (ٻين ماڻهن کي) روڄ راڙي ۾ وجهي. ٣٧. خود پاڻ روئي. ٣٨. رعيت، بادشاهي. ٣٩. سپرد ٿيو، حوالي ٿيو. ۴٠. پالڻهار يعني خدا. ۴١. اي سومرا، اي عمر. ۴٢. ٿنهنجو. ۴٣. ملڪيت، قبضي واري شيءِ. ۴۴. جور سان، زور يا زبردستيءَ سان. ۴۵. زال (نڪاح واري). ۴٦. سک، آرام. ۴٧. ڏوهاريءَ کي سزا طور اڄلي مارڻ لاءِ پالن لڳل ڪاٺ جي چوڪٺ. ۴٨. اسان سُئي، اسان ٻڌي. ۴٩. نيرن ۾ (قيد). ۵٠. عورت.

پَانڌي[1] پَنوهَارَنِ[2] جو، ڪَالَهہَ[3] نہ آيو ڪوءِ،
سَارِئو[4] سَانبِيَڙَنِ[5] ڪي، رُوحُ[6] مُنهِنجو روءِ[7]،
وَطَنُ[8] جَنِ وِسَارِئو[9]، حَيفُ[10] تَنِ کي هوءِ[11].

١. قاصد، ريبارو، نياپا آڻيندڙ نيندڙ. ٢. ٻڪرارن، ڌنارن، ٻڪريون چاريندڙن يا ڌاريندڙن. ٣. گذريل ڏينهن. ۴. ياد ڪرئو، سنڀاليو. ۵. جوڙيوالن، رفيقن، سانبين. ٦. ساهہ، آتما، هنيون، دل. ٧. روئي. ٨. سائيهہ، ڏيهہ. ٩. ياد نہ ڪئو، دل تان لاٿو. ١٠. ميار، ملامت، لعنت، افسوس. ١١. هجي.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر مارُئي

## داستان نائون

### ١

هَن[1] مُند[2] مَارُو[3] سَنِرا[4]، ويڙهيين[5] وَڳَ[6] وارين[7]،
چَڄين[8] چيڪارئو[9] چيلڙا[10]، پَٽين[11] پَهرائين[12]،
نين[13] مُنهنجا اُن ڪي[14]، جَهجهو[15] جَرُ[16] هَارين[17]،
تَاڙا[18] تَنوارين[19]، مِينهَن[20] وَسَندا[21] موٽ[22] تُون[23].

### ٢

هَن مُند مَارُو سَنِرا، ڪَائُر[24] ۾ خُوشحَالَ[25]،
سَائُون[26] سِيارچ[27] مَڪڙي[28]، جيڏيون[29] آڻين جَالَ[30]،
اُتَان[31] اوٺي[32] آيو، ڪَهِي[33] مُون وَٽ ڪَالهَه[34]،
سَتيءَ[35] جي سيد (رح) چَئي، ڪا ساڻيهه[36] مَنجهه سَنيالَ[37]،
لِڱن[38] تَان لَطيفُ (رح) چَئي، لوئي[39] لاهه مَ لالَ[40]،
پَلو[41] ڪَندو پَالَ[42]، مِينهَن وَسَندا موٽ تُون.

---

١. يعني هلندڙ. ٢. (مينهن جي) مند ۾، موسم ۾، رت ۾. ٣. مارئيءَ جا مائٽ. ۴. سرها، خوش. ۵. ويڙهين ۾، جهنگن ۾. ٦. (چوپائي مال جا) ڌڻ، ولر. ٧. وراڻين، ڦيرائين، چارين. ٨. چرن مان، ترائين مان، هيٺاهين زمين مان. ٩. "چي چي" جي آواز ذريعي هڪليو (چي جي جو آواز چوپائي مال کي پاڻيءَ ڏانهن سڏڻ لاءِ ڪبو آهي). ١٠. ٻاڪري مال جا نروتا ڦر ٻر هتي مراد ٿيندي ٻڪريون. ١١. پٽن ڏانهن، ميدانن ڏانهن. ١٢. (چارڻ لاءِ) ڪاهيو وڃن. ١٣. اکيون. ١۴. لاءِ. ١۵. گهڻو. ١٦. پاڻي يعني ڳوڙها يا لڙڪ. ١٧. ڳاڙين، وهائين. ١٨. هڪ قسم جا پکي جي مينهن جي مند ۾ ظاهر ٿيندا آهن ۽ سموريءَ مند ۾ تنواريندا رهندا آهن. ١٩. ٻولين. ٢٠. برساتيون. ٢١. وسڻ وارا آهن. ٢٢. واپس ٿيءُ. ٢٣. مارئي کي خطاب. ٢۴. ٿر علائقي جي اتر طرف واري حصي ۾ هتي مراد ٿيندي سڄي ٿر. ٢۵. سکيا، آسودا. ٢٦. هڪ قسم جو گاهه. جنهن جو ان ٿر جا ماڻهو گڏ ڪري رکندا آهن ۽ ڏڪار جي وقت ڪائيندا آهن. ٢٦. برسات جي پاڻيءَ تي ٿيندڙ هڪ قسم جي ول جيڪا ٿري ماڻهو ڀاڄيءَ طور استعمال ڪندا آهن. ٢٨. هڪ قسم جو گاهه. ٢٩. ساهيڙيون، سرتيون. ٣٠. گهڻي انداز ۾. ٣١. يعني ٿر ڪان. ٣٢. قاصد (اُٺ تي چڙهي). ٣٣. پنڌ ڪري (اُٺ تي). ٣۴. گذريل ڏينهن. ٣۵. ستيا وان، پاڪدامن (مارئيءَ). ٣٦. وطن. ٣٧. يادگيري. ٣٨. عضون يعني بدن. ٣٩. ڪٿي، اُن يعني رڍن جي وارن مان نهيل چادر. ۴٠. هڪڙي معنيٰ ٿيندي ڳاڙهي رڱيل ۽ ٻي معنيٰ ٿيندي اي لال يعني سهڻي عورت مارئي. ۴١. پلائي ڪندڙ، ڍٽي، خدا. ۴٢. مهربانيون، نوازشون، احسان.

### ۳

هِنَ[1] مُندَ[2] مَارُو[3] سَنرا[4]، ڍِنگهَرَ[5] ڍارَ[6] رَهَنِ،
پَاڻي پوجَ[7] پَٽَنِ[8] ۾، پَکي[9] پَاند[10] پِيَنِ،
هِنَ[11] کي لوهَہ[12] لطيف چئي، هُوءِ[13] کائُر[14] مَنجهہ کلَن[15]،
کاٺُونبا[16] کاجَنِ[17]، مِينهَن وَسَندا[18] مُوٺ[19] تُون[20].

### ۴

هِنَ مُندَ مَارُو سَنرا، سَاٺيهَ[21] مَنجهہ سُڌيرَ[22]،
هِنَ کي لوهَہ لطيف چئي، کونيَنِ[23] اَندَرِ[24] کيرَ[25]،
مِهَا[26] مَنجهہ مَليرَ[27]، مِينهَن وَسَندا موٺ تُون.

### ۵

هِنَ مُندَ مَارو سَنرا، جِيَائي[28] جَالِينِ[29]،
چَارِئو[30] لَنبَ[31] لطيف چئي، واگهيِن[32] وهَارِينِ[33]،
کيتَائِينِ[34] کَاهِينِ[35]، مِينهَن وَسندا موٺ تُون.

### ٦

مَارُوءَ[36] پَاسِ مَليرَ[37] ۾، شَالَ[38] هَميشَہ[39] هُئَان[40]،

---

۱. يعني هلندڙ يا روان. ۲. مند ۾. موسم. يا رت ۾. ۳. مالوند ماڻهو يعني مارئيءَ جا مائٽ. ۴. خوش. ۵. ڍنگهر (ڪنڊن واري يعني خاردار وڻن جي تارن جي گهر کي چوڌاري ڌنل لوڙهي) جي. ٦. ڍار ۾. پناهہ ۾. حفاظت ۾. ۷. گهڻو. ۸. ميدانن ۾. ۹. پکي جي. ڪکن ڪانن جي ٺهيل جهوپڙي جي. ۱۰. پرسان. ويجهو. پکي جي ڊيگهہ جيتري مفاصلي تي. ۱۱. يعني مارئيءَ کي. ۱۲. زنجير (لوهہ جا ٺهيل). ۱۳. يعني مارو. ۱۴. ٿر علائقي جي اتر طرف واري حصي، پر هتي مراد آهي سڄي ٿر. ۱۵.خوش ٿين. ۱٦. هڪ قسم جا جهنگلي ميوا. ۱۷. ڪاڌا پيا وڃن. ۱۸. وسڻ وارا آهن. ۱۹. واپس اچ. ۲۰. مارئيءَ کي خطاب. ۲۱. وطن. ڏيهہ. ۲۲. ٻود ۾. خوش. آسودا. آنند ۾. ۲۳. قيدخاني جي صفن ياڪمرن. ۲۴. ۾. ۲۵. ڪلا (قيدين کي جڪڙڻ يا ٻڌڻ لاءِ). ۲٦. ميها. ٻاڇيءَ جو هڪ قسم. ۲۷. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو. ۲۸. جيائي ۾ (جيائو هڪ تڙ يعني مڪان جو نالو آهي. هيءُ تڙ ڪيري تعلقي ۾ هنگورني ڳوٺ جي اتر ۾ اٽڪل چئن پنجن ميلن جي مفاصلي تي آهي). ۲۹. گهارين. گذارين. زندگي بسر ڪن. ۳۰. (چوپائي مال کي) ڪارايو. ۳۱. هڪ قسم جو گاهہ. ۳۲. واگهين ۾ (واگهيون بہ هڪ تڙ جو نالو آهي جو جيائي تڙ کان اٺ ميل پري آهي). ۳۳. تر سائين. ۳۴. ڪيتائي (هڪ تڙ جو نالو) ڌانهن. ۳۵. (چوپايو مال) ونئو وڃن. ۳٦. مارئيءَ جي مگيندي. ۳۷. وٽ. پاسي ۾. ۳۸. شل. خدا ائين ڪري تہ. ۳۹. سدائين. ۴۰. هجان.

پيرين[1] تِنهِن[2] پُئان[3]، نَي[4] وِهاڻيءَ[5] نُور[6] سين.

**۷**

مَارُوءَ[7] پَاسِ[8] مَليرَ ۾، ڏوئِي[9] مُر[10] مَران[11]،
پَاڻي وارِي پَانهِنجو[12]* ، وِندَڙِبائِي[13][14] وَران[15]،
تُورو[16] مَنجِهہ تَران[17]، لَڳِي[18] لُوورِيَاڙِين[19].

**۸**

هَڏِ نہ پَڙان[20] هيکِڙِي[21]، تُوري تَرَ[22] جَايُن[23]،
مُون کي مَارُوئَڙِن[24]، ميرِي[25] کَري[26] نہ مَتِئو[27].

**۹**

تُورا مَنجِهہ تَرَنِ، مُون سين مَارُوءَ جي کِئا،
عُمَرَ[28] اُنِ ڳُڻَنِ[29]، آئُون کِيئَن لوئِي لاهِيان[30].

**۱۰**

تَاجَا[31] تَرَ[32] پَرَ[33] جَهَلَ[34]، پِپُون[35] پَائُرَ وَٽ[36] ۾،
سيئي سَارِئو سُومَرا، اَچِي آبُ اُچَلَ،
تَنِ سَانبِيَن[37] وڏَم[38] سَلَ[39]، ڏَني جَن ڏِينهَن ٿِئا.

۱. پيرن تي، قدمن تي، ۲. تنهنجي، ۳. پوان، هٿ رکان، ۴. رات، ۵. گذرڻ بعد، پوري ٿيڻ بعد (ني وهاڻيءَ = فجر يا پرهہ ڦٽيءَ جي مهل)، ٦. اکين يعني نيڻن سان پيرن پوان، ۷. مارئيءَ جي مڱيندي، ۸. وٽ، پاسي، پر ۾، ۹. پاڻيءَ سان صاف کري، ۱۰. (بدن تي چڙهيل) مٽي يا ميل، ۱۱. دم ڏيان، ساهہ ڏيان، حياتي گذاري پوري کريان، ۱۲. (بدن تي) ورائي، يا وجهي، ۱۳. يعني پنهنجي وطن جو *وطن جي پاڻيءَ سان وهنجي، ۱۴. وجڻ سان ٿي، جلدئي، ۱۵. موٽان، واپس اچان، ۱٦. احسان، ۱۷. ٿرن (مارئيءَ جي ملک)، ۱۸. ٿئي، ۱۹. لوورياڙين تي، لوءَ يعني ڳوٺ جي ويٺل عورتن تي يا لوئي يعني کٽي ڏکيندڙ عورتن تي، ۲۰. اصل بنهہ، ۲۱. برابر ٿيان، ۲۲. ٿر ۾، ۲۳. جايل يا پيدا ٿيل عورتن جي، ۲۱. مارن، مالوند ماڻهن (مارئيءَ جي مائٽن)، ۲۵. گدلي، گنهگار، عصمت فروش، ۲٦. سمجهي، ۲۷. نظرانداز کئو، وسارئو، ۲۸. اي عمر، ۲۹. ڳڻن سبب، ٿورن يا احسانن جيکري، ۳۰. مٽي تان هٽايان يا پري کريان، ۳۱. هک قسم جي گاهہ جا ٻوٽا جن جي پاڙن ۾ بصر جهڙيون ڳنڍيون ٿينديون آهن جيکي ٻار کائيندا آهن، ۳۲. ٿر جي، ۳۳. پر ۾، پاسي ۾، ۳۴. پرسان، پاسي ۾، ۳۵. کنڊين جي ننڍن وڻن يعني ٻوٽن جي پاڙن ۾ پيدا ٿيندڙ چونئرن جي ڦرهين يا کنڊين جي سگرن نموني هک ذات جو قسم جيکو ذائقي ۾ کٽو ٿئي، ۳٦. پر، کناري، کَس، ۳۷. جوڙيوالن يا رفيقن، ۳۸. مون کي وڌا، ۳۹. (دل ۾) ٺنگ، زخم، سوراخ.

## ١١

نَہ پُلڪار[1] نَہ پُلَ[2]، نَہ ڪو رائُرُ[3] ڏيھَہ ۾،
آڻئو وِجَھن آھُربن[4]، روزِئو[5] رَتا[6] گُلَ[7]،
مَ[8] ارُو پَانِ[9] اَمُلَ[10]، مَليرون[11] مَرَڪُٽو[12].

## ١٢

پَاٽَھين[13] پَچِي[14] پِيُون، رءَ[15] واھيَت[16] رءَ واڙِ[17]،
جُوءِ[18] ڪُشَادي[19] جيڏيين[20]، مَلير مُوڪَ[21] مُھاڙِ[22]،
اُت[23] اَباڻا[24] جنهن جا، سَا مَاڙِيءَ[25] مُورِ[26] مَ چَاڙِھ[27]،
جي اُڪَنديون[28] آراڙِ[29]، لُوھَ[30] تَني ڪي لاھِيين.

## ١٣

لوھَ جَا پُونِ[31] لَھِي، نِيَرُ نَہ لَھِي نِينھَن[32] جو،
ڪُنجيون جي قُفلَن[33] جُون[34]، سيٽَن[35] ھَٿ[36] صَحِي[37]،
وِئَڙا[38] راڄ رَھِي[39]، مَاڳو[40] مَاڳِ مَلير ۾.

## ١٤

لوھَ جَا لَھِي وِئَا، نِيَرُ نَہ لَھِي نِينھَن جو،

---

١. ڊپ، خوف، ڌهڪار، ٢. ڏوهہ، جرم، پاپ، ٣. ڍل، ڏن، محصول، سَنگ (جيڪو بادشاهہ پنهنجي تابع ملڪن يا سردارن کان وصول ڪري)، ۴. آهرن ۾، (چوپائي مال جي چاري يا گاهہ وجهڻ لاءِ) ٺڪر جي ڪونارن ۾. ۵. (وٽن جي ٽارين مان) چنيو، پٽيو، ٦. ڳاڙها، لالَ، ٧. ڦلَ، ٨. مالوند ماڻهو (مارئيءَ جا مائٽ)، ٩. خود، پنهنجي سر.١٠. بي بها، لاثاني، ١١. انهن جو (ملڪ) ملير، ١٢. ڀهڪندڙ، آسودو، ١٣. خود بخود، ١۴. لاباري يعني ڪٽائيءَ لائق (مارن جون) پوکون، ١۵. ڪان سواءِ، ١٦. نگهبانيءَ، رکواليءَ، ١٧. پوک جي يا وٽڪار جي حفاظت لاءِ ان جي چوڌاري ڏنل ٻير وغيره وٽن جي ٽارين يعني ڍنگهرن جي لوڙهي، ١٨. زمين، ملڪ، علائقو، ميدان، ١٩. ڪليل، وسيع، خلاصي، موڪري، ٢٠. جيڏين کي، ساهيڙين کي، سرتين کي، ٢١. ويڪريءَ، ڪشاديءَ، ٢٢. مهاڙ سان، مهاڳ سان، آڳي سان، ٢٣. يعني ملير ۾، ٢۴. مائٽ، عزيز، ٢۵. ماڙيءَ تي، محلات تي، ٢٦. اصل، بنهہ، ٢٧. وٺي وڃ، ٢٨. اڪنديل، واجهائيندڙ، سڪندڙ، ٢٩. آراڙ کي، وطن، برسات تي اپريل پوک يا ساون گاهن واري ميدان کي، ٣٠. (لوهہ مان ٺهيل) زنجير، نير، ٣١. پوَنِ، ٣٢. محبت، پيار، سڪ، ٣٣. چاٻيون، ٣۴. (نينهن جي قيدخاني جي) ڪلفن يا تالن، ٣۵. سيڻن جي، سڄڻن جي، ٣٦. هٿ ۾، قبضي ۾، ٣٧. سچ پچ، حقيقت ۾، ٣٨. ماڻهن جون قومون، ماڻهن جو وڏو تعداد، ٣٩. ساڪن تي، حياتي گذاري، ۴٠. ماڳو ماڳ، هر جاءِ تي، هر هنڌ تي، هر ماڳ تي.

مَارُوئَڙَنِ[1] ڌارانِ[2] مَاڙِيِنَ[3]، ڏُهَلا[4] ڏِينهَنِ ٿِئَا،
ڏِيهِي[5] ڏُورِ[6] وِئَا، ڏِيَانِ ڏوراپو[7] کَنِ کَي.

۱۵

نِيَرُ[8] نَہ لَهي نِينهَنِ[9] جو، لَهي وِئَا لوهَہ[10]،
اَندَرَ[11] جَا اَندوهَہ[12]، لَٿَا[13] ڏُکَ[14] سُکَ[15] ٿِئَا.

۱۶

جيکَسِ[16] کَي[17] کِئَامِ[18]، اوگُڻَ[19] اَباڻَنِ[20] سين،
تيلاهِين[21] ٿِئَامِ[22]، سُکِنَئُون[23] سُورَ[24] گَهڻَا.

وائي

تَان تُون پَرِ[25] پُروڙ[26]، لَذَّتُ[27] ضَرُورِ[28]،
سُومَرا[29] سِيلُ[30] مَ[31] پَيَج[32] سَتَنِ جو،
ڏِينهَن ڏُهَلا پَانِيَانِ[33]، پَهسَ[34] پِرِيَانِ[35] جي پُورِ[36]،
اُپِي[37] اَرداسُون[38] کَري، حَمِيراڻي[39] حُضُورِ[40]،
مُون[41] کَي وِيلَ نَہ وِسَرِي[42]، مَارُوءَ[43] سَندي[44] مُورِ[45]،
سَانبِي[46] سَارِئَمِ[47] سُومَرا[48]، ڏِيهِي وِئَڙا ڏُورِ.

---

۱. مالوند ماڻهن (مارئيءَ جي) مائٽن، ۲. کان سواءِ، جدا، ۳. ماڙين ۾، محلاتن ۾، ۴. ڏکيا، مشڪل، ۵. ڏيهہ جا ماڻهو، ڳوٺ يا وطن جا ماڻهو، هم وطني، ٦. پري، ۷. اوپالو، دانهن، ۸. زنجير، ۹. محبت، سڪ، ۱۰. لوهہ جا نير، ۱۱. دل، قلب، ۱۲. فڪر، ڳڻتيون، ۱۳. ختم ٿيا، ۱۴. تڪليفون، ۱۵. فرحتون، آسائشون، ۱٦. شايد، ۱۷. ڪجهہ، ٿورا گهڻا، ۱۸. مون ڪيا آهن، ۱۹. مدايون، بُرايون، ۲۰. مائٽن، ۲۱. تنهن ڪري، ۲۲. مونکي ٿيا آهن، ۲۳. سکن کان، ۲۴. ڏک، ۲۵. ريت، رمز، مام، ۲٦. سمجهہ، ۲۷. هن دنيا مان لذتو آهي يعني مرڻو آهي، ۲۸. اَوَس، اڻ ٽر، ۲۹. اي سومرا، ۳۰. ست، عصمت، پاڪدامني، ۳۱. توڙ، ۳۲. سيلوانن يا پاڪدامن عورتن، ۳۳. سمجهان، محسوس ڪريان، ۳۴. زوردار، ڏاڍي، ۳۵. پرينءَ، محبوب، ۳٦. پورَ ۾، فڪر يا ڳڻتيءَ ۾، ۳۷. بيٺي، ۳۸. منٿون، سوال، عرض، گذارشون، ۳۹. حميرن جي، اميرن (عمر) جي، ۴۰. حضور ۾، اڳيان، روبرو، ۴۱. مهل، گهڙي (ملاقات جي)، ۴۲. دل تان لهي، ۴۳. مارئي جي مڱيندي، ۴۴. جي، ۴۵. اصل، بنهہ، ۴٦. جوڙيوال، رفيق، ساٿي، ۴۷. مون سارئيا، مون ياد ڪيا، ۴۸. اي سومرا.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر مَارُئي

## داستان ڏهون

### ۱

چُرَنِ[1] چُٽڪَنِ چِتَ ۾، وِسِرَنِ[2] ڪِينَ[3] وَرِي[4]،
گُنّا[5] عَهدَ[6] اَلَستَ[7] جي، ڪِ[8] تِهائِين[9] پَري[10]،
لَم يَلِد وَ لَم يُولَد*، مَارُئِي ڪِيئَن[11] ڪَري،
اَجُ ڪِ ڪَالَهه[12] مَري[13]، سَارِئو[14] سَانبِيڙَنِ[15] ڪي.

### ۲

چُرَنِ چُٽڪَنِ چِتَ ۾، وِسِرَنِ ڪِينَ وَرِي،
جَنِ تي پَيِي[16] پِيَارئو، مَنجهَان سِڪَ[17] سَري[18]،
پُسِيءَ[19] پَاندُ[20] پَري[21]، مَان[22] نَہ فَاتِحَا[23] ڪَنِ فَقِيرِ[24] جي.

### ۳

چُرَنِ چُٽڪَنِ چِتَ ۾، وِسِرَنِ ڪِينَ وَرِي،
تَنِ وَنهِيَن[25] ويڙهِيچَنِ[26] جي، سِٿَائي[27] سَري[28]،

---

۱. هُرن، چت يعني دل تي تريو اچن، دل ۾ وسن يا ڪُڪن، ياد بون، چُٽڪن. ۲. دل تان لهن. ۳. ڪجهہ بہ نہ. ۴. سري، ملي، حاصل ٿئي، پڙ پئي. ۵. ڪَنان، ڪان وٺي. ٦. واعدي، انجام. ۷. خدا تعاليٰ جو روحن خلقڻ مهل انهن کان ڪيل سوال "الست بربڪم" يعني ڇا آئون نہ اهيان اوهان جو رب، جي وقت ڪيل. ۸. يا. ۹. تنهن کان. ۱۰. اڳي *هو يعني خدا نڪي ڄڻي ٿو نڪي ان کي ڪنهن ڄڻيو آهي (قرآن شريف جي سوره اخلاص جي آيت ۳). ۱۱. ڇا. ۱۲. سڀاڻي. ۱۳. ساهہ يا دم ڏي. ۱۴. ياد ڪريو. ۱۵. جوڙيوالن، رفيقن. ۱٦. پَيَ ڪي، محبوب ڪي. ۱۷. سڪ جي، پيار جي، محبت جي. ۱۸. شراب، مَي. ۱۹. پُسيءَ جو، ڪرڙ جي وڻن جي گلن جو. ۲۰. پَلَوَ، جهولي. ۲۱. پُر ڪري. ۲۲. مان نہ = من، شل. ۲۳. فاتحا ڪن = مري وڃڻ کانپوءِ منهنجي روح کي ثواب پهچائڻ لاءِ قرآن شريف جي سورَتَ فاتحه پڙهن (سنڌ ۾ ميت کي دفن ڪري قبرستان کان نڪري فاتحا پڙهبي آهي ۽ پوءِ ڪجهہ ڀڳڙا يا ڪشمش يا بسڪيٽ وراهيا آهن. جيئن تہ مارئيءَ جا مائٽ غريب هئا ان ڪري چوي ٿي تہ ڀڳڙن وغيره جي بدران پُسي وراهجو). ۲۴. مسڪين، غريب (مارئي). ۲۵. آسودن، سکين ستابن. ۲٦. ويڙهہ يعني جهنگ ۾ رهندڙن، جهانگين، مارن، مارئيءَ جي مائٽن. ۲۷. پريشان يا حيران ڪٺي. ۲۸. سڪ، محبت.

ٿَرَ[1] ۾ ٿوڪَ[2] ڌَرِي[3]، اُنِي[4] وِئَڙا اُڪِري[5].

۴

چُرَنِ چُٽِڪَنِ[6] چِتَ ۾، گهارِينِ[7] مَٿِي[8] گهَٽَ[9]،
ڪِهَ[10] مانڌانُو[11] مَڪِٽِي[12]، ڍوئِينِ[13] پاسِي[14] ڍِٽَ[15]،
پَنُوهارَ[16] ڪِي[17] پَڪَڙِينِ[18]، وَڃِي ڪَرِيانِ وَٽَ[19]،
سَاٽِيهَ[20] سامُهِينِ[21] سَٽَ[22]، ڪَنديَسِ[23] پِڃِي[24] ڪَڙَنِ[25] ڪِي.

۵

چُرَنِ چُٽِڪَنِ چِتَ ۾، سَدا[26] مَنجهه سَرِيرَ[27]،
لَڏِي[28] ڪَنهِن[29] لوءِ[30] وِئَا، مَارُو[31] مَنجهه[32] مَلِيرَ[33]،
وِينِي پُوڄِئَان[34] پِيرَ[35]، مَانَ[36] نَه مِلَنِمِ ڪَڏهِينِ[37].

٦

چُرَنِ چُٽِڪَنِ چِتَ ۾، سَڄَڻَ[38] سَدائِينِ[39]،
عُمَرَ[40] سُڻَانَ[41] مَ اُنِ جِي، نَبَرُ[42] نَلائِي[43]،
مُون ڪِي مِلائِينِ، مَارُو[44] جَامُ[45] مَلِيرَ جو.

---

١. ريگستان (مارئيءَ جي مائٽن جي ملڪ)، ٢. شيون، سامان سڙو، ٣. رکي، ڇڏي، ۴. اُني ڏانهن، مينهن وسڻ واري هنڌ ڏانهن، ۵. نڪري، ٦. چٽڪن، چت يعني دل تي چڙهن يا تربيو اچن، دل ۾ وسن، ڪُڪن، ياد پون، ٧. رهن، گذارين، ٨. تي، ٩. رستي، گس، وات، ١٠. گاهه جو قسم، ١١. گاهه جو قسم، ١٢. گاهه جو قسم، ١٣. ڪٺيو يا ميڙيو گڏ ڪن، ١۴. ۾، ١۵. ٿر علائقي جي هڪ حصي جو نالو پر هتي مراد ٿيندي سڄي ٿر، ١٦. پنوهارن، ٻڪرارن، ٻڪريون چاريندڙن يا ڌاريندڙن، ١٧. جي، ١٨. پڪڙن ۾، پکن ۾، جهوپڙن ۾، ١٩. ڪريان وٽ، مُندَ جا نوان پيدا ٿيل ميوا يا اناجَ ڪان يا واپريان، ٢٠. وطن، ڏيهه، ٢١. ڏانهن، ٢٢. لوهه، ڪاهه، ڊوڙ، ٢٣. آئون ڪندي، ٢۴. توڙي، ٽڪر يا پرزا ڪري، ٢۵. زنجيرن، ٻيڙين، ٢٦. هر وقت، ٢٧. تن، دل، قلب، ٢٨. نقل مڪاني ڪري، سامان سڙو کڻي، هجرت ڪري، ٢٩. ڪنهن ٻي، ٣٠. لوءِ ڏانهن، ڳوٺ يا ملڪ ڏانهن، ٣١. مالوند ماڻهو، مارئيءَ جا مائٽ، ٣٢. منجهان، مان، کان، ٣٣. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو، ٣۴. پيٺيان، ساريان، ٣۵. ولي، اولياءَ، اهل الله (پوڄئان پير = درويشن ۽ بزرگن جون زيارتون ڪريان ۽ دعائون گهران)، ٣٦. مان نه = شل، خدا ايئن ڪري، ٣٧. مون کي ملن يا گڏجن، ٣٨. محبوب، پيارا، پرين، ٣٩. هميشه، ۴٠. اي عمر، ۴١. ٻڌان، ۴٢. هيٺي، ٿوري، ۴٣. گلا، نندا، گهٽتائي، ۴۴. مارئيءَ جو مڱيندو، ۴۵. سردار.

## ۷

چُرَنِ[1] چُٽڪَنِ چِتَ ۾، هِينئَڙي[2] نِتُ[3] هُرَنِ،
لَيسَ ڪَمِثلِهِ شَيءُ*، پَسَنُ[4] ايءُ[5] پِرِيَنِ[6]،
پَڪا[7] پَنوَهارَن[8]، نَبِيئِي[9] اَڏِئا[10] نانهِن[11] ۾.

## ۸

چُرَنِ چُٽڪَنِ چِتَ ۾، هُرَنِ مَنجِهه هيِينِ،
لُطفُ[12] تِنئو لطيِف چَئي، مِهرَ[13] ڪَيِّ[14] مِيِين،
ڏُڪيءَ[15] ڪي ڏِيِين[16]، سَراهِيُون[17] ساٿِيهَه[18] جُون.

## ۹

چُرَنِ چُٽڪَنِ چِتَ ۾، هُرَنِ مَنجِهه هنيَانِ[19]،
ڪَدُ بَندِياٿِي[20] بَندَ[21] مانِ، مُتَوَڪَلَ[22] ڏي مِيَانِ[23]،
وَجِي ڏيهِه[24] ڏِيانِ، ڪِيرُونِ[25] ڪَتيرِنِ[26] ڪي.

## ۱۰

چُرَنِ چُٽڪَنِ چِتَ ۾، رَهِئَا[27] اَندَرِ[28] رُوحَ[29]،
اُني وِئَڙا اُڪِري، مارُو[30] مَتي مُوهَه[31]،

---

۱. چٽڪن، هرن، چت يعني دل تي چڙهن يا ترپو اچن، دل ۾ وسن، ڪڪن، ياد پون. ۲. هينئڙي ۾، هنيين ۾، دل ۾. ۳. هر وقت، هر گهڙيءَ * ڪابہ شيءِ هن (خدا) جهڙي نہ آهي (قرآن شريف جي سورت شوري جي آيت ۱۱). ۴. ڏسڻ، ديدار. ۵. انهيءَ نموني يا طرح. ۶. پرين جو، محبوب جو. ۷. ڪکن ڪانن جا نهيل گهر، جهوپا. ۸. پکران، پکريون ڏاريندڙن يا چايندڙن، مارن، مارئيءَ جي مائٽن. ۹. ڪني. ۱۰. جوڙئا، ٺاهيا. ۱۱. نيستيءَ، عدم، سچ. ۱۲. مهرباني، ٻاجهہ، نوازش، مهر. ۱۳. ڪئي. ۱۴. سردار، مالڪ، خدا. ۱۵. ڏڪايل، سوريتيءَ، تڪليف زده. ۱۶. تون ڏي. ۱۷. خوش خبريون، بشارتون. ۱۸. وطن، ديهہ، ملڪ. ۱۹. هنيين. ۲۰. قيدياڻي. ۲۱. قيد. ۲۲. اجازت، رخصت. ۲۳. اي ميان، اي سردار، اي عمر بادشاهہ. ۲۴. ڏيهہ ۾، ڳوٺ (ملير) ۾. ۲۵. مبارڪون، واڌايون. ۲۶. ڪتي (اُن يعني رڍن جي وارن مان نهيل چادر) ڍڪيندڙن، لوئي ڍڪيندڙن. ۲۷. سمايا. ۲۸. ۾. ۲۹. دل، من. ۳۰. ڏانهن. ۳۱. موهر (ٿر علائقي جي هڪ حصي جو نالو. جيڪو ٿر ۽ ٻکي ميدان جي وچم آهي) مهرائي واري علائقي.

ويرون[1] ولوڙن[2] سنديون[3]، سارئان[4] گھٽو صبوح[5]،
وڙ[6] سي[7] كارا[8] كوھ، سنجئم[9] جي ساٽيھ[10] جا.

## ١١

سنجي[11] سنجي كوھ، ويڙھي[12] وئا ورت،
ميان[13] ماروئڙن[14] جي، ھينئڙي[15] منجھ حيرت[16]،
چٽكن[17] اندر[18] چت[19]، سانبيڙا[20] ساڏوبون[21].

## (١٢)

سنجن ۾ ساڳين[22]، ڏكو[23] نہ ڏين ڏڻ[24] كي،
پايو[25] دوڳ[26] درن[27] ۾، پھون[28] پيارين[29]،
اھڙائي آھين، منھنجا مت[30] ملير ۾.

## ١٣

بير[31] كنيائون[32] بر[33] ۾، پيارين پھون،
سنجن سانيكن[34] تي، وڏيءَ[35] وير وھون[36]،
پايو[37] جر[38] جندن[39] ۾، كوڏان[40] كن كھون[41]،
ڏينھان ڏينھن[42] نئون[43]، مون كي ورھ[44] ويڙھيچن جو.

---

١. مھلون، وقت. ٢. ڏڌ ولوڙيندڙن. ٣. جون. ۴. ياد كريان، سنڀالئان. ۵. صبوح جي وقت، صبوح جي مھل، فجر جي مھل. ٦. بھتر، ڀلا. ٧. لوٽانيل يعني نمكين پاڻي وارا. ڀاڙي پاڻيءَ وارا. ٨. پاڻي حاصل كرڻ لاءِ زمين ۾ كوٽيل اونھيون كڏون. ٩. مون سنجئا (رسن يا نوڙين ۾ ٻڌل ڏول يا ٻوكي ذريعي كوھ مان پاڻي كڍڻ كي سنجڻ چئبو آھي). ١٠. وطن. ڏيھہ. ملك (ملير مارئيءَ جي ڳوٺ). ١١. كوھن جي تري ۾ ٿورڙو بيٺل پاڻي (جيكو آھستي آھستي سمي گڏ ٿيو ھجي) ٿورو ٿورو كري ورتن يعني رسن يا نوڙين جي ذريعي كڍي وري كڍي كري. ١٢. لپيٽي. سميٽي. كٺي. ١٣. اي ميان، اي سردار، اي عمر. ١۴. مارن. مالوندن ماڻھن. مارئي جي ماڻٽن. ١۵. ھنيين. دل. من. ١٦. عجب تيرس. ١٧. ھرن. ياد پون. ككن. ١٨. ۾. ١٩. دل. ھنيين. ٢٠. سانبي. ساٿي. رفيق. جوڙيوال. ٢١. چارين جا وڻ (جن جي ڦر كي پيرون چئبو آھي). ٢٢. چوپائي مال كي ٽوليون ٽوليون كري آھستي آھستي ترتيب وار پاڻي پيارين. ٢٣. تابو. چوپائي مال كي كاڌو يا پاڻي ڏيكاري نہ ڏيڻ واري حالت. ٢۴. وار يا گلي (مال جي). ٢۵. رڪتو. ٢٦. كاٺ جو ٿلھو ٽكر يا بُنڊ. ٢٧. واريءَ جي ڀن ڀٽن يا دڙن جي وچان ويندڙ رستن يا لانگھن. ٢٨. ٻكريون. ٢٩. پاڻيءَ سان سيراب كن. ٣٠. مائٽ. عزيز. اباڻا. ٣١. كوھہ. ٣٢. كوٽيائون. ٣٣. سچ. بريٽ. ريگستان. ٣۴. سٽ پرھہ (ماڻھوءَ جي قد جيتري ماپي كي پُرھہ چئبو آھي) اونھن كوھن. ٣۵. وڏيءَ وير = سوير صبوح جو. ٣٦. عورتون. زالون. ٣٧. وجھئو. ٣٨. پاڻي. ٣٩. كاٺ جي مكڙن يا كجاون (جيكي گڏھن يا ڍڳن تي ركي ٿري ماڻھو انھن تي پري پنڌ كان پاڻيءَ جا دلا ڀري كٽي اچن). ۴٠. كوڏ مان. خوشيءَ يا شوق مان. ۴١. پنڌ. ۴٢. ڏينھان ڏينھن = ھر روز. ۴٣. تازو. ۴۴. درد. غم.

## ۱۴

آڏيءَ[۱] اُٺيَنِ تيِ[۲]، جيلان[۳] پاڻي پاتارَنِ[۴] ۾،
وارُو[۵] ويسَلِيُنِ[۶] کي، ڏينهَان[۷] کو نَہ ڏي،
مُون کَميٽِيءَ[۸] کي، مَتَان[۹] کُوهَہ کَٽِي وِئَا.

## ۱۵

پِنِيءَ[۱۰] تَا پُٽکَنِ[۱۱]، اوڙَکَ[۱۲] اَباڻَنِ[۱۳] جَا،
چَڙهيُون[۱۴] کَٽِئو چوقَرِيُون[۱۵]، سَانِيڪَا[۱۶] سنجَنِ[۱۷]،
تَسِيَارِيُون[۱۸] تَڙَنِ[۱۹] تي، پَايو[۲۰] گَهندَ[۲۱] گهڙَنِ[۲۲]،
سَوِيرِيُون[۲۳] سَهڙَنِ[۲۴]، کِيَ[۲۵] ۾ کَتيرَنِ[۲۶] جُون.

## ۱۶

پُونَ[۲۷] پُٽکو نَہ سُٽِيَان[۲۸]، بُرِي[۲۹] نَہ[۳۰] بَکَرَ[۳۱] دانهَنِ[۳۲]،
مِيَان[۳۳] مَارُوئَڙَنِ جَا، اوٺَا[۳۴] ڏَنِمِ آنهَہ[۳۵]،
جَنِ سَانِيڪَا تي سِنجِئَا، سي ڏَٺِي کِئَڙءِ کَانهَنِ،
پَکَا کَٽِي پَرانهَن، جيکُسِ لَڏِئو لُووَرَبَاڙِيِن.

---

۱. آڏيءَ جي مهل، اڌ رات جي مهل. ۲. ان کري. ۳. چاڪاڻ تہ. ۴. کوهن (پاڻيءَ حاصل ڪرڻ لاءِ زمين ۾ کوٽيل اونهين کڏن) جي ترن. ۵. موقعو، وجهہ، وقت. ٦. غافل يعني سست ۽ دير ڪندڙ عورتن. ۷. ڏينهن جو. ۸. بدبخت، بدڪار. ۹. تان. ۱۰. پنيءَ جي مهل، رات جي پڇڙ يعني ٿرڻ وقت، پوئينءَ رات جو. ۱۱. آهستي آواز ڪن، ڳالهيون ڪن. ۱۲. محفلون، منڊليون، معرڪا، مجلسون، ميڙاڪا. ۱۳. مائٽن. ۱۴. چرِ جا ٻوڪا يعني ڪوس (کوهن مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ). ۱۵. وڏيون، ڪريون. ۱٦. سڻ ٻرهہ (ماٺهوءَ جي قد جيتري ماپي کي ٻرهہ چئبو آهي) اونها کوهہ. ۱۷. (کوهن مان) رسن يا نوڙين بدل چڙهين يا ٻوڪن جي ذريعي پاڻي ڪڍن. ۱۸. اڃايل (ٻڪريون). ۱۹. پاڻيءَ پيڻ جي هنڌن يا جاين، کوهن. ۲۰. وجهئو، ٻڌئو. ۲۱. چڙا، ڪرڪا (پايو گهندِ = آواز يا ٻيڪاٽ ڪئو). ۲۲. اچن، وارد ٿين. ۲۳. ڪنواريون ڇوڪريون. ۲۴. گڏجن، ملن، ميڙاڪو ڪن. ۲۵. خوشيءَ، ٻوڳ بلاس، فرحت، آنند. ۲٦. ڪتي يا لوئي (ان يعني رڍن جي وارن مان ٺهيل چادر) ڍڪيندڙ عورتن. ۲۷. پوڻ جو، پوٺيءَ جو. کوهہ مان آساني سان، ٻوڪن ذريعي پاڻيءَ ڪڍڻ لاءِ ان جي ڪپ تي ڪتل ڪاٺ جي ٻيلنگ (ڪُهڙ) جي لوهي سرائيءَ ۾ پيل ڪاٺ جي چرخيءَ يا ڦرٽيءَ جو. ۲۸. آواز. ۲۹. ٻڌان. ۳۰. ٻڌڻ ۾ اچي. ۳۱. ٻڪر جي يعني ٻاڪري مال جي. ۳۲. ٻيڪاٽ. ۳۳. اي ميان، اي سردار. ۳۴. خالي. ۳۵. کوهن جي ڀرسان مال کي پاڻي پيارڻ لاءِ ٺهيل حوض.

## ١٧

پِنيءَ جي پوٽَنِ[١]، تَنِ جو پيچَ[٢] پُٽڪو نَہ سُٽان،
سِنجَڻَ واريُون سُتيُون[٣]، وَڃي ويڙهہِ[٤] وَرَنِ[٥]،
پِئَڙا سيتَ[٦] سَڙَنِ[٧]، تَرهَٽي[٨] پِنهي ڪَنڌيَنِ[٩].

## ١٨

سَتيُن[١٠] ڳالِهہِ[١١] سُئي، تَڏهين[١٢] سَرَتَن[١٣] سِنجَڻُ ڇَڏيو،
مَارُيچي[١٤] مَارُيَنِ[١٥]، ڪَڏهين ڪَانَہ هُئي،
عُمَرَ[١٦] آئُون نَہ مُئي[١٧]، اِنَ اوِيَالا[١٨] اَڳَهيَنِ[١٩].

## ١٩

سَپِ نَہ وَڃي سُتيُون، اَڄَا ڪي سِنجَنِ،
پيو[٢٠] سي پَهَرَنِ[٢١]، جي اُڃَائِجي[٢٢] آيُون.

## ٢٠

وَرُ[٢٣] اُهَائي ويرَ[٢٤]، جيئَن[٢٥] ڌَڻُ[٢٦] تَسي[٢٧] تَڙِ[٢٨] آيو،
سَرتيُن ڏُٿُ[٢٩] سَبِيلَ[٣٠] ڪِئو، اَڳَڻِ[٣١] ڊوئي[٣٢] ڍيرَ[٣٣]،
هينئَڙي[٣٤] اُنَ جي هيرَ[٣٥]، تو جهَجي[٣٦] جَهَروڪَنِ[٣٧] ۾.

---

١. پوٽيون ڦيرائين (پاٽيءَ جي پرڻ لاءِ)، ٢. پيچ (پنيءَ) جي مهل. اُسر جي مهل. پرهہ ڦٽيءَ جي وقت، ٣. آرامي ٿيون، ٤. ويڙهہ ۾. جهنگ ۾. ٿر (ملير) ۾. ٥. ورن سان گڏ. مڙسن يا پِتارن سان گڏ. ٦. رسا. نوڙيون. واجهہ. ٧. اُس ۾ سڪن. ڳرن. ناس ٿين. ٨. ترهي جي، کوهہ جي. ٩. ڪنڌين تي، ڪپن تي، پاسن تي. ١٠. ستياوان يا پاڪدامن عورتن. ١١. مقال يا خبر (مارئيءَ جي اغوا جي). ١٢. ٻڌي، ١٣. ساهيڙين. هڪ جيڏين. ١٤. ٿر جي رهاڪو عورت. ١٥. مارُين ۾. محلاتن ۾. ١٦. اي عمر. ١٧. فوت ٿي. مري ويئي. اوِيالن کان. ميهڻن کان. ١٩. اڳي. ٢٠. پاڻي پيو. ٢١. جهنگ ڏانهن وڃن (چرڻ لاءِ). ٢٢. اڃارو يا اڃايل ٿي. پياسو ٿي. ٢٣. بهتر. ڀلي. ٢٤. مهل، وقت. ٢٥. جڏهين. ٢٦. (ٻڪرين جو) ولر. گلو. ٢٧. اڃائجي. اڃارو ٿي.. ٢٨. پاڻيءَ پيڻ واري هنڌ يا جاءِ تي. ٢٩. جهنگ جي گاهہ ۽ وڻن مان پيدا ٿيندڙ اَنُ ۽ ميوو. ٣٠. گهڻو. جهجهو. ٣١. اڳڻ ۾. گهر جي آڳند يا آڳر ۾. گهر ۾. ٣٢. ڪٽي آٽي. ٣٣. ڍڳ. انبار. ٣٤. هينئڙي کي. هنيين کي. دل کي. ٣٥. يادگيري. سڪ چڪ. ٣٦. نجهري. ڳري. بي حال ٿئي. ٣٧. محلاتن. مارُين.

## وائي

روئِندا[۱] رات ڏينهن، هُون ڪي عمر ميان سومرا[۴]،
آئُون بنديائي[۵] بند[۶] ۾، ڪہ[۷] ڪي[۸] بند[۹] پيئا،
عُمر بنديائيءُ ڪي، سُونتا ڪيم[۱۱] سَهَا[۱۲]ءِ،
مارووئَنيُون[۱۳] نِڪري[۱۴]، ٻہ[۱۵] ٿي ٿوڪ[۱۶] ٿيا،
عُمر منڌيا[۱۷] ماڻِرا[۱۸]، مارُو ٿَر[۱۹] ٿيا.

۱. روئيندي، اکين مان لڙڪ وهائيندي. ۲. وهاميو وجي، گذريو وجي. ۳. اي عمر. ۴. سردار. ۵. قيدياڻي. ٦. قيد. ۷. يا. ۸. ڪجهہ. ۹. بند (ٿيل). ۱۰. طعنا، ميهڻا. ۱۱. نہ. ۱۲. سهڻ يا برداشت ڪرڻ جو مقابلو ڪراءِ، ڏيار. ۱۳. مارن ڪان، مالوندن ڪان (مارئيءَ جي مائٽن ڪان). ۱۴. نڪتي، جدا ٿئي. ۱۵. ٻہ ٽي = ڪجهہ. ۱٦. ڳالهيون، وٿون. ۱۷. ڪڙا ڪٽا، جوڙٿا. ۱۸. ڦڏا، منصوبا. ۱۹. ٿر ۾، ريگستان ۾.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُرُ مَارُئي

## داستان ٻارَهون

۱

جَانْ[1] كُو[2] سَتنِ[3] سِيلُ[4]، تَانْ[5] كِينَ وَهَندِيس كُوٽَ[6] ۾،
سِپَ[7] سَمُنديِن[8] سَپَجي[9]، نَديءَ[10] پِيي نَہ نِيرُ[11]،
جِيئَن اُوءَ[12] اَبُرَ[13] آسَري[14]، تِيئَن مُون[15] مَنِ[16] مَلِيرُ[17]،
كَائِرِ[18] پِيَنِ كِيرُ، جِي[19] اَمَانَتَ[20] اُتِ وَجِي.

۲

آهِينِ اَبُرَ آسَري، جَرَ[21] ۾ سِپُون جِيئَن،
كُونجُون[22] سَارِبَنِ[23] رُوهَہ كي، مُون[24] تَنَ[25] اَندَرِ تِيئَن،
هُتَ[26] وَعدا وَجَنَ[27] جَا، هِتَ[28] نَہ پَانِيمُ[29] هِيئَن[30]،
كُونِيِنِ[31] وِهَان كِيئَن، جِي نَظَرَ بَنديَاٽيِ[32] نَہ هُئَان[33].

۳

سِپَ سَمُنديِن سَپَجي، اَبُرَ[34] آسَاروسِ[35]،

۱. جيسنائين. ۲. ڪجهہ، ٿورو گهڻو. ۳. ستين ۾، سيلوان يا پاڪدامن عورتن ۾. ۴. سچائي، پاڪدامني، ست، عصمت (موجود آهي). ۵. تيسنائين. ٦. عمرڪوٽ، عمرڪوٽ جي قيدخاني. ۷. درياءَ جو يا سمنڊ جو هڪ جيت، جيڪو مينهن پوڻ وقت پاڻيءَ جي سطح تي مٿي اچي وات پٽي مينهن جو ڦڙو وات ۾ جهٽي ٻِڪي ويندو آهي ۽ ان ڦڙي مان سچو موتي پيدا ٿيندو آهي، صدف. ۸. سمنڊن ۾. ۹. پيدا ٿئي. ۱۰. نديءَ جو، درياءَ جو، سمنڊ جو. ۱۱. پاڻي. ۱۲. اُها (سپ). ۱۳. ابر جي، مينهن جي. ۱۴. آسري تي، اميد تي. ۱۵. مون کي. ۱٦. من ۾، دل ۾. ۱۷. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو. ۱۸. ڪائرَ ۾ (ڪائر جا ماڻهو) (ٿر جي اتر واري حصي کي ڪائر چوندا آهن پر هتي مراد سڄو ٿر آهي) ڪائر پين کير = ڪائر يعني ٿر جا ماڻهو خوشيون ڪن. ۱۹. جيڪڏهين. ۲۰. حفاظت ۾ رکڻ لاءِ مليل شيءِ (مارئي). ۲۱. پاڻيءَ. ۲۲. روهہ يعني جبل ۾ رهندڙ ڏکيين ۽ سهڻين ڳچين سان هڪ قسم جا پکي جيڪي ولرن جي صورت ۾ سارين جي فصل جي مند ۾ روهہ ڇڏي سنڌ ۾ لاڙ جي طرف ساريون چڳڻ ايندڙيون آهن. ۲۳. ياد ڪن، سنڀالين. ۲۴. منهنجي. ۲۵. دل، من. ۲٦. يعني ملير ڏانهن. ۲۷. انجام، اقرار. ۲۸. يعني قيدخاني ۾. ۲۹. مون پاڻيو، مون سمجهيو. ۳۰. هن نموني يا طرح جي بي جاءِ هلت. ۳۱. ڪوٺين ۾، قيدخاني جي صفن يا ڪمرن ۾. ۳۲. نظربندياڻي= قيدياڻي. ۳۳. هجان. ۳۴. ابر جو، مينهن جو. ۳۵. ان (سپ) کي، آسرو.

بَازُو[1] پِيي نَہ ڀِڙِي[2]، مِنُو[3] مُنهِن[4] لَگُوسِ[5]،
مَاٹِڪُ[6] تَي[7] مِڙِيوسِ[8]، جِيئَن[9] تَنگُ[10] ڪَڍِيائِين تارِ ۾[11].

۴

سِڪو[12] سَپِ سَرَتِيُون[13]، سِپُن مُلا[14] سَبِيلُ[15]،
ٻِئو مَتَائِي[16] نِيلُ[17]، اُپِيُون[18] اَبرُ[19] آسَرِي[20].

۵

سِڪو سِپُن ڪَان، سَرَتِيُون رِيتِ[21] سِڪَڻَ[22] جي،
مَگَنِ[23] جَرُ[24] مَتَان[25]، اوري ڪَنِ[26] نَہ آسَرو.

۶

اُنَّي[27] تَي وَراڻِ، ڪيئَن[28][29] واڌايُون[30] آيُون،
لَتِّي[31] لَوورَبَازِيِن، مِتَنِي[32][33] مُنهَنَ ڪَاڻِ[34]،
صُلُحُ[35] وارئو سُومَرِي[36][37]، چَيو[38] پَنوهَارِنَ[39] پَاڻِ[40]،
حَمِيرَنِئُون[41] هَاڻِ، مُهتُ[42] لَهَندِيءَ[43] مَارِئِي[44].

۷

پَٽَ[45] پُرَائِا[46] وَسَئَا[47]، اَچِي چَيَائُون،

---

۱. سمنڊ جو (کارو يا لوڻاٺيل) پاڻي. ۲. ٻن ٻڙن واري، سپ يعني صدف. ۳. مينهن. ۴. منهن (جو پاڻي) کي، وات کي. ۵. لڳو اٿس، پسند يا وڻندڙ اٿس. ٦. سچو موتي. ۷. تنهن ڪري، ان صورت ۾. ۸. ان کي مڙيو يا مليو يا حاصل ٿئو. ۹. جنهن صورت ۾. ۱۰. لنگهن، اڃ، فاقو. ۱۱. اونهي پاڻي (سمنڊ). ۱۲. ڀرايو، حاصل ڪرئو. ۱۳. اي سرتيون، اي جيڏيون، اي ساهيڙيون. ۱۴. کان. ۱۵. سير، ست، عصمت، پاڪدامني. ۱٦. نظرانداز ڪري، ترڪ ڪري. ۱۷. پاڻي، آب. ۱۸. ٻينيون. ۱۹. ابر جي، مينهن جي. ۲۰. آسري ۾، اميد ۾. ۲۱. طريقو، نمونو، ڀر. ۲۲. انتظار ڪرڻ، تانگهہ ڪرڻ، اوسيڙي ڪرڻ. ۲۳. گهرن، طلبين. ۲۴. پاڻي. ۲۵. آسمان کان. ۲٦. هيٺ (آسمان کان). ۲۷. مينهن وسڻ سان. ۲۸. سرهائي، سڪار، آسودگي. ۲۹. کيئن جون، خير سلامتيءَ جون. ۳۰. مبارڪون، کيرون، خوش خبريون. ۳۱. ختم ٿي. ۳۲. لووربازين تان، لوئي يعني ڪٿي (اُن يعني رڍن جي وارن مان ٺهيل چادر) ڍڪيندڙ عورتن تان، (ٻي معنيٰ ٿيندي) لوءِ يعني ڳوٺ ۾ رهندڙن عورتن تان. ۳۳. سيني. ۳۴. منهن ڪاڻ = ميار، حرف. ۳۵. ٻرچاءُ، ناهہ، راضي نامون. ۳٦. آڇئو، اعلان ڪئو. ۳۷. عمر. ۳۸. ٻڌايو. ۳۹. ٻڪرارن، ٻڪريون ڌاريندڙن يا چاريندڙن، مارن. ۴۰. خود. ۴۱. حميرن کان، اميرن کان (عمر کان). ۴۲. عزت، مان. ۴۳. حاصل ڪنديءَ. ۴۴. اي مارئي. ۴۵. ميدان، پوٺا. ۴٦. جهونا. (گهڻي وقت کان) غيرآباد، ويران. ۴۷. انهن تي مينهن پئو.

ڏَنئُرا[1] پُسِي[2] ڏيهَ[3] ۾، سَامَاڻُون[4] سَائُون[5]،
هِتِ[6] هيڪَلِي[7] آئُون، هُتِ[8] سَڳَرَ[9] سَاهيڙِيُنِ[10] جا.

## ٨

تَنِ وَنهيَنِ[11] وِيڙهيچَنِ[12] ۾، سَدائين[13] سُڪارُ[14]،
چُونڊِئو[15] آئي چَاڙهيُون[16]، سَندو[17] ڏُونرَنِ ڏارُ[18]،
جَنِ جو ويڙهيُنِ سين واپارُ[19]، سي ڏوتِي[20] هُونِ[21] نَه ڏُبِرَ[22].

## ٩

مُون[23] مَاڙيءَ[24] جو سُومَرا[25]، بِنهِي پَارين[26] ڏُکُ[27]،
هِتِ عُمَرَ جو اَهُڪُ[28]، هُتِ مَارُو ڏِينِ مِيهَڻا[29].

## ١٠

اَڇو[30] ڪوٽُ[31] عُمَرَ جو، ڏِسِئو تِي ڏران[32]،
هُتِ پوڄَاڙِيءَ[33] پَتَنِ[34] ۾، چَانگَارِيُنِ[35] چَڙا[36]،
قَادِرَ[37] ڀَڃُ[38] ڪَڙا[39]، تَه مِلان[40] مَارُوئَڙَنِ[41] کي.

## ١١

اَڇو ڪوٽُ عُمَرَ جو، ڏِسِئو تِي ڏران،

١. ڪرڙ جي وڻ جو ڪچو ڦر. ٢. ڪرڙ جي وڻ جا گل. ٣. ملڪ، وطن، ساٿيهہ. ۴. پيدا ٿئو، وڌي وڏو ٿئو. ۵. هڪ قسم جو گاهہ. ٦. يعني عمر ڪوٽ ۾ يا قيدخاني ۾. ٧. اڪيلي، ڇڙي. ٨. يعني مارئي جي ڳوٺ ملير ۾، يا ملڪ ٿر ۾. ٩. ٽولا، جٿا. ١٠. سرتين، جيڏين. ١١. آسودن، سکين ستابن. ١٢. ويڙهين يعني جهنگن ۾ رهندڙن، جهانگين، مارن، مارئيءَ جي مائٽن. ١٣. هميشہ. ١۴. ان ڀاڻيءَ جي گهڻائي، خوشحالي، آسودگي. ١۵. روڙيو، پٽيو (وڻن جا ڦر). ١٦. (وڻن جا ڦل ٽانءَ ۾ وجهي ۽ باهہ جي چلهہ تي رکي) رڌيون، پچايون. ١٧. جو. ١٨. ٽار، ٿلهي ٽاري (جهجها ڏوُرا). ١٩. واهپو، واسطو، لاڳاپو. ٢٠. ڏٽ (جهنگ جي گاهن ۽ وڻن مان پيدا ٿيندڙ ان ۽ ميوي) تي گذران ڪندڙ. ٢١. ٿين. ٢٢. مسڪين، غريب، ڪنگال. ٢٣. مون کي. ٢۴. محلات. ٢۵. اي سومرا، اي عمر. ٢٦. پارن کان، پاس کان. ٢٧. تڪليف. ٢٨. اهنج، آزار. ٢٩. طعنا، اوبالا. ٣٠. سفيد. ٣١. قلعو، ڳڙهہ. ٣٢. ڏچان. ٣٣. ٻوپاڙيءَ جو، شام جو، وچينءَ جي وقت. ٣۴. ميدانن، ٻوٺن. ٣۵. آواز ڪن. ٣٦. چوپائي مال يعني ٻڪرين وغيره جي ڳچين ۾ ٻڌل گهنڊ يا گهنڊڙيون، ڪرڪا. ٣٧. اي قادر، اي قدرت وارا، اي خدا. ٣٨. ٽڪر ڪر، پرزا پرزا ڪر. ٣٩. زنجيرون يا ڳٽ (جيڪي قيدين جي پيرن يا ڳچيءَ وجهبيون آهن). ۴٠. گڏجان. ۴١. مارن.

اَتِمُ[1] سِڪَ[2] سَاڻيهَ[3] جي، وَطَنِ[4] شَالَ[5] وَران[6]،
جي آئُون هِتِ[7] مَران، تَہ نِجَاهُہ[8] مَڙُهُہ[9] مَليرَ[10] ڏي.

١٢

عُمَرَ[11] اَچَائي[12]، توکي تُوڙائين[13] لِکي[14]،
جِيئَن[15] تو سَامَائي[16]، مَامَ[17] نَہ پَڳِي[18] مَارُوئين[19].

١٣

عُمَرَ[20] اَچُو[21] تُون، تِيئَن[22] آئُون مَرَڪَان[23] وِچِ[24] مَارُوئين[25].
مُنهَنُ[26] نَہ مَيرو[27] مُون[28]، سِيلَ[29] تُنهنجي سُومَرا[30].

١٤

سِيلَ ڀَڃَڻَ[31] جي سُومَرا، مُون کي مَتِ[32] مَ آڇِجِ[33] پاڻِ[34]،
گهَٽي تُوري ڏِينهَڙِين[35]، هِتَان وِينديس هَاڻِ،
مَ[36] چُڻِ پوئِمِ[37] ڪَاڻِ[38]، مَهِندان[39] ڪا مَليرَ ۾.

١٥

سِيلَ ڀَڃَڻَ جي سُومَرا، مُون کي مَتِ مَ آڇِجِ مِيرَ[40]،
گهَٽي تُوري ڏِينهَڙِين، وِينديس هُتِ حَمِيرَ[41]،

---

١. مون کي آهي، ٢. خب، اُڪنڊ، اُڪير، ٣. وطن، ڏيهہ، جنم ڀوميءَ، ٤. وطن ڏي، ٥. شل، من، خدا ايئن ڪري، ٦. موٽان، ٧. يعني عمرڪوٽ ۾، ٨. تون نج يا ڪٽي وڃج، ٩. لاش، ميت، ١٠. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو، ١١. اي عمر، ١٢. چڱائي، نيڪي، ١٣. تـوڙ کان، اصل کان، ازل کان، ١٤. نصيب ۾ يعني تقدير ۾ لکيل هئي، ١٥. جاڪاڻ، ١٦. سامائجي، وڏو ٿي، جوان ٿي، ١٧. شرم، لڄ، ١٨. ٽوڙي، لٿي، ١٩. مارن جي، مالوند، ماڻهن جي، جهانگين جي، ٢٠. اي عمر، ٢١. چڱو، نيڪ، ٢٢. تنهن صورت ۾، ٢٣. فخر ڪريان، لاڏ يا ماڻو ڪريان، ٢٤. ۾، ٢٥. مارن، ٢٦. چهرو، مُک، ٢٧. ڪنو، خراب، ناپاڪ، ٢٨. منهنجو، ٢٩. سيل يعني ست يا پاڪدامنيءَ سبب، ٣٠. اي سومرا، ٣١. ٽوڙڻ، ڇڏڻ، ترڪ ڪرڻ، ٣٢. صلاح، ٣٣. ڏج، پيش ڪج، ٣٤. تون خود، ٣٥. ڏينهن ۾ يا ڏينهن ڪانپوءِ (گهٽي ٿوري ڏينهڙين = جلد ئي، ترت ئي)، ٣٦. متان، ٣٧. مون کي ٻوي، ٣٨. ندامت، پشيماني، شرمساري، ٣٩. اڳيان، اڳتي، آئيندي، ٤٠. اي مير اي سردار، ٤١. اي حمير، اي امير، اي عمر.

مَچُڻ[1] مَنجِهہ مَلِيرَ[2]، کَنڌُ[3] مَتَاهُون[4] نہ کَٽَان.

## ١٦

سِيلَ[5] ٻَجَڻَ[6] جِي سُومَرا[7]، مُون کي مَتِ[8] مَ آڇِ[9] مُورِ[10]،
گهٽي تُوري ڏِينهَڙِينِ[11]، وِينديَسِ هُتِ[12] حُضُورِ[13]،
مَچُڻِ تِي مَلُورِ[14]، کَنڌُ مَتَاهُون نہ کَٽَان.

## ١٧

کَندِ[15] لَنگهِيندي[16] کَاڻِ[17]، پِييَمِ[18] پَنُوهَارَنِ[19] سِين،
اُتي جِي عَبدُاللَطِيفُ چَئي، رُنِي[20] سَبِ رِهَاڻِ[21]،
هِنَ هِيٽَائيءَ[22] هَاڻِ، کَنڌُ مَتَاهُون نہ کَٽَان.

## ١٨

مَارُو مِٺَ[23] مَلِيرَ جَا، سَارِئَمِ[24] سَپِيئِي،
حُبُ الوَطَنِ مِنَ الايمَانِ*، اَندَرَ[25] ۾ ايهِي[26]،
پَکَنِ[27] ۾ پيهِي[28]، مَحلَنِ[29] جِي مَرُ[30] ڌُئَان[31].

## ١٩

مَارُو مِٺَ مَلِيرَ جَا، سَبِ پَرکِئَا سُون[32]،

١. مڃان. ٢. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو. ٣. ڳاٽ، ڪرُ. ۴. مٿي، اوچو (ڪنڌ مٿاهون نہ ڪٽان = شرمسار يا لڄي ٿيان). ۵. ست، عصمت، ستيا. ٦. ٽوڙڻ، ڇڏڻ، ترڪ ڪرڻ. ٧. اي سومرا، اي عمر. ٨. صلاح، نصيحت. ٩. پيش ڪج، ڏج. ١٠. بنهہ، اصل. ١١. ڏينهن ۾، ڏينهن ڪانپوءِ (گهڻي ٿوري ڏينهڙين = جلدئي، سنت ئي). ١٢. يعني ملير ۾. ١٣. (ملير جي ماڻهن يعني مارن جي) حضور ۾، سامهون، روبرو. ١۴. ملول، اداس. ١۵. جهوپڙيءَ جي چوڌاري ڍنگهرن جو ڏنل لوڙهو، وطن جا وڻ. ١٦. اورانگهيندي، مٽيندي. ١٧. گتي، غرض، احتياج، لاچاري. ١٨. مون کي پيئي. ١٩. ٻڪرارن، ٻڪريون ڌاريندڙن يا چاريندڙن، مارن. ٢٠. روح راڙو ڪرڻ لڳي، افسوس يا ماتم ڪرڻ لڳي. ٢١. رهاڻ جا ماڻهو، ڪچهريءَ جا ماڻهو، راڄ يا قوم جا ماڻهو. ٢٢. هيٺائيءَ کان، گهٽتائيءَ يا قصور کان. ٢٣. مائٽ، عزيز. ٢۴. مون سارئا، مون سنڀالئا يا ياد ڪئا * وطن يعني جنم ڀوميءَ جي حب يعني محبت ايمان مان آهي (حديث شريف). ٢۵. دل، من. ٢٦. اهڙي (ڳالهہ). ٢٧. ڪکن کانن جي ٺهيل گهرن، جهوپڙن. ٢٨. گهڙي، وڃي، رهي. ٢٩. محلاتن، ماڙين. ٣٠. ميل، گندگي، مٽي. ٣١. صاف ڪريان. ٣٢. اسان يعني مون پرکئا، اسان يعني مون آزمايا.

سَهڪيءَ[1] پانئي[2] سَپڪو، اَهڪيءَ[3] تونهين تون[4]،
مِيان[5] مَتان[6] مون، پُڙو[7] لاهہ[8] مَ پاجهہ[9] جو.

۲۰

مارُو[10] مِٽ[11] مَلير[12] جا، آيا ڪيئي[13] ايندا،
بنديائي[14] بند[15] مان، نماڻي[16] نيندا[17]،
ڏُکيءَ[18] کي ڏيندا، سَراهيُون[19] ساٿيهہ[20] جُون.

۲۱

مارُو مِٽ مَلير جا، رَهيئا[21] راج ڪري[22]،
هنيُون[23] مُنهنجو تن کي، ڏهاڙي[24] ڏري[25]،
مَلير[26] مُنهن ڪري[27]، ويني ڳوڙها[28] ڳاڙيان[29].

۲۲

مارُو مِٽ مَلير جا، رَهيئا راج رهي،
مُنهنجا سيڻ[30] سَيدُ (رح) چئي، ساٿيهہ منجهہ صحي[31]،
وَنيڻ[32] رات[33] وهي[34]، مون تان بند بِداڪئو[35].

---

۱. سِهڪيءَ ۾، آسودگيءَ ۾، خوشحاليءَ ۾. ۲. گهري، پيار ڪري، چاهي. ۳. اهڪيءَ ۾، ڏک ۾، تڪليف ۾. ۴. تونهين تون = صرف تون. ۵. اي ميان، اي الله. ٦. تان. ۷. ڇَٽَ، سايو. پاڇو. (هٽ جي منڍيءَ جي ٽڪ يا ننگ)، هَٽَ، ڍڪَ، پردو. ۸. پري ڪر، هٽاءِ، ڪڻ. ۹. مهر، ڪرم، ديا. ۱۰. مالوند، چوپائي مال جا ڌڻي. ۱۱. مائٽ، عزيز. ۱۲. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو. ۱۳. يا. ۱۴. قيدياڻي. ۱۵. قيد. ۱٦. عاجز، لاچار، مسڪين (مارئي). ۱۷. وٺي ويندا. ۱۸. ڏکايل، سوريتيءَ، تڪليف زدهہ. ۱۹. خوشخبريون، بشارتون. ۲۰. وطن، ڏيهہ، جنم ڀوميءَ. ۲۱. ويٺا. ۲۲. راڄ ڪري = ڀائرن وانگر، ڳوٺ ٻڌي، هڪ ٻئي سان گڏجي، ناهہ ڪري. ۲۳. دل، من. ۲۴. هر روز. ۲۵. رڙي، روئي. ۲٦. ملير ڏانهن. ۲۷. رخ. ۲۸. لڙڪ، آنسو. ۲۹. وهايان. ۳۰. مائٽ، عزيز، سڄڻ. ۳۱. نيڪ، خوشحال. ۳۲. اکين جي تارن يا ماڻڪين. اکين، نيڻن. ۳۳. گذريل رات. ۳۴. روئي. ۳۵. وداع، رخصت، ختم.

## ٢٣

هِڪِڙَنِ سَان هِڪِيُون ڪَرِيِن، ٻِيُون سَاڻُ ٻِئَنِ،
رِڪِئو دَغَا[1] دِلِ[2] ۾، تِلِين[3] سَاڻُ تِئَنِ،
اَڳَ نَہ ڏِٺي اَهَڙي[4]، ڪَا مَنَهِن[5] مَارُوئَڙَنِ[6]،
پَرِبُون[7] پَنوهَارَنِ[8]، جِيڪُسِ[9] مُونهَان[10] پوءِ مَتِيُون[11].

## ٢٤

هِنيُون[12] هيڪُ هو، سو پُرزا[13] ٿي پِئو،
ڪِي[14] ڪيرِيِن[15] ڪِي ٻيرِيِن[16]، ڪِي وَلَهَارَنِ[17] وِئو،
مُنِيءَ[18] مَوتُ[19] ٿِئو، تُون تو سَاهِہ[20] ڳَٽَائِيِن[21] سُومَرا[22].

## ٢٥

هِنيُون هيڪُ هوم[23]، جو مُون ڏِنو پِرِينءَ[24] ڪي،
ٻِئو تَان ڪونَہ ڪِئوم[25]، جو آڇِيَان[26] عَامَ[27] ڪي.

## ٢٦

هِڪَ سِري[28] هِڪُ سَاهُ[29]، ٻِئو نَاهِہ جو ٻِئَنِ[30] ڏِيَان،
جَاٽي[31] هيڪُ اَللهُ، سو تَان ڪيتَ[32] خَرِيدَ[33] ڪِئو.

---

١. دلبو، دولاب، ڪوٽ،ڪپٽ، فريب. ٢. من. ٣. هلين، گهمين، ڦرين. ۴. اهڙي (اڍنگي) حالت. ۵. منهن ۾، ڪکن ڪانن جي نهيل گهر يا جهوپي ۾. ٦. مارن، مالوند ماڻهن، مارئي جي مائٽن. ٧. رسمون، ريتون. ٨. ٻڪرارن، ٻڪريون ڏاينڌڙن يا چارينڌڙن. ٩. شايد. ١٠. مون ڪان. ١١. بدلايون، ڦيرايون. ١٢. دل، من. ١٣. ٽڪر، ذرا. ١۴. ڪجهہ، ڪو ٽڪر. ١۵. ڪيرين (هڪ قسم جي وڻن) ۾. ١٦. ٻيرين (هڪ قسم جي وڻن) ۾. ١٧. ولهارن ۾، ساوڪ وارن، ميدانن ۾، چراگاهن ۾. ١٨. مٺيءَ ڪي، مٺل ڪي، مصيبت ۾ ڦاٿل ڪي. ١٩. مرڻ. ٢٠. زيورن يا ڳهن جا جٽ يا جوڙا، سڄي بدن جا زيور. ٢١. پارائين، مون کي ڏيين. ٢٢. اي سومرا. ٢٣. مون کي هو. ٢۴. محبوب، سڄڻ (مارئيءَ جي مڱيندي). ٢۵. مون ڪئو. ٢٦. ڏيان، پيش ڪريان. ٢٧.عوام، ٻين ماڻهن، لوڪ٢٨ سسي، سِرُ، بدن. ٢٩. دم، پساهہ. ٣٠. ٻئن کي. ٣١. ڄاڻ يا علم رکي. ٣٢. مارئيءَ جي مڱيندي جو نالو. ٣٣. ڳڏو، ورتو.

## وائي ١

مُنهنجو مَنُ[1] مارُوءَ[2] ڏنڙي[3] رَچي[4]،
الاهي[5] عِنايت[6] سين، سيلُ[7] نباهئو[8] سَچي[9]،
ڪندون[10] ڪائي ڪِير سين، مَا[11] رُوءَ رءَ ڪيئن مَچي[12]،
مَتي[13] ماڙيءَ[14] مارُئي، لَيءِ[15] پنوهارن[16] پَچي[17]،
اَچڻُ وَسِ[18] نه مُنهنجي، جي آٿايوس[19] ته اَچي،
ڦوڪَ[20] ڦِڪائي[21] جا ڪئي[22]، ڪُوڙُ[23] ڳالهايو ڪَچي[24].

## وائي ٢

مُنهنجو هينئڙو[25] سَنگهارَن[26] ساري[27]، هُوءِ جي ويجها[28] وَس[29] ڪي،
آءُ حَميرَ[30] پيچُ[31] زنجيرَ[32]، هيئن[33] نه سگهان هت گهاري[34]،
الاهي عِنايت سين، شَلَ[35] ڪينءَ[36] مِڙان[37] ڪيڪاري[38]،
قلبُ مُنهنجو ڪوٽَ[39] ۾، گهايلُ[40] تو گهاري،
مَران شالَ مليرَ ۾، گولُن[41] ساڻُ گُذاري،
پَکو[42] پاٽيءَ[43] وِچ ۾، پاٽي پکي[44] ذاري،
اَمُنَ[45] سان عبداللطيف رح چئي، والي[46] وَطَن[47] واري[48].

---

١. دل، هنيون، قلب. ٢. ماروءَ کي (مارئيءَ جي مگيندي کيت کي). ٣. ڏسندي. ۴. راضي ٿئي، خوش ٿئي، سرچي. ۵. اي الاهي، اي منهنجا الله. ٦. مهربانيءَ، نوازش. ٧. سٽ. پاڪدامني. ٨. توڙ تائين هلائي پورو ڪئو. ٩. سٿياوان يا حق پسند (عمر). ١٠. ڪمند مان نڪتل مٺي رس. مٺاڻ (ڪندون ڪائي ڪير سين = سٺا يا لذيذ طعام ڪائي). ١١. ڪان سواءِ. ١٢. بدن تي گوشت چاڙهي، ٿلهي يا متاري ٿئي. ١٣. تي. ١۴. محلات. ١۵. واسطي، ڪان. ١٦. ٻڪرارن، ٻڪريون چاريندڙن يا ڌاريندڙن. ١٧. جلي، ڪامي (سڪ ۾). ١٨. وس ۾، اختيار ۾. ١٩. اوهين ان کي آٿايو يا وٺي وڃو. ٢٠. ماٺهوءَ جو نالو، جنهن عمر بادشاھ وٽ مارئيءَ جي سونهن جي واکاڻ ڪئي. ٢١. خرابي. ٢٢. ڪئي. ٢٣. جوٺ. الزام تراشي. ٢۴. ڪوڙي، ڪساڪيءَ. ٢۵. قلب، دل، منُ. ٢٦. سنگهارن کي، مالوند ماڻهن کي، مارن کي. ٢٧. ياد ڪري، سنڀالي. ٢٨. نزديڪ، قريب. ٢٩. مينهن وسڻ واري هنڌ جتي ساوڪ يا گاھ هجي. ٣٠. امير، عمر. ٣١. ٽڪر ڪر. توڙ. ٣٢. لوھ جا نهيل نير. ٣٣. هن نموني. ٣۴. گذاري، رهي. ٣۵. خدا ايئن ڪري. ٣٦. ڪينءَ مان، خوشيءَ مان. ٣٧. گڏجان، ملان. ٣٨. ٻليڪار ڏيئي، خوش خيروعافيت پچي. ٣٩. قلعي، قيد. ۴٠. زخميل، فنيل. ۴١. گولاڙن (هڪ قسم جي جهنگلي ميون). ۴٢. ڪکن ڪانن مان نهيل گهر، جهوپو. ۴٣. پکي جي. ۴۴. برسان، پاسي ۾. ۴۵. سلامتيءَ. ۴٦. مالڪ. خدا. ۴٧. وطن ڏي، جنم ڀوميءَ ڏي. ۴٨. موٽائي.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ مارُئي

## داستان ٻارَهون

### ①

سيئي سارِيان[1] سُومَرا[2]، هُو جي مارُو[3] هُئا مَتَ[4]،
پَسان[5] پَنوَهارَن[6] جي سَندا[7] چَونرَن[8] چِتَ[9]،
ڪَرِيان وَلَهارِين[10] وَتَ[11]، وَجي ويڙهيچَن[12] سان.

### ②

سيئي سارِيان سُومَرا، جَن جا ٿَرَن[13] اَندَر[14] ٿاڻا[15]،
چارِيان[16] هُوندَ[17] چَڱا[18] ڪَري، ٻَڪَر[19] ٻاٻاڻا[20]،
جَن جا وارِيءَ[21] وِچاڻا[22]، سي ٿِي سارِيان سُومَرا.

### ③

سيئي سارِيان سُومَرا، جَن جا ٿَرَن[23] آهِين ٿوڪَ[24]،
مُون[25] جيڏِيُون[26] مَلير ۾، ڪِين[27] مَريڙا[28] موڪَ[29]،
جِهجان[30] پَسئو[31] جهوڪَ[32]، تَن وَنهيَن ويڙهيچَن[33] جي.

---

١. سنباليان، ياد ڪريان. ٢. اي سومرا، اي عمر. ٣. مالوند ماڻهو. ۴. مائٽ، عزيز. ۵. ڏسان. ٦. ٻڪرارن، ٻڪريون ڌارينڌڙن يا چارينڌڙن. ٧. جا. ٨. هڪ قسم جا ڪکن جا ٺهيل گهرَ (جي گول ٿين ۽ ڇت قبي وانگر مخروطي ٿيئين). ٩. نمونا، ڍولَ. ١٠. ولهارن ۾، ساوڪ وارن ميدانن ۾، چراگاهن ۾. ١١. ڪنهن ٻہ مند ۾ پيدا ٿيندڙ اناجن ۽ ميون کي پهرئين دفعي کائڻ جو عمل. ١٢. ويڙهہ يعني جهنگ جي رهاڪن، جهانگين. ١٣. رڻ پٽن، واريءَ جي پٽن. ١۴. ۾. ١۵. جايون، مڪان، ماڳ، وٿاڻ. ١٦. گاهہ ڪارايان. ١٧. جيڪر. ١٨. سٺي يا بهتر نموني ۾. ١٩. ٻاڪري مال جا نرينا جانور، ڇيلا (پر هتي مراد آهي ٻڪر توڙي ٻڪريون). ٢٠. ٻاٻاڻن جا، اباڻن جا. ٢١. واريءَ (جي پٽن يعني ڍڙن) ۾. ٢٢. بسترا، هنڌ، ماڳ. ٢٣. ٿرن ۾. ٢۴. ٿاڪ، ڪجهہ ڳوٺن جي آباديءَ وارا وڏا حصا، ڳوٺ، آباديون. ٢۵. منهنجي. ٢٦. هم عمر (عورتون). ٢٧ ڪاٺين، واپرائين. ٢٨. هڪ قسم جي جهنگلي ٻاجيءَ جا ٻوٽا. ٢٩. جامَ، گهڻا. ٣٠. ڳران، نجهران، بي حال ٿيان. ٣١. ڏسئو. ٣٢. وهڻ جي جاءِ، اوطاق، بيٺڪ. ٣٣. سکين ستابن، آسودن، شاهوڪارن.

(۴)

تَـن وَنـهِـيَـن[1] وِيـڙهِـيـچَـن[2] کـي، اُکَـنـدِي[3] آئُـون،
مَـاڻـيَـان[4] هُـونـدَ[5] مَـلِـيـرَ[6] ۾، سَـرَتِـيُـنِ[7] سِـين سَـائُـون[8]،
اَيَـاڳِـي[9] آئُـون، وِبِـنِـي جِـهـجَـان[10] جَـهَـلَ[11] ۾.

(۵)

وِبِـنِـي جِـهـجَـان جَـهَـلَ ۾، نَـئُـون[12] تَـئُـمِ[13] نِـيَـاڳُ[14]،
مُـون[15] جِـيـذِيُـون[16] مَـلِـيـرَ ۾، کِـيـنِ[17] سَـرَتِـيُـون سَـاڳُ[18]،
وِيـچَـارِيءَ[19] وِبـرَاڳُ[20]، وَنـهِـيَـنِ وِيـڙهِـيـچَـنِ جـو.

(٦)

وَنـهِـيَـن وِيـڙهِـيـچَـن جـو، سَـدا[21] اَتَـمِ[22] سُـورُ،
سِـنـجَـن[23] سَـانِـيـکَـن[24] تـي، مَـتـي[25] تَـڙَن[26] تُـورُ[27]،
سَـنـدو[28] سَـاڻـيـهَـه[29] سُـورُ، سـو مُـون[30] آهـي سُـومَـرا[31].

(۷)

سـو مُـون آهـي سُـومَـرا، وِرهُـه[32] وِيـڙهِـيـچَـنِ[33]،
گـُولُـون[34] گُـولاڙَنِ[35] جُـون، پَـائُـرِ[36] تِـيُـون پَـچَـنِ[37]،

---

۱. سکين ستابن، آسودن، شاهوڪارن. ۲. ويڙهہ يعني جهنگ ۾ رهندڙن، جهانگين، مالوند ماڻهن، مارن. ۳. سڪندڙ، واجهائيندڙ، منتظر. ۴. وابريان، ورتايان، کان. ۵. جيڪر (خواهش اثر). ٦. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو. ۷. ساهيڙين، هڪ جيڏين. ۸. هڪ قسم جي جهنگلي گاهہ مان ٺهيل ٺيندڙ آنَ. ۹. نياڳي، بدبخت، بدقسمت. ۱۰. نجهران، ڳران، بي حال ٿيا. ۱۱. قيد، بند. ۱۲. نرالو، عجيب. ۱۳. منهنجو ٿئو. ۱۴. بدبختي، بدقسمتي، ندورائي. ۱۵. منهنجي. ۱٦. هم عمر (عورتون). ۱۷. وابرائين، کائين. ۱۸. جهنگلي ٻوٽن جهڙوڪ لئر يا مريڙي وغيره جي ڀاڄي. ۱۹. ويچاريءَ کي، مسڪين کي، عاجز کي، نمائيءَ کي. ۲۰. وڇوڙو، جدائي، غم، سور، درد. ۲۱. هر وقت. ۲۲. مون کي آهي. ۲۳. ڪوهن مان رسن يا نوڙين سان ٻڌل ٻوڪن يا چرخين ذريعي پاڻي ڀرڻ جو عمل ڪن. ۲۴. سٺ ٻرهہ (ماڻهو جي قد جيترو ماپو) اونهن ڪوهن. ۲۵. تي. ۲٦. پاڻيءَ ڀرڻ جي جاين يا هنڌن، ڪوهن. ۲۷. ساڳيءَ وهيءَ يا ڄمار واريون عورتون. هم عمر زالون. ۲۸. جو. ۲۹. وطن، جنم ڀوميءَ. ۳۰. مون کي. ۳۱. اي عمر سومرا. ۳۲. غم يا درد (وڇوڙي جو). ۳۳. ويڙهيچن جو. ۳۴. گولاڙا (هڪ قسم جو جهنگلي ميوو). ۳۵. گولاڙن جي ولين. ۳٦. پائر ۾ (ٿر ۾ (ٿر علائقي جي ڏکڻ واري حصي کي پائر چئبو اهي پر هتي مراد آهي سڄي ٿر م). ۳۷. رسجي پڪاڙهيون ٿين ۽ کائڻ جي قابل ٿين.

مَن اُتان کي اَچَنِ، مُون کي نِئِنِ مَلِيرَ ۾.

(٨)

هُوندَ مُون کي نِينِ مَلِيرَ ۾، پَرَ آئُون بَندِياٽي بَندَ،
وِينِي لِکئو لُوڙِيَان، هَاٽي هِن هَندِ،
پُئان پائُر پَندِ، جي وَرِي وَرَقُ وِصالَ جو.

(٩)

مَاندِي ٿِيءُ نَہ مَارُئِي، وَرَقَ وَرَندا پَسُ،
جُسو زَنجِيرُن ۾، جَالَڻُ آهي جَسُ،
مَارُو آٽي مَسُ، آجِي کَندا کُوٽَ کان.

(١٠)

مَاندِي ٿِيءُ نَہ مَارُئِي، وَطَنُ کيمَ وِسارِ،
پَاهُون وَرُ پَنوهَارِ، مَ سَهُہ آرَ عُمَرَ جِي.

(١١)

پَلُر پِينُم جَنِ سين، سي مَارُو مُون مِيڙِ،
پَهري وِئا پَٽَن تي، وَنهَيان مَنجهان وِيڙهہ،

---

١. شل، شال، خدا ايئن ڪري تہ. ٢. يعني مارئيءَ جي ڳوٺ ملير مان. ٣. وٺي وڃڻ. ۴. جيڪر. ۵. قيدياڻي. ٦. بند ٿيل. (قيد ۾) قابو. ٧. جيڪي قسمت ۾ لکيل. تقدير. ٨. ٻوڪيان، سهان، پاريان. ٩. هن هنڌ = عمرڪوٽ جي قيدخاني ۾. ١٠. ٻوان. ١١. ٻائر ڏانهن (ٻائر ٿر علائقي جي ذڪڻ وارو حصو آهي پر هتي مراد ٿيندي سڄي ٿر ڏانهن). ١٢. پنڌ ۾ (پيادي وڃان يا رواني ٿيان). ١٣. جيڪڏهين. ١۴. اٿلي، ٻلٽي. ١۵. ٻنو. ١٦. ميلاپ، وصل، گڏجاڻيءَ (مارن سان). ١٧. پريشان، عاجز. ١٨. اي مارئي. ١٩. ورق ورندا = نصيب ڪلندو يا وصال جي حالت ورندي. ٢٠. ڏس. ٢١. جسم، بدن، سرير. ٢٢. لوهہ جي نهيل نيرن. ٢٣. گذارڻ، زندهہ رهڻ، حياتي بسر ڪرڻ. ٢۴. آفرين. ٢۵. مالوند ماڻهو (مارئيءَ جا مائٽ). ٢٦. آزاد. ٢٧. قلعي، ڳڙهہ. قيدخاني. ٢٨. ڏيهہ، ساٽيهہ، جنم ڀومي. ٢٩. نہ. ٣٠. دل تان لاهہ. ٣١. ٻوئٽي، ٻٽ تي. ٣٢. موٽ. ٣٣. اي پنوهار، اي پنوهارن جي عورت، اي ٻڪرارن جي عورت. ٣۴. برداشت ڪر، مڃ، قبول ڪر. ٣۵. مرضي، پيار. ٣٦. عمر بادشاهہ. ٣٧. مينهن جو پاڻي. ٣٨. مون پيتو. ٣٩. مون کي. ۴٠. ملاءِ. ۴١. اسهي، نڪري، روانا ٿي. ۴٢. ميدانن، ٻوٺن. ۴٣. آسودا، سکيا، شاهوڪار (مارو). ۴۴. جهنگ.

تَنِ جَهانگِيَنِ[١] سَان مَ جهيِڙِ[٢]، جَنِ جَا ٿَاڪَ[٣] ٿَرَنَ[۴] ۾.

## ١٢

جَنِ جَا ٿَاڪَ ٿَرَنِ ۾، سَدائِين[٥] آهِين،
خَاصَا[٦] ڪَتَا[٧] اُنِ ڪي، ڏَبَرَ[٨] اُو ڏارِيَنِ[٩]،
ڳالهَڙِيُون ڳارِيَنِ[١٠]، سِتَمَ[١١] جِهَڙِيُون سُومَرا[١٢].

## ١٣

دِلِ[١٣] دالَنِ[١۴] سُومَرا، مُنهِنجِي راوَ[١٥] نَه رَضَامَنْدِ[١٦]،
آٿِي اَجَڙوالِ[١٧] ڪي، ڪِيُئِي[١٨] بَنْدِيَاٿِيءَ[١٩] بَنْدِ[٢٠]،
رُوحَ رَهِي هِنَ هَنَدِ[٢١]، وَطَنُ[٢٢] ڪِينَ وِسارِئو[٢٣].

## ١۴

سَهم[٢۴] پَسَان[٢٥] تِي سُومَرا[٢٦]، پِرِيَنِ[٢٧] رِءَ پِيئي[٢٨]،
مُلِ[٢٩] رَسَاٿي[٣٠] مَارُئِين[٣١]، مُون ڪي ڪو نِيئي[٣٢]،
تَه ساٿُنِ[٣٣] سَيِيئِي، ڳُجهه[٣۴] ڳَرهِيَان[٣٥] ڳالهِڙِي.

## ١٥

اَتِ[٣٦] اُڪَنْدِي[٣٧] آهِيَان، عُمَرَ[٣٨] آئُون اَڪَاجَ[٣٩]،

---

١. جهنگ يعني ويڙهہ جي رهاڪن. ويڙهيچن. مارن. ٢. جهيڙو يا جنگ ڪر. ٣. هنڌ. جايون. ٻينڪون. ماڳ. مڪان. ٺاٺا. وٿاڻ. ڳوٺ. ۴. واريءَ جي ٽِبن. ٥. هميشہ. ٦. سٺا. موچارا. ٧. (ٿلهيون) ڪتيون يا لوئيون. اُن يعني رڍن جي وارن مان ٺهيل ٿلهيون اوڍڻيون يا چادرون. ٨. اڇيون يعني سفيد لويون. ٩. رکن. ١٠. جهورين. فڪر يا ڳڻتيءَ ۾ وجهن. ١١. قهر. ظلم. غضب. ١٢. اي عمر سومرا. ١٣. من. روح. هنيون. قلب. ١۴. محلات جي دالانن ۾ يعني اڱڻ يا وِرانڊن ۾. ١٥. ي رو. اي راجا. اي بادشاهہ. ١٦. راضي. خوش. راس. ١٧. ٻڪرين واريءَ. ڏنارِ. ١٨. تو ڪئو. ١٩. ٻنديائيءَ ڪي. قيدياڻيءَ ڪي. ٢٠. قابو. سوگهو. قيد. ٢١. هن هنڌ = هن هنڌ ۾. هن جاءِ ۾. هن قيدخاني ۾. ٢٢. سائيهہ. جنم ڀومي. ٢٣. ڀُلايو. ٢۴. خوف. ڊپ. حراس. ٢٥. ڏسان. محسوس ڪريان. ٢٦. اي سومرا عمر. ٢٧. محبوبن. سڄڻن. مائٽن. ٢٨. ڪان سواءِ. ٢٩. وٽ. ٣٠. پهچائي. ٣١. مارن. ٣٢. وٺي. ڪٽي. ٣٣. انهن (مارن) سان. ٣۴. مخفي. ٣٥. اوريان. بيان ڪريان. ٣٦. تمام گهڻو. ٣٧. سڪايل. منتظر. ٣٨. اي عمر. ٣٩. نڪار. نڪمي. ڄٽ. بي عقل. نالائق.

سُومَرا[1] سَڪَاجَ[2]، جَهِلِ[3] مَ بَنِدِ[4] جِهْجَنديُون[5].

## وائي

لوئِيءَ[6] ۾ لائُون[7]، مُون مَاروءَ[8] سين لَذيُون،
اَوَلُ[9] نَانءُ[10] اَللهَ جو، مِڙنئان[11] مَٿاهُون[12]،
سَا ڪِيئَن ڪائي ڪارِڪُون[13]، جِنهِن کي ڏَنئُرا[14] ڏيجُ[15] ڏنائُون،
ڪِيئَن پَٽُ[16] پَرَهيَان[17]، عُمَرَ جو آئُون،
سُون[18] بَرابَرِ[19] سَگِڙا[20]، بَانهُنِ[21] بَذائُون،
ڪِهَ[22] مَانذاٽِي[23] مَڪِٽِي[24]، قُوتُ[25] جَنِ جو سَائُون[26]،
عُمَرَ تنِّي[27] زورو[28] ڪَري، جيلاهَ[29] راجُ[30] اَڳَاهُون[31]،
ڪَاجُ[32] ڪَتيِرنِ[33] سُرَهو[34]، سَگَرُ[35] ءِ سَائُون.

---

١. اي سومرا، اي عمر. ٢. لائق، وڙائتا، داناءَ. ٣. قابو ڪر، روڪ. ۴. بند ٿيل، قيد ٿيل. ۵. ارمان يا غم ۾ ڳرندڙ. ٢. ڪٽيءَ، أن يعني رڍن جي وارن مان ٺهيل چادر. ٧. شاديءَ جي وقت گهوٽ ۽ ڪنوار جا هڪ ٻئي سان مٺا ميڙائڻ يا ٽڪرائڻ وارو عمل. ٨. مارئيءَ جي مڱيندي (لائون لڌيون = شادي ڪئي). ٩. پهريائين، سڀ کان اڳ. ١٠. نام، نالو. ١١. مڙن کان، سڀن کان. ١٢. مٿي، اعليٰ. ١٣. ڪجيءَ جي وڻ جو سڪل ميوو، ڇهارا، ڪتل. ١۴. ڪرڙن جي وڻن جو ڪچو ڦر. ١۵. ڏاج، ڏهيز. ١٦. پٽ يعني ريشم جا ڪپڙا. ١٧. پايان، ڍڪيان، اوڍيان. ١٨. سون (هڪ قسم جي قيمتي ڌاتوءَ) جي. ١٩. مٽ، سمانُ، ساريڪا. ٢٠. سٽ جا ڳانا، ڦندڻ. ٢١. ٻانهن ۾. ٢٢. هڪ قسم جو گاهہ. ٢٣. هڪ قسم جو گاهہ. ٢۴. هڪ قسم جو گاهہ. ٢۵. خوراڪ. کاڌو. غذا.. ٢٦. هڪ قسم جو جهنگلي اناج. ٢٧. تنهن صورت ۾ ڏنائون. ٢٨. ڏاڍائي، جبر، ظلم. ٢٩. جنهن صورت ۾. ٣٠. (منهنجي) قوم، آکهہ، ڪٽنب، خاندان. ٣١. ٻري، ڏور. ٣٢. کاڌو. ٣٣. ڪتيرن جو، ڪتي ڍڪيندڙ عورتن جو. ٣۴. سٺو، چڱو. ٣۵. ڪنڊيءَ جي وڻن جو ڦر، سڱريون.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر مارُئِي

## داستان تيرهون

### ١

لوءِ وَجي ڪا چوءِ، مُنهنجو مارُوئڙنِ کي،
ڇانگان ڇڄي ڇيلڙو، جي ڪَنهن جو هوءِ،
صَحيُ وڙولينِ سو، آئُون ڪيئن ويسِ وسري.

### ٢

بَڌا ٻاڪارينِ، ڇيلا ڪنهن نہ ڇوڙئا،
ڪَرئو مُهاڙ مَلير ڏي، اُيا اوڳارينِ،
سانبيڙا سارينِ، جُوءِ ڇنائُون جنِ سين.

### ٣

لوورٻاڙي آهيان، وارٻان تان نہ ورقُ،
سانڍيُمِ سُپيرينِ لَيءِ، لوئيءَ اندر لڪُ*،
ڪَنڌ ڪاسو پٽ پاسو، ڏُنمِ تَن تَرڪُ●،

---

١. لوءِ ۾، ڳوٺ ۾ (مارئيءَ جي ڳوٺ ملير ۾). ٢. چوي، ٻڌائي. ٣. منهنجو حال. ۴. مارن، مالوندن. ۵. ڇانگ مان، ڌڻ مان، ولر مان. ٦. ڌار يا جدا ٿئي. ڪر ٿئي يا وڃائجي وڃي. ٧. ٻڪريءَ جو نرينو ڦر (ڇيلو). ٨. جيڪڏهن. ٩. هجي. ١٠. چڱيءَ طرح. ١١. ڳولين. ١٢. دل تان لهي. ١٣. دانهون ڪن، ٻيڪات ڪن. ١۴. منهن، رخ. ١۵. بيٺا. ١٦. ڳنل ڪاڏو، ٻيٺ مان واپس وات ۾ آڻي چٻاڙين. ١٧. جوڙيوال، رفيق، ساٿي. ١٨. ياد ڪن، سنڀالين. ١٩. جوءِ ۾، ديس ۾. ٢٠. گاهہ چرڻ واري هنڌ ۾. ٢١. لوئي يا ڪني يعني اُن (رڍن جي وارن) مان ٺهيل چادر يا اوڍڻيءَ ڍڪيندڙ، (ٻي معني) لوءِ يعني ڳوٺ جي رهاڪو. ڳوناٺي. ٢٢. مٽايان، بدلايان. ٢٣. پنو (نمونو يا ڍول). ٢۴. مون سانديو، مون حفاظت ۾ (سلامت) رکئو. ٢۵. پرين، محبوبن. ٢٦. واسطي. ٢٧. ۾. ٢٨. ڇيلهہ. ڪمر * مون پنهنجو ست يعني عصمت بچائي آهي. ٢٩. ڪنڌ تي. ٣٠. ڪلهن تي. ٣٠. چاريءَ جو چڪو يا ڳوٿري (جيڪا ٿري ماڻهو جهنگ ۾ مال چارڻ وقت سامان جهڙوڪ وٽو، لوٽو، جوتو وغيره وجهڻ لاءِ ڪندا آهن). ٣١. پٽ تي، زمين تي. ٣٢. بدن يا جسم جو حصو پاسو. ٣٣. مون ڏنو. ٣۴. تن کي، بدن کي، سرير کي. ٣۵. تياڳ، علحدگي، دست برداري ● تن يعني جسم کي آرام پهچائڻ وارو عمل جهڙوڪ سفر ۾ ڪنڌ تي ڪاسو کڻڻ يا پٽ تي سمهڻ وغيره کي ترڪ ڪري ڇڏيو اٿم.

سَنـدو[1] مَـارُوءَ[2] حَـقُ[3]، جَـان[4] جِـيَـان[5] تَـان[6] پَـارِيَـان[7].

**۴**

چِـيـري[8] چِـيـري چَـمُ[9]، جي[10] لُـونُ[11] لِـڱـن[12] لائيين[13]،
مُـون[14] ڪُـڙَ[15] اڱـي نـہ ڪـئـو، اهَـڙو ڪـوجِـهـو[16] ڪَـمُ،
جَـان جَـان دَعـويٰ دَمُ[17]*، تَـان تَـان پِـرتِ[18] پَـنـوهَـارَ[19] سـين.

**۵**

جـيـهـا جي تـيـهـا[20]، مُـون مَـارُو[21] مَـڃِـئا[22]،
مُـون[23] جـيـڏيُـون[24] مَـلِـيـرَ[25] ۾، چُـونـديـنِ[26] مـوڪَ[27] مـهـا[28]،
مُـنـهِـنـجِـي آهَـہ[29] اهَـا، ڪـيـرائـيـنـدي[30] ڪـوٽَ[31] ڪـي.

**٦**

هُـنَ پـرَنـديءَ[32] پُـون[33]، ڳُـسَ[34] نـہ لَـڳِـئمِ[35] ڳُـسَ جِـي[36]،
آيـس عُـمَـرَ ڪـوٽَ ۾، ٿـئـو مَـٿـو[37] مـيـرو[38] مُـون[39]،
جَـادِنِ[40] پِـيـيُـون جُـون[41]، ڪـيـئَـن[42] مَـرَڪَـان مَـارُوئَـين[43].

**۷**

مَـاڙِيءَ[44] مِـيـنـهَـن[45] نَـہ پُـونِ[46]، سَـاوا ڳـاهَـہ نَـہ سُـومَـرا[47]،

---

۱. جو. ۲. مارئيءَ جي مڱيندي، محبوب. ۳. فرض، ذميواري. ۴. جيستائين. ۵. جيئري يا زنده آهيان. ٦. تيستائين. ۷. نباهيندس، ادا ڪنديس. ۸. ڪپي يا وڍي (چيهڪن يعني ڇهيرَن ڏيڻ سان). ۹. چمڙي (بدن جي)، ماس، گوشت. ۱۰. جيڪڏهين. ۱۱. نمڪ. ۱۲. لڱن کي، (ڪپيل يا وڍيل) عضون کي. ۱۳. مکين يا ٻرڪين. ۱۴. منهنجي. ۱۵. ڪڙم، خاندان، آکهه. ۱٦. خراب. ۱۷. ساهه، حياتي
* جيسين جيئري رهڻ جي دعويٰ يعني تقاضا يا تمنا ٿي ڪريان. ۱۸. پيار، محبت. ۱۹. ٻڪرارَ ٻڪريون ڌاريندڙ يا چاريندڙ (مارئيءَ جي مڱيندي). ۲۰. جيها جي تيها = ڪهڙا بہ (آهن). ۲۱. مالوند (مارئيءَ جا مائٽ). ۲۲. قبول ڪيا، اکين تي ڪيا. ۲۳. منهنجي. ۲۴. هم عمر (عورتون). ۲۵. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو. ۲٦. ميڙين، گڏ ڪن. ۲۷. جام، جهجها. ۲۸. هڪ قسم جي ڀاڄي. ۲۹. دانهن، فرياد. ۳۰. ڊهيندي، زمين دوز ڪندي. ۳۱. قلعي، ڳڙهه. ۳۲. وٽندڙ، سُهائيندر، ڀانءِ ٻوندڙ. ۳۳. ٻون ۾، زمين ۾ (ملير جي ملڪ ۾). ۳۴. دز، ڌوڙ، خاڪ، مٽي، لٽ. ۳۵. مونکي لڳي. ۳٦. رستي، واٽ، راهه. ۳۷. سِرُ. ۳۸. گدلو (مٽيءَ ۾). ۳٦. منهنجو. ۴۰. جادن ۾، مٽي جي وارن ۾. ۴۱. هڪ قسم جا جيت جيڪي گدلائيءَ سبب مٽي يا ڪپڙن ۾ پيدا ٿيندا آهن. ۴۲. فخر ڪريان، لاڏ ڪوڏ ڪريان. ۴۳. مارن ۾. ۴۴. ماڙيءَ ۾، محلات ۾. ۴۵. برساتون. ۴٦. پون. ۴۷. اي سومرا، اي عمر.

ساهيڙيون ۽ سرتيون، مَرُ هيڪانديون هون،
جيڏيون ذاران جُون، عُمر ڪاڏي آهيان.

(٨)

تَر ٿاڏيلون پُون، ماڪُون مينهن مليرَ تي،
مازيچيون محلن ۾، مُور نه مَٿو ڏون،
جيڏيون ذاران جُون، عُمر ڪاڏي آهيان.

(٩)

جيئن هت لَونگ ليار، تيئن هُت ڦوڳ ڦوٽنئون اگرا،
سُرهي سُڳنڌيون ڪان، پُسي ڪين پنوهار،
ماڪيان مِنا پانيان، سندا ڏنئُرن ڏار،
ڏنيم جي ڏاتار، سي وينئي گهڙيون گهاريان.

١٠

آمان پانيان اڪ، ڪٻر ڪٿورئان وترا،
ڪُتيان پتيان پيت ڪي، ماڪيان منِي مَڪ،
ڪوڪڙ ڪُڌيرن ۾، ڦوڪيو پريان ڦڪ،

---

١. سرتيون. سڪيون. ٢. بيشڪ. هڪ جيڏيون. ٣. بيشڪ. پلي. ٣. گڏ. ٤. هجن. ٥. ڪان سواء. ٦. هڪ قسم جي جيتن. جيڪي گدلائيءَ سبب ماڻهوءَ جي جسم ۾ ڪيڙن ۾ ٿين. ٧. اي عمر. اي سومرا. ٨. ڪاڏي آهيان = مون کي ڇڪ وجهن ٿيون. ٩. تر ۾. واريءَ جي پٽن يا ڊڙن ۾. ١٠. تڏڪارون. ١١. اوس. ماڻون. شبنم. ١٢. تر جون رهاڪو عورتون. ٿري زالون. ١٣. محلاتن. ماڙين ۾. ١٤. بنهه. اصل. ١٥. سِرُ. ١٦. پاڻيءَ سان صاف ڪن (مٿو ڌون = وهنجن. ترڪن). ١٧. خوشبودار وڻ جا هڪ قسم جا شگوفا يا مکڙيون. ١٨. ليار (جي وڻ) جا. ١٩. هڪ قسم جا بوٽا. ٢٠. ڦوٽن (جي وڻن) ڪان. ايلاچيءَ (جي وڻن) ڪان. ٢١. بهتر. سٺا. عمدا. ٢٢. عطرن. ٢٣. ماکيءَ ڪان. شهد ڪان. ٢٤. گذاريان. ٢٥. انب. ٢٦. سمجهان. ٢٧. اڪن جي وڻن جا ڦر. جيڪي انبن جي مشابهه هوندا آهن. ٢٨. هڪ قسم جا وڻ. جن جي ڦر کي ٻيرون جڻيو آهي جي ذائقي ۾ ڪڙا ۽ ڪسارا ٿيندا آهن. ٢٩. ڪٿوريءَ (هڪ خوشبودار وڪر) ڪان. عنبر ڪان. مشڪ ڪان. ٣٠. وڌيڪ عمدا يا ڀلا. ٣١. ڪتيان پتيان = ڇاڻيان. ڌوئيان. ٣٢. لاءِ. ٣٣. ڪچڙا پيرون (ڄارين جي وڻن جا). ٣٤. سڪل (ڦل). ٣٥. تر ۾ برسات جي وقت پيدا ٿيندڙ هڪ قسم جي ولين (جن جو ڦر پناتي جهڙو ٿئي). ٣٦. ڦوڪن سان صاف ڪئو. ٣٧. ڪنهن شيءِ سان هٿن جون ترپون يعني لپون ڀري وات ۾ وجهڻ جو عمل.

وَرُ[1] هَلاڪِي[2] سين حَقَ[3]، ڪُوءِ[4] وَڏَايُون[5] وِڙَنِ[6] جُون.

## ١١

جِيئَن سي عُمَرَ[7] سُومَرا، تو وَتَ تُوتَ[8] پَچَنِ[9]،
تِيئَن اَسَان جي مُلڪَ ۾، جَهِلئَا[10] قُلَ اَڪَنِ[11]،
مِيوا ڪَان مُرتَنِ[12]، مُورِ[13] نَـ مِنَا[14] پَانيَان[15].

## ١٢

تُوڙي تُوتَ پَچَنِ، ڪَجُورِيُون[16] لامُون[17] ڪَري،
سَاءِ[18] نَـ تِنهِنَ[19] اَچَنِ[20]، سَگَرُ[21] جُو سَاٽيهَ[22] جُو.

## ١٣

ڪارا[23] ڪَبَڙَ[24] ڏِيهَ ۾، پِئَا وارِيءَ[25] مَنجهه وَٿَاڻَ[26]،
سَانگِيَڙَنِ[27] سَيدُ چَئي، پَرِئُو[28] ڏِينِ پَاڻَ[29]،
عُمَرَ[30] اِيءَ اُمَاڻَ[31]، ثَابِتُ[32] رَکِج سُومَرا.

## ١۴

جَارِيُون[33] نَازِيُون[34] نِيسَ[35]، آئُون ڪِيئَن وِيڙهه[36] وِسَارِيَان[37]،
ڏُرڪَنِ[38] ٿِيُون ڏاتِيلِيُون[39]، ڪَارا جَني[40] ڪَيسَ[41]،

---

١. بهتر، ڀَلي. ٢. هلاڪت، موت، تڪليف، ڏک. ٣. مڙس، ڪانڌ، ڀتار، وَرَ. ۴. ڀن،ڪڏ ۾، کوهه ۾. ۵. مان، مرتبا، شان، بادشاهيون. ٦. غيرن، ڌارين، بدڪارن. ٧. اي عمر سومرا. ٨. هڪ قسم جو ميوو. ٩. رسجن (کائڻ جي قابل ٿين). ١٠. گل. ١١. هڪ قسم جي وڻن (جن جو ڦر انبن جي مشابهه ٿيندو آهي). ١٢. هڪ قسم جي جهنگلي ڦلن. ١٣. اصل، بنهه. ١۴. شيرين. ١۵. سمجهان. ١٦. ڪجين (جي ڦر) وانگر. ١٧. (وڻ جي ٽارين وانگر) ڍگها ڇڳا يا مچا يا ويڙها. ١٨. ساءَ وانگر، سواد يا ذائقي وانگر. ١٩. تنهن جي. ٢٠. محسوس يا معلوم ٿين. ٢١. ڪنڊيءَ جي وڻ جو ڦر. ٢٢. ڏيهه، وطن. ٢٣. ڪسارا، نمڪين يعني لوڻ جي مثل سواد وارا. ٢۴. هڪ قسم جا وڻ (جن جي ڦر کي پيرون چئبو آهي). ٢۵. واريءَ يعني ريتيءَ (جي ڀٽن يا دڙن). ٢٦. ماڳ، مڪان، ڀاڻ، ٿاڪ. ٢٧. سانگيڙن يعني سانگين کي، مينهن جي سانگي هڪ هنڌان لڏي ٻئي هنڌ ڌانهن ويندڙن کي. مالوند ماڻهن يعني مارن کي. ٢٨. پَر ڪئو. چڪار يا ڪنا ڪن ڪئو. ٢٩. وٽا، ڪٽورا، پيالا. ٣٠. اي عمر. ٣١. امانت. ڪا شيءِ حفاظت ۾ رکڻ لاءِ ملبل (مارئي). ٣٢. سلامت، بنان خيانت. ٣٣. هڪ قسم جا وڻ (جن جي ڦر کي پيرون چئبو آهي جي ذائقي ۾ مٺا ٿين). ٣۴. فصل جي لبڻ بعد ٻنيءَ ۾ بيٺل تيليون يا ڪٽيون. ٣۵. تڙ يعني پاڻيءَ پرڻ جا هنڌ. کوهه. ٣٦. ويڙهه يعني جهنگ جا. مارئيءَ جي ملڪ جا. ٣٧. دل تان لاهيان. ٣٨. لوڏ سان هلن. ٣٩. ڍٺ يعني مارئيءَ جي ملڪ جون رهاڪو عورتون. ۴٠. جن جا. ۴١. مٿي جا وار.

عُمَرَ[1] مَارِي[2] مِيسَ[3]، وِهَان ڪِيئَن وَطَنَ[4] جِي.

## ١٥

نَاڙِيُون[5] جَارِيُون[6]، مُون ڪِي مَنِ[7] مَلِيرَ جُون،
سِي ڪِيئَن وَڃَنِ وِسِرِي[8]، جِي پَائُر[9] پَنوَهَارِيُون[10]،
اُنهِين لَئِيءِ[11] آرِيُون[12]، هِنيُون[13] تُو هِتِ ڪَري.

## ١٦

عُمَرَ اَسَان جِي ذِيهَ ذِي، ڪَبَڙِيُون[14] ڪَارِيُون،
سِي ڪِيئَن وَڃَنِ وِسَرِي، جِي پَائُر پَنوَهَارِيُون،
اُنهِين لاءِ آرِيُون، مُنهِنجو هِنيُون تُو هِتِ ڪَري.

## ١٧

آهِين اسَان جِي ذِيهَ ۾، ڪِيرِيُون[15] ڪَبَڙِيُون،
مُون[16] جِيذِيُون[17] مَلِيرَ ۾، مِيڙِين[18] مَڪِٽِيُون[19]،
عُمَرَ[20] اَڪَڙِيُون[21]، سِڪَنِ[22] ٽِيُون سَاٽِيهَ ڪِي.

## ١٨

عُمَرَ اَسَان جِي ذِيهَ ذِي، ڦُوڳَنِ[23] ڪِيُون ڦَرِيُون[24]،

---

١. اي عمر سومرا، ٢. لاهي، ختم ڪري، ٣. خواهش، تمنا، سڪ، اُڪير، بيار، ٤. ساڻيهه، ذيهه. ٥. فصل جي لڻڻ کان پوءِ پنيءَ ۾ رهيل تيليون يا ڪنيون، ٦. هڪ قسم جا وڻ (جن جي ڦر کي پيرون چئبو آهي جيڪي پچڻ کان پوءِ ذائقي ۾ مٺا ٿين)، ٧. من ۾، دل ۾، ٨. دل تان لهي، ٩. پائر جون (ٿر علائقي جي ڏکڻ واري حصي کي پائر چئبو آهي پر هتي مراد ٿيندي سڄي ٿر جون)، ١٠. پنوهارن يعني ٻڪريون ڌاريندڙن يا چاريندڙن جون عورتون، ٻڪرارن جون زالون، ١١. لاءِ، ڪاڻ، ١٢. خواهشون، تمنائون، سڪون، حُبون، ١٣. دل، من، ١٤. ڪبڙن جا وڻ (جن جي ڦر کي پيرون چئبو آهي جيڪي پچڻ کان پوءِ ذائقي ۾ ڪارا يعني ڪسارا ۽ لوڻ جي سواد جهڙا ٿين)، ١٥. هڪ قسم جا وڻ، ١٦. منهنجي، ١٧. هم عمر (عورتون)، ١٨. گڏ ڪن، چونڊين، ١٩. هڪ قسم جو گاهه (جنهن جي ان کي ٿري ماڻهو رڌي کائيندا آهن)، ٢٠. اي عمر، ٢١. اکيون، نيڻ، ٢٢. واجهائين، اُڪيرين، ٢٣. هڪ قسم جي جهنگلي ٻوٽن، ٢٤. سنها ۽ ڊگها ڦَلَ.

مُون جيڏيُون مَليرَ ۾، ميڙي مَڪَ[1] وَرِبُون[2]،
پَنوهَارَنِ[3] پَرِبُون[4]، مُونهَان[5] پوءِ مَتِيُون[6].

## ١٩

ڪيمُو[7] ڪاڏيمِ[8] ڪيتَ[9] سين، مَانيءَ[10] مَاڳِ مَسِي[11]،
بَازَرِ تُنهِنجي بَنگُلا، ڏهڪَئُمِ[12] ڏيلُ[13] ڏسِي،
قَاتِي[14] هِنيُون[15] قَاربُون[16] تَئو، تِنهِن قُوڙائي[17] ڪَان قَسِي[18]،
جَان[19] هُونديَمِ[20] سَاهُ سِسِي[21]*، تَہ ويڙهہ[22] نَہ[23] ويندِيَمِ[24] وِسري.

## ٢٠

آئُون ڪوهہ[25] ڪَريَان ڪوٽَ[26] ڪي، مُنهِنجا پِرين[27] پَنوهَار،
مُورِ[28] نَہ آڇِيَان[29] مَن ڪي، هِندورا[30] ۽ هَارَ[31]،
پُٽي[32] سَاهُ پَتَارَ[33]، پَائُرِ[34] پيرُون[35] چوندِيَان.

## ٢١

جِت پَرُ[36] پيرُون هُئا، اُت اَبَاڻَن[37] اَڪَ[38]،
مُون جيڏيُون مَليرَ ۾، ميڙئو آڇَن مَڪَ،
ڍِنگهَرُ[39] وڏي ڍِڪَ[40]، جو وِلهَ[41] جَهلَ[42] ويڙهيچَن[43] جي.

---

١. ڪبڙن يا چارين جي وڻن جو ڪچو ڦر، ٢. موتيون، ٣. پکرارن، پکريون چاريندڙن يا ڌاريندڙن، مارن، مالوند ماڻهن، ۴. ريتيون، رسمون، ۵. مونکان، ٦. بدلايون، ڦيرايون، ٧. بَڪَ، لنگهڻ، ٨. مون ڪاڏي، مون ڪاٿي، ٩. مارئيءَ جي مگيندي جو نالو، ١٠. مانيءَ ماڳِ = مانيءَ يعني روٽيءَ جي بدران، ١١. مٽي، ١٢. منهنجو ڏهڪئو يا ڏڪي ويو، ١٣. بدن، جسم، ١۴. ڏري، چيرجي، ١۵. دل، من، ١٦. ڦاڪون، ٽڪر ٽڪر، ١٧. جدائيءَ، وڇوڙي، ١٨. چٽجي، ڦاٽي، ڏري، ١٩. جيستائين، ٢٠. مون کي هوندي، ٢١. سِرَ، مٿو، ڪچي * جيستائين حيات يا جيئري هونديس، ٢٢. جهنگ، مارن جو ملڪ، ٢٣. مونکي ويندي، ٢۴. دل تان لهي، ٢۵. ڇا، ٢٦. قلعي، ڳڙهہ، ٢٧. محبوبَ، سڄڻ، پيارا، ٢٨. اصل، بنهہ، ٢٩. پيش ڪريان، ٣٠. پينگها يا جهولڻا، ٣١. هڪ قسم جا زيور يا ڳهہ، مالهائون، ڪنٺليون، ٣٢. گهمي، ڦري، هلي، ٣٣. مڙس، ور، شوهر، ٣۴. پائر ۾ (ٿر علائقي جي ڏکڻ واري پاڱي کي پائر چوندا آهن پر هتي مراد ٿيندي ٿر ۾)، ٣۵. ڪبڙن ۽ چارين جي وڻن جو ڦر، ٣٦. گذريل سال، ٣٧. اباڻن جا، (مارئيءَ جي) مائٽن جا، ٣٨. ٽاڪ، ماڳ، ٣٩. گهر کي چوڌاري ڏنل ڪنڊن جو لوڙهو، ۴٠. پناهہ، ۴١. ولهہ جو، سيءَ جو، سرديءَ جو، ۴٢. جهلو، بچاءُ، ۴٣. ويڙهہ جي رهاڪن.

## ٢٢

جِت پَرُ[1] پيرُون[2] هُئا، اُتي اَباڻَان[3]،
هُوجي ماڳَ[4] مَلِيرَ[5] جا، سي سَپِ سُجاڻَان[6]،
هاڻي نَ جاڻَان[7]، تَ ڪِهڙو واقِعو[8] وِيڙهه[9] ۾.

## ٢٣

ڪِيئَن مَيارُون[10] موڪِلِيِن[11]، مارُنِ ڏانهَن مُنِي[12]،
ڪَتيُئي[13] نَ ڪوڏِ[14] پَئي، پائُرَ[15] مَنجهه پُني[16]،
تو[17] تان[18] وِجُ[19] اُني[20]، جِنهِن ڪائُرُ[21] سَپِ ڪانيو[22].

## ٢٤

پيئي پاڻَ مَران، اَچي ڪَنِ[23] ڪَرَ[24] لَهان[25]،
قادِرَ[26] ڪِئا گهڻا، ڏُکِيءَ[27] سَندا[28] ڏِينهَڙا.

### وائي

اُنَ نَ مَتيان[29] پَٽ[30]، آئُون جا ڪِرڙَ[31] ڪَپُورِ[32] نَ مَتيان،
وِيني شالَ[33] وِلوڙيان[34]، ڍولي[35] پاسي[36] ڍِٽ[37]،
پَڪا[38] پَڪَنِ سامُهان، پيهيُون[39] پيهِن وَٽ،

---

١. گذريل سال. ٢. ڪِپڙن ۽ چارين جي وڻن جو ڦر. ٣. (منهنجا) مائٽ يا عزيز. ۴. جايون. هنڌ. آستان. ۵. مارئي جي ڳوٺ جو نالو. ٦. سهي ڪريان. ٧. مونکي خبر آهي. ٨. حادثو. روئداد. قصو. معاملو. ٩. جهنگ. مارن جي ملڪ. ١٠. ڏورابا. ١١. تون موڪلين. ١٢. اي مُني، اي مُنل. اي مصيبت ۾ پيل. اي بدبخت. ١٣. تو ڪتي. ١۴. ڪوڏ ۾. شوق ۾. چاهه ۾. ١۵. يعني ٽر (ٽر جي ڏاڪٽي حصي کي پائر چوندا آهن). ١٦. رڍن جي پڻيءَ تان ڪتريل وار يعني اُن. ١٧. تنهنجي. ١٨. مٿان. ١٩. ڪنوڻ. بجلي. ٢٠. وسي يعني ڪري. ٢١. يعني ٽر (ٽر جي اتر واري حصي کي ڪائر چوندا آهن). ٢٢. ساڙيو. جلايو. ٢٣. ڪنهن جي. ٢۴. خبر. سڌسماءَ. ٢۵. وٺان. ٢٦. قدرت واري. خدا. ٢٧. ڏکويل. مصيبت ۾ پيل. ٢٨. جا. ٢٩. مٽ ڪريان. برابر سمجهان. ٣٠. پٽ جي. ريشم جي. ٣١. هڪ قسم جا وڻ (جن جي ڳُن کي پُسي ۽ ڦر کي ڏئرا چئبو آهي). ٣٢. ڪپور جي. ڪافور جي. ٣٣. شل. خدا ايئن ڪري. ٣۴. ڏڌ يا لسي ولوڙيان. ٣۵. ڍولي جي. محبوب جي. ٣٦. پاسي ۾. ٻر ۾. ٣٧. ڍٽ ۾ (ڍٽ ٿر علائقي ۾ هڪ ماڳ جو نالو آهي). ٣٨. ڪکن ڪانن مان نهيل گهر. ٣٩. ڪکن مان نهيل هڪ قسم جا مَنهن يعني ننڍا گهر.

مَرڪَان[1] مَارُوئَڙن[2] سين، پَڪو[3] اَڏي[4] پَٽ[5]،
سُورُ[6] مُنهنجو سُومَرا[7]، ڪَارڻ[8] قَادر[9] ڪَٽ[10]،
تِهَڙي سيج[11] سُومَرا، جِهَڙو پَائُر[12] پَٽ[13]،
پيرُون[14] چُونڊيندِيَس[15] پرينءَ[16] سين، ڪَانبو[17] ڪَانبي وَٽ،
ڪيرُون[18] ڏِيَان جيڏِين[19]، وَجَان جي وڙ[20] وَٽ،
مُون ڏُکيءَ[21] ڪِهَڙو ڏوهُ[22] ڪِئو، بيُون سَڀ وَرَن وَٽ.

---

۱. خوش ٿيان، فخر ڪريان، ۲. مارن، مالوند ماڻهن، مارئيءَ جي مائٽن، ۳. ڪکن جو گهر، جهوپو، ۴. جوڙي، بنائي، ۵. پٽ تي، ميدان تي، ٦. ڏک، درد، ۷. اي سومرا، اي عمر، ۸. واسطي، مهابي، ۹. قدرت واري، سگهاري، خدا، ۱۰. ختم ڪر، لاهہ. ۱۱. (شاديءَ جي وقت گهوٽ ڪنوار لاءِ)، سٺي بستري سان سجايل ڪٽ، ۱۲. پائر يعني ٿر جو (ٿر جي ڏکڻ واري ڀاڱي کي پائر چوندا آهن)، ۱۳. ميدان، زمين، ۱۴. ڪبڙ ۽ ڄارين جي وڻن جو ڦر، ۱۵. ميڙيندس، گڏ ڪنديس، ١٦. محبوب، ۱۷. عورتون جڏهين ڏٽ جهڙوڪ پيرون وغيره ۽ ڪپهہ ۽ ڪپهہ جي فصل مان ڦٽيون چونڊينديون آهن تڏهين اٽڪل ڏيڍ ڪن ميٽر ويڪري ۽ ڊگهي ڪپڙي جي چادر جي هڪ ڇيڙي جا ٻہ پلاند پٺيان چيلهہ ڪان ورائي اڳيان پيٽ تي دن جي مٿان ٻڌنديون آهن ۽ پوءِ چادر کي پٺن تان ورائي ٻي ڇيڙي جا پلاند مٿي تي اهڙيءَ طرح ٻڌنديون آهن جو سمورو مٿو ڍڪجي ويندو آهي. ان چادر کي ڪانبو چئبو آهي ۽ ڪانبي جو چونڊيل مواد سان ڀرجي وڃڻ کان پوءِ اهو مواد هيٺ زمين تي ڍڳ ڪري رکيو ويندو آهي، اهڙي ڍڳ کي بہ ڪانبو چئبو آهي، ۱۸. مبارڪون، واڌايون، ۱۹. جيڏين کي، سرتين کي، ۲۰. ڀتار، مڙس، ڪانڌ، ۲۱. ڏکايل، مصيبت ۾ ڦاٿل، سوريتيءَ، ۲۲. گناهہ خطا.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر مارُئي

## داستان چوڏهون

### ١

جُسي[1] لوڙائُو[2] ٿِئَا، جَني[3] پَرِ[4] رَهَنِ،
مَارُو[5] مَنجِهه ٿَرَنِ[6]، ڪِنهِن[7] دَرِ[8] ڏِيندا دانهَڙِي[9].

### ٢

جُسي لوڙائُو ٿِئَا، جَنِي سَنديءَ[10] ڏيرَ[11]،
مَارُوئَڙا فَقِيرَ[12]، ڪِنهِن دَرِ ڏِيندا دانهَڙِي.

### ٣

هيڪانديءَ[13] حُضُورِ[14]، جي گهَر[15] گهارَئمِ[16] ڏينهَڙا،
سِيئي[17] سِڪان[18] سارِيان، پَچان[19] پائُرَ[20] پُورِ[21]،
حَميرائَا[22] هَتَڙا[23]، ڪِينَ مَجِينديس[24] مُورِ[25]،
سَنجهي[26] سَتِ[27] گُذارِيان، اَچِي[28] شَالَ[29] اَسُورِ[30]،
دَران[31] ٿِيان مَ دُورِ[32]، مَارُو[33] جَامَ مَلِيرَ[34] جَا.

١. جيڪڏهين. ٢. ڦورو، لٽيرا، ڏاڙيل. ٣. جني جي. ۴. ٻر تي، آذار تي، زور تي. ۵. مالوند ماڻهو، مارئيءَ جا مائٽ. ٦. واريءَ جي پٽن، ٧. ڪنهنجي. ٨. در تي. ٩. دانهن، فرياد. ١٠. جيءَ. ١١. ڏير تي، آذار يا ٻروسي تي. ١٢. مسڪين، غريب. ١٣. هيڪانديءَ ۾، ميلاپ ۾، گڏ. ١۴. پرينءَ جي حضور ۾ يعني سامهون يا روبرو. ١۵. گهر ۾، ڳوٺ ۾، وطن ۾. ١٦. مون گهارئا يا گذاريان. ١٧. تن (ڏينهن) کي. ١٨. واجهايان، ياد ڪريان. ساريان. ١٩. جلان، ڪامان. ٢٠. پائر جي يعني ٿر جي (پائر جو علائقو ٿر جي ڏاکڻي ڀاڱي کي چوندا آهن). ٢١. پور ۾، خيال ۾، فڪر يا ڳڻتيءَ ۾. ٢٢. حميرن جا، اميرن جا، (عمر جا). ٢٣. هٿ. ٢۴. قبول ڪنديس (ٻت کي لڳائڻ ڏينديس). ٢۵. اصل، ٻنهہ. ٢٦. سنجهي جي مهل، رات جي وقت. ٢٧. ست ۾، سيل ۾، صبر ۾. ٢٨. محبوب يا پرين اچي. ٢٩. شل، خدا، ايئن ڪري. ٣٠. اَسُرَ جو، فجر جي مهل. ٣١. در ڪان (تنهنجي). ٣٢. پري. ٣٣. اي مارو. ٣۴. سردار.

**۴**

جي هَٿِ[1] گهارئَمِ[2] ڏينهَڙا، وَطَنِ[3] رهءَ ويهي[4]،
مارُو[5] ڏيندَمِ[6] مُنهَن[7] ۾، ڏاڏاڻا[8] ڏيهي[9]،
پکَنِ[10] مَنجهه پيهي[11]، شَلَ[12] مَحلَنِ[13] جي مَرُ[14] ڏئَان[15].

**۵**

ميري[16] جي[17] ڏُبِري[18]، مَرُ مَٿي[19] هوءِ[20]،
مَتان مارُو[21] چوءِ[22]، تَه واڳا[23] ويئي[24] وِسري[25].

**۶**

مُنهَن[26] مُنهِنجو سُومَرا[27]، مَرُ[28] ميروئي[29] هوءِ،
ڏوٿوءِ[30] ڏوراٽَنِ[31] ۾، مَتان مارو چوءِ،
ڳِنهي[32] وَڃان لوءِ[33]، لارُون[34] جي لُڙڪَنِ[35] جُون.

**⑦**

هُن ڏيهه سَندا[36] ڪپڙا، هِن تَڙِ[37] نَه ڏُنديَس،
موٽائي[38] نينديَس[39]، ميرائي مَلير ڏي.

---

١. يعني عمر ڪوٽ ۾. ٢. مون گذاريا يا ڪاٽيا. ٣. سائيهه، ڏيهه. ۴. ڪان سواءِ. ۵. مالوند ماڻهو (مارئيءَ جا مائٽ). ٦. مون کي ڏيندا. ٧. منهن ۾. اڳيان، سامهون (ڏيندم منهن ۾ = مونکي ميار ڏيندا يا ڏوراپا يا اوپالا ڏيندا). ٨. ابي ڏاڏي جو اولاد، مائٽ. ٩. ڏيهه جا رهاڪو، وطن جا رهاڪو، هم وطن ماڻهو. ١٠. ڪکن ڪانن جي ٺهيل گهرن، جهوپي. ١١. گهڙي، داخل ٿي، اچي. ١٢. خدا ائين ڪري. ١٣. محلاتن، ماڙين. ١۴. ميل، گهڻي عرصي تائين نه وهنجڻ ڪري بدن تي چڙهيل يا مٿي ۾ پيل مٽي. ١۵. (پاڻيءَ سان وهنجي) صاف ڪريان، لاهيان. ١٦. گدلي، ڪني، ڪچري. ١٧. يا. ١٨. ضعيف، ابري، لاغر، ڪمزور. ١٩. مٿي ۾، سر ۾، مٿي جي وارن ۾. ٢٠. هجي. ٢١. محبوب يعني مارئيءَ جو مڱيندو. ٢٢. چوي. ٢٣. وچن، انجام. ٢۴. توکي وئي. ٢۵. دل تان لهي. ٢٦. چهرو، مک، شڪل. ٢٧. اي سومرا، اي عمر. ٢٨. ڀلي. ٢٩. گدلو، غليظ. ٣٠. تو ڌوتو يا (پاڻيءَ سان) صاف ڪئو. ٣١. محلاتن، مڙين. ٣٢. کڻي، سانڍ ڪري. ٣٣. لوءِ ۾، ڳوٺ ۾، ملڪ ۾. ٣۴. ڏارون. ٣۵. ڳوڙهن، آنسن. ٣٦. جا. ٣٧. تڙ تي، هنڌ تي، جاءِ. ٣٨. واپس ڪري. ٣٩. آڻون نيندي يا کڻي ويندي.

## ٨

جي هُوندَ[١] هِتِي[٢] هُئي[٣] مارُئي، تَہ لَڌيمِ[٤] کَرَ[٥] کيٺاسِ[٦]،
اَرداسِئُمِ[٧] عُمَرَ[٨] کي، ويجهو[٩] تي وَٺانسِ[١٠]،
جي نَہ ڇَڏيائين ڪِ[١١] جَهليائين، پَنهنجو اَنگُ[١٢] آڇيانسِ[١٣]،
لاهي لوهَہ[١٤] لطيف چئي، هِتان هُوندَ هَلانسِ،
مُوکي[١٥] مارُوئَنِ[١٦] سامُهُون[١٧]، وَني بانهَن[١٨] وَجانسِ،
رَهبَرُ[١٩] تي ريڙهانسِ[٢٠]، سُونهاري[٢١] ساٿيهَہ[٢٢] ڏي.

## ٩

مارُئي ناهہ مَليرَ ۾، نَڪا وَٽ حَميرَ[٢٣]،
پُنهُون[٢٤] ڪونهي ڪيڇَ[٢٥] ۾، نَڪي سِنڌُ[٢٦] اَميرَ[٢٧]،
مُومَلَ ناهہ ماڙِيين[٢٨]، گَنجي[٢٩] ناهہ فَقيرَ[٣٠]،
وَرُ[٣١] ڇَڏيو واهَڙُ[٣٢] تَري، ساهَڙُ[٣٣] مَنجهہ سَريرَ،
قُبَنِ[٣٤] ڪينهي پيرَ[٣٥]، مُرشِدَ[٣٦] مَساڻَنِ ۾.

## ١٠

عُمَرُ چاڙهي[٣٧] اُٺِ تي، پُڄي[٣٨] نِئو[٣٩] پَنوهارِ[٤٠]،

١. جيڪر. ٢. يعني شاهہ سائينءَ جي زماني ۾. ٣. هجي ها. ٤. آئون لهان يا وٺان ها. ٥. خبر، سڌ سماءُ، سار سنڀال. ٦. ان جي. ٧. آئون ارداس يعني عرض ڪريان ها. ٨. عمر سومري. ٩. نزديڪ، قريب (ويجهو تي = وڃي). ١٠. يعني عمر وٽ. ١١. يا. ١٢. بدن، سرير. ١٣. ان يعني عمر کي آئون آڇيان يا پيش ڪريان ها. ١٤. لوهہ جا ٺهيل زنجير. ١٥. آزاد ڪرائي، خوش ڪري، مرڪائي. ١٦. مالوند ماڻهن (مارئيءَ جي مائٽن). ١٧. ڏانهن. ١٨. ٻانهن کان، هٿ کان. ١٩. سونهون، اڳواڻ، رهنما. ٢٠. آئون ان (مارئيءَ) کي ريڙهيان يا وٺي وڃان ها. ٢١. موچاري، ڀلاري، سهڻي. ٢٢. وطن، ڏيهہ. ٢٣. امير يعني عمر. ٢٤. سسئيءَ جي محبوب جو نالو. ٢٥. رياست مڪران جي هڪ ڳوٺ جو نالو (پنهونءَ جو ڳوٺ). ٢٦. سنڌ ۾. ٢٧. حاڪم، بادشاهہ. ٢٨. ماڙين ۾، محلاتن ۾. ٢٩. گنجي ۾ (گنجو هڪ ننڍڙو جبل يا ٽڪر آهي جيڪو حيدرآباد جي ڏکڻ ۾ واقع آهي). ٣٠. درويشن، الله لوڪَ. ٣١. مڙس، ڀتار، ڪانڌ. ٣٢. واهڙ ۾، درياهہ ۾. ٣٣. سهڻيءَ جو محبوب ميهار. ٣٤. قبن ۾، مقبرن ۾. ٣٥. ولي، اولياءَ، اهل الله، هادي، مرشد. ٣٦. هندن جي مڙدن يعني مئل ماڻهن کي ساڙڻ واڙين جاين. ٣٧. سوار ڪري، وهاري. ٣٨. جهلي، ٻڌي. ٣٩. ڪٺي يا وٺي ويئي. ٤٠. ٻڪريون، ڌاريندڙ يا چاريندڙ عورت (مارئيءَ).

ڏُنو ڏاڍي بَند ۾، سُومَرو سَنگهار،
نيئي ٿَر اڳِتئو، پُرس پرائيءَ نار،
مارُو جو مَلير ۾، وِينو ڪوٽ ڪُوار،
هَنجُهون ڪيم هار، موتَڻُ ڪو مَس ٿئي.

۱۱

عُمَر آندي مارُئي، مَشتان تَڙ تَڙي،
جُسو زَنجيرُن ۾، راتو ڏينهن رَڙي،
قيدَنِ مَنجهہ ڪَڙي، سَنگ نہ وَنجَنِ سُومَرا.

۱۲

عُمَر آندي مارُئي، ظالم زورُ ڪري،
مارُن ڌاران مازِيين، جي ٿي هِت مَري،
نہ مَڙهُہ تنهِن مُشتاق جو، پَهچائج ٿَرين،
پُسيءَ پانڌُ پَري، مَن فاتحا ڏين فَقير ڪي.

۱۳

وِينِي ڪوٽ وَٽِن ۾، ڪامَڻِ ڪُواري،

۱. سخت، جاڏي، اڙانگي، ڏکئي، ۲. قيد، ۳. عمر، ۴. مال چاريندڙ يعني ڌنار عورت (مارئيءَ)، ۵. ڪٺي، وٺي، ساڻ ڪري، ٦. ٿر ۾، واريءَ جي دڙن ۽ پٽن ۾، ۷. بند ڪئو. قابو ڪئو. روڪئو، ۸. مرد، ماڻهو، ۹. ڌارينءَ. غير، اجنبيءَ، ۱۰. عورت، زال، ۱۱. مارئيءَ جو مگيندو، ۱۲. ڪوٽ ڪي، عمرڪوٽ ڪي، عمرڪوٽ جي قيدخاني ڪي، ۱۳. پٽي، ياراتا ڏي، ۱۴. لڙڪ، ڳوڙها، آنسو، ۱۵. نہ، ۱٦. وهاءِ، ۱۷. مشڪل، ۱۸. تان، ڪان، ۱۹. پاڻيءَ پرڻ واري هنڌ، ڪوهہ، ۲۰. زوريءَ ڪٺي، ۲۱. بدن، جسم، سرير، ۲۲. لوهہ مان ٺهيل نيرن يا سنگهرن، ۲۳. راتو ڏينهن = رات توڙي ڏينهن، هر وقت، ۲۴. دانهون ڪري، روئي، ۲۵. زنجيرن سان ٻڌي، ۲٦. رشتا، شاديءَ لاءِ گهربيل ڇوڪريون، ۲۷. گهرجن، حاصل ڪجن، ۲۸. اي سومرا، اي عمر، ۲۹. ظلم ڪندڙ، ستم گرَ، بيداد، ۳۰. زبردستي، ڏاڍائي، جبر، ۳۱. مالوند ماڻهن (مارئيءَ جي مائٽن)، ۳۲. ڪان سواءِ، ۳۳. ماڙين ۾، محلاتن ۾، ۳۴. جيڪڏهين، ۳۵. ساهہ يا دم ڏي، فوت ٿئي، ۳٦. لاش، ميت، مڙدو، ۳۷. سڪايل، اڪنڊيل، شائق، ۳۸. رسائج، موڪلج، ۳۹. ٿرن ۾، ۴۰. پسيءَ جو، ڪرڙ جي وڻن جي گلن جو، ۴۱. جهولي، ۴۲. شل، خدا ائين ڪري تہ، ۴۳. مسلمان ماڻهوءَ جي مري وڃڻ ڪانپوءِ ان کي ثواب پهچائڻ لاءِ قرآن شريف جي صورت فاتحہ (الحمد) پڙهڻ واري رسم، ۴۴. مسڪين، غريب، ۴۵. ڪوٽ جي، قلعي جي، قيدخاني جي، ۴٦. پاسن، ڪُنڊن، ۴۷. سهڻي عورت (مارئي).

مَلِيرُ[١] سَارِئو[٢] مَارُئِي، روبو[٣] رُنَّاڙي[۴]،
اَلا[۵] اوتَارِي[٦]، مُنڌَ[٧] مَارُوءَ جي ميڙِين.

### ۱۴

مَارُو نَہ ميرا، مِتَ مُنهنجَا سُومَرا،
اُٺئو ڏِينِ اَسُورَ[٨] جو، پَرِ[٩] پِٺُنِ[١٠] پيرا[١١]،
پَنوهَارَنِ[١٢] پيرا[١٣]*، وِڙِهُہ مَ وِيڙِهيچَنِ سين.

### ۱۵

پَالَ[١۴] پَکَا ءِ پَکَ[١۵]، جِتِ کَرَڙَ[١٦] کَتَّا[١٧] ءِ کَاهِيُون[١٨]،
سَرَهِيُون سي سَرَتِيُون[١٩]، جي حَاضُرُ پَاسي حَقَ،
مَارُوءَ سين مَاٽِيَان[٢٠]، شَلَ مُندائِتي[٢١] مَکَ[٢٢]،
کِيکَارِيَان[٢٣] خَلَقَ[٢۴]، جَا تَرَ[٢۵] جَائِي[٢٦] مِ ٿُوهَرين[٢٧].

### ۱٦

سي تَارِيلا[٢٨] تَرِ تِئَا، جي مَان[٢٩] گَهتُ[٣٠] گُهري[٣١]،
وَطَنُ[٣٢]، وَسَ[٣٣]، وَسنديُون[٣۴]، هِينئَڙي[٣۵] نِتُ[٣٦] هُري[٣٧]،
اَندَرِ چِتَ چُري، مُونکي وِرهُہ وِيڙِهيچَنِ جو.

---

١. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو. ٢. ياد ڪريو، سنڀاليو. ٣. خود روبو يعني اکين مان لڙڪ وهايو. ۴. ٻين ماڻهن کي ارمان يا افسوس ۾ وجهي. ۵. اي الله. ٦. اوتاري ۾، اوطاق ۾، مکان ۾، گهر ۾. ٧. منڌ کي، عورت کي (مارئيءَ کي). ٨. فجر، پرهہ ڦٽي. ٩. پاسن ۾، چوڌاري. ١٠. ڀِٽن جي، واريءَ جي دڙن جي. ١١. چڪرَ، ڦيرا. (پورهيي لاءِ). ١٢. پنوهارن جا، ٻڪرين ڌاريندڙن يا چاريندڙن جا. مارئي جي مائٽن جا. ١٣. پيرن جا نشان * پنوهارن جي پيرن جا نشان ڏسجن پيا يعني اهي جلد ئي اچڻ وارا آهن. ١۴. اُن يعني رڍن جي وارن يا ڌاس يعني ٻڪرين جي وارن مان ٺهيل ڪرڙن يعني فراسين جا ٺهيل گهر، تنبو، جهوپڙا. ١۵. ڪکن ڪانن جا ٺهيل گهر، ڀنگا، جهوپڙا. ١٦. ڪرڙ جي وڻ جو ڦکل ميوو، ڏيرا. ١٧. اُن مان ٺهيل ٿلهيون کٿيون يا لوئيون. ١٨. اُن يا ڌاس مان ٺهيل ٻرا يا خرزينون، کڙيا. ١٩. مڙس، ڀتار، ڪانڌ. ٢٠. واپرايان، کان. ٢١. مند جي، موسم جي. ٢٢. کيڙ يا چار جي وڻن جا ڪچا ءَ ننڍا ڀيرون. ٢٣. ڀليڪار چوان، آڌر ڀاءُ ڪريان. ٢۴. خلق کي، ماڻهن کي. ٢۵. ٿر ۾، واريءَ جي ڀٽن ۾. ٢٦. پيدا ٿي. ٢٧. ٿوهرن، نانگ جي ڦڻ وانگر چوٽين سان هڪ قسم جي ڪنڊن وارن وڻن (جن جي ٿارين ڀڃڻ سان هڪ قسم جو کير نڪرندو آهي. ٢٨. ٿر جا رهاڪو، ٿري ماڻهو. ٢٩. منهنجو. ٣٠. دل، من. ٣١. طلبي، چاهي، ياد ڪري. ٣٢. ساٿيهہ، ڏيهہ (ملير). ٣٣. برساتون، مينهن. ٣۴. ڳوٺ، آباديون. ٣۵. هينئڙي ۾، دل ۾. ٣٦. هر وقت. ٣٧. ياد پوي.

## ١٧

پاسا[1] پولڙيُن[2] ۾، ٻانهون سِرِ[3] ٻيئي،
اکيون نَکُ اَرٻَج[4] ريْ[5]، تِمايِم[6] تيئي،
ڏُورِ[7] ٿِئا ڏيهي[8]، پِريِن[9] پائُرَ[10] وَٽ[11] ۾.

## ١٨

پِريِن پائُرَ وَٽ ۾، ڏيهَ[12] وَڻَ ٿِئَڙَم[13] ڏُورِ،
راجَ[14] لَڏايا[15] سُومَري[16]، عُمَرَ ڪَري اُورِ[17]،
ڏاڍي[18] کِنهِن[19] ضَرُورِ[20]، مُلڪُ[21] مارُن ڇَڏِئو.

## ١٩

ڪي اَسان ڪَ مارُئِيَن[22]، ڪي اَباڻَن[23] ڇَئِجاهُه[24]،
هَرَ هَرَ[25] هَلائُون[26] تو ڪَري، عُمَرُ اَسان[27] تان[28]،
پائرَ جي پِيرَن ڪي، اَئِين[29] ڪو[30] عَرضُ[31] ڪَجاهُه[32]،
اَللهَ ڪي ڇَئِجاهُه[33]، تَه لوئِيءَ[34] جي لَڄَ[35] رَهي[36].

## ٢٠

اَڏُ لوئِي اَنگَ[37] تي، اَڏَ ۾ ٻَچا ٻارَ،

---

١. بدن جا پاسا، پهلو. ٢. پکرين ۽ رڍن جي ڇيڻن، ڦولڙين. ٣. سر جي هيٺان، مٿي جي هيٺان. ۴. بنان ريج يا بنان آلاڻ يعني خشڪ زمين، ٿر. ۵. کان سواءِ. ٦. مون تمايا يعني (انهن مان) ڀاڻي وهايو. (مون رُنو). ٧. پري. ٨. ڏيهه جا رهاڪو. وطن جا رهاڪو. ٩. محبوب. سڄڻ. ٢٠. پائر جي. ٿر جي (پائر ٿر جي ڏکڻ واري علائقي کي چئبو آهي پر هتي مراد ٿيندي سڄي ٿر). ١١. پاسي. پر. ڪنار. ١٢. ڏيهه جا. ١٣. مون کان ٿئا. ١۴. (مارئيءَ جي مائٽن جا) ڪڙم قبيلا. آکهيون. برادريون ۽ قومون. ١۵. (ٿر مان باهر) ڪڍيا. ١٦. يعني عمر جيڪو سنڌ جي سومرا خاندان جو هڪ حاڪم هو. ١٧. ڪاهه. حملو. چڙهائي. ١٨. وڏي. سخت. ١٩. ضرور سبب. لاچار سبب. حاجت يا مشڪل سبب. ٢٠. ديس. وطن. ٢١. مالوند ماڻهن (مارئيءَ جي مائٽن). ٢٢. مارن کي. ٢٣. اباڻن کي. مائٽن کي. ٢۴. تون چئج. ٢۵. هر هر = وري وري. گهڙيءَ گهڙيءَ. نت نت. مسلسل. ٢٦. حملا. ڪاهون. چڙهايون. ٢٧. مون. ٢٨. تي. ٢٩. اوليائن. ولين. ٣٠. اوهين (مارو). ٣١. منٿ. وينتي. سوال. ٣٢. ڪجو. ٣٣. اوهين چئجو. ٣۴. ڪنيءَ. اُن يعني رڍن جي وارن مان نهيل چادر يا اوڇڻيءَ. ٣۵. پردو. پت. ڀرم. بچاءُ. ٣٦. بچي. قائم ٿئي. ٣٧. بدن.

اِهڙا جَنِ[1] اَطوارَ[2]، تَنِ جِي سامَ[3] پَرتِيئِي[4] سُومَرا[5].

## وائي

آئُون ماروءَ[6] جِي آهِيان، مُون کي ماروءَ جو آسرو[7]،
مارُو مُون[8] نَہ ڇَڏِيندو سُومَرا[9]،
ميڙو[10] ٿيندو مُومِنين[11]، فَضا[12] پاڻ ڪَريندو[13]،
اُتي مَلِير[14] جائِيُون[15]، سَڀِ نَوازِي[16] نيندو[17]،
والِي[18] ٿي واڳَ[19] جو، هَتائِين[20] هَلَندو،
ڪوٺي[21] ڪَوثَر[22] ڪَنڌِيين[23]، پاٽِي پِيارِيندو.

١. جن جا. ٢. طور، طريقا، نمونا، حال. ٣. لڄ يا پناهه ۾ آيل عورت (مارئي). ۴. توکي پرتي آهي يا توکي سپرد ٿيل آهي (حفاظت ۾ رکڻ لاءِ). ۵. اي سومرا، اي عمر. ٦. محبوب، مارئيءَ جي مڱيندي. ٧. آڌار، ڀروسو، ڏِڍ. ٨. مون کي. ٩. اي سومرا. ١٠. ميلو، گڏجاڻي. ١١. مومنن جو، ايمان وارن جو. ١٢. فيصلو، نياءُ. ١٣. ڪندو. ١۴. ملير جون. ١۵. ڇاول يا پيدا ٿيل (عورتون). ١٦. نوازش ڪري، مهرباني ڪري، احسان ڪري، سرخرو يا سرفراز ڪري. ١٧. وٺي ويندو. ١٨. مالڪ، ڌڻي. ١٩. ولر، ڌڻ، ساٿ، جماعت. ٢٠. هتان ئي. ٢١. سڏ ڪري، گهرائي. ٢٢. ڪوثر جي (جنت يا بهشت ۾ وهندڙ هڪ نهر جي). ٢٣. ڪنڌين تي، ڪپن تي.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُرُ مَارُئِي

## داستان پندرهون

### ۱

عُمَرَ[1] اَڄُ گَڏِئَامِ[2]، ڏوٿِيُ[3] اُنَهين ڏيهَہ[4] جا،
پَارانِيَا[5] پِرِيَنِ[6] جا، اُيِي[7] اُنِ[8] چِيَامِ[9]،
لَهِي لوهَہ[10] وِئَامِ[11]، لُطفَ[12] سَائُ لَطيف چَئي.

### ۲

كِنهن تَڙ[13] ڏيهَائِي[14]، كِٿِي[15] اُنَنِ[16] مِينهَڙا[17]،[18]
مُون وَٽِ مُون[19] پِرِيَنِ جِي، وِيهِي كَرِ وائِي[20]،
آئُون اَڳَ[21] ڏِائِي[22]، مَنَ[23] سَنِيهُونِ[24] سُٽِّي[25] جِيَانَ[26].

### ۳

آيو كيرُ ڏيهَان[27]، جِنهن كَرَ[28] پُڇَان[29] خَبَرُون[30]،
وِڄُون[31] اُنَ وَراءَ[32]، راتِ مَارُوءَ[33] ڏي وُنِيُون[34].

---

۱. اي عمر، ۲. مون كي گڏيا، مون كي مليا، ۳. ڏٿ (جهنگ جي گاهن ۽ وڻن مان پيدا ٿيندڙ اَن ۽ ڦَلن) تي گذران كندڙ، ۴. ملك ديس، وطن، ۵. نيايا، سنيها، پيغام، ٦. محبوب، سڄڻ، مائٽن، ۷. بيهي، ۸. ان كي يعني ڏوٿين كي، ۹. مون چيا يا ٻڌايا، مون ڏنا، ۱۰. لوهہ جا ٿهيل زنجير يا نير، ۱۱. منهنجا وئا، ۱۲. مهربانيءَ، كرم، ٻاجهہ، ۱۳. (خبر كانهي) كهڙي، ۱۴. تڙ تي، پاڻيءَ پرڻ واري يا جوپائي مال كي پاڻي پيارڻ واري هنڌ تي، ۱۵. ڏيهہ جا ماڻهو، وطن جا ماڻهو، ۱٦. كهڙي هنڌ يا جاءِ تي، ۱۷. انهن تي اُٺا يا وٺا يا وسئا، ۱۸. برساتون، ۱۹. منهنجي، ۲۰. ڳالهہ، ذكر، ٻچار، ۲۱. اڳ جي، شروعات جي، بنيادي، ۲۲. ڏاول، پيٽ ڄربل (اڳ ڏائي = اڳيئي سورن يا ڏكن ۾ چور آهيان)، ۲۳. شل، خدا ايئن كري ته، ۲۴. انهن جو سنيهو يا پيغامُ، ۲۵. ٻڌي، ۲٦. جيئري ٿيان، چاك چڱي ڀلي ٿيان، سورن كان آزاد ٿيان، ۲۷. ڏيهہ كان، ۲۸. كان، ۲۹. معلوم كريان، ۳۰. سُڌيون، حال احوال، ۳۱. كنوڻون، ۳۲. طرف، پاسي، ۳۳. محبوب (مارئيءَ جي مڱيندي)، ۳۴. وسيون.

## ۴

أُنَنِ[1] مِينهَن[2] گهَٽَا، ٿِئَن موڪَ[3] مَلِيرَ[4] ۾،
اکِيُون[5] آبَ[6] پَرِئو[7]، اُنَهِين ڪُوڻ[8] ڪَٽَان،
مَارُوئَنِ[9] شَالَ[10] مِڙَان، ڪونِيُون[11] چَڏي ڪَڌهِين.

## ۵

سَچُ[12] ڪ[13] أُنَا مِينهَن، مُونهَان[14] پوءِ مَلِيرَ ۾،
تَنِ ڏوٿِيَنِ[15] لايَا[16] ڏِينهَن، پَهرِئَا[17] جي پُسِيءَ[18] ڪَي[19].

## ٦

مُونهَان پوءِ مَلِيرَ ۾، جِيئَڪُس[20] أُنَا مِينهَن،
ڪَالَهَ سَجُوئِي ڏِينهَن، اڪَڙيُن اُڪيرِئو[21].

## ⑦

مُونهَان پوءِ مَلِيرَ ۾، مَرُ[22] تَا مِينهَن وَسَنِ،
مَارِيَس[23] اِنَ مَامِري[24]، يَادِ نَہ ڪِئو جيڏَنِ[25]،
ڪَرَ[28] نَہ لَڌِي[26] ڪَڌهِين، مُنهِنجي مَاڙِيچَنِ[27]،
وِڄُون[29] پوءِ وَسَنِ، آئُون اَبَاڻَنِ[30] اَڳُ[31] وَڃَان.

---

۱. أنهن (مارَن) تي أنا يا وٺا يا وسيا، ۲. برساتون، ۳. (چوپائي مال ۽ ماڻهن جي کاڌي پيتي جي شين جي) گهٽائي، ۴. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو، ۵. نيڻ، ٦. آب سان، پاڻيءَ سان، لڙڪن يا ڳوڙهن سان، ۷. ڇڪار ڪئو، ۸. طرف، پاسي، ۹. مارن کي، مالوند ماڻهن کي (مارئيءَ جي ماڻٽن کي)، ۱۰. شل، من، خدا ايئن ڪري تہ، ۱۱. قيدخاني جا صفا يا ڪمرا، ۱۲. سچ پچ، واقعي، ۱۳. چا، ۱۴. مون کان، ۱۵. ڏٿ (جهنگ جي گاهن ۽ وٽن مان پيدا ٿيندڙ اَن ۽ ڦلن) تي گذر ڪندڙن، ۱٦. لايا ڏينهن = واپس اچڻ ۾ تمام گهڻي دير ڪئي، ۱۷. روانا ٿئا، اسهئا، ۱۸. ڪرڙ جي وٽن جي گلن (جيڪي ٻاجهيءَ طور رڌي کائبا آهن)، ۱۹. لاءِ، ۲۰. شايد، ۲۱. واجهايو، اُڪنڊئو، اسڙ ڪئو، ۲۲. ڀلي، بيشڪ، ۲۳. مون کي ماريو، مونکي ايذايو يا آزاريو يا ڏک پهچايو، ۲۴. معاملي، قصي، ڳالهہ، ۲۵. هڪ جيڏين، سرتين، ساهيڙين، ۲٦. خبر، سڌسماءُ، ۲۷. ورتي، معلوم ڪئي، ۲۸. ٿر ۾ رهندڙ عورتن، ۲۹. ڪنوڻيون، ۳۰. اباڻن ڏي، ماڻٽن ڏي، ۳۱. پهرين يا اول (وڄن وسڻ کان).

## ۸

مُونهَان پوءِ مَليرَ ۾، مينهَن ڪُجَاڙو[1] ڪَنِ،
اَرٽَ[2] اولاٽي[3] چَڏئَا، سَاجُهر[4] سَاهيٽِنِ[5]،
وِجُون پوءِ وَسَنِ، آئُون اَباٽنِ اَڱُ وَجَان.

## ۹

وَسِي وِجَڙيُنِ، مُونکي عُمَرَ[6] اُداسِي[7] ڪئو،
وُنَا مينهَن وَسُون[8] تيُون، سَاٽيهَ[9] ۾ سُڄَنِ[10]،
ڪِنوِي[11] ڪِنوِٽيَنِ، ٻَڏا موڙَ[12] مَلِيرَ ڪي.

## ۱۰

ٻَڏا موڙَ مَلِيرَ ڪي، وِجَڙيُنِ واري[13]،
سُورُ[14] تَني جو سُومَرا[15]، مُون ڪي تو مَاري[16]،
اَللهَ[17] اوتَاري[18]، مَنَ[19] مَارُوءَ[20] جي ميڙيِن[21].

## ۱۱

جِت پُنگا[22] پٽون[23] پيٽيُون[24]، تِنهِن ڪُوڻِ[25] تيُون ڪِنوَنِ[26]،
پَائُرُ[27] سَبِ پُسَائيو[28]، وَسِي وِجُڙيُنِ،

---

۱. ڄا ڪندا، ۲. چرخا، ڪپهہ مان سٽ ڪتڻ يا ناهڻ جا اوزار، ڏينگا. ۳. بند ڪري، اَڪيلي، اڪوڙي، آٽڻ يعني سٽ ڪتڻ واريءَ جاءِ مان ٻاهر ڪڍي، ۴. سوير. ۵. سرتين، جيڏين. ٦. اي عمر، ۷. مايوس، ملول، غمگين. ۸. وسنديون، آباديون، پوکون، ۹. وطن، ڏيهہ. ۱۰ ٻڌڻ ۾ اچن. ۱۱. تجلا ڪري، جهلڪا ڏيئي، چمڪي، ۱۲. سِهرا، شاديءَ جي وقت گهوٽ جي مٿي يعني نراڙ تي ٻڌل موتين جي لڙهين مان جڙيل پَٽي (ٻڌا موڙ = گهوٽ جي مٿي يعني نراڙ تي ٻڌل موتين جي لڙهين سان جڙيل پَٽي (ٻڌا موڙ = سينگاريو (ساوڪن سان). سرسبز ۽ آباد ڪئو. ۱۳. ورائي، وري وري، ۱۴. ڏک، درد، غم، ۱۵. اي سومرا، اي عمر، ۱٦. ڏکوئي، تڪليف ڏي، ۱۷. اي الله، ۱۸. اوتاري ۾، اوطاق ۾، گهر ۾. ۱۹. شل، شال، خدا ايئن ڪري تہ، ۲۰. محبوب (مارئيءَ جي مڱيندي)، ۲۱. ملائين، پهچائين، ۲۲. جهوپڙا، ڪکن ڪانن جا ٺهيل گهر، ۲۳. واريءَ جا دڙا، ۲۴. هنڌ، جايون، آستان (مارن جي گهمڻ ڪرڻ جا)، ۲۵. طرف، پاسي، ۲٦. چمڪن، تجلا ڪن (ڪنوئيون)، ۲۷. ٿر علائقي جي ڏکڻ وارو پاڱو پر هتي مراد ٿيندي سڄو ٿر، ۲۸. پڄايو، آلو ڪئو.

مَارُوءَ[1] رِي[2] مِرَ مَرَنِ[3]، اَللهَ[4] جي آسائِتِيُون[5].

## ١٢

جِتِ پُنگا[6] پِٽُون[7] پيٽِيُون[8]، تنهن ڪُونڊِ[9] تي ڪِنواءِ[10]،
سَا وِجُ پَسِئو[11] وِندران[12]، مُون[13] رُوندي[14] رات وِهاءِ[15]،
سِيلِيتنِ[16] سُونهاءِ[17]، مارُو جو مَلِيرَ[18] جو.

## ١٣

تنهن ڪُنڊِ[19] تي ڪِنواءِ، جا ڏِسِ[20] ڏاڏائَنِ[21] جي،
سَارِئو[22] سَانبيَڙنِ[23] ڪي، روبو رات وِهاءِ،
سُونٽا[24] ڪِيمَ سَهاءِ[25]، عُمَرَ[26] بَنديَاٽِيَنِ[27] ڪي.

## ١۴

پَهري[28] ڪِئا پَٽَنِ[29] مِ، وِجِن واڌاٽا[30]،
اُنِي[31] وِئَڙا اُڪِري[32]، عُمَرَ[33] اَباٽا[34]،
سُورَ[35] اُنين جا سُومَرا[36]، اَندَرَ[37] اُذاٽا[38]،
بِڪَرَ[39] بَابَاٽا[40]، پَسان[41] شالَ[42] پَرِ[43] ڪَنهِين[44].

---

١. محبوب (مارئيءَ جي مگيندي)، ٢. ڪان سواءِ يا ڌار يا جدا، ٣. ساهه يا دم ڏين، فوت ٿين، ۴. اي الله، ٥. آس واريون، آسري يا پروسي ۾ رهندڙ، اميد ۾ رهندڙ، ٦. ڪکن ڪانن جا نهيل گهر، جهوپڙا، ٧. واريءَ جا دڙا، ٨. هنڌ، جايون، آستان، ٩. طرف، پاسي، ١٠. (ڪنوڻ يعني وڄ) چمڪي، تجلا ڏي، ١١. ڏسئو، ١٢. دل کي خوش ڪريان يا پرِچايان، ١٣. مون کي، ١۴. اکين مان ڳوڙها يا لڙڪ وهائيندي، ١٥. وهامي، گذري، ١٦. سيليتن کي، سيل وارين کي، ست وارين يا ستياوان عورتن کي، پاڪدامن عورتن کي، ١٧. سونهي، جڳائي، سيبائي، ٺهي، موافق اچي، ١٨. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو، ١٩. ڪُنڊ، ٢٠. طرف، پاسو، ملڪ، ٢١. ابي ڏاڏي جي اولاد، ٢٢. ياد ڪرئو، سنڀاليو، ٢٣. سانبين، جوڙيوالن، رفيقن، ٢۴. مهڻا، طعنا، ٢٥. ڏيار، سهڻ يا برداشت ڪرڻ، ٥. مقابلو ڪراءِ، ٢٦. اي عمر، ٢٧. قيدياڻين، ٢٨. پکڙي، ظاهر ٿي، اُڀري، ٢٩. ميدانن، ٣٠. ويجهه، وراڻ، جشن، آسودگيون، ٣١. أني ڏانهن، مينهن وسڻ واري هنڌ ڏانهن، ٣٢. نکري، اسهي، روانا ٿي، ٣٣. اي عمر، ٣۴. (منهنجا) مائٽ، ڏکَ، درد، ورهه، ٣٦. اي عمر سومرا، ٣٧. اندر ۾، دل ۾، ٣٨. پڙڪئا، جاڳئا، ٣٩. ٻاڪرو مال، ٻڪريون، ۴٠. ٻاباڻن جا، اباڻن جا، ۴١. ڏسان، ۴٢. خدا ايئن ڪري، ۴٣. ريت، نموني، ۴۴. ڪهڙيءَ.

## ١٥

وِڄَڙيُنِ[1] ويسَ[2] ڪيئا، مَٿان[3] آئي مُندَ[4]،
اِڪيُون اَباڻَنِ[5] ذي[6]، بَسِ[7] نَہ ڪَرِينِ[8] بُوندَ[9]،
هِيئَن نَہ تِيَسِ هُوندَ[10]، جي ڪَرَ[11] لَذائُون[12] ڪَڍهِين.

## ١٦

جي ڪَرَ لَذائُون، تَہ بَنديءَ[13] بَندُ[14] نَہ سَارِئُو[15]،
مَارُوئَڙِنِ[16] آئُون، جيڪُس[17] وِئَڙِيَسِ[18] وِسِري[19].

## ١٧

مَارُو مِينهَن گُهَرَنِ[20]، آئُون مَارُنِ[21] مِيڙائُو[22] گُهُران،
سَاڏوهِيُون[23] ۾ سَرَتيُون[24]، هِنيَينِ[25] مَنجهہ هُرَنِ[26]،
هِڪَ لِڱَين[27] لوهہ[28] چُرَنِ[29]، ٻي وِنجهَلَ[30] وِيڙهيچَنِ[31] جي.

## ١٨

مَارُو گُهَرَنِ مِينهَن، آئُون مَارُنِ مِيڙائُو گُهَران جي،
ڪِيَسِ نِمَاڻِي[32] نِينهَن[33]، وَنهِيَنِ[34] وِيڙهيچَنِ جي.

---

١. كنوڻين. ٢. پوشاڪون، لباس (ويس ڪئا = چمڪاٽ ڪيا، وسڻ جي تياري ڪئي). ٣. تان تہ، مونٽي. ۴. موسم (مينهن وسڻ جي). ٥. ماڻٽن. ٦. لاءِ. ٧. پڇاڻي، خاتمون. ٨. ڪن. ٩. ڦڙ ڦڙ (لڙڪن يا ڳوڙهن جي صورت ۾). ١٠. جيڪر. ١١. خبر، سڌ سماءُ. ١٢. ورتائون، معلوم ڪيائون. ١٣. بند ۾ پيل، بندياڻيءَ، قيدياڻيءَ. ١۴. قيد. ١٥. محسوس ڪئو. ١٦. ماروئڙن ڪي، مارن يعني مالوند ماڻهن ڪي (مارئيءَ جي ماڻٽن ڪي). ١٧. شايد. ١٨. آئون ويٺي. ١٩. دل تان لهي. ٢٠. طلبين. ٢١. مارن جو. ٢٢. ميلاپ، وصال. ٢٣. چارين جا وڻ (جن جي ڦر کي پيرون چئبو آهي). ٢۴. ساهيڙيون، سکيون. ٢٥. دل، من، هردي. ٢٦. چٽڪن، ياد پون. ٢٧. لڱن ۾، عضون ۾. ٢٨. لوهہ جا زنجير. ٢٩. چرپر ڪن، لڳين. ٣٠. ڳڻتي، ڳارو، فڪر، غم. ٣١. ويڙهہ يعني جهنگ ۾ رهندڙن، جهانگين، مارن. ٣٢. عاجز، لاچار، بي وس، اداس، ملول. ٣٣. عشق، محبت، پيار، سڪ. ٣۴. آسودن، شاهوڪارن، سکين، ستابن.

(١٩)

هَنَ مُنهِنجي حَالَ جو، وِرهُہ[1] نَہ ويڙهيچَنِ[2]،
چُران[3] تَہ چُورِ[4] ٿِيَان، نِيَرَ[5] ڪِينَ نَمَنِ[6]،
هِڪُ لِڱِين[7] لوهَہ[8] چُرَنِ، ٻِي وِنجُهلَ[9] ويڙهيچَنِ جي.

وائي

آئُون شَالَ[10] ويڙهہ[11] وَڃَان، جِتي مَارُوئَڙا اَلا،
تَازِي[12] مَڪَ[13] مَليرَ جي، مُوڙئو[14] ڏارَ[15] يَڃَان[16]،
وِنديس اَبَاڻَنَ[17] ڏي، ڳائي ڳيَجَ[18] ڳَڃَان[19]،
ٿاريلِيَنِ[20] جي ٿَرَ تَان، پيرو[21] ڪِينَ يَڃَان[22]،
اُتي عَبدُاللطيفُ چَئي، اَٿَمِ[23] آسَ[24] اَجَان[25].

١. غم، فڪر، ڳڻتي، ڏک، درد. ٢. ويڙهيچن کي، ويڙهہ يعني جهنگ جي رهاڪن کي، جهانگين کي، مارن (مارئيءَ جي مائٽن) کي. ٣. چرپر ڪريان، اوري پري ٿيان. بدن جا پاسا ورايان، سران، رڙهان. ٤. ٽڪر ٽڪر، ناسُ، چٽ. ٥. لوهہ جا زنجير. ٦. جُهڪن، لڙن، هيٺ ٿين. ٧. لڱن ۾، عضون ۾. ٨. لوهہ جا زنجير يا نير. ٩. غم، فڪر، ڳڻتي، ورهہ. ١٠. شال، خدا ايئن ڪري تہ. ١١. ويڙهہ ڏانهن. ١٢. نيئن يعني تورا ڏينهن اڳ ڦٽل. ١٣. چارين ءِ ڪبڙن جي وڻن جو ڪجڙو ءِ سنهو ڦر (جنهن کي بيرون چئبو آهي). ١٤. ورايو، ڦيرايو، ڏنگو ڪريو. ١٥. ٽار. ٽهيون ٽاريون. ١٦. ٿوڙيان، چنان، (وڻن ڪان) جدا ڪريان. ١٧. مائٽن. ١٨. سهرا، ڳاچ، گانا. ١٩. خوشيءَ مان، سرهائيءَ ۾. ٢٠. ٿر يعني واريءَ جي پٽن ۾ رهندڙ عورتن. ٢١. گهمرو، ڦيرو، اچ وڃ، ملاقات. ٢٢. بند يا بس ڪريان، ختم ڪريان. ٢٣. مونکي آهي. ٢٤. آسرو، اميد. ٢٥. هن وقت يا هنيئر بہ.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر مَارُئي

## داستان سورَهون

### ١

پِهرينءَ رات پَسِي[1]، مُنهِنجو مَاڙِيءَ[2] مَنُ[3] ڦِٽڪو[4] ڪِئو،
مُوهَڙ[5] مَارُوئَڙَنِ[6] کي، واحِدَ[7] ڏِيڄِ[8] وَسِي[9]،
اَهَرَ[10] جِنهِن[11] اَسِين[12]، سو مَلِندو[13] شَالَ[14] مَليرَ[15] ۾.

### ٢

پِهرين رات مَليرَ[16] ري، مُون کي جَا پِيئِي،
اُونداهِيءَ[17] اَندوهَ[18] ۾، وهَامِي[19] وِيئِي،
ڏُورِ[20] تِئَا ڏِيهِي[21]، ڪَن[22] ڪَرُ[23] پُڇَان[24] خَبَرُون[25].

### ٣

پَرَ[26] جَهلَ[27] پِيَمِ[28] راتَڙِي، پِي بَابَاڻنُون[29] ڏارَ[30]،
رُنَمِ[31] راتِ رَتَ ڦُڙا[32]، نَائِي[33] نيڻن[34] نَارَ[35]،
وِچَارا[36] پَنوَهَارَ[37]، ڏِنِي[38] مُون[39] ڏِينهَن تِئَا[40].

---

١. ڏسي، ٢. (عمر سومري جي) محلات، ٣. دل. ۴. ٽڄي، شرمسار، ۵. مهاڙ، آڱنڊ، مهاڳ، آڳر، جوءِ، ٦. مارن، مالوند = ماڻهن (مارئيءَ جي ماڻهن). ٧. اي واحد، اي هِڪڙا يعني خدا. ٨. ڏج، عطا ڪج. ٩. وسيع، ڪشادي، موڪري، ١٠. آهر تي، آسري تي، آڌار تي، ڀروسي تي، ١١. جنهن جي، ١٢. يعني آئون مارئي، ١٣. سرخرو ٿيندو، مرڪندو، فخر ڪندو، ١۴. شل، خدا ايئن ڪري تہ، ١۵. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو. ١٦. کان سواءِ، ١٧. تاريڪيءَ، رات جي ڪاراڻ، ١٨. فڪر، ڳڻتيءَ، انتظار، اُڏڪي، ١٩. گذري، پوري ٿي، ٢٠. پري، ٢١. ڏيهہ يعني وطن جا رهاڪو، هم وطن ماڻهو، ڳوٺائي، ٢٢. ڪنهن. ٢٣. کان، ٢۴. معلوم ڪريان، ٢۵. سڌيون، حال احوال، ٢٦. پَرَ جي، غير جي، ڌارين جي، ٢٧. جهل ۾، بند ۾ ،٢٨. مونکي پئي، ٢٩. ٻاٻاڻن کان، اباڻن کان، ماڻٽن کان، ٣٠. جدا، سواءِ، ٣١. مون رنو، ٣٢. رت ڦڙا = رت ڳڙيل لڙڪ، ٣٣. وهائي، ٣۴. نيڻن جا، اکين جا، ٣۵. نڪ جي ڀرسان اکين جا سوراخ، ٽنرا، ٣٦. مسڪين، غريب، نماڻا، لاچار، بي وس، عاجز، ٣٧. ٻڪريون، ڌاريندڙ يا چاريندڙ، ٣٨. ڏسندي، ٣٩. مون کي، ۴٠. ڏينهن ٿيا = گهڻو وقت يا عرصو ٿيو.

۴

عُمَر[1] اَباڻَن[2] کي[3]، تِيجِهيءَ[4] تِمَن[5] نيڻ[6]،
مَارُئِي مَارُوئَڙَن[7] جي، وِرهَه[8] مَارِي[9] ويڻ[10]،
سَانبِي[11] سَارِئو[12] سيڻ[13]، نِنڊَکُ[14] سَاهُه[15] نَه نِکري.

۵

عُمَر اَباڻَن کي، چوٿِينءَ[16] چِڪَن[17] چَاکَ[18]،
مَارُئِي مَارُوئَڙَن جي، فَنا کِي فِراقَ[19]،
ڪَانيَارا[20] ڪَذاکَ[21]، ڪِنهَن[22] ڏُوراٽي[23] ڏيهَه[24] وِئا.

۶

پَنجِينءَ رات پَيغَامَ[25]، مُڪَم[26] مَاروءَ[27] جَامَ[28] ڏي،
وِيرِيَن[29] وِڙهِي[30] آهِيَان، وَرجِ[31] وِير[32] وَرِيَامَ،
اَلدُنيا سِجنُ لِلمُؤمِنِينَ وَ جَنَتُ لِلڪَافِرِين*، مَاڙِيءَ[33] مِ[34] مَاتامُ،
پَانيَان[35] قَيدُ[36] قِيَامَ[37]، تِي[38] ڏُکِئا[39] ڪَاتِيَان[40] ڏينهَڙا.

۷

چَهِينءَ رات چِٽِي[41]، ڳُوڙهَا پِيَم[42] ڳَلَ[43] تِي،

---

۱. اي عمر، ۲. مائٽن، ۳. لاءِ، ۴. ٽيءَ (رات جو)، ۵. هارين يا وهائين يا ڳاڙين (لڙڪ يا ڳوڙها)، ٦. اکيون، ۷. مارن، مالوند ماڻهن (مارئيءَ جي مائٽن)، ۸. فڪر، ڳڻتيءَ، ڏک، درد، ۹. فنا ڪئي، ناس يا چٽ ڪئي، ۱۰. مهڻي، طعني، ۱۱. جوڙيوال، رفيق، ساٿي، ۱۲. ياد ڪريو، ۱۳. مائٽ، ۱۴. بي لڄو، بي نڪو، نٺر، ۱۵. دَمُ، پساهه، ۱٦. چوٿينءَ رات جو، ۱۷. گند يا پونءِ ڳاڙين، ۱۸. ڦٽ، زخم، ۱۹. وڇوڙي، جدائيءَ، ۲۰. ڪانياري ڪان (ڪانيارو تر ۾ هڪ تڙ جو نالو آهي)، ۲۱. ڪذاڪ سبب، (عمر جي) ارڏائيءَ يا ظلم سبب، ۲۲. ڪنهن نامعلوم، ۲۳. براهين، ڏور، ۲۴. ڏيهه ڏانهن، ۲۵. نياپا، سنيها، ۲٦. مون موڪليا، مون اماڻيا، ۲۷. محبوب (مارئيءَ جي مڱيندي)، ۲۸. سردار، ۲۹. دشمن، ۳۰. وڪوڙي، گهيري، ۳۱. وارو ڪج، رسج، پهچج، ۳۲. اي وير، اي بهادر، اي وريام، اي سورهيه * دنيا يعني جهان مومن لاءِ قيد آهي ۽ ڪافرن لاءِ جنت آهي (حديث)، ۳۳. محلات ۾، ۳۴. روج راڙو، ۳۵. سمجهان، محسوس ڪريان، ۳٦. بند، ۳۷. قيامت، مصيبت، ۳۸. تنهنڪري، ۳۹. اڙانگا، مشڪل، سخت، تڪليف وارا، ۴۰. گذاريان، بسر ڪريان، ۴۱. ڪري، ڳڙي، ۴۲. مونکي پيا، منهنجا پيا، ۴۳. ڳٽي، رخسار، منهن.

وَنهيَنِ[1] ويڙهيچَنِ[2] جي، هيِين[3] حُبَ[4] گهٽي،
اِنَ اللهَ مَعَ الصَابِرِينَ*، وائي[5] وات[6] وَٽي[7]،
ميڙيندُمِ[8] ڏَٽي[9]، ميِنهَنِ[10] اُنّي[11] مَارُئينِ[12].

(٨)

سَتينءَ رات صَحي[13]، سَارئُمِ[14] سَانبَيڙَن[15] کي،
تَازي[16] تَاسَريُنِ[17] ۾، پِيتَمِ[18] مُوکَ[19] مَهي[20]،
کَيمَ[21] رِهاٽيُون[22] ربلَ[23] ۾، بيريُن[24] هيٺ بَهي[25]،
قَيدِ المَاءِ اَشَدُ مِن قَيدِ الحَديدِ●، اِها رَمزَ[26] رَهي[27]،
وَجي لوهُه لَهي، تَه مَلان مَارُوئَڙنِ کي.

(٩)

ٿَرَ[28] وَٺا[29] ٿَاذيلِ[30] ٿي، پَهرئو[31] چَرنَ[32] پَنَ[33]،
هينئَڙي[34] رات اُکيرئو[35]، مَارُوءَ[36] کَارڻ[37] مَنَ،
زِبريُون[38] لاهه ضَعيف[39] تَان، عُمَرَ[40] سَاڻُ اَمَنَ[41]،
سَرتيُنِ[42] سَاڻُ سَمُنَ[43]، اُنّي[44] وَلهَارَنِ ۾.

---

١. آسودن، سکين، شاهوڪارن، ٢. ويڙهه يعني جهنگ ۾ رهندڙن، جهانگين، مارن، ٣. هيين ۾، دل ۾، من ۾، ۴. سِکَ، اُڪنڊ، پيار *بيشڪ الله صبر ڪندڙن سان آهي (قرآن شريف جي سورت بقر جي آيت ١٥٣)، ۵. ڳالهه، نصيحت، ٦. وات ڪي، زبان ڪي، ٧. پسند آئي (ورد ڪرڻ لاءِ)، ٨. مونکي ميڙيندو يعني ملائيندو، ٩. مالڪ، خدا، ١٠. برسات، ١١. وسندي (وقت)، ١٢. مارن سان، ١٣. چڱيءَ طرح، برابر، نيڪ، ١۴. مون سارئو يا ياد ڪئو، ١۵. سانبين، جوڙيوالن، رفيقن، سائين، ١٦. سجر، ٿوري دير اڳ (ولوڙيل) نهيل، ١٧. وٿين، پيالين، پهين، ١٨. مون پيتي، ١٩. جهجهي، گهڻي، جام، ٢٠. لسي، ڏڌ، ٢١. مون کيون، ٢٢. ڪچهريون، ٢٣. گاهه واري ميدان، چراگاهه، ويءِ، ولهار، ٢۴. هڪ قسم جي وڻن، ٢۵. ويهي ●(دائي) پاڻيءَ جو قيد لوهه جي قيد کان زيادهه سخت يعني ڏکيو آهي (عربي قول)، ٢٦. اشارو، اهڃ، راز، ٢٧. بحال ٿي، ٢٨. واريءَ جي پٽن ۽ دڙن وارا علائقا، ٢٩. (ٿرن ۾) برسات وسي، ٣٠. ٿڏڪار، ٣١. مال سان گڏ، (جهنگن ۽ ميدانن ڏانهن) نڪريو، ٣٢. (مال کي) چارين، ٣٣. وڻن ۽ گاهن جا پن، ٣۴. هنيين، دل، من، ٣۵. واجهايو، اُڪنڊئو، ٣٦. محبوب (مارئيءَ جي مڱيندي)، ٣٧. لاءِ، واسطي، ٣٨. زنجير، هٿ يا پير ڪڙيون، ٣٩. ڪمزور، هيٺيءَ، ۴٠. اي عمر، ۴١. سک، سلامتي، ۴٢. ساهيڙين، ۴٣. واعدو، ڊائي، ۴۴. مينهن وسڻ مهل.

### ١٠

ٿَرَنِ ٿيلهي[1] نَہ مَران، مُون[2] مارُو[3] مَ ٿيلهِين[4]،
پَٽ[5] پَرِبي پَنوهارَ[6] جا، مَرُ[7] ٿيُون ڏُونگهَا[8] ڏِينِ،
اَمُرُ[9] جي نَہ مَجِين[10]، سي ڏوتِي[11] ڏولائي[12] پِئا.

### ١١

مَتي[13] ٿيرَ رَهِي، وِئا گُذاري[14] جيڏيُون[15]،
ڪَڏهين ڪونَہ آيو، پَنوهَارَنِ[16] پَهي[17]،
وِئا سي وَهِي[18]، جَنَبُ[19] گُذارِئُمِ[20] جَنِ سِين.

### ١٢

چِيلا ۽ چَارا[21]، مَارُنِ جَا مَليرَ[22] ۾،
أُٺئُو پَرِبنِ[23] اَسُورَ[24] جو، وَرَتُنِ[25] سين وارا[26]،
چِڏي ڪُوهَہ ڪارا[27]، مَارُو مِٺي[28] موٽِئا.

### ١٣

مَارُو رَهَنِ مِٺي[29]، ڪَوڙي[30] رَهَنِ نَہ ڪَڏهين،
عُمَرَ[31] اَبَاڻَنِ[32] ڪي، ٿِئَڙَمِ[33] ڏِينهَن[34] ڏِني[35]،

---

١. ٿرن ٿيلهي = ٿرن يعني واريءَ جي دڙن يا ڀٽن جي ٿيلهيل يعني ڏڪاريل ٿي ڪري. ٢. (شال) مون ڪي. ٣. مالوند ماڻهو (مارئيءَ جا مائٽ). ٤. لوڏين. ڏڪارين. ٥. عزت. ساک. سچائي (پت پربي = پت واري، عزت واري، سچي). ٦. ٻڪريون ڌارينڌڙ يا چارينڌڙ. ٧. پلي. ٨. طعنا. ميهڻا. اوپالا. ٩. (خدا جو) حڪم. رضا. ١٠. قبول ڪن. ١١. ڏٽ (جهنگ جي گاهن ۽ وڻن مان پيدا ٿيندڙ ان ۽ ڦلن) تي گذر ڪندڙ. ١٢. ڏولائي ۾. تڪليف ۾. مصيبت ۾. ١٣. تي. ۾. ١٤. حياتي بسر ڪري. ١٥. اي جيڏيون. اي ساهيڙيون. ١٦. پنوهارن جو. ١٧. قاصد. نياپو آڻيندڙ. ١٨. نڪري. روانا ٿي. ١٩. حياتي. عمر. جنم. ٢٠. مون گذاريو. ٢١. رستا. پيچرا. چارا. گس. ٢٢. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو. ٢٣. کوهن مان پاڻي ڪڍن. ٢٤. فجر. پرڀات. ٢٥. رسن. واجهن. نوڙين. ٢٦. کوهن مان ورتن جي ذريعي پاڻيءَ ڪڍڻ جو عمل. ٢٧. لوڻاٺيل يعني نمڪين پاڻيءَ وارا. ٢٨. مٺي يعني شيرين پاڻيءَ واري علائقي ڏانهن. ٿر کان ٻاهر پڪي جي علائقي ڏانهن. ٢٩. مٺي پاڻيءَ واري علائقي ۾. ٣٠. ڪوڙي يعني ڪڙي يا ڪاري پاڻيءَ واري علائقي ۾. ٣١. اي عمر. اي سومرا (عمر سنڌ جي سومرا خاندان جو هڪ حاڪم هو جيڪو مارئيءَ کي انجي ڳوٺ مان زوريءَ کڻي وئو). ٣٢. مائٽن. ٣٣. مون کي ٿئا. ٣٤. گهڻو وقت. ٣٥. اُنِ جي ڏسڻ کي.

اُنين ساڻُ اُنـي[١]، گڏُ گُذارِئم[٢] ڏِينهَڙا.

## ۱۴

چِڪِّي[٣] چِڪِئَمِ[٤] چَاڪَ[٥]، وَنهِيَن[٦] ويڙهِيچَن[٧] جَا،
واجهائِيندي[٨] وِصَالَ[٩] کي، فَنَا[١٠] ڪِيَس فِراقَ[١١]،
سِيئِي سَارِئَمِ[١٢] سُومَرا، تَر[١٣] جَنِي جَا تَاڪَ[١٤]،
مَارُوءَ[١٥] جي اوطَاقَ[١٦]، گَهَٽُو اُڪَندِي[١٧] آهِيان.

## ۱۵

اَجُ پَنِ چِڪِئَمِ چَاڪَ، وَنهِيَن ويڙهِيچَن جَا،
سُورَنِ[١٨] اَچِي سُومَرا[١٩]، اَندَرِ[٢٠] ڪِئي[٢١] اوطَاقَ[٢٢]،
مَارُوءَ جي فِراقَ، هَڏَ[٢٣] مُنهِنجا ڪَپِيا[٢٤]،

## وائي

عُمَرَ[٢٥] آئُون مَرِي[٢٦] تَان[٢٧] نَہ ڇَڏِيندي، مِٽِي[٢٨] مَارُوئَڙَن[٢٩] جي،
مِينهِين[٣٠] اُنِي[٣١] مَارُئِي، لالَڻَ[٣٢] سَاڻُ لَڏِيندي[٣٣]،
سِڙِي[٣٤] مُنهِنجي سُومَرا[٣٥]، تَرِنِ[٣٦] ڪِين تِڪِيندي[٣٧]،
حَمِيرَاٽَا[٣٨] هَٿَڙَا، مِهِرِي[٣٩] ڪِين مَڃِيندي[٤٠]*،
جُهوپو[٤١] جَهانگِيڙَن[٤٢] جو، مَاڙِيءَ[٤٣] سين نَہ مَٽِيندي[٤٤].

---

١. اني يعني مينهن وسڻ جي وقت، ٢. مون گذاريا، ٣. اٺلي، رسجي، گند يا ٻون وهائي يا ڳاڙي، ۴. منهنجي اندر ۾ چڪٺا، ۵. زخم، ڦٽ، ٦. آسودن، سکين، ٧. ويڙهہ يعني جهنگ ۾ رهندڙن، جهانگين، ٨. سڪندي، اسڙڪندي، ٩. ميلاپ، ميڙاڪي، ١٠. تباهہ، برباد، ناس، ١١. وڇوڙي،جدائي، ١٢. مون سارئا، مون يا دڪٺا يا سنيالٺا، ١٣. ٿر ۾، واريءَ جي پٽن يا دڙن ۾، ١۴. آستان، جايون، ماڳ، مڪان، اوطاقون، ١۵. محبوب (مارئيءَ جي مگيندي)، ١٦. اوطاق کي، اوطاق لاءِ،١٧. سڪايل، ١٨. ڏکن، غمن، دردن، ١٩. اي سومرا، ٢٠. اندر ۾، دل ۾، ٢١. ڪئي، ٢٢. منزل، رهائش، ديرو، آستان، ٢٣. جسم جا ڪنڊا، جسم جا عضوا، ٢۴. وڍيا، ٢۵. اي عمر، ٢٦. ساهہ يا دم ڏيئي، فوت ٿي، ٢٧. اصل، بنهہ، ٢٨. مائٽي، عزازت، لاڳاپو، ٢٦. مالوند ماڻهن، ٣٠. مينهن يا برساتن جي، ٣١. اني وقت، وسڻ وقت، ٣٢. محبوب (مارئيءَ جي مگيندي)، ٣٣. نقل مڪاني ڪندي، ٣۴. جنازو، لاش، ٣۵. اي سومرا، ٣٦. ٿرن کي يعني ٿر جي ماڻهن کي (ڪٺي وڃڻ ۾)، ٣٧. تڪائيندي، ورچائيندي، بيزار ڪندي، ٣٨. حميرن جا، اميرن (عمر) جا، ٣٩. عورت، زال (مارئي)، ۴٠. قبول ڪندي *مارئي گوارا نہ ڪندي تہ عمر جي هٽان دفن ٿئي، ۴١. ڪکن ڪانن مان نهيل گهر، پکو، پونگو، ۴٢. جهانگين، ويڙهيچن، ۴٣. محلات، ۴۴. بدلائيندي، برابر يا مٽ ڪندي.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر مَارُئي

## داستان سترهون

١

عُمَرَ[1] اونِي[2] آيو، ڪَاڪَارَنِئَا[3] ڪَالَهَہ[4]،
أُنَا[5] مِينهَن مَلِيرَ ۾، جَرَ[6] تَرَ[7] پَرِيَا جَالَ[8]،
هَي[9] مُنهِنجي حَالَ[10]، جِيئَن[11] مُندُون[12] سَارِئُو[13] نَہ مَرَان[14].

٢

عُمَرَ اونِي آيو، مَلِيرَان[15] مَاٺُهو،
أُنَا مِينهَن مَلِيرَ ۾، سَائُون[16] سَامَاٺُون[17]،
عُمَرَ[18] اَبَاٺُون[19]، ڪَتو[20] پِي خُوشِ تِئَان.

٣

اَجُ اونِي آيو، ڏِيهَ[21] ڏاڏاٽين[22] ڏانهَن[23]،
أُنَا مِينهَن مَلِيرَ ۾، تِئَا گَرِيبَن[24] گَاهَہ،
عُمَرَ ڪي اَللهَ[25]، ڪَا چَڱي[26] وِجهج چِتَ[27] ۾.

---

١. اي عمر، ٢. اٺ وارو، (اٺ تي سوار ٿيل) قاصد. نياپو آڻيندڙ، ٣. ڪاڪارن ڪان، ڪاڪين ڪان، ادين ڪان، جيڏين يعني سرتين ڪان، ۴. گذريل يعني اڳئين ڏينهن، ۵. وسئا، ٦. جر سين، پاڻيءَ سين، ٧. واريءَ جا دڙا يا ٽبون، ٽر جا مڪان يا ماڳ، ٨. جال، دَل، گهڻا. ٩. افسوس، ١٠. حال تي، حالت تي، ١١. ڇاڪاڻ تہ، ١٢. موسمون، ١٣. ياد ڪرئو، سنڀالئو، ١۴. فوت ٿيان، ساهہ يا دم ڏيان، ١۵. ملير ڪان، ١٦. هڪ قسم جو جهنگلي گاهہ. جنهن جو ان ٽري ماڻهو کائڻ ۾ استعمال ڪن، ١٧. پيدا ٿئو، وڌو ٿئو، ١٨. اي عمر، ١٩. اباڻن جو، مائٽن جو، ٢٠. ڪٿو ڏڌ، جهڻ، لسي، مهي، ٢١. ملڪ، وطن، ديس، ٢٢. ڏاڏاڻن جي، ابي ڏاڏي جي اولاد جي، مائٽن جي، ٢٣. ڪان، ٢۴. گريبن لاءِ، غريبن يعني مسڪينن لاءِ (مارن لاءِ)، ٢۵. اي الله، ٢٦. سٺي يا موچاري (ڳالهہ، مت، سمجهہ)، ٢٧. دل ، من.

## ۴

اوبَرَ[1] ڪونَ آيو، مَاڻهُو مَليران[2]،
جِنهِن ڪَرَ[3] پُڇَان[4] خَبَرُون[5]، اُٺئو اُڪيران[6]،
جُسو[7] زَنجِيران[8]، ڦَارَڪُ[9] ٿِئو فَقِيرِ[10] جو.

## ۵

تَنِ رَهيَنِ[11] وَٿَان لَڏِ، جَنِ جِي نَاهِ مُهَاڙ[12] مَليرَ[13] ڏي،
جو ڏَنُ[14] ڏَراڙنِئُون[15] ڏارَ[16] چَري، سَا چَانگَ[17] ٿي پَجي چِڏِ،
سَانگَيَنِ[18] سين سَيدُ (رح) چَئي، اوڏا[19] اَچي اَڏِ[20]،
تَہ هَاجِي[21] سَندِي[22] هَڏِ[23]، ڪُوڪَ[24] نَہ سُٽِين[25] ڪَڏهِين.

## ٦

حَمِيرَ[26] جي هَاجي جِي، مُون نَہ پَرُوڙِي[27] مَامَ[28]،
عُمَرُ آيو اوچِتو، ڪَاهِي[29] ڪَٽِي[30] ڪَامَ،
چِڏِيَمِ[31] حِيلا[32] هِنَ هَندَ جَا، هِينئَڙي[33] پَڳِي[34] هَامَ[35]،
سَرتِيَنِ[36] جَا سَلامَ[37]، مِيَان[38] مَليران آيا.

---

۱. ان وقت، بروقت. ۲. ملير (مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو) کان. ۳. کان. ۴. معلوم ڪريان، وٺان. ۵. سُڌيون، حال احوال. ٦. اڪير مان، سڪ مان، حُب مان. ۷. جسم، بدن، سرير. ۸. زنجيرن مان، نيرن مان. ۹. بيزار، ماندو. ۱۰. مسڪين، غريب (مارئي). ۱۱. پوئٽي پيلن. بيڪار يا نڪمن. ۱۲. نقل مڪاني ڪر، هجرت ڪر، پاسي ٿيءُ. ۱۳. منهن، رُخ، سڪ. ۱۴. (چوپائي مال جو) وار. گلو. ۱۵. ڏراڙن يعني ڏنارن کان، ڏٺين کان، مالڪن کان. ١٦. جدا، الڳ، علحدو. ۱۷. ڏڻ، ٽولو. ۱۸. سانگ وارن، مارن، مالوند ماڻهن، (مارئي جي مائٽن). ۱۹. ويجها، نزديڪ، قريب. ۲۰. (پڪا يا جهوپڙا) جوڙ، ٺاهہ. ۲۱. ظلم، ڏاڍ، ڏاڍائيءَ. ۲۲. جي. ۲۳. اصل، بنهہ. ۲۴. دانهن، آواز، رڙ. ۲۵. پڌين. ۲٦. امير، عمر سومري. ۲۷. سهي ڪئي، پرکي، سمجهي. ۲۸. راز، رمز، ڀيدَ. ۲۹. ڪاهہ يا حملو ڪري. ۳۰. لٺ، ڏنڊو، سٽونٽو. ۳۱. مون ڇڏيا. ۳۲. وسيلا، اُپاءَ، تجويزون. ۳۳. هنيين، دل. ۳۴. ڇڏي، هاري. ۳۵. دعوي، ذمون، جوابداري، همت. ۳٦. ساهيڙين، جيڏين. ۳۷. جهار، پرنامَ. ۳۸. اي ميان، اي سردار، اي عمر.

## ٧

مَارُوءَ[1] جي مَذڪُورَ[2] جي، سُڌَ[3] نَہ سُومَرِيَنِ[4]،
سَنڪُو[5] نَاهِہ سَرِبَرَ[6] ۾، تَيِ[7] اَلبيليُون[8] اُٺيَنِ[9]،
سَتَرُ[10] جي سِڪَنِ[11]، تَنِ[12] وِيڙهِيچُو[13] وِجُودَ[14] ۾.

## ٨

سَارِي[15] حَاجَ[16] هِئَان[17]، ڪَنيَائُون[18] ڪَاٿُرِ[19] ڏِي،
ڏِلهِي[20] ڪُوهِ ڏِسِ[21] ڪَنهِين، وِيڙهِيچَا وِئَا،
لاهِي لَڏَ[22] لَطِيفؒ چئي، پَرِبِين[23] ٿَرِ[24] ٿِئَا،
جَڏِي ڳُڻَ[25] وِئَا، مَارُوئَڙا[26] مَلِيرَ ۾.

## ٩

ڪَاٿُرِ ڏانهَن ڪَٽِي وِئَا، ڳَالهِيُون ڳُڻَ چَڏِي،
سَنڪَي[27] سَندِي سُومَرِي[28]، وِئَڙا راجَ[29] لَڏِي،
وَجِي وِينَا وِيڙهِيين[30]، اَجهَائُون[31] اَڏِي[32]،
پِرِي[33] پَاڳِ[34] وَڏِي[35]، مِلان[36] مَارُوئَڙَنِ ڪي.

---

١. محبوب (مارئي جي مگيندي)، ٢. ڳالهہ، ريت، حقيقت، ٣. خبر، ڪل، ۴. سومرين کي، (عمر سومري جي عورتن کي يا راڻين کي)، ۵. ڊپ، ڀؤ، فڪر، ڳڻتي، ٦. جان ۾، دل ۾، ٧. تنهن ڪري، ٨. بي پرواهہ، بي خيال، بنان پرهيز وغيره جي، ٩. هلن چلن گهمن، ڦرن، ١٠. پرهيز، رکَ، سَتَ، پاڪدامني، حياءُ، شرم، ١١. پرائين، حاصل ڪن، چاٿن، ١٢. تن کي، ١٣. ويڙهہ يعني جهنگ ۾ رهندڙ، مارو، ١۴. اندر، دل، ١۵. سنڀالي، جاچي، اندازو يا ڪٿ ڪري، ١٦. حاج کي، ضرورت کي، احتياج کي، معاملي کي، ١٧. هتان، ١٨. لڏو يعني سامان سڙو ڪٽي وئا، ١٩. ٿر علائقي جي اتر واري پاڱي، ٢٠. ڀري يا بند ڪري (مٽيءَ سان)، ٢١. ڏس ڏانهن، طرف يا پاسي ڏانهن، ٢٢. گهرو سامان سڙو (لاهي لڏ = منزل انداز ٿي، ديرو دمائي)، ٢٣. ڏوراهين، پراهين، هن طرف يا پاسي واري، ٢۴. ٿر ڏانهن، واريءَ جي ڀٽن يا ڊڙن ڏانهن، ٢۵. نيڪيون، ڀلايون، ٢٦. مارئيءَ جا مائٽ، ٢٧. سنڪي (ڊپ) سبب، ٢٨. جي، ٢٩. رعتيون، قومون، مارن جون آکهيون يا خاندان، ٣٠. ويڙهين ۾، جهنگن ۾، ٣١. ڪکن جا گهر، ڀونگا، رهڻ جون جايون، ٣٢. ٺاهي، جوڙي، ٣٣. موٽي، خوش ٿي، ٣۴. ڀاڳ سان، قسمت يا نصيب سان، ٣۵. اعلي، اتم، ٣٦. گڏجان.

(۱۰)

ڪَاٿُرِ[1] ڏانهَن ڪَٽِي[2] وِئَا، رَهِئَا[3] ڏِٺَان[4] دُورِ[5]،
سَيِ لَڌَايَا[6] سُومَرِي[7]، عُمَرَ ڪَري اُورِ[8]،
وَڏِي[9] ڪِنهِن ضَرُورِ[10]، مَارُنِ[11] مَلِيرُ مَٽِئو[12].

(۱۱)

ڪَاٿُرِ ڏانهَن ڪَٽِي وِئَا، ٿَرِ[13] ڪِئَائُون ٿَاڪَ[14]،
سَانگِي[15] لَڌَايَا سُومَرِي، عُمَرَ ڪَري مَذَاقَ[16]،
جيڪُسِ[17] پَرورَ[18] پَاڪَ[19]، اَمُرُ[20] اِيءُ اَبَاڻَنِ[21] سين.

(۱۲)

ڪَاٿُرِ ڏانهَن ڪَٽِي وِئَا، لَڏي[22] لاڏُوئَان[23]،
وَجِي ڪِئَائُون وِيڙهِيِين[24]، ٿَرَنِ ۾ ٿَاڻَان[25]،
پَکَا[26] سُونهَنِ[27] پَٽَ ۾[28]، تَنِ پَاڳِيَنِ[29] جَا پَاڻَان[30]،
عُمَرَ[31] اَبَاڻَان، ڏِسَنِي[32] مُون[33] ڏِينهَن[34] تِئَا.

(۱۳)

ڪَاٿُرِ ڏانهَن ڪَٽِي، وِيڙهِيچَا[35] وِئَا،

---

۱. ٿر علائقي جي اتر واري پاڳي، ۲. لڏو يعني گهرو سامان سڙو ڪٽي، ۳. ويٺا، ترسيا، ۴. ڏٺ (ٿر = علائقي جي وچ واري واريا سي پاڳي) ڪان، ۵. پري، ٦. پنهنجي ڳوٺن مان هڪالي ڪڍيا، ۷. عمر، ۸. حملو، ڪاهه، چڙهائي، ۹. ڏاڍي، سخت، جبري، ۱۰. ضرور سبب، مشڪل يا لاچار سبب، ۱۱. مالوند ماڻهن (مارئيءَ جي مائٽن)، ۱۲. بدلايو، ڇڏيو، ۱۳. ٿر ۾، واريءَ جي ڀٽن يا ڏڙن ۾، ۱۴. آستان، ماڳ، رهڻ جون جايون، ۱۵. سانگ وارا، مارو، جيڪي چوپائي مال کي چارڻ لاءِ هڪ هنڌ کان ٻي هنڌ ڏانهن لڏي ويندا آهن، ۱٦. جاڙ، بي واجبي هلت، ۱۷. شايد، ۱۸. پروردگار، پالڻهار، خدا، ۱۹. پاڪ جو، ۲۰. حڪم، قضا، ۲۱. مائٽن، ۲۲. ڪٽي، ۲۳. سامان، مال اسباب، ۲۴. ويڙهين ۾، جهنگن ۾، ۲۵. ٿاڪ، ۲٦. ڪکن ڪانن جا نهيل گهر، پونگا، جهوپڙا، ۲۷. سهڻا لڳن، وڻن، ۲۸. ميدان، ۲۹. مالوند ماڻهن، مارن، ۳۰. وٿاڻ يا واڙا (چوپائي مال جا)، ۳۱. اي عمر، ۳۲. ڏسندي، ۳۳. مون کي، ۳۴. گهڻو وقت يا عرصو، ۳۵. ويڙهين ۾ رهندڙ، مارو.

لَنگهي[۱] لَڪَ[۲] لطيف چئي، پَرِبين[۳] ٿَرِ[۴] ٿِئا،
جيڏيُون[۵] جاڙَ[۶] جِيان[۷]، مُنهُن[۸] نَہ ڏِٺُمِ[۹] مارُوئين[۱۰].

(۱۴)

ڪَائُرِ[۱۱] ڏانهَن ڪَتِّي[۱۲] وِئا، مُون سين ڪَري مَتِ[۱۳]،
مَارُوئَڙا[۱۴] مَلِيرَ[۱۵] جي، ڇَڏي وِئَڙا وَتِ[۱۶]،
ڪينهي ڪي مُون وَتِ، ڪنهِن سان ڪَريان ڳالهڙِي.

(۱۵)

ڪائُرِ ڏانهَن ڪَتِّي وِئا، مَتِيَائُون[۱۷] مَلِيرُ،
وَجي پَائُرَ[۱۸] وَتِ ۾، ڪِلِّي[۱۹] پِيَتَائُون[۲۰] ڪِيرُ،
عُمَرَ[۲۱] اَبَاڻَنِ[۲۲] ڪي، سَارِي[۲۳] ٿو سَرِيرُ[۲۴]،
زِبرِيُون[۲۵] لاهِ زَنجِيرَ، تہ سَرَتِيُون[۲۶] پَسَان[۲۷] سُومَرا[۲۸].

۱٦

ڪَارُوڙَا[۲۹] ڪَتِّي، وِيڙهِي[۳۰] جَهَپَ وِئا،
سَيڻَ[۳۱] مُنهِنجا سَيِّدُ چئي، هَاٿي هِتِ هُئا،
پَسي پَدَ[۳۲] اُنِ جا، لَڙِي[۳۳] لُڙڪَ[۳۴] پِئا،

---

۱. پار ڪري، اڪري، اورانگهي. ۲. (واريءَ جون) پٽون. ۳. پرانهين. ڏورانهين. هُن طرف واري. ۴. ٿر ڏانهن. ريگستاني يا وارياسي علائقي ڏانهن. ۵. اي جيڏيون. اي ساهيڙيون. اي سرتيون. ٦. اجايو. بي فائدو. ۷. جيئري يا زندھ رهان. ۸. روءِ. شڪل. صورت. مُک. ۹. مون ڏٺو! مارن جو. مالوند ماڻهن جو (مارئيءَ جي مائٽن جو). ۱۱. ٿر علائقي جي اتر واري پاڱي. ۱۲. گهروسامان سڙو ڪٽي. ۱۳. جدائي. ۱۴. مارو. ۱۵. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو. ۱٦. پر. پاسو. ۱۷. اهي مٿي وئا. اهي لنگهي وئا يا ڇڏي وئا. ۱۸. پائر جي (ٿر علائقي جي ڏکڻ واري پاڱي کي پائر چئبو آهي). ۱۹. خوش ٿي. راضي ٿي. ۲۰. پيتائون کير = انهن کير پيتو يعني خوشيون يا شادمانا ڪئا. ۲۱. اي عمر. ۲۲. مائٽن. ۲۳. ياد ڪري. سنڀالي. ۲۴. ساھ. من. دل. ۲۵. پيرن جون ڪڙيون. جيڪي قيدين کي ڀڄڻ کان روڪڻ لاءِ وجهبيون آهن. ۲٦. نيرَ. سنگهرون. ۲۷. ڏسان. ۲۸. اي سومرا. اي عمر. ۲۹. ڪاروڙ مان (ڪاروڙ ٿر ۾ رڻ ڪڇ جي ڪنڌيءَ سان تعلقي ننگر پارڪر ۾ هڪ ڳوٺ آهي). ۳۰. ويڙهي جهپ ڏانهن (ويڙهي جهپ ٿر ۾ ڏيپلي شهر جي اتر الهندي طرف اٽڪل ٦ – ۷ ميل پري هڪ ڳوٺ آهي). ۳۱. سڄڻ. مائٽ. ۳۲. قتل ڳوئن وارا پٽ يا پيٺيون يا هنڌ. ۳۳. ڪري. ڳڙي. ۳۴. ڳوڙها. آنسو.

ڏيهي[1] ڏورِ[2] وِيا، ڏِيان ڏوراپو[3] ڪَنِ[4] ڪي.

وائي ①

مُون[5] مَنُ[6] مَارُوءَ[7] جو، مَارُوءَ[8] جو مُنهنجو،
مُنهُن[9] مُنهنجو سُومَرا[10]، مَرُ[11] مَيروئي[12] هوءِ[13]،
ڏوتوءِ[14] ڏوراٽَنِ[15] ۾، مَتان مَارُو[16] چوءِ،
لارُون[17] جي لُڙڪَنِ[18] جُون، ڳِنهي[19] وَجان توءِ[20].

وائي ②

اَئُون وِسَارِيان[21] ڪِيئَن، هي ڳُڻَ[22] مَارُنِ[23] جا،
مِيندا[24] ڏوءِ[25] نَ مَارُئِي، جيڏِيُنِ[26] جَڙِيا[27] جِيئَن،
چِتَا[28] مُورِ[29] نَ چوڙِيان[30]، سَرَتِيُن سيڙهِئا سِينءَ،
مُون کي مَارُوئَڙَنِ[31] ڪي، ڏِني[32] تَئَڙا ڏِينهَن[33]،
اُجَارِي[34] اڇو[35] ڪِئو، نِيَرُ[36] مُنهنجي نِينهَن[37]،
اَسَان پِرِيَنِ[38] پَاڻَ[39] ۾، ڳَڏُ وَسَايا مِينهَن،
پَايو[40] مِيٽُ[41] مَٿي[42] ۾، مِيندا ڌُئَاري نَ مِيئَن[43]،
اُتي عَبداُللطيف رح چئي، مَرُ ٿا وَسَنِ مِينهَن.

---

۱. ڏيهہ جا رهاڪو، وطن جا ماڻهو، هم وطني، ۲. ٻري، ۳. ميار، شڪايت، دانهن، اوپالو، ۴. ڪهڙن ماڻهن، ۵. منهنجو، ٦. قلب، دل، هنيون، ۷. محبوب (مارئيءَ جي مڱيندي)، ۸. ماروءَ جو= ماروءَ جو من، ۹. مُک، روءِ، چهرو، مهانڊو، ۱۰. اي سومرا، اي عمر، ۱۱. ڀلي، بيشڪ. ۱۲. گدلو، ميل لڳل، ۱۳. هجي، ۱۴. تو ڌوتو، تو (پاڻيءَ سان وهنجي) صاف يا اُجرو ڪئو، ۱۵. محلاتن ۾، ۱٦. چوي، ۱۷. ڍارون، لڙهيون، ۱۸. ڳوڙهن، آنسن (اکين مان وهندڙ)، ۱۹. وٺي، سان ڪري، ۲۰. تنهن هوندي بہ، ۲۱. دل تان لاهيان، ڀلجان، ۲۲. ٿورا، احسان، ڀلايان، ۲۳. مالوند ماڻهن (مارئيءَ جي مائٽن)، ۲۴. مٽي جا وارَ، ۲۵. ڌوئي، ۲٦. ساهيڙين، سرتين، ۲۷. ويڙهيا، سيڙهيا، وٽيا، ۲۸. مٽي جا وارَ، ۲۹. اصل، بنهہ، ۳۰. اکوليان، سنواريان، (ڦٽي ڏيئي)، ۳۱. مارن، ۳۲. ڏسندي، ۳۳. گهڻو وقت يا عرصو، ۳۴. صاف ڪري، مَلي، مهٽي، ۳۵. اُجرو، صاف، نرمل، پاڪ، ۳٦. زنجير، ۳۷. نينهن کي، محبت کي، پيار کي، ۳۸. مون، ۳۹. محبوبن (مارئيءَ جي مڱيندي)، ۴۰. وجهئو، ۴۱. وهنجڻ جي ڪم ايندڙ، پيلي رنگ جي جابلو مٽي، جيڪا جبل مان چاپوڙن جي صورت ۾ کوٽي ويندي آهي، ۴۲. سر (وارن)، ۴۳. چوڪري، منڌ (مارئي).

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر مارُئي

## داستان ارڙهون

### ۱

پَڪي[1] پيهي[2] آئين[3]، ڪِهَڙيءَ[4] حَاجَ حَمِيرَ[5]،
تو[6] ڏِني مُون[7] پِئُو[8] تِئو، سَونچو مَنجِهه سَرِبرَ[9]،
مِيَان[10] مَنجِهه مَلِيرَ، اَگَ نَه ڏِنين[11] ڪَڏهِين.

### ۲

اَگَ نَه آئين ڪَڏهِين، پَڪي[12] مُون[13] پيهي،
عُمَرَ[14] ڏِني تُنهِنجي، ڏَڪي[15] تِي ڏيهي[16]،
نِجَاٽَان[17] ڪيهي[18]، ڪَندين پَرِ[19] پَنوهَارِ[20] سين.

### ۳

پَڪي پيهي آيو، ٻَهَران ڪو ٻِئو[21]،
سو سَيِ تِئو، حُڪمَ[22] سَاڻُ حَڪِيمَ[23] جي.

۱. پکي ۾، ڪکن ڪانن مان ٺهيل گهر يعني جهوپڙي ۾، پونگي ۾. ۲. گهڙي، داخل ٿي. ۳. تون، آئين. ۴. حاج سان، ڪم سان، ضرورت سان. ۵. اي حمير، اي امير (عمر). ٦. تو ڏني = تنهنجي ڏسندي، توکي ڏسڻ سان. ۷. مون کي. ۸. خوف، ڊپ، سنڪو، سونچو. ۹. جان، دل. ۱۰. اي ميان، اي سردار (عمر). ۱۱. ڏسڻ ۾ آئين. ۱۲. پکي ۾. ۱۳. منهنجي. ۱۴. اي عمر. ۱۵. ڊڄي، ڪنبي، ٿڙڪي، لرزي. ۱٦. ڏيهہ يعني ڳوٺ يا ڀهراڙيءَ جي رهاڪو عورت، ڳوٺاڻي (مارئي). ۱۷. نٽي ڇاٽان، مون کي ڇاڻ يعني خبر يا سڌ نہ اهي. ۱۸. ڪهڙي. ۱۹. هلت، روش، برتاءُ. ۲۰. پنوهارن جي عورت، ٻڪريون چاريندڙن يا ڌاريندڙن جي عورت (مارئيءَ). ۲۱. غير، ڌاريون، اجنبي. ۲۲. امر. ۲۳. حڪمت واري، داناءُ، خدا.

٤

پَائُران[١] پيهي[٢] آيا، مَليران[٣] مارُو[٤]،
وَرِئا[٥] واهَرُو[٦]، هَاڻُو[٧] سَبِ هِيڻا[٨] ٿِئا.

٥

پَائُران پيهي آيا، مَارُو مَليرانِ،
چُتا[٩] سُون سُوران[١٠]، هَائُو سَبِ هِيڻا ٿِئا.

٦

عُمَرَ[١١] ٿِئو اَريجُ[١٢]، مَنُ[١٣] مُنهِنجو سُومَرا[١٤]،
سَاري[١٥] سَانبِيڙَنِ[١٦] کي، رِڳُنِ[١٧] ڇَڏِئو ريجُ[١٨]،
ڪِهڙو ڪَتِبُئِي[١٩] ڪيجُ[٢٠]، مُون کي بَنديَاٽي[٢١] ڪَري.

٧

ڇَڏِ سَبَرايُون[٢٢] سُومَرا[٢٣]، عُمَرَ لَڳِ[٢٤] اللهَ،
ٿِئَمِ[٢٥] نَہ ٿورا ڏِينهَڙا*، مَاڙِيُنِ[٢٦] گهَارِئَمِ[٢٧] مَاهَہ[٢٨]،
سِڪَ[٢٩] مُنهِنجي سَاهَہ[٣٠]، مَارُوءَ[٣١] جِي مَسَ[٣٢] لَهي[٣٣].

١. پائر کان، ٿر جي ڏکڻ واري حصي کي پائر چوندا آهن. ٢. گهڙي، داخل ٿي (عمرڪوٽ ۾). ٣. ملير (مارئيءَ جي ڳوٺ) کان. ٤. مالوند ماڻهو (مارئيءَ جا مائٽ). ٥. وارد ٿئا، پهچي وئا. ٦. واهر ڪندڙ، مددگار. ٧. لوڙائو، ڦورو، ڏاڍيوال، ظالم. ٨. ڪمزور، بي طاقت. ٩. آزاد يا آجا ٿيا سون. ١٠. سورن کان، ڏکن کان، دردن يا تڪليفن کان. ١١. اي عمر سومرا. ١٢. بنان ريج، بنان پاڻيءَ خشڪ. سڪل (گهڻي روئڻ سبب اکين جو پاڻي بند ٿي ويو). ١٣. قلب، دل. ١٤. اي سومرا. ١٥. ياد ڪري، سنڀالي. ١٦. سانڀين، جوڙيوالن، رفيقن. ١٧. نسن، نبضن، رت جي نلين، شريانن. ١٨. آلاڻ، تري، تازگي، خنڪي. ١٩. تو ڪٿيو، تو حاصل ڪئو. ٢٠. مزو، حظ، خوشي، فائدو. ٢١. قيدياٽي. ٢٢. ڏاڍايون، ظلم. ٢٣. اي سومرا، اي عمر. ٢٤. واسطي، ڪارڻ. ٢٥. مون کي ٿئا * مون کي هت عمر ڪوٽ جي قيدخاني ۾ ڪو ٿورو وقت ڪونہ ٿئو آهي. ٢٦. ماڙين ۾، محلاتن ۾. ٢٧. مون گهارئا، مون گذارئا. ٢٨. (تمام گهڻا) مهينا. ٢٩. اڪنڊ، حب، پيار. ٣٠. ساهہ کي، دل کي. ٣١. محبوب (مارئيءَ جي مڱيندي). ٣٢. مشڪل، اصل نہ. ٣٣. ختم ٿئي.

## ٨

سَاري[1] عُمرِ[2] سُومَرا[3]، ايئن[4] نه هُونديَاءِ[5]،
ايندَءِ[6] مَلڪَ[7] اَللهَ جا، وَني هُت[8] ويـنداءِ،
مَاڙِيُون[9] مُقامَن[10] ۾، اَڏڻ[11] نه ڏينداءِ[12]،
ڍَڪيندَءِ[13] ڌاريُون[14] ڪَري، عُمَر نه چُونداءِ[15]،
تِهان[16] پوءِ پُونداءِ[17]، قَدُرَ[18] ڪانيَارنِ[19] جا.

## ٩

عُمَرَ[20] تو مَاڙِيُون[21] هي، ڪِينَ نِبهنديُون[22] مُور[23]،
نيئي[24] ڌَرِيندَءِ[25] ڌُوڙِ[26] ۾، ڏيهان[27] ڪَڍي ڌُور[28]،
ڪُلُ نَفسٍ ذَائِقَةُ المَوت*، اهائي پَرُوڙِ[29]،
آنديئي[30] جا اَزورِ[31]، تِنهن بَندياڻيءَ[32] بِدا ڏي[33].

## ١٠

اَڇَا[34] ڪوٽَ[35] پَٽَن[36] ۾، تو عُمَرُ اَڏائي،
ڏَمَرِئو[37] ڏيهه[38] ڌَڻي[39]، چَاڄَا[40] چَڏائي،

---

١. سچي، سموري، ٢. حياتي، زندگي، ٣. اي سومرا، اي عمر، ٤. ان طرح يا نموني، ٥. تنهنجي هوندي يا رهندي يا گذرندي، ٦. تو وٽ ايندا، ٧. ملائڪ، فرشتا، ٨. توکي وٺي ويندا، ٩. محلاتون، ١٠. قبرستانن، ١١. جوڙڻ، ٺاهڻ، تعمير ڪرڻ، ١٢. توکي ڏيندا، ١٣. توکي ڍڪيندا، توکي پوريندا يا دفن ڪندا، ١٤. غير اجنبي، اڻ سڃاڻو، ١٥. توکي چوندا، ١٦. تنهن کان، ١٧. توکي پوندا، ١٨. احساس، لحاظ، خيال، ١٩. محتاجن يا بي پهچ عورتن، بي وسيلن، ٢٠. اي عمر، ٢١. توکي، ٢٢. نصيب ٿينديون (پچاڙيءَ تائين)، نڀهه ٿينديون، ٢٣. اصل، بنهه، ٢٤. کڻي وڃي، ٢٥. توکي ڌريندا يا رکندا، توکي دفن ڪندا، ٢٦. مٽيءَ، خاڪ، ٢٧. ڏيهه کان، ملڪ کان، وطن کان، ٢٨. پري *سڀني ساهوارن لاءِ موت جو ذائقو آهي (قرآن شريف جي سورت آل عمران جي ١٨٤ آيت، الانبياءَ جي ٣٥ آيت ۽ عنڪبوت جي ٥٧ آيت)، ٢٩. سمجهه، ٣٠. تو آندي آهي، ٣١. بي زوري، بي طاقت، ضعيف عورت، ٣٢. بندياڻيءَ کي، قيدياڻيءَ کي، ٣٣. وداع، رخصت، اجازت، موڪل، ٣٤. سفيد، سٺا، بهترين، ٣٥. قلعا، ڳڙهه، محلاتون، ٣٦. ميدانن، ٣٧. ڪاوڙيو، ناراض ٿيو، ٣٨. ڏيهه جو، ملڪ جو، ٣٩. مالڪ، والي (ڏيهه ڌڻي = خدا)، ٤٠. اڏاوتون، اڏيل نهيل گهر يا جايون.

ڀورو[1] ايئن نہ ڀانئي[2]، تہ لوڪ[3] لاڏائو[4] ساٿڙو[5].

۱۱*

سَڌ[6] پڻ سلامي[7] ٿئا، وَهيءَ[8] پڻ ورئا[9] جي،
آهي تني کي، مهندان[10] ماڳ[11] ملير[12] ۾.

## وائي

ڪٿيءَ[13] منجهہ ڪتيائين[14]، لوئيءَ ۾ لذائين،
مارُو[15] جام[16] ملير جو،
پرچي[17] پنوهارن[18] سين، لوئي ڏيج[19] لذائين،
سيلُ[20] نباهيئين[21] سومرا[22]، پنهنجو پيءُ[23] پڄيائين،
جهوپو[24] جهانگيڙن[25] جو، ماڙيءَ[26] سين نہ متيائين[27]،
گولون[28] گولاڙن[29] تان، جنبي[30] ساڻ جهٽيائين[31]،
سگر[32] ساهيڙين[33] سين، ڪانوَنبا[34] ڪاڏائين،
ماروءَ[35] پاس[36] ملير ۾، چسا[37] سي چکيائين،
اُتي عبداللطيف چئي، سيلُ نباهيين تون سائين[38].

۱. موڳو، ٻي عقل. ۲. سمجهي، خيال ڪري. ۳. خلق، دنيا يا جهان جا ماڻهو. ۴. لڏيندڙ، مسافر. ۵. ساٿ، قافلو * هيءُ بيت شاهہ ڪريم بلڙيءَ واري جي بيت "سڌ نہ سلامي ٿئا وهيءَ نہ ورئا جي، ڪونهي تني کي مهندان ماڳ ملير ۾" جي تتبع تي چيل آهي. ٦. سڌ تي، پڪار تي، ڪوڻ تي. ۷. حاضري ڀريندڙ. ۸. وهيءَ ۾، جوانيءَ ۾. ۹. (نيڪيءَ ڏي) موٽئا، پڇتاءُ يا توبهہ ڪئائون (گناهن کان). ۱۰. اڳيان (قيامت جي ڏينهن). ۱۱. جاءِ. ۱۲. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو. ۱۳. لوئيءَ ۾. اُن يعني رڍن جي وارن مان ٺهيل چادر يا اوڍڻيءَ. ۱۴. حاصل ڪيائين، لذائين. ۱۵. محبوب (مارئيءَ جو مڱيندو). ۱٦. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب). ۱۷. سرچي، راضي يا خوش ٿي. ۱۸. ٻڪرارن، ٻڪريون ڌاريندڙن يا چاريندڙن. ۱۹. ڏاج، جهيز، ڪنوار کي شاديءَ وقت مليل سامان. ۲۰. ست، پاڪدامني، عصمت. ۲۱. قائم رکين. ۲۲. اي سومرا. ۲۳. پرين، محبوب. ۲۴. ککن ڪانن جو ٺهيل گهر،ڀونگو، پکو. ۲۵. جهنگ جي رهندڙن، ويڙهہ ۾ رهندڙن، ويڙهيچن، مارن. ۲٦. محلات. ۲۷. برابر ڪيائين، پاڙيائين. ۲۸. هڪ قسم جا جهنگلي ميوا، گولاڙا. ۲۹. گولاڙن جي ولين. ۳۰. جهپي، ٽپي، ٻَلَ، اُچانگ. ۳۱. هٿ ۾ پڪڙيائين. ۳۲. ڪنديءَ جي وڻن جو ڦر. ۳۳. سرتين، جيڏين. ۳۴. هڪ قسم جو جهنگلي ميوو. ۳۵. ماروءَ جي. ۳٦. پاسي ۾، پر ۾. ۳۷. لذتون، سوادَ. ۳۸. اي سائين، اي مالڪ، اي ڌڻي، اي خدا.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر مارُئي

## داستان اوٹيھون

### ١

پَانڌِي[١] پِرِينءَ[٢] پَنوهَارَ[٣] کي، چَئُجِ[٤] تِيئَن چَئِيجِ،
سَنڌا[٥] سَنگَتِ[٦] ڏِينهڙا، وَرَ[٧] مَ وِسَارِيجِ،
ڪُوٺِيَنِ[٨] ڪُنئِي[٩] آهِيَان، سِگهِي[١٠] سَارَ[١١] لَهِيجِ،
مُٺِ[١٢] مَانڌاٽي[١٣] مُڃِيجِ[١٤]، تَہ نِيَرَنِ[١٥] ۾ نَئُون[١٦] ڪَرِيَان.

### ٢

پَانڌِي پِرِينءَ پَنوهَارَ جَا، ڏِجِ نِيَاپَا[١٧] نِئِي[١٨] ڪِي،
سَارِي[١٩] ڏِيجِ سَرَتِينِ[٢٠]، يَادِ پَوَنئِي[٢١] جِيڪِي،
وَلِيُٺون[٢٢] وَڻَ ڦُلارِئَا[٢٣]، ڪَرڙَ[٢٤] پَڪَا[٢٥] ڪِي ڪِي،
سَگَرُ[٢٦] ڪِينَ[٢٧] سَرَتِيُون، سَيِنِ[٢٨] جِيئَن سَيڪِي[٢٩]،
زِبِرِيِنَ[٣٠] پِيجِي[٣١] جِيڪِي[٣٢]، مِلان[٣٣] مَارُوئَڙَنِ[٣٤] ڪِي.

---

١. اي پانڌي، اي پانڌيئڙا، اي واٽهڙو، اي قاصد. ٢. محبوب، پياري. ٣. ٻڪرار، ٻڪريون ڌاريندڙ يا چاريندڙ، ماروءَ (مارئيءَ جي مڱيندي). ۴. مون توکي چيو يا پيغام ڏنو آهي. ۵. جا. ٦. رفاقت، ميلاپ، صحبت. ٧. اي ور، اي پتار، اي ڪانڌ، اي مڙس. ٨. قيدخاني جي صفن يا ڪمرن. ٩. قتل ڪئي، ناس يا چٽ ڪئي، تباھ يا برباد ڪئي. ١٠. جلد، ترت. ١١. سنڀال، خبر. ١٢. هڪ هٿ ۾ ڪنيل ڪنهن شيءِ جو مقدار، لپَ، چُرون. ١٣. مانڌاٽي (هڪ قسم جي جهنگلي اناج) جي. ١۴. موڪلج، اماڻج، رواني ڪج. ١۵. زنجيرن يا سنگهن يعني قيدخاني. ١٦. تازو يا ڪجھ وقت اڳ وجود ۾ آيل (نئون ڪريان= وٺ ڪريان، ڀهريون ڀيرو کان)١. پيغام سنيها (گنج "نياپو" لکيل آهي). ١٨. ڪٿي وڃي. ١٩. سنڀالي، خيال سان، ڌيان سان، چڱيءَ طرح. ٢٠. سرتين کي، ساهيڙين کي، جيڏين کي. ٢١. توکي پون. ٢٢. زمين تي پکڙندڙ ٻوٽا. ٢٣. ٻورجي يا ٻوڪجي وئا، گلن جهلڻ يا ٻور جهلڻ واريءَ حالت ۾ آيا. ٢۴. هڪ قسم جا وڻ (جن جي گلن کي پسي، ڪچي ڦر کي ڌنئرا ءِ پکل ڦر کي پکا چئبو آهي). ٢۵. ڦر جي پچڻ واريءَ حالت ۾ تيا. ٢٦. کنڊيءَ جي وڻ جو ڦر. ٢٧. ڪائين. ٢٨. ڪٽڪ جي اٽي يا معدي مان ٺهيل سنهين ءِ ڊگهين لامن (جيڪي کائڻ ۾ استعمال ٿينديون آهن). ٢٩. باھ تي تئي، پچي، تاٺوري. ٣٠. زيرين کي، پير ڪڙين کي، پيرن ۾ پيل زنجيرن کي. ٣١. توڙي، ٽڪر ڪري. ٣۴. جيڪر، دل ٿي چاهي. ٣٣. گڏجان. ٣۴. مارن، مالوند ماڻهن (مارئيءَ جي مائٽن).

### ٣

پانڌي[١] پريِنءَ[٢] پَنوهار[٣] کي، چَئج[٤] چِتائي[٥]،
مَتو[٦] آنَ[٧] جي آسري[٨]، مُون ذوتو[٩] نہ آهي،
کائُرِ[١٠] جَنِ[١١] کانئي[١٢]، هِنيُون[١٣] هولَنِ[١٤] چِڏِئو.

### ٤

پانڌي پريِنءَ پَنوهار کي، چَئجِ حقيقتَ[١٥] هيءَ،
ڪَرَ[١٦] نہ لَذانوَ[١٧] ڪَذهين، هُيَس[١٨] ذارين ذِيءَ[١٩]،
اَمَڙِ[٢٠] کي تُون ايءَ، ڳالهہ سُٽائيجِ ڳُجهہ[٢١] ۾.

### ٥

پانڌي پريِنءَ پَنوهارَ جا، جان[٢٢] تو وَڃين وَسَ[٢٣]،
ساري[٢٤] ڏيجِ سَرتين[٢٥]، سَلامَنِ[٢٦] سَهَسَ[٢٧]،
آئُون اَوَهان جي آهيان، گولِي[٢٨] مَتي[٢٩] گَسَ[٣٠]،
ويني ڪَريان وَسَ[٣١]، ايڏي[٣٢] جي اَچَڻَ جا.

### ٦

پانڌي پريِنءَ پَنوهارَ کي، ساري ڏيجِ سَلامَ،

---

١. اي پانڌي، اي پانڌيئڙا، اي واٽهڙو، اي راهگير، اي قاصد، ٢. محبوب، سڄڻ، پياري، ٣. پنوار، ٻڪرين جي مالڪ يا ڌراڙ (مارئيءَ جي مڱيندي)، ٤. (نياپو) سٽائج يا ٻڌائج، ٥. چت سان، دل سان، ڌيان سان، چڱيءَ طرح، ٦. سرُ، ٧. اوهان، ٨. انتظار، اميد، آس، ٩. (پاڻيءَ سان وهنجي) صاف ڪئو، ١٠. ٿر علائقي جي اتر واري پاڱي (پر هتي مراد ٿيندي ٿر)، ١١. جي (رهواسي)، ١٢. ساڙي، جلائي، ١٣. دل، قلب، من، ١٤. فڪرن، ڳڻتين، پريشانين، مونجهارن، ١٥. ڳالهہ، ماجرا، خبر، حال احوال، ١٦. خبر، سڌسماءُ، سار سنڀال، ١٧. اوهان لڏي، اوهان ورتي، ١٨. پرائي، ٻين جي، غيرن جي، ١٩. ڄائي، اولاد، نياڻي، ڇوڪري، عاجزا، ڪنيا، ٢٠. امان، جيجل، ٢١. لِڪ ڇپ، پنهنجي منهن، ٢٢. جيڪڏهين، ٢٣. وس ڏانهن، مينهن جي پاڻيءَ تي اپريل سبزي يا ساوڪ يا آباد ٿيل ٿر واريءَ زمين، ٢٤. سنڀالي، خيال سان، ڌيان سان، چڱي طرح، ڳڻي يا شمار ڪري، ٢٥. سرتين کي، ساهيڙين کي، جيڏين کي، ٢٦. سلامن جا، جُهارن جا، پرنامن جا، ٢٧. سوَ، ٢٨. نوڪرياڻي، ٻانهي، خذمتگار، ٢٩. تي، ٣٠. واٽ، رستي، ٣١. حيلا، ڪوششون، ٣٢. اِن طرف يا پاسي.

سيلُ نہ ڀَڳو سُومَري، مَتّس ناھہ مَلامَ،
سَنڌي اُمَتَ ڄامَ، رکِئو پَتُ پَنوھارَ جو.

٧

پانڌي پِريَنءَ پَنوھارَ سين، روئي ڪَجِ رِھاڻِ،
جيئَن ٿَرِ وِڄون اُنيُون، آئُون تيئَن سُورنِ سَاڻِ،
ڪِجاھُہ ڪا وَراڻِ، ڏُکنِ ڏِيلُ ڏِھيُون ڪِئو.

٨

پانڌي پِريَنءَ پَنوھارَ کي، چَئِجِ جُورِ ھَٽي جَانَا،
پَي ڪَڙا پيرَنِ ۾، ڪَرايُنِ ڪَانَا،
آن رِءَ اَمَانَا، گَھنگهَرِ گهارِيان ڏِينھڙا.

٩

پانڌي پِريَنءَ پَنوھارَ جو، مُون وَٽِ ڪو آيو،
اُنا مِينھَن مَليرَ ۾، ٿِئو سَڀِ ڏِيھُہ سَوائو،
ٻاجَهرِ ٻَڪي ٻاجَهہ ٿي، لَٿو ڏولائو،
جو سَرتِنِ سَاجَائو، سو ھِينئَڙو ھِتِ نہ وِندري.

١. ست، ستيا، عصمت، پاڪدامني. ٢. ٽڙيو. ٣. عمر. ٤. ان جي مٿان، ان تي. ٥. ميار، ڏوھہ، ملامت. ٦. جي. ٧. قوم (هتي معنيٰ ٿيندي حضرت محمد صلعم جن جي پيروي ڪندڙ قوم يا خلق). ٨. سردار حضرت محمد صلعم. ٩. پردو، ستر، لڄ، پرم. ١٠. پنوهارن جي عورت، ٻڪرارن يعني ٻڪرين جي مالڪن يا ٻڪرين جي ڌنارن جي عورت (مارئي). ١١. اڪين مان لڙڪ يا ڳوڙها وهائي. ١٢. ملاقات، ڪچهري، سهڻي گفتگو. ١٣. ٿر ۾، ريگستان ۾، واريءَ جي پٽن يا دڙن ۾. ١٤. ڪنوٽيون. ١٥. وسيون (مينهن وسايائون). ١٦. ڏکن، تڪليفن، دردن. ١٧. تون ڪج.١٨. موٽ. ١٩. بدن، سرير، جسم. ٢٠. ذرا ذرا، پرزا پرزا. ٢١. جور سان، زور سان، تاڪيد سان، چڱي طرح. ٢٢. زاريون، آزيون، نيزاريون، انڪساريون. ٢٣. پير ڪڙيون، پيڙيون. ٢٤. ڪراين ۾، ويٺين ۾، ٻانهن ۾. ٢٥. ڪڙا (ڪنگڻ وانگر گول هٿ ڪڙيون). ٢٦. اوهان (تو). ٢٧. ڪان سواءِ. ٢٨. بي مانا، بنان عزت. ٢٩. گهنگهر ۾، پريشانيءَ ۾، فڪر ۾. ٣٠. گذاريان، بسر ڪريان. ٣١. وسيا. ٣٢. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو. ٣٣. ملڪ (ٿر جو). ٣٤. سني يا چڱي واءِ وارو، خوشحال، آسودو. ٣٥. ٻاجهر. (هڪ قسم جي ان) جي پوک يا آبادي. ٣٦. ٻچي راس ٿي، لاباري جي قابل. ٣٧. مهر، مهرباني. ٣٨. ختم ٿئو. ٣٩. ڏک، ڏڪار. ٤٠. سرتين جي، ساهيرين جي، جيڏين جي. ٤١. ساڃاءِ وارو، سڃاڻ وارو، واقفيت وارو، ملاقات وارو. ٤٢. هنيون، قلب، دل. ٤٣. راضي ٿئي = پرچي.

## ١٠

دَرَ دَروازا دَرِبُون، هَاڻي هِتي هوءِ[1]،
كوڙين[2] مَندِئا[3] كيترا، تَنبُو[4] مَتَان تو[5]،
جي مُلِ[6] نہ آئيا مَارُئي[7]، تَنهِن[8] رَڙُ[9] مَ رو[10]،
كُوكَٽُ[11] آهي كو، پُسيءَ[12] پَنوهَارَنِ[13] ۾.

## ١١

مَ كي رو مَ رَڙُ كي، مَ كي هَنجُون[14] هَارِ[15]،
تَو[16] تان بَندُ[17] بِدا[18] ٿئو، بيڙِيُون[19] نيئي[20] بَارِ[21]،
پَهچَنديءَ[22] پَنوهَارِ[23]، سِگهي[24] سَنگهَارَنِ[25] كي.

## ١٢

مَ كي رو مَ رَڙُ كي، هَنجُون هَنڌِ[26] مَ هارِ،
جهڙا اَچَنِ ڏينهڙا، تهڙا ويني گهارِ[27]،
ڏُكَنِ[28] پُنيءَ[29] سُكَڙا[30]، سِگها تِين سَنگهارِ[31]،
لَتا لوهہ[32] لطيف چئي، پَروڙِجِ[33] پَنوهارِ،
بيڙِيُون نيئي بَارِ، تو تَان بَندُ بِدا ٿئو.

---

١. تون هج، تون رهہ. ٢. كروڙن جي انداز ۾، بيشمار. ٣. اڏيان، جوڙيان، ٺاهيان، تعمير كريان. ٤. خيمان (محلاتون). ٥. تنهنجي، ٦. اصل، بنهہ، مور. ٧. اي مارئي. ٨. تن لاءِ. ٩. دانهون كر، راڙو كر. ١٠. روءِ. اكين مان ڳوڙها وهاءِ. ١١. هل هنگامون، فساد، ويڏن، آزارُ. ١٢. پُسيءَ (كرڙ جي وڻن جي گلن) تي گذران كندڙ، پُسي كائيندڙ. ١٣. ٻكرارن، ٻكرين جي مالكن يا ڌراڙن. ١٤. ڳوڙها، لڙڪ. ١٥. وهاءِ. ١٦. تو تان = تنهنجي مٿان. ١٧. قيد. ١٨. معاف. ١٩. پير كڙيون، پيرن ۾ پيل زنجير. ٢٠. كٽي وجي. ٢١. ساڙ، باهہ ۾ وجهہ، جلاءِ. ٢٢. رسندينءَ، ملندينءَ. ٢٣. اي پنوهارن جي عورت (مارئي). ٢٤. جلد، ترت. ٢٥. مالوند ماڻهن، مارن. ٢٦. اصل، مور، بنهہ. ٢٧. گذار، بسر كر، كَٽ. ٢٨. ڏكن جي، تكيلفن جي. ٢٩. پنيان، بعد. ٣٠. آسائشون، فرحتون. ٣١. اي سنگهارن جي عورت (مارئي). ٣٢. لوهہ جا زنجير، بيڙيون. ٣٣. سمجهج، ڄاڻج.

## ۱۳

مَ ڪي رو[۱] مَ رَڙُ[۲] ڪِي، مَ ڪي ڪَرِ ڪِيهُون[۳]،
اِنَّي[۴] اَڇَنِ اَڳهَينِ، وانڍِنِ[۵] جُون وِيهُون[۶]،
مَيڙِينڊوءِ[۷] مِيُون[۸]، مِينهَينِ[۹] اُنَّي[۱۰] مَارُئِي[۱۱].

## ۱۴

مَ ڪي رو مَ رَڙُ ڪِي، مَ ڪي ڪَرِ دانهُون،
سُنَّي[۱۲] لوڪِ[۱۳] سَيَّدُ(رح) چئي، ٻيئي ڪَڻُ ٻَانهُون*،
لَڏيُئي[۱۴] جِتِ لائُون[۱۵]، سو ڏيهُ[۱۶] پَسَنديِنءَ[۱۷] مَارُئِي[۱۸].

### وائي

وِيڙهيچَنِ[۱۹] ڪي تِي واجَهَايَان[۲۰]، يَلا[۲۱] جَامَ[۲۲]،
مَانَ نَه[۲۳] ڪو، مَيڙائي[۲۴] جو مِينهُن وَسي،
عُمَرَ[۲۵] اُنَهيءَ ڏيهَ جو، پَانڌي[۲۶] روز[۲۷] پُڇَايَان،
مَتِّي[۲۸] ڏنِيَمِ[۲۹] مَارُئِينِ[۳۰]، سَا لوئِي[۳۱] ڪِيئَنِ لَڄَايَان[۳۲]؛
مِيندي[۳۳] مَاروءَ[۳۴] جَامَ جي، لالَ[۳۵] هَٿَنِ ڪي لايَان،
وِٻني عُمَرَ ڪوٽَ ۾، ڳُڻَ[۳۶] مَارُن جا ڳَايَان[۳۷].

---

۱. روءِ، اکين مان ڳوڙها يا لڙڪ وهاءِ. ۲. روڄ راڙو ڪر، واويلا ڪر. ۳. دانهون، رڙيون. ۴. يعني عمرڪوٽ جي بنديخاني ۾. ۵. پهلوان يا دلير عورتن، لاوارث عورتن. ٦. ويهن ويهن جا ٽولا. تمام گهڻي انداز ۾. ۷. توکي ميڙيندو يا ملائيندو (مائٽن سان). ۸. مالڪ، خدا. ۹. مينهن جي. ۱۰. وسندي، وسڻ وقت. ۱۱. اي مارئي. ۱۲. سمهڻ وقت. ۱۳. لوڪ جي، مائٽن جي *ٻئي ٻانهون يعني هٿ مٿي کڻي خدا تعاليٰ کان دعا گهر. ۱۴. تو لڏيون، تو حاصل ڪيون. ۱۵. شاديءَ جي وقت گهوٽ ءِ ڪنوار جا مٿا پاڻ ۾ ست ڀيرا ٽڪرائڻ جو عمل (لڏيئي جت لائون = جتي تنهنجي شادي ٿي). ۱٦. ملڪ، وطن. ۱۷. ڏسندينءَ. ۱۸. اي مارئي. ۱۹. ويڙهہ يعني جهنگ جي رهاڪن، جهانگين، مارن (مارئي جي مائٽن). ۲۰. سڪان، اُسڙڪان. ۲۱. اي ڀلا، اي ڀلارا، اي چڱا، اي نيڪ. ۲۲. سردار. ۲۳. مان نہ = شل، من، خدا، ايئن ڪري. ۲۴. وصال. ۲۵. اي عمر. ۲٦. قاصد، واٽهڙو. ۲۷. روزانو، ڏهاڙي، هر ڏينهن تي. ۲۸. مٿي تي، سر تي. ۲۹. مون کي ڏني. ۳۰. مارن. ۳۱. ڪٿي، اُن يعني رڍن جي وارن مان نهيل چادر يا اوڍڻي. ۳۲. بي ماني يا بي آبرو ڪريان. ۳۳. هڪ قسم جي ٻوٽي جي سڪل پنن جو اٽو يا چورو جيڪو هٿن پيرن کي ڳاڙهي ڪرڻ لاءِ پسائي هڻبو آهي، حنا. ۳۴. محبوب (مارئيءَ جي مڱيندي). ۳۵. ڳاڙهي (ميندي). ۳٦. احسان، ڀلايون، ٿورا. ۳۷. اوساريان، ورد ڪيان، بيان ڪيان.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر مارُئي

## داستان ويهون

### ۱

هي[1] پُنگا[2] هي پيٽيُون[3]، هي مارُنِ[4] جا مَڪانَ،
چِيلا[5] هُئا چُڙَندا[6]، تَرهي[7] ڪَندا تاڻَ[8]،
سي هَنڌَ پَسِي[9] سُومَرا[10]، ڪارِي[11] لَگَمِ[12] ڪانَ[13]،
مارُو هُئا مهمانَ[14]، اُني[15] وِئا اُڪِرِي[16].

### ۲

هي پُنگا هي پيٽيُون، هي مارُنِ جا مَڪانَ،
ڪي[17] ڏِينهن هِتي جيڏِيِن[18]، ڪَٿا گهٽِنِ[19] سان گُذرانَ[20]،
سي هَنڌَ پَسِي سُومَرا، هِينئَڙو[21] ٿِئو حَيرانُ[22]،
مارُو هُئا مِزمانَ[23]، اُني وِئَڙا اُڪِرِي.

### ۳

هي پُنگا هي پيٽيُون، اَباڻَنِ[24] اُتَرَ[25] جَهلَ[26]،

---

۱. اِهي، ۲. ڪکن ڪانن جا ننڍا گهر، جهوپڙا، پکا. ۳. جايون، هنڌ، ماڳ، مڪان. ۴. مالوند ماڻهن (مارئيءَ جي مائٽن). ۵. ٻاڪري مال جا ڦر. ۶. (واڙن يا وٿاڻن مان)، نڪرندا. ۷. ترهي ڏانهن، ترائيءَ ڏانهن، پاڻيءَ پيئڻ واريءَ جاءِ ڏانهن، ڪوهہ ڏانهن. ۸. ڇڪ، ڪاهہ، دوڙ. ۹. ڏسي، ۱۰. اي سومرا، اي عمر. ۱۱. اڻ ڪس، سخت، مضبوط. ۱۲. مون کي لڳا. ۱۳. تير يا ڀالا (ڏکن جا). ۱۴. مسافر، پرديسي. ۱۵. اُني ڏانهن، مينهن وسڻ واري هنڌ ڏانهن. ۱۶. نڪري، اسهي، روانا ٿي، لنگهي. ۱۷. ڪجهہ. ۱۸. جيڏين، ساهيڙين، سرتين. ۱۹. رڍن جي ڌڻن. ۲۰. ڪٿا گذران = حياتي گذاري يا بسر ڪي. ۲۱. هنيون، قلب، دل. ۲۲. پريشان، ملول، اداسي. ۲۳. مهمان. ۲۴. اباڻن جي، مائٽن جي. ۲۵. اُتر جي، اتر طرف جي هوا يعني سرديءَ جي. ۲۶. آڏ، روڪ (لاءِ ننڍا گهر).

ڪي ڏِينهَن[1] هِتي جيڏِيين[2]، هُئي چيلَنِ[3] ساڻُ چَلَ[4]،
سي هَنڌَ[5] پَسَئو[6] سُومَرا[7]، اَچي آبُ[8] اُڇَلَ[9]،
مارُو[10] هُئا اَمُلَ[11]، اُني[12] وِئَڙا اُڪَري[13].

۴

هي[14] ڀُنگا هي پيٽِيُون، هي پَکا[15] سَنڌَن[16] پاڪَ[17]،
ڪي ڏِينهَن هِتَ جيڏِيين[18]، تي مَلِير[19] چُونڊِي[20] ماڪَ[21]،
سي هَنڌَ پَسي سُومَرا، فَنا[22] ڪِيَس فِراقَ[23]،
مارُو هُئا مُشتاقَ[24]، اُني وِئا اُڪَري.

۵

هي ڀُنگا هي پيٽِيُون، هي پَکا هي پَٽَ[25]،
ڪي ڏِينهَن هِتَ جيڏِيين، تي مُوڪَ[26] ولوڙِئا مَتَ[27]،
سي هَنڌَ پَسي سُومَرا، گهاوَ[28] لَڳا مُون[29] گهَٽَ[30]،
مارُو هُئا مِتَ[31]، اُني وِئَڙا اُڪَريَ.

٦

هي ڀُنگا هي پيٽِيُون، هي چُلها[32] هي چِٽَ[33]،

---

١. ڪجهہ. ٢. جيڏين جي، ساهيڙين يا سرتين جي. ٣. ٻڪرين جي ڦرن. ۴. فوج، ڪٽڪُ. ۵. جايون، ماڳ، ٻيٺيون. ٦. ڏسئو. ٧. اي سومرا. ٨. پاڻي (اڪين مان) ڳوڙها. ٩. اُڇل سان، زور سان، گهڻو. ١٠. مالوند ماڻهو (مارئيءَ جا مائٽ). ١١. املهہ، بي بها. ١٢. اُني ڏانهن، مينهن وسڻ واري هنڌ ڏانهن. ١٣. نڪري، اسهي، روانا ٿي، لنگهي. ١۴. هِي. ١۵. ڪکن ڪانن جا ٺهيل گهر، جهوپڙا، پکا. ١٦. انهنجا. ١٧. ميل مٽيءَ کان صافُ. ١٨. جيڏين، سرتين. ١٩. ملير ۾. ٢٠. ميڙي يا گڏ ڪئي. (وڻن مان) پٽي. ٢١. مک، کيڙن ۽ ٻارين جي وڻن جو ڪچڙو ڦر. ٢٢. ناس، چٽ، برباد، تباهہ. ٢٣. وڇوڙي يا جدائيءَ (مارن جي). ٢۴. سڪايل. ٢۵. ميدان. ٢٦. جال، گهڻا، بي حد، آزاديءَ سان. ٢٧. ولوڙيا مٽ = کير کي ڇمائي ڏونئرو ڪري ان کي نڪر جي مٽ يعني ماٽيءَ ۾ وجهي مانڌائيءَ يعني منڌيءَ ڦيرائڻ جي ذريعي ڏڌ تيار ڪئو. ٢٨. زخم. ٢٩. مون کي. ٣٠. گهٽ ۾، اندر ۾، دل ۾. ٣١. مائٽ، عزيز. ٣٢. باهين ٻارڻ جون جايون = چلهيون، آڳٽيون. ٣٣. نشان.

ڪِي[١] ذِينهَن هِتي جيڏِيِين[٢]، تي سَنهَا[٣] ڪَتَا[٤] سُتَ[٥]،
سي هَندَ[٦] پَسي[٧] سُومَرا[٨]، لُڙڪَ[٩] وَهَايَمِ[١٠] لُتَ[١١]،
هُئَا وَڏِي[١٢] وَسَتَ[١٣]، اُني وِئَڙا اُڪِري.

## ٧

هي پُنگا هي پيٽِيُون، هي گَامُويَنِ[١٤] گَسَ[١٥]،
مَارُوئَڙا[١٦] مَلِيرَ ۾، وَڏِي هُئَاوَسَ[١٧]،
سي هَندَ پَسئو سُومَرا، لُڙڪَ وَهَيَان لَسَ،
ڏوتِي[١٨] مَتي[١٩] ڏَسَ[٢٠]، اُني وِئَا اُڪِري،

## ٨

هي پُنگا هي پيٽِيُون، نَہ چَانگُون[٢١] نَہ چيلا[٢٢]،
بَختين[٢٣] تين پِٽُن[٢٤] ۾، مَارُئِي[٢٥] تو[٢٦] ميلا[٢٧]،
سَهِڙئَا[٢٨] سَويلا، اُني وِئَڙا اُڪِري.

## ٩

هي هَندَ هي پيٽِيُون، هي پَنُوهَارَن[٢٩] پَچَارَ[٣٠]،
چُوهَا[٣١] چَندَنَ[٣٢] چڪَ[٣٣] ڪئو، واسئو[٣٤] وِيڙهئَائُون[٣٥] وارَ،

---

١. ڪجهہ. ٢. جيڏين، ساهيڙين، سرتين. ٣. باريڪ، سهڻا. عمدا. ۴. ڪتيا، وٽيا، تيار ڪيا. ۵. اُن يعني رڍن جي وارن يا ڏاس يعني ٻڪرين جي وارن جا ڌاڳا يا تندون. ٦. جايون، پيٽيون. ٧. ڏسي . ٨. اي سومرا. ٩. ڳوڙها، آنسو. ١٠. مون وهايا يا ڳاڙيا. (اکين مان). ١١. بي انداز. ١٢. عظيم، مها. ١٣. وس، وسُئن، وسندي، جيوت. ماڻهن جي موجودگي، آبادي، خوشيءَ جو باعث. ١۴. گاموين جا، گام يعني ڳوٺ وارن جا، ڳوناين جا، هم وطنين جا. ١۵. رستا، پيچرا، (پيرن جا) نشان. ١٦. مارو، مالوند ماڻهو (مارئيءَ جا مائٽ). ١٧. بي انداز. ١٨. ڏٿ (جهنگ جي گاهن يا وڻن مان پيدا ٿيندڙ اناجن يا ميون) تي گذر ڪندڙ. ١٩. تي. ٢٠. خبر، اطلاع (مينهن پوڻ جي). ٢١. (چوپائي مال جا) وار، ڌڻ. ٢٢. ٻاڪري مال جا ڦر. ٢٣. بخت سان، قسمت سان. ٢۴. واريءَ جي دڙن، ڦرن. ٢۵. اي مارئي. ٢٦. تنهنجا. ٢٧. ميلاپ، گڏجاڻيون (مارن سان). ٢٨. (گهرن ۾) اچي گڏ ٿيا يا وارد ٿيا. ٢٩. پنوهارن جي، ٻڪرارن جي، ٻڪرين جي مالڪن يا ڌنارن جي. ٣٠. ڳالهہ، مذڪور. ٣١. چوٺا، سرها تيل. ٣٢. چندن جا، صندل جا. ٣٣. (گهڻي انداز ۾) مکئو. ٣۴. سرهاڻ مکي. ٣۵. سنوارئائون، ڳتائون.

سَانبِيَڙا سَنگهَار، اُنَّي وِئَا اُڪَرِي.

## ۱۰

هيءَ هَندَ هي پيٽيُون، هي پَنوهَارَنِ پُورَ،
چَاريَا ٿي چُوڙِبريِين، وَرَنِ ۾ وَهَلُورَ،
سي هَندَ پسِي سُومَرا، سَامُهَان ٿئَڙم سُورَ،
مَارُو ڪِنهن ضَرُورَ، اُنَّي وِئَڙا اُڪَرِي.

وائي

مُنهنجو مَنُ مَلِيرَ، ڪوٽَنِ ۾ ڪِيئَن گهَارِئَان،
پِيَان شَالَ پَيُون پَري، پَائُرَ جو پَنيِرُ،
سَرَتِيُون پَسَان سُومَرا، جِيئَري لاهہ زَنجِيرُ،
اَدا تُون مُنهنجو آهِيين، اذِنُ ڏي اَمِيرَ،
مُون جِيَڏيُون مَلِيرَ ۾، ڪِلِئو پِيَنِ ڪِيرُ*،
اُنِ ڪي عبداللطيف چئي، سَارِي تُو سَرِيرُ.

---

۱. سانبي، جوڙيوال، رفيق، ساٿي، ۲. مالوند ماڻهو، مارو (مارئيءَ جا مائٽ)، ۳. اني ڏانهن، مينهن وسڻ واري هنڌ ڏانهن. ۴. نڪري، لنگهي، أسهي، روانا ٿي، ۵. هي، ٦.جايون، ماڳ، پيٽيون، ۷. پنوهارن جا، ٻڪرارن جا، ٻڪرين جي مالڪن يا ڌنارن جا. ۸. مٽيءَ جا ڍڳ يا ڍير، کنڊرات، ۹. خوبصورت زالن، سهاڳڻن. ۱۰. وٽن، ويڙهين. ۱۱. بي قرار، حيران، پريشان، ۱۲. ڏسي، ۱۳. اي سومرا، اي عمر، ۱۴. آڏا، ۱۵. مونکي ٿئا، ۱٦. ڏک، درد، غم، ۱۷. ضرور ڪان، لاچار ڪان، تڪليف ڪان، ۱۸. قلب (محبوب)، ۱۹. ملير ۾، ۲۰. قلعن (جي قيدخانن)، ۲۱. گذاريان، رهان، ۲۲. شل، خدا ايئن ڪري، ۲۳. وتيون، پياليون، ۲۴. ٿر (ٿر جي ڏاکڻي حصي کي پائر چئبو آهي)، ۲۵. سڪل ڏڌ جنهن کي پاٽيءَ ۾ ملائي باهہ تي ڪاڙهڻ ڪان پوءِ کائبو آهي. ۲٦. منهنجي زندگيءَ يا حياتيءَ ۾، ۲۷. نير، ۲۸. ڀاءُ، ۲۹. اجازت، موڪل، ۳۰. اي امير، اي عمر، ۳۱. منهنجي، ۳۲. هم عمر *خوشيون ڀيون ڪن، ۳۳. ياد ڪري، سنڀالي، ۳۴. ساهہ، جان.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر مَارُئي

## داستان ايڪيهُون

### ١

زُمَرِ[1] زُخرُفِ[2] سُومَرا[3]، حَمدُ[4] جَني جو هَندُ[5]،
اهدِنَا الصِراطَ المُستَقِيمَ*، ايءُ پَنوهَارَن[6] پَندُ[7]،
بَارِي[8] لاهِين[9] بَندُ[10]، تَہ مِلان[11] مَارُوئَڙَن[12] کي.

### ٢

زُمَرِ زُخرُفِ سُومَرا، حَمدُ[13] جَني جو هِيءُ،
كُلُ نَفسٍ ذائِقَةُ المَوتِ●، ايءُ پِيَالو[14] پِيءُ،
جِت وِراهِبو[15] وِيءُ، تِت[16] کَاٹِيَارِي[17] کا مَ تِئي.

### ٣

زُمَرِ زُخرُفِ سُومَرا، قُل[18] جَني جو قُوتُ[19]،
فَاذكُرُونِي اَذكُرکُم#، ايءُ سَاٹيهَ[20] ۾ ثَابُوتُ[21]،
لَنگهِئو[22] جَن لاهُوتُ[23]، تَن پَکا[24] پَائُر[25] اَڎَئا[26].

---

١. قرآن شريف جي هڪ سورت جو نالو، ٢. قرآن شريف جي هڪ سورت جو نالو، ٣. اي سومرا، اي عمر، ۴. قرآن شريف جي هڪ سورت جو نالو جنهن کي سورت "فاتحه" بہ چئبو آهي، ٥. ماڳ، مڪان، * اسان کي سڌي راهہ جي هدايت ڪر (قرآن شريف جي سورت فاتحه جي آيت ٥)، ٦. پنوهارن جو، ٻڪرارن، ٻڪرين جي مالڪن يا ڌنارن جو، مارن جو، ٧. راهہ، رستو، واٽ، منزل، ٨. اي ٻاري، اي خالق، اي خدا، ٩. تون لاهہ، تون ختم ڪر، ١٠. قيد، ١١. گڏجان، ١٢. مارن، ١٣. تعريف، ساراهہ، واکاڻ ● هر جان (ساهواري) کي موت جو ذائقو چکڻو آهي (قرآن شريف جي سورت آل عمران جي آيت ١٨۴، سورت انبياء جي آيت ٣٥ ۽ سورت عنڪبوت جي آيت ٥٧)، ١۴. جام، ساغر، ڪاسو، وٽو، ١٥. تقسيم ٿيندو، ورهيو يا ونڊيو ويندو، ١٦. مال چارڻ جو ميدان، چراگاهہ، بهشت، جنت، ١٧. شرمسار، گنهگار، عيبدار، مياردار، ١٨. قرآن شريف جي سورت اخلاص جي پهرين آيت "قُل هُوَ اللهُ اَحَدٌ" جو مخفف، سورت اخلاص جو ٻيو نالو، ١٩. خوراڪ، کاڌو، غذا # ٻوءِ اوهين مون کي ياد ڪريو تہ آئون اوهانکي ياد ڪريان (قرآن شريف جي سورت بقر جي آيت ١٥٢)، ٢٠. ڏيهہ، وطن، ملڪ، ٢١. ثابت، قائم، برقرار، مضبوط، ٢٢. پار ڪئو، ڏنو، ٢٣. عالم ذات الاهي جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿيندو آهي، ٢۴. جهوپڙا، گهر، ٢٥. ٿر (ٿر جي ڏکڻ واري پاسي کي پائر چئبو آهي)، ٢٦. جوڙيا، ٺاهيا.

### ۴

زُمَرِ زُخرُفِ سُومَرا، سَبحَ[1] مُنهنجا سَيڻَ[2]،
وَرُ[3] ڏُٿُ[4] ڏاڏاڻي[5] ڏيهہ[6] جو، ڪوءِ[7] عُمَرَ جا ڪيڻَ[8]،
وَرُ ويڙهيچاڻا[9] وِڻَ[10]، ڪوءِ سُون[11] تُنهنجو سُومَرا،

### ۵

زُمَرِ زُخرُفِ سُومَرا، سَبحَ مُنهنجا سيڻَ،
بَرَ[12] جي بَدوَين[13] لَيءِ[14]، نِتُ[15] تِمايم[16] نيڻَ[17]،
تَمَرَ[18] بُرَ[19] بَريانَ[20] اُن جا، ڪاجَ خُرما ڪيڻَ،
وِرهہ[21] تِئزَم[22] وِڻَ[23]، اَعرابِن[24] جي اِحسانَ[25] جا.

### ٦

زُمَرِ زُخرُفِ سُومَرا، سَبحَ سيڻَ رَهئامِ[26]،
بَرَ جي بَدوَين لَيءِ، ڳُوڙها[27] نِتُ ڳاڙئامِ[28]،
ويڙهيچا وِجُودَ[29] مان، ڪِنهِن وِيلَ[30] نَہ وِسَرئامِ[31]،
سُخنَ جي سَندانِ[32]، سيئي وِڻي سارئان[33].

---

۱. قرآن شريف جي سورت "الحديد" "الحشر" ۽ "الصف" جي پهرين آيت جو پهريون اکر جنهن جي معنيٰ آهي پاڪائي بيان ڪن ٿا يا تسبيح ڪن ٿا يا ساراهہ ڪن ٿا (خدا جي). ۲. مائٽ، عزيز، مارو. ۳. ڀلو، بهتر. ۴. جهنگ جي گاهن ۽ وڻن مان پيدا ٿيندڙ اناج ۽ ڦل. ۵. ابي ڏاڏي جي اولاد جي، مائٽن جي. ٦. وطن، ملڪ. ۷. ٻن، ڪڏ ۾، ڪوهہ ۾. ۸. ڪاڏا، طعام، ڪاج. ۹. ويڙهيچن جا. ويڙهہ ۾ رهندڙن يا جهنگ ۾ رهندڙن جا، جهانگين يا مارن جا. ۱۲. مهڻا، طعنا، بدڪلام. ۱۱. هڪ قسم جي قيمتي ڌاتو ۽ ان مان ٺهيل زيور. ۱۲. رڻ پٽ، بيابان، ٿر. ۱۳. عربستان جي ڳوٺاڻن، صحرا نشين (برجي بدوين = ٿر جي رهاڪن). ۱۴. لاءِ، واسطي. ۱۵. هروقت. ۱٦. مون ٿمايا، مون وسايا. ۱۷. اکيون (ٿمايم نيڻ = مون رنو). ۱۸. سکل ڪجور، خرما، ڪارڪون. ۱۹. ڪڻڪ، گندم. ۲۰. ڀڳل يا باهہ تي سيڪيل يا پڪل گوشت. ۲۱. ورونهن، وندر. ۲۲. مون کي ٿئا. ۲۳. گفتا، قول، سخن. ۲۴. بدوين، مال جي سانگي تي گذر ڪندڙن، مارن. ۲۵. ڀلائيءَ. ۲٦. (منهن جي دل ۾) رهئا. ۲۷. لڙڪ، آنسو. ۲۸. مون ڳاڙيا، مون وهايا. ۲۹. دل، من. ۳۰. وقت، مهل. ۳۱. مون کان وسرئا، مون کان ڀلجي وئا، مون کي ياد نہ پئا. ۳۲. انهن جا. ۳۳. ياد ڪريان.

### ٧

زُمَرِ زُخرُفِ سُومَرا، سَبَحَ سيڻ سَندامِ،
بَندَ ۾ بَدوِيَنِ لَيءِ، گوڙهَا نِتُ ڳاڙِئَامِ،
عُمَرَ[1] اَباڻَنِ[2] کي، ڏِنَي[3] ڏِينهَن[4] تِئَامِ[5]،
وِيڙهيچَا وِجُودَ مَان، ڪِنهِن وِيلَ نَہ وِسَرِئَامِ،
پَانڌِي[6] روزُ[7] پُڇِئَامِ[8]، اُيِي[9] اَباڻَنِ جَا.

### ٨

زُمَرِ زُخرُفِ سُومَرا، سَبَحَ سيڻ رَهَنِ[10]،
بَرَ[11] جي بَدوِيَنِ لَيءِ، اڪيُون رَتُ رُئَنِ[12]،
اوِنَي[13] اَباڻَنِ جَا، اَللهَ[14] ڪي اَچَنِ،
مُون ڪي خَبَرَ[15] خَيرَ[16] جي، سَندي[17] ڏِيهَ[18] ڏِيَنِ،
آرُو[19] اَڪَڙِيُنِ[20]، آهي عَرَبَ[21] پَارَ[22] جو.

### ٩

زُمَرِ زُخرُفِ سُومَرا، سَبَحَ سيڻ سَدا[23]،
اوِنَي اَباڻَنِ جَا، اَللهَ ڪي اِيندا،

---

١. اي عمر، ٢. مائٽن کي، ٣. ڏسندي، ۴. گھڻو وقت، ۵. مُون کي ٿئو، ٦. پانڌيئڙا، واٽهڙو، قاصد، ٧. هر روز، ڏهاڙي، ٨. مون پڇئا، ٩. بيني، پئي، ١٠. منهنجي دل يا اندر ۾ وسن، ياد پون، ١١. رڻ پٽ، صحرا، ٿر، ١٢. رت رئن = رت جا ڳوڙها يعني رت گاڏئون لڙڪ وهائين، تمام گھڻو رئن، ١٣. اُٺ تي سوار قاصدَ، ١۴. اي الله، ١۵. سُڌ، حال احوال، ١٦. سک سلامتيءَ، ١٧. جي، ١٨. وطن، ملڪ، ساٿيهه، ١٩. حب، سک، لاڙو، ٢٠. اکڙين کي، اکين کي، ٢١. عرب جي، عربستان (ملڪ) جي، ٢٢. طرف، پاسي، ٢٣. سدائين، هميشہ.

مُون ڪي خَبَرَ[۱] خَيرَ[۲] جِي، سَنڌِي[۳] ڏِيهَہ[۴] ڏِينَدا،
چُڪِيءَ[۵] ڪي چُوندا[۶]، سَرَهائِيُون[۷] سَاٿِيهَہ جُون.

### ۱۰

زُمَرِ[۸] زُخرُفِ[۹] سُومَرا[۱۰]، سَبَا[۱۱] سِيڻَ[۱۲] وِئَا،
وِنجُهَلَ[۱۳] وِيڙِهِيچَنِ[۱۴] جِي، مُون ڪي مَارِئُو[۱۵] مَاءُ[۱۶]،
مَرِيَمَ[۱۷] طٰـهٰ[۱۸] اَنبِيَاءِ[۱۹]، واسِي وَسَ[۲۰] وِئَا[۲۱]،
مَارُوءَ[۲۲] جِي مِلَڪَ[۲۳] جو، واحِدَ[۲۴] وارِئُو[۲۵] واءُ[۲۶]،
لَهِي[۲۷] لوهَ[۲۸] وِئَا، وَرِئُو[۲۹] وَرَقُ[۳۰] وِصَالَ[۳۱] جو.

### ۱۱

زُمَرِ زُخرُفِ سُومَرا، عَيشُ[۳۲] اَعرابِيَنِ[۳۳]،
اِنَّا فَتَحنَا الَّذِينَ*، تَا قُلُوبَان[۳۴] ڪَهَنِ[۳۵]،
لَحمُ[۳۶] لَبَنُ[۳۷] گَڏُ ڪِئُو، تَمَرُ[۳۸] تَاڪُلُ[۳۹] ڪَنِ،
سَدائِين[۴۰] سَيدُ چَئِي، اَنُ[۴۱] نَہ چَڪِئُو[۴۲] اُن،
عُمَرَ[۴۳] بَندِيَاڻَنِ[۴۴]، لاهي لوهَ نَہ چَڏِيِين.

---

۱. سنڌ، حال احوال. ۲.سک سلامتيءَ. ۳. جي. ۴. ملڪ، وطن، ساٿيهہ. ۵. تڪل، مانديءَ، وساٿل، ساٿيءَ، بي حال. ٦. پڏائيندا. ۷. خوش خبريون. ۸. قرآن شريف جي هڪ سورت جو نالو. ۹. قرآن شريف جي هڪ سورت جو نالو. ۱۰. اي سومرا، اي عمر. ۱۱. قرآن شريف جي هڪ سورت جو نالو. ۱۲. مائٽ، عزيز. ۱۳. فڪر، ڳڻتيءَ، غم. ۱۴. ويڙهہ يعني جهنگ جي رهاڪن، جهانگين، مالوند مائهن، مارن. ۱۵. فنا ڪئو، ناس ڪئو، چٽ ڪئو، تباهہ يا برباد ڪئو. ۱۲. اي ماءُ، اي امڙ، اي آيل. ۱۷. قرآن شريف جي هڪ سورت جو نالو. ۱۸. قرآن شريف جي هڪ سورت جو نالو. ۱۹. قرآن شريف جي هڪ سورت جو نالو. ۲۰. سُرهو يا خوشبودار ڪري. ۲۱. وَسڻُن، وسنديءَ، جيوت، آبادي، مائهن جي موجودگي. ۲۲. محبوب (مارئيءَ جي مگيندي). ۲۳. گڏجڻ. ۲۴. هڪڙي يعني خدا. ۲۵. ورايو، ڦيرايو، وابس آندو، انلايو. ۲٦. هوا (وارئو واءُ = خبر مشهور ڪئي). ۲۷. ختم ٿي، باسي يا بري ٿي، ٽٽي. ۲۸. زنجير. ۲۹. اٿلئو، ڪلي بٿو. ۳۰. پنو. ۳۱. ميلاپ، وصل. ۳۲. خوشي، راحت، فرحت، آنند، سک، آرام. ۳۳. اعرابين ڪي، عرب جي ٻهراريءَ جي رهاڪن ڪي، مال جي سانگي ٿي گذاريندڙن ڪي، مالوند مائهن ڪي، مارن ڪي * تحقيق اسان انهن (جن ڪفر ڪئو) ڪي فتح ڪئو. ۳۴. قلوب سان، قلب سان، دل سان. ۳۵. چون، پڙهن. ۳٦. گوشت. ۳۷. کير. ۳۸. سڪل ڪجور، ڪارڪ. ۳۹. ڪائڻ جو عمل. ۴۰. اٿهين، هميشهہ. ۴۰. اناج. ۴۲. ڪاڌو، وابرايو، استعمال ڪئو. ۴۳. اي عمر. ۴۴. بندياڻين جا، قيدياڻين جا.

## ١٢

زُمَر[1] زُخرُف[2] سُومَرا[3]، مَارُو[4] مُون[5] مَهندارُ[6]،
أُولائِكَ أَصحَابُ الجَنَة*، مَاڳَ[7] سَندَن[8] مُوچَارَ[9]،
وَسَقَاهُم رَبُّهُم شَراباً طَهُوراً●، تَا پِيَن[10] پوچَ پَنوَهَارَ[11]،
ويروتَار[12] وجُودَ[13] ۾، پِريَن[14] جِي پَچَارَ[15]،
سَبَاجَهَا[16] سَتَارَ[17]، مُون كي مَارُنِ[18] مِيڙِيِن[19].

## ١٣

زُمَر زُخرُف سُومَرا، هَلَن ۾ حُجرَات[20]،
هَميشَہ حِجرَ ۾، لَحنُ[21] لَطِيفي[22][23] لَات[24]،
سُورَن[25] جَا سَرتيُون[26]، رَعد[27] مُكَائُم[28] رات،
مُون[29] تَن[30] تَني[31] جِي تَات، جَن جو اورَڻُ اَحقَاف[32] سِين.

## ١٤

زُمَر زُخرُف سُومَرا، سَانبِي[33] سَارِئَم[34] رات،
صُبحِ[35] سَجدَه[36] فُصِلَت[37]، لَنوَن[38] لَطيفي لات،
رَعد[39] فُرقَان[40] عَنكَبُوت[41]، هِدايَت[42] حُجرَات،

---

١، ٢. قرآن شريف جي سورتن جا نالا. ٣. اي سومرا، اي عمر. ۴. محبوب (مارئيءَ جو مگيندو كيت). ۵. منهنجو. ٦. اڳواڻ، رهبر، سردار * اهي جنتي يعني جنت وارا آهن (قرآن شريف جي سورت بقر جي آيت ٨٢ جو ڀاڱو). ٧. جايون، مڪان، آستان. ٨. انهن جا. ٩. موچارا، سٺا، عمدا ● انهن جو رب انهن کي پاڪ پاڻي پياريندو (قرآن شريف جي سورت دهر جي آيت ٢١). ١٠. گهڻو، جام. ١١. بڪرار، ٻڪرين جا مالڪ يا ڌنار، مالوند ماڻهو (مارئيءَ جا مائٽ). ١٢. ويروتار = هر وقت، هميشہ، سدائين. ١٣. دل، قلب، اندر. ١۴. محبوبن، پيارن، سڄڻن. ١۵. تات، يادگيري. ١٦. اي سباجها، اي ٻاجهارا، اي زخم وارا. ١٧. ستر ڪندڙ، پردو رکندڙ، خدا. ١٨. مارن سان، مالوند ماڻهن سان. ١٩. ملائين، گڏيين. ٢٠. قرآن شريف جي هڪ سورت جو نالو. ٢١. قرآن شريف جي هڪ سورت جو نالو. ٢٢. سريلو آواز، خوش نوائي، قرآن شريف پڙهڻ جي خوش الحاني. ٢٣. لطيف جي، خدا جي. ٢۴. منو آواز، ذڪر، پچار. ٢۵. دردن، ڏکن. ٢٦. اي سرتيون، اي جيڏيون. ٢٧. گوڙ، گجگوڙ. ٢٨. مون ڏانهن موڪليائون. ٢٩. منهنجي. ٣٠. تن کي، دل کي. ٣١. ورونهن، وندر. ٣٢. قرآن شريف جي هڪ سورت جو نالو. ٣٣. جوڙيوال، رفيق، ساٿي. ٣۴. مون سارئا، مون سنڀاليا يا ياد ڪئا. ٣۵. صبوح جو، فجر جو. ٣٦. قرآن شريف جي سورت جو نالو. ٣٧. تفصيلوار يعني کولي بيان ڪئي وئي. ٣٨. آلايين. ٣٩. سورت جو نالو. ۴٠. سورت جو نالو. ۴١. سورت جو نالو. ۴٢. هاديءَ يعني خدا جو حڪم.

مُون[1] تَنَ[2] تَنِي جِي تَاتِ[3]، جَنِ جو اورَڻُ[4] اَحزاب[5] سين.

١٥

زُمَرِ زُخرُفِ سُومَرا، مَارُو مُؤمِنِ[6] پَاسِ[7]،
اَعرابي[8] اَحقَافَ[9] ۾، رَهَنِي[10] وِبَنَمِ[11] راسِ[12]،
مَارُن مُلان[13] مَاڙِيِن[14]، ڪِنهِن ارادي[15] آنديَاسِ[16]،
وَطَنِ[17] آئُون وِبَنديَاسِ[19]، وَرِئو[18] وَرَقُ وِصَالَ[20] جو.

١٦

وَرِئو وَرَقُ وِصَالَ جو، مُوڪَلَ[21] ٿِي مُون[22]،
لَحماً طَرِياً وَ تَستَخرِجُونَ حِليَةً تَلبَسُونَها*، تن ۾ تونهين تُون[23]،
مَنَ مَنجَهَانَ[24] را مُون[25]، مَارُو[26] جَامُ[27] مَلِيرَ جو.

١٧

فَاتِحَه[31] بَقَرَة[29] سُومَرا[28]، جُڙِيَائُون[30] سين جَانِ،
اَپَرِ[32] آلِ عِمران[33] سين، قُربُ[34] ڪِئو ڪيٺانِ[35]،
سُخَنَ[36] جي سَندانِ[37]، سيئي وِبِنِي سَارِئَانِ[38].

١. منهنجي، ٢. تن کي، دل کي، من کي، ٣. ياد، يادگيري، ساروڻي، ۴. ورد، ورونهن، وندر، ۵.قرآن جي هڪ سورت جو نالو، ٦. مومن (قرآن جي هڪ سورت) جي، ٧. پاسي ۾، پر ۾، ٨. عربستان جي جهنگ يا صحرا جا رهاڪو يعني مارو، ٩. قرآن شريف جي هڪ سورت جو نالو، ١٠. ترسي، گهر ناهي، ١١. منهنجا (مارو) وينا، ١٢. جڳيءَ طرح، آرام سين، ١٣. وٺان، کان، ١۴. ماڙين ۾، محلاتن ۾، ١۵. قسمت، لکئي، ١٦. مون کي آندو، ١٧. وطن ڏانهن، سانيهه يا ملڪ ڏانهن، جنم ڀوميءَ ڏانهن، ١٨. اٿلئو، کلي پئو، پلٽئو، ١٩. پنو، ٢٠. ميلاپ، گڏجاڻيءَ، ٢٥. اجازت يا رُخصت (قيد مان)، ٢٢. مون کي * (کائيندا آهيو) تازو گوشت (مڇين جو) ۽ ڪڍندا آهيو ان مان زيور (يعني موتي) جيکي اوهين پائيندا آهيو (قرآن شريف جي سورت فاطر جي آيت ١٢)، ٢٣. صرف تون، ٢۴. منجهه، اندر، ٢۵. مون کي، ٢٦. محبوب (مارئيءَ جو مڱيندو ڪيت)، ٢٧. سردار، ٢٨. ۽، ٢٩. قرآن شريف جي سورتن جا نالا، ٣٠. مڙهيائون، لڳايائون، پيوند ڪئائون، ٣١.جسم، ساهه، سرير، ٣٢. بي حد، تمام گهڻو، ٣٣. قرآن شريف جي هڪ سورت جو نالو، ٣۴. پيار، محبت، ٣۵. انهن، ٣٦. قول، گفتا، ٻول، ڳالهيون، ٣٧. انهن جا، ٣٨. ياد ڪريان، سنڀاليان.

۱۸

فَاتِحَه[۱] بَقَرَة[۲] سُومَرا[۳]، وَطَنُ[۴] ويڙهيچن[۵]،
نَحل[۶] حِجر[۷] بَنِي اسرائيل[۸]، اي پَنڌُ[۹] پَنوهَارَن[۱۰]،
سَجده[۱۱] اَحزاب[۱۲] سَبا[۱۳]، منجهين[۱۴] رُوم[۱۵] رَهن[۱۶]،
نيئي[۱۷] اَڏئا[۱۸] اَمُن[۱۹] ۾، پَڪا[۲۰] پَنوهَارَن،
سَڳَر[۲۱] سَاٿيهه[۲۲] سَرَتيين[۲۳]، ربلِن[۲۴] مَنجهه رَهَن،
مُون ڪي مَنجهان تَن، پِئا[۲۵] لوهه لطيف چئي*.

۱۹

اَجُ پَٽ آنديُون اوني‌ين[۲۶]، ڪِتَابَتُون[۲۷] ڪي[۲۸]،
ڳالهيُون ڳونَايَنِ[۲۹] جُون، سُٽُ[۳۰] تُون عُمَر[۳۱] سي،
ن والقَلَمِ وَ مَا يَسطُرُونَ#، پَاتَا[۳۲] پيَر پَرين[۳۳]،
حم[۳۴] طس[۳۵] يس جَا[۳۶]، اُهج ڏنَائُون[۳۷] اي،
مُوڪَلَ[۳۸] ڏي مُون ڪي، سَاٿيهه جي سَيدُ چئي.

۲۰

تَوبَه[۳۹] تَنِ جي تَن[۴۰] ۾، اَندَرِ[۴۱] اُن[۴۲] اَنفَال[۴۳]،

۱، ۲. قرآن شريف جي سورتن جا نالا. ۳. اي سومرا، اي عمر. ۴. ملڪ، ڏيهه، ساٿيهه، جنم ڀومي. ۵. ويڙهيچن جو، ويڙهه يعني جهنگ ۾ رهندڙن جو، جهانگين جو، مارن جو. ۶. قرآن شريف جي سورت. ۷. قرآن شريف جي سورت. ۸. قرآن شريف جي سورت. ۹. راهه، رستو، واٽ، منزل. ۱۰. پنوهارن جو، ٻڪرارن جو، ٻڪرين جي مالڪن يا ڌنارن جو. ۱۱. قرآن شريف جي سورت. ۱۲. قرآن شريف جي سورت. ۱۳. قرآن شريف جي سورت. ۱۴. ۾، اندر. ۱۵. قرآن شريف جي سورت. ۱۶. ترسن، ٽڪن. ۱۷. ڪٿي وڃي. ۱۸. جوڙئا، ٺاهيا. ۱۹. سک، سلامتيءَ يا عافيت (واري هنڌ). ۲۰. ڪکن ڪانن جا ٺهيل گهر، جهوپڙا. ۲۱. ٽولا، چلنگيون. ۲۲. ساٿيهه ۾. ۲۳. سرتين جا، ساهيڙين جا. ۲۴. ساوڪ وارن ميدانن، چراگاهن. ۲۵. لوهه جا زنجير، نير * مونکي انهن (سرتين) محبت جا زنجير وڌا. ۲۶. اوٺين، اٺن تي سوار قاصدن. ۲۷. چٺيون، لکتيون، خط. ۲۸. ڪجهه. ۲۹. همر وطنين. ۳۰. ٻڌ. ۳۱. اي عمر # ن قلم جو قسم آهي ۽ انجو ٻه جيڪي لکندا آهن قرآن شريف جي سورت والقلم جي آيت ۱). ۳۲. قدم، پڳ. ۳۳. پرين، محبوبن. ۳۴. قرآن شريف جي سورت. ۳۵. قرآن شريف جي سورت. ۳۶. قرآن شريف جي سورت. ۳۷. نشان، پار، پتا، اشارا. ۳۸. رخصت، اجازت. ۳۹. قرآن شريف جي سورت. ۴۰. دل، من. ۴۱. اندر ۾، دل ۾. ۴۲. ان ڪي. ۴۳. قرآن شريف جي سورت.

يُونُسِ[1] رکي جانِ[2] ۾، پِئا حقيقت[3] حالِ[4]،
وِذا[5] هُودِ[6] وِصالِ[7]، سيئي سانڀي[8] سُومرا.

## ٢١

توبہ[9] جنِ جي تنَ ۾، نملِ[10] نهارينِ[11]،
قُلْ يا[12] قدْ[13] سمع جاثيہ[14]، هنيون دُخانِ[15] پاسِ[16] ذَرينِ[17][18]،
تبارَڪ[19] تبت[20] اذاجا[21] اذا زُلزلت[22]، سين اورينِ[23]،
جيڪي پنوهاريون[24] پرهينِ[25]، سو مُيسرُ[26] آهہ مليرَ[27] ۾.

## ٢٢

توبہ جنِ جي تنَ ۾، نملِ نهايتَ[28]،
اَعراف[29] اَبائنِ[30] کي، فاتحہ[31] ۾ فرحتَ[32]،
لُقمانِ[33] جاءِ[34] لطيف چئي، سجدہ[35] ساڻُ صحتَ[36]،
نساءِ[37] نُورِ[38] نيتَ[39]، مُون کي مارُنِ ميڙيين.

### وائي ١

مُون مَ ڪسيجاهُہ لوئي، ميان عُمرَ، مُون مَ ڪسيجاهہ،
آئُون جا نماڻي لڪن لوڏي،

١. قرآن شريف جي سورت،. ٢. اندر دل. تن، من. ٣. حقيقت جي، صوفين جي طريقي جي ٻي درجي جي منزل جي. ٤. حال ۾، حالت ۾. ڪيفيت ۾. ٥. داخل ڪئا، گڏيا، ميڙيا. ٦. قرآن شريف جي سورت. ٧. وصال ۾، وصل ۾، ميلاپ ۾. ٨. جوڙيوال، رفيق، سائي. ٩. ۽. ١٠. قرآن شريف جي سورت. ١١. ڳولين، جاچين، ڀڙهن. ١٢. قرآن شريف جي سورت الڪافرون جا ٻهريان ٻہ اکر. ١٣. قرآن شريف جي سورت مجادله جي ٻهرين آيت جا ٻهريان ٻہ اکر. ١٤. قرآن شريف جي سورت. ١٥. دل، قلب. ١٦. قرآن شريف جي سورت. ١٧. پاسي ۾، پر ۾. ١٨. رکن. ١٩. قرآن شريف جي سورت مُلڪ جو ٻهريون اکر معني برڪت وارو. ٢٠. قرآن شريف جي سورت لَهَب جو ٻهريون اکر معني وڃجي وڃن. ٢١. قرآن شريف جي سورت النصر جي ٻهرين آيت جا ٻهريان ٻہ اکر معني جڏهين اچي. ٢٢. قرآن شريف جي سورت زلزال جا ٻهريان ٻہ اکر معني جڏهين ڌوڏبي. ٢٣. ورد ڪن، ورونهن ڪن. ٢٤. پنوهارن يعني ٻڪرارن جون عورتون. ٢٥. پائين يا ڍڪين (بدن تي). ٢٦. موجود. ٢٧. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو. ٢٨. انتها، پڇاڙي. ٢٩. قرآن شريف جي سورت. ٣٠. مائٽن، ابي جي اولاد. ٣١. قرآن شريف جي سورت. ٣٢. آرام، آنند، سک. ٣٣. قرآن شريف جي سورت. ٣٤. ماڳ، مڪان، آستان. ٣٥. قرآن شريف جي سورت. ٣٦. شفا، تندرستي. ٣٧. قرآن شريف جي سورت،. ٣٨. قرآن شريف جي سورت. ٣٩. مهابي، مراد، وسيلي.

سَانُ پُلاهَہ[1] نَہ پَاڙِيَان[2]، سَندي[3] ڏورَنِ[4] ڏوئي[5]،
ڪَانڌُ[6] نَہ ڪَنديس ڪو ٻئو، مُون[7] وَرُ[8] مَارُو سوئي،
ڪوءِ[9] سي طَعَامَ[10] تيُنِ[11] جَا، وَرُ[12] سَا ڏورَنِ[13] ڏوئي،
جهَانگِي جي جَهنگَنِ جَا، سَينَ[14] ڪَميٽيءَ[15] سيئي.

## وائي ٢

تَپُ[16] تَڙِئائين[17]، سَمُندِ[18] وڏائين، نِئائين[19] مَرضُ[20] مُؤمِنَنِ[21] تان،
دردُ[22] پَاڻَ دَردَ ۾، ٻَرو ٻُڏو[23] ٻَاجهہ[24] ڪِئائين،
اگهَا[25] سَڀِ سَگهَا[26] ٿِيَا، ڏُکَندو ڏورِ نِئائين،
گِروهَہ[27] گودڙِيَنِ[28] جي، سِلڪَ[29] صَحَتَ[30] ڏنائين،
مِيڙي[31] مُرِيدَ[32] پَانهِنجا، رَحمَتَ[33] هيٺِ رکِئائين.

## وائي ③

مِيندي[34] ۾ مَرجَانُ[35]، ڪِينَ پَنوهَارِيُون[36] پَائِينديُون،
مُون[37] جيڏِيُون[38] مَلِيرَ[39] ۾، ڪَنِ سَانئِينَ[40] جو سَامَانُ[41]،
ڪوهُہ[42] ڪَريَان آئُون ڪَٽَنِ[43] کي، مِٽِي[44] اَسَان جو مَڪَانُ[45]،
سَدا[46] سَنگهَارَنِ[47] جو، گَهيٺَن[48] سين گُذرانُ[49]،

١. گوشت سان گڏ رڌل چانورن. ٢. برابر يا مٽ سمجهان. ٣. جي. ۴. ڪرڙ جي وڻن جي ڪچي ڦر، ڏؤنرن. ۵. طعام رڌڻ ۽ وڌڻ جو ڪاٺ جو هڪ اوزار، چمچو، ڪفگير. ٦. مڙس، ور، ڀتار. ٧. منهنجو. ٨. محبوب (مارئيءَ جو مڱيندو ڪيت). ٩. ٻن، ڪڏ ۾، ڪوهہ ۾. ١٠. کاڌا، کين. ١١. (لوهہ جي) تپيلين، ڪٽين، ڪٽهين. ١٢. ڀلي، بهتر. ١٣. ڏٺرن جي. ١۴. مائٽ، عزيز، سڄڻ. ١۵. ڪميٽيءَ جا، بدڪار جا، بدچٽيءَ جا. ١٦. ٻرو، بخار. ١٧. ڏور ڪيائين. ١٨. سمند ۾ (سمند وڌائين = ناس ڪئائين). ١٩. ٻري ڪئائين. ٢٠. بيماري، اگهائي. ٢١. ايمان وارن. ٢٢. ڏک، بيماري، ڏکندو. ٢٣. غرق ٿئو، ناس ٿئو. ٢۴. مهرباني، رحم. ٢۵. بيمار. ٢٦. چڱا ڀلا، تندرست. ٢٧. گروهہ کي، ٽولي کي. ٢٨. گودڙي پوش (فقيرن)، گبري ڍڪيندڙ (فقيرن). ٢٩. سلسلو، واٽ. ٣٠. صحت جو، تندرستيءَ جو. ٣١. گڏ يا جمع ڪري. ٣٢. چيلا، معتقد. ٣٣. فضل، ٻاجهہ، مهربانيءَ. ٣۴. وارن (مٿي جي). ٣۵. سمنڊ مان نڪتل ڳاڙهي رنگ جا موتي. ٣٦. پنوهارن يعني ٻڪرارن جون عورتون. ٣٧. منهنجي. ٣٨. هم عصر (عورتون). ٣٩. مارئيءَ جي ڳوٺ جو نالو. ۴٠. هڪ قسم جي جهنگلي گاهہ مان پيدا ٿيل ان. ۴١. توشو، آذوقو. ۴٢. ڇا. ۴٣. چارپائين، پلنگن. ۴۴. خاڪ، زمين. ۴۵. هنڌ، جاءِ، بسترو. ۴٦. سدائين، هر وقت، هميشہ. ۴٧. مال جي، سانگي تي گذاريندڙن، مارن. ۴٨. ڏنبن، رڍن. ۴٩. واسطو.

### وائي ④

مُنهنجُون ڳالهيُون مارُوءَ[1] سانُ، ڍولئي[2] سانُ،
سُومَرا[3] آئون تَر[4] وَجَان،
مُون کي مُڻن[5] پِريَن[6] جُون، مَرُ[7] تيُون لِيڙُون لُڏَن[8]،
بَڏا بَانهن ۾، سَڳا[9] تَا سُونهن[10].

### وائي ⑤

سَا ڪيئَن لاهيَان لوئي[11]، جَا پَهرئِم[12] پَنوهَارَن سين[13]،
مِتي[14] جَا مَلِير[15] جي، مَرُ مِيندي[16] ۾ هوئِي[17]،
واسي[18] وارَ نَہ وِيڙهِيَان، ڏوپي[19] ڏَجُ[20] ڏوئي،
ڪَانڌُ نَہ ڪَنديَس ڪو ٻئو، عُمَر[21] آهِہ اُهوئي،
مَحرَمُ[22][23] مُنهنجي حَالَ[24] جو، هِت نَہ آهِہ ڪوئي.

### وائي ٦

شُڪرَ[25] آڻ بَجَاءِ[26]، آهيين اَهلُ الله[27] سين،
گهوڙو[28] هنَ گروهَہ[29] سين، حَمدَ[30] مَنجهہ هَلاءِ،
سُرهي[31] اِنَ سِلڪ[32] سين، پَجِي ڪي پَجَاءِ،

---

١. محبوب (مارئيءَ جي مڱيندي ڪيت)، ٢. محبوب، پياري، سڄڻ. ٣. اي سومرا، اي عمر. ۴. تر ڏانهن. واريءَ جي پٽن يا دڙن ڏانهن (مارئيءَ جي ملڪ ڏانهن). ٥. منهنجي. ٦. محبوبن. ٧. ڀلي، بيشڪ. ٨. ڪپڙن جي ڦاٽڻ واري حالت. ٩. ڏاڳا (شاديءَ جي وقت وارا ٻڌل) ڳانا. ١٠. ٺهن، زيب ڏين. ١١. ڪٽي، اَنَ يعني رڍن جي وارن مان ٺهيل چادر يا اوڍڻي. ١٢. مون پهري يا پاتي يا ڍڪي. ١٣. ٻڪرارن، ٻڪرين جي مالڪن يا ڌنارن. ١۴. دز، ڌوڙ، خاڪ. ١٥. مارئي جي ڳوٺ جو نالو. ١٦. مٽي (جي وارن). ١٧. هجي. ١٨. سرها يا خوشبودار تيل مکي. ١٩. ڌوپي سان. ڌوپَ سان. سرهي تيل سان. ٢٠. مٽي، خاڪ. ٢١. ڀتار، مڙس، پتي، ور. ٢٢. اي عمر. ٢٣. رازدار، حال ڀائي. ٢۴. حالت. ڪيفيت. ٢٥. احسان، ٿورو. ٢٦. آڻ بجاءِ = مڃ. ٢٧. اهل الله = الله وارن، خدا وارن، درويشن، بزرگن. ٢٨. شطرنج جي راند ۾ استعمال ٿيندڙ هڪ ساريءَ يا دائي جو نالو. ٢٩. (اهل الله جي) ٽولي، جماعت. ٣٠. ساراهہ. تعريف. واکاڻ. ٣١. خوشبودار، وٽندڙ، سٺي. ٣٢. سنگت. سلسلي.

تـِيءُ تـہ ٿوڪُ پـِرائـيـن، لاشَڪُ تَنـِي لاءِ،
تَرَڪُ[١] ڪَرِ طَلَبَ[٢] سين، لاهُوتِي[٣] مَ لَجَاءِ[٤]،
خُودِي[٥] ڪَڻُ مَ پَاڻَ سين، جوڳِيَنِ[٦] وَٽِ جَلاءِ[٧]،
مَهندان[٨] مَشَائِخَنِ[٩] جِي، چَلَڻَ[١٠] سَبِ چَلاءِ[١١]،
ڪَامُ[١٢] تُنهِنجو ڪَاپَڙِي[١٣]، سَامِيَنِ[١٤] وَٽِ سَمَاءِ[١٥]،
آسَڻَ[١٦] اڱِئَانِ اُنِ جِي، بَرَ[١٧] بَرَ ڪِئو بَاڏاءِ[١٨]،
سِيهو[١٩] جَا سَونُ[٢٠] ڪَري، تِنهِن صُحبَتَ[٢١] ڪِي مَ سِڪَاءِ[٢٢]،
سُرَهِي[٢٣] سَنَاسِيَنِ[٢٤] جِي، سُٽِي[٢٥] ڪَا[٢٦] سُٽَاءِ[٢٧]،
آهِمِ[٢٨] آسَ[٢٩] اِسمَ[٣٠] جِي، ڏاڳا[٣١] تُون ڏُلاءِ[٣٢]،
اَللهَ[٣٣] عبداللطيف رح کِي، اُنِين سَاڻُ اڱهَاءِ[٣٤].

١. پاسو، تياڳ، دست برداري، ٢. گهرج، ضرورت، لالچ، طمع، ٣. دنيا کي ترڪ ڪندڙ فقير، ۴. شرمسار ڪر، ٥. آپو، وڏائي، تڪبر، ٦. تارڪ الدنيا فقيرن، ٧. ساڙ يا ٻاهہ ۾ وجهہ (خوديءَ کي)، ٨. اڳيان، آڏو، حضور ۾، ٩. بزرگن، درويشن، ولين، ١٠. چاليون، هلتون، حرفتون، ١١. ترڪ ڪر، ١٢. ڪم، مطلب، مراد، ١٣. اي ڪاپڙي، اي جوڳي، ١۴. تارڪ الدنيا فقيرن، ١٥. پوروٿيندو، صحيح يا نيڪ ٿيندو، ١٦. وهڻ جي جاءِ، تڪيي، آستاني، ١٧. هاءِ افسوس، عاجزي، ١٨. پڪار، دانهون ڪر، عرض ڪر، ١٩. هلڪي قسم يا ٿوريءَ قيمت وارو ڌاتو، ٢٠. هڪ قيمتي ڌاتو جنهن مان زيور وغيره ٺهن، ٢١. ڪچهري، مجلس، ٢٢. ترڪ ڪر، ٢٣. سُٺي، چڱي، ٢۴. تارڪ الدنيا فقيرن، ٢٥. ٻڌي، ٢٦. ڪا ڳالهہ، ٢٧. ٻڌاءِ، ٢٨. مون کي آهي، ٢٩. اميد، آسرو، انتظار، ٣٠. اسم اعظم، (خدا جي) خاص نالي، ٣١. فقيراڻا لباس يا پوشاڪون، ٣٢. ڌٿارِ، صاف ڪراءِ، ٣٣. اي الله، ٣۴. قبول فرماءِ، ملاءِ.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ ڪَاموڏ

## داستان پهريون

### ١

ڪِجهي[1] جهي[2] ڪَاموڏُ، اَڇي سَاءُ[3] سُرودَ[4] مَان،
ڪَنڌيءَ[5] ڪَؤُنرَ[6] ڪَڪورِئَا[7]، هيٺِ[8] لَهرنِ[9] لوڏُ[10]،
جِيئَن سَمي[11] دَرِ[12] گندَرِيُون[13]، تِيئَن لاڪَي[14] دَرِ اوڏُ[15]،
تَماچِيءَ تَنبُوڏُ[16]، راتِ وَڄَايَا ريلَ[17] ۾.

### ٢

جِهَڙي سِڄَ[18] ڪَڪورَ[19]، تِهَڙي مي[20] اڪِيُنِ ۾،
ڪِينجُهر[21] بِنهِي ڪَنڌِيِن[22]، مِيِيُون[23] تِلَنِ[24] مورَ[25]،
تَماچِيءَ تَنبُورَ، راتِ وَڄَايَا ريلَ ۾.

### ٣

هيٺِ جَرُ[26] مَٿي مَڃرُ[27]، ڪَنڌيءَ[28] ڪَؤُنرَ تِڙَنِ[29]،
واهُوندا[30] وَرنِ[31]، ڪِينجُهرُ هِندورو[32] ٿِئي.

---

١. ڳائجي، ٢. جيڪڏهين، ٣. سواد، لطف، مزو، ۴. هڪ قسم جي ساز، تنبور، راڳ، آلاپ، ۵. (ڪينجهر ڍنڍ جي) ڪنڌيءَ تي يا ڪناري تي، ٦. نيلوفر يعني ڪنول جا گل، ٧. ڳاڙها ٿيا، ٨. اندر پاڻيءَ ۾، ٩. لهرن جي، ڇولين جي، ١٠. جنبش، لرزش، ڇول، ١١. سمي جي، ڄام تماچيءَ جي، ١٢. در تي، گهر ۾، ١٣. گندرن جي عورتون، مهاڻيون (گندرا مهاڻا قوم جي هڪ ذات آهي)، ١۴. لاڪي جي (لاڪو ڪڇ علائقي جو هڪ سورهيه ۽ سخي سردارهو جنهن اوڏ قوم جي هڪ عورت تي عاشق ٿي ساڻس شادي ڪئي)، ١۵. اوڏ قوم جا ماڻهو، ١٦. تنبور، تنبورا، ١٧. ڍنڍيا تلاءَ يا درياءَ جي ڪناري سان لڳ ساوڪ واري ميدان، ١٨. سڄ جي، ١٩. ڳاڙهاڻ، ٢٠. مي ڪي يا مهاڻيءَ ڪي (ڳاڙهاڻ)، ٢١. ڪينجهر جي (ڪينجهر هڪ ڍنڍ جو نالو آهي جيڪا ٺٽي شهر جي پرسان واقع آهي ۽ جنهن جي پاسي ۾ ڄام تماچيءَ جي محبوب نوريءَ نالي مهاڻي رهندي هئي)، ٢٢. ڪنڌين تي، ڪنارن تي، ٢٣. مهاڻيون، ٢۴. هلن، ڪهمن، ڦرن، ٢۵. مور (پکيءَ) وانگر، ٢٦. پاڻي (ڪينجهر ڍنڍ جو)، ٢٧. ڇمر، اڇا ڪڪر (جيڪي مينهن نه وسائين)، اڀون، ملارَ، ٢٨. ڪنڌيءَ تي، ٢٩. ٻوڪجن، گل جهلين، ٣٠. بهار جي موسم جون (ڏکڻ اولهه واريون) هوائون، ٣١. لڳن، ٣٢. پينگهو، جُهولو.

## ۴

هيٺ جَرُ[1] مَٿي[2] مَچَرُ[3]، پَاسي[4] ۾ وَڏَراهَ[5]،
اَچي[6] وَجي وِچَ ۾، تَماچيءَ جي ساءِ[7]،
لَڳي[8] اُتَرَ[9] واءِ[10]، ڪِينجُهَر[11] هِندورو[12] ٿِئي.

## ⑤

هيٺ جَرُ مَٿي مَچَرُ، پَاسي[13] پِريَن[14] سَندامِ[15]،
ڪوڙيِن[16] ڪَاجَ[17] سِڌامِ[18]، اَڻَ سِڌو[19] ڪونَ رَهِئو[20].

## ٦

مَرڪَڻَ[21] تُون مَ مَريِجِ[22]، سِرَ صَلابَتَ[23] سُپِريِن[24]،
آهِيِن نَارُ[25] اَڪِيُنِ جو، وَتَان مُون مَ وَڃِجِ،
تَماچِي[26] تَڳِيجِ[27]، ڪو ڏِينهُن ڪِينجُهرَ[28] ڪَنڌِيِن[29].

## ۷

ڪو ڏِينهُن ڪِينجُهرَ ڪَنڌِيِن، تُون تَماچِي تَڳُ،
اُوچو[30] ٿِئو[31] مِ اَڳُ[32]، مُون[33] ڪَرُ[34] مَلاحَنِ[35] ۾.

---

١. ڪينجهر ڍنڍ جو پاڻي، ٢. مٿان، آسمان ۾، ٣. چمر، اڇا اڇا ڪڪر (جيڪي مينهن نہ وسائين)، اُبون، ۴. پر ۾، ڪنڌين تي، ڪنارن تي، ۵. وٽڪار، وٽن جا جهڳٽا، ٦. (جرءِ مجر جي وچم ماڻهن جي) اچ وڃ، ۷. ساءَ لاءِ، ديدار لاءِ، محبت جي ڪري، ۸. لڳڻ سان، گهلڻ سان، ۹. اتر جي، ١٠. (سرد) واءَ يا هوا جي، ١١. ننڍي شهر کان ڪجهہ مفاصلي تي هڪ ڍنڍ آهي جتي ڄام تماچيءَ جي محبوبہ نوري مهاڻي رهندي هئي، ١٢. پينگهو، جُهولو، ١٣. (منهنجي) پاسي ۾، پر ۾، ١۴. محبوب، ١۵. منهنجا، ١٦. ڪروڙن جي انداز ۾، تمام گهڻا، ١۷. ڪم، مطلب، مرادون، ١۸. منهنجا سڌ يعني پورا ٿيا، ١۹. اڻ سڌو = اڻپورو، نامڪمل، ٢٠. بچيو، ٢١. اي مرڪڻ، اي جاني، اي دلدار، ٢٢. (هن دنيا مان) لاڏائو يا انتقال ڪج، ٢٣. سر صلابت = مضبوط سر وارا، بلند اقبال وارا، بهادر، ٢۴. محبوبَ، ٢۵. ٺاريندڙ، ٿڌو ڪندڙ، راحت يا فرحت ڏيندڙ، ٢٦. اي تماچي، ٢۷. زندهہ يا جيئرو رهج، ٢۸. ڪينجهر جي، ٢۹. ڪنڌين تي، پاسن تي، ٣٠. مٿاهون، ٣١. منهنجو ٿئو، ٣٢. منهن، ٣٣. منهنجو، ٣۴. ڳاٽ، ڳچي، ٣۵. مهاڻن ۾، مڇي ماريندڙن ۾.

## ٨

مَاڙِيءَ[1] چَڙهِئو مَٿي[2]، تِني هَٽِّي[3] حَرفُ[4] حِسَابَ[5] جو،
جيڏانهَن عَالَمَ[6] آسرو[7]، تيڏانهَن تَنُ[8] نَہ ڏي،
ڄَامَ[9] تَمَاچِيءَ جي، مُون[10] ڪونهي سُولُ[11] سُهَاڳَ[12] سين.

## ٩

هينئَن مَتَن[13] هيڪِڙي، پُراٽِي[14] پَرَهِين[15]،
تُوڙان[16] تَمَاچِيءَ ڄَامَ سين، ڳُجهہ[17] اَندَر[18] ڳُڙهِين[19]،
سَسيُون[20] جِت سَرَهِين، تِت مُهَاٽِي[21] مَنجهہ[22] وهي.

## ١٠

هينئَن مَتَن هيڪِڙي، پَاسَنِ[23] پُراٽِي،
رِيتَ[24] اُنِ جي راءَ[25] کي، سَمِّي[26] سَيبَاٽِي[27]،
رِيجهِئو[28] رِهَاٽِي[29]، ڪَري تَمَاچِي تَنِ سين.

## ١١

ڪُمَ[30] ڪَالُوڙا[31] ڪُوٽِيُون[32]، پَهَتِ[33] جَنِ جي پَر[34]،
لائيو[35] لُنگَ[36] لَطِيفَ(رح) چَئي، جُنبَن[37] جَهجَهي[38] جَر[39]،

١. ماڙيءَ تي، محلات تي، ٢. مهاڻي (نوري)، ٣. لڳائي، ۴. اندازو، ڪٿ، ٥. معاملي، حالت، هيئيت. ٦. عالم جو، جهان جو، دنيا جو، ٧. آڌار، ڀروسو، ٨. دل، من، چت، ڌيان، خيال، ٩. سردار، ١٠. مون کي، ١١. فائدو، لاڀ، سک، ١٢. مڙس جي زندهہ هجڻ واري حالت، مڙس جو پيار يا قرب، ١٣. هيئن متن = انهن جي بدن جي هيٺين ڀاڱي تي توڙي مٿين ڀاڱي تي، هيٺ توڙي مٿي، سڄي بدن تي، ١۴. پراٽي چادر يا چولي، ١٥. ڍڪين، پائين، ١٦. توڙ ڪان، اصل ڪان، ازل ڪان، آد ڪان، ١٧. لڪ، چپ، ١٨. ۾، ١٩. حال اورين، رهاڻ يا ڪچهري ڪن، ٢٠. سمان خاندان يعني ڄام تماچيءَ جي خاندان جون عورتون. ٢١. (تماچيءَ جي روبرو ٿيڻ ڪان) ڪيبائين يا همت نہ سارين، ٢٢. وچ ۾، درميان ۾، ٢٣. پائين، پهرن، ڍڪين، ٢۴. ڍنگ، نمونو، هلت، رسم، ٢٥. راڄا (ڄام تماچيءَ)، ٢٦. سمي کي، ڄام تماچيءَ کي، ٢٧. وٽي، پسند آئي، سهڻي لڳي، ٢٨. راضي ٿئو، خوش ٿئو، ٢٩. رهاڻ، ٣٠. پاڻيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ قسم جي ول جو ڦر، ٣١. پبڻ جي ول جون وڏيون پاڙون، ٣٢. پاڻيءَ ۾ پبڻ مثل پيدا ٿيندڙ هڪ قسم جون وليون جن جي پاڙن کي لوڙهہ چئبو آهي جو پاڃيءَ طور ڪم ايندو آهي، ٣٣. شيوو، مرڪ، لائق، ٣۴. ريت، پهت، ٣٥. ٻڌيو، ٣٦. لانگوٽيون، گوڏيون، ٣٧. ڪاهيو پون، گهڙيو پون، ٣٨. وڏي، اونهي، ٣٩. جر ۾، پاڻيءَ ۾.

گـهـوٽُ[1] اُنـين جي گـهَـرِ[2]، راڄَـا[3] رِيـجِـهـي[4] آيـو.

١٢

سَـمِـيُـون[5] ڪَري سِـينـگـارُ[6]، راءُ رِيـجـهـائـڻَ آيُـون،
ڄَـامَ[7] هَـٽَ ۾ ڄَـارُ[8]، جُـهـلـي[9] جَـهـبِـيـرَنِ[10] وِچ ۾.

١٣

مـي[11] هَـٽَ ۾ مَـڪُـڙِي[12]، ڄَـامَ هَـٽَ ۾ ڄَـارُ،
سَـچـو ڏِيـنـهُـن شِـڪَـارُ، ڪِـيـنـجُـهـرَ[13] ۾ ڪَـالَـهـه هـو.

١٤

نُـوريءَ[14] جـي[15] نَـوازِئـو[16]، تَـئـو[17] تَـمَـاچِـي تَـي[18]،
گـاڏِي[19] چَـاڙهـي[20] گـنـدَري، مَـاٺُـهـو[21][22] ڪِـيَـڙَبِـيـئـن[23] مـي[24]،
ڪِـيـنـجُـهـرِ چُـونـدا ڪـي، سَـچُ سَـيِـيـئـي ڳَـالَـهـڙِي*.

١٥

جـيـڪَـرَ[25] ڄَـاڻـي[26] ڄَـامُ، تَـہ ڪَـا نَـوازِبـي نُـورِي،
سَـنـدو[27] مـي مُـقَـامَ، هُـونـدَ[28] سَـمـي سِـيـرانـدِيءَ[29] ڪِـئـو.

---

١. تازو شادي ڪيل مرد، جُوان يعني ڄام تماچي. ٢. گهر ۾. ٣. راءُ، بادشاهہ. ۴. راضي ٿي. ٥. سمي خاندان يعني ڄام تماچيءَ جي خاندان جون عورتون، ڄام تماچيءَ جون راڻيون. ٦. ڻاهہ ٺوهہ، جوڙ جنسار، زيب زينت. ٧. ڄام جي، سردار جي (ڄام تماچيءَ جي). ٨. (مڇين ڦاسائڻ لاءِ) سَڻ جي ٺلهين تندن يا ڌاڳن وغيره مان ٺهيل ڄاري، رَڄُ، ڀَنُ. ٩. اڇي وڃي، هلي ڦري. ١٠. مهاڻن (جهبير مهاڻن جي هڪ گهٽ حيثيت واري ذات جو نالو آهي). ١١. مي جي يا مهاڻيءَ جي (نوريءَ جي). ١٢. ننڍي ٻيڙي يا ڪشتي، ڊونڊي. ١٣. هڪ ڍنڍ جو نالو جيڪا ٺٽي شهر کان مفاصلي تي آهي جنهن جي ڀر ۾ ڄام تماچيءَ جي محبوبہ نوري رهندي هئي. ١۴. نوريءَ کي. ١٥. جيڪڏهين. ١٦. ڄام تماچيءَ نوازئو يا سرخرو يا سرفراز ڪئو. ١٧. هاڪارو يا مشهور ٿئو. ١٨. تنهن ڪري. ١٩. گاڏي تي، رٿ (بادشاهن جي سواريءَ واري ٻن ڦيٿن واريءَ گاڏيءَ) تي. ٢٠. وهاري، سوار ڪري. ٢١. مهاڻي. ٢٢. ماڻهپي واري، عزت واري. ٢٣. ڪيائين. ٢۴. مي کي، مهاڻيءَ کي * ڪينجهر جي ڀر ۾ رهندڙ ڪي ماڻهو اڄ بہ چوندا تہ اها ڳالهہ سموري سچي آهي؟. ٢٥. جيڪڏهين، هوند. ٢٦. ڄاڻي ها، پروڙي ها. ٢٧. جو. ٢٨. وهارڻ جي جاءِ. ٢٩. سيرانديءَ واري پاسي، بستري يا کٽ جي مٿي واري پاسي، (تمام اهميت واريءَ جاءِ تي).

## ١٦

جَامَان[1] اَڳي جي جَايُون[2]، تَن جي نِرتِ[3] نُورِيءَ[4] تي نَاهه،
نَه ڳُوٺ[5] نَه ڳِنجَڙي[6]، نَڪي وَڃَن وِهَانءِ[7]،
سي ڪِينجُهَرَ[8] ڪَنديُون ڪَاههُ[9]، جَنِ[10] تَمَاچِي تَڪِيو[11].

## ١٧

نَه ڪِنهِن جَائُو[12] جَامَ ڪي، نَڪو جَامَ[13] وِيَاءُ[14]،
نَنڍي وَڏي ڳَندَري[15]، سَڀِ ڪَنهِين آهه سَيَاءُ[16]،
لَمْ يَلِدْ وَلَمْ يُولَدْ*، اِيءَ نِجَابَتَ[17] نِيَاءُ[18]،
ڪِبرُ ڪِبرِيَاءُ[19]، تَختُ[20] تَمَاچِيءَ جَامَ جو.

## ١٨

پَڪا[21] پَڪَارِئو[22]، تَڙ[23] تَمَاچِي آيو،
ڳُوندَرَ[24] لاهِيو ڳَندَرِيُون[25]، آتڻ[26] اُجَارِئو[27]،
مَڪُڙِيُون[28] سِپِن مُوتِيِين[29]، سَهجَا[30] سِينگَارِئو[31]،
ڪِينجُهَرُ[32] قَرَارِئو[33]، سَمي[34] سَامَ[35] بَخشِي[36].

١. ڄام (تماچيءَ)ڪان. ٢. پيدا ٿيون (ڄامان اڳي جي ڄايون = ڄام جي خاندان جون وڏڙيون يا پوڙهيون يا ڪُراڙيون عورتون). ٣. نگاهه. نظر. ڌيان. ٤. ڄام تماچيءَ جي محبوبه جو نالو. ٥. ڳوٺ ۾. ديهات ۾. ٦. ڳنجڙي ۾. ڪچهريءَ يا مجلس ۾. مارڪي ۾. ٧. وهانءَ ۾. شاديءَ مراديءَ ۾. ٨. ڪينجهر (ڍنڍ جونالو) ڪي. ٩. ڪانهن. ڪيڏانهن. ١٠. جن جو. ١١. آڌار. ٽيڪ. ١٢. ڄڻيو. جنم ڏنو). ١٣. ڄام جو. ١٤. اولاد. ١٥. گندري جو. مهاڻي جو. ١٦. عزيز. مائٽ (نوريءَ سان شاديءَ ڪرڻ سبب) * نڪي ڄڻيائين ۽ نڪي ڄڻيو ويو (قرآن شريف جي صورت اخلاص جي آيت ٣). ١٧. نجابت جو. شرافت جو. اصليت جو. خاندانيءَ جو. ١٨. فيصلو. انصاف. طريقو. روش. ١٩. شان. عظمت. وڏائي. بزرگي. عزت. جلالت. ڪبرياءُ. ٢٠. بادشاهي. سلطنت. حڪومت. ٢١. ڪڪن ڪانن مان ٺهيل گهر. ڇپر. منهن. جهوپڙا. ٢٢. ڌوتو. صاف ڪريو. ٢٣. تڙ تي. مياڻ تي. مهاڻن جي رهڻ جيءَ جاءِ يعني بستيءَ تي. ٢٤. غم. فڪر. ٢٥. اي گندريون. اي مهاڻيون. ٢٦. وهڻ يا رهڻ جون جايون. گهر. ٢٧. صاف ڪريو. اڇا اُجرا ڪريو. ٢٨. ننڍيون ٻيڙيون. ٻونڊيون. ٢٩. موتين. مڻين. هيرن جواهرن. ٣٠. سهج مان. خوشيءَ يا شوق مان. ٣١. آراستو ڪريو. ٣٢. ڪينجهر (ڍنڍ) جي آسپاس رهندڙ مهاڻن جو خاندان يا قبيلو. ٣٣. آرامي يا بي فڪر ٿئو. ٣٤. ڄام تماچي جيڪو سمان خاندان مان هو. ٣٥. اجهو. پناهه. ٣٦. عطا ڪئي.

## ١٩

پَڪَنِ[١] پُوءِ[٢] پَچارَ[٣]، اَڄُ تَماچِي آيو،
نَنڍي وَڏي گَنڍرِي[٤]، پُوبو پائي هَارَ[٥]،
مَرڪَنِ[٦] مَلاحَنِ[٧] جا، مَتَّي[٨] بانڌيَنِ[٩] بارَ،
وَڏي[١٠] جَامَ[١١] جَمارَ[١٢]، اَڍايُون[١٣] اَجهي[١٤] جَنهِين[١٥].

## ٢٠

تَڙ[١٦] تَماچِي آيو، سَڀيتِ[١٧] ٿِي صَلاحَ[١٨]،
مُور[١٩] مَرَڪِي[٢٠] هَلِئو، سَنڌو[٢١] راڻِنِ[٢٢] راءُ[٢٣]،
لَٿِي[٢٤] لُڪَ لَطِيفُ[٢٥] چَئي، ڪِئو شَمسَ[٢٦] شُعاعُ[٢٧]،
پِيڙهِيءَ[٢٨] وِيٺو بادشاهُ[٢٩]، مَٿَسِ[٣٠] چِٽَ[٣١] چُگاءُ[٣٢]،
ڪوڙيِنِ[٣٣] قَناتُون[٣٤] لَڳِيُون، مُيَاڻيِنءَ[٣٥] مَٿانِ،
لَٿو[٣٦] ڏَنُ[٣٧] ڏيهانِ[٣٨]، تِيُون مَرڪَنِ مَڇِيءَ[٣٩] وارِيُون.

## ٢١

تَڙ تَماچِي آيو، وَرِي[٤٠] ٿي وَراڻَ[٤١]،
ڪِينجهَرُ[٤٢] بِنهِي ڪَنڌيِنِ[٤٣]، راتو ڏينهن[٤٤] رِهاڻِ[٤٥]،

---

١. پکن ۾. ڪکن ءِ ڪانن جي ٺهيل گهرن ۾ يعني مهاڻن جي جهوپڙن ۾. ٢. پيئي. هلي وئي. ٣. ڳالهه، خبر، سڌ. ٤. مهاڻي. ٥. موتين جون مالهائون. ٦. خوش ٿين، تين ڪڏن، فخر ڪن. ٧. مهاڻن، ميربحرن. ٨. تي. ٩. مڇيءَ مارڻ لاءِ ڪاٺ جي ٻن بندن جي وچ ۾ رڇ يعني ڄاريون ٻڌي ناهيل آڏن. ١٠. ٺل وڏي هجي يا ڏکهي يا گهٽي ٿئي. ١١. ڄام جي (ڄام تماچيءَ جي). ١٢. عمر، حياتي. ١٣. اِنَ ڍاول يابکيون (مهاڻيون). ١٤. اجهي ۾. پناهه ۾. ١٥. جنهن جي. ١٦. تڙ تي. ميانَ تي. مهاڻن جي رهڻ واريءَ بستيءَ ۾. ١٧. هر هنڌ، هر جاءِ تي. جاءِ بجاءِ. ١٨. سک سانت، آرام، آنند. ١٩. مور (هڪ قسم جي پکيءَ) جهڙو سهڻو. ٢٠. کلي خوش ٿي (ناز نخري سان). ٢١. جو. ٢٢. بادشاهن جي عورتن. ٢٣. راجا، بادشاهه، حاڪم. ٢٤. ختم ٿي، دور ٿي. ٢٥. سختي، ڏک، ڳُٽي، فڪر. ٢٦. سج. ٢٧. سوجهرو، روشني. ٢٨. پيڙهيءَ تي. تخت تي. ٢٩. يعني ڄام تماچي. ٣٠. ان جي مٿان. ٣١. چِٽ جو. تاج جو. ڪلنگيءَ جو. ٣٢. ٻڙهو، موڙ. ٣٣. ڪروڙن جي انداز ۾. تمام گهڻيون. ٣٤. تنبو، پردا، شاميانا. ٣٥. مڇي ماريندڙ مهاڻن جي ڳوٺن. ٣٦. معاف ٿئو. ٣٧. محصول، لاڳ، ڍل. ٣٨. ڏيهه تان، ملڪ تان. ٣٩. مڇيءَ واريون = مهاڻيون. ٤٠. موتي. ٤١. خوشي، آسودگي. ٤٢. ڪينجهر (ڍنڍ جو نالو) جي. ٤٣. ڪنڌين تي. ڪنارن تي. ٤٤. راتو ڏينهن = هر وقت. ٤٥. ڪچهريون، محفلون، شادمانان.

پَرَچِي[١] وِينو پاڻ، تيُون مَرَڪَنِ[٢] مَچِيءَ[٣] وارِيُون.

٢٢

تَڙ[٤] تَماچِي آيو، مَتِّي[٥] تَڙ تَنهَا[٦]،
ايندي پيَس اوچتِي[٧]، نُوريءَ[٨] تي نگاهَ[٩]،
تنهن کي گندرِي[١٠] چوڻ گُناهُ[١١]، جِنهن جي جهُولِيءَ[١٢] چِندُ[١٣] جُهلِي[١٤] پِئو.

٢٣

آيو جَامُ[١٥] جُلِي[١٦]، مَنَهِن[١٧] مَلاحَنِ[١٨] جي،
عَطُرَ ۽ عَنبَرَ جي، اَچي چِولَ[١٩] چُلِي[٢٠]،
ڪِينجُهَرُ[٢١] سَبِ کُلِي[٢٢]، اُنِ کي اِنعامِي[٢٣] ٿِئو.

٢٤

پَکِّي[٢٤] جَاگوتِيَنِ[٢٥] جي، اُيو[٢٦] جَامُ جُلِي،
مُهُ مُهُ[٢٧] پِيِيُون مَسَندُون[٢٨]، جُهڳِنِ[٢٩] پاسِ[٣٠] جُهلي،
ڪِينجُهَرُ[٣١] سَبِ کِلِي[٣٢]، تَنِ اُگهاڙَنِ[٣٣] اِنعامُ ٿِئو.

٢٥

ڪو جو[٣٤] ڪامَڻُ[٣٥] مي[٣٦]، آهي اکڙِيَنِ ۾،

---

١. راضي ٿي، خوش ٿي، ٢. کلن خوش ٿين، فخر ڪن، ٣. مڇيءَ واريون = مهاڻيون، ۴. تڙ تي، مياڻ تي، مهاڻن جي رهڻ واريءَ بستيءَ ۾. ٥. تي، ٦. تنها هڪ تڙ جو نالو آهي، ٧. اچانڪ، ٨. ڄام تماچيءَ جي محبوبہ جو نالو، ٩. نظر، ١٠. مهاڻي، ١١. ڏوهہ، پاپُ، ١٢. جهوليءَ ۾، هنج ۾، ١٣. چنڊ جهڙو سهڻو يعني ڄام تماچي، ١۴. لڏي، (جهلي پئو = ويئو)، ١٥. ڄام تماچي، ١٦. هلي، پنڌ ڪري، ١٧. منهن ۾، ڪکن ڪانن جي ٺهيل گهر ۾، پکي ۾، ١٨. مهاڻن، ١٩. چولي، لهر، ٢٠. اٿلي، پلٽي، ٢١. ڍنڍ جو نالو، جنهنجي ڀر ۾ ڄام تماچيءَ جي محبوبہ نوري مهاڻي رهندي هئي، ٢٢. سڄي، ساري، ٢٣. انعامي ٿئو = انعام ۾ مليو، بخشش ۾ مليو، تحفي ۾ مليو، ٢۴. پکي ۾، ٢٥. مهاڻن، ٢٦. پيو، ٢٧. مُهہ مُهہ = هر هنڌ تي، هر جاءِ تي، ٢٨. وهاڻا، طولَ، تڪيا، گاديلا، ٢٩. جهڳن جي، هڪ قسم جي رڇن يعني مڇين ڦاسائڻ جي ڄارين جي، ٣٠. پاسي ۾، ڀر ۾، ويجهو، ٣١. ڪينجهر ڍنڍ تي رهندڙ مهاڻا، ٣٢. خوش ٿئي، مرڪي، ٣٣. اگهاڙن کي، بنان ڪپڙن وارن کي، ٣۴. اهڙو، ٣٥. جادو، منڊ، ٣٦. مي کي، مهاڻيءَ کي يعني نوريءَ کي.

تَنُ[1] تَمَاچِيءَ جَامَ جو، نَايُون[2] پَايو[3] نِيٌ[4]،
عِشقُ[5] اِيئَن كَري، جِيئَن جَارُ[6] جَامَ كُلهِي[7] كِئو.

## ٢٦

هيڏِيءَ[8] وِيرَ[9] كِئَا[10]، كِينجهرَ[11] ۾ بَاهِه بَري،
نَكو تَارو اُڀَ[12] ۾، نَكو چَندَ[13] اُهَاءُ[14]،
نَكو وِرَنُ[15] وِجُ[16] جو، نَكو شَمسَ[17] شُعَاعُ،
لَٿو[18] پَاندُ[19] مُهَان[20]، مِي[21] چَڙهَندي[22] مَكِڙي[23].

## ٢٧

جِهَڙي سُونهَن[24] سَندِيَاسِ[25]، تِهَڙو كِينجهرَ ۾ كِينَ پِئو،
رِيسَ[26] راٿِين[27] چَڏي، وِهي كَانَ وَٿَانَسِ[28]،
مَذَ[29] مِيَاٽِيُون[30] مَكِڙيُون[31]، مِڙئي مَعَافُ[32] تِئَاسِ[33]،
مُورچَلُ[34] مَٿَانسِ[35]، اُيو[36] تَمَاچِي تي هَٽِي.

## ٢٨

كِينجهرَ[37] بِنهِي كَنڌِيِن[38]، تِي گندري[39] گُذارِي[40]،
سُونگي[41] سَمِي[42] جَا، اِينڌَسِ[43] اوتاري[44]،

---

١. دل، من. ٢. (پکيءَ جي پيرن جا) چنبا. ٣. وجهئو. ۴. ڪٽيو وجي. ۵. نينهن، محبت. ٦. مڇين ڦاسائڻ جي ڄار يا رڄ. ٧. ڪلهي تي (ڄارو ڪلهي ڪئو = مڇيون ڦاسائڻ لڳو، مهاڻن وارو ڌنڌو ڪرڻ لڳو). ٨. ايڏيءَ وڏيءَ يا گهڻيءَ. ٩. (اونداهيءَ) ويل، مهل، وقت، دير سان. ١٠. ڪٽي، ڪهڙي هنڌ. ١١. ڪينجهر ۾ = ڪينجهر ڍنڍ جي آس پاس. ١٢. آسمان. ١٣. چنڊ جو. ١۴. شعاع، سهائو، تجلو، سوجهرو، روشني. ١۵. چمڪاٽ. ١٦. ڪنوڻ. ١٧. شمس جو، سج جو. ١٨. ٻري ٿئو. ١٩. ڪپڙي جو پلاند يا پلئه. ٢٠. منهن تان. ٢١. مي جي، مهاڻي جي. ٢٢. چڙهڻ وقت. ٢٣. مڪڙيءَ تي، ٻيڙيءَ تي. ٢۴. حسن، جمال، سوڀيا. ٢۵. ان (نوريءَ) جي. ٢٦. رقابت، رشڪ. ٢٧. بادشاهہ يعني ڄام جي خاندان جي عورتن. ٢٨. وٽس، ان وٽ، ان جي پرسان (مقابلي يا چٽاڀيٽيءَ جي خيال سان). ٢٩. ڪڪن ۽ ڪانن جا نوڙين سان ترَ ٻڌي پاڻيءَ ۾ ترڻ لاءِ ٺاهيل ترها. ٣٠. مهاڻن جي رهڻ واريون بستيون يا ڳوٺ. مڇي ماري گڏ ڪري رکڻ لاءِ ميدان يا جايون. ٣١. ننڍيون ٻيڙيون. ٣٢. بخشش، محصول ڏيڻ کان آزاد. ٣٣. ان کي ٿئا. ٣۴. مور (هڪ قسم جي پکيءَ) جي پکن مان ٺهيل وجڻو يا پکو. ٣۵. ان جي مٿان. ٣٦. بيٺو، بيو. ٣٧. ڪينجهر (ڍنڍ جو نالو) جي. ٣٨. ڪنڌين تي، ڪنارن يا پاسن تي. ٣٩. مهاڻي (نوري). ۴٠. رهي. ۴١. محصول اڳاڙيندڙ ماڻهو. ۴٢. تماچيءَ (جيڪو سمان خاندان جو هو). ۴٣. ان وٽ آيندا. ۴۴. اوتاري ۾، گهر ۾.

جِي[١] مي مَچِي[٢] نہ مَارِي[٣]، تہ پڻ اُيو[٤] ڏڪي[٥] ڏَنَ[٦] پئي[٧].

## ٢٩

پَنِ[٨] پَبَڻِ[٩] ڪُمَ ڪُوٽِيُون[١٠]، مَٿي[١١] جَرَ[١٢] جَهَرڪَنِ[١٣]،
اَچي رَهِئَا ربِلَ[١٤] ۾، ڪَارَڻِ[١٥] ڪَالوڙَنِ[١٦]،
سَهَسَين[١٧] راجَ سَيِّدُ[١٨] چئي، پَاسي[١٩] تَنِ پَرَنِ[٢٠]،
مِڙِي[٢١] مَلاحَنِ[٢٢]، راتِ تَمَاچِي[٢٣] رانِئيو[٢٤].

## ٣٠

پَنِ پَبَڻِ ڪُمَ ڪُوٽِيُون، بِهَہ ڏوڏا ڏاجُون[٢٥]،
نِعَمَتَ[٢٦] لوڙَهہ لطِيّف چَئي، ڪَيڻُ[٢٧] مَچِي ڪاجُون[٢٨]،
رَهَنِ بَهَنِ[٢٩] سِرِ[٣٠] بَانِڌِيَنِ[٣١]، دُورُ[٣٢] دَران[٣٣] ديرُونِ[٣٤]،
پَارَسَ[٣٥] سَين پَاسُونِ[٣٦]، لَگَا تي لالُ تِئا.

### وائي

اَڙِي مي، سَمِي[٣٧] جَا سَمَگِي[٣٨]، تِنهِن کي کيرُ چَوَندو مي،
گَاڏِي[٣٩] چَاڙِهي گَندَرِي[٤٠]، مَاٹھُو ڪيَائِين مي،
تَنُ تَماچِيءَ جَامَ جو، نَايُون پَايو نَي،

١. جيڪڏهين. ٢. مهاڻي (نوري). ٣. ڦاسائي. ۴. ٻيئي. ٥. ڏڃي، ڏپ يا خوف ڪري، ڀؤ ڪري. ٦. ڏن جي، محصول جي، ڏل جي. ٧. ڀؤَ ڪان. ٨. ڍنڍن يا ڍورن وغيره جي ٻيٺل پاڻيءَ ۾ ايرندڙ هڪ قسم جو گاهہ جنهن مان تڏا، توريون، پکا ۽ مڇين جي ڦاسائڻ وارن رڇن يا چارين کي تارڻ لاءِ ترها يعني مڏ ٺهندا آهن. ٩. پاڻيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ قسم جي ول، جنهنجي پَنَ کي (جيڪو وڏو ۽ ويڪرو ٿئي) پاٻوڙو چئبو آهي ۽ ڦر کي ڪُم يا ڏوڏو چئبو آهي ۽ ان جي پاڙن کي ٻهہ يا لوڙهہ چئبو آهي جيڪي پاڄيءَ طور رڌي کائبا آهن. ١٠. پاڻيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ قسم جا ٻوٽا جن جي چوٽيءَ وارن گلن کي نيلوفر يا ڪنول جا گل چئبو آهي. ١١. تي. ١٢. پاڻيءَ. ١٣. چمڪن، چلڪن، پيدا ٿين. ١۴. ڍنڍ، درياءَ يا پاڻيءَ جي تلاءَ جي ڪپڻ واري ميدان. ١٥. لاءِ، واسطي. ١٦. وڏن ڪمن. ١٧. سون جي انداز ۾، تمام گهڻا. ١٨. ماڻهن جا قبيلا يا تولا. خلق. ١٩. وٽ. ٢٠. پلجن. نپجن. تاتجن. ڪاڏو پيتو ڪائين يا حاصل ڪن. ٢١. گڏجي. ٢٢. مهاڻن. ٢٣. گذريل رات. ٢۴. ريجهايو، راضي ڪئو. ٢٥. انهن جو ڏاج. ڏاج ۾ مليل ملڪيت. ٢٦. دولت، ٻونجي، ملڪيت، پدارث. ٢٧. ڪاج. ڪاڌو. طعام. ٢٨. انهن جو ڪاج. ٢٩. وهن. ٣٠. تي. ٣١. تانگهي پاڻيءَ ۾ مڇي مارڻ لاءِ اڏيل پيهين يا ڪاٺ جي ٻن بندڻ جي وچم رڇ يا چاريون ٻڌي ناهيل آڏن. ٣٢. پري. ٣٣. در ڪان، گهر ڪان. ٣۴. انهنجو ديرو يعني منزل يا رهائش. ٣٥. هڪ قسم جو پٿر (جو لوهہ سان گسي ان کي سون ۾ تبديل ڪندو آهي). استاد ڪامل (جام تماچيءَ). ٣٦. انهن جا پاسا. ٣٧. تماچي جام جيڪو سمان خاندان مان هو. ٣٨. نوازي. ٣٩. گاڏيءَ تي. رٿ تي. ۴٠. مهاڻي.

جَارو[1] جَامَ[2] ڪُلِهي[3] ڪِئو، عَشقُ[4] اِيئَن ڪَري،
سَمْي[5] جي سُهَاڳَ[6] جو، مِيندو[7] ڳُتو[8] مي[9]،
جَن نَہ وِهَارِي وَٿ[10] ۾، ٿِئَڙا سَلامِي[11] سي،
عَالَمُ[12] اِنعَامِي[13] ڪِئَو، نُورِيءَ نَازُ[14] ڪَري.

١. مڃين ڦاسائڻ يا مارڻ لاءِ ڄار يا رڄ. ٢. ڄام تماچيءَ. ٣. ڪلهي تي (ڄارو ڪلهي ڪئو = مڇيون مارڻ لڳو. مهاڻن وارو ڌنڌو ڪرڻ لڳو). ٤. نينهن، محبت. ٥. ڄام تماچيءَ (جيڪو سمان خاندان جو هو). ٦. مڙس جي زندهہ هجڻ واري حالت، مڙس جو قرب يا پيار، شادي، نڪاح. ٧. مٿي جا وار. ٨. ويڙهيا. ٩. مهاڻيءَ (نوريءَ). ١٠. ۾، پاسي. ١١. سلام پرينداڙ، تابعدار. ١٢. جهان، دنيا (جا ماڻهو). ١٣. انعام وٺندڙ، انعام مليل، بخشش مليل، نوازيل. ١٤. لاڏ، انگل، آرو.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ ڪَامُوڏ

## داستان پهو

۱

تُون سَمُون[1] آئُون گَندَري[2]، مُون ۾ عَيبَن[3] جُوءِ[4]،
پَسِي[5] راڻِين[6] رُوءِ[7]، مَچُڻ[8] مَاگَرِ[9] مَتِيين[10].

۲

تُون سَمُون آئُون گَندَري، مُون ۾ عَيبَ اَپَارَ[11]،
پَسِي مِيءَ[12] ڪَا[13] پَارَ[14]، مَچُڻ مَاگَرِ مَتِيين.

۳

تُون سَمُون آئُون گَندَري، مُون ۾ عَيبَ هَزارَ،
پَسِي مِيءَ ڪَا پَارَ، مَتَان مَاگُرِ مَتِيين.

۴

تُون سَمُون آئُون گَندَري، مُون ۾ عَيبَن[15] وِيهَ[16]،
پَسِي مِيءَ ڪِي ڏِيءَ[17]، مَچُڻ مَاگَرِ مَتِيين.

---

سنڌ جي سمن حاڪمن جو اولاد. ۲. مهاڻي. ۳. عيبن جي، اوڻاين جي، وڏن جي، مداين جي. ۴. آستان، گهر. ۵. ڏسي. ۶. راڻين جي، بادشاهہ زادين جي، بادشاهي خاندان جي عورتن جي. ۷. شڪل، منهن، صورت، سونهن. ۸. متان. ۹. مهاڻن جي هڪ قبيلي جو نالو، ماڇر، مياڻي، مهاڻن جي رهڻ واري بستي يعني ڳوٺ. ۱۰. نظرانداز ڪرين. ۱۱. بي شمار، بي حد، تمام گهڻا. ۱۲. مهاڻيءَ. ۱۳. جا. ۱۴. افعال، ارڪان، ڏڄڻ، هلت. ۱۵. عيبن جا. ۱۶. گهڻو انداز. ۱۷. دختر، نياڻي، ڇوڪري، عاجزا.

### ٥

تُون سَمُون[1] آئُون گندَرِي[2]، مُون ۾ عَيبَن[3] ڪوڙِ[4]،
پَسِي[5] ڪِڪِيءَ[6] ڪوڙِ[7]، مَڇُڻِ[8] مَاگَرِ[9] مَتيِن[10].

### ٦

تُون سَمُون آئُون گندَرِي، مُون ۾ عَيبَن[11] لَڪَ[12]،
پَسِي مِيءَ[13] ڪَا[14] ڪَڪَ[15]، مَتَان مَاگُرِ مَتيِن.

### ٧

تُون سَمُون آئُون گندَرِي، مُون ۾ عَيبَن لَڪَ،
هِنَ مُنهِنجي حَالَ[16] جي، تُوڪي سَڀَ پَرڪَ[17]،
ڪَارِڻِ[18] رَبَّ[19] اَلَڪَ[20]، مَڇُڻِ مَاگَرِ مَتيِن.

### ٨

تُون تَمَاچِي[21] تَڙَ[22] ڌَڻي[23]، آئُون مُهَاڻي مي،
ڪِڪِيءَ[24] هَاڻيُون[25] ڪَارِيُون[26]، حَالُ مُنهِنجو هي[27]،
مُون[28] ڏُهَاڳُ[29] مَ ڏي، آئُون نَالي[30] سُيَسِ[31] تُنهِنجي.

---

١. سنڌ جي سمن حاڪمن جو اولاد يا وياءُ. ٢. مهاڻي. ٣. عيبن جي، اوڻاين جي، مداين جي، وڏن جي. ۴. ڪروڙ، گهڻائي. ٥. ڏسي. ٦. ڪڪيءَ جي، ميءَ جي. ٧. ڪوڙي، ڊڳ، ميءَ رکڻ جي جاءِ يعني گدام. ٨. متان. ٩. مهاڻن جي هڪ قبيلي جو نالو، ماڇر، مهاڻن جي رهڻ واري بستي يا ڳوٺ. مياڻي. ١٠. نظرانداز ڪرين. ١١. عيبن جا. ١٢. لکن جا تعداد، گهڻائي. ١٣. مهاڻيءَ. ١۴. جا. ١٥. ڪکن جا نهيل گهر يا جهوپڙا، ڍڪا. ١٦. حالت، ڪيفيت. ١٧. ڄاڻ، علم، معلوميت. ١٨. واسطي، مهابي. ١٩. پالڻهار، خدا. ٢٠. جيڪو لکڻ يا پروڙڻ کان بالا آهي يا جنهن کي جسماني اکين سان نٿو ڏسي سگهجي. ٢١. نوريءَ مهاڻيءَ جي عاشق جو نالو. ٢٢. تڙ جو، ميچي ماري ڪڏ ڪري رکڻ واريءَ جاءِ جو، مياڻ جو، مهاڻن جي رهڻ واريءَ بستيءَ يا ڳوٺ جو. ٢٣. مالڪ. ٢۴. ميءَ (جي متان لڳلڳدار ڳگ). ڪِڪَ، بدبوءِ. ٢٥. سان ڀريل، لڳل، چهتيل. ٢٦. توڪريون، ٺپيون، ڇٻيون، ڇٽيون. ٢٧. اِهو. ٢٨. مون کي. ٢٩. مڙس جي جدا ٿي وڃڻ يا مري وڃڻ ڪانپوءِ زال جي اڪيلي رهڻ واري حالت، جدائي، فراق. ٣٠. نالي سان، نام سان. ٣١. سڄاڻ ٿي، پڌجڻ م اڃان ٿي (نالي سيس = زال سڏجان يا ليکي وڃان ٿي).

**۹**

تُون تَمَاچِي[1] تَڙَ[2] ڌَڻِي[3]، تُون تَمَاچِي تَڙَ راءُ[4]،
تَمَاچِيءَ جي تَڪِيي[5]، تُون تَمَاچِي ڳَاءِ[6]،
تَہ تُون تَمَاچِيَاءُ[7]، تَمَاچِي[8] تَڙَ لَهَين[9].

**۱۰**

تُون تَمَاچِي تَڙَ ڌَڻِي، آئُون گَندَرِي[10] غَرِيبِ[11]،
تُو سَان جَامَ[12] قَرِيبِ[13]، ڪِي ڏُنُ[14] چَڏائِي[15] ڏِيجِ مُون[16].

**۱۱**

ڪَاجُ[17] جَنِي جو ڪِڪِيُون[18]، مَالُ[19] جَنِي جَا مَڏَ[20]،
سَمي[21] سِيئِي سَيڻَ[22] ڪِئَا، هِيڻَا[23] جَنِ جَا هَڏَ[24]،
جَامَ[25] پَرتِيئِي[26] لَڏَ[27]، سَانگِيَنِ[28] جِي سَيدُ چَئِي.

**۱۲**

مَالَ جَنِ جَا مَڪُڙُيُون[29]، جَارا[30] ۽ ڪَارا[31]،
تَمَاچِيءَ جي تَڪِيي، اَچَنِ سَوارا[32]،
جي مِيءَ[33] مَچِيءَ[34] مَارا[35]، سَمي سي سَيڻَ ڪِئَا.

---

۱. نوريءَ مهاڻيءَ جي عاشق جو نالو. ۲. تڙ جو. مڇي مارڻ ڪانپوءِ ڳڌ ڪري رکڻ واريءَ جاءِ جو. مياڻيءَ جو. مهاڻن جي رهڻ واريءَ بستيءَ يا ڳوٺ جو. ۳. مالڪ. ۴. راجا. بادشاھہ. ۵. تڪيي ۾. اَجهي ۾. مڪان ۾. آستان ۾. ٦. ساراھہ. ۷. اي تماچياءَ. اي تماچيءَ جي ساراھہ ڪندڙ يا تماچيءَ جا مداح ۸. تماچيءَ جا. ۹. ڏسين (گنج ۾ "لَهہ" لکيل آهي جيڪا نطر چُڪ ڏسجي ٿي). ۱۰. مهاڻي. ۱۱. مسڪين. ڪنگال. نادار. ۱۲. اي ڄام. اي سردار. ۱۳. (آئون) ويجهي. نزديڪ. ۱۴. محصول. سُونگ. ۱۵. معاف ڪرائي. ۱٦. مون کي يعني منهنجي مائٽن کي. ۱۷. ڪاڏو. خوراڪ. ۱۸. مڇيون. ۱۹. ملڪيت. دولت. ۲۰. ڪکن. ڪانين ۽ ڪانن جا نوڙين يا رسين سان تر ٻڌي ڻاهيل (پاڻيءَ ۾ ترڻ لاءِ)منجا. ترها. ۲۱. ڄام تماچيءَ (جيڪو سمان خاندان مان هو). ۲۲. مائٽ. ۲۳. ڪمزور. ضعيف. ۲۴. هڏا (جسم جا). جسم. بدن. ۲۵. اي ڄام. ۲٦. توکي پرتل آهي. تنهنجي حوالي يا سپرد آهي. ۲۷. (مهاڻن جو) لڏو. اثالو. مال اسباب. راڄ. قوم. ۲۸. سانگ وارن. خانابدوشن. مسافرن يعني مهاڻن. ۲۹. ننڍيون ٻيڙيون. ڊونديون. ۳۰. مڇين جي ڦاسائڻ لاءِ سٽ مان نهيل ڄاريون. رڇ. ۳۱. ٽوڪرا. ۳۲. سويل. ساجهر. ۳۳. مهاڻا. ۳۴. مڇيءَ جا. ۳۵. مارينڌڙ. ڦاسائڻ وارا.

## ١٣

ڪِڪِيءَ[١] هَاٿِيُون[٢] ڪَارِيُون[٣]، چِڄِيءَ[٤] هَاٿَا چَڄَ[٥]،
پَانَڌُ[٦] جَنِي جي پَانَدَ سِين، لَڳو ڪَري لَڄَ[٧]،
سَمُون[٨] جَامَ[٩] سَهجَ[١٠]، اُيو[١١] ڪَري اُنِ سِين.

## ١٤

ڪَارِيُون[١٢] ڪوجِهيُون[١٣] ڪُوَڙِيُون[١٤]، مُورِ[١٥] نَہ موچَارِيُون[١٦]،
وَني وِبِنِيُون واتَ تي، ڪِڪِيءَ[١٧] جُون ڪَارِيُون،
اُنِين جُون آرِيُون[١٨]، سَمي رِءَ[١٩] ڪِيرُ سَهي[٢٠].

## ١٥

ڪَارِيُون ڪوجِهيُون ڪُوَڙِيُون، مُنهِن[٢١] مَيرِيُون[٢٢] مَيُون[٢٣]،
پَاڪُرُ[٢٤] پَائِي[٢٥] پَنِ[٢٦] ڪي، پَاٽِيءَ ۾ پيُون،
جي سَمِيَ[٢٧] سَامَ[٢٨] وِيُون، تَنِ[٢٩] تَان لَٿو حَرَفُ حِسَابَ[٣٠] جو.

## ١٦

ڪَارِيُون ڪوجِهيُون ڪُوَڙِيُون، بَدِ[٣١] جَنِي ۾ بُوءِ[٣٢]،
هَٿِين[٣٣] پيرِين[٣٤] چِبِرِيُون[٣٥]، رَنگُ[٣٦] نَہ چَڱِيءَ[٣٧] رُوءِ[٣٨]،

---

١. مڇيءَ (جي مٿان لڳلڳدار ڳڪ)، ڪِڪَ يا بدبوءِ (سان) ٢. ڀريل، لڳل، چهٽيل. ٣. ڏوڪريون، ڏٽيون، ڇليون، چيبون. ٤. مڇيءَ جي آنڊن ۽ ڳجين، ڪڪ، بدبوءِ، مڇيءَ جي ڏپ. ٥. سَر جي ٻوڙي جي ڪانين مان ٺهيل ويڪرا ٿانءَ، سَپَ. ٦. (عام ماڻهوءَ جي) ڪپڙي جو پلئہ يا پاسو. ٧. شرم، ڦڪائي، خجالت. ٨. تماجي ڄام (جيڪو سمان خاندان جو هو). ٩. تمام گهڻا. ١٠. سُکَ، سهوليتون. ١١. پيو. ١٢. سياهہ رنگ واريون. ١٣. بدشڪل، بدصورت، بڇڙيون. ١٤. بي ڊوليون، گدليون. ١٥. اصل، بنهہ. ١٦. سهڻيون، سوڀياوان. ١٧. مڇيءَ. ١٨. آرا، انگل، ماڻا، ناز نخرا. ١٩. ڪانسواءِ. ٢٠. برداشت ڪري. ٢١. منهن جون، شڪل يا صورت جون. ٢٢. گدليون، بڇڙيون، مٽيءَ يا مَرَ لڳل. ٢٣. مهاڻيون. ٢٤. ٻڪ. ڪنهن شيءِ کي ٻئي ٻانهون وڌڙهي جهلڻ واري حالت. ٢٥. وجهي. ٢٦. (مڇين کي ڦاسائڻ لاءِ) وڏي ڄار يا رڄ. ٢٧. سمي جي. ٢٨. سام هيٺ، پناهہ هيٺ. ٢٩. اکر. ٣٠. حساب ڪتاب، ليکي چوکي، ميار، (قيامت ۾) ٣١. خراب. ٣٢. ڏپ، بانس. ٣٣. هٿن ۾. ٣٤. پيرن ۾. ٣٥. چبن (هڪ قسم جي پکين جي قسم) جهڙيون. ٣٦. ورن. ٣٧. سٺي، سهڻي. ٣٨. نموني.

جِنهِن ڏُرا[1] وِڪِئا ڏوءِ[2]، تِنهِن جي جهولِيءَ[3] چَنڊُ[4] جُهلِيُ[5] پئو.

**۱۷**

جَارِيُونِ[6] ڪارِيُون[7] ڇَجَ[8] ڇِپرِيُون[9]، جَنِ جِي مَحَبَتَ[10] مَچِيءَ سَانُ،
رَهَنِ وِهَنِ[11] سِرِ[12] بَانڌِيَنِ[13]، سَيَڪَا بَدبُوءِ[14] هَانُ[15]،
لُڏِڙَنِ[16] جِيئَن لطِيفؒ چَئي، پَاٽِيءَ[17] وِجَهَنِ پَانُ،
تَنِ مَلاحَنِ[18] جو مَانُ[19]، سَمي[20] سِرِ[21] ڪِئو پَانهِنجِي.

**۱۸**

گَندَ[22] جَنِي جي گوڏِ[23] مِ، پَابوڙا[24] پوشَاڪَ[25]،
اُنِين جي اوطَاقَ[26]، راجَا[27] رِبِجَهي[28] آيو.

**۱۹**

گَندَ جَنِي جي گوڏِ مِ، پَابوڙا پَيَنَامُ[29]،
اُنِين ڪي انعَامُ[30]، مَجَرُ[31] مِڙوئِي ٿِئو.

**۲۰**

گَندَ جَنِي جي گوڏِ مِ، ڪُلَهنِ تي ڪُوٽِيُون[32]،
اَنَاپِرنِ[33] جُون اُنِ ڪي، مَٿَنِ[34] تي مُوڙِبُون[35]،

---

۱. (ننڍيون) مڇيون، ۲. سنهيون مڇيون، ڪرڙيون، ۳. جهوليءَ ۾، هنج ۾. ۴. چنڊ جهڙو، سهڻو جوان، ڄام تماچي. ۵. لڌي، (جهلي پئو ويٺو) ٦. مڇين ڦاسائڻ لاءِ رڇ، ۷. ٽوڪريون، ٽپڻيون، چليون، ڇٻيون. ۸. سَر جي ٻوڙي جي تيلين مان ٺهيل ويڪرا ٿانءَ، سُپَ. ۹. ڪکن ڪانن مان ٺهيل ٻڙڇ يا تڏيون جن تي مهاڻيون ڪاري مان مڇي ڪڍي وڪڻڻ لاءِ رکنديون آهن. ۱۰. قرب، پيار. ۱۱. ٻيڙيءَ ڪن. ۱۲. تي، مٿان. ۱۳. مڇيءَ مارڻ لاءِ ٽانگهي پاڻيءَ ۾ اڏيل پيهن يا منهن يا ڪاٺ جي ٻن بندن جي وچ ۾ رڇ يا ڄاريون ٻڌي ٺاهيل آڏن. ۱۴. ڏپ، ٻانس. ۱۵. هاڻي، واري. ۱٦. ڪتن جي مشابهه پاڻيءَ ۾ رهندڙ جانورن. ۱۷. پاڻيءَ ۾. ۱۸. مهاڻن. ۱۹. مانُ، عزت، ماڻو، آرو، انگل. ۲۰. ڄام تماچيءَ (جيڪو سمان خاندان مان هو). ۲۱. سر تي، مٿي تي، ذمي. ۲۲. پاڻيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ ول يعني ٻيڻ جون پڪيون ۽ ٿلهيون پاڙون جن کي لوڙهه چئبو آهي. ۲۳. بدن جي هيٺين حصي کي ڍڪڻ لاءِ ٻڌل ڪپڙي، لاڪ، تهه بند. ۲۴. ٻيڻ جي ول جا پن. ۲۵. لباس، پوش، ڍڪ. ۲٦. اوطاق ۾، گهر ۾. ۲۷. بادشاهه يعني ڄام تماچي. ۲۸. راضي ٿي. ۲۹. پوشاڪ. ۳۰. بخشش. ۳۱. (ڪينجهر) ڍنڍ. ۳۲. پاڻيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ قسم جا ٻوٽا. ۳۳. اناٻي، ڪوٽيءَ جي ڦر يعني ڪَمَ. ۳۴. سرن. ۳۵. ٻيريون، هڙون.

اَچَنِ سَنبُروڙِيُون[1]، سَمي[2] جي سَلامَ[3] تي.

۲۱

گَنڊَ[4] جَني جي گوڏِ[5] ۾، ڪَڍَنِ ڪالوڙا[6]،
لوڙِيُون[7] ڪِين لطيف چَئي، آسَڻِ[8] اَجوڙا[9]،
تَماچِيءَ[10] توڙان[11]، وَٺي[12] ويچارَنِ[13] سين.

۲۲

قُوتُ[14] جَنِ جو ڪُوٺيُون[15]، پَرَهَنِ[16] پابوڙا[17]،
پايو[18] مُنهَنِ[19] مهراڻَ[20] ۾، ڪَڍَنِ ڪالوڙا،
جَنِ تي ڏِنَ[21] هُئا ڏوڙا[22]، سي سَبِ انعامي[23] ٿِئا.

۲۳

مُهاٿا مَحرومَ[24]، ٿِئا تَماچي جامَ سين،
نَندي وَڏي گَندَري[25]، مَٿي[26] ماڙِيءَ[27] ڏُومَ[28]،
ڪِينجهَرَ[29] جي رُومَ[30]، تَ مِڙيئي انعامي[31] ٿِئا.

وائي

تو[32] دَرِ[33] آيَس سامَ[34]، جامَ سَما سامَ تُنهنجي،

---

١. سنبرئو، تيار ٿئو. ٢. جام تماچيءَ (جيڪو سمان خاندان مان هو). ٣. حاضريءَ، پرنام، جهار. ۴. پاڻيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ ول (جنهن کي ٻيڻ جي ول چئبو آهي) جون پڪيون ۽ ٿلهيون پاڙون، جن کي لوڙهہ چئبو آهي. ۵. بدن جي، چيلهہ کان هيٺ واري حصي کي ڍڪڻ لاءِ ٻڌل ڪپڙي، لاڪ، تهہ بند. ٦. ڪَل (گهٽي پاڻيءَ يا ڍنڍن ۾ اپرندڙ هڪ قسم جي گاهہ) جون پاڙون. ٧. هڪ قسم جون مڇيون. ٨. آسڻ تي، آستان تي، گهر ۾. ٩. جن جو جوڙ يا مٽ نہ هجي، لاثاني، بي مثال. ١٠. تماچيءَ جي. ١١. توڙ کان، اصل کان، منڍ کان. ١٢. (دل) لڳي وئي يا راضي ٿي. ١٣. ٻي واهن يا وسيلن (مهاڻن). ١۴. کاڌو، خوراڪ، غذا. ١۵. پاڻيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ قسم جا ٻوٽا. ١٦. (بدن تي) ڍڪين، پائين. ١٧. ٻيڻ جي ول جا پن. ١٨. وجهئو. ١٩. جهرو، مک، مٿو (پايو منهن = ٽٻي هڻئو، اندر گهڙئو). ٢٠. سنڌودرياهہ جو نالو پر هتي مراد ٿيندي پاڻيءَ. ٢١. محصولَ ڍلون، سونگ. ٢٢. ڏوٽا، ٻيٺا، ڏهرا، ڳرا. ٢٣. معاف. ٢۴. گهائل مائل، گستاخ، حال پائي، واقف، مَحرم. ٢۵. گندري جي، مهاڻي جي. ٢٦. تي. ٢٧. محلات. ٢٨. ڏوڪ ڏوڪان، ڊوڙ، اچ وڃ، ڪاهہ. ٢٩. ڪينجهر جي ڍنڍ. ٣٠. پرپاسي وارا علائقا. ٣١. بخشش. ٣٢. تنهنجي. ٣٣. در تي، دروازي تي. ٣۴. سام جي واسطي، پناهہ يا آجهي جي لاءِ.

نَہ سَمِي[1] نَہ سُومَري[2]، آهِيَان گَندَري[3] غُلامَ[4]،

آهي مُنهِنجي مُنهَن[5] ۾، مَچِيءَ[6] بُوءِ[7] مَدامَ[8]،

مِڙئِي[9] گَندَرِيُون پاڻَ ۾، سَمِي[10] کَنِ سَلامَ[11]،

سَمي بِنَان[12] سَرَتِيُون[13]، ڪِينجُهرَ[14] پانِيَان[15] قِيامَ[16]،

اَللهَ[17] عَبدُاللطِيف چَئِي، مُون تان لاهِ مَلامَ[18].

---

۱. سمان خاندان جي ڄائي يا عورت، ۲. سومرا خاندان جي عورت، ۳. مهاڻي، ۴. زرخريد ٽيل، ٻانهي، گولي، داسي، ۵. وات، ٦. مڇيءَ جي، ۷. ڌپ، بانس، ۸. سدائين، ۹. گڏ ٽئو، ۱۰. سمي جو يعني ڄام تماچيءَ جو (ڄام تماچي سمان خاندان مان هو)، ۱۱. جهار، نمسڪار، پرنام، ۱۲. کان سواءِ، ۱۳. اي سرتيون، اي ساهيڙيون، اي جيڏيون، ۱۴. ڪينجهر جي ڍنڍ، ۱۵. سمجهان، محسوس ڪريان، ١٦. قيامت جو ڏينهن، سختيءَ وارو ڏينهن، مصيبت، آفت، آپدا، ۱۷. اي الله، ۱۸. ملامت، عتاب، ڦٽ لعنت.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر ڪَامودُ

## داستان ٽئو

### ١

مَـاري[1] نَـه ذاري[2]، نَـه وَڍي نَـه وِڪـِٽـي،
ڪـارو[3] وِڏائِـين[4] ڪُـوهَـه ۾، نِـرتَـئُـون[5] نِـهَـاري[6]،
سَـائِـي پَـرِ[7] پَـاري[8]، جَـا گـهَـرِ[9] سَـمي[10] جي سَـپَـجي[11].

### ٢

نَـه وَڍي نَـه وِڪـِٽـي، نَـه ڪَـٽـي ۾ ڪـاري،
اَهِـنجَ[12] سَـهِـنجَ[13] سَـاهِـمِـيُـون، ڏُرِيَـان[14] ئِـي نَـه ذاري،
سَـا پَـرِ پَـاري، جَـا گـهَـرِ سَـمـي جي سَـپَـجي.

### ٣

نَـه وَڍي نَـه وِڪـِٽـي، نَـه ڪي ڪِـڪِـٽي[15] ڪـاءِ[16]،
جَـامَ تَـمَـاچِـيءَ لاءِ، پَـاڪُ[17] رکِـئَـائِـين پِـجِـرو[18].

١. (مڇي) ڦاسائي، ٢. (ڄاڻ وٽ) رکي، ٣. (مڇيءَ جو) ٽوڪرو يا ڇٻو. ۴. وڏائين کوهه ۾ = اڇليائين، ڦٽو ڪيائين. ۵. نرت سان، ڌيان سان. ٦. ڌسي وائسي (نرتئون نهاري = ڄاڻي واڻي، سوچي سمجهي)، ٧. ريت، رسم، رواج. ٨. ادا ڪري، بجا آڻي. ٩. گهر ۾. ١٠. ڄام تماچيءَ (جيڪو سمان خاندان مان هو)، ١١. هلي چلي، مروج آهي. ١٢. گهٽتائي. ١٣. واڌي، سَنئالپ (اهج سهج = تور ڪرڻ مهل ساهميءَ يعني تارازيءَ جي ٻنهي پڙن جي گهٽتائي يا واڌي (آهنَ يا ڪاڻ) برابر ڪرڻ لاءِ ڪم ايندڙ، تورا يا وزن)، ١۴. ڌر ڪان، اصل کان، توڙ ڪان. ١۵. مڇي، ١٦. ڪاڻي، ١٧. صاف، پوتر، اوجل، اڇت يعني غير ماڻهوءَ جي هٿ لائڻ کان پري، ١٨. جسم، بدن، سرير.

۴

نَہ وَڍي نَہ وِڪِٽي، نَہ ڪِڪِيءَ[١] لائي هَٿَ،
ڪُرَنائيو ڪيترِيُون[٢]، مِڙئو[٣] ڪَنِ مِنَٿَ[٤]،
جَا سَمِّي[٥] وِهَارِي سَٿَ[٦]، تِنهِن سين رِيسَ[٧] نَہ ڪَنديُون راڻيُون[٨].

۵

ڪِڪِي هَڌَ[٩] نَہ ڪَاءِ[١٠]، چِڃي[١١] هَڌَ نَہ چُهي[١٢]،
نَہ وَڍي نَہ وِڪِٽي، اَڏِيءَ[١٣] اوڏِي[١٤] نَاهِ،
سمُون تِنهِنجي سَاءِ[١٥]، تو مِياڻيُون[١٦] مَعَافُ[١٧] ڪَري.

٦

هُيُون ڪوڙِين[١٨] ڪِينجُهرَ[١٩] پَرِ[٢٠]، نُورِيءَ[٢١] سين نِيَاءُ[٢٢] ٿِيو،
گَندَري[٢٣] پَنهِنجِيءَ غَرِيبِيءَ[٢٤] سين، ٿِي سَيِنئُن[٢٥] سَرِ[٢٦]،
سَا مَرَڪِي[٢٧] مِيرَبَحَرِ[٢٨]، جِنهِن جي جهولِيءَ[٢٩] چَندُ[٣٠] جُهلِيِ[٣١] پِئو.

۷

گيرَبُ[٣٢] نَہ گَاءُ، مُهاڻِيءَ جي مَنَ[٣٣] ۾،
نيٽَنِ[٣٤] سين نَازُ[٣٥] ڪَري، رِجهايائين[٣٦] راءُ[٣٧]،

---

١. ڪڪيءَ ڪي، مڇيءَ ڪي، ٢. چوڏاري ڦريو يا وڪوڙيو، ٣. گڏ ٿئو، گڏجئو، ۴. آزي نيازي، نيزاري، وينتي، عرض، سوال، ٥. ڄام تماچيءَ (جيڪو سمان خاندان مان هو)، ٦. سٿ ۾، مجلس ۾، محفل ۾، ڪچهريءَ ۾، ٧. رقابت، برابري، رشڪ، ٨. بادشاھہ زاديون، بادشاهي خاندان جون عورتون، ٩. اصل، بنهہ، مور، ١٠. ڪائي، ١١. مڇي، مڇيءَ جا آنڊا ۽ گجيون، مڇيءَ جي پيٽ مان نڪتل گند گي، ١٢. هٿ ۾ ڪٺي، ١٣. اڏيءَ ڪي، ڪاٺ جي ٽڪر (جنهن تي مڇي وڍبي آهي) ڪي، ١۴. ويجهي، ١٥. واسطي، ڪاڻ، ١٦. مڇيءَ مارڻ ڪان پوءِ گڏ ڪري رکڻ لاءِ جايون، مهاڻن جي رهڻ واريون بستيون يعني ڳوٺ، ١٧. بخشش، محصول يا ڍل ڏيڻ ڪان آزاد يا آجو، ١٨. ڪروڙن جي تعداد ۾، تمام گهڻيون، ١٩. ڪينجهر (ڍنڍ جو نالو)، ٢٠. پر ۾، پاسي ۾، ٢١. ڄام تماچيءَ جي محبوبہ جو نالو، ٢٢. انصاف، عدل، ٢٣. مهاڻي، ٢۴. غربت، نهنائيءَ، نٽڙت، ٢٥. سڀن (راڻين) ڪان، ٢٦. مٿي، مٿاهين، بالا، ٢٧. فخر ڪري، خوش ٿئي، ٢٨. مهاڻي، ٢٩. جهوليءَ ۾، هنج ۾، ٣٠. چندٖ جهڙو سهڻو جوان يعني ڄام تماچي، ٣١. لڌي، ٣٢. غرور، وڏائي، هٺ، تڪبر، گاءُ، ٣٣. دل، ٣۴. اکين، ٣٥. لاڏ، نخرو، ماڻو، ٣٦. راضي يا خوش ڪيائين، ٣٧. راجا، (ڄام تماچي).

سَمُون سَيِّنِ مُلان، هِيرَئِين حِرفَتَ سِين.

## ۸

عَجَبُ اَجَهلُ هوءِ، نُوريءَ جي نِيَازَ جو،
سَمُون سِرُ سَيِّنِ ۾، مَي مُورِچِئو سو،
اَچِئو اُپِيَنِ پوءِ، حُجَتَ پِڳِي راڻِيَن.

## ۹

وِينِي ڪَري وَرَنَ، مي مَچِيءَ ۾ هَٿَڙا،
راجَا اَڳِي رِڪِي هُئِي، مُهَاڻِي ۾ مَنَ،
تَمَاچِيءَ جي تَنَ، ڳالهِيُون جِيَسِ ڳُجهِيُون.

## ۱۰

پَابُوڙو پِيش ڪِئو، نَئُون نُوريءَ نِيئِي،
حَاضُرُ هُيُون هَڪِيُون، سَمِيُون سَيِيئِي،
نَوازي نِيئِي، گاڏي چَاڙهي گَندَرِي.

## ۱۱

هُئِي مِيئِنِ جِهَڙِي مي، خِدمَتَ ڪَٽِي ڪَرِي ڪِي،

۱. ڄام تماچي (جيڪو سمان خاندان مان هو). ۲. سين راڻين يعني بادشاهي خاندان جي عورتن. ۳. وچان. ۴. هن (سمي کي) هيريو يعني موهيو يا مفتون ڪئو. ۵. اٽڪل، سياڻپ، ڏاهپ. ٦. حيرت. ۷. جيڪو جهلي يا روڪي نہ سگهجي، زوردار، طاقتور. ۸. آهي. ۹. ڄام تماچيءَ جي محبوبہ جو نالو. ۱۰. نئڙت، نماڻائيءَ، نهڻائيءَ. ۱۱. سردار. ۱۲. مهاڻيءَ. ۱۳. موهت ڪئو. ۱۴. ٻيهن. ۱۵. پنيان، پوئتان. ۱٦. دعوي، حقداري. ۱۷. ٽني پئي، پوري يا ختم ٿي وئي. ۱۸. راڻين جي، بادشاهي خاندان جي عورتن جي. ۱۹. نمونا، روپ، ناز نخرا، هار سينگار. ۲۰. بادشاهہ يعني ڄام تماچيءَ. ۲۱. شروع کان، اصل کان، آد کان. ۲۲. دل، قلب، تَن. ۲۳. مخفي. ۲۴. ٻيڻ جي ول جو ڦر. ۲۵. حاضر. ۲٦. مند جو شروعاتي ڀهريون ڦَلَ (ڊوٿي يا سوڪڙيءَ طور عام ڄام استعمال ڪان اڳ). ۲۷. ڪٽي وجي. ۲۸. موجود. ۲۹. بروقت يا اڳيئي تيار يا نهيل نڪيل. ۳۰. سمان خاندان جون عورتون. ۳۱. سرفراز يا سرخرو ڪري، راضي ڪري. ۳۲. گاڏي تي، رٿ تي، بادشاهن جي سواريءَ لاءِ ٺہ ڦيٿي گاڏيءَ تي. (ڄام تماچيءَ چاڙهي). ۳۳. مهاڻي. ۳۴. سيوا، چاڪريءَ، ٽهل، ٻيليپ. ۳۵. چوکي، چڱي، اتم، اعلي.

جَنِ وِهَڻُ نَہ ڏِنُسِ[١] وَٽِ[٢] ۾، تِيُون سَلامِي[٣] سي،
جَامَ[٤] تَمَاچِيءَ[٥] کي، تَنَ[٦] ۾ ڏِنَائِين تَکِيو[٧].

١٢

مَرَکِي[٨] مُهَاڻِي[٩]، جَهرَکِي[١٠] جيڏِيُنِ[١١] وِچَ ۾،
جِيئَن سَڳُو[١٢] مَنجِهہ سُرِندڙي[١٣]، تِيئَن راڻِنِ[١٤] ۾ راڻِي،
سَمِي[١٥] سُجَاڻِي[١٦]، بِيڙو[١٧] بَڌُسِ بَانهَن ۾.

١٣

هَٿِين[١٨] پِيرِين[١٩] آرکِين[٢٠]، مُنهِن[٢١] نَہ مُهَاڻِي،
اَصلِ هُئِي اُنَ کي، اَهلَ[٢٢] جَامَاڻِي[٢٣]،
سَمِي سُجَاڻِي، بِيڙو بَڌُسِ بَانهَن ۾.

١٤

بِيڙو پُوئِي بَانهَن ۾، بِي نَہ بَڌي کا،
تُوڏُ[٢٤] تِنهِنِ[٢٥] جُڳَاءِ[٢٦]، سَمُون سِکِي[٢٧] جِنهِن کي.

١٥

کُوءِ[٢٨] سَمِيُون بَنِ[٢٩] سُومَرِيُون[٣٠]، جي اَچَنِ اوچِي[٣١] ڳَاٽِ[٣٢]،

---

١. ان کي ڏنو، ٢. ۾، ياسي، ٣. سلام ڪندڙ، آجيان يا آذر ڀاءُ ڪندڙ، استقبال ڪندڙ، ٤. سردار، ٥. نوريءَ مهاڻيءَ جي عاشق جو نالو، ٦. دل، من، ٧. جاءِ، ٨. فخر ڪري، خوش ٿئي، ڪلي، لاڏ ڪري، ٩. يعني نوري جيڪا ذات جي مهاڻي هئي، ١٠. چمڪي، جهلڪا ڏي، ١١. ساهيڙين، سرتين، ١٢. (مول) ڏاڳو، رودو، ١٣. سرندڙي يعني سرندي (هڪ قسم جي ساز) جي تندن، ١٤. بادشاهي خاندان جي عورتن، ١٥. ڄام تماچيءَ (جيڪو سمان خاندان مان هو)، ١٦. پرکي، سهي ڪري، ١٧. (شاديءَ جي هڪ رسم موجب)، سڳڙو، ڳانو، ١٨. هٿن ۾، ١٩. پيرن ۾، ٢٠. آرکن ۾، هلت چلت ، لڇڻ ۾، ارڪانن ۾، ٢١. مُنهن ۾، چهري يا شڪل ۾، ٢٢. روش، ڍنگ، ٢٣. ڄام تماچيءَ جي خاندان واري، شاهاڻي، ٢٤. توڏ، وڏائي، فخر، ٢٥. تنهنکي، ٢٦. جڳائي، سونهي، مناسب لڳي، ٢٧. واجهائي، اُڪنڊي، ٢٨. ٻن، ڪڏ ۾، کوهہ ۾، ٢٩. سمان خاندان جون عورتون، ٣٠. سومرا خاندان جون عورتون، ٣١. اُڀي، سڌي، ٣٢. ڳاٽ سان، ڪَرَسان (اوچي ڳاٽ = فخر سان).

وِرُ[1] سي ڪينجھر[2] جايُون[3]، جَنِ[4] تماچِيءَ[5] جي تاتِ[6]،
راڻِن[7] مُلان[8] راتِ، ماڻڪُ[9] مَي[10] پرايو[11].

## ١٦

تَڙ[12] تَريُون[13] ڍوئِين[14]، ڪَنِ رهاڻيُون[15] ربلَ[16] ۾،
رَڄَ[17] پَنهنجي راڄَ[18] ۾، وِينِيُون سَموهِين[19]،
مُهاڻيُون موهِين[20]، تَختُ[21] تَماچِيءَ جامَ جو.

## ١٧

اَچي ربلَ[22] اُڪَتيُون[23]، ڪالوڙا[24] ڪَري[25]،
پُرِ[26] ڪيئُون پَنڊِيُون[27]، مَنجَهان پَنِ پَري[28]،
تَماچِيءَ جي تَڪِيي[29]، ڏَنُ[30] سَيَڪا ڏي،
نُوريءَ نازَ[31] ڪَري، عَالَمُ[32] اِنعَامِي[33] ڪيو.

## (١٨)

ڪالهہ ڪِيائُون[34] ڪُوڙيُون[35]، اَڄُ تِي ڪُمُ ڪَري،
هِتان هَلِيُون هيڪلِيُون، پاڪُرَ[36] پَنِ[37] پَري،
تَماچِيءَ جي تَڙَ تي، سَيَڪا ڏَنُ ڏي،

---

١. بهتر، ڀليون، چڱيون. ٢. ڪينجهر (ڍنڍ جو نالو) ۾. ٣. ڄيدا ڄيل (ڪينجهر ڄايون = مهاڻيون). ۴. جن کي. ۵. نوريءَ مهاڻيءَ جي عاشق جو نالو. ٦. ياد، يادگيري، سڪ، اُڪنڊ. ٧. بادشاهي خاندان جي عورتن. ٨. ڪان. ٩. موتي يا جواهر (جهڙو سهڻو يعني ڄام تماچي). ١٠. مهاڻي. ١١. حاصل ڪئو. ١٢. تڙ تي، ڍنڍ جي ڪناري تي مڇيءَ مارڻ ڪان پوءِ گڏ ڪري رکڻ واري هنڌ تي. ١٣. نندڙيون ڀيڙيون، ڍونڊيون، مڇُئا. ١۴. هلائين، آڻين ۽ نين. ١۵. ڪچهريون، مجلسون. ١٦. ڍنڍ جي ڪناري تي ساوڪ يا سبزي واري ميدان. ١٧. مڇن ڦاسائڻ لاءِ ڄارَ يا ڄاريون. ١٨. قوم، اَڪهہ، ڪٽنب، ڪڙم، برادريءَ. ١٩. سنوارين، چڱيءَ طرح ڳنڍين ۽ سولا ڪري ٺاهي رکن. ٢٠. موهت ڪن، مفتون ڪن، هرڪائين. ٢١. گادي يا گدي ۾ هتي مراد ٿيندي ڄام تماچيءَ جي حڪومت جا ماڻهو. ٢٢. ربل ۾. ٢٣. (ڀائيءَ مان) نڪري وينيون. ٢۴. ڍنڍ ۾ ٿيندڙ هڪ قسم جي ول جون ڀاڙون (جن کي بهہ يا لوڙهہ چئجي). ٢۵. ڪڍي. ٢٦. حڪار، تمنار. ٢٧. (مڇين جون) ڪاريون يا جهيون. ٢٨. رڄ. ٢٩. تڪيي تي، آستان تي. ٣٠. محصول، ڍل. ٣١. ماڻا، آرا، انگل. ٣٢. جهان يا دنيا (جا ماڻهو). ٣٣. ڏن ڏيڻ ڪان آزاد ڪرايو. ٣۴. ڪڍيائون. ٣۵. ڀاڻيءَ ۾ ٿيندڙ هڪ قسم جون وليون جن جي ڦر کي ڪُمُ چئبو آهي. ٣٦. مڇين جا ڀاڪر (ٻن ٻانهن جي وچ يا وڪڙ ۾ سمائجي ايندڙ ڪنهن شيءِ جي وزن کي ڀاڪر چئبو آهي). ٣٧. ڀن مان، رڄ مان.

تَنِ ڪي سَمِي[1] سَهَجَ[2] ڪَري، مَجَرُ[3] سَڀِ مَعَافُ[4] ڪِئو.

## (۱۹)

سَمِي[5] سَامَائِي[6]، مَان[7] لَڌو[8] مِيئِين[9]،
نَنڍِيءَ وَڏِيءَ گَنڍِرِيءَ[10]، اُپِي[11] اِنَ پَرِئِي[12] چَايَائِين[13].

## ۲۰

تَخت[14] بَخت[15] تَمَاچِي، سَڀِ نُورِيءَ کي نَمَنِ[16]،
لِکِئُو لِيَاڪَا[17] پَايَا[18]، سَارِي رات سَمِيُنِ[19]،
بَايُون[20] راڻيُون دايُون[21]، تِنهِن جَا پَيَرَ[22] چُمَنِ[23]،
مَجَرُ مَلاحَنِ[24]، مِڙوئِي[25] مَعَافُ[26] ٿِئو.

## وائي ۱

هِيري[27] هَٽُ[28] وِڏائِين[29]، هِيري[30] هَٽُ ڪَنِيَائِين[31]،
اي مُون[32] بَاالله ويهي سَاٿِين[33] وِچِ ۾،
نَوازِشَ[34] نُورِيءَ جِي، آهي تَمَاچِيءَ تَائِين،
گَنڍِگِيءَ[35] گُوشُو[36] ڪِئو، عَطَرَ[37] اوتَ[38] اوتِئَائِين[39]،
اَنذا مَنڍا آيا، سَخَا[40] سَڏُ[41] وِڏائِين[42]،

---

۱. ڄام تماچيءَ، جيڪو سمان خاندان مان هو. ۲. سهوليتون، سک، مهربانيون. ۳. (ڪينجهر جي) ڍنڍ. ۴. ڏن يعني محصول يا ڍل ڏيڻ کان آزاد. ۵. سمي جي. ٦. سامائجڻ سان، پيدا ٿيڻ سان. ۷. عزت، آبرو. ۸. حاصل ڪئو. ۹. ميڻن، مهاڻن. ۱۰. گندريءَ کان، مهاڻيءَ کان. ۱۱. بيٺي، پٺي. ۱۲. طرح، ريت. ۱۳. چوايائين. ۱۴. گادي يا گديءَ پر هتي مراد ٿيندي ڄام تماچيءَ جي حڪومت يا بادشاهيءَ ۾ رهندڙ ماڻهو. ۱۵. ڀاڱ، نصيب. ۱٦. سلام ڪن، تابعداري ڪن. ۱۷. ڇپئو. ۱۸. جهاتيون. ۱۹. سمان خاندان جي عورتن. ۲۰. سمان خاندان جون سکر يا شريف عورتون يا راڻيون. ۲۱. ڀانهيون، گوليون. ۲۲. قدم. ۲۳. چپن سان چهن. ۲۴. ملاحن کي، مهاڻن کي. ۲۵. سڀجو، سمورو. ۲٦. بخشش، انعام. ۲۷. هيري جو، هيرن جواهرن جو. ۲۸. دڪان. ۲۹. کوليائين. ۳۰. هيري (هيرن جواهرن) تان. ۳۱. هٿ ڪنيائين = دست بردار ٿيو (ورهائڻ جي عمل سان). ۳۲. منهنجا. ۳۳. ساٿين جي، مهاڻن جي. ۳۴. مهرباني، سفارش. ۳۵. پليتيءَ، غلاظت، بدبوءِ. ۳٦. پاسو، علحدگي. ۳۷. عطر جي. ۳۸. پالوٽ. ۳۹. پلٽيائين. ۴۰. سخا جو. سخاوت يا فياضيءَ جو، خيرات. ۴۱. هوڪو، ڪوٺ، دعوت. ۴۲. ڏنائين.

پَسُو[1] جُودُ[2] جُوانَ[3] جو، ڪو هَنڌُ[4] ڪونہ مَتِئائِين[5]،
قِيمَتَ[6] ڪَمِيٽِن[7] سين، جِهَڙي وَٿَ[8] وَتِئائِين[9]،
پَسو جو پَيدا[10] ٿِئو، جَوهَرِي[11] جِتَائِين[12]،
مُوتِي[13] مَچِيءَ[14] هَٿَ تي، ڪوڏِن[15] جِيئَن[16] ڪَڍِئَائِين،
مَاٽِڪَ مِيَاٽِيءَ[17] ۾، چِلُرَن[18] جِيئَن چِتِئَائِين[19]،
ڏِيئي سون سُوالَ[20] ۾، رُپِّي[21] رانڊِ[22] ڪِئَائِين،
فِيروزا[23] فَقِيرَن تان، گهوري[24] سَڀِ گهورِئَائِين[25]،
پَاٽِيَٽِ[26] آٽي پَاڻَ سين، لالُون[27] لُٽِئَائِين[28]،
اُتي عَبدُاللطيفَؒ کي، اُچَلي اَمُلَ[29] ڏِنَائِين.

وائي (٢)

هَاڙهِي[30] هيٺ[31] لَڳا، سَجَرَ[32] پيرَ[33]، تازا پيرَ پِرِيَان جَا،
لُڪُون لَڳِن ڪوسِيُون، ڏُونگَرِ[34] ڏِينهَن تَتَا،
سُونهَن[35] سُونهَارا[36] مُنهَن[37] موچَارا، آن[38] کي هوتَ[39] ڏِنَا.

١. ڏسو، ملاحظو ڪريو. ٢. سخا، سخاوت، فياضي. ٣. (سخي) مرد. ۴. جاءِ، ماڳ. ٥. ڇڏيائين، نظرانداز يا ترڪ ڪئائين. ٦. هيءَ لفظ "جهڙي" لفظ سان لاڳو آهي ان ڪري معنيٰ ٿنيدي قيمتي، املهہ، بي بها. ٧. بدڪارن، نالائقن، خسيس ماڻهن. ٨. وٿ، وستو، ورج، تحفو، تبرڪ، برڪت واري شيءِ. ٩. ورهايائين، تقسيم ڪيائين. ١٠. ظاهر. ١١. هيرن جواهرن جو واپاري. ١٢. جتان، جنهن جاءِ تان. ١٣. هيرا، ماڻڪ، لالون. ١۴. مڇيءَ جي يعني مڇيءَ وارن مهاڻن جي. ١٥. ٻاٽيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ قسم جي جيٽن (جي مرڻ ڪانپوءِ اڇي رنگ جا پٿر ٿيو پون)، خسيس يعني هلڪي قيمت وارين شين. ١٦. وانگر. ١٧. مڇي مارڻ ڪانپوءِ گڏ ڪري رکڻ واري جاءِ، مهاڻن جي رهڻ واريءَ بستيءَ يا ڳوٺ. ١٨. مڇيءَ جي ٻت تي ڇاول، ڇلڪن يا ڇوڏن. ١٩. اُڇليائين. ٢٠. خيرات گهرڻ لاءِ پينو فقير جي صدا. ٢١. رُپي جي، چانديءَ جي. ٢٢. بازي، کيل، وهنوار، ڏي وٺ. ٢٣. نيري رنگ جا هيرا. ٢۴. ڦيرائي، گهمائي. ٢٥. صدقي يا خيرات ۾ ڏنائين. ٢٦. آبدار موتي. ٢٧. ڳاڙهي رنگ جا قيمتي موتي. ٢٨. گهڻي انداز ۾ ڏنائين. ٢٩. قيمتي يا بي بها موتي يا ماڻڪ. ٣٠. لس ٻيلي جي اولهہ طرف جبلن جي هڪ قطار جو نالو. ٣١. وٽ. ٣٢. تازا. ٣٣. پيرن جا نشان. ٣۴. ڏونگر ۾، جبل ۾. ٣٥. سونهن جا، حسن جا. ٣٦. سٺا، موچارا، ملوڪ. ٣٧. منهن جا، شڪل جا، صورت جا. ٣٨. اوهان. ٣٩. محبوب.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيمِ

# سُر ڪَارَايَل

## داستان پهريون

۱

وَحدَهُ[۱] وائِي[۲]، چَڙهندي[۳] چَيَائُون،
سو لُڙُ[۴] لَنگهِئَائُون[۵]، جِتِ پَارکَ[۶] پَکيَان[۷].

۲

هَنجَڙا[۸] هيلادُ[۹] تِي، گُونُون[۱۰] مَ گهوريجِ[۱۱]،
پَسِي[۱۲] لُڙَ[۱۳] ڏِهکِيُون[۱۴]، پَکَ[۱۵] مَ لَمَائيج[۱۶]*،
سو سَرُ[۱۷] سَاگَائيجِ[۱۸]، جِتِ پَارکَ تِينِدي پَکيِين[۱۹].

۳

اکَڙيُون اوڙاهَ[۲۰] ۾، اُيو[۲۱] تَکي[۲۲] تَارِ[۲۳]،
پِڻُون[۲۴] جو پَاتَارِ[۲۵]، هَنجُ تَنهِين جو هيرَئُون[۲۶].

۴

وَجين نَه پِيهي[۲۷]، پِڻُونءَ لَيءِ پَاتَارَ ۾؟

---

۱. وحده (هو يعني خدا هڪ آهي) جي، ۲. تنوار، ٻولي، آواز، ۳. اڏامندي، اڏامڻ وقت، ۴. پاڻي، ۵. لنگهي وئا، اورانگهي يا مٽي وئا، ٦. پرک، آزمائش، ۷. پکين جي، پرندن جي، ۸. اي هنجڙا، اي هنج، اي هنس (هنج يعني هنس پاڻيءَ جي هڪ سهڻي پکيءَ جو نالو آهي)، ۹. هيراڪ، عادي، ۱۰. تانگهو پاڻي، ۱۱. ڳولج، تلاش ڪج (ڪاڏي لاءِ)، ۱۲. ڏسي، ۱۳. لڙ جون، ۱۴. ڏٻا، ڏٻيون، پاڻيءَ جون ننڍيون ڪڏون، ۱۵. پرَ، کنڀ، ۱٦. هيٺ ڪج، لاڙج، ڍارج *اڏامڻ بند ڪري هيٺ نه لهج، ۱۷. تلاءُ، چشمو، ۱۸. سڃاڻج، سهي ڪج، ۱۹. پکين جي، ۲۰. اوڙاهه ۾ يعني اونهي پاڻيءَ ۾ (اڙانيو يا وجهيو)، ۲۱. بيٺو، پيو، ۲۲. جاچي يا نهاري (ڏيان يا گهورَ سان)، ۲۳. تار پاڻي، اونهو يا عميق پاڻي، ۲۴. موتي، ۲۵. پاتارَ ۾، پاتال ۾، اونهي پاڻيءَ جي تري ۾، ۲٦. هيراڪ، ۲۷. گهڙي (چو، چا لاءِ).

كَنڌِيءَ ۾[1] كيهِي[2]، حَاجَ[3] تُنهِنجي هَنجَڙا[4].

٥

پَكَن[5] سِين پَاڻُ[6] هَٽِي، اُڏاٽُو آكَاسِ[7]،
سو سَرُ[8] مَٽِي[9] هَنجَڙو، جِتي پِرِين[10] سَنداسِ[11].

٦

مَاڻِكَ[12] چُوٽُو[13] جَنِ جو، هَنجَ حُضُورِي[14] سي،
چِلُڙ[15] ۾ چُهنج[16] هَٽِي، مَچِي كِين[17] نَه اِي[18]،
لُوكَ[19] نَه لَكِئَا[20] تي[21]، جيلانهَن[22] پُٽَن[23] بِگهن[24] گڏئا[25].

٧

تئو حُضُورِي هَانِ، سُوجَها[26] پِيَس[27] سَرَ جي،
كُنڊي[28] لَڌي[29] كَانِ[30]، پَكِيئَڙي پَاتَارَ[31] ۾.

٨

دَلَبُو[32] مَنجهه دَرِيَاهَه، پَكِي پَسي آيَا،
وِچَارا[33] وِسَاهَه[34]، آڻي اُتِ اَڙايَا[35].

---

١. كپ، كناري، ٢. كهڙي، ٣. كم، مطلب، غرض، احتياج، ۴. اي هنجڙا، اي هنج، اي هنس (هنج يعني هنس پاڻيءَ جي هڪ سهڻي پکيءَ جو نالو آهي)، ٥. پرن، کنين، ٦. پنهنجو جسم يا بدن مٿي ڪري، ٧. آڪاس ڏانهن، آسمان ڏانهن، ٨. تلاءُ، چشمو، ٩. لنگهي، مٿي،نهاري، ڏسي، ١٠. محبوب، ١١. سندس، ان جا، ١٢. سچا موتي، ١٣. ڪاڄو، غذا، ١۴. حضور ۾ يعني (ڪنهن بزرگ هستيءَ جي) روبرو يا سامهون ايندڙ ويندڙ، ١٥. گپ، چڪ، پاڻيءَ جي ڌٻن، مٽيءَ مليل يا لڙانيل پاڻيءَ، ١٦. چهنب، منقار، ١٧. ڪاڻين، ١٨. اهي، ١٩. عام ماڻهن، ٢٠. پروڙئا، سڃاتا، ٢١. تنهن صورت، ٢٢. جنهن صورت ۾، ٢٣. گهمن، ڦرن، هلن، ٢۴. بگهن سان (بگهه پاڻيءَ جي هڪ پکيءَ جو نالو آهي، جيڪو رنگ جو اڇو، قد ۾ ڪڪڙ جيڏو ۽ ٽنگن ڊگهين سان ٿيندو آهي)، ٢٥. گڏ ٿئا، شامل ٿئا، ٢٦. سمجهه، خبر، ٢٧. ان کي پئي، ٢٨. ڏوري، ڳولي، ڪوٺي، ٢٩. ڏٺي، ٣٠. موتين جي ذخيري وارو هنڌ يا ڪڏ. ٣١. اونهي پاڻيءَ جي تري، ٣٢. فريب، (پکين ڦاسائڻ لاءِ ڪکن جو ٺاهيل) ڄرتو يعني يا مصنوعي پکي، ٣٣. مسڪين، غريب، ڪرم هيڻ، بدنصيب، ندورا، ٣۴. اعتبار، ڀروسي، ٣٥. (مصيبت ۾) وڌا يا ڦاسايا.

۹

پَکِي تِنهِن پُڄَايَا[1]، جِنهِن ۾ سَاهُه[2] نَه مَاهُه[3]،
مَنجهه[4] ڪَرِنگهَرُ[5] ڪَانَ جو، مَٿي[6] پَکَنِ[7] چَاهُه[8]،
وِچَارَنِ[9] وِسَاهُه[10]، مَٿي[11] پَکَنِ آيو.

۱۰

اَڇو[12] آبُ[13] لُڙُ[14] ڪِئو، ڪَالوٽِئو[15] ڪَنگَنِ[16]،
اِيندا[17] لَڄَ مَرَنِ[18]، تِنهِن سَرَ[19] مَٿي[20] هَنجَڙا[21].

۱۱

اَڇو[22] پِئو اَڇَاهُه[23]، تَه اَڇَائِيءَ[24] اُبَهو[25]،
وِهَڻُ[26] وَڙُ[27] نَه آنهنجو، لُڙَ[28] پَاسي[29] لَلاهُه[30]،
سُسَرِ[31] ڏِجي سَاهُه[32]، ڪُسَرِ[33] ڪَنگَنِ[34] قَبُرون.

۱۲

ڪُسَرِ ڪَنگَنِ قَبُرون، سُسَرُ سَاڳَاهِيجِ[35]،
هَنجَ هُتي جِي ڳَالهَڙِي، ٻَگهَن سين مَ ٻوليجِ،
مَاڙي[36] تُون مَرِيجِ[37]، چَئِجِ[38] مَ ڪَنهين[39] چُنجَ سين[40].

---

۱. ماري ناس ڪئا، ڦاسايا يا اڙايا (مصيبت ۾)، ۲. پساهه، دم، جان، پران، زندگي، ۳. ماس، گوشت، ۴. اندر (ڪکن ۾ لڪل)، ۵. ڪرنگهو، ڀنيءَ جو هڏو يا ڪنڊو، بدن، بوتو، ٦. مٿان، ٻاهران، ظاهري، ۷. پکن جو، ڪنين جو، ۸. مڃو، جهڳٽو، ۹. ويچارن کي، مسڪين يا غريبن کي، بدنصيبن يا ندورن کي، ۱۰. اعتبار، ڀروسو، ۱۱. تي، ۱۲. صاف، سترو، اوجل، نرمل، ۱۳. پاڻي، ۱۴. مٿيءَ گدل، ميرو، ۱۵. گندو يا غليظ ڪئو، ڪارو ڪئو، ۱٦. هڪ قسم جي پاڻيءَ جي پکين، ڪانيرن، ٻگهن، ۱۷. ايندي، اچڻ جي سبب، ۱۸. لڄ مرن = لڄي ٿين، شرمسار ٿين، ۱۹. تلاءَ، چشمي، ۲۰. تي، ۲۱. هنج، هنس (هنج پاڻيءَ جي هڪ سهڻي پکيءَ جو نالو آهي)، ۲۲. اڇو پاڻي، صاف يا نرمل پاڻي، ۲۳. اي اڇا پکيو، اي هنج پکيو، ۲۴. اڇائيءَ سان، چڱائيءَ يا نيڪيءَ سان، ۲۵. قائم رهو، ۲٦. ترسڻ، ٽڪڻ، ۲۷. مرڪ، لائقي، لياقت، شرافت، عزت، ۲۸. لڙ جي، لڙاٽيل يا ميري پاڻيءَ جي، ۲۹. پاسي ۾، ڀر ۾، ۳۰. اي للا پکيو (للو هنج پکيءَ جو هڪ قسم آهي)، ۳۱. سُسَر (سٺي پاڻيءَ جي تلاءَ يا چشمي) لاءِ، ۳۲. جان، حياتي (ڏجي ساهه = حياتي قربان ڪجي)، ۳۳. ڪسر، (خراب يعني ميري پاڻيءَ واري تلاءَ يا چشمي) تي، ۳۴. ڪنگن جون، ۳۵. تون سڃاڻج يعني هٺ ڪج، ۳٦. ماڙي ۾، صبر ۾، چپ چاپ ۾، ۳۷. مري وڃج، دم يا ساهه ڏج، ۳۸. ٻڌائج، ۳۹. ڪنهين کي، ۴۰. چهنب، وات.

١٣

لُڙُجو[1] هيٺ لَئي[2]، وِنُّن[3] هَٽي وِجَايو[4]،
پيتو تَنِ[5] پيئُون، جَائُون[6] مَنجهه جَئي[7]،
ڏوڙون[8] مَنجهه ڏِهي[9]، ڪَنگَ[10] ڪُجَاڙئَان[11] پائيِن.

١٤

جِنهَن پَاڻيءَ ۾ پُونئَرا[12]، چِلُڙ[13] چِڪَ گَهَٽي،
وِئَا چِتُ[14] ڪَٽي، تَنهَن سَرَ[15] مَتَان[16] هَنجَڙا[17].

١٥

سَرَ ۾ سَاري[18] راتِ، لَلي[19] تي لاتيُون[20] ڪيُون،
پَڪِڙانديُون[21] پِريَاتِ[22]، هَنجَ هَٽَندي رَتيُون[23].

١٦

لَلي لَنئِين[24] لاتِ، سَرَ ۾ ڪئو سوجهرو[25]،
بَگهَا[26] بَاتَاڙا[27] ٿِئَا، وائي[28] ڪَنِ نَہ واتِ[29]،
جُنگَنِ[30] پَنهِنجي ذاتِ[31]، نيئي[32] رَسَائي[33] روهہ[34] کي.

---

١. (تلاءَ ۾ تازو وهي آيل) پاڻي. ٢. لئي جي وڻ. ٣. پکين جي ٺوري يعني پائخاني. ۴. خراب ڪئو. ٥. تن کي. ٦. (پيٽ جا) ڪيڙا يا جيت. سيڪيون. ٧. جيءَ جان. بدن. ٨. ڪاهون. تکا يا تيز پنڌ. ٩. پاڻيءَ جي ننڍڙي ڍبي. ١٠. اي ڪنگ (ڪنگ هڪ ڏکڻ ٽنگن ۽ اڇي رنگ سان ڪڪڙ جي قد جيڏو ڊنڊ جو پکي آهي). ١١. جا جي واسطي. جا لاءِ. جو. ١٢. پاڻيءَ جا سنها سنها جيت. ١٣. گپ. چڪ. راڦو. ١۴. دل. ڌيان. خيال. ١٥. چشمي. تلاءَ. ١٦. تان. ١٧. هنج يا هنس پکي (هنج پاڻيءَ جي هڪ سهڻي پکيءَ جو نالو آهي). ١٨. سڄي. ١٩. هڪ قسم جي هنج پکيءَ. ٢٠. ٻوليون. آواز. تنوارون. ٢١. ڪنبڙائيون. ڪنبَ. پکَ. پَرَ. ٢٢. پرڀات جي مهل. فجر جي مهل. ٢٣. ڳاڙهيون ڪيون. ٢۴. ٻولي. آواز ڪري. ٢٥. روشني. سهائو. ٢٦. هڪ قسم جا پاڻيءَ جا پکي. ڪانيرا. ٢٧. حيران. پريشان. ٢٨. تنوار. آلاپ. ٢٩. وات مان. ٣٠. ٻهادرن (هنجن). ٣١. خاندان. آکهہ. پنهنجو پاڻ. ٣٢. ڪٺي. وٺي وڃي. ٣٣. رسائي. پهچائي. ٣۴. جبل. ٽڪر. پهاڙ.

## ۱۷

لَـئِـين[1] تَـنـي جِـي لاتِ[2]، ذاتِ[3] نَـہ آهـي جَـنِ جـي*،
وايُـون[4] كَـرِيـن واتَ سِـين، تَـنَ[5] ۾ ركـين نَـہ تَـاتِ[6]،
كُـنـئِين[7] تِـنهِـن نَـہ كَـاتِ[8]، جِـنهِـن پَـهـچَـايـوءِ[9] پِـرِيـنءَ[10] كـي.

## ۱۸

لَـنءُ[14] لَـطِـيـفـي[11] لاتِ، تَـہ وِيـجـهـو[12] تَـبِـين وِصَـالَ[13] كـي،
واري پَـاءِ[15] وِجُـودَ[16] ۾، سَـنـدي[17] جُـنـگـنِ[18] ذاتِ،
هَـٿِـي كَـرَنـگـهَـرُ[19] كَـاتِ[20]، پَـڌَرِ[21] پَـوُ[22] پِـرِيَـنِ سِـين.

وائي

هُـوتَ[23] بَـلـوچـي[24] جـي آهـيَـان، آئُـون آهـيَـان جـيـڏيُـون[25]،
اَلـــولـــو،
كَـنِـيـزَكَ[26] كـيـچِـيَـنِ[27] جـي، نَـاتَـرِ نَـانءُ[28] سَـڏَايَـان[29]،
پَـيـزارَ[30] پُـنـهُـونءَ جـي، اكِـيُـنِ[31] سِـين اُنَـايَـان[32].

---

۱. تون تنوارين يا آلاپين، ۲. ذڪر، ٻولي، آواز، ۳. خاندان، قوم، آکهہ *جن جو بُڻ بنياد ڪونهي، ۴. ڳالهيون، پچارون، ۵. دل، من، ۶. ياد، سارَ، ۷. ڪُنو وِئين، ماريو يا فنا ڪيو وئين، ۸. ڪات (حلال جانورن کي ڪهڻ لاءِ هڪ لوهي اوزار) سان، ۹. توکي پهچايو يا رسايو، ۱۰. محبوب، ۱۱. لطيف جي، خدا جي، ۱۲. اوڏو، قريب، نزيڪ، ۱۳. وصل ياميلاپ (محبوب جي)، ۱۴. ورائي، ڦيرائي، ۱۵. وجهہ، ۱۶. دل، اندر، ۱۷. جي، ۱۸. بهادرن، سورهين، جوڌن، جوانن، ۱۹. ڪرنگهو، پٺيءَ جو هڏو يا ڪنڊو، بدن، بوتو، ۲۰. ڪات سان، ۲۱. ظاهر، ۲۲. ٿيءُ، ۲۳. محبوب، ۲۴. بلوچ، پنهونءَ (جيڪو بلوچ قوم جو هو)، ۲۵. اي جيڏيون، اي ساهيڙيون، اي سرتيون، ۲۶. ٻانهي، ڪولي، داسي، ۲۷. ڪيچ جي رهاڪن، پنهونءَ ۽ ان جي عزيزن (جيڪي ڪيچ ملڪ جا رهاڪو هئا)، ۲۸. نالو (مومل جي ٻانهيءَ جو نالو ناتر هو)، ۲۹. چوايان، ۳۱. جُتي، ۳۱. اکين سين = خوشيءَ سان، ۳۲. ڪڍان.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر ڪارايَل

## داستان ٻيو

۱

ڪارايَلَ[1] مُيَاسِ[2]، وَٺِ[3] چَڙهِئو وايُون[4] ڪَرين،
تو پَڻِ چورِيَاسِ[5]، مُون پَڻِ سَڄَڻَ[6] سَارِيا[7].

۲

ڪارايَلَ جي ڪوڏَ[8]، مُون نَنگَرَ[9] سَڀِ نِهَارِئا[10]،
وَرِي[11] واهيري[12] نَہ آيا، لَلا[13] لاڪيٽيءَ[14] لوڏَ[15]،
هِينئَڙي[16] جَنِي[17] هوڏَ[18]، سي هَنجَڙا[19] هَلِي وِئا[20].

۳

هَنجَنِ سَنڌِيءَ[21] هيرَ[22]، مُون ڪِينجُهرُ[23] سَڀِ نِهَارِئو،
سَرَ[24] مِ پَڪِي ڏيرَ[25]، پِريَان[26] پَاربن[27] نَاهِہ ڪو.

۴

سَرُ وِڃايو[28] سُرَهو[29]، ڪُوڙَنِ[30] ڪَانيرَنِ[31]،

---

۱. اي ڪارايل، اي هنج پکي، ۲. آئون مري ويس، آئون تباھ يا برباد ٿي ويس، ۳. ونَ تي، ۴. ٻوليون، لاتيون، ۵. مونکي چوريو يا ڇيڙيو، ٦. محبوب، ۷. سنڀاليا، ياد ڪئا، ۸. ڪوڏ سبب، شوق سبب، پيار يا محبت سبب، ۹. ڳوٺ، شهر، ۱۰. ڍونڍيا، جاچيا، ۱۱. موٽي، ۱۲. واهيري تي، آڪيري تي، ۱۳. هنج پکين جي هڪ جنس وارا پکي، ۱۴. عمدي، سهڻي، وٽندڙ، لک لهندڙ، ۱۵. لوڏ وارا، رفتار وارا، هلڻيءَ وارا، ۱٦. هينئڙي جي، هنيين جي، دل جي، ۱۷. جني سان، ۱۸. حجت، هٺ پچندي، سوال جواب جي واٽ، ۱۹. هنج، هنس (هنج پاڻيءَ جي هڪ سهڻي پکيءَ جو نالو آهي، ۲۰. لڏي، جُوءِ ڇڏي، ۲۱. جي، ۲۲. هير سبب، پيار يا سڪ سبب، ۲۳. ڍنڍ جو نالو، ۲۴. تلاءَ، چشمي، ۲۵. ڍِڳ، جامَ، گهڻا، ۲٦. پرين جي، محبوبن، جي ۲۷. پارن وارو، نشانين وارو، وصفن وارو، ۲۸. لبي ميرو ڪئو، خراب ڪئو، ۲۹. موچارو، سنو، ۳۰. ڪوڙن، مَٺن، نام نهادن، دغابازن، ۳۱. هڪ قسم جي پاڻيءَ جي پکين، ٻگهن، ڪنگن.

آڍيءَ رات اُٺي ڪَري، ڏَدا[١] دانهُون[٢] ڪَن،
سَندي[٣] ذاتِ[٤] هَنجَن[٥]، مُنهُن[٦] ڪوڙي موتي چُٽي[٧].

٥

هَنجَنِ سين هيڪار[٨]، جي ڳُڻُ[٩] ڪَري نِهارِين[١٠]،
بَگهَنِ[١١] سين بِهار[١٢]، بيلَ[١٣] نَ بَڌين[١٤] ڪَڏهِين.

٦

هارِئا[١٥] هَنجَ بَگهَنِ سين، ڪِهَڙِي بَڌين بيلَ،
ميرو[١٦] مَٿائي[١٧] تُون، اَڇي[١٨] ڪَرِ اُڪيلَ[١٩]،
ڪَنگَنِ سين ڪويلَ[٢٠]، لَلا[٢١] جِمَ لُڙُ[٢٢] پِيين.

٧

هَنجَ مِڙِيئي هَنجَ[٢٣]، ميرو[٢٤] مَنجهَنِ[٢٥] ناهِ ڪو،
جِتي پوئين[٢٦] سَنجهه[٢٧]، سو سَرُ[٢٨] ڪَندا سُرهو[٢٩].

(٨)

وِئا مور[٣٠] مَري[٣١]، هَنجُ نَ رَهِئو[٣٢] هِڪِڙو،
وَطَنُ[٣٣] ٿِئو وَرِي، ڪُوڙَنِ[٣٤] ڪانيرَنِ جو.

---

١. حيوان، جانور (ڪانيرا)، ٢. هَل، گوڙ، ٣. جي، ۴. قوم، آکهہ، خاندان، ٥. پاڻيءَ جي هڪ قسم جي سهڻن پکين، هنسن، ٦. هيٺ ڪري، منهن ڪوڙي = ماٿ ڪري، ٧. چڳي، ڪاٺي، ٨. هڪ دفعو يا ڀيرو، ٩. قرب، ڀلائي، ١٠. واسطو يا تعلق رکين، ساڻي ٿي هلين، ١١. ڊگهين ٽنگن ۽ اڇي رنگ سان ڪکڙ جي قد جيترن پاڻيءَ جي پکين، ڪانيرن، ڪنگن، ١٢. ٻي دفعي يا ڀيري، بعد ۾، پوءِ، ١٣. دوستي، ياري، سنگتي، رفاقت، ١۴. جوڙين، لائين، رکين، ١٥. اي هارئا، اي نادان، ١٦. ميرو پاڻي، لڙاٽيل يعني گپ چِڪ وارو پاڻي، ١٧. بدلائي، ڇڏي، ترڪ ڪري، ١٨. اڇي پاڻيءَ جي، صفا ۽ شفاف يعني اوجل يا پاڪ پاڻيءَ جي، ١٩. اڪير، تمنا، سڪ، ٢٠. ڪويل ۾، خراب يا نياڳيءَ ويل ۾، بدبخت يا نحس وقت ۾، ٢١. اي للا (للو هنج پکيءَ جو هڪ قسم آهي)، ٢٢. لڙاٽيل يا ميرو پاڻي، ٢٣. سهڻا، ٢۴. خراب، بدشڪل، ٢٥. انهن ۾، ٢٦. انهن کي پئي، ٢٧. سنجها، رات، ٢٨. چشمو، تلاءُ، ٢٩. خوشبودار، وڻندڙ، موچارو، ڀلارو، ٣٠. پاڻيءَ ڪان ٻاهر رهندڙ هڪ قسم جا سهڻا پکي، طائوس (هتي مراد هنجن جي آهي)، ٣١. ختم ٿي، لاڏاڻو ڪري، فوت ٿي، ٣٢. بچئو، ٣٣. ملڪ، ديس، ٣۴. ڪوڙن، مَٺن، نام نهادن، دغابازن.

**۹**

سَرَ[۱] سُڪِي[۲] سَالَ[۳] تِئَا، هَنجَ[۴] تَہ هَرِبوئِي[۵] پِيرُ،
ڪَنگُ[٦] وِيچَارو[۷] ڪيرُ، جو رَسِي[۸] اِنَ رَمُوزَ[۹] ڪي.

**۱۰**

آءُ اُڏامِي هَنجَڙا[۱۰]، سَرَ مِ سَارِينَئِي[۱۱]،
مَڇِڻُ[۱۲] مَارِينَئِي[۱۳]، پَارِڙِي[۱۴] پَهُہ[۱۵] ڪَرِي.

**۱۱**

جيهَرَ[١٦] لوڪُ[۱۷] جَهَپَ[۱۸] ڪَرِي، اوهِيَرَ[۱۹] اُڏامَنِ،
پِٿُون[۲۰] جي پَاتَارَ[۲۱] جَا، چِيتَارِي[۲۲] چُڳَنِ[۲۳]،
ڪوهُہ[۲۴] ڪَندا ڪي تَن، پَارِڙِي پَهُہ ڪَرِي.

**۱۲**

سَرَ مِ پَکي هيڪِڙو، پَارِڙِن[۲۵] پَنجَاهُہ،
رکِي[۲٦] جَنِ[۲۷] اَللهُ، وارُ[۲۸] نَہ وِنگو[۲۹] تَنِ جو*.

**(۱۳)**

سَرَ مِ پَکي هيڪِڙو، پَارِڙِين پَنجَاهُہ،

---

۱. سر ڪي، جشمي يا تلاءَ ڪي. ۲. خشڪ ٿئي. ۳. ورهہ يعني گهڻو وقت. ۴. هنج جو. ۵. آلو يا ٻنل (پاڻيءَ سان). ٦. ڍگهين ٽنگن ۽ اڇي رنگ سان ڪڪڙ جي قد جيتري پاڻيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم. ۷. مسڪين. غريب. لاچار. بيوس. بي پهچ. ۸. پهچي. سمجهي. پروڙي. ۹. راز. اسرار. ڳجهہ. ۱۰. اي هنجڙا. اي هنج. ۱۱. توکي سارين ٿا. توکي سنڀالين يا ياد ڪن ٿا. ۱۲. مڇيون. ۱۳. توکي مارين. ۱۴. شڪاري. ۱۵. سازش. ١٦. جنهن وقت يا مهل. ۱۷. خلق. ماڻهو. ۱۸. آرام. ننڊ. ۱۹. ان وقت يا مهل. ۲۰. موتي. ماڻڪ. ۲۱. اونهي پاڻيءَ. ۲۲. چت ڪري. خيال يا ڌيان ڪري. ۲۳. چڳن. ڪائين. ۲۴. ڇا. ۲۵. پاريڙين جو. ۲٦. بچائي. ۲۷. جن ڪي. ۲۸. زلف. ۲۹. ڏنگو. ڇبو * انهن کي ذري جيترو بہ نقصان يا ڏک نہ پهچندو.

سَنڌي آسَ اَللهَ، لُڌي لَهرِنِ وِچَ ۾.

## ١٤

هَنجَ سَدائين ڏُٻرا، پَکِي ٻِئا مَچِنِ،
مَاريءَ سَندو مَنَ ۾، آهي وِرهُ وِيچَارَنِ،
کَنبَنِ ۽ کَڌِنِ، پِتون جي پَاتَارَ جَا.

## ١٥

جَارو هِنيُون کَارو کَري، لُڙَ کَان لاشَکُ ثِيءُ،
اُڏُرُ اَڇِي سَامُهُون، پَاکُ نِهَاري پِيءُ،
بَگهنِ سين بِيلَ بَڌِي، جوکي وِجُهه مَ جِيءُ،
هَنجَ حُضُورِي ثِيءُ، تَہ مَاٺِيين کُونَرَ کُلابَ جَا.

## ١٦

جَارو هِنيُون کَارو کَري، لُڙَ کَان ثِيءُ لاشَکُ،
مَعرَفتَ جو مَنَ ۾، سُوڌو پَڙهُہ سَبَقُ،
هَنجَ پَروڙِجِ حَقُ، تَہ مَاٺِيين کَؤنَرَ کُلابَ جَا.

---

١. جي. ٢. آسري، ڀروسي، آڌار. ٣. جهولي، ٿلي، گهمي ڦري (خوشيءَ يا مزي ۾). ۴. (پاڻيءَ جي) ڇولين. ۵. هڪ قسم جا پاڻيءَ جا سهڻا پکي، هنس. ٦. هميشہ. ٧. ضعيف، اڀرا، لاغر، ڪمزور. ٨. ٿلها يا متارا ٿين، بدن تي گوشت وراڻين. ٩. شڪاريءَ. ١٠. جو. ١١. دل. ١٢. فڪر، ڳڻتي، اون. ١٣. ويچارن کي، مسڪين يا غريبن کي، عاجزن کي. ١۴. ڏکن يا ٿڙکن (ماريءَ جي فڪر ۾). ١۵. کوٽي ٻاهر ڪن. ١٦. موتي، ماڻڪ. ١٧. اونهي پاڻيءَ. ١٨. روشن، صاف، شفاف، اڇو اجرو. ١٩. دل، قلب. ٢٠. سياهہ. ٢١. لڙاٽيل يا ميري پاڻيءَ. ٢٢. بنان شڪ وارو، بي گمانو، لاتعلق. ٢٣. اڏامي وڃ. ٢۴. اڇي يعني صاف ۽ شفاف پاڻي. ٢۵. ڏانهن. ٢٦. پاڪ پاڻي، صاف ۽ شفاف پاڻي. ٢٧. جاچي، ڳولي. ٢٨. ڊگهين ٽنگن ۽ اڇي رنگ سان ڪڪڙ جي قد جيترن پاڻيءَ ۾ رهندڙ هڪ قسم جي پکين. ڪانيرن، ڪنگن. ٢٩. ياري، دوستي، سنگت، رفاقت. ٣٠. رکي، لائي، جوڙي. ٣١. جوکي ۾، خطري ۾، جنجل ۾، مصيبت ۾. ٣٢. ڦاساءِ. ٣٣. جان، جسم، حياتي. ٣۴. اي هنج. ٣۵. حضور ۾ (ڪنهن بزرگ هستيءَ جي روبرو يا سامهون) ايندڙ ويندڙ. ٣٦. حاصل ڪرين، ورتائين، واپرائين. ٣٧. ڪنول ول جا گل. ٣٨. وڏيءَ ڍنڍ (اونهيءَ صاف پاڻيءَ جي). ٣٩. ڄاڻ، پروڙ، علم، صوفي طريقي جي ڄوٽين ۽ آخري منزل . ۴٠. صحيح. ۴١. درس، ورد، پاٺ. ۴٢. اي هنج. ۴٣. سڃاڻج، سهي ڪج، معلوم ڪج. ۴۴. حقيقت، سچ.

## ١٧

جَـارو هِـنـيُـون كَـارو كَـري، پَـكـيـئَـڙا[1] پَـروُڙ[2]،
اُڏُرُ[3] اَچـي[4] سَـامُـهُـون[5]، مَـانَـي[6] چُـڻُ[7] نَـہ مُـور[8]،
كُـوهُـہ[9] نَـہ گَـوهَـرَ[10] گَـڏِيـن[11]، حَـاذِقَ[12] حَـالُ[13] حُـضُـور[14]،
پَـكِـي[15] پِـهِـرِيـن پُـور[16]، مَـاڻِـيـن كَـؤنـرَ كُـلابَ جَـا.

## ١٨

جَـارو هِـنـيُـون كَـارو كَـري، چِـلُـڙَ[17] ڏِيـجِ مَ چَـسَ[18]،
بَـگـهَـنِ سـين بِـيـلَ بَـڌِي، كُـنـبَ[19] نِـهَـارِ[20] مَ كَـسَ[21]،
پَـكِـي سِـيـئِـي پَـسُ[22]، جَـنِ مَـاڻِـئَـا كَـؤنـرَ كُـلابَ جَـا.

## ١٩

پَـكِـي پِـئِـهِـي[23] نِـگِـئَـا[24]، مَـنـجَـهـان لِـتَـڙِنِ[25] لَـكَ[26]،
كَـنِـي مَـاڻِـكَ[27] مِـيـڙِئَـا[28]، كَـنِـي رَتَـنَـا[29] پَـكَ[30]،
پُـنِـيءَ[31] لائِـي[32] لَـكَ، هَـلِـئـو هَـنـجُ حَـبِـيـبَ[33] ڏِي.

## ٢٠

جِـيـئَـن[34] قَـطَـرُ[35] چُـڻِـئـو[36] كُـڙِهـہ[37] پِـرِيِـن[38]، بـولِ پِـجَـنـدي[39] هَـنـجَ[40]،

---

١. اي پکيئڙا، اي (هنج) پکي. ٢. سمجهہ، ڄاڻ. ٣. اڏامہ. ۴. اچي پاڻيءَ، صاف ۽ شفاف پاڻيءَ. ٥. ڏانهن. ٦. ماڻي (پاڻيءَ) ۾. بيٺل ۽ نندي پاڻيءَ ۾. لڙائيل پاڻيءَ ۾. ٧. چهنب هڻ (چڳڻ جي ارادي سان). ٨. اصل. بنهہ. ٩. ڇو. ١٠. گوهر سان. ماڻڪ موتيءَ سان (مرشد ڪامل سان). ١١. مليِن. ملاقات ڪيئي. ١٢. اي حاذق، اي سياڻا. اي داناءَ. ١٣. اڃا تائين. ١۴. حضور سان. حضرت سان (مرشد ڪامل سان). ١٥. اي پکي (هنج). ١٦. پور ۾. پيري ۾. گهمري ۾. ملاقات ۾. ١٧. چلڙ ڪي، گپ ڪي، چڪ ڪي. ١٨. چسي، چمي، قرب، پيار. ١٩. ڪنب جا. اونهي ۽ صاف پاڻيءَ جي ڍنڍيا تلاءَ جا. ٢٠. ڄاڄ. تڪِ. ڍوند. ڳول. ٢١. پاسا. ڪنارا. ڪپ. ٢٢. ڏسُ. ٢٣. گهڙي. ٽبي هڻي. ٢۴. نڪتا. ٢٥. لتڙ. گپ واري جاءِ. ٢٦. لکن جي تعداد ۾. تمام گهڻا. ٢٧. سچا ۽ قيمتي موتي. ٢٨. چونڊيا. گڏ ڪئا. ذخيرو ڪئا. ٢٩. گپ هڻي ميرا ڪئا. ٣٠. ڪنبِ. پرَ. ٣١. پنيان. پويان. ٣٢. لڳائي. گڏ ڪئي. ٣٣. محبوب. ٣۴. جنهن صورت ۾. ٣٥. سچن موتين جي پکِ يا ذرا ذرا. ٣٦. چڳئو. ڪايو. ٣٧. پيٽ. ٣٨. پُر ڪرين. ٣٩. ٻولي. اقرار. انجام. ۴٠. پڄئو. توڙئو.

مُوتِي[1] جي مَهراڻَ[2] جا، پُورا چُٽِج[3] پَنجَ،
اَجُ ڪِ[4] صُباحَ[5] سَنجَهہ[6]، ڏِيِيءَ[7] ۾ ڏيرُ ٿِيِين[8].

٢١

تَان ڪِي بابِيهَلَ[9] ٻولِ[10]، سِيچَاڻي[11] تو سَنبَهِي[12]،
عِزرائِيلُ[13] اَللهَ جو، تَري[14] ڪِنهِن نہ تُولِ[15]،
مَتِي چَڙهِي مُولِ[16]، چُورِبندءِ[17] چَنبَنِ سين.

٢٢

وِينو مَنجهہ[18] ورگهہ[19]، لِڪِئُو[20] تو لاتِيُون[21] ڪَرِي،
پِرِيَان[22] سَندي[23] پارَ[24] جي، ڳالِهہ نہ سَلِيّ[25] هِڪَ،
سُپِيرِيَان[26] جي سِڪَ[27]، تَنَ[28] ۾ تَنبُو[29] ڪوڙِيا.

٢٣

وِينو جِيئَن[30] وِماسِيِين[31]، حَيرَتَ[32] پُؤُ مَ هَنڌِ[33]،
لاتِيُون[34] جي لِباسَ[35] جُون، سي چَپائِي[36] چَنڌِ،
آئُون[37] اَسين ڪَن جي، پَاسي[38] تَنِ[39] مَ اَڌِ[40]،
تَنُ طَالِبَنِ گَڏِ، تہ وِجهو تِيِين وِصالِ ڪي.

---

١. امل مائڪ. ٢. سنڌو درياهہ (اونهي ۽ صاف پاڻيءَ). ٣. جوندڄ، ڪٽڄ، ڇڳڄ، ڪاٽڄ. ٤. يا. ٥. سياڻي صبوح جو. ٦. سنجها يعني رات جو. ٧. (شڪاريءَ جي) ڪوڙڪيءَ يا دام. ٨. (ڏير ٿين = ڦاسين). ٩. اي ٻاٻيهَل (ڳيري جي مشابهہ پکيءَ جو هڪ قسم جنهنجا کنڀ ڳاڙهيري رنگ ۽ ڳچي ماوي رنگ جي ٿئي ۽ مينهن جي ڦڙن تي گذران ڪندو آهي. هن پکيءَ کي چاتڪ پکي، تاڙو يا ٻاٻيهو بہ چوندا آهن). ١٠. ٻوليون ڪر، لات لنءُ، تنوار ڪر. ١١. شڪاريءَ پکيءَ جو هڪ قسم. باز پکيءَ جي ماديءَ جو نالو. ١٢. تيار ٿئي يا سنبري (توڪي مارڻ لاءِ). ١٣. موت جي ملائڪ يعني ساهہ ڪيندڙ يا قبض ڪندڙ ملائڪ جو نالو. ١٤. هٽي، مُڙي، واپس ٿئي، پاسو ڪري، ڇڏي. ١٥. تول جي عيوض، شيءِ يا ڳالهہ جي عيوض. ١٦. مول تي، مور تي، (مٿي جي) چوٽيءَ تي، چوٽي تي. ١٧. توکي ڇوريندو، توکي چورائي ويندو يا ڪٽي ويندو. ١٨. ۾. ١٩. وڻ. ٢٠. ڇپئو. ٢١. ٻوليون. ٢٢. پرينءَ، محبوب. ٢٣. جي. ٢٤. طرف، پاسي. ٢٥. ٻڌائي. ٢٦. سپرينءَ، پرينءَ جي. ٢٧. اُڪير، پيار. ٢٨. دل، من. ٢٩. خيما (تنبو ڪوڙيا = ماڳ يا آستان جوڙيا). ٣٠. جنهن صورت ۾. ٣١. وماس يعني ڳڻتي يا فڪر ڪرين، غور يا خوض ڪرين. ٣٢. حيرت ۾، تعجب ۾. ٣٣. اصل، ٻنهہ. ٣٤. ڳالهيون. ٣٥. ڏيک ويک، ظاهر داريءَ ٣٦. لڪائي، ترڪ ڪري. ٣٧. آئون اسين = آپو، ايمان، خودي. ٣٨. پاسي ۾، پر ۾. ٣٩. تن جي. ٤٠. گهر جوڙ.

## ٢٤

وِينو جِيئَن[1] وِمَاسِيين[2]، حَيرَتَ[3] پئُمَ هَاڻِ،

لَلَنِ[4] کي لطِيفُ چَئي، اَچي[5] سَاڻُ اَراڻِ[6]،

ڪَنگَنِ[7] لَتِي کَاڻِ، گَڏِئو هَنجِ حَبِيبَ کي.

## ٢٥

وِينو جِيئَن وِمَاسِيين، حَيرَتَ پئُمَ هُورِ[8]،

اُونُهُون[9] جو اَچو وَهي[10]، گِهڙِي تِئَائين[11] گهورِ[12]،

ڏِنيُون[13] هَنڌِ[14] مَ ڏورِ، گهورِئو[15] گُپُ[16] گَسَنِ[17] جو.

## ٢٦

کَسَنِ[18] ۾ کوهُ[19] ڦِرين[20]، گَسَنِ ۾ مَ گُذارِ[21]،

وَجي وَحدَتَ[22] وِيءَ[23] ۾، گُونُون[24] ڇَڏي گهَارِ،

شَرِيعَتَ[25] جو سَرُ[26] لَهي[27]، تَنُ[28] تِئَائين[29] تَارِ[30]،

حَقِيقَتَ[31] هَنجَنِ سين، طَرِيقَتَ[32] تَنوارِ[33]،

مَنجَهان[34] مَعرِفَتَ سين، اَندَرَ کي اُجَارِ،

هِدايَتَ جي هُوءِ ۾، چُٽِئو تُون چَانگَارِ.

---

١. جنهن صورت ۾. ٢. وماس يعني فڪر يا ڳڻتي ڪرين. غور يا خوض ڪرين. ٣. حيرت ۾. تعجب ۾. ٤. پاڻيءَ جي هڪ قسم جي پکين (جيڪي هنجن جي هڪ جنس مان آهن). ٥. اچي پاڻيءَ. صاف يا سفاف پاڻي. ٦. محبت. لاڙو. ٧. ڪنگن جي، ڪانيرن جي. ٨. هور ۾. هلاڪيءَ ۾. فڪر يا ڳڻتيءَ ۾. ٩. عميق. درياهہ. ١٠. جي يعني صاف ۽ سفاف پاڻيءَ وارو. ١١. تني، ان ۾. ١٢. ڳول. ڍونڍ. تلاش ڪر. ڏور. ١٣. ڪنڌيون. ڪپ. ڪنارا. ١٤. اصل. بنهہ. ١٥. ٻن ٻوي. کوهہ يا ڪڏ ۾ ٻوي. ڇڏئو. ترڪ ڪئو. ١٦. ڪَپُ. ور. وڪڙ. ١٧. رستن. راهن. ١٨. پاسن. ڪنڌين. ١٩. ڇو. ٢٠. گهمين. هلين. ٢١. گهارِ. رهہ. ٢٢. وحدت جي، وحدانيت يا هيڪڙائيءَ جي. ٢٣. ساوڪ واري ميدان. ٢٤. ننڍي پاڻيءَ يا گپ چڪ واري ڪڏ. ٢٥. اسلامي قاعدي قانون. صوفي طريقي جي پهرين منزل. ٢٦. صاف پاڻيءَ جو تلاءُ. ٢٧. هٿ ڪري. ٢٨. من. قلب. دل. ٢٩. ان جاءِ يا هنڌ تي. ٣٠. عضون جي جرير سان پاڻ کي پاڻيءَ جي مٿاڇري تي هلاءِ يعني ٻڏڻ کان بچاءِ. ٣١. صوفي طريقي جي ٽين منزل. ٣٢. سلوڪ جي ٻي منزل. ٣٣. بيان ڪر. خدا جو ذڪر ڪر. ٣٤. اندر يا دل مان.

تَہ پاربڙي [1] اِنَ پارَ [2]، ڪونَہ ڏسين ڪَڏهِين.

## ۲۷

چَڙهي [3] چَڪاسَرَ [4] پارَ [5]، جان مُون نيٽين [6] گهَٽو نهارِيا [7]،
هَنجَنِ [8] پَڌي هارَ [9]، مُنهِنجَنِ سيٽَنِ [10] سَرلو [11] لَنگهِئو [12].

## ۲۸

هَنج نَہ هُلائين [13]، سَجَڻَ نَہ ٿِلَنِ [14] سيرِين [15]،
لَڏي [16] ڏورِ [17] نَہ وَڃنا [18]، مَري [19] مَرَ ڦوڙائين [20]،
سُڃا [21] پَڌَ [22] پِريَنِ [23] جا، ڪَنَرَ [24] ٿا ڪٽائين [25]،
رَهِيائي [26] آهِين [27]، سَجَڻَ مُنهِنجا راڄَ پِرَ [28].

## ۲۹

هِنِ [29] پَٽَنِ [30] تي پَدمَٽِيين [31]، ٿي پَلپَل [32] نازَ [33] ڪِئا،
رَبُ [34] اُن ڪي يادِ نَہ هو، پَنهِنجي حِرصَ [35] وِچان،
پَسو [36] پَدانِ جا، ڪَرَ [37] نَہ هُئا ڪَڏهِين.

## ۳۰

سَرَ [38] اُهيئي اَڳئان [39]، پَکي پُونِ [40] پِئا [41]،

---

۱. شڪاري، صياد، ماري، ۲. پار سان، نموني يا ريت سان، پارَ ڏي يا طرف ڏي، ۳. اٿي يا ٻيهي (ڪنهن مٿانهين هنڌ تي)، ۴. چڪاسر جي، لڙاٽيل يعني گپ يا چڪ گڏيل پاڻيءَ جي تلاءَ جي، ۵. پار ڏانهن، طرف ڏانهن، ٦. نيٽن سان، اکين سان، ۷. جاچيا، واجهايا، ڳليا. ۸. پاڻيءَ جي هڪ قسم جي سهڻن پکين، ۹. موتين جون مالهائون يا سريون، ۱۰. سڄڻن يا محبوبن (هنجن)، ۱۱. پاڻي (لڙاٽيل)، ۱۲. ڇڏئو، ۱۳. هلڻ يا وڃڻ وارا ٿين، ۱۴. گهمن، ڦرن، ۱۵. سيرن تي، رستن تي، ۱٦. نقل مڪاني ڪري، جايون مڪان ڇڏي، سامان سڙو ڪٽي، ۱۷. پري، ۱۸. وڃن، ۱۹. فوت ٿي، ساهه يا دم ڏيئي، ۲۰. جدائي يا وڇوڙو وجهن، ۲۱. ويران، ۲۲. قتل ڳوٺن وارا هنڌ يا ماڳ، ۲۳. محبوبن، ۲۴. ڪندر، دڙا، پراڻا پڊ، ۲۵. ڇڪ پائين، ايذاء رسائين، ڏکوئين، ۲٦. ترسيا، ويٺا، ۲۷. هجن، ۲۸. (پنهنجي) برادري يا قوم يا مٽن مائٽن، ۲۹ هنن، ۳۰. ميدانن، جاين، ماڳن، ۳۱. پدمڻين، سهڻين يا حسين عورتن، ۳۲. هر وقت، سدائين، ۳۳. نخرا، چاڳ، ماڻا، آرا، انگل، خوشيون، ۳۴. پالڻهار، خدا، ۳۵. لوڀ، موهه، خواهش، طمع، ۳٦. ڏسو، ۳۷. جهڙوڪ، ڄڻ تہ، ۳۸. تلاءَ، چشما. ۳۹. اصل وارا، ساڳئا، ۴۰. اڃن، ۴۱. ڏاريان يعني هنجن کان سواءِ.

جَنِ لَمئو[1] تي لاتيُون[2] ڏنيُون[3]، سي وِيچارا[4] وئا،
ماڳُو[5] ماڳِ تِئا، کُوڙا[6] ڪانيرا[7] گهٽا.

(٣١)

جِتي هُئا هَنجَڙا[8]، اُتِ بَگها[9] بِئا تِئا،
کُوڙَنِ ڪانيرَنِ سين، پَسو[10] پَهَه[11] پِئا،
سَهَڙَنِ[12] سانباها[13]، هاٽي اُنهين[14] پِيٽيين[15].

(٣٢)

هَنجَ[16] مَ مِيرو[17] وَتُ[18]، جَان[19] ڪو جِيئين[20] ڏِينهَڙو،
جِيءُ[21] مَ جَنجَلَ[22] گهَتِ[23]، سِرُ[24] تان[25] سَرَ[26] ڪِيتِرا[27].

٣٣

اُڏءُ[28] آڏتُ[29] اُپِرئو، وانءُ[30] وِهاٽيءَ[31] پُئونرَ[32]،
سي چِيتاريجِ[33] چِتَ مِ، جي ڪَندا[34] ڏاري[35] ڪُئونرَ[36]،
مَتان مارِينئي[37] تَئُونرَ[38]، تو[39] لَئُنَ[40] لَگو جَنِ سين.

٣٤

ڪَئونرَ[41] پارُون[42] پاتارَ[43] مِ، پَئونرُ پِري[44] آڪاسِ[45]،

---

١. لامارا ڏيو، اڏاميو، ٢. ٻوليون، ٣. ڪيون، ۴. مسڪين، غريب، نماڻا، عاجز، ٥. ماڳ ماڳ تي، هر ماڳ تي، هر جاءِ يا هنڌ تي، ٦. کوڙا، نامر نهاد، دغاباز، ٧. ٻگهہ (هڪ قسم جا پاڻيءَ جا پکي، جن جون ٽنگون ڊگهيون، رنگ اڇو ۽ قد ڪڪڙ جيترو ٿئي)، ڪنگ، ٨. هنج (هڪ قسم جا پاڻيءَ جا سهڻا پکي)، ٩. ٻگهہ، ١٠. ڏسو، ١١. واسطا، ١٢. اچن، وارد ٿين، ١٣. هڪ قسم جا ڪرفتي يا گندگي کائيندڙ پکي، ١۴. انهن، ١٥. ڀيٽين تي، جاين تي، ١٦. اي هنج، ١٧. گدلو يا مٽيءَ هاڻو، ملول، ١٨. اڏامر، هل، ١٩. جيستائين، ٢٠. حيات يا جيئرو رهين، ٢١. جان، حياتي، ٢٢. جنجال ۾، جوکي ۾، مصيبت ۾، پريشانيءَ ۾، ٢٣. وجهہ، ٢۴. حياتي (جيڪڏهين آهي)، ٢٥. تہ، ٢٦. تلاءُ، چشما، ٢٧. گهڻا، جام، ٢٨. اڏامر، ٢٩. هڪ تاري جو نالو (جنهن جي ايرڻ سان درياءَ يا واهن جو پاڻي سڪڻ شروع ڪندو آهي)، ٣٠. وَج، ٣١. وهاڻيءَ يعني رات گذرڻ بعد، فجر جي مهل، ٣٢. اي پؤنر (پؤنر هڪ قسم جو ڪاري رنگ جي جيت جو نالو آهي)، ٣٣ چت يعني ذهن يا خيال ۾ رکج، ٣۴. خار، سيلهہ، سوئا، ٣٥. پاسي ۾، پر ۾، چوڌاري، ٣٦. ڪؤنر جي، ڪنول گل جي، ٣٧. توکي مارين، ٣٨. گل ڦل، ٣٩. تنهنجي، ۴٠. محبت، پيار، ۴١. ڪؤنر گل جي ول جون، ۴٢. جڙون، بيخون، ۴٣. اونهي پاڻيءَ جي تري ۾، ۴۴. ڦري، اڏامي، ۴٥. آڪاس ۾، آسمان ۾.

ٻِنهِي[1] سَندِي[2] ڳالَهڙِي[3]، رازِقَ[4] آندِي راسِ[5]،
تِنهِن عَشقَ[6] کي شاباسِ[7]، جِنهِن مَحبَتِي[8] ميڙِئا[9].

### ٣٥

ڪَؤنرَ پازُون پاتارَ ۾، پؤنرُ پِري ۾ سُڃَ[10]،
ٻِنهِي سَندِي ڳالَهڙِي، عَشقَ[11] اِي[12] اُهڃَ[13]،
تَ پِڻِ مَرنِ اُڃَ[14]، جي پِيو[15] پِيَنِ پاڻَ ۾.

### ٣٦

ڪَؤنرانِ[16] پؤنرا[17] رِڌِ[18]، جَرَ[19] رِي[20] رِڌِ جَوبانَ[21] سِرِ[22]،
هِينئَڙا[23] اِيءَ ڪُوڌِ[24]، جِيئَنِ اَوڌا[25] سِين اوربِين[26].

### ٣٧

سو[27] پَکي سو پِڃرو[28]، سو سُرُ[29] سوئِي هَنجُ[30]،
پِيهي[31] جانِ[32] پَرُوڙئو[33]، مُون پانهِنجو مَنجُهه[34]،
ڏِيلَ[35] جِنهِن جو ڏَنجُهه[36]، سو مارِي[37] تو مَنجِهه وِڙهي.

### ٣٨

هَنجَ نَ قَيدِ ڪِجَنِ، مورَ[38] نَ وِجهجَنِ پِڃري،

---

١. يعني ڪنول گل ۽ پؤنر (ڪنول پاڻيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ ول جو نالو آهي ۽ پؤنر هڪ ڪاري رنگ جي اڏامندڙ جيت جو نالو آهي)، ٢. جي، ٣. ڳالهه، معاملو، مرضي، آرزو، آس، ۴. رزق ڏيندڙ يعني خدا، ۵. راست، درست، پوري، مڪمل، ٦. محبت، پيار، ٧. آفرين، جس، ٨. محبت ڪندڙ، عاشق، ٩.ملايا، ١٠. بيابان، رڻپٽ، ويرانيءَ، آسمان (جتي وسندي يا آبادي ڪانهي)، ١١. عشق جا، ١٢. اهڃاڻ، ١٣. اهڃاڻ، نشانيون، ١۴. مرن اڃ = اڃ يعني پياس ۾ پيا تڙپن، انهن جي اڃ يعني سڪ يا اُڪنڊ ختم نہ ٿي ٿئي، ١۵. پيو پين = ڍؤ ڪريو پاڻي پين يعني بي حد گهڻي صحبت يا رهاڻ ڪن، ١٦. ڪؤنر يعني ڪنول جي گل جي، ١٧. پؤنر جي، ١٨. ڌن، دولت، مال اسباب، رهاڻ، ڪچهري، ١٩. پاڻيءَ، ٢٠. کان سواءِ، ٢١. جاپان، بيابان، سڃ، ويراني، ٢٢. ۾، ٢٣. اي هينئڙا، اي هنيان، اي دل، اي من، ٢۴. ڪپڌ، بي ادبي، بدتميزي، ٢۵. بي سمجهيءَ، بنان سوچ ويچار، ٢٦. حال بيان ڪرين، ٢٧. ساڳيوئي، هڪڙوئي، ٢٨. پکين کي ويهارڻ يا بند ڪرڻ لاءِ پتلائون يا لوهين شيخن جو ٺهيل ننڍو گهرڙو، ٢٩. چشمو، تلاءُ، ٣٠. پاڻيءَ جي هڪ سهڻي پکيءَ جو نالو. ٣١. گهڙي، جهاتي پائي، ٣٢. جيئن ٿي، ٣٣. ڏٺو، سڃاتو، سمجهيو، ٣۴. اندر، ويهي، راز، ٣۵. ڏيل کي، بدن کي، سرير کي، ٣٦. ڏک، خوف، ٣٧. شڪاري، ٣٨. پاڻيءَ کان ٻاهر رهندڙ هڪ قسم جا سهڻا پکي، طائوس، ڪارايل.

سَارِي[1] راتِ سَيِّدُ چَـي، لاتِيُون[2] جي لَنوَن[3]،
واهِيري[4] نَہ وِهَنِ، سَدا جُهٽِڪَنِ[5] جَهنگَ مِ.

## ۳۹

ٻَگهَا[6] ڪوهُہ[7] ٻُجَهنِ[8]، تَہ سِپُنِ[9] چِا تو سَپَجي[10]،
ڦرِئو[11] ڦيَارَن[12] ڪي، وَڙِ ڪِئو[13] واتَ وِجَهنِ[14]،
سي ڪِيئَن[15] لالُون[16] لَهَنِ[17]، جي گهورا[18] گهوگهِيتَنِ[19] جَا.

## ۴۰

سِجُ لَهي سَانجَهيَ[20] تي، وَٽِين[21] ڪِئائُون وِيرَ[22]،
ڪِتي هُوندا هيرَ[23]، صَاحِبَ[24] مُنهِنجَا سُپِرِين[25].

## ۴۱

سِجُ لَهي سَانجهي تي، وَٽِين[26] هَنئي وَٽَڪَ[27]،
سَاجَنَ[28] تُنهِنجيءَ سِڪَ[29]، موتِئو[30] مَاڳَ[31] نِهَارِيَان[32].

## وائي ①

جيڪَرَ[33] جيڏيُون[34] اَلو، ڪَرَهَہ[35] سَندان[36] چَارِيَان،
پِيِرين[37] آئُون نَہ پُڄي[38]، ڪَرَهَلَ هُوءِ[39] نَہ جَهلِين[40]،

---

۱. سڄي، سموري. ۲. پوليون. ۳. آلاپين، پولين. ۴. واهيري مر، آڪيري مر. ۵. جهونگارين، آهستي پوليون ڪن. ٦. پاٽيءَ جا هڪ قسم جا پکي جن جون ٽنگون ڊگهيون، رنگ اڇو ۽ قد ڪڪڙ جيڏو ٿئي، ڪانيرا. ۷. ڇا. ۸. سمجهن. ۹. سپن کي (سپ پاٽيءَ جو هڪ جيت آهي جيڪو مينهن پوڻ مهل پاٽيءَ جي متاڇري تي پاهر اچي منهن کولي مينهن جو ڦڙو وات ۾ جهٽيندو آهي ۽ بعد ۾ اهو ڦڙو موتي بنجي ويندو آهي). ۱۰. ملي، حاصل ٿئي. ۱۱. ڦيرو يا گهمرو ڏيو. ۱۲. (سنهين ۽ ننڍڙين) مڇين. ۱۳. هيڏانهن هوڏانهن ڦريو. ۱۴. چڪ (وات وجهن = جهٽين، ڪاٽين). ۱۵. ڪهڙيءَ طرح. ۱٦. ڳاڙهي رنگ جا قيمتي موتي، ياقوت. ۱۷. لهن، هٿ ڪن، حاصل ڪن. ۱۸. ڳولائو، طالب. ۱۹. پاٽيءَ جي ڍبن يا گپ ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ قسم جا جيت (جي مرڻ کانپوءِ پٿر جي صورت اختيار ڪن ٿا)، ڪوڏن. ۲۰. رات. ۲۱. وٽن ۾، جهنگ ۾. ۲۲. دير. ۲۳. هن وقت، هينئر. ۲۴. سائي، سنگتي، صحبتي، دوست. ۲۵. پرين، محبوب، پيارا (هنج پکي). ۲٦. وٽن. ۲۷. رنگ (وٽن هنئي وٽڪ = وٽن رنگ مٽيو يا ساوڻ جهڪي ڪئي، رات ٿي وئي). ۲۸. اي ساجن، اي سڄڻ، اي محبوب. ۲۹. سڪ جي سبب، پيار جي سبب، محبت جي سبب. ۳۰. وريو، (هر هر). ۳۱. جايون يا هنڌ (تنهنجي وهڻ جا). ۳۲. ڳوليان، ڍونڍيان. ۳۳. هوند، دل چئي ٿي. ۳۴. اي جيڏيون، اي سرتيون. ۳۵. أٺ، ڪرهل. ۳٦. سندن، انهنجا. ۳۷. پيرن سان. ۳۸. پڄي يا پهچي يا رسي سگهان. ۳۹. اهي سڄڻ. ۴۰. بيهارين، روڪين.

ڳُجهي[1] آئُون نه وَجِٽي[2]، پَڌَرِ[3] پِريَن[4] نه نِئين[5].

## وائي ②

هَنجَ[6] هوندَ[7] ڙَيِ[8] هيجُ[9]، ڪيرُ ڪَرِيندو[10] ٻَگهه[11] سين،
ماٽِڪ[12] ڇوٽُو[13] جَنِ جو، موتِي سَندُنِ[14] ڏيجُ[15]،
سَرَ[16] ۾ سُڪائُون[17] ڪَري[18]، روئِي[19] ڪَندِيَس رِيجُ[20].

## وائي ٣

هَنجَڙا[21] نه پَسان[22] تِي سي، جي اُڏامي وِيا واهيرَنِ[23] تي،
پَکِي جي پَرڏيهه[24] جا، ساجُهرِ[25] وِيا سَرَ تي،
موتِي جَنِ ماڳَنِ[26] ۾، لالُون[27] لَهَنِ[28] تِنِي،
جَنِ جو عَهدُ[29] الله سين، ڪِينَ رَهندا هِتِي.

---

١. لڪ ڇپ ۾. ٢. وڃي سگهان. ٣. ظاهر، کُلئو کلايو. ۴. محبوب، سڄڻ. ٥. وٺي وڃن. ٦. هنج جي (هنج پاڻيءَ جي هڪ سهڻي پکيءَ جو نالو آهي). ٧. هوندي، موجودگيءَ ۾. ٨. اڙي. ٩. قرب، محبت. ١٠. ڪندو. ١١. هڪ قسم جي پاڻيءَ جي پکيءَ، جنهن جون ٽنگون ڊگهيون رنگ اڇو ۽ قد ڪڪڙ جيڏو ٿئي، ڪانيري، ڪنگ. ١٢. سچا موتي. ١٣. ڪاچ، ڪاڏو، چوڳو. ١۴. انهن جو. ١٥. شاديءَ جي وقت ڪنوار کي مائٽن جي طرفان مليل سامان، جهيز، ملڪيت، اثاثو. ١٦. تلاءَ، چشمي. ١٧. نذرانا، باسون، مڃتائون. ١٨. باسي،مڃي. ١٩. اکين مان پاڻي وهائي. ٢٠. (زمين ۾) آلاڻ، پوسل (ڪنديس ريج = زمين آلي ڪنديس، ڳوڙهن جي پاڻيءَ سان تر ڪنديس). ٢١. هنج. ٢٢. ڏسان. ٢٣. آکيرن، آشيانن. ٢۴. پرديس. ٢٥. سوير، رات ٽيڻ کان اڳ. ٢٦. هنڌن، جاين. ٢٧. ڳاڙهي رنگ جا قيمتي موتي، ياقوت. ٢٨. لڀن، حاصل ڪن، هٿ ڪن. ٢٩. انجام، واعدو، اقرار.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر ڪَارَايَل

## داستان ٽئو

### ١

مَتي[1] جَهڙَ[2] جَهڙبِن[3]، ٻيئي ڪَارايَلَ[4] پاڻَ ۾،
نُوٽِي[5] نانگَ نَہ ڏِينِ، مُوران[6] مُوتَنِ[7] مِيهَٽُون[8].

### ٢

موران موتَنِ مِيهَٽُون، نُوٽِي نانگَ نَہ ڪَنِ،
ڪَارايلَ[9] ڪَارَنِ[10] ڪَي، ڳَارا[11] ڪِئو ڳَهَنِ[12]،
وِتِيين[13] وِهُہ[14] پِيَنِ، سِڪَ[15] سُرڪِيين[16] نَہ لَهي[17].

### ٣

ڪِنهِن جاڳائي[18] جَنجِري[19]، پاٽان[20] پِيرُ[21] هَٽِي،
جُہ[22] ڏاڙُون[23] ڏاڙَنِ[24] وِبِنيُون[25]، تَہ وِبندو وِهُہ وَٽِي[26]،
اَللهُ جَنِ[27] ڏَٽِي[28]، ڪُوهُہ[29] ڪَرِبندو[30] تَنِ ڪِي.

---

١. تي، ٢. وڻ، ٣. جهيڙو ڪن، ڏڪ هڻن، چڪ هڻن، ۴. ڪاري رنگ وارا يعني ڪاريهرُ نانگَ ۽ مورُ جيڪو نيري رنگ جي لحاظ سان ڪارايل سڏيو وڃي ٿو، ٥. نئڙت يا نمڻ واري حالت، تابعداري، مجتا، ٦. مورن کي، ٧. هڻڻ، پچڻ (جنگ جي ميدان مان)، ٨. طعنو، ٩. مور، ١٠. ڪارن نانگن کي، ١١. نوڙيءَ يا رسي وانگرلڙڪايو، ڏگها ڏگها ٽڪر ڪئو، ١٢. وات ۾ وجهن، ڳڙڪائين، ١٣. ٻريل وٽين يعني پيالن جي صورت ۾، ١۴. زهر، ١٥. گهُرج، اُج، ١٦. سرڪين مان، ننڍن ننڍن ڍُڪن مان، ١٧. ختم ٿئي، ١٨. ننڊ مان اٿاري، بيدار ڪئي، ١٩. ڇهتندڙ جيت، سپ، نانگ، ٢٠. پاٽيهي، ڇاتي واٽي، ٢١. پير جو ٽڏو يا نوڪر، ٢٢. جيڪڏهين، ٢٣. ڏانون، هوڙون، وات ۾ ڇاڙين جي پاسي وارا وڏا ۽ تلها ڏند، ٢۴. ڏاڙن ۾، ٢٥. گهڙي يا ملي ويون، ٢٦. چنبڙي، چهٽي، پوريءَ طرح (بدن ۾) داخل ٿي، ٢٧. جن جو، ٢٨. مالڪ، وارث، ٢٩. ڇا، ٣٠. ڪندو (وهہ).

(۴)

ڪُوهُہ[1] جاڳائِئي[2] جِنجِري[3]، سُتَلَ[4] تو هَٿُ هَٽِي،
جُہ[5] ڏاڙُون[6] ٻَہ[7] ڏاربائين[8]، تَہ ويندُئي[9] وِهُہ[10] وَٽِي[11]،
جَنِ جو ڏوجُ[12] ڏَٽِي[13]، تون ڪيئن وِجهين وِرُ[14] تَنِ سين.

۵

وِهُہ هَٽين[15] وِهُہ پيرين[16]، وِهُہ پَڻ تَنِي[17] وات[18]،
ڪَا ڪَا ڪَارِي[19] ذات، مُورَن[20] مَتي[21] چِڏِي.

٦

ڪِنهِن ڪِنهِن ڪَارِيءَ ذات کي، مورَ پِہ مَتائين،
جي چَترَئا[22] چِڱِي[23] ڪَري، تَہ وَڳَ[24] ورائي[25] ڏين،
سَاٿَ[26] سَمُورا[27] نِين[28]، جي مَنِي[29] پانئين مُوٽِئا[30].

۷

سَر[31] ۾ سَانجهِيءَ[32] وارَ، مُورَن[33] مَاندائا[34] ڪِئا،
سَٿُون[35] ڏين سَپَنِ[36] کي، ڪَارايَلَ[37] ڪَنڌارَ[38]،
مَاري نَانگَ اپَارَ[39]، وِهُہ پِيتَائُون وَتين[40].

۱. چو، ۲. تو جاڳائي، تو ننڊ مان اٿاري يا بيدار ڪئي، ۳. ڇهنڊڙ جيت، سپ، نانگ، ۴. ستل کي، ننڊ ۾ بيل کي، ۵. جيڪڏهين، ٦. ڏاڙون، هوڙون، وات ۾ ڄاڙين جي پاسي وارا وڏا ۽ ٿلها ڏند (هتي معنيٰ ٿيندي ڄاڙيون يعني وات جا اهي هڏا جن ۾ ڏند ۽ ڏاڙون لڳل آهن)، ۷. ٻئي، ۸. ڦاڙيائين، ڪوليائين، ۹. توکي ويندو، ۱۰. زهر، ۱۱. ڇهٽي، ڇنبڙي، پوريءَ طرح (بدن ۾) داخل ٿي، ۱۲. ڏٽندڙ، چونڊيندڙ، انتخاب ڪندڙ، ۱۳. مالڪ، خدا، ۱۴. دشمني، ۱۵. هٿن ۾، ۱٦. پيرن ۾، ۱۷. تني جي، ۱۸. وات ۾، ۱۹. ڪاري ذات = سياهہ جنس، ڪارن نانگن جي آکهہ يا خاندان، ۲۰. پاٽيءَ ڪان ٻاهر رهندڙ هڪ قسم جي سهڻن پکين، طائوسن، ۲۱. مُڙي، پڇي پاسو ڪري، ۲۲. راضي ٿئا، ۲۳. ڀلائي، احسان مهرباني، ۲۴. ولر، ڌڻ، ۲۵. موٽائي، واپس ڪري، ۲٦. قافلا، جماعتون، ٽولا، ولر، ۲۷. سڄا، سارا، ۲۸. پاڻ سان، ونئو وڃن، ۲۹. منيان، ڪاوڙ، غصو (مني پانئين = ڪاوڙجي يا ناراض ٿي)، ۳۰. واپس ٿئا، جدا ٿئا، ۳۱. لاباري بعد، فصل جي خالي زمين جنهن ۾ سلن جون پاڙون ۽ ڪٽيون هجن، ۳۲. سانجهيءَ جي، سج لهڻ جي، ۳۳. ويل، مهل، ۳۴. جشن، خوشيون، ڪيل، ۳۵. ڏڪ، چوٽون، چيپٽون، جهڙپون، ۳٦. هڪ قسم جي نانگن کي، ۳۷. مور، ۳۸. پهلوان، ۳۹. بي شمار، ۴۰. پريل وٽين يا پيالن جي صورت ۾ (وڏا وڏا ڍڪ پري).

## ٨

جَنِ جي واچُنِئَان[1] وِهُہ[2] وَهيَ[3]، سُڪَا[4] جَنِي پيٽَ[5]،
تَنِي جِيءَ سَانِيٽَ[6]، جُنگَنِ[7] ڪي جوڪو[8] ٿِئي.

## ٩

سَنَهَا[9] يَانءِ[10] مَ سَپَ[11]، سُڪَا جَنِي[12] پيٽَ،
جَنِيءَ جِيءَ چَپيٽَ[13]، جُنگَنِ ڪي جوڪو ٿِئي.

## ١٠

سَنَهَا يَانءِ مَ سَپَ، وِيَاءَ[14] واسِينگَنِ[15] جَا،
لَتَازِئَا[16] لَطِيف چَئي، چُرئو[17] هَٽَنِ[18] چَڪَ[19]،
تَنِي جِيءَ جَهَڙَپَ، هَاتِي[20] هَنذان[21] نَہ چُري[22].

## ١١

اوطاقُون[23] اَريجَ[24] ۾، تَنِ[25] سَنَهَا ئِي پيٽَ،
تَنِي سَنڌِيءَ[26] ڏِيٺَ[27]، هَاتِي هَنذان نَہ چُري.

## ١٢

آسَڻَ جَنِ اَريجَ ۾، اُوءِ[28] ڪَپُرَ[29] وِهَہ[30] ڪَري[31]،

---

١. واچن مان، ڳلاڦن مان، وات مان. ٢. زهر. ٣. نڪري، ڳڙي. ۴. سڪل، ڳريل، ڪمزور، اپرا، ڏٻرا. ٥. شڪم، جسم، بدن. ٦. سانيٽ سان، آمهون سامهون ٽيڻ سان، جهيڙي سان. ٧. پهلوانن، بهادرن. ٨. نقصان، ڇيهو. ٩. ضعيف، اپرا. ١٠. سمجهہ. ١١. هڪ قسم جا نانگ. ١٢. جني جا. ١٣. چپيٽ سان، ڏڪ سان، جهڙپ سان، سٽ سان. ١۴. اولاد، ٻچا. ١٥. ڪارن نانگن، اصيل نانگن. ١٦. لتاڙجڻ جي حالت ۾، ڪنهن جي پيرن جي هيٺان اچڻ جي حالت ۾. ١٧. ڦتڪئو، اٿلئو. ١٨. وجهن. ١٩. ڏنگ. ٢٠. گينور، پيل، فيل. ٢١. (ٻيهڻ يا وهڻ واري) هنڌ تان،جاءِ تان. ٢٢. هلي (هنذان نہ چري = اُتي جو اُتي ڪريو مريو وڃي). ٢۴. آسڻ. گهر، ٻر. ٢۴. ٻنان ريج واري زمين، خشڪ زمين. ٢٥. تن جا. ٢٦. جيءَ. ٢٧. ڏيٺ سان، آمهون سامهون ٽيڻ سان، جهيڙي سان. ٢٨. اهي. ٢٩. هڪ قسم جا نانگ. ٣٠. وهہ سان. ٣١. چندڻ، خالص، نبار، نج.

مُـنـهُـن[١] مَـلائِـکَ[٢] جِـهَـڙو، تِـکُـرُ[٣] کِـيِنَ تَـرِي[٤]،
جِيّ[٥] هيڪَرَ[٦] ڏَنگُ هَٽي، تَہ جَاءِ[٧] نَہ ٿِيي جَرِيءَ[٨] جِي.

## ١٣

جَنِ جُون اوطاقُون[٩] اَرِبَجَ[١٠] ۾، تَنِ جي وِهَہ[١١] جو وَرَنُ[١٢] کَرو[١٣]،
مُنهُن مَلائِکَ جِهَڙو، تِکُرُ کِيِنَ تَرِئو،
وَعدي[١٤] جو نَہ وَرِئو[١٥]، اوڏو وَجُ[١٦] مَرَ اُنَ کي.

## ١٤

جَنِ جُون اوطاقُون اَرِبَجَ ۾، تَنِ جي وِهَہ جو وَرَنُ بِئو،
جِنِ جي کَنڌِي[١٧] مَان کَمُ[١٨] ٿِئي، تَنِ جي قَٽِنِ[١٩] پِيرُ[٢٠] بِئو،
پُرِيَنئُون[٢١] پَڌرو[٢٢]، تَنِ نانگَنِ جو نِهو[٢٣]،
کِلي[٢٤] وِيرَ[٢٥] کِهو[٢٦]، سَپَ[٢٧] کي سامُهُون[٢٨] ٿِئي.

## ١٥

جَنِ جُون اوطاقُون اَرِبَجَ ۾، مَٽِيُون[٢٩] تَنِ[٣٠] مَتَنِ[٣١]،
مَان[٣٢] مَرتَبو[٣٣] اُنِ جو، وَسَان[٣٤] کِيِنَ کُڇَنِ[٣٥]،
اوڏو وَجِي جو اُنِ[٣٦]، تِنهِن[٣٧] جو کو[٣٨] ٿِئي جَانِ[٣٩] کي.

---

١. چهرو، شڪل، صورت. ٢. فرشتي (ملائڪ جهڙو = سهڻو). ٣. چندو، نياڳو، بدبخت. ٤. (ڏنگ يا چڪ هڻن کان) مُڙي. ٥.جيڪڏهين. ٦. هڪ دفعي، هڪ ڀيري. ٧. مجال، همت، جُرئت. ٨. بهادر، پهلوان، سورهيہ. ٩. آسڻ، آستانا، رهڻ جون جايون. ۾. ١٠. بنان ريج يعني بنان پوسل يا آلاڻ واري زمين، خشڪ زمين، ويران زمين. ١١. زهر. ١٢. نمونو. قسم. ١٣. پڪو، چِندَ. ١٤. واعدي تي، انجام تي، اقرار تي. ١٥. موٽئو، وفا ڪئي. ١٦. ويجهو، قريب. ١٧. هڏي (مرڻ بعد گوشت ۽ چمڙي ڳرڻ ڪانپوءِ بچيل). ١٨. مطلب (ڪم ٿئي = موت واقع ٿئي). ١٩. نانگن جي (جوش يا مستيءَ يا غصي جي حالت ۾ پکڙيل يا ڦهلايل) منهن وارن حصن. ٢٠. نمونو. ٢١. پُرين کان، پيڙهين کان، پشتان پشت، وڏن کان. ٢٢. مشهور. ٢٣. بڻ. بنياد. آکهہ. خاندان. ٢٤. ڪلي جي، جهيڙي جي. ٢٥. ويل، مهل. ٢٦. ڪير آهي جو. ٢٧. وڏي وڙهندڙ زهريلي نانگ. ٢٨. آڏو، اڳيان (مقابلي لاءِ). ٢٩. واسينگ يعني اصيل نانگن جي مٿن مان نڪتل نڪتل نيڏيون لسيون ٽڪيون، جي وري ٻين نانگن جي ڏنگن تي رکبيون تہ زهر چوسي وٺنديون. ٣٠. تن جي. ٣١. مٿن ۾. ٣٢. صبر. ٣٣. شان، عزت، وڏائي. ٣٤. وس پڄندي، پڄنديءَ آهر، جيترو ٿي سگهين. ٣٥. ڪجهہ ڪن يعني ڏنگ هڻن. ٣٦. ان کي. ٣٧. تنهن جي (گنج ۾ "تَنِ" لکيل آهي). ٣٨. نقصان، ڇيهو، تليف. ٣٩. جند، سرير.

١٦

جَنِ جُونَ اوطاقُون اَربَجَ ۾، تَنِ سَپَڻِ ۾ صُورَتَ،
آيا جي نہ آڻَ ۾، مِنَتَ تِين نَہ مُتَ،
ڪَاريُ جِيءَ قُوتَ، جوڪو تِئي جَانِ کي.

١٧

نَانگَنِ سَنڌي نجُهري، پِيرُ پَرُوڙي پَاءِ،
تُنهنجِي جَاءِ نَہ مَاءِ، اُتِ جُنگَنِ کي جوکو ٿِئي.

١٨

نِيرَ ورنَا نَانگَڙا، اَڇَا پِيٽَ سَندانِ،
جُہ پئو پير مَٿَانِ، تَہ اُنِ جي ڪَنڌي مَان ڪمُ تِئي.

١٩

ڪَپُرَ گَارُوڙِيَنِ سين، وَڏو وڏوءِ وِيرُ،
نَانگَ نَہ ويندين نِڪرِي، تو ڏَرَ مَٿي پِيرُ،
هِيءُ تَنِ جو ڏِيرُ، جَنِ جُهونَا ڳَڙهُہ جَلايو.

---

١. آسڻ، رهڻ جون جايون، ۾. ٢. بنان ريج يعني بنان ٻوسل يا آلاڻ واري زمين، خشڪ زمين، ويران زمين. ٣. سپن جي، وڏن وڙهندڙن زهريلن نانگن جي. ٤.نمونو، قسم. ٥. ڊوهيءَ يا قسم (نانگن جي مرشد گوگي چهواڻ جي). ڊوهيءَ جي گول ليڪي يا دائري (جوڳي فقير نانگ يا بلا کي زمين تي چڙهي ان جي چوڌاري دائرو ليڪيندا آهن جنهن کي آڻ يعني ڊوهي چوندا آهن). ٦. منٿ سان، آزي نيازيءَ سان. ٧. عزيز، مائٽ، دوست. ٨. يعني ڪاري نانگ. ڪاريهر نانگ. ٩. قوت سان، سگهه يا طاقت سان. ١٠. نقصان، ڇيهو، تڪليف. ١١. جند، سرير، جسم. ١٢. جي. ١٣. نجهري ۾، رهڻ واريءَ جاءِ ۾، ٻرن ۾. ١٤. قدم. ١٥. سمجهي، سوچي، ڌيان ڪري، سنڀالي. ١٦. وجهہ، رکَ. ١٧. مجال، هلندي، همت، جرئت. ١٨. اي ماءُ، اي امان، اي امڙ. ١٩. پهلوانن، بهادرن. ٢٠. نيري، آسماني. ٢١. ورن وارا، رنگ وارا. ٢٢. سفيد. ٢٣. شڪم. ٢٤. سندن، انهن جا. ٢٥. جيڪڏهين. ٢٦. انهنجي مٿان. ٢٧. (مرڻ بعد گوشت ۽ چمڙي ڳرڻ کانپوءِ بچيل). هڏي. ٢٨. مطلب (موت واقع ٿئي). ٢٩. اي ڪپر (ڪپر هڪ قسم جو نانگ آهي). ٣٠. نانگن کي مرلي وڄائي منڊ هڻي يعني ڦيٿو ٻڌي جهليندڙ فقيرن. ٣١. شاهي، جاڏو، سخت. ٣٢. تو وڏو. ٣٣. دشمني. ٣٤. اي نانگ. ٣٥. بچي، ڇٽي. ٣٦. تنهنجي. ٣٧. ٻر، برڙ. ٣٨. تي. ٣٩. (گارونڙن جو) قدم، قبضو. ٤٠. ڊيرو، رهڻ جي جاءِ. ٤١. هندستان جي ڪڇ جي رياست جو هڪ شهر جنهنجي جهنگ ۾ نانگ جا آستان هئا. ٤٢. ساڙي ناس ڪئو.

## ٢٠

آءُ[١] نانگ ٻرنئان[٢] نڪري[٣]، هيءَ مُوران[٤] سنڌي[٥] جاءِ[٦]،
ڳاروڙي[٧] ڳرنار[٨] جو، ڪنئو[٩] ڪپر[١٠] ڪاءِ[١١]،
تني لئيءِ[١٢] واجهاءِ[١٣]، متيون[١٤] جن[١٥] متن ۾.

## ٢١

سپُ[١٦] ڪپر سجا[١٧] ڳهي[١٨]، نانگ نگولئو ڪاءِ،
تني ڪي واجهاءِ، متيون جن متن ۾.

## ٢٢

پهرين ڪاري[١٩] نانگ جي، چرڪئل[٢٠] چيڙ[٢١] ڪري،
هٿي ڏنگ[٢٢] ڏساٽو، واڪو[٢٣] ڪئو وري[٢٤]،
جيڪي[٢٥] نپ[٢٦] مري[٢٧]، جيڪي سڪي صحت[٢٨] ڪي.

## ٢٣

سُنئي[٢٩] اِن سپ جي، ڪو چنتو[٣٠] چيڙ ڪري،
تڪر[٣١] ڪين تري[٣٢]، منهن[٣٣] ملائڪ[٣٤] جهڙو.

---

١. اي نانگ، اي سپ، ٢. ٻرن مان، (نانگ جي رهڻ لاءِ زمين ۾ کوٽيل)، سوراخن مان، ٻرگهلن مان، ڏرڙن مان، ٣. ٻاهر ٿي، ۴. مورن، ڪارايلن، طائوسن، ٥.جي، ٦. هنڌ، آستان، ٧. مرلي وڄائي منڊ يعني ڦيٽو پڙهي نانگ جهليندڙ فقير، ٨. ڪڇ جي جهوناڳڙهه رياست ۾ هڪ شهر جو نالو، ٩. وٺئو، جهلئو، ١٠. ڪپرن (هڪ قسم جي نانگن) کي، ١١. ڪائي، ١٢. لاءِ، ١٣. واجهائي، تلاش يعني ڳولا ڪري، نهاري، ١۴. واسينگن يعني اصيل نانگن جي مٿن مان نڪتل نديڙيون لسيون ٽڪيون، جي وري ٻين نانگن جي ڏنگن تي رکبيون آهن ته زهر چوسي ٻاهر ڪڍن، ١٥. جن جي، ١٦. هڪ قسم جو وڏو زهريلو وڙهندڙ نانگ، ١٧. ثابت، پوري جا پورا يعني ٽڪرن ڪرڻ کان سواءِ، ١٨. ڳڙڪائي، نگولي، ١٩. ڪاريهر، اصيل، واسينگ، ٢٠. ڪنيءَ يعني موت کي سڏيندڙ يا چاهيندڙ، ٢١. حرڪت، چرچ، ٢٢. سخت ڏنگ يا چڪ، ٢٣. رڙ، گجگوڙ، ٢۴. حملو ڪري، ٢٥. يا، ٢٦. اڦٽ، اتي جو اتي، انهيءَ هنڌ، بروقت، ٢٧. فوت ٿئي، دم يا ساهه ڏي، ٢٨. تندرستيءَ، چڱيلائيءَ، ٢٩. سنل، ننڊ ۾ پيل، ٣٠. چريو، ٻاڳل، ديوانو، ٣١. چنڊو، نياڳو، بدبخت (سپ)، ٣٢. مڙي، پاسو ڪري، ٣٣. چهرو، شڪل، ٣۴. فرشتي (ملائڪ جهڙو = سهڻو، حسين).

**۲۴**

سُتي[۱] اِنَ سَپَ[۲] تَان، جيڪو رکي پيرُ،
جَان سِيئَن[۳] وَني نَہ وِبُرُ[۴]، تَانْ[۵] ڪَارايَلَ[۶] ڪُرُ[۷] لَجيْ[۸].

**۲۵**

سُتي اِنَ سَپَ تَان، جيڪو رکي پَانهَن،
جَان سِيئَن ڪَارِيِسِ[۹] نَہ دانهَنْ[۱۰]، تَان ڪَارايَلَ ڪُرُ لجي.

**۲٦**

ڪَاري[۱۱] ڪُرُ لَجي، جي اَڻَ[۱۲] ڪَجَاڙئو[۱۳] ڪَاءِ[۱۴]،
جَاڙَيَان[۱۵] اَندرِ[۱۶] جِيبَ[۱۷] ۾، ڳُجهو[۱۸] تو ڳَالَهَاءِ[۱۹]،
اُتي اُوَ[۲۰] سَامَاءِ[۲۱]، جِت رَتِي[۲۲] نَاهِ رِبَجَ[۲۳] جي.

وائي

ڪُوڙي[۲۴] رانڊِ[۲۵] ڪُوڙو چَتَڪو[۲٦]، لَکَ[۲۷] سِيئَن[۲۸] لَلُو[۲۹] پَنو،
لَنيو[۳۰] جِيئَن لامِنِ[۳۱] چَڙهي[۳۲]، ڪِئو ڪَارايَلَ ڪَتَڪو[۳۳]،
ڪَہ[۳۴] تو ڪَنِين[۳۵] نَہ سُئو[۳٦]، شَهبَازَ[۳۷] جو سَتَڪو[۳۸]،
وَڻِ[۳۹] چَڙهِئو وائِي[۴۰] ڪَري، لامُن ۾ لَتَڪِئو[۴۱]،
هَارِي[۴۲] وِبهُہ مَ[۴۳] وِسرو، ڏِينديئي[۴۴] جَهَارِ[۴۵] جَهَتَڪو[۴٦].

۱. ستل، ننډ ۾ پيل. ۲. هڪ قسم جي وڏي زهريلي وڙهندڙ نانگ. ۳. جان سين = جيستائين. ۴. بدلو. ۵. تيستائين. ٦. ڪارايل جو، (ڪاري) نانگ جو. ۷. آڪهہ، ڪڙم، خاندان. ۸. لڄي ٿئي، شرمسار ٿئي. ۹. ان کي ڪرائي. ۱۰. رڙ، ريهہ، آهہ و فغان. ۱۱. ڪاري جو، اصيل نانگ جو، واسينگ جو. ۱۲. نہ، بغير. ۱۳. چيڙيو، ستايو، ڪاوڙايو، تنگ ڪيو. ۱۴. ڪائي، چڪ هڻي. ۱۵. چاڙن، ڳلاڦن، وات. ۱٦. منجهہ. ۱۷. زبان. ۱۸. مخفي. ۱۹. ڳالهائي. ۲۰. اهو (ڪارو نانگ). ۲۱. سامائجي، پيدا ٿئي، رهي. ۲۲. ذرو. ۲۳. پوسل، آلاڻ (ڪارو نانگ خشڪ زمين يعني ويران زمين ۾ رهندو آهي). ۲۴. ڪوڙي، جڙتو، فريب واري. ۲۵. بازي، کيل. ۲٦. چسڪو، لذت، مزو، لطف. ۲۷. ٿوري وقت، ٿوريءَ دير. ۲۸. تائين (لک سينءَ = عارضي). ۲۹. اٽڪل بازي، ترڪتال، لبوڙبو، ريهہ ريب، ظاهري ڏيکاءُ. ۳۰. ٻولي ڪريو. ۳۱. لامن تي، (وڻ جي) ٽارين تي. ۳۲. مور، طائوس. ۳۳. ڪاهہ، جلهہ. ۳۴. ڇا. ۳۵. ڪنن سان. ۳٦. ٻڌو. ۳۷. شاهي يعني وڏي باز، شڪاري پکيءَ (موت). ۳۸. سٽ ڪٽ جوآواز، ڏڪن جو آواز. ۳۹. وڻ تي. ۴۰. ٻولي، آواز. ۴۱. لڙڪئو، جهولبو. ۴۲. اي هاري، اي ڪڙمي. ۴۳. غافل، سست. ۴۴. توکي ڏيندي. ۴۵. اناج جي پوک جي پچڻ وقت سنگن مان اَنَ ڪائي نقصان پهچائيندڙ پکين جهڙوڪ ڪانون، ڪبرن، ڳيرن ۽ جهرڪين جا ولر. ۴٦. جهڙپ، سٽ، نقصان.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجِيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجِيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

ڄڻ ڄڻ ڄاڙ وڏي تي ڄَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٿائي ڪي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڃي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)